| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سنڌ: پيپلز پارٽي کان جام صادق علي تائين |
| ليکڪ: | ف. م. لاشاري |
| ڇپجڻ جي تاريخ | سيپٽمبر 1991ع |
| تعداد: | ٻه هزار |
| ڪمپيوٽر ڪپوزنگ: | حسين احمد ميمڻ |
| ڇاپيندڙ: | ذڪي پرنٽرس، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ: | سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي. |

قيمت: 90 رپيا


Sindh : Peoples Party khaan Jam Sadiq Ali Taeen
(Sindh : Peoples Party to Jam Sadiq Ali)
Language : Sindhi
Written by : F. M. Lashari
Published by : Sindhica Academy, Karachi.
Price : Rs. 90.00

سول ڊسٽري بيوٽرز -
**آزاد ڪميونيڪيشنز**
B-24 نيشنل آٽو پلازه
مارسٽن روڊ ڪراچي.
فون: 7737290

## پبلشر پاران

’سنڌ: پيپلز پارٽيءَ کان ڄام صادق علي تائين‘- سنڌيڪا اڪيڊمي جو هيو ڪتاب آهي، جنهن ۾ پيپلز پارٽي جي محترمه بينظير ڀٽو صاحبه واري دور ۽ جناب ڄام صادق علي جي شروعاتي عهد ۾ سنڌ جي مسئلن جو اپياس ڪيو ويو آهي. ٻنهي دورن جو اهو عرصو، جنهن ۾ هي اداريا روزانه عوامي آواز ۽ روزانه جاڳو ڪراچي ۾ لکيا ويا، خاص طرح سان سنڌين جي لاءِ نهايت ئي ڪربناڪ عرصو رهيو. سنڌ مسقبل جي باري ۾ انديشا چوٽ تي چڙهيل رهيا، سنڌ جون سياسي ڌريون سُڪتي ۾ هيون ۽ ماڻهو نيٺ ڇا ٿيندو؟ جي پولار ۾ ڦاٿل رهيا.

ان وقت ۾ ف- م لاشاري سنڌ جي ماڻهن کي اڳتي وڌڻ لاءِ نينڊون ڏنيون، جيئڻ جا ڏس ڏنا. ۽ وک وک تي پنهنجن لاءِ علم ۽ دانائيءَ جو وکر وهايو.

اسان سنڌي ماڻهن جي اها روايت رهي آهي ته اجتماعي جوڙجڪ ۽ رٿابندي سان ڪنهن سگهي ۾ پوئجي نه سگهيا آهيون. اهڙي وقت ۾ اسان جا فرد ئي هوندا آهن، جيڪي پنهنجي ذات ۾ ڪل جو جوهر پيدا ڪري، پنهنجي ماڻهن جي مسيحائي جو ڪم سرانجام ڏيندا رهيا آهن.

سنڌيڪا اڪيڊمي جي پاران اسان لاشاري صاحب جي سوچ کي سقلائتو بنائڻ واسطي، هيءَ نماڻي ڪوشش ڪئي آهي. اسان کي اميد آهي ته علم ۽ ادب دوست سنڌ واسي هن ڪوشش جي مانائتي موٽ ڏيندا. هن ڪتاب بابت اوهان جي راين ۽ تجويزن جو انتظار رهندو.

نور احمد ميمڻ

چيئرمين

سنڌيڪا اڪيڊمي

# ڪو ڪو ماڻهو، موتيءَ داڻو

ياد نٿو پوي ته البرٽ ڪاميو، ان ڳالھ لاءِ ڪهڙو نفسياتي دليل ڏنو هو ته هن کي گهڻ پاسن وجودن (Multidimensional Beings) کان ڊپ ڇو لڳندو هو. ان جي ابتڙ، مون کي گهڻ- پاسن ماڻهن لاءِ پاڻ- هرتو پيار جاڳي پوندو آهي: انهن ماڻهن مان هڪڙو فقير محمد لاشاريُ آهي، جيڪو پاڻ کي فـ- م لاشاري جي نالي سڃاڻڻ تي اصرار ڪندو آهي، پر سندس دوست يار سنگتي ساٿي کيس رڳو فقير سڏڻ ۽ سمجهڻ تي اصرار ڪندا آهن. آءٌ کيس فقط لاشاري سڏيندو آهيان، ۽ منهنجي نظر ۾ سندس اها سڃاڻپ وڌيڪ موزون ۽ وڌيڪ پياري آهي. شايد منهنجي ذهن ۾ بلوچن جي تاريخ ۽ ڪلاسيڪي ادب ۾ لاشارين جي عظمت جا اولڙا آهن. سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلا هاڻ اوترا ئي سنڌي آهن جيترا سماٽ قبيلا آهن. ۽ ان حوالي سان سنڌن تاريخ ۽ ڪلاسيڪي ادب به مون کي اوتروئي پيارو آهي، جيترو ٻين قبيلن جو. سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن ۾ بلوچ روايتن، لوڪ ادب ۽ ڪلچر جي آميزش هڪ جاندار ۽ صحتمند اضافو آهي. ان روايت اسان کي سسئي پنهون جو لازوال داستان ڏنو، ۽ منهنجي نظر ۾ ڀٽائيءَ جي سمورن سرن ۾ سسئي پنهونءَ جا سُرَ وڌيڪ سُرها ۽ سدا بهار سُرَ آهن.

ياد نٿو اچي ته لاشاريءَ سان آءٌ ڪڏهن ڪٿي ۽ ڪيئن مليو هوس. ان ياد نه اچڻ جو هڪڙو سبب اهو به آهي جو جڻ ته آءٌ هن کي هميشه کان سڃاڻان ٿو جنهن ۾ وقت ۽ گهڙيءَ کي اهميت ڪانهي. البت ايترو ياد اٿم ته هي اُن دور جي ڳالھ آهي، جڏهن سنڌي ادب ۾ مزاحمتي ادب جو هڪ مخصوص لاڙو نمودار ٿيو هو، جنهن ۾ لکندڙ پنهنجي ڪهاڻين، شعرن ۽ مضمونن جون تاويلون نيٺ مارڪسي نظرياتي محاورن ۾ ڏيندا هئا. تنقيدون به انهن ئي محاورن جي مدد سان ڪرڻ لڳا هئا: جدليات، بورزوا، پرولتاري ۽ ان قسم جا سوين لفظ ۽ ترڪيبون استعمال ٿيڻ لڳيون هيون. ائين پيو

محسوس ٿيندو هو، جڻ تہ هي همراهہ سڌو سنئون، اجهو هينئر ڪميونسٽ پارٽيءَ کان ڪي هدايتون وٺي اسان تي نازل ٿيا هئا. اسان جي ٿهيءَ واري ادب جي ابتدا کان وٺي مارڪسزم جا مڃيندڙ، بلڪ ڪي تہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان لاڳاپيل اديب بہ اسان سان گڏ هئا: ابراهيم جويو، سوڀو گيانچنداڻي، نورالدين سرڪي، ٻوهيو ۽ ٻيا ڪيترا دوست اسان جا ساٿي ۽ همسفر هئا. مارڪسزم سان هنن جو لاڳاپو شعوري حدن کان بہ وڌي جڻ تہ روحاني حدن تائين پهتل هو. پر هنن مان ڪنهن بہ، ڪڏهن بہ ادبي محفلن، سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهرين ۾ مارڪسزم ليننزم جا ٺوڙاٽ لفظ استعمال نہ ڪيا. البت جيڪڏهن ڪو ڪو سياسي بحث ٿيندو هو جنهن ۾ ضرورت آهي، اهي ٽيڪنيڪي اصطلاح برابر استعمال ٿيندا هئا. پر ادب ۾، يا تنقيدي مضمونن ۾، ڪوبہ اهي اصطلاح استعمال ڪونہ ڪندو هو.

جڏهن پهريون ڀيرو ان قسم جي اديبن ۽ شاعرن سان گڏجاڻيون ٿيون تہ ڏاڍو اچرج ٿيو. عجيب ڳالهہ اها هئي تہ هنن مان گهڻن کي انهن اصطلاحن جي اصليت ۽ واردات جي خير ڪا خبر هئي. ائين ٿي پانيو تہ اجهو هينئر لينن يا مائوزي تنگ جي ڪليات (Collected Wrok) مان ڪجهہ پڙهي آيا آهن، ۽ ٻنان ڪنهن صحيح ادراڪ جي اهي اصطلاح اسان کي زخمي ڪرڻ لاءِ استعمال پيا ڪن.

ان لڏي جي ئي ڪنهن مجفل ۾ آءٌ فقير محمد لاشاريءَ سان مليو هوس. پر مون کي حيرت اها ٿي تہ هن جيڪي اصطلاح ٿي استعمال ڪيا، تن جو ماخذ ساڳيو هو پر انهن کي هينئن سان هنڊائي، انهن کي سمجهي، انهن جي ٺُڙ سنڌي محاورن جو ويس اوڍائي، استعمال ڪري رهيو هو. بلڪل ائين جيئن اسان جي لڏي وارا مارڪسي اديب ۽ دانشور ڪندا هئا. اهو هو روايت جو تسلسل جيڪو لاشاريءَ ۾ مون محسوس ڪيو، ۽ ان ڪري ئي آءٌ هن کي پنهنجن مان، پنهنجن سان، بنهہ پنهنجو سمجهڻ لڳس، ۽ ساڻس اهو لڳاءُ ۽ پيار اڄ تائين قائم آهي.

ڪن دوستن هن جي ادارين مان چونڊ ڪري ڪتاب ڇپائڻ جو ارادو ڪيو آهي، ۽ هنن مون کي ان تي بہ اکر لکڻ جو حڪم ڪيو آهي. اهو ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. مون سوچيو تہ لاشاريءَ جي هنن لکڻين تي

تعريفي يا تنقيدي پيش لفظ لکڻ قبل از وقت ۽ شايد هڪ معنيٰ ۾ ڪُمهلو آهي، ڇاڪاڻ تہ لاشاريءَ جي اصل جوهر کي اثرانداز ٿيڻ لاءِ زمانو تہ اڃا اڃڻ وارو آهي. الائجي ڇو آءٌ ان ڳالھ سان سُهمت نہ آهيان تہ ڪنهن لکندڙ، اديب يا صحافيءَ جي ابتدائي ڪاوشن کي ڪنهن ڪتابي صورت ۾ ڇپايو وڃي. ان لاءِ بہ ٽي سبب آهن: هڪڙي جو ذڪر تہ مون مٿي ڪيو آهي تہ لاشاري جو اصل جوهر ۽ حيثيت تہ اڃا هاڻ مڃڻ جهڙي ٿي آهي. ٻي ڳالھ تہ صحافتي زندگيءَ کي ادبي زندگيءَ کان الڳ رکڻ ۽ سمجهڻ جي ضرورت آهي. دنيا جي سمورين ٻولين جي صحافت ۾ سنڌي صحافت واحد ۽ اڪيلي صحافت آهي، جتي اديب ۽ ڪهاڻيڪار صحافي بڻجي ٿا وڃن، جيتوڻيڪ سنڌن اصل ميدان اهو نہ هوندو آهي. صحافت ۽ ادب ٻہ مختلف ميدان آهن، جن کي هڪ ٻئي سان ڳنڍڻ مسجڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ صحافتي لکڻيون وقتي ۽ اوچتيون آهن ۽ ادب کيٰ دائميت ۽ روايت جا دائرا مليل آهن. دنيا جي ٻين ٻولين ۾ اڪثر صحافين جا ڪتاب بہ ڇپجن ٿا پر منجهن ادب جي جاذبيت ۽ دائميت نہ آهي. ان جي اُبتڙ سنڌي صحافت ۾ ڇاڪاڻ تہ اديب زوريءَ يا مجبوراً گهڙي آيا آهن، ان ڪري هنن جي ادارين ۽ ڪالمن يا مضمونن ۾ بہ ادب جي جاذبيت ۽ دائميت ملي سگهي ٿي، ۽ خاص طرح لاشاريءَ ۾ وڌيڪ دستياب ٿئي ٿي. هتي سجاڳ ذهن جو اديب جڏهن صحافيءَ جي حيثيت ۾ لکي ٿو تہ ان ۾ ادبي ڪاوشن جي اونهائي ۽ وسعت ملي ٿي. ائين ٿو معلوم ٿئي جڻ تہ ڪٿي ڪٿي نثر ۾ شاعري پيو ڪري.

پر آءٌ پنهنجي ان راءِ تي قائم آهيان تہ هيءَ ڪتاب اڃا ”قبل از وقت“ آهي، ڪُمهلو آهي. ان ڪري نہ تہ ڪو انّ ۾ سونهن ۽ جاذبيت نہ آهي، پر رڳو ان ڪري تہ اها روايت، منهنجي نظر ۾، صحيح نہ آهي. پر آءٌ پنهنجي راءِ پڙهندڙن جي لطف اندوزيءَ ۽ تربيت جي آڏو آڻڻ نٿو گهران. ان ڪري هتي بہ لفظ لکيا اٿم: ان حجت سان تہ:

جيئن جيئن تپي ڏينهن، تئن تئن تاڻي پنڌ ۾،
ڪو آڳانجهو نينهن، ٻانيڻ ٻروچن سين!

— سراج

ڪراچي 14 سيپٽمبر 1991ع

ارپيان ٿو
سنڌ جي انهن صحافين کي
جن جو عوام جي سگهه ۾
لامحدود ۽ اڻ-موٽ
ويساهه پيدا ٿئي.

# قبضي جو خوفناڪ باب

اسرائيل قائم ٿيڻ جي تاريخ ٻڌائي ٿي ته اُتي جي زمينن جي خريداري عثماني ترڪن جي راڄ وارن ڏينهن ۾ ئي شروع ٿي وئي هئي ۽ صيهونين جي عالمي تنظيم سڄي دنيا منجهان چندا گڏ ڪري فلسطين جي ڪافي حصي کي خريد ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو هو. اسرائيل جي قائم ٿيڻ کان پوءِ لاڳيتو ”ڪبوتائيزيشن“ نالي مهم ۾ يهودين لاءِ نيون آباديون قائم ڪرڻ جو عمل ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن جي نتيجي ۾ فلسطيني رهواسي متاثر ٿيندا رهيا. اهو عمل خاص طرح سان ١٩٦٧ع واري لڙائي کان پوءِ ڪافي تيز ٿيو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هندستان منجهان لڏ پلاڻ ٿي جيڪا ورهاڱي جي ڪنهن به دستاويز جو حصو نه هئي ۽ جنهن جو بنياد صدين جي شڪست کاڌل فسطائي ذهنيت جي پيدا ڪيل نفرت هئي. لياقت علي خان کي پنهنجو تڪ نه هٿو هو ان ڪري لالوکيت کي لياقت آباد بڻايو ويو. اها ڪراچيءَ ۾ ”ڪبوتائيزيشن“ جي شروعات هئي. ائين پوءِ ڪي ڊي اي ذريعي جيڪي هائوسنگ اسڪيمون ٺهيون، ناظم آباد، گلشن اقبال، نيوڪراچي، ملير ۽ سورجاڻي وغيره تن سان لڳ ڀڳ ڏيڍ سؤ قديم ڳوٺ ۽ انهن جون زرعي زمينون جتان ورهاڱي کان اڳ ياڇيون ۽ کير مهيا ٿيندو هو سي هائوسنگ اسڪيمن ۾ اچي ويون. گڏوگڏ زوالجندڙ مڪاني وڏيرن پنهنجا پلاٽ به وڪيا. هائوسنگ اسڪيم جي ان وڏي داستان ۾ صدين کان رهندڙ مڪاني ماڻهن کي آباد ڪرڻ يا پلاٽن ۾ سندن ڪوٽا رکڻ جو ڪوبه خيال نه رکيو ويو. ائين ڪراچيءَ جا قديم رهواسي زوال، پستي ۽ ذلتن جي پاتال ۾ اُڇلايا ويا. ورهاڱي کان پوءِ هن وقت تائين سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي ڏنل انگن اکرن موجب سنڌي ميڊيم جا پنج سؤ اسڪول ختم ڪيا ويا اردو ميڊيم ۾ بدلايا ويا آهن. سنڌي، فلسطينين وانگر پنهنجا ماڳ ڇڏي ڪيڏانهن وڃن. هن وٽ زندگيءَ جو ڪوبه متبادل رستو ان ڪري ڪونهي جو وڏي پئماني تي سياسي منافقتن جو شڪار ٿيا آهن. سندن جيئاپي جي جدوجهد جيڪا به ٿوري گهڻي ٿئي ٿي، سا ڪنهن نه ڪنهن مخصوص گروهه لاءِ سوديبازي ڪرڻ جو وڪر بڻجي پوي ٿي. ڏتڙيل ماڻهن جي پنهنجن مسئلن جي بنيادن تي سياست

ڪئي ئي نہ وئي آهي.

گذريل سال جڏهن پيهر پ پ پ اقتدار ۾ آئي، ڪجهہ ماڻهن حڪومت کي تجويزون ڏنيون، تہ ڪنهن بہ سياسي مصلحت کي ڇڏي خاص انساني بنيادن تي ڪراچيءَ جي قديم باشندن جي بحاليءَ لاءِ رهائش ۽ ڪين هنر سيکارڻ جون اسڪيمون عمل ۾ آنديون وڃن. وچ تي خبر بہ پئي، تہ اهڙيون ڪي رٿون هن حڪومت جي ويچار ۾ آهن. پر اڄ ڏينهن تائين ڪجهہ بہ سامهون نہ اچي سگهيو. سبب اهو تہ اقتدار بچائڻ ۽ عوام جي خدمت ڪرڻ، هن ملڪ جي مخصوص حالتن ۾ هڪ ٻئي جي اُبتڙ عمل آهن.

سنڌ تي ڌارين مفادن جي لاڳيتي قبضي جو تازو ثبوت هاڪس بي اسڪيم جي پلاٽن تي ونڊ ورڇ جو مارو آهي. اسڪيم جي ڏهہ هزار پلاٽن منجهان ٽي هزار پلاٽ ڪي ڊي اي جي ملازمن کي ڏنا ويا آهن. هڪ بي انصافي جي پيٽ مان ٻي بي انصافي جنم وٺي ٿي. ڪي ڊي اي جي ١٢هزار ملازمن منجهان سنڌي ڪل چار سؤ آهن. هاڻي حساب ڪريو، تہ هاڪس بي ۾ ڏنل پلاٽن جؤ سنڌين کي مليل تناسب ڇا ٿي سگهي ٿو. ان کان پوءِ وري خبر آئي آهي تہ ايم اين اي ۽ ايم پي ايز ذريعي، وڏي ونڊ ورڇ ٿي آهي.

هيءَ سڄي ويڌن اصل ماڻهن، ڌرتيءَ جي ڌڻين جي هوندي ٿي رهي آهي. سنڌ جي وسيلن تي ٿيندڙ ڦرلٽ جو نتيجو اسان کي دهشت گردين ۽ جمهوريت دشمن روين ۽ جهيڙن فسادن جي صورت ۾ سامهون اچي چڪو آهي.

اسين سوال ڪريون ٿا تہ قديم رهواسين جي پستي ۽ ذلت جي ڏٻڻ ۾ جيئڻ پوءِ تيئن پيهبو وڃڻ جو هي سفر ڪڏهن پورو ٿيندو. سڄي دنيا ۾ انساني بنيادن تي فلسطينين، آفريڪين ۽ ٻين مظلوم ماڻهن جي مدد لاءِ ايجنسيون قائم آهن، پر هتي هنن ئي ماڻهن جي ووٽ سان ايندڙ حڪومت جا ڪارندا آخر ائين ڇو ٿا ڪن. نيٺ اسان جي زمينن تي قبضي جو سلسلو ڪڏهن ڪٽندو؟ انسانن جي هيءَ جنس عملي طرح ريڊانڊين بنجي چڪي آهي ۽ هنن جي معاشي ۽ سياسي بحالي ئي دهشت گرد سياست کي روڪي سگهي ٿي، پر ان لاءِ ذميدارن کي سمڪ ڪڏهن ايندي ۽ ڪڏهن هو تاريخ جي تناظر ۾ سوچڻ شروع ڪندا؟

جمعو ٢٩ ڊسمبر ١٩٨٩ع. عوامي آواز

# پاڪستان عورتن جي خلاف ڇو آهي؟

پاڪستان ۷۹ع واري عالمي حقن جي ٺهراءَ تي صحيحون نہ ڪري دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو، تہ اُهو عورتن جي سماجي برابري واري حيثيت کي قبول نٿو ڪري. ان ئاهہ تي سعودي عرب، ايران ۽ ڪجھ ٻين ملڪن بہ صحيحون نہ ڪيون هيون. شايد هي بہ هڪ ڪارڻ آهي، جو دنيا ۾ پاڪستان ۽ ڪجھ ٻين اسلامي ملڪن جو نالو اڻ سڌريل قومن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو، جنهن سان شهرين جي عزت نفس کي نقصان پوي ٿو. خاص طرح سان جيڪي شهري يورپ جي ملڪن يا آمريڪا وڃن ٿا ۽ جڏهن سندن پاڪستاني پاسپورٽ اُتي جي اختيارين جي سامهون اچي ٿو، تڏهن هو ماڻهوءَ کي معنيٰ خيز نظرن سان ڏسي ڪيس پنهنجي نظرن ۾ ئي ڪيرائي وجهن ٿا.

ترقي ۽ ڀلائي ڏانهن وڌڻ عالمي برادري جي وچ ۾ اعتماد سان ويهڻ لاءِ ضروري آهي تہ اسان انسان جي جنس، رنگ، مذهب ۽ ٻوليءَ جي بنياد تي مرتبي گهٽائڻ واري شرمناڪ صورتحال منجهان نڪرون.

جنهن سال ۾ عالمي حقن واري مذڪوره ٺهراءُ تي صحيحون ڪرايون پئي ويون، تڏهن اسان وٽ ضيا آمر جي حڪومت هئي ۽ هن جي جنون پرست دقيانوسيت ۽ انسان دشمن پاليسن منجهان اها توقع بہ نہ پئي ڪري سگهجي. پر هاڻي جڏهن ملڪ ۾ جمهوري حڪومت آهي تہ ان جي سربراهہ بہ هڪ خاتون آهي تڏهن پاڻ تان اهو لعنتاڻو لاهڻ لاءِ ضروري ٿو ٿئي تہ ان ٺهراءَ تي صحيح ڪئي وڃي ۽ ان جي مناسب تشريح بہ ٿئي.

پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو جڏهن عوام جي ووٽ سان هڪ خاتون وزيراعظم بڻجي آئي، تڏهن عوام ۽ ان جي ووٽ جي دشمنن محترمہ بينظير جي خاتون هئڻ کي سندس گهٽتائي ڄاڻائي سياسي سطح تي وڏي بدنامي شروع ڪري پنهنجي قطعي جاهل هئڻ جو ثبوت تہ ڏنو ڏنو، پر ملڪ کي بہ بدنام ڪري ڇڏيو. ياد رهي تہ محترمہ بينظير جي وزيراعظم ٿيڻ تي يورپ ۽ آمريڪا جي دانشور حلقن کي زبردست حيرت ٿي، ڇو تہ هنن جي خيال ۾ ڪنهن بہ اسلامي ملڪ ۾ يا تہ سعودي قسم جي بادشاهت ٿئي ٿي، يا علامہ خميني ٽائيپ جي حڪومت يا ضياءَ جهڙا آمر هجن. اهڙي ڪنهن ملڪ ۾ محترمہ بينظير جهڙي ملوڪ خاتون جي وزيراعظم ٿيڻ سان سندن سمورن اندازن ۽ راين کي نقصان پهتو آهي ۽ ٿيڻ سان سندن سمورن اندازن ۽ راين کي

نقصان پهتو آهي ۽ هاڻي هو ڪجهه ٻيءَ طرح سوچين ٿا ۽ ان سان پاڪستان جو عالمي برادري ۾ مان وڌيو آهي.

اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي پر هيڏانهن هيءَ به حقيقت آهي، ته ملڪ جي اندر عورتن جي معاشي توڙي سماجي حيثيت حقيقي معنيٰ ۾ پٺتي پيل اهي. اسان جي عورتن جو وڏو الميو معاشي طرح مردن تي دارومدار اهي. اسان جي عورت مڪمل طرح غلاميءَ جي شڪار اهي. مٿين طبقن جي عورت "شوپيس ۽ نمائش يا ڪيترن مڪروهه ڪمن ۾ Bargaining جو ذريعو بڻايل آهي ۽ ان حقيقت کي ماڻهو ڄاڻن ٿا پر ڪجهي ڪوبه نه ٿو. هوڏانهن هيٺين طبقن جي عورت ٻٽي جبر جوشڪار آهي. مرد اڳ ئي استحصال ۾ آهي ۽ پنهنجون سڀ نراسايون بيزاريون گهر ۾ عورت ۽ ٻارن تي تاوايون ڪڍي پوريون ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. استحصال جو شڪار ماڻهو زندگيءَ بابت پنهنجا موقف بيزارين ۽ پريشانين ۾ طئي ڪن ٿا. ان سموري حالت ۾ عورت ڳوهيل اٽي وانگر آهي، جنهن کي اندر رکجي ٿو ته ڪيس ڪوئا کائين ٿا پر جيڪڏهن ٻاهر ٿو ڪڍي ته ڪانو ڪيس ٺونگا هڻڻ جي ڪوشش ڪن ٿا."

هن طرح اسان اهڙي سماج ۾ پيا رهون جتي عورت خلاف امتياز هڪ وڏي معاشرتي منافقي آهي. اسان جو مرد جيڪا ڳالهه پاڻ لاءِ پسند ڪري ٿو اُها جيڪڏهن عورت سوچي ٿي، ته سندس مغز ۾ ڄڻيون ٻرڻ لڳن ٿيون. پنهنجي اڌ آبادي سان اهو نمونو معاشي، سياسي ۽ سماجي ترقي جي واٽ ۾ وڏي رنڊڪ آهي.

اسان جي دانشور حلقن عورت جي ڏس ۾ پنهنجو نهايت واضح، روشن خيال ۽ سندس آزادين جي حفاظت وارو موقف تيار ڪيو آهي. پر سياسي پارٽين ان ڏس ۾ عملي طرح تمام ٿوري پيش رفت ڪئي آهي.

سنڌ ۾ اميد جو ڪرڻو "سنڌياڻي تحريڪ" "آل سنڌ وومين آيسوسئيشن" جي صورت ۾ نظر اچي ٿو، جيڪي سياسي ۽ سماجي شعور سان اڳتي وڌي رهيون آهن. هوڏانهن "انجمن جمهوريت پسند خواتين" به هڪ لحاظ کان نظرياتي فعاليت جو مظاهرو ڪري ٿي، پر اهي سڀ قدم اڃا پنهنجي شروعاتي مرحلن ۾ آهن.

پر هاڻي جڏهن اسان وٽ جمهوري حڪومت آهي تڏهن حڪمران پارٽي توڙي حڪومت جو فرض ٿئي ٿو، ته ملڪ کي خواريءَ ۽ ذلت جي ڏٻڻ منجهان ڪڍڻ لاءِ ملڪ اندر عورتن خلاف متيبدي قانون ختم ڪرڻ گهرجي ۽ عالمي سطح تي عورتن بابت سڌريل موقف ۾ شرڪت ڪئي وڃي.

# آپريشن ڪلين اپ ۽ حڪومت جون مصلحتون

ڪالهه هڪ ئي ڏينهن تي سنڌ جي هوم سيڪريٽري ۽ گهرو معاملن واري وفاقي وزير اعتزاز احسن اعلان ڪيو ته سنڌ ۾ هٿيارن ۽ شهرن ۾ دهشت گردي جي ڌوهارين کي جهلڻ لاءِ "آپريشن ڪلين اپ" جلد شروع ڪيو ويندو. ان ڏس ۾ اخبارن ۾ خبرون به اچي چڪيون آهن، ته ڇئن مرحلن ۾ گهرگهر تلاشي ونئي هٿيار ڳوليا ويندا ۽ جنهن جي گهران غير قانوني هٿيار مليا ان کي مثالي سزائون ڏنيون وينديون.

انتظامي سطح تي ناجائز هٿيارن جي ڳولا يا سک سلامتي آڻڻ لاءِ ٻيا اُپاءَ وٺڻ جو ارادو رکڻ نهايت چڱي ڳالهه آهي پر سوال ٿو پيدا ٿئي ته ان ۾ ڪارائتي نتيجي نڪرڻ جا ڪيترا امڪان آهن. خلق کي حڪومتي مشنري جي صلاحيتن تي اعتبار وڃائجي چڪو آهي. بلڪ ڪيترين ته اهڙين ڳالهيون به سامهون آيون آهن جن مان خبر پوي ٿي ته دهشت گرد سياسي گروهن جا ماڻهو به انتظاميا ۾ وينا آهن جيڪي حڪومت وٽ طئي ٿيندڙ ڳالهين کان هنن کي باقاعدي باخبر رکندا اچن ٿا. ايم ڪيو ايم متعلق ڊي آءِ جي اصل شگري جي ۽ هڪ ٻي ڳجهي رپورٽ جو وتس پهچي وڃڻ ان جا واضح مثال آهن.

ٻي ڳالهه ته جيڪڏهن توهان کي واقعي ڪجهه ڪرڻو آهي ته پوءِ ان لاءِ اعلان جي ڪهڙي ضرورت آهي. ائين ته هٿيار رکندڙ ماڻهو هوشيار ٿي ويندا. ڪن حلقن جو ته هي چوڻ آهي ته حڪومت ان قسم جا اعلان ڪري سياسي طرح پنهنجي پوزيشن بهتر ڪرڻ ۽ مخالفن تي دٻاءُ وجهڻ چاهي ٿي. هجي ڪٿي ڪجهه به، پر اصولي طرح حڪومت جي ان قدم سان اتفاق ته ڪرڻو ئي پوندو، ته اُها ڌوهارين کي جهلي، ڇو ته ڌوهارين جو جهلجڻ ۽ امن امان بحال ٿيڻ بيحد ضروري آهي، جو ان ڪانسواءِ حڪومت به گهڻو وقت پنهنجي ساک بچائي نه سگهندي ۽ نه موجوده صورتحال جمهوريت جي بقا لاءِ چڱي آهي.

اصل ڳالهه وري به اثرائتي طرح هٿيارن ۽ ڌوهارين کي هر حالت ۾ جهلڻ جي آهي. اسان کي ڏسڻو آهي ته ان ۾ ڪاميابي جا ڪيترا امڪان آهن. پر ان جو اندازو انتظاميه جي حڪمت عمليءَ منجهان لڳائي سگهجي ٿو جنهن جا

تفصيل پاڻ وٽ ڪونهن.

ٻي ڳالهه ته جيڪڏهن توهان کي واقعي ڪجهه ڪرڻو آهي ته پوءِ ان لاءِ اعلان ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. ائين ته هشيار رکندڙ ماڻهو هوشيار ٿي ويندا. ڪن حلقن جو ته هي چوڻ آهي ته حڪومت ان قسم جا اعلان ڪري سياسي طرح پنهنجي پوزيشن بهتر ڪرڻ ۽ مخالفن تي دٻاءُ وجهڻ چاهي ٿي. هجي ڪٿي ڪجهه به پر اصولي طرح حڪومت جي ان قدم سان اتفاق ته ڪرڻو ٿي پوندو، ته اُها ڌارين کي جهلي، ڇو ته ڌوهارين جو جهلجڻ ۽ امن امان بحال ٿيڻ بيحد ضروري آهي، جو ان ڪانسواءِ حڪومت به گهڻو وقت پنهنجي ساک بچائي نه سگهندي ۽ نه موجوده صورتحال جمهوريت جي بقا لاءِ چڱي آهي.

اصل ڳالهه وري به اثرائتي طرح هٿيارن ۽ ڌوهارين کي هر حالت ۾ جهلڻ جي آهي. اسان کي ڏسڻو هي آهي ته ان ۾ ڪاميابي جا ڪيترا امڪان آهن. پر ان جو اندازو انتظاميه جي حڪمت عمليءَ منجهان لڳائي سگهجي ٿو جنهن جا تفصيل پاڻ وٽ ڪجهه ڪونهن.

البت هن ڏس ۾ هڪ ضروري تجويز حڪومت جي اڳيان رکنداسين ۽ پوءِ اهو به ڏسنداسين، ته حڪومت هن مهل تائين وارين پنهنجين مصلحتن جي دائري کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪيتري همت ڪري سگهي ٿي، ۽ جيڪڏهن نٿي ڪري سگهي ته ڇو ۽ ان حالت ۾ جمهوريت جي ساک ڇا ٿي بچي.

هلندڙ سال جي فيبروري مهيني ۾ پ پ پ حڪومت فوج ۾ انٽر سروسز انٽيلجنس جو سياسي شعبو ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو هو. ان اعلان جي اهميت تمام وڏي هئي. ماڻهن کي ته ويساهه ئي نه پئي آيو، ته ڪو ائين ٿي سگهي ٿو. پر بهرحال اها حقيقت هئي، ته آءِ ايس آءِ جي سياسي ونگ ختم ڪئي وئي. پر ان جو ظاهري طرح ڪو خاص فائدو نه ٿيو ۽ ملڪ ۾ ان جون قائم ڪيل ۽ تاهيل جمهوريت دشمن قوتون پوءِ به سرگرم رهيون ۽ اجا تائين آهن ۽ غير يقيني جي خوفناڪ فضا کي قائم رکڻ ۾ ڪيس خاصي ڪاميابي حاصل ٿي آهي. ان ئي بي يقيني محترم بينظير جي ووٽرن ۽ خير گهرندڙن کي ڏاڍو پريشان به ڪيو آهي ۽ سندن ووٽ سان قائم ٿيل حڪومت به ويٽن ۾ آهي.

سول ۽ فوجي جاسوسي ادارن کي اقتدار جي مضبوطي لاءِ آمرن ۽ جنرلن ڪافي عرصي کان استعمال ڪيو آهي، جنهن جو ذڪر شهيد ذوالفقار علي ڀٽي به پنهنجي ڪتاب "جيڪڏهن مون کي قتل ڪيو ويو" ۾ ڪيو آهي. چوڻ وارا چون ٿا ۽ خود حڪومت به چوي ٿي، ته نفرت پکيڙڻ وارو سياسي

گروھ، ڊرگ مافيا ۽ هٿيارن جي ڪاروبار ۾ مارشل لائي حڪمران ٽولو ملوث هو، بلڪل هو، ان ۾ ڪو شڪ ئي ڪونهي عالمي اخباري ادارا به چئي چڪا آهن ته افغانستان سان ويڙهه ۾ سي آءِ اي ۽ پاڪستاني فوج جا ڪي ادارا ان سڄي ڌنڌي ۾ ملوث هئا. اسٽائين جو هيروئن ۽ هٿيارن ڍوئڻ ۾ فوجي گاڏيون (اين ايل سي جا ٽريلر) به شامل رهيا آهن. ٻئي طرف سياسي پرتيون به آءِ ايس آءِ جي ذريعي ٽيون، ۽ سياسي حڪمت عمليون به آءِ ايس آءِ ۾ ويهي طئي ڪيون ويون. ان طرح حڪومت ڪي سڄي معلومات هئڻ گهرجي ته آءِ ايس آءِ ڪنهن ڪنهن کي پرتي ڪيو، ڪنهن کي هٿيار ڏنا ويا ۽ ڪهڙا هٿيار ڏنا ويا. ڪن حلقن ته ايترو به چيو آهي ته ڪليل مارڪيٽ ۾ ملٽري بور جا هٿيار نه ٿا ملن جڏهن ته عام بور وارا هٿيار ملي رهيا آهن ۽ اهو ڪم ادارن جو رٿيل آهي اهو ڄاڻڻ ماڻهن جو حق آهي ۽ ان معلومات جي بنياد تي جمهوريت دشمن جي ثبوتن سان سڃاڻپ ٿيڻ کپي. ائين ڪرڻ سان ماڻهن ۾ اعتماد به پيدا ٿيندو ۽ ڏوهاري به سڃاڻپ ۾ اچي ويندا.

پر هڪ سال تائين ان ڏس ۾ ڪوبه قدم کڄندي ڏسڻ ۾ نه آيو آهي. حڪومت جو ته ايترو به ڄاڙهو ڪونهي جو سياسي طريقن سان جمهوريت دشمن ٽولن کي پُشتي ڏيندڙ اخبارن کي منهن ڏئي سگهن، جن جو ٻڙڌاڪ مچائڻ ۾ وڏو ڪردار آهي.

اسان ان راءِ جا آهيون، ته آپريشن ڪلين اپ کي ڪامياب بنائڻ جون ضمانتون اڳواٽ حاصل ڪيون وڃن ٻي حالت ۾ اهو ڪامورن جي ڪوڪلائپ ۽ سرڪار جي خواري آڻيندي.

چنچر ۳۰ ڊسمبر ۱۹۸۹ع. عوامي آواز

# نئون سال- وڍيل ڇچريل وقت

سڄي دنيا اڄ نئين سال جي نئين ڏينهن ۾ اکيون کوليندي. وقت، سال
نالي پنهنجي هڪ ايڪي جو چال هٿندو اسي وارو ڏهاڪو ختم ٿيندو ۽ نوي
وارو ڏهاڪو پنهنجي پيڙهه جو مرحلو شروع ڪندو.

وقت ڇا آهي. وقت جي اهميت ڪهڙي آهي. وقت ڪنهن جو انتظار
ٿو ڪري، ڪنهن جو منهن ٿو ڏسي ۽ ڪنهن جي ٿو پرواهه ڪري. اسان کي
اکيون ٻوٽي، هزارين قسمن جي ننڊن ۾ غلطان آهيون. پنهنجي قومي ۽ انساني
بقا جي ذميدارين سان عملي طرح ڪيترو ڳنڍيل آهيون؟ انفرادي ۽ اجتماعي
ڀلائي جي ضرورتن کان ڪيڏا آگاهه آهيون؟ ويهين صدي پنهنجي انت کي
ويجهي پئي ٿئي. پر اسان اصل ۾ ڪهڙي صديءَ جا ماڻهو اکيون اسان لاءِ وقت
کي پيرن ۾ ڪنهن ڏانوڻ وجهي ڇڏيا آهن؟ ۽ اصل سوال ته وقت جي
ڪسوٽي تي اسان پنهنجا ڪيترا خيرخواهه آهيون؟

بس اهي ئي سوال آهن جيڪي اُڀري، ڳاٽ اوچائي، مُرڪ، ڪاوڙ، طنز،
دوستي ۽ دشمني، سيني جي مليل احساس سان اسان کي مخاطب آهن ۽ اسين
آهيون جو ايڪويهين صديءَ کي ڇهڻ وارا آهيون، تڏهن به منجهيل مڙهيل آهن ۽
ڪجهه وڏا مونجهارا اسان جي پنهنجي سَتنتي ۽ ٻين کي موقعا ڏيڻ جي ڪري
ٻاهران اسان تي مڙهيا ويا آهن.

جنهن ڏهاڪي منجهان هٿ پير هٽي پاڻ ڇڙهيا آهيون، اُن ملڪي ۽
عالمي سطح تي انسان ذات کي گهڻو ڪجهه ڏنو به آهي ۽ کائنس ڦرمار ڏاڍي
ڪئي آهي. اسي واري ڏهاڪي جا اٺ سال پاڪستان جا ماڻهو ۽ خاص
ڪري سنڌ واسين جو ساهه آمريت جي راڪاس جي مٺ ۾ هو. اسان جون
حياتيون، اسان جا اُدما ۽ اسان جي ترقيءَ جي رستن تي هزار ٺوڙي ڦاٽڪ اڏي،
بند ڪري عوام تي لاڳيتي گهات هڻئي وئي. اسان جا ڏينهن، راتيون، مهينا ۽
سال راڪاس جي وات ۾ چٻاڙبا رهيا. اسان جي عزت نفس ۽ اعتماد جو ننگ
لٽيو ويو ۽ اسان ٻن طريقن سان ان صورتحال کي موٽ ڏني. هڪ لاڳيتي
مزاحمت- مزاحمت جو سفر دلين کان شروع ٿي ڦاسي گهاٽن ۽ رستن تي رت
وهنتي ٿيڻ لاءِ پهتو. ٻيو سفر منافقي ۽ مصلحتن جو هو. اهي ٻئي ٢٦رائون گڏ

گڏ هليون. منافقي کي آمريتي سرڪار جي سرپرستي حاصل هئي ۽ ان ٽيليويزن، ريڊيو، پوليس ۽ انتظاميا جي ٻل تي اسان تي راڄ ڪيو.

۱۹۸۸ع واري سال ۾ هڪ اتفاق جي ذريعي طاقت جو توازن مزاحمت ڪندڙن جي حق ۾ تبديل ٿي ويو ۽ ماڻهن جي ووٽ سان آيل حڪومت کان پوءِ راڪاس جي جڪڙ هڪ حد تائين ڍري ٿي. پر راڪاس ڪو اڪيلو ضياءَ نہ هو. اهو نظام آهي جنهن کي هوائي جهاز جو حادثو ختم نہ ٿو ڪري سگهي. اهو فقط انقلابي عمل ذريعي ئي ختم ٿي سگهي ٿو. ان ئي نظام جا سمورا پرزا موجود آهن ۽ اهي مزاحمتي قوتن جي جمهوري اقتدار کي لڏائڻ، بي اثر بنائڻ ۽ گندو ڪري اُن کي مڪمل منافقيءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ وري ٻہ اڳتي وڌي رهيا آهن. خود مزاحمتي قوتن جا خاص حصا، جيڪي ضياءَ جي اڳيان تہ نہ جهڪيا پر هاڻي ضيائي نظام جي ڄار ۾ ڦاسي رهيا آهن.

نئون سال اسان لاءِ ڏيڻ بنجي رهيو آهي. لڪين سطحن تي، هزارين اظهارن سان منافق ٽولا جمهوريت جو چوغو پائي شاهہ لطيف، بلها شاهہ، بابا ۽ خواجا فريدڻ، خوشحال خان خٽڪ ۽ گل خان نصير جي ڌرتيءَ تي مڪاريءَ جا بلڊوزر هلائڻ لاءِ تياريون ڪري رهيا آهن ۽ مزاحمتي قوتون رواج مطابق سڌي ڏاڍ جي غيرموجودگي ۾ فرحت سان آهن. جمهوريت ۾ ويساهہ ۽ انساني آزادين جا خواب پنهنجي تعبيرن جي هلندڙ سلسلي ۾ اڌورا رهجڻ وارا آهن.

پر تاريخ جي دشمنن ۽ دوستن ٻنهي کي ياد رکڻ گهرجي، تہ وقت پنهنجي مرهم پاڻ هوندو آهي. ڪنيل، وڏيل چچريل، اڌوگابرو زنده اسان جو وقت ٻہ هڪ ڏينهن سنئين لڳين ٿيندو. اِڪ ضرور پٽبي.

*پهرين جنوري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

## دهشت گردي جو توڙ- عوام جو احترام

ڪراچيءَ ۾ ڪالهه هڪ ٻي ڏينهن تي دهشت ڳردي جون ڪيئي وارداتون ٿيون ۽ جماعت اسلامي جي جنونين پاران حملا ڪرڻ جي دڙڪن سبب نئين سال جي آجيان وقت ڪراچيءَ جي پوش علائقن ۾ راڪاس گهمي رُئويو هو. فائيو اسٽار هوٽلن کان وٺي بوٽ بيسن جي ڪليل نديڙن ريسٽارنٽن تائين بند هئا، ۽ پوليس جو وڏو اٽالو شهر ۾ پهري تي هو.

دهشت گردي جي وارداتن ۾ چڪرا ڳوٺ جو سنڌي نوجوان رشيد بلوچ ماريو ويو. گلبهار ۾ پوليس جو هڪ عملدار ۽ ٻہ ماڻهو ماريا ويا. ڪي دي اي جي ملازمن واري يونين جي چونڊن جي موقعي تي پ پ پ جي حامين تي دهشت گرد حملي لاءِ آيا هئا، جن وٽان ڇهه ڪلاشنڪوفون، گرنيڊ ۽ ٻيا هٿيار جهليا ويا ۽ هڪ دهشت گرد بہ پڪڙيو ويو. هڪ ٻي بہ واردات ٿي جنهن ۾ دهشت گرد هڪ خاتون کي ماري ڀڄي ويا ۽ فيڊرل بي ايريا ۾ گل محمد نالي هڪ جٽو مارجي ويو.

ان طرح سال ١٩٨٩ع جو آخري ڏينهن ڪراچيءَ جي تاريخ جي بدترين ڏينهن مان لکيو ويندو. ڀانئجي ائين پيو، تہ حڪومت طرفان جنهن "آپريشن ڪلين اپ" جي ڳالهه ڪئي وئي آهي، هي ان جو جواب هو.

حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جا شهري دهشت گرد گروهن جي ور چڙهي چڪا آهن ۽ حڪومت چاڪاڻ تہ بيگناهہ ۽ خاموش آباديءَ جي ووٽن سان اقتدار ۾ آيل آهي ان ڪري اُها بہ پرامن آباديءَ جي خاموشيءَ جي مڪمل نمائندگي جو فرض ادا ڪري رهي آهي، چاڪاڻ تہ خاموشيءَ کان وڌيڪ اُها ٻي ڪهڙي شرافت جو مظاهرو ڪري. ماڻهن کي بہ يقين اچي چڪو آهي، تہ واقعي حڪومت ڏاڍي اشراف، مسڪين ۽ تحمل واري آهي، ائين جيئن سنڌس ووٽر. ٻئي طرف دهشت گرد تولا متحرڪ، سرگرم، ڦڙت ۽ چلتا پرزا آهن ۽ غنڊه گردي سان اهڙي تہ ڏماچوڪڙي لاتي اٿن جو سيئي شرافتون سندن اڳيان مات ٿي چڪيون آهن.

پر پريشان ٿيڻ جي ڪابہ ڳالهه ڪانهي. حڪومت وفاقي ايجنسين کي

چرپر ۾ آئي زهي آهي. بس اُهي پهتيون، ته پوءِ سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو.

اها ته ٿي عام عقلِ جي ڳالهه. سڌي سنئين نه ڪو ڦند نه ڪو ڦير- ڪالهه بلوچستان ۾ بغاوت ٿي هئي، ته فوج کان آپريشن ڪرايو ويو هو ۽ سڀ خير ٿي ويا هئا. ١٩٨٣ع ۾ سنڌ ۾ جمهوري هلچل هلائي وئي هئي، ته فوج اچي سڀ خير ڪري ڇڏيا هئا. فوج جو استعمال، اسان جي تاريخي شعور جي اوچائي، بلندي ۽ سياسي دانشمندي جو معراج آهي. ۽ جمهوريت جو دفاع ڪرڻ جي ان ڪانسواءِ ڪا واٽ هن ملڪ ۾ ممڪن ئي ناهي. سائين منهنجا! اسان جو عوام هن مهل تائين مڪروهه مذاقن جو زخمي ڪيل آهي. توهان جي اڪابري ۽ عظمت ماڻهن جي پينگ ڪري ڇڏي آهي. توهان کي نه تاريخ جو شعور آهي، ۽ نه ڏاهپ جو ادراڪ ۽ نه ان جي ضرورت کي سمجهو ٿا. ان ڪري خلق جي ڏک ۽ ڏوجهرن جا ڪارڻ بڻجي رهيا آهيو. بس اهوئي سياستدانن جو هڪ سلسلو آهي، جيڪو پاڪستان جي تحريڪ ۽ پاڪستان جي ٺهڻ کان وٺي هن مهل تائين هلندو ٿو اچي. هن ملڪ جو عوام شروع کان وٺي تاريخ دشمني، گروهي ۽ ذاتي مفاد پرستي ۽ حڪمرانن جو پاڻ کي عقل ڪل سمجهڻ جي نتيجي ۾ اتي اچي بيٺو آهي، جو هاڻي سيني ماڻهن لاءِ ان کان سواءِ ٻي ڪا واٽ ئي نه بچي آهي، ته اهي به دفاعي دهشت گردي تي لهي اچن. سيئي اشراف ماڻهو پاڻ تان اشرافت جو پوش لاهي ڦٽو ڪن ۽ نوبت اتي اچي پهچي جو بس ۾ سيٽ تي به اُهو ماڻهو ويهي سگهي، جنهن وٽ هٿ ۾ پستول هجي.

سائين وڏا! ڏاها ٿيو، سوچڻ جي روايتي ڍنڍڻين منجهان نڪرو ۽ ترت نتيجا حاصلِ ڪرڻ واريون حڪمت عمليون ڇڏيو. بيروت ۾ چوڏهن سالن کان به وڌيڪ عرصو ٿيو آهي، جو گهرو لڙائي جو ڪو به نتيجو نه ٿو نڪري. ائين ڪا به ڌر فتح حاصل نه ڪري سگهندي آهي.

پهريائين ته هي طئي ڪريو، ته سياسي دهشت گردي، جنون پرستي ۽ فحش رجعت پرستيءَ جون قوتون طاقت ڇو حاصل ڪري ويون آهن. هي رڳو توهان جي حڪومت جو معاملو ناهي. توهين حڪومت ڇڏي به ڏيو. تڏهن به هنن منجهان ڪا جند ڇٽي ٿي ڇا. مسئلو آهي عوام جي سلامتي، ترقي ۽ ڀلائي جو. توهان ان کي سمجهو ٿا رڳو حڪومت لاءِ چئلينج.

جيستائين توهان هن ۽ ٻين سيني ٻرندڙ سوالن کي عوام جا مسئلا ڪري نه ڪٽندا، تيسين توهان کي صحيح واٽ ئي نه ملندي. نهايت ڏک سان چوڻو ٿو پوي ته توهان حڪومت ۽ عوام جي مسئلن کي هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ڇڏيو آهي ۽ اوليت ڏيو ٿا حڪومت جي مسئلن کي، ان جي بقاءَ لاءِ ۽ -

ان لاءِ مصلحتن کان ٻه ڪم ورتو ته ٿام ميمبرن جي سوداگري ٻَ ٽئي تي ۽ سياسي بدعنواني جو رواج ٻه هڪ ڪليل شاهراهه وانگر آهي جنهن تان مير اعجازن جي نالي جا ڪردار شهپرن ڪي عوام جو رت مکيو پيا هلن ٿرن. توهان حڪمران ته ساڳئي نجا ساڳيا آهيو. يارهن سالن جي قربانين، پٽي شهيد جي شهادت ۽ سندس جيل وارين تحريرن ۽ اصولن تي توهان پاٽي ڦيريندا پيا هلو. ۽ ماڻهو ظاهر آهي ته ان نتيجي تي پهچندا، ته توهان وقت کان ڪجهه نه سکيو آهي. توهان جڏهن ڪيئي مير اعجازن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيو، ته پوءِ دهشت گردين کي ڪٿان منهن ڏيندا. توهان کي ماڻهن جي ووٽ، محبت، قرب ۽ قرباني ڏيڻ جو بس اهو ۽ ايترو ئي احساس آهي. هاڻي توهان ئي ٻڌايو، ته ايم ڪيو ايم جي دهشت گردي جي جاءِ تي وڏيرن جي غداريءَ جي دهشتگردي کي قبول پيا ڪريو، ته پوءِ توهان اسان لاءِ سک، سلامتيون ۽ ترقيون ڪٿان آڻي سگهندا؟

يار ياراٽي، معاملو صاف. هيءَ سڄي ساري صورتحال عوام دشمنيءَ جو نتيجو آهي. عوام دشمني جيڪا ايوب، يحيٰ ۽ ضيا ڪئي ۽ ٻي اُها جيڪا حڪمران سياسي ڌرين ڪئي. هاڻوڪي اسان جي حالت لاءِ اهي ئي ڌريون ذميوار آهن جن خلق جو احترام نه ڪيو. خلق هنن سان گڏ آهي، خلق هنن تان ساهه پٽي ڏئي پر هي پوءِ ٻه بيوفا آهن.

مهرباني ڪري عوام جي احترام جو سبق سکڻ شروع ڪريو ۽ پوءِ ڏسو ته توهان پاڻ ڪيڏي طاقت، ڏاهپ ۽ تبديلي محسوس ڪندا ۽ پوءِ ئي توهان رجعت پرست جنونين، مارشلائي ٽولن ۽ دهشت گردن کي منهن ڏئي سگهندا.

*اڱارو ۲ جنوري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

## سنڌوءَ جو پاڻي- حڪمرانن جي ساک-١

سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي منصفاڻي ورڇ ڪيئن ٿيندي! ربيع جي فصل لاءِ پاڻيءَ جي اها ورڇ چئن ئي صوبن جي مرضيءَ سان ٿيڻ گهرجي! ۽ صوبن کي ضرورت پٽاندڙ پاڻي ملڻ گهرجي!

سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان ٿي چڪو آهي. ان بابت ڪجهه به ٿيڻ نه گهرجي؟ ۽ مثان ڪسوٽي يا معيار ٿو مقرر ٿئي. "ضرورت."

پنجاب ۾ ٽيهه لک ايڪڙ زمين وڌيڪ آباد ڪرڻ لاءِ پنجاب حڪومت ورهاست وارن عبوري انتظامن جي پيچڪڙي ڪري رهي آهي. هيءَ ڳالهه ڪٿي آهي سنڌ جي زراعت واري ايوان.

هڪڙن عبوري انتظامن جو حشر اسان جي سهاڳڻ ڌرتيءَ جي اُجڙيل سينڌ آهي ۽ وري ربيع جي فصل لاءِ پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ ٻيو عبوري انتظام تيار ٿي رهيو آهي، ۽ جنهن لاءِ به نواز شريف جو راضپو گهرجي. سياست، ڏاهپ، مدبري ۽ ٻي وسيءَ ڪڏهن اهڙا اٽاٽ جا ڏينهن ڏنا؟

١٩٧٦ع کان سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي منصفاڻي ورڇ لاءِ ڪميشن قائم ڪيل آهي. پر ان هڪ اکر نه ڪڇيو آهي. ان وچ ۾ ڇا ڇا ٿي ويو. پنجاب جي اريگيشن سرشتي ۾ ڪيڏا واڌارا آيا، ڪيڏا نوان ڪئنال کنيا ويا، ڪيڏا لنڪ ڪئنال ٺهيا ۽ پنجاب جي چوڌرين ڪيڏيون پنهنجون زمينون آباد ڪيون؟ ان کان پوءِ به سنڌ جي ٻين زمينن وسيلن، شهرن ۽ انساني جمهوري حقن تي يلغار ورهاست جو ڪو انت ٿيندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟

قبل مسيح جي دور کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌ تي جيڪي به ڪاهون ٿيون، جيڪا به لٽ مار ٿي، جيڪا به دولت ڪڍي وئي ان جي هن صورتحال سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي؟ سڪندر اعظم، عرب سڳورا، غزنوي، ارغون، ترخان، مغل، نادرشاه، احمد شاهه ابدالي، شاهه شجاع ۽ انگريز ڇا ڪٽي ويا هوندا. آهي ڪو حساب ڪرڻ وارو؟

نواز شريف ۽ سندس وڏن طاقت، سياست، انتظام، نظرين ۽ مذهبن جي آڙ ۾ سنڌ کي جيڪو ڦريو آهي ۽ ڏاڍ ۽ دهشت جا سنڌي ماڻهن تي جيڪي ڄار وڇايا آهن، انهن ۾ سنڌين جي مڪمل تباهي جو ڀريون وڏو آثار ڏاڙيلن جا ٽولا

آهن. ٻيو وڏو آثار عوام دشمن ۽ ڪڌڙي سياست آهي. اسان جون متيون منجهي چڪيون آهن.

اسان جا حڪمران نهايت سياڻا، نهايت پرخلوص، وڏا عالم فاضل، ڏاهپ جا درياهه پر سنڌوءَ وانگر سڪايل. هنن جا ذهن ڪيٽيءَ بندر ۽ ڪاريڇاڻ وانگر ويران ٿي ويا آهن. سيني مصلحتن جو فوڪس اقتدار آهي. انهن لاءِ ٻه جيڪي شوق آهي- انهن لاءِ ٻه جيڪي حڪومت ماڻي چڪا آهن ۽ حاتم طائي جي داستان جي هڪ ڦريل ڪردار وانگر سنڌن دونهاٽيل اندر منجهان صدا اچي رهي آهي "هڪ ڀيرو ڏٺو اٿم، ٻيهر ڏسڻ جي آس اٿم."

هاڻي اهڙي حالت ۾ اتان اسان کي پاڻي ملندو، اسان جون زمينون سيراب ٿينديون، ان پچندا، فصل لهندا، وڏيرا سياست ڪندا، هارين جا ٻار اسڪول ويندا ۽ خوشحاليون ٿينديون!!

تربيلا ڊئم ٺهيو، سنڌ جي ڪچي واري علائقي ۾ ٻوڏن سان هرسال آباد ٿيندڙ ويهه لک ايڪڙ زمين رڃ ٿي وئي. هر سال درياهه ۾ پاڻي اچي ٿو، پر ڌرتيءَ جا ويهه لک ايڪڙ اُجايل رهجي وڃن ٿا. ڏڪاريل ٿري ماڻهن وانگر ۽ ان زمين تي پلجندڙ جيو، ابهم، معصوم ۽ مهمان نواز، سباجها، درياهه جيڏي دل رکڻ وارا ماڻهو بک ۾ بتال ٿيڻ لڳن ٿا. زوال ۽ پستي هنن ماڻهن تي هوريان هوريان اثر ڪندڙ زهر وانگر حاوي ٿيڻ لڳن ٿيون ۽ من ۾ ڪروڌ پرجي اچي ٿو. سنڌن سڄو آسڻ اريجي وڃي ٿو. پوءِ ڌاڙا لڳن ٿا، ته مٿان سڄي ڏيهه تي بندوقون تاڻجي اچن ٿيون ۽ ٻيلا وڍجن ٿا! مٿي ريگيوليٽر توهان جي هٿ ۾ آهن. جن ذريعي پاڻي بند ڪرايو ٿا، بک جون رهڙون ٿا هڻون ته بندوقون کڻي ٿا اچو، ٻيلا ٿا وڍيو. ١٩٨٨ع ۾ ئي توهان ڪنداهه جو ٻيلو ڪپي ڇڏيو. سنڌوءَ تي مخدوم بلاول پل جي ساڄي حصي واري ٻيلي جي سڄي ساوڪ ڳڙڪائجي، لهسجي تباهه ٿي وئي. ڪيپل وڻن جون سڪل بندبيون آسمان ڏي نهارين ٿيون پر آسمان وٽ ڪو جواب ناهي بس ڪڏهن وڻ پڇيس ٿو، ته روئي چار ڳوڙها ڳاڙي ٿو ڇڏي. درياهه جي پيٽ مان واريءَ جا واچوڙا اُڏامي آسمان کي ڇهڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ وري لٽيون جُهليندڙ هجوم وانگر تجليون ڏيندڙ ذرڙا ٽڪجي ٽٽي بيوس ٿي پکڙجي مري اچي ڌرتي تي پون ٿا. سنڌن دانهن، بسندن اُڃ ۽ سنڌن ساهه جو ڪنهن کي خيال نه ٿو ٿئي. ماڻهو ٻه ڪيئي طريقن معاشي، سياسي، ننگي، ڏاڍ ۽ فريب هٿان قتل ٿين ۽ سنڌ جا وڻ ٻه شهيد ڪيا وڃن. هوائن ۾ معصوم ٻارن وانگر مرڪندڙ، ڪڏندڙ، نچندڙ تاريون ڪپجن، ڏار سڪي، ٺوٺ ٻارڻ ٿجيو وڃن ۽ ماحول جو قتل ٿيندو رهي. نسنڌ

جي فضائن، هوائن، روشنين، پاڻين ۽ وڻن جي جمهوريت ڪڏهن بحال ٿيندي. هنن جو ضياءَ ڪهڙي جهاز ۾ مرندو؟

سنڌ تائين درياهه جي پاڻي پهچڻ ۾ وڏي رڪاوٽ پنجاب جو جديد ترين اريگيشن سرشتو، جيڪو هميشهه وڌندو رهي ٿو ۽ سنڌ بيابان ۾ بدلبي ٿي وڃي. جيڪو پاڻي سنڌ ۾ اچي ٿو، سو به شايد ان ڪري جو لکين ايڪڙ انعامي زمينن تي سنڌ ۾ پنجاب قائم ڪيل آهي ۽ اُن پنجاب جا مفاد ساڳئي حاڪمن واري اصل پنجاب جهڙا آهن. سنڌ ستر سيڪڙو اريج آهي. هتي به ڊئم ٺاهڻ ۽ ڪوهستان ۽ ٿر ڏانهن پاڻي ڇڪي وڃڻ ضروري آهي پر هي ماٺهو سنڌ جي ضرورتن ڏانهن ڪا به ذميداري محسوس نه ٿا ڪن. جنهن پاڪستان لاءِ هي مئا ٿا وڃن، اُن جو سنڌ وارو علائقو پٽريانگ پيو ٿئي، پر هنن کي پرواهه ناهي. پاڪستان رڳو نالو آهي هنن جي ناجائز مفادن جو. رڳو ڪمزور ۽ هيٺي جمهوريت ئي بحال ٿئي، ته به هي پاڪستان منجهان بيزار ٿي ٿا پون ۽ سازشن جا طلسم ٺهڻ لڳن ٿا. سياسي داداگيرين جي ڪري جمهوري حڪومت پنهنجي بقاءَ واسطي ڪيئي مصلحتن ۾ گهيراجي وڃي ٿي. پوءِ ڏسجي ٿو، ته مصلحتون اصل ۾ ضروري معاملن کي ڍڪي پري ڪري ٿيون ڇڏين ۽ ائين تاريخ جون ذميداريون پوريون نه ٿيون ٿين. تاريخ جي ذميدارين کان اکيوٽ جو عمل قومن سان غداري ۽ دوکو بنجي ٿو وڃي. ڪنهن سچ چيو آهي، ته وقتي مصلحتون ڇنيءَ جو ڪم ته ڏئي سگهن ٿيون، پر چٽ نه ٿيون بڻجي سگهن. بس اهوئي مسئلو آهي اسان جي حڪمرانن جو. هو مصلحتن جي ڇنين کي دائمي ڇپر ۽ ڇانو سمجهي پنهنجون ۽ ماڻهن جون حياتيون وڃائين ٿا.

سنڌو جي پاڻي تي سنڌ جو حق تاريخي آهي. سڄي دنيا ۾ درياهي پاڻي تي پڇڙيءَ وارن جو حق ڪنهن به چئلينج نه ڪيو آهي. مٿان جيڪڏهن لپ به پاڻي جي ڪٽي آهي، پل ٻڌي آهي، ڪو ريگيوليٽر هڻو آهي، لنڪ ڪئنال ٺاهيو آهي ته هيٺ وارن کان پڇيو آهي. ٻي حالت ۾ اها سڀ چوري ۽ ناحق ليکبي. هاڻ ان چوري ۽ زوريءَ جي بنياد تي پنجاب جيڪڏهن پنهنجون پاڻي جون ضرورتون روز وڌائي رهيو آهي، ۽ پوءِ اسين سنڌس ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ٻڌل سمجهون، ته پوءِ اسان جو ڇا ٿيندو.

ٻئي پاسي سياسي طرح پ پ پ حڪومت ايڏي بليڪ ميل ٿي رهي آهي، جو رڳو سنڌوءَ جي پاڻي جي تاريخي حقن جي ڳالهه ٿي ڪري يا منصفاڻي ورهاست تي زور ٿي ڀري، ته پنجاب ۾ نواز شريف جي فسطائيت

.وڏيڪ مقبول ٿي ويندي. ان ڪري اها پاڻ عارضي حل جو فرار ڳولي ٿي. ٻئي پاسي پاڻي جي ڏس ۾ پنجاب جو رويو پهرئين ڏينهن کان جارحيت وارو آهي. خود پيپلز پارٽي جي اڳوڻي حڪومت ۾ ممتاز علي ڀٽو شاهد وينو آهي، ته چشمہ ـ جهلم لنڪ ڪئنال تي سنڌ مان عملدار موڪليا ويندا هئا. جيڪي اتي واهي تي ويهندا هئا. حڪومت به پنجاب ۾ پ پ پ جي هوندي هئي، تڏهن به مذڪوره لنڪ ڪئنال کوليو ويندا هوندا هئا. جڏهن اهو لنڪ ڪئنال ٺاهيو پئي ويو، تڏهن معاهدي ۾ واضح ۽ لازم شرط رکيل هو، ته جڏهن سنڌ جي زمينن جي گهرج پوري ٿيندي تڏهن ڪئنال ۾ پاڻي ڇڏيو ويندو پر پ پ حڪومت جي هوندي ان شرط جون ڌجڪريون ٿينديون هيون. سنڌ جي حڪومت چوي ڪٿي ٿا ٻڌ، ڪالهہ مارشلائي وڏو وزير غوث علي شاهہ به ڦڙڪيون هڻندو هو، ته سنڌوءَ جي پاڻيءَ جو ڦڙو به ڪٽڻ نه ڏنو ويندو. پر ٿيندو ٿا رهيو آهي.

اسين ائين نہ ٿا چئون، ته هن معاملي کي پنجاب ۽ سنڌ جي عام ماڻهوءَ جو تڪرار بڻايو وڃي ۽ نفرتن جو لاوا اڳارجڻ لڳي. پر قانون، انصاف ۽ حق جا نهايت مضبوط اصول دنيا ۾ موجود آهن اسان کي هن معاملي ۾ رڳو طاقت ۽ بليڪ ميلنگ جي استعمال کان نفرت آهي. هي صحيح آهي ته ملڪ تي مارشل لا هٽڻ ڪري ناانصافيون ٿيون آهن، پر اسان چئون ٿا ته پاڪستان ۾ مارشل لا لڳڻ جو اڪيلو محرڪ ۽ ڪارڻ سنڌ کي ڦرڻ آهي. ان ڪري هن نتيجي تي پهچڻ ۾ به ڪنهن کي دير نہ ٿيڻ گهرجي، ته جمهوريت کي بچاٽو آهي، ته سنڌ کي بچايو. طاقت جي استعمال کان، سازشي سياست کان، پاڻيءَ جي زوريءَ کان ۽ سندس وسيلن جي ڦرمار ٿيڻ کان.

ظلم ته اهو آهي، جو ڪالهہ جنهن جمهوريت جي بحالي لاءِ اسان جا ڪونڌر شهيد ٿيا، ان جمهوريت جي بحالي واري تحريڪ (ايم آر ڊي) صوبائي خودمختياري جو چارٽر تيار ڪيو هو ۽ واعدو ڪيو ويو هو، ته ان هلچل ۾ شامل پارٽين منجهان جيڪا به اقتدار ۾ ايندي اها پهرين اوليت.ان چارٽر کي لاڳو ڪرڻ کي ڏيندي. سال گذري ويو آهي. پيپلز پارٽي ان ڏس ۾ هڪ وک به اڳتي نہ وڌائي آهي. ٻيون به ايم آر ڊي واريون پارٽيون، فضل الرحمان، ولي خان، نوابزادو نصرالله حڪومت ۾ ئي وينا آهن پر ڪو ڳالهہ ئي نہ ٿو ڪري.

آخر منافق ۽ ظالم سياست جيّ هوندي اسان کي حق ڪٿان ملندا؟

پر ان جي باوجود اسان کي ڳالهائڻو ته آهي. اسان وري به ڳالهايون ٿا. وري به چئون ٿا ته ماڻهن جي جيئڻ تي ڌيان ڏيو. ڪالهہ توهان حڪمرانو تڪليف ۾

هئا، ته اسان جهڙا هئا. ماڻهن جهڙا ماڻهو ۽ هاڻي ٻيا ٿي ويا آهيو. هاڻي توهان جون عادتون، توهان جا معمول ۽ توهان جا ورتاءُ بدلجي ويا آهن. بس اهوئي لازمي غرور توهان کي ماڻهن کان پري ڪري ويو آهي. پر اسان ته ساڳي جاءِ تي بيٺا آهيون. ان ڪري اها ڳالهه چوندا سين جيڪا ڪالهه توهان به اسان سان گڏجي ڪندا هئا. ماڻهن سان انصاف ٿيڻ گهرجي.

اسان جي درياهه سان ڌاڙ ٿي وئي آهي. اسان جو ڪيس مضبوط آهي، پر اسان وٽ طاقت ڪانهي. توهان اسان جي طاقت کي به ڪمزوري ۾ بدلائي ڇڏيو آهي. پر پوءِ به اسان چئون ٿا ته اسان کي اسان جو پاڻي ڏيو- ايترو جنهن سان اسان جيئرا رهون، جنهن سان اسان جا کيت ساوا رهن، اسان جا وڻ وڌن، اسان جا ٻيلا وڌن، اسان وٽ سمر ۾ ڪلر نه ٿئي. اسان جي ٽيوب ويلن لاءِ مٺي پاڻي جي سطح زندهه رهي. اسان جو ماحول سلامت ٿئي ۽ اسان جي درياهه ۾ ايترو لٽ اچي جنهن سان اسان سمنڊ کان زمين ڇڏائي ڊيلٽا کي ٺهندي ڏسون.

اسان کي جيئاپو کپي ٿو. قرب سان ۽ انصاف سان جيڪڏهن نه ڏيندئو- اسان جو جيئڻ حرام ڪندئو، ته توهان به سک نه ويهي سگهندئو.

خميس ۴ جنوري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

# مخدوم توتي دانهن

هڪ هفتي کان ٻه وڏيڪ عرصو گذري چڪو آهي جو "عوامي آواز" ۾ هڪ تن ڪالمن واري خبر لڳي هئي. خبر هئي ته هڪ وڏي طاقت جي سفير ضلع ڪائونسل حيدرآباد جي چيئرمن ۽ صوبائي وزير مخدوم رفيق الزمان کي حيدرآباد شهر جي ٻاهران پاڇين جون ٻڌيون مارڪيٽون ٺهرائڻ واري ڪم کان منع ڪري ڇڏيو آهي.

گهڻن ماڻهن کي ياد هوندو ته ڪجهه مهينا اڳ ضلع ڪائونسل حيدرآباد جي ميمبرن جي هڪ گروپ کي مت اچي وئي هئي، ته حيدرآباد ۾ دهشت گردن جي سرپرستي ڪندڙ سرمائيندارن سان معاشي محاذ تي ويڙهه وڙهي وڃي. نه بندوق نه گولي. بس کين اقتصادي ڌڪ رسائجي ۽ صحيح معنيٰ ۾ اک پٽجي. حيدرآباد ۾ پسگردائي کان ئي پاڇيون اچن ٿيون پر شهر جي مارڪيٽن تي قبضو هندستانين جو آهي، جيڪي چون ٻه پاڻ کي مهاجر ٿا. ان ڪري هنن اسان وارن همراهن فيصلو ڪيو ته شهر ۾ داخل ٿيندڙ سيني مکيه رستن تي سبزي مارڪيٽون ناهيون، جنهن سان آبادگار ۽ هاري ٻه ڪميشن ايجنٽن جي استحصال کان ڪنهن حد تائين بچي پوندا. تر جي زميندارن مارڪيٽن جي اڏاوت ۾ پنجاهه پنجاهه هزار رپيا حصو ڏيڻ تي راضپو ڏيکاريو ۽ خبر پئي آهي ته هالا کان ايندڙ رستي وٽ اهڙي هڪ مارڪيٽ جي اڏاوت جو ڪم شروع به ٿي ويو آهي.

هن ماڻهن پهريون ڀيرو هڪ زبردست ڪم هٿ ۾ ڪنيو، پر نه اخبارن هنن کي مبارڪون ڏنيون ۽ نه سماجي عملن جي ماهرن هن قدم جي زبردست اهميت کي اجاگر ڪيو. جن کي ڌڪ لڳڻو هو تن ان جا واهه جا واڄٽ محسوس ڪيا. پهريائين ته هنن اخبارن ۾ به دانهون ڪيون پر ڪنهن کي ڏندوڏاڙي ڪرڻ کان ڪير ٿو روڪي سگهي. ياد رکيو وڃي، ته دهشت گرد ۽ سندن سرپرست سنڌين سان معاشي مقابلي جو سوچي ڏڪي ويندا آهن. حيدرآباد ۾ دهشت گرد ڪارروائين جي ڪري ڏنڊن کي جيڪي ڌڪ رسيا آهن تن ايم ڪيو ايم جو گراف ڪيرائي ڇڏيو آهي. خود ڪراچي ۾ به گجراتي ۽ ڪاٺياواڙي ميمڻ هنن کان ڪنا ٿي ويا آهن. سيٺ احمد دائود رڳو هڪڙو

کو بيانُ ڏئي ڇڏيو جيڪو اخبارن ۾ شايع بہ نہ ٿيو هو، تہ ميمڻ جو ايم ڪيو ايم سان واسطو ناهي، تہ الطاف حسين ڪيس ڏمڪين ڏيڻ تائين لهي آيو هو. سنڌي جيڪڏهن واپار ڪرڻ تي سنجيدا ٿين، تہ دهشت گردن جي سرپرست سرمائيدارن جا لاهہ پتجي ويندا. سنڌ ئي هنن جي مارڪيٽ آهي. اخبارن کان وٺي صابڻ تائين بي انداز شيون آهن جن جا گراهڪ سنڌي آهن. سنڌي جيڪڏهن ڪارخانا هڻن تہ هنن جي سڄي هوا نڪري ويجي ۽ هنن جي سياسي صف بندي بہ ڦري وڃي. هو سنڌين سان معاشي ٽڪراءُ جي نتيجي ۾ مُلڪ ڇڏي ڀڄي ويندا يا فضيلت سان رهڻ تي مجبور ٿيندا.

هنن کي اها سڄي ڳالهہ سُجهي ٿي تنهن ڪري شروع ۾ سنڌين کي ڪاروبار ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ هر قسم جي حرڪتن تي لهي ايندا. ڊيڄاريندا، دهشت گردي ڪندا، پر پاڻ جيڪڏهن محڪم ٿي بيهون تہ ڪير ڇا ٿو ڪري سگهي.

هن عمل جو هڪ ٻيو فائدو هي ٿيندو جو سنڌي وڏيرو جيڪو وڏيري هجڻ ڪري زوال پرست آهي، سست آهي ۽ قومي سطح تي غدارين ڪرڻ کان بہ نہ ٿو هٻڪي خود ان ۾ هڪ ڪيفيتي تبديلي ايندي ۽ اهو هڪ نئين ڪاروباري ڪلاس ۾ تبديل ٿي روشن خيال، جمهوريت پسند ۽ قومي سرمائيدار ٿي پوندو ۽ سندس سياسي ڪردار هندستان جي قومي سرمائيدار وانگر سڌري پوندو.

بس اتي اچي آمريڪا ۽ ايم ڪيو ايم جا مفاد هڪ هنڌ تي گڏ ٿين ٿا. قومي سرمائيندار محتاج معيشت بدران ملڪي معيشت کي آزاد رکڻ لاءِ فطري طرح اڳتي وڌندو ۽ خودبخود ملڪ جو مان مٿاهون رکڻ لاءِ ٻين سان برابري جي سطح کان ڳالهائيندو. عالمي بئنڪ، آءِ ايم ايف ۽ امدادي ڪنسورشيم جي حراماپائين کي خطرناڪ سمجهندو ۽ گهڻ قومي ڪارپوريشنن جي استحصال کان آجو ٿيڻ لاءِ هٿ پير هڻندو. ان معاشي ۽ ساڻس ڳنڍيل لازمي سياسي تبديلن سان ملڪ جو پلو ٽيٽو آهي، سنڌ جو پلو ٽيٽو آهي عالمي سطح جي معاشي دهشت گرد ۽ مڪاني سياسي دهشت گردي منجهان جند ڇٽي پوندي.

اسان جي شهرن کي ٽينڊز غيرملڪين جو گهيرو ڪامياب نہ ٿيندو. ڪي ڊي اي ۽ ايڇ ڊي اي طرفان مڪاني ماڻهن کي ريڊانڊين بنائڻ جي حرڪت روڪجي ويندي ۽ ايڇ ڊي اي جي ڪنهن ڪاموري کي هٽائڻ تي عالمي بئنڪ طرفان رٺائن لاءِ قرض بند ڪرڻ جو دڙڪو نہ ملي سگهندو. اهو ئي پس منظر ٿي سگهي ٿو، جنهن ۾ سنڌين کي اڳتي وڌڻ کان سپر طاقت جي

سفير حيدرآباد وڃي مخدوم رفيق الزمان کي مارڪيٽون ٺاهڻ کان منع ڪئي هجي.

پر مخدوم صاحب هي نہ ٻڌائي، تہ ڍاڪو ڏينهن اڳ عوامي آواز تي ڪالمن جي اها خبر شايع ڪئي آهي. معاملو اسان جي حياتي ۽ موت جو آهي. پر ان جي ترديد نہ ڪئي وئي آهي. ان منجهان اسان ڇا سمجهون. جيڪڏهن اسان جا عيوضي، اسان جي ووٽن سان ايوانن تائين پهچندڙ ماڻهن، مٿي وڃڻ کان پوءِ اهڙيون پنل رلهيون تي پون، جو جيڪو اچي کين لتاڙي تہ هو لتاڙجي وڃن.

تاريخي طرح معاملا ايڏا گهونجيل، ايڏا ڳتيل ۽ پيچيدا ٿي ويا آهن، جو ظاهري طرح معمولي ڳالهيون پنهنجي اندر ۾ وڏا راز، وڏا ڦاٽ ۽ اثر رکن ٿيون.

مخدوم صاحب! اوهان هن سوال تي چُپ ڇو آهيو. اوهان پنهنجي چپ کي ٽوڙيو ۽ ڇئي ڏيو تہ مذڪوره مارڪيٽن جو ڪم جاري رهندو ۽ اسان کنهن جي بہ دٻاءُ ۾ نہ ايندسين. جيڪڏهن توهان ائين نہ چوندا تہ اسان سنڌ جي عوام ۾ توهان تي دانهيندسين ۽ ٻڌائيندسين تہ توهان سنڌ جي شهرن کي ٽيندڙ گهيري جي مزاحمت ترڪ ڪري ڇڏي آهي ۽ توهان سامراجي سازش اڳيان بيوس آهيو.

جناب مخدوم ڊاڪٽر رفيق الزمان! اڄ اسان سنڌ جي ماڻهن طرفان توهان سان سڌي طرح مخاطب ٿيون ٿا. پر ان کان اڳ جو ڳالهہ کي اڳتي وٺي هلون اسان پنهنجي هڪ بنيادي ۽ وراثتي هيٺائي جو اقرار ضرور ڪنداسون. جڏهن اسان سنڌ جي ماڻهن جو طرف وٺي توهان سان ڳالهايون ٿا، تڏهن اسان ان نتيجي تي بہ پهچي چڪا آهيون، تہ سنڌ جي ماڻهن جي حق جي ڳالهہ ڪرڻ شاعر جي ان سٽ وانگر آهي، تہ "سنڌڙي تنهنجو نانءَ وٺو، جڻ ڪاريهر تي پير پيو" ۽ ان سنڌڙيءَ جو مطلب، سنڌ جو عوام آهي، جنهن جا ڪيئي روپ آهن پنج ڪروڙ سنڌين جي زمين ڪجهہ لک ڌارين ۽ پنهنجن جي استحصال هٿان ظلم جو گهاٽو ٻٽائي وئي آهي، جو جنهن کي ٿو اچي، سو مارشل لا هنيو اسان جي مٿان فوج چاڙهيو بيٺو آهي، يا ڪو ڪالاباغ ڊيم پيو اڏائي، ڪو اسان کي پنهنجي دهشت گردي جو نشانو ٿو ٻڌائي، ڪو عالمي ڦورن جو ٽولو اسان جي ڌرتي جو تيل ڪڍي ٿو وڃي ڪو ڌارين لاءِ دروازو کوليو بيٺو آهي، تہ ڪو پنهنجين من مستين ۾ پورو آهي. جيڪڏهن ذوالفقار ڀٽو پنهنجي عزت نفس قائم رکڻ لاءِ ظلم اڳيان نٿو جهڪي تہ اهو بہ سنڌي هجڻ ڪري ڦاسي چاڙهيو ٿو وڃي. زباني جمع خرچ تمام گهڻو آهي، پر عملي طرح اسان بيگناهہ پنهنجي

ڌرتيءَ تي بنا ڪنهن ڪي ڏيڻ يا ڏڪوئڻ جي گهاٽي ۾ پيڙيا ٿا رهون. اسان اهڙي حالت ۾ آهيون، جو رڳو ڪو اڌ سيڪڙو ٿو همدردي ڏيکاري ته به مٿس ٻلهار پيا وڃون. بس اهائي اسان جي وڏي ڪمزوري آهي. اسان جا ماڻهو محبتن ۽ سلامتين جا بکيا آهن، جڏهن ته انهن شين جو شديد ڏکر آهي.

مخدوم سائين! جڏهن اسان توهان کي مخاطب ٿيون ٿا تڏهن توهان کي اڪيلا فرد ناهيو. توهان جي ڪٽنب کي وڏي تاريخ آهي. توهان ته اسان منجهان لکن جا مرشد به آهيو. پيڙهين کان توهان خدا جي بارگاهه ۾ هٿ کڻي اسان جي دنيا ۽ آخرت موچاري ڪرڻ جون دعائون به گهرو ٿا ۽ اسان مسڪين، توهان جا ڏن ڀرو توهان کي ٻنهي جهانن جي ضمانت سمجهون ٿا. ڏسو ته اسان جو ڪيڏو ويساهه آهي، توهان ۾، پر توهان گذريل ٻن هفتن کان اسان جي هڪڙي ڳالهه جو جواب نه ٿا ڏيو. اسان ڇا سمجهون ته ان ۾ به توهان جي ڪا روحاني رمز آهي؟

اسان جي سنڌ جي ماڻهن کي ساڪي بنائي هن ئي اخبار ۾ هڪڙي خبر ڏني هئي، ته هڪ سپر طاقت جي سفير توهان کي حيدرآباد شهر جي چئن ئي پاسن تي ڀاڄين جون پڊيون مارڪيٽون ٺاهڻ کان منع ڪئي هئي. منع هن ان ڪري ڪئي هئي، جو ان سان سنڌين تي ٿيندڙ دهشت گرديءَ جي معاشي سرپرستي گهٽ ٿيڻ جو امڪان هو. فقط گهٽ ٿيڻ جو امڪان. ۽ هن ٻيري اسان نالو به وٺون ٿا، ته ڪير هوجنهن توهان کي قوم سان ڀلائي ڪرڻ جي ڪم کان روڪيو هو. آمريڪي سفير رابرٽ اوڪلي حيدرآباد جي پنهنجي دوري ۾ توهان کي اها ڳالهه چئي هئي. ۽ توهان جي ٻن هفتن کان وڏيڪ ڏينهن جي خاموشي ان ڳالهه جي تصديق ڪري ٿي. پر ان سان توهان جي ٻل ماڻهپي مجبور ٿي عام سياسي ماڻهن وانگر ڪوڙ ڳالهائي، ترديد ڪري جند ڇڏائڻ نه ٿا گهرو. توهان کي سلام آهي. توهان آمريڪا جهڙي سپر طاقت جي اٿاهه پهچ جو اندازو لڳائي خاموش آهيو، پر توهان جي روحاني طاقت توهان کي ايترو دهڻ نه ٿي ڏئي جو رڳو به غلط لفظ چئي پاڻ تان بار لاهي ڇڏيو.

پر اوڪلي جي ان ڳالهه چوڻ سان ٻيون به ڪيتريون حقيقتون کلن ٿيون. خود اها به خبر پئي ٿي، ته سنڌ سان دشمني ڪيڏو پري پري تائين پکڙيل آهي ۽ سنڌ سان دشمني جون پاڙون ڪيڏيون نه گهريون آهن. هن سان ايم ڪيو ايم جي اصليت ۾ به ڪنهن شڪ گمان جي گنجائش نه ٿي رهي. هن سان اڳ ئي ظاهر ڪيل ان حقيقت جي به تصديق ٿئي ٿي، ته سنڌ کي ورهائڻ جي سازش تي عمل ڪرڻ، ۽ ان کي ممڪن بنائڻ لاءِ اُپاءُ وٺجي رهيا آهن. ان لحاظ

کان توهان جي ٻن هفتن جي خاموش سنڌ جي ماڻهن اڳيان اهڙي معلومات کي آشڪار ڪيو آهي، ان طرح توهان جي هيءَ خاموشي تاريخي اهميت به رکي ٿي.

پر سائين اها ايتري اهميت ڪافي آهي. هاڻي وڏيڪ مصلحت نه ٿي ٿئي، جو توهان سياسي ماڻهو به آهيو، وزير به آهيو، حڪومت ۽ پارٽي سان به تعلق آهي ۽ هڪ نه هڪ ڏينهن ووٽ وٺڻ لاءِ به ماڻهن وٽ وڃڻو ٿو پوي. توهان جيڪڏهن رڳو مرشد هجو ها، ته توهان کي دعا کان وڌيڪ تڪليف به نه ڏجي ها. پر جاڪاڻ ته سياست به ڪريو ٿا، تنهن ڪري توهان کان جدوجهد جي گهر به ٿيندي.

هي ڳالهيون توهان سان ان ڪري ڪريون ٿا، جو سيني کي خبر آهي، ته توهان سنڌ جي حق ۾ ڳالهيون ڪندا آيا آهيو ۽ ڳالهه ڪرڻ جو مطلب عمل ۾ هڪ مستقل ذميداري کڻڻ آهي. توهان کي ته خبر آهي، ته خود توهان سان گڏ ڪئبنيٽ ۾ ڪيترين گونگيون گايون آهن جن پنهنجي بيحد شرافت سبب ڪڏهن کُلي ٻه ٻول سنڌ جي حق ۾ نه ڳالهايا آهن. اهڙا ڏاها آهن اُهي جو ڪڏهن رسمي طرح به ٻه اکر نه ڳالهايائون، ته پوءِ مٿن وڏي ذميداري اچي ويندي ۽ ماڻهن ۾ سندن لاءِ آسرا ۽ اميدون پيدا ٿينديون ۽ جي اهي پوريون نه ٿيون، ته خواه مخواه سياسي ساک کي نقصان پهچندو. توهان کي جيڪڏهن ان مرحلي تي اچي ائين اوڪلي جي چوڻ تي اٽڪجي پوڻو هو، ته پهرئين ڏينهن کان ئي سنڌ جي ڳالهه نه ڪريو ها. اڄ توهان تي هيءَ ميار به نه اچي ها.

هاڻي توهان شايد اهو به سوچيو، ته اسان هن ڳالهه تي وري وڏي زور ڇو ٿا ڀريون، چوٿا ڀيهر ان ڳالهه کي ڇيڙيون بس ڳالهه آئي وئي ٿيڻ گهرجي.

ائين ناهي منهنجا سائين، توهان جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪنيو هو اسان اُن جي تاريخي اهميت کي سمجهي ويا هئاسين، ۽ هاڻي جڏهن اوڪلي ۽ دهشت گردن جا سرپرست حيدرآباد جي ٻاهران سنڌين جي مارڪيٽن ٺهڻ کان پريشان ٿيا آهن تڏهن ته اسان کي به پنهنجي ويساهه تي وڌيڪ يقين اچڻ گهرجي ۽ اسان ته پنهنجي ايرن حالن سان سنڌ جي ماڻهن جي جمهوري، انساني معاشي ۽ سياسي حقن کي رسمي طرح نه ٿا وٺون، جو هڪ ڀيرو ڳالهه ڪري ڇڏيون ۽ سمجهون ته اسان جو فرض پورو ٿي ويو. فرض رڳو ڳالهه ڪرڻ سان پورو نه ٿو ٿئي ۽ جيسين فرض پورا نه ٿا ٿين اسان پنهنجي ڳالهين ۾ توهان سان گڏ هونداسين. سدائين گڏ.

# جتوئي توڙي دانهن

ڪراچيءَ ۾ جمعي ڏينهن غلام مصطفيٰ جتوئي جي گهر تي نواز شريف، الطاف حسين، نوابزادي نصرالله ۽ ٻيا مخالف ڌر جي ٻين ليڊرن گڏجاڻي ڪئي ۽ پنهنجي حساب سان ملڪ جي صورتحال تي غور ڪيو ۽ پوءِ نتيجي تي پهتا، جنهن تي هو اڳ ئي پهتل آهن. بينظير جي حڪومت هنن کي منظور ناهي. اڳي به نه هئي. هاڻي به ناهي ۽ اڳتي به نه ٿيڻي آهي. ڇو منظور ناهي؟

ان ڪري ته هي پاڻ عوام ۾ وڌيڪ مقبول آهن، وڌيڪ جمهوريت پرست آهن، هنن مارشل لا جي خلاف بينظير کان وڌيڪ قربانيون ڏنيون آهن. بينظير تي جنرل ضياءَ ڏاڍو مهربان هو، جڏهن ته هنن ويچارن قيد بند ڏٺا، هنن جا ماٺهو ڦاسين تي چاڙهيا ويا، هنن عوام جي حقن تي ڪنهن سان سوديبازي نه ڪئي. هي وڏا پڙهيل لکيل، ڏاها، عوام لاءِ هر وقت بي چين ۽ سڄي دنيا جا خير گهرڻ وارا آهن!!

عوام جي خلاف سياسي درندگي جي به ڪا حد ٿيندي آهي. پر هي سڀ حدون اورانگهي چڪا آهن. پهريائين هنن عدم اعتماد جي رٽ پيش ڪئي ۽ هاڻي چون ٿا، ته قومي سطح تي پ پ پ حڪومت خلاف احتجاج جي مهم هلائيندا سين. هنن کي ڏک رڳو ان ڳالهه جو آهي، ته اربين رپيا بينظير جي حڪومت خلاف خرچ ڪري چڪا آهن، ميمبرن جا ڪاروبار ڪيائون، سازشون ۽ حرفتون سٽيائون، پر پوءِ به هنن جي منشا پوري نه ٿي. ڪراچي واري گڏجاڻي جي هڪ ٺهراءَ ۾ توهان چيو آهي ته امن امان جي بحاليءَ واري ڪم فوج کي ڪم آڻڻ سان جمهوريت کي نقصان ٿيندو. توهان جي اها ڳالهه سچي آهي. فوج کي امن امان جي ڪم ۾ آڻڻ ئي نه کپي. اهو ته سول انتظاميه جو ڪم اهي. واقعي فوج کي سول معاملن ۾ آڻڻ غلط ڪم آهي. پر توهان اها ڳالهه ڪهڙي منهن سان چئو ٿا، يا ان ڳالهه ڪرڻ منجهان توهان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ نوازشريف توهان جو سرپرست آهي. هو سياسي طرح پيدائش ئي ضياءَالحق جي آهي. يارهن سال ملڪ تي آمريت رهي ان آمريت نواز شريف ٺاهيو، ان آمريت ايم ڪيو ايم ٺاهيو. ان آمريت پيپلز پارٽي جي اندر غدارن کي جنم ڏنو، ان آمريت ايم آر ڊي جي هلچل ۾ پنهنجا ايجنٽ ڀرتي ڪيا، ان

آمريت ملڪ جو ننگ ناموس ڀوڙي بدعنوانين، رشوتن، منافقي ۽ چاپلوسي ذريعي عوام جي عزت نفس کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڦتڪا ۽ ڦاسيون جنرلن آندا. اتي توهان خوش هئا. اها حالت توهان لاءِ مثالي جنت واري هئي. ڏوهن جا ٻج مارشل لا ڇٽيا. گهرا ناسور اُن پيدا ڪيا ۽ اهي پنهنجون بيماريون هٽو وري پيپلز پارٽي جي حڪومت تي ٿا. پنهنجا عيب لڪائڻ لاءِ هن نياڻيءَ خلاف توهان ڪجهه ئي مهينا اڳ لاهور ۾ جيڪا گندي زبان ڪم آندي سو آهي توهان جو لهجو ۽ توهان جي تهذيبي سطح. توهان انتهائي رجعت پرست، دقيانوسي ۽ ترقيءَ جي هر تصور جا مخالف آهيو، جنهن جو ثبوت آهي، ته توهان وٽ خلق جي ڀلائي لاءِ ڪوبه واضع، قائل ڪرڻ جهڙو ۽ ڪارائتو پروگرام ناهي.

جناب! توهان تمام جلد تاريخ جي عجائب گهر جي زينت ٻجڻ وارا آهيو ۽ توهان هن دور جون نهايت اگريون يادگيرون هوندئو. اسان نهايت ڏک سان چئون ٿا، ته توهان عوام جي خلاف جيڪو ڪيو آهي اهو سڀ ڪجهه توهان پنهنجي خلاف به ڪيو آهي. توهان جي سياست انتهائي پسماندگي جو شڪا آهي. اوهان هن ملڪ جي حقيقي مسئلن تي جيڪي به موقف رکو ٿا، اُهي ماڻهن کي قبول ناهن. توهان جو ۽ ماڻهن جو هڪ ئي بنيادي جهيڙو آهي توهان چئو ٿا ته ماڻهو توهان جي ڳالهين کي مڃي توهان جي پٺيان لڳن. ماڻهو چون ٿا، ته توهان اسان جون ڳالهيون مڃو. توهان ماڻهن جون ڳالهيون ان ڪري نه ٿا مڃي سگهو، جو توهان کي ذاتي ۽ طبقاتي لحاظ کان اهڙي ضرورت ئي محسوس نه ٿي ٿئي. مهرباني ڪري رڳو ايترو ٻڌايو، ته ماڻهو توهان جون ڳالهيون ڇو مڃن.

صاحبو! ماڻهو سياڻا ٿيندا ٿا وڃن. توهان وٽ ماڻهن جي صحت، تعليم، روزگار، ڀلائي ۽ جمهوري حقن جا جيڪي پروگرام آهن، سي سڀ ڏنا پيا آهن. توهان جي ته سياست ئي جاگيردار ۽ وڏيري واري آهي.

صاحبو! توهان جون ملڪيتون توهان جي سياسي ڪردار کي عوام دوست بنائڻ جي راه ۾ وڏيون رنڊڪون آهن. ڳالهه سڌي پٽي آهي، ته ملڪيتون پياريون ڪريو، يا ماڻهو پيارا ڪريو. هاڻي توهان چوندا، ته ملڪيتون ته پ پ پ جي اڳواڻن کي به آهن، ان ڪري عوام جا دوست بڻجي نه ٿا سگهن. جيڪڏهن توهان اها ڳالهه مڃيو، محسوس ڪري ۽ ايمانداري سان چئي ڏيو ۽ ماڻهن کان پڇو، ته پ پ پ قيادت ۽ توهان ۾ طبقاتي لحاظ کان ڪهڙو فرق آهي، ته پوءِ توهان کي ٻڌائيندا سين ته ڪهڙو فرق آهي. جواب تمام سؤلو آهي، پر ڀهريائين توهان خلوص سان ان سوال پڇڻ جي تڪليف ته ڪريو.

۽ جناب غلام مصطفيٰ جتوئي توهان آخر پنهنجي سياسي عمل تي نظرثاني
ڇو نہ ٿا ڪريو. ڇو ٿا پرواهہ ڪريو پنجاب جي فسطائيٰ ٽولن جي. سنڌ جي
ماڻهن، زمين، هوا ۽ ماحول توهان جو ڇا بگاڙيو آهي. توهان اڃا تائين نوابزادي
نصرالله خان، ممتاز دولتانا ۽ کهڙي واري سياست ڇو ٿا ڪريو. ڪامياب
سياست لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي، عوام جي مسئلن جي نوعيت ڪهڙي آهي ۽
بين الاقوامي توڙي مڪاني ماحول ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون تبديليون آيون آهن ۽
اڃا رهيون آهن. ڇو نہ ٿا سمجهو ان ڳالهہ کي ٿي. سگهي ٿو پ پ پ سان
اختلاف ۾ توهان جو موقف سچو هجي ۽ توهان هنن کان وڌيڪ اصول پرست
هجو، پر ان جو مطلب هي تہ هرگز نہ هئڻ گهرجي، تہ توهان پنهنجو سياسي
ڊوميسائيل خراب ڪري ڇڏيو. پ پ پ سان تہ توهان اختلاف ڪيو، اهو
توهان کي حق پهچي ٿو، پر ساڳئي وقت عوام سان ۽ توهان جي پنهنجي حلقي
جي عوام سان ايڏا ويڇا ڇو وڌائي ڇڏيا اٿو، جو جيئن پوءِ تيئن ماڻهن کان
پري ٿيندا ٿا وڃو. سنڌ مان هارائڻ سان ملڪي سياست ۾ يا سياسي اتحادن ۾
توهان جو ڪهڙو مان ٿيندو. هڪ نهايت سادي ۽ سڌي ڳالهہ توهان کي سمجهہ
۾ ڇونہ ٿي اچي، تہ توهان عوام کي مان ڏيڻ شروع ڪريو ۽ موٽ ۾ ڪابہ
توقع نہ رکو. پوءِ ڏسو تہ توهان جي اها سيڙپ ڪيڏو ٿي ڪم ڪري. قبلا
ڪجهہ تہ ٿاناءَ ڌاريو. سنڌ جي دشمنن سان، جمهوريت جي ثابت ٿيل دشمنن
سان گڏجي ويهڻ ۽ دولت لٽائڻ سان توهان سياسي طرح ڪٿي کان ڪٿي
وڃي پهچندا. ڏسو تہ توهان جڏهن ايم آر ڊي هلچل ۾ هئا. پوءِ توهان جي دل ۾
ڪٿي ڇا بہ هجي، پر توهان ڪيڏا نہ خلق ۾ مقبول ٿي ويا هئا ۽ جنهن ڏينهن
کان ٽنٽڻ شروع ڪيو اٿو. اُن ڏينهن کان ڪٿي ٽاڪوئي نہ ٿو لڳيو. آخر
توهان ائين ڪيستائين هلندا.

جناب جتوئي صاحب، ماڻهوءَ کي حياتي هڪ ڀيرو ملندي آهي. اُن جو
ايڏو زيان نہ ٿيو. جنهن زمين جي مٽيءَ منجهان توهان جو سرير ڳوهيل آهي.
اُن تي ايڏو ڏاڍ ماڻهوءَ کي نٿو سونهين.

*سومر ٨ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز.*

# سنڌ تي خونخوار گهيرو

تورا ڏينهن اڳ گهرو معاملن واري وفاقي وزير اعتزاز احسن ڪراچي پريس ڪلب ۾ صحافين سان ڳالهائيندي ٻڌايو هو ته ڪراچيءَ ۾ غير قانوني طرح رهندڙ ڏهه لک غير ملڪين کي ملڪ مان ڪڍي کين پنهنجن ملڪن ڏانهن موڪلڻ جا اُپاءُ تيز ڪيا ويا آهن. تورا مهينا اڳ سنڌ جي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه به هڪ سنڌي صحافي جي سوال جو جواب ڏيندي خاطري ڏني هئي، ته ڌارين ماڻهن کي جن جو تعداد ڏهه لک آهي تن کي واپس ڪبو.

اسان حڪومت جي هن فيصلي ۽ اُن تي عمل ڪرڻ واري ڪم کي ساراهيون ٿا. هي زبردست ڪم آهي جنهن سان ڪراچي شهر جي وسيلن ۽ زمين تان وڏو بار گهٽبو ۽ خود امن امان جي حالت سڌارڻ ۾ به مدد ملندي.

پر هتي اسان ڪجهه بنيادي قسم جا سوال اُٿارڻ کان به رهي نه ٿا سگهون. انهن سوالن جي دائري ۾ هاڻوڪي حڪومت به ايندي، جو اُها جنهن انتظاميه ذريعي ملڪ هلائي رهي آهي، سا ساڳي آهي. جيسين هنن سوالن جا جواب نه ڳوليا ويا، تيسين مرض جا ڪارڻ ختم نه ٿيندا.

١ـ ڏهه لک غير ملڪي اسان جي زمين تي پهتا ڪهڙي طرح؟

٢ـ ڪهڙين ايجنسين ۽ ڪاتن جو ان ۾ هٿ رهيو آهي؟

٣ـ ملڪ ۽ خاص ڪري سنڌ سان اها بدخواهي برداشت ڇو ڪئي وئي؟

۴ـ هن ڪم ۾ هٿ وندائيندڙ ڏوهارين خلاف ملڪ سان دشمني ۽ غداريءَ جا ڪيس ڇو نه هلايا وڃن ۽ ڇا اهو به ثابت ڪرڻو پوندو، ته اُها ڪهڙي طرح ملڪ سان دشمني آهي؟

٥ـ ملڪ جي اهم ڪاتن ۽ پنهنجي زمين جي تقدس ۽ ڏيهه واسين جي هٿن مان ڳيو ڪسجڻ کان بچاءُ جي ذميداري جن تي آهي سي پاڻ ڪير آهن؟ ۽ دشمني ڇو ڪن ٿا؟

اسان جي معلومات مطابق هن ڪم ۾ ايف آءِ اي اميگريشن، اسپيشل پوليس، ڪجهه سينيئر غير ملڪي ٽولا جن کي هتان جي قانوني شهريت حاصل ٿي چڪي آهي ۽ پاڪستان جا ڪجهه ٻاهرين ملڪن ۾ قائم سفارتخانا ملوث آهن. اچو ڏسون، ته اهو ڪم ڪيئن ٿو ٿئي ۽ ان مافيا گرديءَ ذريعي

کھڙن ملڪن جا ماڻھو وڏيڪ اچن ٿا.

گھٽي ۾ گھٽو تعداد ھندستان ۽ بنگلاديش کان اينڌڙ بنگالين ۽ بھارين جو آھي اُن کان پوءِ سريلنڪا جا تامل، برمي ۽ ايراني آھن. اھي ماڻھو ھن طريقن سان اچن ٿا.

پھرين ته سڌو سنئون پنھنجي ملڪن جي پاسپورٽن تي ھتي گھمڻ جو بھانو ڏيکاري پھچن ٿا. ھتي پھچڻ تي ايئرپورٽ تي ايف آءِ اي اميگريشن طرفان کين رجسٽريشن فارم ڏنو ويندو آھي، جيڪو ڀري کين اسپيشل برانچ ۾ جمع ڪرائڻو ھوندو آھي. اُن فارم ۾ ھتي رھڻ وارو سندن عرصو، ائڊريس ۽ مڪاني ماڻھن سان لھه وچڙ جو ڏس پتو ھوندو آھي. جيڪڏھن توھان ايف آءِ اي اميگريشن کان پڇنداءِ ته ھنن ڪڏھن پنھنجي جاري ڪيل رجسٽريشن فارمن بابت تڪليف ڪري معلومات ورتي آھي، ته فارم وٽن پھتا يا نه ۽ اھو ته ڏارين ماڻھن جيڪي ھتي جون ائڊريسون ڏنيون، سي سچيون آھن يا ڪوڙيون ۽ اھو به ته ڇا ٽايل عرصي ۾ اھي ماڻھو واپس ٿيا يا نه ته ايف آءِ اي اميگريشن وٽان اوھان کي ڪوبه جواب نه ملندو، ڇو ته جاچ رکڻ جو ھتي ڪو سرشتو ئي موجود ڪونھي. ماڻھو جيڪي آيا، تن ايئرپورٽ کان ھيٺ لھي پنھنجا ڏسيل نڪاٽا ھٿ ڪري رشوتون ڏئي قومي سڃاڻپ ڪارڊ حاصل ڪري ورتا ۽ پنھنجن ملڪن وارا پاسپورٽ ۽ ڪاغذ پٽ ڦاڙي ڦٽا ڪري ڇڏيا. ٻيو طريقو انھن ماڻھن جو ھي آھي، ته سعودي عرب ۽ وچ اوڀر جي ٻين ملڪن ۾ نڪاءَ وڃي پاڪستاني سفارتخانن ۾ ڪندا ۽ چوندا ته پاڪستان آھن ۽ سندن پاسپورٽ گم ٿي ويا آھن. اھا ڳالھه ميڃائڻ ۾ ھنن کي تڪليف نه ٿيندي، جو چار پئسا ڏسي عملي وارا ملڪ سان خيرخواھي ڪرڻ تان ھٿ ڪڍڻ ۾ دير ئي نه ڪندا آھن. ساڳئي وقت کين اھا به خبر آھي ته جيڪڏھن پاڪستان ويا، ته رھندا وري به سنڌ ۾ جيڪا ڳالھه اڳ ئي ھنن جي ارادي ۽ رٿا بندي ۾ شامل آھي جاچ ڪنداءِ ته سفارتخانن ۾ سنڌي اتي ۾ لوڻ برابر نه ھوندا ۽ جيڪڏھن سنڌي ھجن، ته ائين ھرگز نه ٿئي، جيئن ٿي چڪو آھي. پوءِ اُتان ھو پاڪستان اچڻ جو اجازت نامو حاصل ڪن ٿا، جنھن جي تصديق ھتي وارن کي ڪرڻي ھوندي آھي، پر اُھا به ان ڪري نه ٿيندي آھي جو ھتي به ايف آءِ اي، ڪسٽم، اسپيشل برانچ ۾ چئن ڏوڪڙن لاءِ جھٽ ھٽندڙ غير سنڌي اڪثريت موجود آھي.

اچا ھڪ ٽيون طريقو سرحدون ٽپي اينڌڙ بھارين ۽ ھندستانين جو آھي، جتي به ملڪ جا "حقيقي خيرخواھ" پئسا وٺي کين لاھور وٽان ريل گاڏين ۾

سنڌ: پيپلز پارٽي کان ڄام صادق علي تائين

چاڙهيو ڇڏين..ان طرح روز اهو تعداد ضرب جي حساب سان وڌندو رهي ٿو. ڏهم لک ته رڳو سڃاڻپ ۾ اچڻ وارا آهن، جيڪي سڃاڻپ ۾ نه ٿا اچن ۽ جن هتي دهشت گرد تنظيمن لاءِ نفريءَ جو ڪم ڪيو آهي سي سچا پڪا شهري بنجي چڪا آهن. هڪڙا ته اهي به اطلاع آهن، ته حيدرآباد ۾ پاسپورٽ جي ڊپٽي ڊائريڪٽر انورجوڻيجي کي شهيد ٿي ان ڪري ڪيو ويو، جو هن سون جي تعداد ۾ ڪوڙا پاسپورٽ ناهي ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو.

هيءَ هڪ ظالم صورتحال آهي جنهن ۾ اسان جي ملڪ جو انتظام هلائيندڙ ادارن ۽ کاتن جو هٿ آهي. انهن ادارن ۽ کاتن ۾ سنڌي ڪونهن ۽ ڄاڻي واڻي نه ٿا رکيا وڃن، ڇو ته سند ڏارين ماڻهن لاءِ عجوبه روزگار آهي.

خميس ١١ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# عوام جي خدمت ۾ ڪجهه گذارشون

سيني احترامن ۽ تعريفن جا مالڪ جناب عوام!

اڄ اسان توهان جي خدمت ۾ ڪجهه ضروري ڳالهيون پيش ڪرڻ گهرون ٿا. پر اسان جڏهن توهان سان مخاطب ٿيون ٿا، تڏهن ڄاڻون ٿا، ته توهان صدين کان ڏاڍ جي چڪين ۾ پيسجندا رهو ٿا، توهان تي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن رهيا آهن. توهان جي پورهئي، طاقت ۽ صلاحيتن جون هزارين لکين ثابتيون رڳو تاريخ جي ورقن ۽ تهذيبن جي نشانن ۾ ئي نه پر اڄ به توهان جي دم سان دنيا قائم آهي ۽ توهان ئي سياڻي جي سچاين جا امين آهيو. اسان پوري طرح ڄاڻون ٿا ته توهان هر ڏک ۽ ڏونگهرو سهڻ کان پوءِ به عظيم آهيو ۽ اها عظمت توهان کنهن کان اُڌاري نه ورتي آهي، پر پنهنجي عظمت جا تخليقڪار به توهان پاڻ آهيو. اڄ اسان توهان سان سنڌ جي حوالي سان ٻه چار ڳالهيون ڪرڻ گهرون ٿا. جو اسان پاڻ کي توهان جو هڪ ادارو، توهان جو خدمتگار سمجهون ٿا.

ڏسو! توهان کي اسان جي هنن لفظن منجهان چڙ ڪ نه پرڻ گهرجي، جو ڄاڻون ٿا ته هن صديءَ ۾ توهان جي ووٽ جي حق بحال ٿيڻ کان پوءِ جن به توهان سان ظلم ڪيو آهي تن توهان کي "خدمتگار" تي مخاطب ڪيو آهي ۽ اهڙي طرح لفظ خدمت جي مفهوم کي وڏو نقصان پهتو آهي ۽ هاڻي اهو لفظ خود شڪي ٿي ويو آهي.

معزز عوام! جڏهن لفظ، محاورا ۽ ٻولي ئي توهان جي دشمنن جو هٿيار بنجي وڃي تڏهن اها حالت ڏاڍي خراب آهي ۽ اسان ان خراب حالت جو نوٽيس وٺندي توهان تائين هي ڳالهيون پهچائي رهيا آهيون.

اسان ڏسون پيا، ته توهان جيڪي سنڌ جا عوام آهيو سي هڪ ڏر آهيو ۽ جيڪي به ماٺهو پارٽيون ۽ گروهه توهان سان خيرخواهي جي دعويٰ ڪن ٿا سي وري ٻي ڌر آهن. هي جيڪي اڳواڻن جون انا پرستيون ڏسو ٿا، جيڪا هڪ ٻئي خلاف هنن جي وٺ پڪڙ ڏسو ٿا، ۽ توهان جي ڏکن سورن کان جيڪا هنن ۾ اويرائپ موجود آهي ۽ توهان کي متاثر ڪرڻ لاءِ اخبارن، جلسن ۽ ٻين طريقن سان هي جيڪي ڪوششون ڪن ٿا اُن ۾ ڏسو ته توهان جي هنن هيئنر تائين مدد ڪهڙي ڪئي آهي. پر اسان اهو به ڄاڻون ٿا ته هي توهان تي رعب

رکڻ ۾ ناڪام ٿي ويا آهن. بس اهوئي هنن جو نفسياتي خفقان آهي. هو اهو بلڪل وساري ويٺا آهن ته پاڻ هڪ وڏي اسٽيڊيم جي وچ تي بيٺا آهن ۽ توهان عوام جون هنن تي نظرون آهن. دوست ۽ دشمن گول هڪبئي جي سامهون آهن پر بال ڪٿي اڳتي وڌڻ لاءِ تيار ڪونهن. هر ٽيم جا رانديگر پاڻ ۾ ئي وڙهيا ويٺا آهن ۽ راند جي ميدان کي "فيشن شو" سمجهي پوشاڪن ۽ لباسن سان توهان کي متاثر ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. انهن کي جيڪي لٽي ڪپڙي جا اصل گهر جائو آهن. هي توهان سان خوشحالين ۽ انقلابن جون ڳالهيون ڪن پيا پر اهو نه ٿا ڏسن ته توهان جي صحت ۽ چڱيلائي جا ڪهڙا حال آهن، توهان جا ڏندا ۽ روزگار ڪيئن پيا هلن. توهان جي پورهئي ۽ محنت کي سوين قسمن جا ڪوئا ڪيئن ڪائي ناس ڪري رهيا آهن.

۽ معزز سنڌي عوام توهان جي قومي مسئلن جو ورد به هنن جي زبان تي آهي. هو توهان جي وڏن وڏن مسئلن جون تسبيحون اخباري بيانن ذريعي پڙهندا رهن ٿا پر نه ته قومي مسئلن جو اُڪلاءُ ٿيندو نظر اچي ٿو ۽ نه سماجي استحصال منهنجان اوهان جي جند آجي ٿيڻ ۾ ڪا مدد ملي رهي آهي. توهان جي علم ۾ آهي ته هر سياسي پارٽي جا ڪارڪن شهرن توڙي ڳوٺن ۾ موجود آهن ۽ ڪچهرين ۾ گهٽين ۾ اوطاقن ۽ هوٽلن تي پنهنجن ليڊرن ۽ پارٽي پروگرامن جي ساراهه ڪن ٿا پر ماڻهن جي عام ڏکن سورن ڏانهن بخار، بيماري، پوليس جي ڏاڍاين، پلاوٽي ۽ واپاري جي لٽ مار، ٽرانسپورٽر جي زيادتين، ميونسپل، ٽائون ڪاميٽي ۽ يونين ڪائونسل جي پيدا ڪيل ڏکن ڏوجهرن، بيروزگاري جي تڪليفن کان ڇڏائڻ ۾ سندن ڪهڙي مدد ڪن ٿا. جڏهن ساڻن اها ڳالهه ٿي ڪجي ته چون ٿا ترسو انقلاب اچي يا پاڻ اقتدار ۾ اچون ته پوءِ سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو.

پيارا عوام: توهان هي سڀ ڪجهه ڏسو ويٺا، ته اسٽيڊيم ۾ بيٺل هي ماڻهو توهان جو لحاظ نه ٿا ڪن ۽ توهان جا مقصد اڳتي ڪٿي هلڻ بدران پنهنجي چند ڦوڪ ۾ پورا آهن. قومي سطح تي جيڪي هاجا ٿي رهيا آهن، تن مان مکيه ۽ برندڙ هن ريت آهن ۽ توهان ڏسو ته اهي مسئلا آخر وڏن اڳواڻن جي موجودگي ۾ حل ڇو نه ٿا ٿين.

١- سنڌ ستر سيڪڙو بٽ آهي ۽ سنڌو درياهه جو پاڻي مٿان قيد ڪيو ويو آهي.

ٿر، نارو ڪوهستان ۽ ڪاڇو زبردست پسماندگي جو شڪار آهن ۽ اُتي جا ماڻهو معاشي بدحالي، ٻارڙن جي تعليم، پيئڻ جي پاڻي، علاج جي سهولتن، بجلي ۽ زندگي جي انهن آسائشن کان محروم آهن جيڪي شهرن

کي مليل آهن.

٢- سنڌين، جن پاڪستان کي ٺاهڻ ۾ وري ان کي جمهوري نموني هلائڻ جو ٺيڪو کڻي رکيو آهي ۽ جنهن لاءِ هنن کي پنهنجو رت ست ٻه ڏيڻو ٿو پوي انهن جي ٻولي کي قومي حيثيت نه ٿي ڏني وڃي.

٣- سنڌ ۾ ڌارين ماڻهن جي يلغار جاري آهي.

۴- سنڌ کي ڪالاباغ ڊيم ۽ ٻهارين جي اچڻ جو خوف ٻه ڇايل آهي.

۵- سنڌ ۾ دهشت گردي، ڌاڙا ۽ اغوا عام جام آهن.

٦- ڪراچيءَ ڊيولپمينٽ اٿارٽي قديم سنڌين کي ڏکڻ آفريڪا جي ڪارن وانگر واڙي محدود ڪري ڇڏيو آهي ۽ هرڪا حڪومت اقتدار بچائڻ لاءِ پلاٽن جي بدعنواني جو ڪاروبار ڪري سنڌ کي ورهائڻ واري عمل ۾ هٿ ونڊائي رهي آهي.

هزار شڪايتون ۽ مسئلا آهن جن جي نتيجي ۾ اسان ڏکيا آهيون. اسان جي توهان عوام کي گذارش آهي ته هنن سيني ڳالهين جو نوٽيس وٺو ۽ هنن کان پڇائون ڪريو ته هي سڀ ڇو آهي ۽ عذاب ڪڏهن ۽ ڪيئن ختم ٿيندا ۽ هنن وٽ اهي ئي هاٺوڪا طريقا ۽ آسرا آهن يا ٻيو ڪجهه ٻه مٿن نازل ٿيڻ وارو آهي.

جمعو ١٩ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## ٢٦جنوري تي پکڙجندڙ نفرتن جو ترياق ڪريو

جلسا ۽ جلوس جمهوري سرشتي اندر عام رواجي ڳالهيون هونديون آهن پر ٢٦جنوري تي ڪراچي ۾ مخالف ڌر جي جلسي اهڙو رخ اختيار ڪيو آهي جو سڄو ماحول زهر سان ڀرجي ويو آهي. ڪيئي خدشا ظاهر ڪيا ويا آهن. حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ دهشت گردي جي هلندڙ سلسلي ڪي نئين زوراڻتي مرحلي ۾ داخل ٿيڻ جا ڏڀ وڌي ويا آهن ته ڪتي چندن ۽ پيٽالي جو ڪلئي عام مظاهرو ۽ هٿيارن گڏ ڪرڻ وارن ڪمن جو پاڻ ۾ ڪو ڳانڍاپو ته ڪونهي.

مخالف ڌر جا اڳواڻ وينڊي ولي خان تائين ايترا ڪري پيا آهن جو ڏسي نه ٿا سگهن ته ڇا ڪري رهيا آهن. هي پارٽيون ۽ اڳواڻ سنڌ ۾ ايم ڪيو ايم جي ڏهندڙ ساک کي بچائڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور لائي بسنڌ جي عوام کان پنهنجو انتقام پاڙين پيا. هي سمجهي ويا آهن ته ايم ڪيو ايم هڻن سان گڏجڻ ڪانپوءِ تيزي سان پنهنجي ساک وڃائڻ شروع ڪئي آهي. ايم ڪيو ايم جي ڍهندڙ ساک پنهنجي پرڪارن جو نتيجو سمجهي هي ماڻهو ڪيس ان جو معاوضو ڏيڻ پيا گهرن ۽ معاوضي جي صورت ٢٦جنوري جي جلسي جي تيارين جو ڪم ايم ڪيو ايم جي حوالي ڪري ڪيس زهر پکيڙڻ جي ڪليل ڇوٽ ڏئي ڇڏي وئي آهي. ايم ڪيو ايم جنهن کان هن مهل تائين "اوهم ۽ ڳوهم" ٻئي ڇڏائجي ويون آهن سا پاڻ کي بحال ڪرڻ لاءِ وري به پنهنجي روايتي ڦڏئي طريقن تي لهي آئي آهي. اخبارن ۾ هنجي اڳواڻن جا بيان ته ڏسو پ پ کي بليڪ ميل ڪرڻ ۽ سنڌين جا هيڻاڻ ساڙڻ کان سواءِ سنڌن ٻيو ڪو ڏنڌو ئي نه رهيو آهي.

ايم ڪيو ايم جي اها روش سمجهه ۾ ايندڙ آهي ان جي پيڙهه ئي فسادن ڪرڻ، ڊيٿ اسڪواڊس ناهڻ، تشدد گهر قائم ڪرڻ جهڙن ڪمن تي بيٺل آهي. جيستائين انهن ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ واري حالت جو تعلق آهي جن کي مهاجر قوميت جو ڏينهو بچائي، جنون وڌائي ڪائنن ووٽ ورتا ويا آهن ته اُهي اڃا به ٻه وکون پوئتي آهن. ايم ڪيو ايم جي نوجوان ۽ وچولي طبقي جي ذهين قيادت ۾ ڪراچي ميٽروپوليٽن ڪارپوريشن ڪراچي شهر کي کنڊرات ۾ تبديل ڪري رهي آهي. رستا ڍهندا پيا وڃن، ٺيڪيدارن جا جاوا پيا ٿين دونهين، غبار ۽ ڏپ جو آماجگاهه بڻجي رهيو آهي. جهڙي نموني جي هنن ماڻهن سياست ڪئي آهي ساڳئي طرح هنن کي ايم سي کي هلايو آهي، ساڳئي طرح هو قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ تي متاثر ٿيڻ ذريعي ملڪ ۾ ڏول وجهڻ

گهرن ٿا.

تباهي جو ڪهڙو به وڏو مظهر هجي، ڪيڏو به وڏو طوفان هجي، زلزلو هجي يا ڪو جبل لاوا اوڳاڇي يا ڪو ڏيڏر پاڻ کي ڦوڪي دنيا ۾ گهٽي ۾ گهٽي جاءِ والارڻ جي ڪوشش ڪري پر انهن سڀني جي تباهي جي هڪڙي حد ۽ هڪڙو وقت ٿئي ٿو. حد ڪان ٻاهر ۽ وقت کان اڳتي تباهين ۽ بربادين جا دائرا نه ٿا وڌي سگهن. اهو فطرت جو اصول آهي. ايم ڪيو ايم ۽ سنڌ ڪنهن زلزلي، ڪنهن ٻوڏ ۽ ڪنهن طوفان وانگر آهي ۽ ان جي جتاءُ جو هڪ وقت ۽ هڪ گهڙي ٿيندي. جنهن به تباهي جي شدت گهٽي ۽ تکي ٿيندي آها اوترو ترت ختم ٿيندي. ايم ڪيو ايم سان به ائين ٿي رهيو آهي. جيترو ان جو سياسي ۽ تخريبي وت ۽ وس آهي سو سياست ۾، معاشي پروگرامن تي ان نموني عمل ڪرڻ ۾ اچي پورو ٿيو آهي. خود ايم ڪيو ايم کي ووٽ ڏيندڙ عام ماڻهو سمجهي چڪو آهي ته هو گهڻو وقت تباهي کي پنهنجي ڳنڍ ۾ ٻڌي نه ٿو هلي سگهي. هو سمجهي چڪو آهي ته ايم ڪيو ايم هڪ مافيا جو روپ آهي جيڪا ڪراچي ۽ حيدرآباد جي عوام کي هميشه جهيڙي، فساد ۽ بي يقيني جي ڪيفيت ۾ رکي ڪيس تاريخ جو روڳ بڇائي، بيمار ۽ اپاهج ڪري هڪ مخصوص ٽولي جي رحم ڪرم تي رکي سنڌ جي ٻنهي وڏن شهرن کي دوزخ بنائڻ گهري ٿي.

مخالف ڌرسان ايم ڪيو ايم جو اتحاد سندس سياسي ساک جي تابوت ۾ وڏو ڪوڪو ٿي لڳو. ميمڻ ۽ گجراتي آباديون جن کي بليڪ ميل ۽ غنڊا گردي ذريعي ڪجهه عرصي تائين ايم ڪيو ايم پاڻ سان گڏ رکيو تنهن جمهوريت کي هنن جو متبادل سمجهي ڪانئن پري ٿيڻ شروع ڪيو آهي. اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن منجهان ڪيئي ڌريون سمجهي ويون آهن ته ڪين هتي ئي رهڻو آهي ۽ وٽن الطاف حسين وانگر گرين ڪارڊ ڪونهي. هنن کي اڄ ترڻ کان اڄي زندگي کپي، ٻارڙن جي تعليم ۽ علاج کپي. هو سمجهن پيا ته ايم ڪيو ايم جي واڳون واري سياست هنن جي مسئلن جو حل ناهي.

۽ جنهن جا ماڻهو ناهن، جنهن کان عوام بيزار ٿئي، جنهن کان تاريخ ۽ فطري معقوليت پري ٿئي آءِ جي آءِ ۽ گڏيل مخالف ڌر اُن سان گڏ آهي. تباهين جو پاڻ ۾ هي اتحاد آهي ته سنڌن پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو پَر هن مهل تائين هي جيڪو گند ڪري چڪا آهن اهو حيدرآباد ۾ ڌاڙي، دهشت، فائرنگ ۽ ڪراچيءَ ۾ غنڊا گردي ذريعي هٿ پير هٽي رهيو آهي. ان ڪري اسان حڪومت ۽ عوام کي چتاءُ ڏيون ٿا ته ٢٦جنوري تي ڪراچي جي فضائن ۽ هوائن ۾ جيڪا نفرت، جيڪا ڪرب ڦهلجندي اُن جي سيني اٿرن کان تحفظ جو بندوبست ڪن.

*اربعا ٢٤ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## مهاجرن کان ڊڪليئريشن وٺو

مهاجر قومي موومينٽ (ايم ڪيو ايم) سنڌ جي سرزمين تي مهاجر قوميت جو نعرو هنيو ۽ ان تي ٻن وڏن شهرن جي ميونسپالٽين، قومي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ سيٽون حاصل ڪيون آهن ۽ ملڪي سياست ۾ هڪ ڏر بنجي وئي آهي. حد ته ايستائين ٿي جو جنرل ضياءَ به مرڻ کان ٿورا ڏينهن اڳ مهاجرن کي پنجين قوميت سڏيو هو.

مزي جي ڳالهه ته پاڪستان جي اندر قدرتي ۽ تاريخي قوميتن جي حقن جي ڳالهه ڪندڙ پارٽين ۽ گروپن چونڊون نه کٽيون. بلوچستان ۾ بي اين اي ڪجهه سيٽون کنيون، سرحد ۾ ولي خان وارن جا حال به پورا هئا، پنجاب ۾ نواز شريف پنجابين سان ظلم ٿيڻ واري ڪوڙ تي گهٽي يگهڙ بگهڙ ڪئي پر ظاهر آهي ته قوميتن جي حقن جو اهو به توڙ جو ويري آهي. سنڌ ۾ ته سنڌي قوميت جي حقن جي ڳالهه ڪندڙ همراهن هڪ به سيٽ نه کٽئي، پر هي مهاجر قوميت جي حقن جي ڳالهه ڪندڙ همراهن هڪ به سيٽ نه کٽئي، پر هي مهاجر قوميت جو پٽڪو ٻڌي لهي آيا ۽ ڏسندي اسيمبلين تائين پهتا آهن. هي پلا ڇا ڪا جادوگري آهي، معجزو آهي يا بازيگري. ڪمال ته اهو ته هي ماٺهو ٺئي ڪري چڪا آهن ته مهاجر آهن. هنن پنهنجي پروگرام، پنهنجن نعرن، پنهنجن اتحادن ۽ پنهنجي سياسي روين سان ثابت به اهوئي ڪيو آهي، ته هي واقعي مهاجر آهن.

ڪير پاڻ کي ڇا ٿو چوي سو سندس حق آهي. اسان نه پاڻ کي سنڌي چئون ٿا پر پاڪستان ۾ سرڪاري طرح ميجرائي نه سگهيا آهيون ته اسان سنڌي آهيون. ملڪ جو آئين اسان کي سنڌي نه ٿو چئي ان ڪري جو سنڌي هئڻ جي بنياد تي اسان پنهنجو پاڻ کي متحد ڪري ظاهر نه ڪيو آهي تنهن ڪري آئين ناهڻ وارن کي حق آهي ته اسان کي سنڌي نه سمجهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته ملڪي سياست جي عام هلت چلت ۾ سنڌي، پنجابي، پٺاڻ، بلوچ، سرائڪي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا لساني ۽ جاگرافيائي سنڌا موجود آهن. انهن ئي بنيادن تي سياسي حڪمت عمليون ٺهن ٿيون. ڪالهه محمد خان جوڻيجو سنڌ جي ڪوٽا تي پرتي جو وزيراعظم ٿيو هو ۽ اڄ مائي عابده خانم ۽ الطاف حسين چون ٿا ته سنڌين کي وزيراعظم ٿيڻ جو ٺيڪو ڇو ڏنو ويو آهي. حالانڪ هنن کي خبر آهي ته ذوالفقار علي ڀٽو ۽ بينظير ملڪ جي عام چونڊن ۾ ڪامياب ٿيڻ واري پارٽي جي سربراهه جي حيثيت سان وزيراعظم ٿيا ۽ ڪنهن طرح به

پرتي جا سنڌي وزيراعظم ناهن.

بلوچن، سنڌين، پٺاڻن ۽ سرائين سان سنڌن قومي ۽ تاريخي حيثيت جي ڪري جنيون ۽ ڏاڍايون ٿين ته پلي ٿين پر ڪين آئيني طرح قوميت جو درجو انڪري ناهي ڏنو جو پوءِ ساڻن ان بنياد تي هو برابر درجو حاصل ڪندا ۽ ساڻن استحصال نه ڪري سگهبو.

هاڻي جڏهن پاڪستان جون قدرتي ۽ تاريخي قومون پاڻ کي مڃائي نه سگهيون آهن ۽ مهاجر متحد ۽ يڪمشت طاقت تي پاڻ کي قوميت به سڏين ٿا ته قدرتي شهرين تي برتري به ڄمائڻ ٿا چاهن، تڏهن ڇو نه ٿو سمجهيو وڃي ته ان سان ملڪ کي ۽ خاص ڪري سنڌ کي ڪهڙا نقصان پهچي رهيا آهن. ڪهڙا هاڃا اسان جو انتظار ڪري رهيا آهن.

ڇا اسان دعائون ويهي گهرون، صلواتون ۽ درود ويهي پڙهون ته خدا ڪري ته هي سٺ پيڙهين تائين مهاجر هجن ۽ حشر واري ڏينهن به مهاجر ٿي اُٿن ۽ جڏهن خدا ساڻن حساب ڪتاب ڪري ته هي اُتي به ”جيئي مهاجر“ چون.

پنهنجو فيصلو هنن کي پاڻ ئي ڪرڻو آهي جو ان جو ڪين پورو پورو حق آهي، پر جڏهن هو پاڻ کي مهاجر سڏين ٿا، تڏهن اسان کي به حق آهي ته هنن کي مهاجر تسليم ڪريون. پر هنن کي رڳو هڪڙي ڳالهه ضرور ٻڌائڻ گهرجي ۽ اُها هي ته جناب، مهاجرن لاءِ گڏيل قومن واري اداري ۾ ڪميشن قائم ڪيل آهي ۽ ان وٽ مهاجرن جي حقن لاءِ هڪ چارٽر به موجود آهي ۽ اُهو هنن تي پاڻ کي پنهنجي خوشي سان مهاجر سڏڻ کان پوءِ لاڳو به ٿئي ٿو.

بس اسان جو حڪومت کي ۽ سڀني سياسي پارٽين کي، قانوني ماهرن کي، عالمي قانون جي ڄاڻن کي ايترو ئي عرض آهي، ته هنن تي اقوام متحده واري مهاجرن واري ڪميشن جا اصول ۽ قاعدا لاڳو ڪيا وڃن ۽ سپريم ڪورٽ ۾ اهڙو ڪيس پيش ڪيو وڃي. رڳو هن هڪڙي قانوني نڪتي جي ڪري پاڻ ڇو ڦاٿا وينا هجون. اسان لاءِ ته هنن ويل مڃائي ڇڏيو آهي. هزارن سالن کان آباد ماڻهو هتي هنن جي ڪري فلسطينين ۽ ڏکڻ آفريڪا جي ڪارن واري حالتن کي پهچايا ويا آهن. جيئڻ جنجال تي ويو آهي. اسان کي خبر آهي ته هنن جا هٿيار توهان کان نه ليندا، پر جڏهن پاڪستان جي سپريم ڪورٽ يا انصاف واري عالمي عدالت مان فيصلو وٺي هنن کي مهاجر تسليم ڪن ٿيون ته پوءِ مهاجرن لاءِ جيڪي بندوبست ٿيندا اهن سي به ڪري وٺبا.

اسان ته هنن کي گهڻو پاءُ ڪيو. آڌر ڀاءُ ڪيو، ڪيس سنڌي سڏائڻ جو حق ڏنو پر جيڪي زوري مهاجر ٿيڻ گهرن ٿا تن کان ڊڪليئريشن وٺو ۽ انصاف جون تقاضائون پوريون ڪريو. مهرباني ڪريو.

خميس ٢٥ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌين جا تاريخي حق گهرجن

وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو ٺٽي ۾ هارين ۾ زمينون ورهائڻ واري تقريب ۾ اعلان ڪيو ته جمهوري حڪومت ضياءَ آمر جي ڏينهن ۾ سپر هاءِ وي سان لڳ ۽ ٺٽي جي پاسي مختلف اسڪيمن جي نالي ۾ جيڪا چار لک ايڪڙ زمين وڏن ماڻهن کي ڏني وئي هئي ان منجهان پوڻا ٽي لک ايڪڙ واپس ورتي آهي. ڳڌريل آمريت ۾ سنڌ جي وسيلن تي جيڪا لٽ مار ٿي، اها جيتوڻيڪ پاڪستان ٺهڻ کان وٺي هلندڙ ڦرلٽ جو تسلسل هئي ڇاڪاڻ لکن ايڪڙن جي ڳالهه ڪئي آهي سي وڏن سرمائيندارن، فوجي ڪامورن ۽ ڊنگ ماڻهن کي سياسي رشوت طور مختلف زرعي اسڪيمن جي نالي ۾ ڏنيون ويون هيون. اسان محترمه وزيراعظم جي هن پٽرائي جي آجيان ڪندي سنڌ جي ماڻهن کي مبارڪون ڏيون ٿا.

پر ساڳئي وقت اهو به ٻڌائي ڇڏيون ته اتي اسان جي ڏکن جو انت نه ٿو ٿئي ۽ نه انهن ڇئن لکن ايڪڙن جي مڪمل واپسي سان ۴۳سالن جي عذابن جو ازالو ٿو ٿئي. خوشي جي ڳالهه آهي ته وزيراعظم وٽ نقصان جي ازالي جو تصور آهي ۽ جڏهن اهو آهي ته پوءِ ان کي عمل ۾ اچا به اڳتي وٺي هلڻ گهرجي.

اسان وزيراعظم ۽ حڪومت ڪندڙ پارٽي کي ياد ڏياريون، ته سنڌ ۾ ايم آر ڊي هلچل وقت فوج جيڪي عقوبتون ڪيون ۽ ان کي سنڌ جي ماڻهن طرفان جيڪا مزاحمت ملي ان سان خود پنجاب ۾ ڪن چڱن ماڻهن کي سنڌين جي صورتحال معلوم ڪرڻ جي ضرورت پئي ۽ پ پ سان تعلق رکندڙ لاهور جي ائڊوڪيٽ محمود مرزا سنڌ ۾ اچي ڪجهه حقيقتون ۽ انگ اکر گڏ ڪري "سنڌ جو مقدمو" جي صورت ۾ اخبارن ۽ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو. محمود مرزا سنڌ ۾ ڪليمن ۽ ون يونٽ ۾ انعام طور فوجين کي زمينون ڏيڻ کان سنڌ سان ٿيندڙ ظلم جو جائزو ورتو ۽ ضياءَ جي دور ۾ ماڻهن جي سياسي حقن مارجڻ تائين پهتو هو.

بي انصافين کي جيڪڏهن تاريخ جو حصو ٻڌايو وڃي ته ظلم جا ڦٽ به دير تائين چڪندا رهندا آهن ۽ ڦٽيل ماڻهو، ڦٽيل قومون مناسب علاج ٿيڻ کان اڳ ڪٿي خاموش ٿي سگهن ٿيون؟

اسان سمجهون ٿا ته سنڌ جي ڏکن جو ازالو ڪرڻو آهي ته ڪليمن ۽ ون يونٽ ۾ جيڪي به ظلم هن قوم کي گونگو ۽ غير تاريخي سمجهي ڪيا

ويا تن سيني جو ازالو ڪيو ويجي، جو اسان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته سنڌي گونگي قوم ناهي ۽ اها تاريخي به آهي. سنڌين جي گهڻ طرفي ڏاهپ جي ڪنهن کي چند ڇاڻ ڪرڻي هجي، ته ملڪ ۾ به پيرا تيل فضليت وارين عام چونڊن ۾ هنن جو فيصلو ڏسو. ١٩٧٠ ۽ ١٩٨٨ وارا يڪمشت فيصلا، احتجاج ڪرڻو آهي ته ١٩٨٣ ۽ ١٩٨٦واري هلچل ڏسو، جنهن جي دانش ۽ ڏاهپ ڏسڻي آهي، ته پاڪستان جي سيني ٻولين کان اڳيرو هنن جو ادب آهي.

سنڌين ۾ اُهي سڀ گڻ آهن جيڪي ڪنهن حقن حاصل ڪرڻ جي لائق قوم وٽ هئڻ گهرجن ۽ گهٽ ۾ گهٽ پيپلز پارٽي کي ته اهڙو ويساهه ضرور اچڻ کپي. ان ڪري اسان چئون ٿا ته قديم تاريخي زمانن کان وٺي سنڌين جي خلاف جيڪي دشمن رويا موجود آهن تن ڏانهن هينئر واري سرڪار عدالتي ذريعن سان صفائي ڪرائي. اهي دشمن رويا اسان سان هر حملي آور قوم وارا رکيا آهن. غزنوين خلجين، تغلقن، مغلن، ارغونن يا ترخانن جڏهن به سنڌ تي اڳرايون ڪيون تڏهن هنن جي درٻاري مورخن سنڌين کي ڪافر چئي ماريو. ساڳي ڳالهه لياقت علي خان ۽ سندس ٽولي جي ماڻهن ڪئي، جماعت اسلامي ڪئي، مسلم ليگ ڪئي ۽ هينئر به ياد رهي ته هو جڏهن سنڌين کي ڪافر چون ٿا تڏهن هنن جو مطلب بلڪل واضح آهي. ڪافر جا وسيلا ملڪيتون، زمينون، پاڻي، تيل ۽ معدنيات هن لاءِ غنيمت جو مال آهن. ان ئي حوالي سان ضياءَ آءِ جي آءِ ۽ ايم ڪيو ايم اسان جي زندهه رهڻ جو حق رکڻو ايستائين ميڄڻ لاءِ تيار آهن ته اسين سندن مقصدن لاءِ ڪيڏا ڪارائتا ٿي سگهون ٿا. اسان جي جيئڻ جي ٻي ڪابه صورت هنن کي قبول ڪانهي.

هاڻي اسان توهان جا ووٽر بڻجي چڪا آهيون ۽ توهان خود اقرار ڪريو ٿا ته سنڌين جي توهان سان محبت هڪ طرفي ناهي پر توهان به ساڻن محبت ڪريو ٿا.

محترم نياڻي- جڏهن ائين آهي ته پوءِ سنڌين سان ٿيل ڏاڍاين جي ازالي جي شروعات ٿيڻ گهرجي ۽ ان ڪم ڇون حدون طئي ٿيڻ گهرجن. اسان توهان کي ٻڌايون ٿا ته هينئر پاڪستان ۾ آمريت جا جراثيم ۽ جمهوريت دشمن ٽولا مضبوط ئي ان ڪري آهن جو هنن سنڌ جو رت پيتو آهي. رت پيئاڪ جورن منجهان نپوڙي رت ڪڍبو تڏهن ئي انهن جو سازشي رت ختم ٿيندو.

سنڌ جو بلڪ پاڪستان جي سيني قومن جي قومي مسئلي ۽ قومي حقن کي تاريخي مدد رسي رهي آهي جڏهن سوشلسٽ بلاڪ ۾ به قوميتون پنهنجا وڏيڪ حق گهري رهيون آهن توڙي جو اُتي آئيني طرح ڪين علحدگي جو حق به مليل آهي. اسان علحدگي جي ڳالهه به نه پيا ڪريون بلڪ چئون ٿا ته پاڪستان سنڌو درياهه جي ڪناري تي وسندڙ قومن جو ملڪ آهي ۽ انهن جي وچ ۾

سياسي، ثقافتي ۽ اقتصادي آزادين ذريعي جيڪو مثالي اتحاد ٿي سگهي ٿو سو موجوده طرح جي پاڪستان ۾ نه ٿو ٿي سگهي، جتي سنڌي پاڻ کي نيم بيٺڪي صورتحال ۾ محسوس ڪن ٿا.

ان ڪري اسان چئون ٿا ته سنڌ جون رڳو زرعي زمينون نه ڪسيون ويون آهن پر صنعتي عمل ذريعي سنڌين کي ريڊانڊين بنائڻ جا پورا جتن ٿيا آهن. صنعتون سنڌ ۾ هجن ۽ انهن ۾ سنڌي نه هجن، نه مالڪ سنڌي هجن ۽ نه مزدور سنڌي هجن نه سنڌين جي معاشي حالتن ۾ ڪو سڌارو اچي پر پنهنجي زمين تي ٻين ماڻهن کي ڏهه وڪون اڳتي ۽ پاڻ کي ويهه وڪون پوئتي پوندو ڏسون ته ان حالت کي پنهنجي خاتمي سان تعبير ڪيئن نه ڪريون. غلامي جي ان حالت کان بچڻ لاءِ اسان ڪجھ مطالبا هيٺين ريت ڪريون ٿا.

١- سنڌ ۾ فوجين کي انعام ۾ ڏنل زمينيون واپس وٺي سنڌي هارين کي ڏيو.

٢- ون يونٽ واري دور ۾ مختلف اسڪيمن هيٺ سنڌ ۾ فوجي ۽ سول ڪامورن کي ڏنل زمينون واپس وٺو ۽ سنڌي هارين ۾ ورهايو.

٣- سنڌ ۾ ٻاهريان ماڻهو جيڪي به صنعتون قائم ڪري چڪا آهن تن کي سنڌ حڪومت کي رائلٽي ڏياري وڃي ۽ ڪارخانن ۾ مرحلن ۾ سنڌي مزدور رکيا وڃن ۽ ٽن سالن تائين سنڌي مزدورن جو تعداد انهن ڪارخانن ۾ اسي سيڪڙو ڪيو وڃي.

٤- سائيٽ ڪراچي، نوري آبادي ۽ ڪوٽڙي ۾ سنڌ جي زمين تي صنعتي پلاٽن جي نالي ۾ جيڪا لٽ مار ٿي آهي سا سڀ اٿلائي وڃي ۽ الاٽمينٽ ۽ ٻيهر ٽيل وڪرن جي تفصيلي جاچ ڪرائي وڃي ۽ ان جا نتيجا عوام جي سامهون آندا وڃن.

٥- سنڌ جي تيل ۽ ٻين معدني وسيلن جي آمدني سنڌ جي حوالي ڪئي وڃي ۽ پرڏيهي ڪمپنين سان تيل جي کوٽائي ۽ صفائي جا جيڪي شرط طئي ڪيا ويا آهن سي سنڌ جي ماڻهن اڳيان رکو، اسان پاڻ سان ڪا به واجبي ڏٺي ته انهن شرطن تي نظر ثاني ڪرڻ، معاهدن کي ٽوڙڻ يا متبادل انتظام جو حق سنڌ جي عوام وٽ محفوظ سمجهون ٿا.

٦- ڪراچي جا ڳوٺ اجاڙڻ واري هلايل سلسلي کي شروعات کان اٿلايو وڃي.

صوبائي خودمختياري ۽ قوميتن کي آئيني ضمانتون ڏيڻ ۽ سندن وسيلن تي سندن حق قائم ٿيڻ سان اسان پنهنجي ترقياتي رٿابندي نئين سر ڪنداسين. بس اهائي واٽ آهي "منهنجو ڪچاڙو ٻينر هن ٻينيور سان" واري حالت منجهان نڪرڻ جو.

جمعو ٢٦ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## مخالف ڌر جا اڳواڻو!

سنڌ جي ماڻهن توهان جي ٢٦جنوري واري ڪراچيءَ جي جلسي کي ڏنو، اُن جي انتظامن جون تياريون به ڏٺيون جن ۾ راهه ويندڙن کان "چندا" ڦريا ويا ۽ ماڻهن توهان جي تقريرن جو مواد به ٻڌو، پڙهيو ۽ سيني سان هنڊايو. يقين ڪريو توهان جون ڳالهيون، توهان جا ارادا ۽ مقصد جيڪڏهن اسان وساريون، ته اها اسان جي خودڪشي ٿيندي ۽ بچڻ لاءِ ضروري ۽ لازم ٿي پيو آهي ته توهان تي نظر رکون ۽ توهان سان ڳالهايون به.

هيءَ بنهه فطري ڳالهه چڱن جا مغز لاٿون ٿي وينداآهن. مثال طور توهان هجوم جي باري ۾ جيڪي ڪاٿا هنيا آهن تن ۾ سڀ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻي رهيا آهيو ۽ توهان کي اهو چوندي ذرو به هٻڪ نه ٿي ته اهو ميڙ پاڪستان جي عوام جو پ پ پ حڪومت خلاف ۽ توهان جي حق ۾ ڪلي فيصلو آهي.

سنڌ جي عوام جيڪي هتي جا تاريخي شهري آهن ۽ پاڪستان ۾ جمهوري جدوجهد جي اڳين صفن ۾ شامل آهن تن جي طرفان توهان جي خدمت ۾ ڪجهه سوال رکجن ٿا.

١- توهان منجهان ڪنهن به مارشل لا جي گذريل يارهن سالن ۾ پاڪستان ۽ خاص ڪري سنڌ جي عوام تي ٿيل ظلمات تي اکر به نه ڳالهايو. ڇو؟

٢- توهان پ پ پ جي خلاف لاهي پاهي بيٺا جنهن کي سنڌ جي تاريخي شهرين جي مڪمل حمايت حاصل آهي. ان طرح توهان کي سنڌ جي ماڻهن جي توهين ڪرڻ ۾ ذرو به هٻڪ نه ٿي. ڇو؟

٣- توهان پ پ پ تي گند اڇلايو، ٻهارين گي آڏڻ جو مطالبو ڪيو ۽ سنڌ جي تاريخي شهرين جي ڪنهن ننڍڙي مسئلي کي به نه ڇهيو، جن جي زمين تي توهان بيهي تقريرون ڪيون. ڇو؟

۴- توهان پاڻ کي پاڪستانيت جا طرفدار چئمپين ۽ ٺيڪيدار چئو ٿا پر توهان هڪ اصطلاح "مهاجر" پنهنجي زبان تي آڻڻ کان نه هٻڪيا. توهان جي تاريخي شعور ۽ ذهانت جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪجن؟

توهان کي خبر آهي ته "مهاجر" جي معنيٰ ڇا آهي ۽ ان جا اردو ڳالهيندڙ

سنڌين تي ڪهڙا اثر ٿي سگهن ٿا جيڪي هن وقت فسطائيت جي گهيري ۾ آهن؟

توهان کي خبر آهي ته پاڪستان جا قدرتي شهري ۽ قوميتون انصاف جي عدالتن ۾ وڃڻ واريون آهن ۽ فيصلو گهرڻ واريون آهن ته جيڪي ماڻهو ٻاڻ کي مهاجر چون ٿا تن جي شهري حيثيت طئي ڪئي وڃي. ان کان اڳ ئي حڪومت کان مطالبو ٿي چڪو آهي ته جيڪي ماڻهو ٻاڻ کي مهاجر چون ٿا تن کي "ڊڪليئريشن" داخل ڪرائڻ لاءِ چيو وڃي، ته جيئن مهاجرن جي شهري حيثيت طئي ٿيڻ کان پوءِ ڪين مهاجرن واريون سهولتون، جيڪي ڪين گڏيل قومن جي پناهگيرن واري ڪميشن جي چارٽر هيٺ ملٽيون آهن سي ڏيارڻ جو بندوبست ڪيو وڃي.

توهان کي خبر آهي ته لڏپلاڻي ماڻهن لاءِ ڪجهه عالمي اصول ۽ قانون دنيا ۾ موجود آهن. توهان کي اها به خبر هئڻ گهرجي ته عالمي سطح تي لڏپلاڻي ماڻهن جو مسئلو هڪ ٻرندڙ سوال آهي ۽ دنيا جي جن به ملڪن ۾ اهڙا ماڻهو يا آباديون موجود آهن تن جي انهن ملڪن سان وفادارين کي شڪ سان ڏٺو ويجي ٿو.

قبلا اڳواڻو! توهان کي پڪيءَ پت ڄاڻ آهي ته ايم ڪيو ايم کي توهان سان اتحاد ڪرڻ جي قيمت پنهنجي ساک وڃائڻ سان چڪائڻي پئي آهي ۽ توهان هن جلسي ذريعي اُن جي نقصان جو تاوان ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

٥- جناب الطاف حسين جلسي ۾ تقرير ڪندي چيو "مهاجر پنجن سالن ۾ پاڪستان جي منزل بدلائڻ جي سگهه رکن ٿا ۽ ڏهن سالن ۾ هو پاڪستان کي جپان جي برابر بيهاري سگهن ٿا." ڇا اسان اهو به پڇئون ته هن يو پي، سي پي، دکن ۽ بهار کي جپان جي برابر ڇو نه بڻايو ۽ جيڪڏهن مهاجرن ۾ واقعي ايڏو وت آهي ته پوءِ پاڪستان جا باقي ماڻهو ڪهڙي باغ جي موري آهن؟ توهان کي الطاف حسين جي هنن لفظن مَنجهان نسل پرستي جي ڌپ نه ٿي اچي ۽ جيڪڏهن واقعي هنن ۾ ايڏيون صلاحيتون آهن ته پوءِ سالن کان هشيار گڏ ڇو ٿا ڪيا وڃن. ڇا هو هتي هيرو شيما ۽ ناگاساڪي واري تباهي آڻي جپان ٺاهيندا؟

٦- ايم ڪيو ايم ۽ آءِ جي آءِ جي محبتن جي پٺيان ڇا آهي؟ سنڌي هن پيار کهاڻيءَ کي ڪهڙي طرح ڏسن ٿا؟ توهان ان کي سمجهڻ جي تڪليف وٺندا؟ اسان جا اهنج ڇا آهن؟ اسان کي فلسطينين وانگر لڏائي هي هتي پنهنجون صيهوني قسم جون هائوسنگ اسڪيمون ٺاهي رهيا آهن ۽

اسان کي پنهنجي ڌرتي تي ريڊانڊين بڻايو پيو وڃي. اسان روزگار، تعليم، زرعي پاڻي، بنيادي سهولتن ۽ جيئڻ جي حق کان محروم ڪيا پيا وڃون. توهان مان ڪنهن جو هڏ انهن سنڌين لاءِ نه ڪُرڪيو جيڪي امن پرست هئڻ جي قيمت ڀري رهيا آهن.

توهان منجهان ڪنهن به پاڪستان جي عوام جي عملي ڀنڊڻن ۽ امڪانن تي اکر نه اُچاريو.

توهان منجهان ڪنهن به شاه لطيف، سچل، بلها شاه، وارث، بابا فريد ماڌو لال حسين، رحمان بابا يا گل خان نصير جو نالو نه ورتو ڇو؟

قبلا اڳواڻو! اوهان منجهان ڪنهن هڪ به دنيا جي بدلجندڙ حالتن تي اکر نه ڳالهايو. هن مان اوهان جي ذهني اوچاين جي پوري عڪاسي ٿئي ٿي. توهان پ پ پ جي پاليسين تي حملا ڪرڻ ۾ بنهه ناڪام رهيا ۽ توهان ان جا ڪي چڱا متبادل به پيش نه ڪري سگهيا.

توهان جي جلسي ڪرڻ جي سڄي مشق سياسي فائدن جي حساب سان اجائي وئي ۽ سنڌ جو ماڻهو سمجهي ٿو ته توهان سنڌ جي ورهاڱي جي سازش واري ڏوهه ۾ شريڪ ٿيا آهيو. بس توهان جي ڪاڄي ويل اندر کي ڪو قرار نصيب ٿيو هجي ته ٻي ڳالهه آهي.

اسان کي واقعي توهان جو ڏک آهي، جو توهان کي دشمن جي گهرج ٿي ڪانهي. توهان نفرتن، جهالتن، تاريخ دشمن روين سان پاڻ کي تباهه ڪرڻ ۾ ايڏا خود ڪفيل آهيو، جو ٻئي ڪنهن کي توهان سان دشمني ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.

بس توهان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته توهان ضيا جا وارث آهيو ۽ توهان جي اتحاد جو بنياد به اهوئي آهي ۽ توهان وري مارشل لا جي ٻي چيني سان انتظار ڪري رهيا آهن.

آچر ٢٨ جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## سنڌ جي عوام خلاف جنگي حڪمت عملي ۽ جمهوريت جو ايندڙ مستقبل

خبر آئي آهي ته سنڌ ۾ ۹ وڏيڪ فوجي ڇانوڻيون ٺهنديون. ”عوامي آواز“ ۾ اها خبر ليڊ جي صورت ۾ ۲۵جنوري تي لڳي هئي ۽ اڄ ۲۹جنوري تائين ان جي ترديد نه ٿي آهي، جنهن جو مطلب واضح آهي.

جنرل ضيا جي دور ۾ سنڌس سياسي مقصدن لاءِ عوام جي خلاف جيڪا جنگي حڪمت عملي تيار ڪئي وئي هئي، هي ڇانوڻيون ان جو حصو آهن. نه ضرورت محسوس ڪئي وئي ته هن سوال تي عوام کي اعتماد ۾ ورتو وڃي ۽ نه ملڪي دفاع لاءِ انهن جي ضرورت ۽ منطق کان آگاهه ڪيو ويو آهي. گذريل سال ۱۳سيپٽمبر تي چيف آف اسٽاف جنرل مرزا اسلم بيگ پنهنجي پريس بريفنگ ۾ چيو هو ته آئينده فوج جي معاملن کي عوام کان لڪائي نه رکيو ويندو جو فوج بهرحال عوام جي تابعدار آهي. جنرل بيگ پنهنجي ان پاليسي کي گورباچوف جي کليل پاليسي وارو اصطلاح ”گلا سناسٽ“ سڏيو هو ۽ سندس ان قدم کي هن ملڪ ۾ عوام جي احترام جي ڏس ۾ پهريون چڱو قدم سڏيو ويو هو.

پر هنن ڇانوڻين جي خبر ان سڄي ڳالهه کي خوشفهمي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي. سيني کي خبر آهي ته پنو عاقل واري فوجي ڇاوڻي تي سنڌ ۾ ڪيڏو تاءُ پيدا ٿيو هو. پر ان جي پرواهه نه ڪئي وئي. خود پيپلزپارٽي جو موقف ڇانوڻي جي خلاف هو، پر ڪنهن به سنڌ جي عوام جي پرواهه نه ڪئي. اُلٽو ڪجهه ڀاڙتو ليکارين کان ڇانوڻي جي حق ۾ مضمون لکرايا ويا جن ۾ هڪ سنڌي همراهه ته ڇانوڻي جي اڏاوت کي ڀٽائي جي بيت ”سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار“ جو عملي تعبير سڏيو هو. ڇاوڻي کي قائم ٿئي ٻن سالن کان وڌيڪ عرصو ٿيو آهي ۽ سنڌ تي جيڪو سڪار ٿيو آهي سو سيني ڏٺو آهي. پاڻ پني عاقل ڇانوڻي کي وڏايو پيو وڃي.

جنرل ضياءَ جي ان حڪمت عملي جون خاص ڳالهيون ڪهڙيون هيون سي ڏسڻ ضروري آهن. پهرين ڳالهه ته آمر کي هن ملڪ مٿان پنهنجي وجود جي

چٽي لاهڻ جو ڪوبہ ارادو نہ هو. پي ڳالهہ تہ سندس اقتدار کي عوامي مزاحمت جي خيال کان سڀ کان وڌي للڪار سنڌ جي عوام کان هئي. سنڌ جو اهو عوام جيڪو سنڌو درياهہ جي ٻنهي ڪنارن تي معاشي لحاظ کان اڳيرو آهي ۽ جيڪو سياسي حقن لاءِ جدوجهد ۾ تيز آهي. ان کي گهيري ۾ آڻڻ آمر جي اقتدار جي ضرورت هئي. سنڌ جي نقشي تي نهار وجهڻ سان هنن ڇانوڻين جي نهڻ سان هڪ خاص صورتحال نمودار ٿئي ٿي. ڇانوڻين جا نوان هنڌ ڪوٽڙيءَ دولت پورہ بدين ۽ ڇاڇري تعلقي ۾ ڪينسر آهن. هن طرح درياهہ نيشنل هاءِ وي، انڊس هاءِ وي سيني تي فوجي ڇاوڻين جي پهريداري قائم ٿئي ٿي. هنن علائقن ۾ ڇانوڻيون ناهڻ ۾ ملڪي دفاع ڪيئن مضبوط ٿيندو سا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي اچي.

هينئر جڏهن جمهوريت موجود آهي ۽ ڪو آمر بہ ڪونهي تڏهن هنن ڇانوڻين ناهڻ جو هڪ ئي مقصد سمجهہ ۾ اچي ٿو ۽ اهو هيءُ تہ آمريت لاءِ گنجائش رکي وڃي. جڏهن بہ ڪنهن کي آمر ٿيڻ جي مرضي ٿئي تہ هو ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن ماڻهن خاص ڪري سنڌواسي جمهوريت جي بحالي لاءِ اٿن تہ فوج کي ماڻهن تائين پهچڻ ۾ گهڻي دير نہ لڳي. ٻئي طرف سيني کي خبر آهي تہ فوج ۾ سنڌي ڪونهن، جنهن جو اقرار جنرل بيگ بہ پنهنجي مذڪوره بريفنگ ۾ ڪيو هو. جڏهن ڪانئس سوال ڪيو ويو هو تہ پاڪستان جي دفاع جو تصور فوج ۾ سنڌين ۽ بلوچن جي موجودگي کانسواءِ ڪيئن مڪمل سمجهيو وڃي ٿو، تڏهن چيو هو تہ سنڌي فوج ۾ نہ ٿا اچن پر ڪين آڻڻ لاءِ نوان طريقا وضح ڪيا ويندا، جن ۾ جتي جا ماڻهو ڀرتي ٿيندا تن کي اٺن ڏهن سالن تائين سندن گهرن جي ويجهو رکيو ويندو، جيسين وڃي منجهن فوجي مزاج ٺهي. جڏهن سنڌي بہ فوج ۾ ناهن ۽ فوج تي ٿيندڙ خرچ منجهان سنڌين کي روزگار جي صورت ۾ توڙي ملڪي دفاع ۾ سندن شرڪت نہ هئڻ جي حالت ۾ سنڌ اڳي ئي تتي وڻي آهي، اڃا تہ لاکاٽ، برهماڻي، طيب، صادق ماڇي، پنهل چانديو ۽ ٻين ڳوٺن تي راتاهن هڻڻ جي معافي بہ نہ ورتي وئي ۽ انهن ڏاڍاين جون دانهون اڃا اڻ اگهاميل آهن، جمهوريت جي هلچل کي چٿڻ لاءِ فوج کي ڪمر آڻڻ وارن جو اڃا ڪورٽ مارشل بہ نہ ٿيو آهي، عوام جي چونڊيل حڪومت جي وزيراعظم کي گهر مان جهلي وڃي ڦاسي گهاٽ تائين پهچائڻ وارن سان ڪو ليکو چوکو نہ ٿيو آهي، جڏهن اڃا آءِ جي آءِ، ايم ڪيو ايم ۽ ولي خان ظاهر ظهور چون وينا تہ ساڳي تحريڪ هلائيندا، جيڪا ذوالفقار علي ڀٽي جي خلاف هلائي وئي هئي، تڏهن هنن جي ارادن ۽ انهن جي نتيجن تي

شڪ ڪرڻ جي ڪهڙي گنجائش بچي ٿي. جڏهن هنن ماڻهن جي ارادن ۾ (خدا نه ڪري) نياڻي وزيراعظم کي ڦاسي گهاٽ تي پهچائڻ جا واضح ڏس ملن ٿا، تڏهن ڇا اهو خدشو ڪونهي ته وري به ملڪ ۾ مارشل لا اچي؟

۽ وڏي ڳالهه ته فوجي ڇاوڻين لهڻ سان جيڪي هزارين ڳوٺ متاثر ٿيندا. جيڪا زمين والاربي، جيڪو فوجي بجيٽ ۾ واڌارو ٿيندو سو سڀ ڪٿان ايندو. آخر ڇو سنڌ تي، سنڌس مرضيءَ جي خلاف هي ڇنيون مڙهيون پيون وڃن. اسان کي خبر آهي ته ڪوڙي قومي پريس، جماعت اسلامي جا ڏيپارا صحافي هن مهل تائين پنهنجي گندي، مڪروه ۽ پرمازي پروپئگنڊا ذريعي فوج جي ذهن ۾ اها ڳالهه ويهاري چڪا اهن ته سنڌي پاڪستان جا سڄڻ ناهن، هندستان جا ايجنٽ آهن ۽ مسلمان به ڪونهن. سنڌي پاڪستان جي اندر پنهنجي تاريخي سڃاڻپ تهذيبي قدرن ۽ اڳيري سياسي شعور جي سزا انهن جاهل ٽولن جي هٿان ڀوڳي رهيا آهن ۽ غلاميءَ جو احساس پاڙون هٽي ويل آهي. آخر هي ضد ڇا جو آهي. اسان ڇئون ته اسان جي زمين نه کٽو، اسان جا سياسي حق نه کائو، ته هي اسان کي ڪافر ڪوٺيو فوج ڪاهيو پيا اچن.

ته جناب پڌي ڇڏيو! سنڌين بابت توهان جا جيڪي به رايا آهن سي سڀ غلط آهن. توهان ۾ سنڌين کي سمجهڻ جو عقل ئي ڪونهي. توهان پنهنجي جهالت جا جوابدار پاڻ آهيو ۽ پڌي ڇڏيو! توهان پنهنجي جهالت جي بنياد تي جيڪي به فيصلا ڪندا، انهن جي نتيجن جا ذميدار به توهان پاڻ هوندا. اهو تاريخ جو هوڪو آهي.

سنڌ ته توهان کي وري به پاڪستان بچائڻ جو موقعو ڏنو آهي، پر ياد رکو! ان جي قيمت سنڌن غلامي ۾ چڪائڻ سان توهان ملڪ کي وري اُهي هاڃا پهچائي رهيا آهيو جيڪي هن مهل تائين آمريتن ۽ ڏاڍاين ذريعي پهچائيندا آيا آهيو.

اسان جي گذارش آهي، وينتي آهي، منٿ آهي ته سنڌ جي ماڻهن جي مرضيءَ جي خلاف ڪوبه قدم نه کڻو. جيڪڏهن ڇانوڻيون ٺاهيندؤ ته اسان وٽ اهو سمجهڻ کان سواءِ ڪا واٽ ئي نه بچندي ته توهان جمهوريت جا ٽڙا پٽائڻ گهرو ٿا.

*اڱارو ۳۰ جنوري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

## دهشت گردي جي ذميوار ڏيوالي سياست

بارود جي راڪاس حيدرآباد ۾ ڏوري انسان ڳڙڪايا آهن ۽ شهر جا ماڻهو جلاد هٿن جي اڳيان مرغي خانن جي مخلوق بڻجي ويا آهن. هتي ٺڪاءَ، هتي ٺڪاءُ، هتي دهشت ته هتي ڦاٻڙڪو گولين سڄي شهر تي وڏڦڙي جيان وسن ٿيون. حڪومت جي فهم، انتظام ۽ وسيلا بيوس ٿي ويا آهن، تدبيرن جي خانداني منصوبي بندي ٿي وئي. ذهنن ۾ ڳنڍيون ۽ ڄارا پئجي ويا آهن، لفظ به ڪپي ويا آهن پر بارود نه ٿو ڪپي. ٽريگرن تي موت جي رقص ڪندڙ آڱريون نه ٿيون ٿڪجن ۽ زندگي پنهنجو مفهوم وڃائي ويٺي آهي. شهر واسين لاءِ آمريت ۽ جمهوريت جا چهرا ساڳيا ٿي پوائتا، ڏيڇاريندڙ، ننڊون ڦٽائيندڙ ۽ جاڳون حرام ڪندڙ آهن. ڪراچيءَ ۾ به موت جا پاڇولا منظم آهن پر پنهنجي ٺي ڳڻ ڳوت ۽ مصلحتن جي ڪري دير ڏيو ويٺا آهن، نه ته هتي به قصو ساڳيو آهي.

حڪومت، سياسي پارٽيون ليڊر پنهنجا توڙي پراوا بيگناه مارجڻ وارن لاءِ هڪ جهڙا بي معنيٰ آهن. حڪومت ماڻهن جو بچاءُ ڪرڻ ۾ اپاهج آهي ۽ مٿس تنقيد ڪرڻ وارن وٽ ڪوبه متبادل ناهي. حڪومت جي بيوسي، مٿس تنقيد ڪرڻ وارن لاءِ سياسي بونس حاصل ڪرڻ جو موقعو آهي. پر مرڻ وارن ماڻهن لاءِ انهن ٻنهي شين ۾ هڪ عظيم قسم جي هڪ جهڙائي آهي. حڪومت جي ناڪامي ماڻهن جي مرڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿي ۽ تنقيد ڪرڻ وارا به ماڻهن لاءِ ڍال نٿا بڻجي سگهن. سياست ڏيوالي ٿي چڪي آهي: حڪومت کان ٻاهر ويٺل ليڊر سمجهن ٿا، بلڪ چون ٿا ته جيڪڏهن هو حڪومت ۾ هجن ها ته ائين نه ٿئي ها. ان طرح هو پنهنجي آن جيسي سياست ذريعي عوام کان حڪومت چونڊڻ جو انتقام وٺي رهيا آهن. ٻئي طرف ڏسڻ وارا ڏسن ويٺا ته هن نظام جي اندر غوث علي شاه ۽ قائم علي شاه ڌار ڌار سياسي سڃاڻپ رکڻ جي باوجود ماڻهن لاءِ ساڳي مخلوق آهن. ساڳيا لفظ، ساڳيا محاورا، ساڳيون هدايتون، ساڳيا ڪامورا، ساڳي انتظاميا. ضياءَ جي ڏينهن ۾ به ماڻهن مارائڻ وقت ساڳي انتظاميه بيوس ۽ نالائق هئي ۽ هينئر به بيوس ۽ نااهل آهي. ڪالهه پيپلز پارٽي حڪومت تي تنقيد ڪندي هئي، اڄ پيپلز پارٽي جي حڪومت تي اهي ماڻهو، پارٽيون ۽ ليڊر تنقيد ڪري رهيا آهن جيڪي

حڪومت ۾ ناهن. اڄ محمد خان جوڻيجو به حڪومت تي تنقيد ٿو ڪري ته اُها ناڪام وئي آهي!

هيءَ عوام جي توهين جي هڪ رذيل صورتحال آهي. عوام ڌپڻ ۾ ڪنن تائين پهچي ويو آهي ۽ سياسي تنظيمون اخبارن ۾ ڌپڻ کي گارين جا وسڪارا لايو بيٺيون آهن. ماڻهن وٽ ڪوبه متبادل ڪونهي. هڪ سياسي دهشت گردي جي ڌپڻ ٻئي پاسي سياستدانن جي ڌپڻ. ڪو هٿ، ڪو حيلو وسيلو ڪونهي. عقل ۽ معقوليت جا باغ اُجڙجي ويران ٿي چڪا آهن ۽ منافقي، ٻچا پڙائي، چاپلوسي ۽ مال ڪمائڻ جي مراٿون ڊوڙ آهي، جنهن ۾ مسڪين عوام پيرن ۾ چيٿاڙجي رهيو آهي.

رجعت پرست، لبرل، ترقي؟ پسند، قومپرست ۽ مذهبي سوين تنظيمون آهن، لڪين ڪارڪن آهن پر سيني جي عقل جي خزانن ۾ اهو وکر ناهي جيڪو اوکي ويل ۾ ماڻهن جي مدد ڪري. ملڪ ۾ لکن جي تعداد ۾ مسجدون آهن، روزانو پنج وقت لائوڊ اسپيڪرن تي اذانون گونجن ٿيون، ڪروڙين ماڻهو خدا جي در تي سجدا ڪن ٿا. ڪيئي رفاحي ادارا آهن. لکن جي تعداد ۾ پير ۽ مرشد گاديون وسائي ويٺا آهن پر معاشري جي اخلاقي ۽ روحاني طاقت جون دفاعي لائينون بنجي نه سگهيا آهن. وڃجي ته ڪيڏانهن وڃجي!

اهو سڀ ان ڪري ٿيو آهي، جو حڪومت، سياست، رفاح ۽ روحاني ايجنسيون سڀ جا سڀ ذاتي ۽ گروهي ڪاروبار بڻجي چڪا آهن. قول ۽ فعل جا ويڇا ايڏا وڏي ويا آهن جو ماڻهپي جي بچاءُ لاءِ ڪو مورچو، ڪا پناهه نه رهي آهي. جيڪي ڌريون حڪومت تي امن امان جي ناڪامي جو الزام هڻن ٿيون تن وٽ پاڻ ڪو حل ڪونهي. ڪي سنجيده تجويزون ڪونهن. هجين ها ته رٿائون ناهي عوام ۽ حڪومت اڳو پيش ڪن ها ۽ انهن ۾ دم هجي ها ته کنهن کي ڪتي ڪاڏو آهي جو انهن تجويزن تي عمل ڪرڻ لاءِ جاڪوڙ نه ٿئي ها. هاڻي وري اخبارن ۾ مذمتي بيانن جا ڍوڙيا ٿيندا، اخبارن ۾ خواهه مخواهه جاءِ ولاربي ۽ اسان فضوليات جو شڪار ٿينداسين، اها ئي ساڳي قاتل، مريض، خفقاني فضوليات جيڪا هن مهل تائين پاڻ کي پنهنجي مڪمل گرفت ۾ وٺي چڪي آهي. آخر انهن مذمتن جي موت جي چنبي ۾ قاتل ماڻهن لاءِ ڪهڙي معنيٰ آهي!

پر پوءِ اسان وٽ واٽ ڪهڙي آهي؟ اهي ئي هڪڙا پراوا قاتل ۽ ٻيا پنهنجائپ جي مٺي زهر ۾ هوريان ماري ۽ جهوري رهيا آهن. اڃا ٿورو ٿو ساهه کڻجي، ته ماڻهو مارجن ٿا، بيان اچن ٿا، ٿوري گهڻي چرير ٿئي ٿي ۽ پوءِ قاتل

پاڻ پنهنجي مرضيء، اختياز ۽ رٿا بندي سان ماڻ ڪري ٿا ويهن. سموري سرڪاري مشنري قاتلن جي حڪمت عملي ۽ رٿابندي جي محتاج آهي. قاتل سڀ ڪجهه ڪري ٿا وڃن، ته مشنري به حرڪت ۾ اچي ٿي ۽ قاتل ماڻ، هي به ماڻ!

ڏسو ته هي سڀ ٿئي ڇو پيو. آخر هن صورتحال ۾ بيوسي ٿيندي ڪهڙي شيءِ آهي. معاشرو سڄي جو سڄو ٽٽي چڪو آهي. ڳنڍڻ واري ڪا تند ڪانهي. حاڪم ۽ بالادست طبقن ۾ واپاري، ڪامورا، سرمائيدار، وڏيرا، صحافي، سياسي ليڊر سڀ پنهنجي منهن آهن! ڪين ڳنڍڻ واري اڪيلي تند آهي ته بدعنواني جا رشتا جيڪڏهن ڪي بچيا آهن ته خوف، لالچ، خوشامد ۽ بليڪ ميلنگ وارا آهن. جمهوريت به آئي آهي ته جمهوريت مسئلن جو حل نه هوندي آهي، جنهن ڪري غوث علي شاه ۽ قائم علي شاه آمريت ۽ جمهوريت جا ٻن قطبن وارا ڏار آمريت ۽ جمهوريت جا پس منظر رکڻ جي باوجود جهڙو هڪ ئي جسم جا ٻه چهرا آهن يا ائين ڪٿي چئجي ته ضيا واري سياست ۾ غوث علي شاه جيڪو ڪجهه ڪيو ان جا ونڊ اچي قائم عليشاه جي جهولي ۾ پيا آهن. هن ۾ ڏوهه قائم علي شاهه جي ذات جو ڪونهي، پر اتي ان جاءِ تي جيڪو به ماڻهو ويهي ها، ڪالهوڪي آمريت جا سڀ نتيجا ان جي ئي ڳچي پوڻا هئا.

اسين ائين نٿا چئون ته انتظاميه کي ڪا خبر ئي ڪانهي يا دهشت گردي جي فضا خلاف جيڪو ڪجهه ڪرڻو آهي سو انتظاميه کي ئي ڪرڻو آهي. جيڪي به سياسي پارٽيون عوام جي دوستي جو دم ڀرين ٿيون ۽ پاڻ کي انصاف ڪرڻ جي لائق سمجهن ٿيون تن سيني جو اهو ڪم آهي ته ماڻهن جي مدد ڪن.

خميس ١- فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ يا هتلر وارو گئس چئمبر ڪراچي يونيورسٽي جو مثال

ڪراچي يونيورسٽي جو سنڌي شعبو ڪجھ ڏينهن کان غنڊن جي هڪ ٽولي جي گهيري ۾ آهي. اطلاعن ۽ خبرن موجب ويھ پنجويھ ڄڻا ڏنڊا هاڪيون ۽ سروٽن جا ڍير پنهنجي اڳيان رکي ڊرڙو هٽي ڊپارٽمينٽ جي سامهون ويهي رهن ٿا. خميس ڏينهن وائس چانسلر سان شڪايت ڪئي وئي ۽ هن اتي رينجرس بيهارڻ جي هدايت ڪئي، جنهن تي غنڊن جي مذڪوره ٽولي وي سي سان به تکو ڳالهايو ۽ چيو ته سنڌي شعبي جي اڳيان رينجرس کي بيهڻ نه ڏينداسين.

هنن جي نيت ڇا آهي؟ هو ڇا چاهين ٿا، ان ۾ ڪو شڪ نه رهيو آهي. ڪجھ ڏينهن کان لاڳيتو خبرون اچي رهيون آهن ته سنڌي شاگردن کي مارڪٽ جو سلسلو به هلي رهيو آهي.

ڪراچي يونيورسٽي ۾ سنڌي شاگردن جي داخلا فقط سنڌي شعبي تائين محدود رکي وئي آهي ۽ پنج ڇهه هزارن ۾ سنڌن تعداد ڪو پنجاھ کن مس آهي. ٻين شعبن ۾ به سنڌي شاگرد ايڪڙ ٻيڪڙ آهن. جيڪا حالت سنڌين سان ڪراچي شهر ۾ ڪي ڊي اي، ڪي ايم سي، ۽ هائوسنگ رٿابندي وارن ڪاتن ڪئي آهي، ساڳي ذهنيت جو روح ڪراچي يونيورسٽي جي داخلا پاليسي ۾ جهلڪي ٿو. اسان کي پوري خبر ناهي پر ڳڻي ڏسبو ته شايد پرڏيهي شاگردن جو تعداد به سنڌي شاگردن کان وڌيڪ نڪرندو. سنڌ کي ڏکڻ آفريڪا ٺاهڻ هتان جي بالادست ٽولن سنڌين کي قديم ڏکڻ آفريڪي ٺاهڻ چاهيو آهي. ڪراچي ۾ يونيورسٽين جا دروازا داخلا پاليسين جي ڪري سنڌين تي بند آهن ۽ جيڪي سنڌي نموني خاطر رکيا ويا آهن سي به رڳو ان ڪري ته مٿن هٿ ٺاريا وڃن جيئن اها دهشت سڄي سنڌ تي پکڙجي ۽ سنڌي، بالادستن جا سيڪارجندڙ سبق سکي وٺن. پر هاڻي لڳي ٿو ته هنن جو "سبق سيکارڻ" وارو نصاب پورو ٿي چڪو آهي جنهن ڪري لاهي پاهي بيٺا آهن ته سنڌين کي مڪمل طرح فارغ ڪيو وڃي اسان جي اطلاح ۾ اها ڳالهه به آئي آهي ته غنڊن جي سردارن فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته سنڌي شعبي جا ٽڏا پٽائڻ لاءِ شاگردن کي لاڳيتو هيسائي ڀڄائي ڇڏجي پوءِ باقي رهندا وڃي ڪل پنج استاد سي به ڀاڙي هليا ويندا.

هاڻي اها ڳالهه اچي اسان تي ۽ حڪومت تي بيٺي آهي، ته ڇا فيصلو ڪري ڇڏيون ته واقعي هليا وڃون. پر سوال ٿو ٿئي ته هليا ڪيڏانهن وڃون.

اسان جي ٻن مکيه شهرن تي قبضو ٿي چڪو آهي، اتان هن ملڪ ۾ جمهوريت جي قتلام جي سازش تي به عمل ٿئي ٿو ۽ هتان ئي شهرن جي ان ذهنيت ۽ افعالن جي نتيجي ۾ اسان جو چونڊيل وزيراعظم ڦاهي چڙهي ويو. اسان جا هاٺوڪا حاڪم پاڻ کي پڇا ڪن ته نون ستارن جي منحوس اتحاد جي هشيءَ تي ۱۹۷۷ع ۾ جيڪي ماڻهو ذوالفقار علي ڀٽي خلاف رستن تي نڪري آيا هئا تن جا هٿ سنڌين رت سان ڀڌل ڪونهن؟

ضيا جي آمريت هنن جي احتجاجن جي نتيجي ۾ مڙهجي وئي هئي. ان آمريت جي خلاف مزاحمت ۾ جيڪي ڪونڌر ڪسجي ويا تن جي خون ۾ هنن جا هٿ رڱيل آهن. جيڪو به اسان تي قهر ٿيو اهي ان جي شروعات ڪندڙ ٽولا ڪير آهن. هينئر پاڻ جنهن عذاب ۾ آهيون ان جا ذميدار ڪير آهن؟

ڪالهه ڪالهوڻي ڳالهه آهي ته سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌي ۾ بجيٽ تقرير پيش ٿيڻ تي آقائن کي تيش اچي ويو هو ۽ جنهن نفرت ۽ ڪرب جو هنن سنڌي ٻولي لاءِ مظاهرو ڪيو هو، اهو ڪنهن کان لڪل آهي؟ سنڌ ۾ سنڌي ٻولي نه هجي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌي نه ڳالهائي وڃي، ڪراچي يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبو نه هجي، جيڪڏهن هوندو ته هي ڏنڊا کنيو بيٺا هوندا. ڇا ڪريون! ڪيڏانهن وڃون! ڀٽين سان مٿو هڻون يا پاڻ کي ماري وجهون! ڪو اسان کي ڏس ته ڏئي!

اسان سمجهون ٿا ته هي سڀ ڪجهه سنڌين جي ثقافت، ٻولي، تهذيب ۽ وجود کي ناس ڪرڻ جو چڪر آهي. ڪراچي جون اخبارون هن سڄي واردات کي لڪايو ويٺيون آهن. بي وس سنڌي شاگرد ۽ استاد هي سڀ تماشو ڀوڳي رهيا آهن. چيو وڃي ٿو ته ملڪ ۾ ڪو قانون آهي ۽ ڪي قانون لاڳو ڪندڙ ادارا به آهن جيڪي شهرين جي جان ۽ مال جي حفاظت لاءِ ذميدار ۽ جوابدار آهن. پوءِ ڇو نه ٿيون اهي جوابداريون پوريون ٿين! غنڊن کي استاد به سڃاڻن ٿا، شاگرد به، وائس چانسلر کي به خبر آهي پر هنن کي نه رسٽيڪيٽ ڪيو ٿو وڃي ۽ نه مٿن فرياد تي داخل ٿئي. ڪٿي آهي قانون! ۽ جيڪڏهن قانون آهي ته ان جو هٿ فقط سنڌي شاگردن جي ڳچين تي پهچڻ لاءِ آتو آهي. اين اي ڊي يونيورسٽي جو نوجوان رحيم ٽيپو ان جو تازو شڪار آهي.

سڄي سنڌ کي دهشت گردن، غنڊن ۽ ڊاڙيلن هٽلر وارو گئس چيمبر بڻائي ڇڏيو آهي. پر ان ئي گئس چيمبر جي نسبتي طرح گهٽ دٻاءُ وارن حصن ۾ رهندڙ ماڻهو خوش ٿين ٿا ته ڪڏهن ڪڏهن هٽن ٿا ۽ پريشر وڌي رهيو آهي، پوسٽ وڌي آهي، ساهه منجهڻ لڳا آهن، تارا نڪرڻ وارا آهن ۽ ڦان ٿي ڪرڻ ۾ باقي گهڻي دير نه رهي آهي. شايد وجود جي فنائي کان پوءِ اسان جا روح اسان جي جسمن جي تيل تباهي جي جنگ وڙهندا!!!

جمعو ۲- فيبروري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

## سازدا جا تباهه ٿيندڙ ميڊيڪل يونٽ ۽ مارو ئڙن جي صحت مندي تي غيرت جو سوال!

اسان ڪجهه ڏينهن اڳ خبر ڏني هئي ته سنڌ ايرڊ زون ڊيولپمينٽ اٿارٽي، سازدا، ڪي جپان کان خيرات ۾ مليل ۹ گشتي طبي يونٽ تباهه ٿي رهيا آهن، بلڪ انهن کي ته ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. هر يونٽ ٽن گاڏين تي ٻڌل آهي جنهن کي "ڪاروان" چيو ويجي ٿو. ٻاهران هر گاڏي رستن تي هلندڙ وڏي ٽريلر وانگر لڳي ٿي پر اندر صحت جو سڄو نظام موجود آهي. مثال ڪلينڪ واري گاڏي ۾ ايڪسري يونٽ، آپريشن ٿيٽر، ريفريجريٽر موجود آهن. هنن گاڏين کي بجلي به پنهنجي آهي، ٻي گاڏي ۾ ڊاڪٽرن ۽ ٻئي عملي جي رهڻ جو مناسب بندوبست آهي ۽ گهر جهڙيون سهولتون موجود آهن. وڏي ڳالهه ته هي گاڏيون پري پري تائين، اهڙن هنڌن تي پهچي سگهن ٿيون جتي ڊنڊورچي حڪيم طبيب به پهچي نه ٿا سگهن. اهي ۹ ئي يونٽ ڪوهستان، ڪاڇي، ٿر ۽ ناري ۾ ورهايل آهن. عجب، ڏک ۽ صدمي جهڙي ڳالهه آهي ته مفت ۾ مليل ۲۷ڪروڙ رپين جي ملهه برابر هنن يونٽن جي زبردست بي قدري ٿي آهي. ڪنهن هڪ به ماڻهوءَ جو ايڪسري نه ڪيو ويو آهي ۽ نه ڪنهن جو آپريشن ڪيو ويو آهي. اهي ابتدائي علاج کان پوءِ موٽي پنهنجي مقرر اسٽيشنن تي پئي آيون آهن. وڌ ۾ وڌ ڪنهن ڊاڪٽر پنهنجي ذاتي ڪوشش سان هتان هُتان ڪري ڪڍهن ٻارن لاءِ بچاءَ جا ٽڪا ڪٽي ويجي ڪم آندا آهن. هن عاليشان گاڏين کان اهو ڪم ورتو ويو آهي جيڪو ڪنهن به عام جيپ ۾ ويجي ڪري اچي سگهجي ٿو. گاڏين سان حالت اها ٿي آهي جو جيڪا شيءَ خراب ٿي سا ڇٽي، ڇو ته انهن جي سار سنڀال لاءِ مڪينڪ ڪونهي، ايڪسري ۽ ليبارٽري ان ڪري ڪم نه ٿا ڪن جو ايڪسري ٽيڪنيشن مقرر ڪيل ڪونهن. گاڏين جي ڪُلي سار سنڀال ۽ دوائن لاءِ جيڪي چوويهه ڪروڙ رپين جا آهن سي ڪنهن به مريض جي اٿين آنين جي مدد به نٿا ڪري سگهن. فقط هڪ يونٽ جيڪو ٿاٽي بولا خان وٽ بيهاريل آهي سو هڪ حدتائين اجا ڪم ڪرڻ جي لائق آهي.

اسان سمجهون ٿا ته پاڪستان سرڪار يا سنڌ حڪومت ٽرين ۽

ڪوهستانين جي علاج لاءِ هن طرح ستاويهه ڪروڙ رپيا ڪڏهن به خرچ ڪرڻ جو سوچي نه سگهي ها. ان ڳالهه جو ثبوت هنن مليل گاڏين تي مهيني ۾ ڪجهه لک رپيا مهيا نه ڪرڻ مان ملي ٿو، جنهن سان لکين ماڻهن جي حياتين جي سار سنڀال ٿي سگهي.

هي ممڪن آهي ته سازدا جي عملدارن انهن فنڊن لاءِ لکپڙهه ڪئي هجي، ۽ مٿين اختيارين جي ڪن ٽي جونءَ به نه سرندي هجي، پر هيءَ به ڏٺي وائٺي حقيقت آهي ته سازدا ۾ گهٽي ڀاڳي سنڌي عملدار آهن ۽ سياسي سماجي تنظيمون ۽ سنڌي اخبارون چٽيون ٿي پيون آهن ته مختلف سرڪاري ڪاتن ۾ سنڌي ٿورا آهن ۽ سنڌي رکو ڙي سنڌي رکو. سنڌين جا تپڙ اهي آهن جو پنهنجي پنتي پيل ڀائرن جي علاج جي سهولت لاءِ به سنڌن دلين ۾ ڪا تڙپ موجود ڪانهي. تڙپ ڪٿي هجين به پر ان کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڇا ڪجي. فنڊ وٺڻ لاءِ پنهنجي ئي اخبار ذريعي هلچل ڪيئن هلائجي، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن يا اهڙين ٻين تنظيمن جي مدد ۽ سهڪار ڪيئن حاصل ڪجي. جن وٽ سچي جذبي سان فلاحي ڪم ڪرڻ وارا ڪئڊرز موجود آهن۔ سا خبر ناهين. خود فنڊن ۽ ٻين گهرجن لاءِ "اسٽئنڊ" وٺڻ جي همت به ڪانهين.

پنهنجن جا اهي پرڪار رڳو ڏڪوئيندڙ ئي نه پر ان ويساهه کي نقصان رسائيندڙ آهن ته سنڌي قوم ۾ زندهه رهڻ جون صلاحيتون موجود آهن. جيڪڏهن اسان جا پڙهيل لکيل ماڻهو ۽ ڪامورا جن تي هن زمين جي سيڙپ ٽيل آهي، جن هن ئي ڌرتي جو ان هاريءَ جي هٿان ڪاڌو آهي، سي به جيڪڏهن پنهنجي پالڻهار عوام جو خيال نه ڪندا ته پوءِ هيءَ قوم سلامت ڪٿان رهندي. ڇا پاڻ رڳو ڪن خطرناڪ حقيقتن جا تجربا ڪرڻ ۾ خرچ ٿي ويندا سين. ڳالهه تائين وڏيري جي معتبري ۾ پاڻ هليا آهيون ۽ سکر بئراج جي زمينن تي ڌارين جي ڌاڙ کان وٺي ون يونٽ نهڻ ۽ ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ به ون يونٽ جهڙي حالت ۾ رکڻ لاءِ وڏيرو اسان جي قسمتن جو مالڪ رهيو آهي. هينئر جڏهن احساس پيدا ٿيو ته وڏيرو تاريخ جي چوپيل هڏي آهي، عياشيءَ جي ڳجهن جو ديوند آهي ۽ رڳو چريو ۽ بدمست ئي نه پر سازشي، ۽ بئنڪن جي قرض ڪائڻ واري سياست ڪري ٿو ۽ صنعتڪاري جو عقل به ڪونهيس، تڏهن هڪڙو رايو سنڌ ۾ زور وٺي رهيو آهي ته وڏيرو نه پر وچولو طبقو مسيحا جو ڪردار ادا ڪري سگهندو۔ تڏهن وچولي طبقي وارو هي ڪامورو به ساڳيو اڳ ڏيو تباهي نازل ڪيو ويٺو آهي. جنهن جو هڪ مثال سازدا کي جپاني خيرات ۾ مليل هي طبي يونٽ آهن. آخر پنهنجي عوام، شاهه لطيف جو ماروئڙن جي

تعليم، صحت ۽ روزگار جي سوالن تي غيرتمندي ڪير ڏيکاريندو؟ ڪنهن کي اهو احساس به نه ٿو ٿئي ته هن ڏس ۾ هڪ ڏينهن جي سستي لاپرواهي ۽ غفلت سان ڪيترين جانيون زيان تي سگهن ٿيون.

وڏي ڳالهه ته ميڊيڪل جا هي جديد جيئرا جاڳندا سائنسي معجزا ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جي ماڻهن تائين ڪٿي وڃڻ سان عوام جو سائنس سان رابطو ٿيندو، ان جي اثرن کي ڪو سمجهي ٿو؟ هن حالت ۾ ته ٢٧-ڪروڙ رپين جون شيون جيڪڏهن ڪنهن عام قسم جي بيماري ۾ به ڪنهن ٻار، عورت يا مرد جي مدد نه ڪري سگهيون ته ماڻهو ته ويچارا وري به سڳن ڌاڳن ۽ ٽوٽڻ ڦيٽڻ ڏانهن ئي هليا ويندا جيڪو بي ويساهي، بيوسي ۽ مايوسيءَ جو آخري سهارو سمجهيو ٿو وڃي. صدين جي ننڊ پوءِ ڪٿان ختم ٿيندي جنهن جو ختم ٿيڻ قومي جيئاپي لاءِ ضروري آهي.

اسان هن ڏس ۾ ڪنهن کان به ڪو مطالبو نه ڪنداسين. بس هڪڙي صورتحال آهي جنهن کي عوام ۽ حڪومت آڏو آڻڻ ضروري سمجهيوسين. البت اسان اهو حق محفوظ رکون، تا ته ڪا هلچل هلائي بي پرواهين جي خلاف تحرڪ وڻجي.

*اربع ٧فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# دهشت گردي خلاف حڪومت

# جي حمايت ڪريو

ڪراچيءَ ۾ ٦- فيبروري وارن واقعن جو رشتو ايم ڪيو ايم جيء صدر اسحاق ڪي سنڌس ٿيءَ هڪ اپيل ڪي سوين پيرا ورجائڻ سان ڳنڍيل آهي. اجا جمهوريت جي بحالي ڪي ڏيڍ سال ئي پورو نه ٿيو آهي ته هنن ڪي مارشل لا جي باڙ لڳي آهي. مارشلا هنن همراهن ۽ آءِ جي آءِ وارن ڪيءَ هيروئن تي لڳي آهي جو نه تي ملين ته ڪرڙيون تا هٽن، جڏهن ڪان پ پ پ سان هنن جو ناه ختم ٿيو آهي. صدر ڪي گورنر راڄ هٽڻ جي اپيلن جي ذم ڀاري ڏني اٿن. بندوقون هنن وٽ، بارود ۽ گوليون هنن وٽ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي شهرن ۾ هنن رت جو هوليون کيڏيون آهن. پارليامينٽ اندر هڪ سگهاري گروپ هئڻ سان جيڪا فضيلت ۽ مان هنن ماٺهن کي مليو سو لوڙهي ڇڏيائون ۽ متان دابهون به ڦريل واٽئي واريون هي وينا ڪن. هينئر ته هو پيپلز پارٽي ۽ پي ايس ايف تي وينا هٽن پر ڪالهه هنن ڪراچي ۾ رهندڙ پنجابي ۽ پٺاڻ آبادين تي مارا ماري ڪئي هئي. تڏهن پي ايس ايف ته ڪانه هئي.

ڏنڊيبازي، وڳوڙ ۽ فائرنگ جا هي "سينيئر ماسٽر" اخبارن تي پنهنجي قبضي ڪان پنهنجي دهشت گرديءَ لاءِ هي آڪسيجن جو ڪم وٺن ٿا ۽ سنڌي اخبارن کي ڇڏي باقي سڀ اخبارون ۽ صحافي رضاڪار طور يا زور زبردستي سان هنن کي اها آڪسيجن ڏين وينا. ڪمال ته اهو آهي جو اردو ۽ انگريزي اخبارون ماڻهن جي چونڊيل حڪومت جي موقف کي ايم ڪيو ايم جي اڌ جيتري به اهميت ڏيڻ لاءِ تيار ناهن. هيڏانهن حڪومت آهي جو ڦري ڦري وڃي ٿي انهن ئي اخبارن ۽ اڪثر پاڙيتو صحافين جي ور چڙهي جيڪي صحافتي اخلاقيات يا عوام جي نمائندگي ڪرڻ بدران ڏنسيل ۽ پاڙهيل سوالن ذريعي وزيرن ۽ وڏي وزير جيءَ ذهنن تي اڻ ڏنا چار اٽيو ٿا ڇڏين جو انهن ماڻهن ڪان سواءِ هنن جيءَ به سري ئي ڪانه ٿي.

اخباري مافيا ۽ دهشت گرد ذهنيت جو نشانو هن وقت هيءَ حڪومت ان ڪري آهي جو اها سنڌين جي ووٽ سان چونڊبون ڪٽي قائم ٿي آهي. دهشت

گردن جي بيانن جي سياسي لهجي ۾ ٻہ سو سيڪڙو اهو ساڳيو زهر آهي جيڪو بندوق جي ناليءَ مان نڪرندڙ قاتل بارود آهي.

هيءَ نهايت حيرت انگيز حقيقت آهي تہ جنهن تنظيم وٽ قومي اسيمبلي جون چوڏهن ۽ صوبائي جون ڇويهہ سيٽون آهن تن کي پنهنجي ان طاقت منجهان ڪم وٺي پنهنجي ووٽرن جي خدمت ڪرڻ جو عقل ڪونهي ۽ هو ڏاڍ ڪرڻ تي لهي آيا آهن. ٢٦- جنوري تي سندن دعويٰ آهي تہ لکين ماڻهو ڪراچي واري جلسي ۾ هو گڏ ڪري سگهيا پر پوءِ بہ هو ڳالهائين ائين ٿا جهڙو اگرين تي ڳڻڻ جو ڪو مختصر گروهہ آهي. اربين رپين جا جيڪي فنڊ هنن گڏ ڪيا آهن تن سان صنعتون هٽي سگهجن ٿيون. مارڪيٽون قائم ڪري سگهجن ٿيون ۽ لکين ماڻهن کي روزگار مهيا ڪري سگهجي ٿو پر اهو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن. هنن جي بيانن جي اُبهرائي ۽ بي ويساهي ڇا ثابت ڪري ٿي؟ اهوئي تہ هنن جا ارادا ماڻهن جي مدد ڪرڻ وارا ناهن. ڪالهہ امير حيدر ڪاظمي پنهنجي بيان ۾ چيو آهي تہ ايم ڪيو ايم قائم ٿيڻ کان وٺي تن کان چار هزار مهاجر وزير "مهاجر" آهن. هنن جي ٻول اردو پاڪستان جي سرڪاري ٻولي آهي. ٻئي طرف اجا تائين ملڪي پاليسي تيار ڪندڙ وفاقي ۽ صوبائي کاتن جا ستر سيڪڙو سيڪريٽري اردو ڳالهائيندڙ آهن. ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هائوسنگ اسڪيمون هنن ماڻهن وٽ، ڏنڌا ڪاروبار ۽ صنعتون سڀ هنن وٽ ۽ هنن کي اهو قبول ناهي تہ اتي ۾ لوڻ جي تناسب سان بہ سنڌي هجن.

۽ هنن جو انداز تہ ڏسو، رستن هلندي ماڻهن تي حملا، ڳوٺن تي چڙهايون، ٿاڻن تي گهيرا، سوين ماڻهو اغوا ڪرڻ، يونيورسٽين مان سنڌين کي ڪڍڻ لاءِ حملا، سرڪاري کاتن ۾ ڪم ڪندڙ سنڌي عملدارن کي نوڪريون ڇڏي وڃڻ جا دڙڪا، سڀ ڪم ڪاريون ڇڏي ڌرتي ڌڻين جي پٺيان اچي پيا آهن.

هوڏانهن نواز شريف، نوابزدي نصرالله ۽ جماعت اسلامي پ پ پ جي ضد تي دهشت گردي جو پاسو وٺي بيهي رهيا آهن. ڪالهہ اهي ئي آءِ جي آءِ وارا پنجاب ۾ هنن کي هندستاني ايجنٽ سڏيندا هئا.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ هنن سنڌين جي وجود لاءِ خطرو پيدا ڪيو آهي، سنڌي پنهنجيءَ ڌرتيءَ تي ڏچي ۾ پئجي ويا آهن ۽ هنن اسان جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي. پر اتو هنن جا پويان ڏينهن. پارليامينٽري سياست ڪرڻ جو هنن کي يا عقل ڪونهي يا ان عقل کي پنهنجي ڪم جي شيءِ سمجهن ئي ڪون ٿا. بي انتها وسيلن، سامراجي پٺڀرائي ۽ قاتل ذهنيت سان هي هن ملڪ

لاءِ ٻڙ ٻنجي ويا آهن. هنن کي مليل ووٽ بہ بلڪل ائين آهن جيئن هٽلر کي ووٽ مليا هئا. هٽلر جو انت ڇا ٿيو، مسوليني جو حشر ڇا ٿيو، سڄي دنيا ۾ لڏ پلاڻي ماڻهن جو هيئنر ڪهڙو حال ۽ مان آهي تن سيني ڳالهين کي هي ماڻهو ڪونہ ٿا سمجهن. ڪو هنن کي سمجهائڻ وارو ڪونهي. جنهن ڪري هي وڏي وڏي وڃي ٿا لڳن. هينئر سڄو ملڪ ڪشمير جي بخار ۾ ورتل آهي، پر هنن جي پنهنجي مليريا مان جند نہ ٿي ڇٽي.

اسان هن حالت ۾ حڪومت کي گذارش ڪنداسين تہ هنن جي ليڊرن کي وٺي اچو ٽيليويزن تي. ڀلي هي پنهنجا دانشور بہ وٺي اچن. سنڌي اڳواڻن ۽ دانشورن کي بہ سڏايو. دو بدو ٿي ويهي هي هڪ ٻئي سان ڳالهائين ۽ ماڻهو ڏسن تہ ڪنهن جي ڳالهين ۾ وزن آهي. جيسين هنن کي خلق جي سامهون نہ آڻيندئو تيسين هي اخباري مافيا ۽ دهشت گردي سان ڏول پيدا ڪيو ويٺا هوندا، روز پيا اسان جا ماڻهو ماريندا. ٻيو طريقو اهو آهي تہ هنن افعالن تي ڪورٽ ۾ ريفرنس ڪٽي وڃو ۽ انصاف جي ڪسوٽين تي هنن جي وجود بابت فيصلو ٽيڻ گهرجي. دهشت گردي کي انتظامي سطح تي منهن ڏيو. هنن جي بليڪ ميلنگ ۾ نہ اچو ۽ هنن کي اجازت نہ ڏيو تہ ملڪ کي پنهنجي خواهش جو ٻارڻ بڻائي ڇڏين.

اسان سمورين سياسي ڌرين کي بہ اپيل ڪنداسين تہ دهشت گردن خلاف حڪومت جي اپائن جي حمايت ڪن ۽ جيڪڏهن حڪومت ان ۾ ناڪام وڃي تہ مٿس تنقيد ڪن ۽ ڪيس ڪارائتيون تجويزون ڏين. امن کان سواءِ ڪا واٽ ئي نہ بچي آهي.

خميس ٨ فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## ڪشمير کان اڳ پاڪستان لاءِ
## خود اراديت وارو حق ڪپي

ڪشمير جي ماڻهن خوداراديت واري حق جو چؤ ٻول گهڻو هلي ويو آهي. خوداراديت جي حق جي ڳالهه ڪرڻ نہ ڪنهن جو اندروني معاملو آهي ۽ نہ ٻاهريون. هي تہ عالمي ۽ آفاقي اصول آهي، جيڪو قومن کان وٺي فردن جو حق آهي. دنيا جي هر هڪ ماڻهو کي خوداراديت جو حق ڪپي.

ماڻهوءَ يا قومن جو اهو حق اڳي بادشاهہ ختم ڪندا هئا. هاڻي اهو ڪم آمر حڪمران يا سندن طرفدار ٽولا ڪن ٿا. پاڪستان جو خوداختياري وارو حق ايوب، يحييٰ ۽ ضيا اقتدار ذريعي پنهنجي هٿن ۾ رکي ويٺا هئا ۽ هاڻي ايم ڪيو ايم ۽ ان جا اتحادي پاڪستان جي ماڻهن جي خوداختياري واري حق تي گهات هڻي رهيا آهن. هو پاڪستان ۾ جمهوري جدوجهد جي سرواڻي ڪندڙ سنڌ کي پٺهنجو نشانو بنائي چڪا آهن. ڪالهہ ايم ڪيو ايم اجا پنهنجي ان نالي سان ميدان تي نہ هئي پر ساڳئي فاشزم ذريعي جماعت اسلامي ۽ ڪجهہ ٻين گروهن جي روپ ۾ ڪم ڪري رهي هئي، تڏهن ان پنهنجي خوني چنبن سان جمهوريت تي حملو ڪري پاڪستان تي ضيا نالي جلاد آڻي ويهاريو هو. اهڙو ڪو جلاد اڄ پاڪستان جي ماڻهن جي جمهوريت واري خوداراديت جي حق تي لت رکي ٿو تہ هي فرحت ۾ آهن ۽ جڏهن جلاد هٽي ٿو وڃي تہ هي پاڻ هٿيار پنهوار ڪٽي ٻاهر اچن ٿا.

ستين فيبروريءَ کان اڳ هي ٽولو صدر غلام اسحاق خان کان سوين ڀيرا مطالبو ڪري چڪو آهي تہ سنڌ جي ماڻهن جي خوداراديت واري حق کي گورنر راڄ يا ايمرجنسي ذريعي ختم ڪري. ستين فيبروري تي هڙتال جو سڏ ڏئي هٿيارن جون مئگزينون گولين سان ڀري پوليس ۽ فوج سان مقابلي تي لهي آيا. ڪهڙين منجهان، گهرن جي ڇتين تان، رستن تان هنن حملا شروع ڪيا، نتيجي ۾ رتو ڇاڻ ٿي. ڪيڏو تعداد ماڻهن جو مري ويو ۽ ڪيڏا ماڻهو زخمي ٿيا آهن! پر هنن جو سفر اتي ختم نہ ٿو ٿئي. هو اڄان بہ اڳتي وڌندا ۽ لاشن تي سياست ڪندا. ايڏيون دانهون ۽ ايڏي ڏاڙگهوڙا ڪندا جنهن جو ڪوبہ حساب نہ

هوندو. پر مقصد اهوئي ساڳيو هوندن ته جمهوريت هنن کي نٿي کپي. سنڌ ۽ ٻين لفظن ۾ پاڪستان جي ماڻهن جو خودارادِيت واري حق تي ڏنڊ ڪرڻي ٿي ۽ خون خرابي ڪرڻ لاءِ ايم ڪيو ايم کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏنو اٿس ۽ ڪيس مظلوم به سڏي رهي آهي.

جن ماڻهن کي پاڪستان جي مسلمانن تي ضيا جي ظالم راڄ جي جڪڙ تي ذرو به غيرت نه ٿي آئي سي ڪشمير جا همدرد ٿيو گهمندا وتن ۽ سنڌ تي فاشزم جي حملي ۾ شريڪ آهن. پر اهو هنن جو لاڳيتو هلندڙ سلسلو آهي. ضياءَ حڪومت پاڪستان جي عوام کي غلام بنائڻ جو بدترين نمونو هو. ١٩٨٣ واري هلچل ۾ جن ماڻهن جمهوريت جي ايمان بحال ٿيڻ لاءِ جانيون ڏنيون تن کي آمريت جي ڪفر سان ڇٽيو ويو. اتي هنن کي شرم نٿي آيو. ساڳيو نواز شريف ساڳي جماعت اسلامي ۽ ايم ڪيو ايم پاڪستان جي عوام لاءِ جمهوريت جي خودارادِيت واري حق لاءِ ٻڙڪ به نه ڪڍيءِ پاڻ پاڪستان کي دوزخ بنائيندڙ دوزخ جي داروغي سان گڏ ڪڳيون هڻي رهيا هئا. سنڌ جي مسلمانن تي ٿيل ظلم نيشنل هاءِ وي تي ظالم خلاف احتجاج ۾ قرآن شريف جي تلاوت ڪندڙن تي ٽرڪون چاڙهيون ٿي ويون تڏهن هنن ۾ غيرت جو جوش برف وانگر جميل هيو ۽ سندن اسلامي رت ۾ سرڪاٽ نه پئي پيوءِ بلڪ پاڻ ان ڪافراڻي ظلم سان گڏ هئا. اهو ضيا جنهن اردن ۾ ياڙيتو فوجي ٿي فلسطينين تي گوليون هلايون هيونءِ تڏهن به هنن جو حيا غوطو کائي چڪو هو. اڄ جڏهن ڪمزور ۽ بليڪ ميل ٿيندڙ جمهوريت جو رڳو نالي ۾ ئي سنڌ جي ماڻهوءَ جي ڦٽن تي مرهم پهتو آهي تڏهن هنن وري ١٩٧٧ وانگر بي مهليون بانگون ڏيڻ شروع ڪيون آهن.

اسان چئون ٿا ته قهر کي مرڪ تي حڪومت ڪرڻ جي دعوت ڏيندڙ هنن ٽولن کان اسان جي خودارادِيت واري ڳالهه هنن ماڻهن جي واتان هڪ ڪرياڻتي منافقي آهي. اسان چئون ٿا ته شهرين لاءِ پر امن زندگي ئي ايمان واري زندگي ٿئي ٿي. اتي دهشت گردي جو ڪفر پاڪستان جي مسلمانن کي ڪشمير جي مسلمانن کان وڌيڪ بيحالي ۽ وڌيڪ مظلوم ڪري چڪو آهي.

هن موقعي تي جڏهن نفرتن جا لاوا ايامي رهيا آهن تڏهن ائين نه چوندا سين ته ڪهڙي لساني ڏر وڌيڪ تڪليف ۾ آهي پر هڪڙي ڳالهه ته واضح ٿيڻ گهرجي ته هي ٽولا ماڻهن کي زمين تي پير کوڙڻ چوڻ ٿا ڏين. هنن ته خود اردو ڳالهائيندڙ آبادي کي پنهنجي هٿيارنءِ فسطائي تنظيم ۽ برتري جي احساس جو شڪار بنائي جڪڙي رکيو آهي. جڏهن روس ۽ آمريڪا پاڻ ٻن سپرپاور هئڻ جي

گلا لاهي رهيا آهن، تڏهن هي پاڻ کي سپرپاور چئي بيگناهہ خلق کي پنهنجي گوڏي جو گاهہ چو سمجهي ويٺا آهن.

اسان يقين سان چئون ٿا تہ جن ماڻهن ايم ڪيو ايم کي ووٽ ڏنا هئا تن جو مطالبو ئي اهو هو تہ اسيمبلين ۾ ويجي سنڌن مسئلا حل ڪرائين. ڪير ٿو چوي تہ دهشت گردي ۽ بارود جي استعمال لاءِ ووٽ ڏنا ۽ ورتا آهن.

جڏهن ڳالهيون واضح آهن تہ چو نہ ٿا هنن کان هٿيار کسيو ۽ چونہ ٿا کين عدالتن تائين پهچايو. هنن ظاهر ظهور رڳو حالتن خراب ڪرڻ جا ڏڙڪا ئي نہ ڏنا پر هٿ ڏيکاري چڪا آهن، لکين زندگيون زهر ڪري ڇڏيون اٿن. پيلي ماڻهن کي هنن کان ڇڏايو. ڪشميرين سان همدردي بہ ڪنداسين پر هنن "ڏوگرن" کان تہ ڇڏايو. جيستائين ائين نہ ٿا ڪريو تيسين ڪشميرين جي اوهان ٽڪي جيتري بہ مدد نہ ٿا ڪري سگهو.

جمعو ٩ فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ يونيورسٽي بابت سڄي قوم آڏو ڪجهہ سوال

سنڌ يونيورسٽي بابت خبر آئي آهي تہ هن وقت گهڻ طرفن مسئلن ۽ بدانتظامين جو شڪار ٿي وئي آهي. وائس چانسلر ملڪ ۾ ڪونهي. مسئلا منجهي ويا آهن، جيئي سنڌ وارن چتاءَ ڏنو آهي تہ سنڌن هڪ ساٿي آزاد نہ ٿيو تہ امتحانن جو بائيڪاٽ ڪرائيندا، ايس ايس ٽي وارن جو چوڻ آهي تہ ٢٧فيبروري فاضل شهيد جي ورسي جو ڏينهن آهي، ان ڏينهن تي پيپر ٿيو تہ ڦاڙي ڦٽو ڪندا. ڪجهہ پيا عمدار پنهنجا فرض ڇڏي ڀڄي ويا آهن، ڪن استعفائون ڏنيون آهن ۽ استادن ۾ ڏڙي بندي جي سياست آهي.

شاگردن کان وٺي استادن تائين ڪو بہ اهڙو پختو خيال ظاهر نہ ٿيو آهي، تہ هي ڪو سنڌ جي ماڻهن جو ادارو آهي، ڪنهن جي امانت آهي، هن اداري جو ڪو مرتبو، ڪا حيثيت آهي ۽ هن اداري ۾ ڪم ڪندڙ هرهڪ ماڻهو تي ڪي قومي ۽ انساني فرض بہ آهن، خيرپور ۾ شاہ لطيف يونيورسٽي ۾ بہ لڳ ڀڳ اهڙي قسم جي حالت آهي ۽ ڪراچي يونيورسٽي تي دهشت گردن جو قبضو آهي.

ڪيو آهي ڪنهن حساب؟ تہ سنڌ جي سياست، معيشت، سماجيات، زراعت، تعليم، سائنسي روين ۽ زندگي ڪي سمجهڻ وارين هزارين معقوليتن جي پيننگ ڪنهن ڪئي آهي؟ سطحيت، ڇسائپ ۽ خواهہ مخواهہ جي قومي ڦوندڙ بازي جو ذميوار ڪير آهي؟ سڪتي جذباتيت ۽ هوا ۾ لٽيون ڦيرائي گدو پهچائڻ جهڙو ڪنهن ڪيو آهي؟ پڙهيل ماڻهن جي روين ۾ چڙواڳي ۽ غيرذميداري، لاپرواهي ۽ ڏرتي تي اجايو فضول بار بنائڻ ۾ ڪنهن جو هٿ آهي؟ اڄ ڇو اسان سڀ مونجهہ ۽ نااهليت جي ڇڏواتي تي بيٺا آهيون؟ ڄامشوري جهڙو سنڌ جو جنت جو ٽڪر سُس پُسن، گلائن، غيبتن، اڻ سهپ جي "عطر عنبيرن" لاءِ زرخيز خطو ڇو بڻجي ويو آهي؟

استادن جو احترام ڇونہ ٿو ٿئي؟ شاگردن جي ذهني پالنا مناسب طرح سان ڇو نٿي ٿئي؟ ڇو سنڌ يونيورسٽي، سنڌ لاءِ بدنامي جو ٽڪر بنجي ويو

آهي. ڇو ريل گاڏين ۽ بسن ۾ وينل پنهنجا سنڌي ماڻهو، سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن کان بيزاري ظاهر ڪن ٿا؟

اڄ تہ پنهنجو پاڻ سان سچ ڳالهائڻ جهڙي ڪجھ همٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. سڀ کان اڳ اهو تہ جيڪڏهن ڪي ٿورا گهڻا شاگرد اڳيرا ٿيا آهن، تہ اُهي پنهنجي انفرادي ڪوششن سان، ۽ جيڪڏهن ڪي شاگردن ۾ ڪم جو سياسي يا ادبي شعور آهي بہ ڪٿي تہ ان ۾ يونيورسٽي جو ڪو حصو ڪونهي. اهو علم سان ٿوري ٿڪي وابستگي رکندڙ سياسي يا سنڌي ادبي سنگت جهڙي تنظيمن جو ڪم آهي جيڪو هنن سرڪاري گرانٽن کان سواءِ ڪيو آهي.

اڄوڪي بدانتظامي، ڇڙواڳي ۽ سازشي ماحول جي موجودگي جهڙن ڪُهنن ڏوهن جون ذميداريون طئي ڪريون.

ٿوري تڪليف ڪري پنهنجي يونيورسٽي جي هڪ هڪ شعبي جو دروازو هلي کڙڪايون. سوشيالوجي ۾ ڪيترا پروفيسر، اسٽنٽ پروفيسر ۽ ليڪچرار آهن؟ گهڻن سالن کان موضوع تي ڪم ڪري رهيا آهن؟ ڪيتري بجيٽ هن مهل تائين مٿن خرچ ٿي چڪي آهي؟ سنڌ جي عمرانيات جا گهڻا اهم مطالعا هن وقت تائين سامهون آندا آهن، ڪهڙو سنڌ جي سماجيات جو هن مهل تائين ڪو ڪم جو مطالعو ٿيو آهي؟ پاڪستاني سماجيات، عالمي سماجيات جي ڪهڙين نين تحريڪن ۽ اثرن ڪي ڪٿي هن ملڪ جي ماڻهن جي موضوعن تي ڪهڙيون ڇرڪائيندڙ نيون ٿيسز سامهون آيون آهن؟ ساڳيا سوال سياست، تاريخ، فلسفي، زبان، مذهب، معيشت، جاگرافي، نفسيات، تعليم، صحافت ۽ طبي سائنسز پاڙهڻ وارن کان پڇيا وڃن. هنن قومي ذهن کي شاهوڪار بنائڻ لاءِ ڇا ڪيو آهي، انساني ترقي لاءِ جنهن ذهني قوتي، شعور، حساسيت ۽ تخليقي روين جي گهرج آهي، سا ڪيتري حد تائين پوري ڪئي وئي آهي؟ انهن سيني علمن جا سنڌ جي معاشري کي ڪهڙا ڪارائتا عملي فائدا ٿيا آهن؟

اهو بہ سوال آهي تہ سنڌ جي مجموعي پستي، ذلت ۽ زوال جي داخلي يا اندروني سببن جو گهڻو سيڪڙو يونيورسٽي مان آيل آهي؟

سون جي تعداد ۾ ڊڪٽريٽ جون ڊگريون ورهايون ويون آهن، پر ڪن ٿورن کي ڇڏي باقي سڀ ڊگهرن تي اتو هاريو ويو آهي ۽ اهي سڀ شيون، عوام جو پئسو خرچ ڪري ڪيون ويون آهن. اها سڄي تباهي عوام جي قيمت، ملھ ۽ نالي تي ٿي آهي. ان تباهي جي وڏي حصي لاءِ اوزار طور اسان جي غلام ذهنيت ڪم ڪيو آهي. جيڪي بہ شعبا آهن تن ۾ انهن جي نالي وارن علم

جي روح کي چيليو ۽ چيٿاڙيو ويو آهي.

اِن هاڃي، ان زيان ۽ ان مرمت نه ٿي سگهندڙ نقصان ۾ سرڪار به برابر جي ڀائيوار آهي، صحافت به ان ڏوهه ۾ شريڪ آهي ۽ ڪير به پاڻکي ان ۾ بيڏوهه قرار نه ٿو ڏئي سگهي. پر جڏهن زوال جي سمورن مرضن جي اسپتال تي يونيورسٽي پاڻ بيمار هجي ته پوءِ باقي ڪنهن تي ڪهڙو ڏوهه!

اسان کي ان سوال تي سوچڻ جي ضرورت محسوس ٿيو نه ٿي ٿئي ته يونيورسٽي شاگردن ۾ تخريبي ۽ فضول لاڙا ڇو ٿا پيدا ٿين. ڇو شاگردن ۾ زندگي جي لکين پاسن کي پروڙڻ ۽ پرجهڻ واري يڪسوئي پيدا نه ٿي ٿئي. اهي تعليم کان فارغ ٿي گهر ۽ معاشري تي بوجهه ڇو ٿا بنجي وڃن. يونيورسٽي ۾ استادن جي ڀرتي انهن ئي دانشوراڻي سطح جي سَنڌ اداري جي پوزيشن هولڊرن ۽ فرسٽ ڪلاس ڪڍڻ وارن مان ٿئي ٿي، ڇا اهو معيار ڪو فائدو ڪڍي آيو آهي. اهي ڪو قومي اڏاوت جو اعليٰ شعور ۽ احساس. ڊاڪٽر پيدا ٿين ته صحت جي خدمت ڪاروبار بنجي وڃي! انجنيئر پيدا ٿين ته اريگيشن، هاءِ ويز ۽ واپڊا رشوتون کائين. ڇا اهي سڀ افعال پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو ناهن. ڇا يونيورسٽي قوم کي مٽي ۾ لڳندڙ ڪهاڙن جي فئڪٽري جو نالو هوندو آهي. هزارين نعريباز سياستدان هزارين بدعنوان ڪامورا نهي ملڻ ۾ قوم جو ڪهڙو ٿو ڀلو ٿئي!

اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن بدانتظاميون ٿيون ٿين، استادن ۾ غلط سياست بازي ٿي پيدا ٿئي ۽ وائس چانسلر کي پنهنجا من پسند ٽولا ناهڻا پون ٿا ته ڪنهن جو ڪهڙو واسطو.

حڪومت جا هٿ به پاڻ کي لڳل آهن. اڻ وٽ ايترا وسيلا ڪٿان اچن جو شاگردن کي وڌيڪ ذهين، تخليقي، دردمند، وطن پرست ۽ انسان دوست بنائڻ وارو سامان مهيا ڪن. هنن کي ته جنگي سامان خريد ڪرڻو آهي. جيڪو آهي سو اڌوريون شيون، اڌورا ۽ ڪوتا ماڻهو پيدا نه ڪري ڏينديون ته ٻيو ڇا ڪنديون؟

آمريڪا، برطانيا ۽ دنيا جي سڌريل ملڪن ۾ ترقي آهي، ته اها ترقي يونيورسٽين مان رٿابندي جي صورت ۾ وٽي نڪري ٿي، پاڻ وٽ زوال آهي ته اهو به اسان جي يونيورسٽين مان رٿابندي جي شڪل وٺي نڪري ٿو.

اسان هرهڪ ماڻهو کان سوال ڪريون ٿا ته هن جهنم جهڙي بيزار ڪندڙ صورتحال جو ڪو حل آهي؟؟؟؟

اربع ۱۲ فيبروري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

## نراسائي ۽ آس جون سرحدون ڪٿي آهن؟

هڪ فوجي عملدار وچ ۾ پئجي پيپلز پارٽي ۽ ايم ڪيو ايم جي هڪ ٻئي هٿان اغوا ٿيل ٢٧ماڻهن کي آزاد ڪرڻ تي اتفاق ڪرايو. ٻـ ڏينهن کن ان مقصد لاءِ ڳالهيون پئي هليون. ان ئي ڏينهن تي اسٽيل مل تي حملو ڪيو ويو، پلانن جي اندر وچي فائرنگ ڪئي وئي، ٽرانسپورٽ ۽ ٽيليفون سرشتي تي قبضا ڪيا ويا، حساب ڪان چڙهيل ماڻهو اغوا ٿيا. ست ڄڻا گولين لڳڻ سان گهائل ٿيا ۽ نيٺ فوج سڏائي وئي جنهن جي ڪور ڪمانڊر پ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم کي گڏ ويهاري معاملي تي ڪين پاڻ ۾ پرچائي اغوا ٿيل ماڻهو واپس ڪرائڻ تي راضي ڪري ويو.

هوڏانهن، مٿي طاقت جو "سرچشمو" صدر غلام اسحاق خان آهي جيڪو ٻنهي کي ساڳي اک سان ڏسي ٿو. ٻنهي کي ٻڌي ٿو ۽ هدايت نصيحت ڪري ٿو. نہ ذميداري طئي ٿو ڪري ۽ نہ چور کي چور ۽ ساڌ کي ساڌ چوي ٿو، صبح شام روز پيا ليبر ساٿس ملن ٻہ پيرا سنڌ جو وڏو وزير سنڌس حضور ۾ پيش ٿي چڪو آهي. البت پاڻ تان ميار لاهڻ لاءِ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي واقعن جي جاچ لاءِ عدالتي ڪميشن قائم ڪري ڇڏي اٿس. پيپلز پارٽي جي حڪومت بہ رڳو گنڊجاڻين ڪرڻ ۾ پوري آهي. اپائن ۽ ظلم جي وارداتن جي تناسب ۾ ظلم وڏيڪ زوراور آهن، ۽ انهن جي پيٽ اپائن آهي جيئن سهي ۽ ڪمي جي ڊوڙ. سنڌ وزارت، وفاقي وزارت، تجويزون، "ڏوهارين کي هرگز معاف نہ ڪيو" جهڙا گنل جملا ماڻهن جي مغز ۾ ڪوڪا ٿي ٺوڪجي رهيا آهن. اهو آهي بيگناه ماڻهن جي مارجڻ جو علاج! پيراٽي پنيري واري ڳالهہ پئي هلي، "ڪنڊو لڳو اٿس پير ۾ ۽ ڪوٽي ويٺو گوڏو." صورتحال هڪ خوفناڪ مذاق بنجي وئي آهي. اردو ۽ انگريزيءَ اخبارون پڙهو تہ حڪومت، ايم ڪيو ايم جي قيادت نهايت صفائي سان جيڪو ڪم هٿ ۾ ڪٿي تي تہ اڳ ۾ اُن جو الزام پيپلز پارٽي تي هٽي ڇڏي ٿي. هيڏانهن سنڌ جي خيرخواهي جي دعويٰ ڪندڙ پارٽيون ۽ ليبر پيپلز پارٽي جي بيوسي ۽ انتظاميہ جي نالائقي تي گهر ويٺي ڪاوڙجي، ڦوڪجي، شوڪجي بيانن ڏيڻ ۾ رڌل آهن، ۽ دهشت گردي جيئن پوءِ تيئن پنهنجي اڳرائي ۾ شدت پيدا ڪري رهي آهي. بيگناه ماڻهن جي حالت اها آهي جو وٽن مرڻ لاءِ تيار رهڻ کان سواءِ ٻي ڪابہ واٽ ڪانهي. هٿين خالي، مسڪين ماڻهو، نہ حڪومت ٿي بچاءَ ڪري نہ پاڻ وٽ حيلي وسيلي

ڪرڻ جو ڪو وت آهي. نہ تنظيم نہ پارٽي. ڪو واهرو ڪونهي. سڀ ويري آهن.

دهشت گرد مارين ٿا ۽ حڪومت بچاءَ نہ ٿي ڪري سگهي. ٻنهي جو وجود ماڻهن لاءِ ساڳي مصيبت آهي. جيڪي سگهي لفظي همدردي ڪن ٿا تن جو ڪردار بہ مختلف ڪونهي. هڪڙا زخمي ڪن ٿا تہ ٻيا پنهنجي بيوسي ذريعي انهن ڦٽن لاءِ لوڻ مهيا ڪن ٿا. سياسي ويڄ، ڪُويڄ ٻٽيل آهن. طاقت جو سڄو توازن دهشت گردن، مخالف ڌرين ۽ صدر اسحاق ۽ پاڻ کي قانون لاڳو ڪرائڻ وارا سڏائيندڙن جي هٿ ۾ آهي.

سنڌ جي ماڻهن لاءِ دهشت گردي جي صورتحال مارشل لا جي دهشت گردي جي برابر آهي اسان جي اڳيان هڪ وڏي لامحدود ڏهڻ آهي ۽ پٺيان رڄ آهي. شهر قبضي ۾ آهن ۽ نالائقين ۽ بيوسين جون تکيون تيز هوائون انڌا ڪيو رهيون آهن.

پيپلز پارٽي جي حڪومت جون جيڪي مصلحتون آهن سي سمجهہ ۾ اچن ٿيون. پ پ پ جي حالت بہ همدردي جهڙي آهي پر ها همدردي اسان جو علاج تہ ڪانهي ۽ انهن ماڻهن جي همدردي حڪومت جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندي جيڪي پاڻ موت جي منهن ۾ آهن.

سنڌ جي ماڻهن جي جمهوريت جي بحالي سان پيدا ٿيل اُتساهہ جي هوا نڪري چڪي آهي. حڪومت جا ڪارندا برسات ۽ ٻوڏ ۾ سٽيل ماڻهن لاءِ رکيل امدادون بہ کايو ٿا وڃن ۽ بدعنوان سياستدانن جي ڀرتي چالو آهي. مال کائڻ جا شوقين ماڻهو اسان جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندا!

هن حالت ۾ فوجي عملدارن جو سياسي ڪردار هڪ مضبوط رايو کٽي ايندو تہ سياستدان ناڪام ٿي چڪا آهن ۽ سياست جو اختيار ڏاڻءَ ۽ حق بہ جنرلن جي هٿ ۾ اچي ويندو- پوءِ ڇا ٿيندو؟ تنهن ۾ ڪوبہ شڪ نہ ٿو رهي.

۽ سنڌين کي هيءَ سڄي عبرتناڪ سزا پاڪستان ناهڻ، پاڪستان کي بچائڻ ۽ جمهوريت لاءِ قربانيون ڏيڻ تي ملي رهي آهي. هاڻي پاڻ لاءِ شهرن ۾ مرڻ ۽ ڳوٺن ۾ ڌاڙيلن هٿان اغوا ٿيڻ جهڙي ذلت واري زندگي ۾ رهڻ ۽ انهن حالتن ۾ ذهني پسماندگي جو وڏيڪ شڪار ٿي عجيب غريب، بي مقصد ۽ وڏيڪ زوال ڏانهن وٺي ويڄڻ وارين حرڪتن ڪانسواءِ ڪو متبادل ناهي. تہ بہ مڙي مٺ نہ ٿيا آهيون ۽ نہ ٿينداسين. شاباس آهي اسان کي، جَس آهي اسان کي!!

اسان وري جتان ڪٿان مايوس ٿي سنڌ جي دانشورن کي اپيل ڪريون ٿا تہ گڏجي ڍنگ جي ڳالهہ، ڪو ڍنگ جو عمل سوچيون. اسان تہ هڙين حالتن ۾ مايوس ٿيڻ جهڙو ڏوهہ بہ نہ ٿا ڪري سگهون. ٻڌايو تہ ڇا ڪريون؟؟؟؟

۱۳- فيبروري- ۱۹۹۱- عوامي آواز

## مانديلا- آزاديءَ جو سج ۽ سنڌ

هنن آزادي ۽ انساني وقار جي سج کي جيل ۾ وجهي ڇڏيو. اُن قيد ۾ اوندهه جي قوتن اڳيان هار مڃڻ کان انڪار ۽ مزاحمت "قيدي سج" جي طاقت ۽ شدت ۾ واڌارو آندو- ان ڪري جڏهن ڪجهه هفتا اڳ دنيا تائين خبرون پهتيون ته نيلسن مانڊيلا جلد آزاد ٿيڻ وارو آهي تڏهن سڄي دنيا ۾ هڪ نئين پرڀات ڦٽي وئي. تي ڏينهن اڳ ان سج جا ڪرڻا قيد مان نڪرڻ کان پوءِ اولهه ۽ اوڀر تائين پکڙجي ويا. روز اوڀر کان ايرندڙ سج هڪ ئي وقت سڄي دنيا کي روشن نه ڪري سگهندو آهي، پر مانڊيلا جي پهرين آزاد مرڪ سان سڄي دنيا جي آزادي پرستن جي دلين جا ڪنول ٽڙي پيا.

آفريڪن نيشنل ڪانگريس جي هن اڳواڻ کي ١٩٦٢ع ۾ قيد ڪيو ويو هو ۽ هن ٢٧سال ڇهه مهينا ڇهه ڏينهن قيد ۾ گهاريا. ان وچ ۾ نسل پرست اقليتي سرڪار کيس ڪيئي ڀيرا ڳالهيون ڪرڻ لاءِ چيو پر مانڊيلا ورائيندو هو ته ڳالهيون فقط آزاد ماڻهو ڪري سگهي ٿو. وري چيائونس ته کيس سندن علائقي ۾ محدود آزادي ڏني ويجي، ته هن انڪار ڪري ڇڏيو. کيس ملڪ مان نڪري وڃڻ جي آڇ ڪيائون ته ان تي به هن انڪار ڪيو. هن دشمن جي هر چال کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. قيد مان نڪرڻ کان پوءِ هن اُهائي ڳالهه ڪئي جنهن کي ڏوهه سڏي کيس قيد ڪيو ويو هو. "نسل پرستي خلاف هٿيار بند ويڙهه."

ايڏي قيد، ايڏي ڏاڍ ۽ زبردست بي انصافي مانڊيلا جي ڳڻن کي ڪوبه نقصان نه پهچائي سگهي آهي. هن ۾ ذري جيتري به ڪاوڙ، ٿوري به شخصي چڙ ۽ گوري رنگ وارن ماڻهن سان نفرت جو ترورو به پيدا نه ٿيو آهي. عوام جي جدوجهد ۾ سندس ويساهه وڌيڪ پختو ٿي ويو آهي. جيل مان نڪرڻ کان پوءِ سندس پهريان لفظ هئا: "ساٿيو ۽ ملڪ واسيو، مان توهان سڀني کي، سڀني لاءِ امن، جمهوريت ۽ آزادي جو سلام ڪريان ٿو، مان توهان جي اڳيان هڪ پيغمبر نه پر توهان عوام جو نوڪر آهيان. توهان جي اڻٿڪ ۽ سورهياڻپ واري جدوجهد جوئي ثمر آهي جو اڄ مان هتي آهيان، ان ڪري پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏينهن توهان کي سونپيان ٿو." ۽ هي به ڏسو ته گورن جي ظالم نسل پرستيءَ جي دوزخ منجهان گذرڻ کان پوءِ به بشپ ٽوٽو جي گهر تي ڳالهائيندي

چيائين ته ڪيس گورن جي اُلڪن ۽ ڊپ جو به خيال آهي، ۽ هو گورن جي حفاظت لاءِ به اُپاءَ وٺندو. گورن، ڪارن جي خلاف ظالم راڄ قائم ڪيو، ڪين ووٽ جو حق نه ڏنو، ڏکڻ آفريڪا جي سون، هيرن ۽ ٻين قيمتي معدنيات ۽ شهرن تي قبضو ڪيو پر آفريڪن نيشنل ڪانگريس (اي اين سي) گورن ماڻهن جي خلاف نفرت کي هوا نه ڏني. هنن پنهنجي آزادي جي جدوجهد کي جوابي نسل پرستي جو شڪار نه ٿيڻ ڏنو. هنن ڪڏهن ائين نه ڪيو جيئن ايم ڪيو ايم جي هٿان ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌين جي قتل تي ڪي همراهه ڪڏهن جوش ۾ اچي ڪٿي ڪنهن هڪ اڌ اردو ڳالهائيندڙ کي ماري وجهندا آهن.
مانڊيلا جو چوڻ آهي، ته "جيڪڏهن اسين به ظالمن سان مقابلي ۾ هنن جهڙا بدمعاش ٿيون ته پوءِ هنن ۽ اسان ۾ ڪهڙو فرق ٿيندو. ائين دنيا ۾ اسان جي موقف کي نقصان پهچندو." ظلم خلاف حق جي ويڙهاند ڪندڙن جا رويا ۽ سياسي جدوجهد جو انداز يقينن مختلف ۽ انصاف تي ٻڌل ٿيڻ گهرجي ۽ آفريڪن نيشنل ڪانگريس ان جو عظيم مثال آهي. هن ثابت ڪيو آهي ته حقن حاصل ڪرڻ جي جدوجهد هڪ ڏينهن جو ڪم ناهي، پر اُها صبر ۽ قربانيون گهرندڙ ڏکي هلچل آهي. هنن جي ان ڏکي هلچل جي اڳيان نسل پرستيءَ جو راڪاس ٽڪجي چڪو آهي، جنهن وٽ نه رڳو مانڊيلا کي قيد ۾ رکڻ جو ست نه رهيو، پر ان آفريڪن نيشنل ڪانگريس تان به پابندي هٽائي ڇڏي آهي.
مانڊيلا ۽ سندس تنظيم پنهنجي موقف تان نه هٽيا. پرنسل پرست اقليتي سرڪار پنهنجي ڳالهه تي بيهي نه سگهي. سندس موقف جي ويساڪين کي اڌوهي کائي چڪي آهي. ٿورن ماڻهن جي گهڻن ماڻهن تي، ٿورن ڌارين لڏي آيل مهاجرن جي مڪاني اڪثريت تي حڪومت هٿيارن، غنڊا گردي، نسلي برتري جي احساس، مهاجر پاور سپر پاور جي نعري سان سامراجي سرپرستي هيٺ پاڻ کي جيئرو رکيو آهي. سندس مقابلي ۾ فقط مظلوم اڪثريت آهي جنهن جي سياسي نمائندگي آفريڪن نيشنل ڪانگريس ۽ ڪجهه ٻيا ننڍا گروپ ڪري رهيا آهن.
گذريل سيپٽمبر ۾ اقتدار ۾ آيل گوري سرڪار جي صدر ڪلارڪ ڪجهه ڏينهن اڳ سياسي سڌارن جو اعلان ڪيو، پر مانڊيلا جيل مان نڪرڻ وقت ئي چيو ته اجا به اهڙيون حالتون موجود آهن جن خلاف هٿيار بند ويڙهه جاري رکي ويندي.
مانڊيلا جي آزاديءَ جا ٻه اهم ڪارڻ آهن، پهريون سندس عوام جي

**سنڌ: پيپلز پارٽي کان جام صادق علي تائين**

اڻٽڪ جدوجهد ۾ ٻيو دنيا ۾ آزاديءَ جون ڳُهلتدڙ هوائون ۽ وڏين طاقتن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي گهٽتائي. هاڻي فسطائيت ۽ بي انصافي جا ڪڪر هٽي رهيا آهن ۽ جيڪو هڪ جي حراماپائي ڪندو سو پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙا هڻندو. ڏکڻ آفريڪا جي تاريخ ۾ نئون موڙ اچڻو آهي. مانڊيلا جو نسل پرست حڪومت سان ڳالهين ڪرڻ جو شرط آهي ته پهريائين سندس تنظيم جا شرط مڃيا وڃن. نسل پرست پارليامينٽ ۾ جتي ڪارن جي نمائندگي ڪانهي اُتي نيو- نازي ۽ ٻيا شدت پرست ٽولا موجود آهن، تن بهرحال مانڊيلا جي آزادي تي سخت برهمي ڏيکاري آهي، پر وقت هنن جي هٿن مان واريءَ وانگر وهي چڪو آهي. مانڊيلا جو مرتبو سندس مزاحمت جي ڪري ايڏو اوچو ٿي ويو آهي، جو سندس قيد واري عرصي ۾ ڪارن جي ٻين تنظيمن، جن جو اي اين سي سان اختلاف آهي تن به حڪومت سان ڳالهيون نه ڪيون. هنن جو به چوڻ هو ته مانڊيلا جي قيد ۾ هئڻ واري حالت ۾ حڪومت سان ڳالهيون نه ٿيون ڪري سگهجن. ان طرح مانڊيلا ڏکڻ آفريڪا جي ڪارن جي سڀني تنظيمن کي گڏ ڪرڻ واري شخصيت آهي. هوڏانهن نسل پرست سرڪار ايندڙ ڪجهه ڏينهن ۾ پنهنجي سياسي سرشتي ۾ وڏيڪ سڌارو آڻڻ جون ڳالهيون ڪري رهي آهي. ڏسڻ ۾ اچي پيو ته ان وٽ جُهڪڻ کان سواءِ ڪو رستو ڪونهي.

مانڊيلا جي آزاديءَ ۾ ڏکڻ آفريڪا جي آزادي جا عڪس واضح نظر اچي رهيا آهن. عالمي لاڳاپن ۾ ڏکڻ آفريڪا جي آزادي جو سڌو هاڃو اسرائيل کي پهچندو جنهن جو اسي سيڪڙو پرڏيهي واپار ڏکڻ آفريڪا سان آهي. اسرائيل جو نقصان ۽ دنيا جي فسطائي، ڇتن، جنوني پرمار ٽولن جي ايندڙ هيٺائي ۽ مظلوم مڪاني ماڻهن جي آزادي جي هي صورتحال سنڌ جي ماڻهن لاءِ به خوشيءَ جو پيغام آهي، جيڪي نسل پرست مهاجر قوميت جي نعري ۾ ان مان پيدا ٿيل دهشت گردي جو ائين شڪار آهن جيئن ڏکڻ آفريڪي. آفريڪن نيشنل ڪانگريس جي جدوجهد هڪ عظيم مثال آهي. جمهوريت، آزادي ۽ امن جي بحاليءَ لاءِ اهوئي شعور، اهوئي تنظيمي عمل، صبر ۽ مزاحمت اسان جي به ضرورت آهي.

*اربع ۱۴ فيبروري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

## ايم ڪيو ايم- آءِ جي آءِ جي ڪاميابي!!

ڪراچيءَ ۾ سياسي ڪارڪنن جي اغوا واري صورتحال فوج جي هڪ عملدار کي سياست ۾ تياڪڙ بڻائي چڪي آئي آهي. هيءَ گڏيل مخالف ڌر ۽ ايم ڪيو ايم جي سياسي عمل خلاف پهرين ڪاميابي آهي، جڏهن ته پ پ پ لاءِ هن معاملي ۾ ندامت ڪانسواءِ ڪجهه ناهي. ڪالهه جڏهن گهرو معاملن واري وفاقي وزير اعتزاز احسن کان صحافين ڪراچي جي ڪورڪمانڊر پاران ايم ڪيو ايم ۽ پي ايس ايف اغوا ٿيلن جي مٿا سٽا ۾ ادا ڪيل ڪردار تي رايو معلوم ڪيو هن جواب ڏيڻ کان لنوائي ڇڏيو ته ”فوج قومي ادارو آهي.“ ڪو اعتزاز احسن کان پڇي ته سهي ته هن جواب ڪهڙو ڏنو؟ فوج جي قومي اداري هئڻ جو هڪ عملدار جي سياسي ڪردار ادا ڪرڻ سان ڪهڙو تعلق آهي؟ ڪور ڪمانڊر جي هن ڪردار کي سندس اڪيلو ڪردار نه ٿو سڏي سگهجي. هن عمل ۾ اجا به مٿين سطح جي منظوري ورتل هئڻ نظر اچي ٿي. هن حالت ۾ جيڪي ابهام ۽ شڪ پيدا ٿين ٿا تن بابت ڪا به وضاحت نه ڪئي وئي آهي.

هيءَ ڳالهه حيرت ۽ ڳڻتي جو ڪارڻ ان ڪري بڻيل آهي ته خود فوج امن قائم ڪرڻ واري ڪم ۾ رڌل آهي. سموري دهشت گردي سندس اڳيان آهي. فوج جون ڪيئي ايجنسيون آهن جيڪي معلومات گڏ ڪنديون رهن ٿيون. هنن کي سڀ خبر آهي ته ضيا آمر ڪهڙا ڪهڙا ٽولا سياست ۾ پيدا ڪيا، جيڪي هينئر جمهوريت جي مٿان تلوار ٿيل لٽڪي بيٺا آهن.

سڌي ۽ اصولي ڳالهه آهي ته جيڪي ماڻهو اغوا جي ڏوهه ۾ ملوث آهن تن سان ڳالهيون ڪهڙيون؟ ڇو قانون ان ڏوهه تي جوش ۾ نه ٿو اچي. ڏوهه ڪرڻ وارن جا طرفدار ٿي، ڌريون بنجي هڪ ٻئي جي سامهون اچن ۽ اغوا جي حرڪتن لاءِ دليل ڏين ته اهو ڪٿي جو قانون ۽ انصاف آهي جو ويهي ڪين ٻڌجي.

هي به ٿي سگهي ٿو ته ان عمل جي پٺيان حالتن کي سڌارڻ جو مفاد سامهون رکيو ويو هجي پر ان حالت ۾ به ثابت ڇا ٿئي ٿو؟ اهوئي ته انصاف قانون بيوس ۽ لاچار ٿي چڪا آهن ۽ هاڻي ڏوهارين کي منٿ ميڙ ڪري،

پرچائي ۽ پٺي ڀري ڪم ورتو پيو وڃي. هن حالت کان پوءِ قانون ۾ ڪنهن جو ويساهه رهندو!

موجوده دهشت گرديءَ جي تاريخ سيني جي اڳيان آهي. اڃا پي ايس ايف سرگرم ٿي نه هئي، تڏهن ايم ڪيو ايم هٿيارن جو کليل مظاهرو ڪندي هئي. پٺاڻ، پنجابين ۽ سنڌين کي مارڻ جو هِن جو سلسلو ضيا جي ڏينهن کان هلندڙ آهي. هاڻي جڏهن ايم ڪيو ايم جو پ پ پ سان ناهه ٽٽل هو تڏهن ۽ ان ناهه جي ٽٽڻ کان پوءِ به هِن وٽ هٿيارن جو وڏي پيماني تي هجڻ ثابت ڪري ٿو ته حالتن کي ان حد تائين ڪير وٺي ويو آهي.

پي ايس ايف يا تازو اسٽيل مل ۾ جيئي سنڌ وارا ته اغوا جي ڪاروبار ۾ دفاع جي انداز تي آيا آهن. جڏهن حڪومت، ايم ڪيو ايم جي لاقانونيت کي ختم نه ڪري سگهي، جڏهن قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جون سيٽون کٽڻ سان به منجهن فضيلت نه آئي ۽ شهر ۾ ڪارن جي ڦُر ۽ چوري جُون وارداتون نوان رڪارڊ ٽوڙي ويون، بئنڪن کي ڌاڙا چوٽ تي چڙهي ويا ۽ اهي سڀ پئسا هٿيارن جي خريداري تي خرچ ٿيا ۽ هٿيار سمگل ٿيڻ جا نوان انداز اختيار ڪيا ويا ۽ اهي سڀ ڳالهيون پريس ۾ رپورٽ به ٿيون، تڏهن به ڪجهه نه ٿيو، ته پوءِ ٻين تنظيمن وٽ ڪهڙيو متبادل ٿو رهي. خاص ڪري اهڙي حالت ۾ جڏهن سنڌن ڪارڪنن تي تشدد ڪيو ويندو هجي، حياتيون خطري ۾ هجن، شهرن جو امن خطري ۾ هجي، قوم جو وجود خطري ۾ هجي، سنڌ جو وجود خطري ۾ هجي، پاڪستان جي جمهوريت جو وجود داءَ تي هجي ۽ فضيلت سان رهڻ جا امڪان ختم ڪيا ويا هجن، مقابلو ڪندڙ سياسي ڌرين وٽ سياست ڪرڻ جو ڏانءُ ۽ عوام تي مڪمل ڀروسو نه هجي، تڏهن ماڻهو ڪيڏانهن وڃن!

هي سڀ ڇاڻڊي ٿئي ٿي آءِ جي آءِ ۽ نوازشريف جي. اندو ڳهري هڪ اک هِنَ کي ته فوجي عملدارن جي سياسي عمل سان ڀئي اکيون پيون ملن. هي ته سنڌن نياڳ ڇنڇي جو ڪشمير وارو معاملو ابري آيو آهي نه ته هنن هن مهل تائين ڳهٽايو ڇا آهي؟

ظلم ته اهو جو پيپلز پارٽي جهڙي عوامي سياسي تنظيم جنهن کي ملڪ جي سيني صوبن ۾ حمايت حاصل آهي اُن کي به آءِ جي آءِ وارن ايم ڪيو ايم جي هٿان بڇڙو ڪرائي پاڻ سٺئون ڪري بيهاري آهي. ڪيڏي نه توهين آهي ملڪ جي سياسي عمل جي هاڻي سنڌ حڪومت امن امان جي حالت سڌارڻ لاءِ آل پارٽي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جو اعلان ڪيو آهي. سيئي اتي آهيو ڏسو وڃنا ته

ڪيئن نه ٿا آءِ جي آءِ وارا ڪاميابي سان ان کي پنهنجي تخريبڪاري جو شڪار بڻائين.

اصل ڳالهه هيءَ آهي ته جيسين ملڪ ۾ خاص ڪري سنڌ جون حقيقي جمهوري قوتون هن سڄي طلسمات کي ٽوڙڻ جا گُر هٿ نه ڪيون ڪري سگهن تيسين سياست جي دهشت گردي ۽ ڪلاشنڪوف جي دهشت گردي منجهان جند ڇڏائڻ تي ڇٽي. هن مهل تائين ته پ پ پ، حڪومتي ۽ پارٽي سطح تي جيڪو ڪم ڪيو آهي سو اهوئي آهي جنهن سان گذرون پيا.

ٻئي طرف اسان هي به سمجهون ٿا ته جيڪڏهن ايم ڪيو ايم کان هٿيار کسي وٺجن ته باقي ڏريون رضاڪارانه طور تي ذهن جي ان حالت مان نڪري ايندين جنهن ۾ ايم ڪيو ايم کين ڌڪيو آهي.

خميس ۱۵ فيبروري ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

## سنڌ واسيو غلامين خلاف اٿو.

هزارين ورهين جي قديم تهذيب جا وارثو! توهان پنهنجي روح جي بي انت شاهوڪاري، لامحدود ذهني صلاحيتن ۽ سمنڊ جيڏي دل وارا ماڻهو آهيو- توهان وٽ محبتن ۽ ويساهه جا ڀنڊارا آهن. توهان جنهن تي راضي ٿيو، جنهن کي پنهنجي ڀاڃهه بخشيو ٿا ته قسمتون به انهن جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو ٿا. ايڏي سيڙپ، ايڏي سخاوت ۽ ايڏي قرباني ڏيڻ ڪان ڪانپوءِ به توهان هڏڙين جي مٽ بڻيا پيا گهمو! سڀ ڪجهه توهان وٽ آهي تڏهن به توهان محتاج بڻايا ويا آهيو. توهان جي درن تي ڪلنگين وارا اچي ڏڪا ڪائين ٿا تڏهن به توهان مست ملنگ ٿيو پيا هلو.

سچ پچ توهان پنهنجي سوين عظمتن جي هوندي ڏاڍا سادا، ۽ سڀاجها آهيو جو پنهنجي عظمتن کي ليڪيو ئي ڪونه ٿا. پنهنجيءَ تي ٿا اچو ته هزارين سر ترين تي رکي ميدان تي هليا اچو ٿا. سرن جي سئن هڻڻ وارن کي ڪڏهن به توهان هٿين خالي نه ڇڏيو آهي. توهان ته توڪل تي به پنهنجو سڀ ڪجهه قرائڻ لاءِ تيار ٿي ويجو ٿا ۽ قرڻ وارن کي قر جي ڏکهي سفر ۾ ٿڪائي وجهڻ وارا آهيو- ڪيئي توهان جا دشمن توهان جي صبر ۽ سهپ جي آويءَ ۾ هڄي، تباهه ۽ ناس ٿي ويا. توهان عجب ماڻهو آهيو! جو قاتل کي به رعايت ڏيو ٿا، ظالم ۽ غدار کي به سندس پنهنجي ظلم ۽ غداريءَ جي ترڪڻ ۾ ترڪي ترڪي ذليل ٿيڻ جو پورو موقعو ڏيو ٿا. سچ پچ توهان پهرئين درجي جا انسان دوست آهيو ۽ توهان جي ديگ ڏاڍي دير سان تپي ٿي.

توهان جو ظلم سهڻ جو دم تمام ڏکهو آهي، ايترو جو توهان جو دشمن به اهو سمجهي بغل هٽندو هليو وڃي ته هن توهان کي ناس ڪري ڇڏيو! پر توهان پٽ تان دنبوري تي لطيف جي بيتن جي گونجار ۾ پنهنجي وجود جي ڳالهه ڪريو ٿا. شاعري، موسيقي، ٻوليءَ جي مٺاڻ ۽ محبتن جا واس توهان جي وجود جا اظهار آهن.

توهان ڪنهن آڪڙيل سان آڪڙجو نه ٿا. ڪنهن ترڙي سان ترڙائپ نه ٿا ڪريو. بدمعاش سان بدمعاشيءَ کي مقابلي ۾ نه ٿا آڻيو. پر توهان شاهه عنايت شهيد آهيو، مخدوم بلاول آهيو، هوشو، هيمون، ذوالفقار ڀٽو، نذير عباسي،

فاضل راهو، ٨٣واري هلچل جا شهيد ۽ اڄ ڏينهن تائين حيدرآباد ۽ ڪراچي جي رستن تي دهشت گردن جي هٿان بيگناه ٿيندڙ شهيد آهيو. تڏهن ۾ توهان پنهنجي اڳتي وڌڻ جي سفر ۾ ڪڏهن ڏٺا ۽ هڪيا ناهيو. توهان خدا جا مظهر آهيو. توهان اُهي سچڻ آهيو جن لاءِ پٺائي چيو آهي "جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن سجڻ سامهون". سچ پچ توهان عشق ڪرڻ ۽ پوڄڻ لائق آهيو.

پر ڏک جي ڳالهه آهي جو پاڪستان نالي ملڪ ۾ توهان سڃاتا ئي نه ويا آهيو. توهان جي ٻولي ۽ توهان جي مڙني وصفن کي پروڙڻ لاءِ جيڪو عقل گهرجي سو هتي ڪونهي. بلڪ توهان کي سمجهڻ جي ضرورت ئي محسوس نه تي ڪئي وڃي. آن عظيم ڏوهه ان بدڪرداري ۽ ان بداخلاقي جا ٻه مکيه جوابدار ٽولا آهن. هڪڙا اُهي جيڪي توهان جي فيصلن جا دشمن آهن ۽ ٻيا اُهي جيڪي توهان جي فيصلن تي اقتدار وٺي توهان جي فيصلن کي آگرين تي نچائين ٿا، تاريخ جي گهرجن کان آگاهه ناهن ۽ سندن ذهنن جي اکين تي اقتدار جي ڌُندهه ذاتي عياشين ۽ مفادن جا ڄارا ڄڙهيل آهن. توهان جي حقن جي قيمت تي پنهنجي مصلحتن کي ترجيح ڏين ٿا. ۽ توهان جي توڪل ۽ ڀروسي جو ناجائز فائدو وٺن ٿا. هنن وٽ حياتين جو محدود ۽ ذاتي تصور آهي ۽ سندن رايو آهي، ته پنهنجي مختصر حياتيءَ ۾ هر ننڍي وڏي قرباني جي قيمت وصول ڪري وٺن. هو اهو ته سمجهن ئي نه ٿا ته عوام جي حياتي ڪن محدود سالن تي اچي پوري نه ٿيندي آهي. عوام هزارين ۽ لکين سال زنده رهندو آهي. مارشلائون، ٻوڏون، وڏا وڏا طوفان، ڏڪر ۽ دهشت گرديون عوام کي ختم نه ڪري سگهنديون آهن. بس اها ننڍڙي ٻن جملن جي ڳالهه جن کي ٻه سمجهه ۾ نه ٿي اچي سي سڀ توهان جا دشمن آهن، ۽ هڪڙين هڪڙين مختصر حياتين ۾ پنهنجو وارو وڄائي تاريخ جون چوپيل هڏيون ٻڌجي وڃن ٿا، ۽ وقت جي ڏاٽن هيٺان سندن هڏين جا تڙڪاٽ ساڳيو عوام ٻڌي ٿو ۽ هڪٻئي جي اکين ۾ اکيون وجهي چوي ٿو؛ ائين ئي ٿيڻو آهي.

يوناني توهان َتي ڪاه ڪري آيا ۽ اڱراين جي واٽ تي هلندي ڪيئي ڪٽڪ آيا. سڀ حڪمران گهراٽا فنا جي ڦوڪ هيٺ اچي ويا، پر توهان آهيو. ڪير ٻه توهان جو وارو ونگو نه ڪري سگهيو، پوءِ ٻه هيءَ ماٺهو سکڻ لاءِ تيار ڪونهن. محتاج ٻه توهان جا ۽ معتبري ٻه توهان تي هلائين ٿا!

اڄو ته ان حالت ۾ ڪي فيصلا ڪريون. ٿورو پنهنجي جسم کي جهٽڪو ڏيون. ڪيڙا، ماڪوڙا، ۽ ڪک پن چنبيون ۽ مڙهيل غلاميون لاهيون.

هيءَ اج جي تاريخ آهي ته پاڻ پاڪستان جا شهري آهيون. هي به اج جي تاريخ آهي ته پاڪستان کي ناهڻ ۾ پاڪستان ۾ فضيلتن، جمهوريت ۽ انساني حقن جي راڄ قائم ڪرڻ واري جدوجهد جا پاڻ سرواڻ آهيون ۽ ان جي ڏاڍي ڳري قيمت به ڀري رهيا آهيون. هنن ٽي سالن ۾ تاريخ جا ڪيئي جبر اسان کي واسينگن وانگر وڪوڙي ويا آهن. تعليمي بدحالي جي غلامي اسان کي بچائي وئي آهي، بيروزگاري ۽ غربت جي غلامي اسان کي ڏنگ هڻي رهي آهي، پاڪستان جي باقي صوبن جي عوام ۾ اسان جي مزاج ۽ انسان دوستي کي غلط رنگ ڏيڻ واري آقائيت جي غلاميءَ ۾ اسان کي سوڙهو ڪيو ويو آهي. ۽ پاڻ وٽ اهائي توڪل آهي ته "گهڙو ڀڳو منڊ مٺي، وسيلا ويا تهان پوءِ سٺا سهٽي سڏ ميهار جا." اسان کان سڀ ڪجهه ڦرجي ويو آهي، هاڻي اچو ته ميهار جا سڏ ٻڌون، ۽ سمجهون ته ميهار ڇا چوي ٿو.

ميهار چوي ٿو سيني غلامين جا طوق لاهيو. سڀ ڏينگهر پاڻ تان هٽايو جيڪي پنهنجن ۽ پراون پاڻ تي سٽي پٽيون رهڙي وڌيون آهن. جنهن پاڪستان کي ناهڻ، بچائڻ ۽ جتي جمهوريتن آڻڻ جو ذمو توهان ڪٽي بيٺا آهيو اُتي اهو به ثابت ڪريو ته توهان حق تي آهيو. ڪامورا شاهي، اخباري مافيا، آءِ جي آءِ، سمورن مارشلائي ٽولن سان وڙهڻ لاءِ ۽ پنهنجي معاشي آزادين لاءِ پاڻ تي ڀاڙڻ شروع ڪريو. ٻين جا آسرا ڇڏيو. حڪومت کي پنهنجو حاڪم نه پر مطيع بڻايو. اخباري مافيائن جو توڙ ڪريو. بيروزگاري خلاف پاڻ کي منظم ڪريو. جنهن حالت ۾ اڪيلا سرمائيندار، صنعتن جا مالڪ ٿين ٿا ته پوءِ عوام پاڻ پنهنجي لاءِ صنعتون ڇو نه هڻي. وڏيري جي ٽيليفون تي پوليس جو ڪامورو ٻڌ۔ ڇوڙ ڪري ٿو ته عوام جي اڳيان ڪيس آڪڙ ڪرڻ جو اختيار ڇو ڏنو وڃي. جيڪي قانون عوام جي خلاف استعمال ٿين ٿا انهن جي جاءِ اهڙا قانون ڇو نه وٺن جيڪي عوام جي دشمن جي خلاف ڪم اچن. قانون تي عمل ڪرائڻ وارا ادارا جيڪڏهن ناڪام ۽ نامراد ثابت ٿي چڪا آهن ته پوءِ پنهنجا ادارا ڇو نه ناهيون. جن لفظن جي ڪيڏ سان اسان کي ڏُتاريو وڃي ٿو، انهن جي جاءِ تي اهڙا لفظ ڇو نه اچن جيڪي دوکو نه ڪري سگهندا هجن. جيڪي امير وزير پنهنجون راتيون عوام تي اوندهه مڙهڻ جي مُلهه تي رنگين بڻائين ٿا تن لاءِ تمامي ڌرتي ڇو نه ڪٽي اچجي.

جمعو ١٦ فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## ايم ڪيو ايم فوج کي امين واريو هو-
## پ پ پ ڇا پئي ڪري؟

وزير اعظم بينظير ڀٽو ايڊيٽرن سان ملاقات ۾ ڪين ٻڌايو، ته ايم ڪيو ايم ۽ پ پ پ ۾ اغوا ٿيلن جي واپسي وارين ڳالهين ۾، فوجي عملدار کي ايم ڪيو ايم جي چوڻ تي آندو ويو هو. مطلب ته اها ايم ڪيو ايم وارن جي فرمائش هئي ته فوجي عملدار ملوث ٿئي، ۽ اهو به ته ايم ڪيو ايم جو اعتماد ڪنهن تي آهي، سياست جو قبلو ڇا آهي ۽ اڳتي واسطي پاڪستان جي عوام لاءِ هنن جا ڪهڙا ارادا آهن، سو سڀ ان مان ظاهر ٿئي ٿو.

گذريل هڪ ڏينهن ڇڏي ان کان اڳ اسان پنهنجي ايڊيٽوريل "ايم ڪيو ايم ۽ آءِ جي آءِ جي ڪاميابي ۾ وزيراعظم جي ان انڪشاف کان اڳ اها ڳالهه ڪئي هئي، ته آءِ جي آءِ ۽ ايم ڪيو ايم فوجي عملدار کي سياسي ڌرين جي نبيري ۾ شامل ڪري پ پ پ کي جمهوري ڌُر هئڻ جي حيثيت ۾ هڪ وک پوئتي ڪري ڇڏيو آهي ۽ جيڪي هو چاهين پيا ان ۾ هنن پهرين ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.

اهو سڄو ٿيو جو وزيراعظم ڳالهه ڪري ڇڏي ته اهو معاملو ٿيو ڪيئن! پر گڏوگڏ هي به ته سوال پيدا ٿئي ٿو، ته پيپلز پارٽي وٽ ٻه ٻيو ڪو متبادل ڪونه هو- سواءِ ان جي ته جنهن کي ايم ڪيو ايم پنهنجو "امين" واري ته هي به ان تي راضي ٿي وڃن، جو هنن لاءِ ٻيا سڀ دروازا توبهه جي دروازن وانگر بند ٿي چڪا آهن! بس اهوئي هڪ در آهي جتان نعمتون ۽ نوازشون حاصل ڪري سگهجن ٿيون. پيپلز پارٽي جي حڪومت ايم ڪيو ايم جي اها فرمائش ڇو پوري ڪئي، جيڪڏهن ماڻهو ٽي موٽاڻا هئا ته اهو ته ٽيليفون تي به طئي ڪري سگهجي پيو. هيترا ماڻهو هيڏانهن جا هيترا هوڏانهن جا- پر ائين نه ڪيو ويو.

ان ڳالهه کي اتي ختم نه سمجهو. ان هڪ واقعي جا ڏاندا اڃا اڳتي وڌن ٿا. پ پ پ اڳواڻ اين ڊي خان به ڏينهن اڳ ٻڌايو ته سنڌس پارٽي طرفان امن امان جو حالتون سڌارڻ لاءِ سياسي تنظيمن سان رابطا ڪيا ويا آهن ۽ ايم ڪيو ايم سان به لهه وچڙ ڪئي وئي آهي. هڪ طرف ايم ڪيو ايم سان مقابلي بازي

زورن تي آهي، اخبارن ۾ هنن کي کليو ڪُلايو دهشت گرد سڏيو تا ۽ بئي پاسي ساڻن لهه وچڙ ڪيو پيا!

گڏوگڏ هي ٻه ڏسي رهيا آهيو ته ايم ڪيو ايم پنهنجي عام ووٽر کان پري ٿي رهي آهي ۽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي مجبور ۽ بيڪس ٿي سندس ٻانڌي ٻڻجي چڪي آهي. هو رڳو فضول ڳالهين تي خلق کي ڏول ۾ وجهيو ويٺا آهن ۽ اهي پاڻ کي وني ڪيڏانهن ويندبون. هينئر اهو ته برابر نظر اچي پيو ته مجموعي طرح حالتون پ پ لاءِ سازگار ٿي رهيون آهن جو هڪ ته ڪشمير جو مسئلو حڪومت لاءِ سياسي بونس بڻجي ويو آهي ۽ ٻي ڏينهن اڳ سينيٽ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ محمدعلي هوتي به حڪومت کي سهڪار ڪرڻ جو يقين ڏياريو آهي ۽ ويزاعظم جي لفظن ۾ اعتماد ۽ چهري تي مرڪ هئي. اسان جي ماٺهوءَ لاءِ بينظير جي منهن تي ڳڻتي جا ٿورا به آثار مايوسيءَ جا ڪارونيار ليٿائي تا وجهن ۽ سندس مُرڪ ۽ بااعتماد هجڻ وڏو ڏڍ آهن. پر جيڪو اعتماد ۽ جيڪا مرڪ سياسي راند ۽ حالتن جي اتفاق سان پلئہ پوي ٿي، اُها ڪيترو جٽادار اُٿت ٿي سگهي ٿي؟

هيءَ حيرت جي ڳالهه آهي ته دنيا ۾ فسطائي ٽولا ۽ آمريتي ڏُريون شڪست جي تيز عمل مان گذري رهيون آهن پر هتي اهي اڀرائي واري حيثيت ۾ آهن ۽ جمهوري قوتن جي سياسي عمل کي بين الاقوامي هلچل ۽ نئين هوا جو جهوٽو به نه لڳو آهي!

پاڪستان ۾ عوام جي حساب سان اُهوئي قطعي. جمهوري سرشتي جي بچاءَ ۾ فيصلائتي قوت آهي پر ڪاموريشاهي، حيدرآباد ۽ ڪراچي جا شهر اهڙا پاڪيٽ آهن جن کي جمهوريت لاءِ مستقل خطري ۽ آمريت لاءِ ميستقل جواز جي حيثيت ملي چڪي آهي. هيءَ جوڙجڪ ملڪ کي لاڳيتي گهرو لڙائي جو دوزخ بڻائي چڪي آهي ۽ هن ملڪ کي ايڪويهين صديءَ ۾ وڃڻ کان روڪڻ لاءِ ڦاٽڪ بڻيو ويٺي آهي. آخر هن خوفناڪ صورتحال کي ختم ڪرڻ جي ذميواري ڪنهن جي آهي؟ هن خوفناڪيءَ جي رڳو هڪڙي جهلڪ ته ڏسو!

١٥ـ فيبروري تي پ پ سنڌ جي ترجمان. ڪجهه ايم پي ايز ۽ ٻين اڳواڻن جون ڏهاڪو کن پريس پڌرايون اخبارن کي جاري ڪيون ويون. پ پ اڳواڻ اين ڊي خان جي مولانا نوراني سان ملاقات جي به خبر هئي. پر ٻئي ڏينهن جي انگريزي اخبار ”ڊان“ ۾ انهن مان هڪ به خبر نه هئي، بلڪ ايتري تعداد ۾ ايم ڪيو ايم ۽ سي او ٻي ۽ نوازشريف جون خبرون هيون. ملڪ ۾ اڪثريت ووٽن سان ڪامياب ٿيل پارٽي جيڪا حڪومت ۾ به هجي سا ائين هڪ

طرفي سينسر- شپ جو شڪار ٿي وڃيَ ته آخر اهو ڇا آهي. هي ته هڪڙو مثال آهي پر ائين مهينن ۽ سالن کان قصو هلي رهيو آهي. اخبارن ۾ ايم ڪيو ايم جي زخمين مٿان مخالف ڌر جي اڳواڻن کي رئندي ڏيکاريو وڃي ٿو، جيڪي ضيا جي يارهن سالن ۾ سنڌ جي ماڻهن تي ٿيل ظلمن تي کلندا رهيا هئا. هن صورتحال کان بي پرواهي پ. پ پ کي ڪيڏانهن وٺي ويندي ۽ ائين ڇو پيو ٿئي!

هيءَ حالت پ پ پ جي ملڪي حيثيت کي ختم ڪرڻ ڏانهن وٺيو پئي وڃي. ائين ٿئي ان ڪري پيو جو خود پ پ پ جا امير وزير هن مجموعي صورتحال کان ڪن لاٽار ڪري پنهنجي ذاتي شهرت جي شوق ۾ رڌل آهن. اهي اخبارون ايم ڪيو ايم کي مظلوم، خوف جو شڪار ڪري ڏيکارڻ لاءِ سنڌ اسيمبليءَ جي خالي نشستن جون وڏيون تصويرون شايع ڪري رهيون آهن.

سائين قبلا! حضرتو! توهين آهيو ڇا، ڪيترا چڱا ماڻهو آهيو ۽ ڪيڏين خوبين جا مالڪ آهيو تنهن جي ڪا به اهميت ڪانهيو- اهميت ان ڳالهه جي آهي ته توهان جي ڪهڙي تصوير دنيا جي آڏو پيش ڪئي پئي وڃي. ڏسو هيءَ دنيا رهڻ ۽ جيئڻ لاءِ ڏاڍو ڏکيو هنڌ آهي. زنده رهڻ جو حق رعايت ناهي پر ان لاءِ محنت ۽ جاکوڙ ڪرڻي پوي ٿي. جيڪو جيئڻ جي لائق ناهي، جيئڻ جون گهرجون پوريون نه ٿو ڪري، اُن جو وجود اُڌارو آهي. مصلحتن تي زنده رهڻ به اُڌارو جيئڻ آهي. ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو پهريون ذهين ۽ طاقتور وزيراعظم هو پر ان کي هنن ڪٿي پهچايو! ۽ توهان اڃا به "ميدياڪر" روين جي پنجوڙن مان نڪري نه سگهيا آهيو. توهان کي حڪومت هلائڻي آهي، عوام جو دفاع ڪرڻو آهي، دنيا جي قومن ۾ مان مٿاهون ڪرڻو آهي ته پوءِ عوام تي ڀروسو ڪرڻ سکو ۽ اُن ڀروسي جو عملي مظاهرو ڪريو.

اسان جي ته هيءَ مجبوري آهي ته توهان جا طرفدار ٿيون ۽ توهان تي تنقيد به ڪريون ته زنده رهڻ جي ويڙهه جي آزمائش تي پورا لهون، پر ڪجهه توهان به ته پاڻ کي تاريخ جي اڳيان سرخرو ڪرڻ لاءِ "ميدياڪر" روين مان ٻاهر نڪرو!! عوام جي هيڏي حمايت هوندي به توهان ڪجهه نه ڪري سگهيا ته پوءِ ڪير توهان جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو.

ڇنڇر ١٧ فيبروري ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌواسين جي اڳواڻيءَ جي دعويدارن کي چتاءُ

حڪومت سنڌ جي صورتحال بابت هڪ اعليٰ عدالتي ڪميشن قائم ڪئي آهي جنهن جو سربراه سپريم ڪورٽ جو جج آهي ۽ چئن ئي صوبن جي هاءِ ڪورٽن منجهان هڪ هڪ جج ان جو ميمبر آهي. هي قدم انتهائي ڏاهپ ڀريو آهي. پر ساڳئي وقت هي ڏاڍو حساس ۽ نازڪ قدم به آهي. نازڪ ان ڪري ته جيڪڏهن هيءَ ڪميشن ڪن واضح نتيجن تي نه پهچي سگهي ته معاملا ويتر مُنجهي پوندا ۽ جيڪڏهن اُنا پنهنجن فيصلن سفارشن جو بنياد ڪن محدود سببن تي رکندي تڏهن به گهربل نتيجا حاصل نه ٿي سگهندا. ان ڪري هن ڪميشن تي تاريخ تمام وڏي بنيادي اهم ترين ذميداري رکي آهي. سندس سڀ کان وڏي ذميداري ته اها آهي ته هوءَ ملڪ ۾ قانون جي راڄ جو هر صورت ۾ مان مٿاهون ڪري.

پاڪستان جي تاريخ جو بدترين پهلو هي آهي ته هتي قانون جي پيچڪڙي ۽ آئين جي پتڪي لاهڻ ۾ پهريون هٿ آمر حڪمرانن جو پنهنجو وڏي ٿو. ٽن جنرلن ايوب، يحيٰ ۽ ضيا ملڪ جي ۴۳سالن جي تاريخ مان ۲۵سال حڪومت ڪري، پنهنجويهه ئي سالن جي هڪ هڪ گهڙيءَ ۾ ثابت ڪيو آهي ته آئين ۽ قانون سندن در جا دربان آهن. ان ڪم ۾ هنن عدالتي سرشتي کي به پنهنجي اگهاڙي آمريت جي ننگاپ کي ڍڪڻ جي ڪم آندو. ضرورت وارو نظريو هنن جو پالتو بلڊاگ ٿي انصاف جي گهرجن کي ڏاڙهيندو رهيو. ان ڪري عدالتي سرشتي تان ويساهه ئي کڄي ويو.

پر هاڻي جڏهن ملڪ ۾ جمهوريت بحال ٿي ۽ عوام ميدان تي پهتو ته عدالتن کي "گلو ڪوز" مليو ۽ هنن ضياءَ جي راڄ کي غلط سڏيو.

هينئر وري آمريت پرست ٽولا جمهوريت کي جهورڻ جي پٺيان پيا آهن تڏهن خود عدالتن لاءِ به هي ئي موقعو آهي، ته اُهي پنهنجو آئيندو بچائين ۽ ائين نه ٿئي جو سياڻي وري عدالتي سرشتي کي دنيا جي اڳيان ڪنهن وحشي جي ضرورت واري نظرئي هٿان ڦتجي دنيا جي اڳيان ڏنو ٽيٽو پوي. جو ته سنڌ ۾

سنڌين لاءِ سپرپاور، جو پيدا ڪيل عذاب، پاڪستان جي پير تي ڪهاڙي هڻڻ برابر آهي.

عدالتي ڪميشن جو ڪم گهڻو سئولو ڪونهي. جڏهن اها ڪراچي ۾ دهشت گردي جي ڪارٽن جي جاچ ۾ ويندي تڏهن انهن قوتن تائين ڪيس پهچڻو پوندو جن ايم ڪيو ايم جي اني تي آرو ڪيو هو. اهائي ايم ڪيو ايم اڳ ۾ به هئي پر ١٩٨٣ع واري جمهوري هلچل کان پوءِ سنڌ جي ٻن وڏن شهرن ۾ ايم ڪيو ايم ۽ ننڍن شهرن ۾ ٻهراڙين ۾ ڌاڙيلن جا ڌڻ پيدا ٿيڻ هڪ ئي وقت، هڪ ئي مقصد سان، هڪ ئي هٿ جي سرپرستي سان اڳتي وڌايا ويا. مقصد هو سنڌين کان سنڌن جمهوري جدوجهد جو انتقام وٺڻ، ۽ سنڌ جي وچولي طبقي کي بنياد کان ختم ڪرڻ. شهرن ۾ ايم ڪيو ايم سنڌي وچولي طبقي کي ختم ڪرڻ گهري ٿي ۽ ننڍن شهرن ۾ ڌاڙيل وچولي طبقي جي پٺيان آهن. اهوئي طبقو سياست ۾، ادب ۾ ۽ معاشي سرگرمي ۾ اڳيرو آهي. ان کي ختم ڪري ڇڏيو ته سنڌي باقاعدگي سان ريڊانڊين ٿي ويندا. باقي بچندا قبيلا ۽ انهن جا سردار.

هاڻي سوال آهي ته عدالتي ڪميشن ايم ڪيو ايم کي هُشي ڏيندڙ هٿ تائين پهچي سگهندي يا نه. ٻيو مرحلو آهي ايم ڪيو ايم جي قوميت واري نعري جي تاريخي ۽ سماجي سببن جي ڇنڊڇاڻ. بين الاقوامي قانون مطابق مهاجرن جي قوميت بنجڻ واري معاملي جي جاچ ڪرڻي پوندي. اها به جاچ ڪرڻي پوندي ته "مهاجرن" سان ظلم ڪهڙا ٿيا آهن. هنن جي حق تلفي ڪهڙي ٿي آهي. ان سوال کي تقابلي طرح ڏسڻو پوندو. هي همراه رهن سنڌ ۾ پيا. ١٩٤٧ع کان وٺي اڄ تائين ڪليمن، مرڪز ۽ صوبي جي نوڪرين، صنعتن، ڪاروبارن، ڪارپوريشن، سفارتخانن، بئنڪن ۽ ٻين ادارن ۾ سنڌين جي ڀيٽ ۾ ڪنهن جو تناسب وڌيڪ آهي. پاڻي، بجلي، گيس، تعليم، صحت جون سولتون سنڌ ۾ ڪهڙي آبادي کي وڌيڪ مليل آهن. پڪا گهر ۽ بنگلا ڪنهن جا گهڻا آهن. ڪوڙن ڪليمن ۾ حاصل ڪيل زمينن وارن ٽڳي جي ناهن ۾ سنڌ جي وسيلن جو هنن جي هٿان ڪيڏو زيان ٿيو. جن سنڌين هنن کي جيءَ ۾ جايون ڏئي ويهاريو تن سان موت ۾ هنن ڪهڙي چڱائي ڪئي. پاڪستان ۾ جمهوريت جي نتيجي ۾ سنڌين جو وزيراعظم ٿيڻ هنن کان ڇو برداشت نه ٿيو، جو حقيقي معنيٰ ۾ پهريون پيرو ملڪ جو مان مٿاهون ڪندڙ وزيراعظم کي هنن ڦاسي گهاٽ تائين پهچايو. پنجاب جي حڪمران طبقن جي بالادستي کي مضبوط ڪرڻ ۾ هنن جي ڪردار جي تور- ماپ ڪيتري آهي.

اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ کان پوءِ بہ ڏاڙ گهوڙا هنن جي ۽ ان سڄي عمل جو منطقي نتيجو اچي دهشت گردي تي دنگ ڪري ٿو، جنهن ۾ قدرتي طرح، ملڪ سان سندن وفاداري تي ڄرڦ اچي ٿو.

گڏوگڏ ايم ڪيو ايم جي اڳواڻن جي هن وقت تائين ڏنل لکين بيانن جي مواد جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻي پوندي ۽ اسان جي سياسي تنظيمن جو ڪم آهي، تہ پنهنجا سيل قائم ڪري اها سڄي معلومات گڏ ڪن ۽ ڪميشن جي اڳيان موقف رکن. رسول بخش پليجي اعلان ڪيو آهي تہ هو دهشتگردن هٿان شهيد ۽ زخمي ٿيل بيگناهن جا انگ اکر گڏ ڪندو ۽ ڪميشن ۾ سنڌي ماڻهن جي نمائندگي ڪندو. پر هن ڪم ۾ حفيظ پيرزادي ڪي، يوسف لغاري ڪي، حفيظ قريشي ڪي، ٻ ٻ طرفان قانوندانن جي ٽيم، حڪومتي ذريعن ۽ وسيلن سان سنڌ جي ماڻهو جو قانوني ڪيس تيار ڪن، جيئن سياسي ڪيس بہ مضبوط ٿئي.

# سنڌ جا وزير ۽ وفاقي حڪومت ڏيان ڏين

اڄوڪي هڪ اخباري اطلاع موجب سنڌ حڪومت مالي وسيلن جي شديد کوٽ هئڻ سبب مجبور ٿي مرڪزي حڪومت تي چار ڍائي پنج ارب رپين جي دعويٰ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. خبر موجب حالت اتي اچي بيٺي آهي جو سنڌ حڪومت وٽ ايندڙ مهيني ۾ پنهنجي هڪ لک ستر هزار ملازمن لاءِ پگهار جي ادائگي مسئلو بڻجي وئي آهي. حڪومت جي ڪن ذريعن جو چوڻ آهي ته سنڌ جا وفاقي حڪومت تي ڏهن ڪان پندرهن سالن جا لهڻا ليڪا بيٺل آهن. فقط سنڌ جي خوراڪ کاتي جا به مرڪز تي به ڍائي پنج ارب رپيا ٿين ٿا. اها خبر ڏيندڙ ڊان جي صحافي صبيح الدين غوثي ڄاڻايو آهي ته سنڌ حڪومت جا وزير ۽ صلاحڪار سنڌ جي ڏترڻل مالي حالتن تي ان ڪري وات بند ڪيو ويٺا آهن جو ڪين "پارٽي ضابطي" ۽ ڪن "ٻين ڳالهين" جو لحاظ آهي. سنڌ حڪومت جا سياسي ڪارندا مرڪز ۾ به پ پ پ جي حڪومت هئڻ ۽ اُن جي طرفان سنڌ ڪي نوازڻ وارين غلط ڳالهين جي دٻاءَ ۾ اچي ماٺ ڪيو ويٺا آهن ۽ هيڏانهن سنڌ اچي "بنگلي سان لڳي" آهي.

ڊان جي ان خبر موجب ڪجھ عملدارن جو چوڻ آهي ته نوازڻ ته نوازڻ ماڳ، پر وفاقي حڪومت ڪان ايترو به نه ٿيو آهي جو سنڌ حڪومت جا گذريل ڏهن پندرهن سالن جا لهڻا ليڪا اُڪلايا وڃن. سنڌ حڪومت جون ڪجھ رقمون پنجاب حڪومت ڏي به رهن ٿيون.

سنڌ واسيو! هيءَ مزيدار حالت ڏسو! وزيراعظم اسان جي پنهنجي آهي. پارٽي به اُها اقتدار ۾ آهي، جنهن کي سنڌ جي ماڻهن جي قطعي ووٽ مٿي پهچايو. هينئر آءِ جي آءِ ۽ ايم ڪيو ايم وارن جي سنڌين تي ڪاوڙ به ان ڪري آهي، ته هنن پ پ پ کي ووٽ ڏئي جمهوريت آندي آهي. پر پاڻ سان حالت ڪهڙي آهي. سنڌ حڪومت ڪيڏي ويڌن ۾ آهي- سو ته ڏسو! پاڻ ته جهڙا ساڳي ون يونٽ ۾ آهيون. ڪيڏو نه ڪمال آهي! سنڌ کي پنهنجي صوبائي اسيمبلي به آهي. وزير به آهن، کاتا به ڪوڙ سارا آهن پر مالي وسيلا ڪونهن جو پورت ڪريون يا پاٽيرا ٿيون.

هيءَ حالت ڪو پهريون ڀيرو نه ٿي آهي. هڪ لاڳيتو سلسلو آهي. ڪو

ٻڌائي ته هن حالت ۾ پاڻ لاءِ خوش ٿيڻ، وزير ٿيڻ ۽ صلاحڪار ٿيڻ جي ڪهڙي اهميت آهي. هيءَ صورتحال انهن ماڻهن جي بصيرت، بهادري ۽ عوام دوستي جي دعوائن تي شڪ پيدا ڪري ٿي جيڪي ماڻهن جا ووٽ وٺيو عهدا ته ماڻيو ويٺا آهن، پر ان نظام تي اکر ٻه ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪونهن جيڪو رڳو سنڌ يا ٻين صوبن توڙي هنن جي پنهنجي سياسي حيثيتن کي ڌڪ هڻي ٿو.

اسان جي صوبائي وزيرن، وڏي وزير ۽ سنڌن پارٽي جي قيادت ته هن حالت کي محسوس ئي نه ڪيو آهي. پنهنجي خودمختياري، پنهنجا وسيلا، معدنيات، پاڻي، بجلي، ڪسٽم ۽ گهڻو ڪجهه کنيو پيو وڃي. اهو سڀ پنهنجي جاءِ تي. ان تي دانهون ڪرڻ هڪ ڌار سوال آهي، جنهن تي ته پ پ هي روش اُٽ پکي واري آهي. پر هي خود جنهن نظام کي قبول ڪري تاج پايو ويٺا آهن ان جي اندر ڇو نه ٿا ڪُڇن؟ ڇو محسوس ئي نه ٿا ڪن. هڪڙي شريف ماڻهو صحافي ڪوٽي وڃي خبر ڪڍي آهي، ته ڏسو هن ئي موجود سرشتي جي اندر وفاق ڪيئن سنڌ جا پئسا روڪيو ويٺو آهي. وفاق جي شفقت جو پاڻ کي پورو پتو آهي، پر وفاق، ڪنهن صوبي جي اوڌر رکيو ويٺو هجي، سو ٻه اهڙي ڏکي مهل ۾ جڏهن سنڌ وٽ پنهنجي ملازمن کي پگهارون ڏيڻ جي ٻه تنگي پيدا ٿي چڪي آهي.

اسان پنهنجي سياسي اهلڪارن کان پڇون ٿا، ته توهان پڄيرن تي عطر مکي چڙهي ٿا پئو، روز اخبارن ۾ توهان جا بيان پيا شايع ٿين، توهان سياسي طرح ته ماڻهن جا ووٽ وٺي معتبر ٿيا آهيو، پر توهان سرڪاري طرح ٻه اقتدار جون ڪرسيون والاريو ويٺا آهيو. تڏهن ٻه هن حالت جي خلاف اهڙا ڪڇو جهڙي پت ۽ ڳالهه ٻه اهڙي جنهن ۾ وري ٻه توهان جي ئي وقار جي ڳنڍ ڦاٽل آهي. ڇا توهان ائين نه ٿا سمجهو، ته هن طرح جي بي حسي توهان جي عزت نفس کي نقصان پهچائيندي؟

قبلا! اکيون کوليو! هاڻي دور بدلجي ويا آهن. قومي اهميت جي معاملن تان رڳو ايم ڪيو ايم خلاف زوردار اخباري بيان ڏئي ڏيان نه ٿا هٽائي سگهو. هاڻي ڪاري ڏاند جا مالڪ جاڳڻ جي مرحلي ۾ آهن. جيڪي توهان جي ٻين سان ته ڇڏيو پر خود توهان کي پنهنجي مرتبن سان ٻه بي انصافي ڪرڻ جي اجازت نه ڏيندا. ذهن ۾ رکڻ کپي، ته ماڻهو پنهنجي ووٽ سان جيڪا عزت توهان کي ڏين ٿا، تنهن کي خود توهان جي هٿان نقصان پهچڻ نه ڏيندا. ان شيءَ، ان امانت کي سنڀالڻ سکو، عهدا ماڻڻ جو مطلب رڳو اخبارن ۾ فوٽو ڪڍائڻ ناهي. جيسين توهان پنهنجي ذات جي خول منجهان، اندر ئي اندر ۾

پنهنجو پاڻ پيا خوش ٿيندو ته واه! وزير بنجي ويا آهيو، ايم اين اي ۽ ايم پي اي بنجي ويا آهيو يا حڪمران پارٽي جا خاص عهديدار ٿيا وڃنا آهيو، ته اها پنهنجي منهن "ميان منو" ٿيڻ واري ڳالهه هاڻي نه هلندي. ماڻهو توهان جي ذات بابرڪات ۽ توهان جي رنگ ۽ ڪپڙن پائڻ جي اسٽائيل کي ووٽ نه ٿا ڏين. توهانکي ووٽ جي بار جي ذميواري کي محسوس ڪرڻو پوندو.

اسان جي توهان کي گذارش آهي ته وفاقي حڪومت کان هڪدم پنهنجا لهڻا وٺو محتاجي جي پنهنجي حالت ختم ڪريو. صوبن جي مالي خود مختياري حاصل ڪريو ۽ صوبن جا وسيلا صوبن جي تصرف ۾ آڻيو.

اسان جي وفاقي حڪومت کي به گذارش آهي ته ڏاهي ٿئي ۽ سنڌ کي پنهنجي اوڌر جلد موٽائي ڏئي.

*آچر ٢٥ فيبروري ١٩٩٠ع، عوامي آواز*

# پيپلز پارٽي ايم ڪيو ايم جي بارگاهه ۾!

پيپلز پارٽي جي حڪومت، ايم ڪيو ايم سان لهه وچڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ سندن وچ ۾ عليڪ سليڪ ٿي به وئي آهي. صدر اسحاق به ڏُرين ڪي ائين سمجهاٽي ڏئي ٿو، جڻ ٻين ڌرين ٻارن کي سمجهائيندو هجي. هڪ فوجي عملدار اڳ ئي پ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم جي وچ ۾ رابطن جو ذريعو بنجي ڪجهه اغوا ٿيل ماڻهن ڪي ڇڏائي چڪو آهي.

هن معاملي تي کهڙو رايو ڏجي، ڇا تبصرو ڪجي ۽ ڪهڙا مشورا ۽ تجويزون ڏجن! هڪڙي پاسي صدر کان وٺي سنڌ جي گورنر ۽ پ پ پ جي هڪ اڳواڻ اين ڊي خان تائين سڀ ايم ڪيو ايم کي مڃائڻ جي پويان آهن، ته ٻئي پاسي اڄوڪي شام جي هڪ انگريزي اخبار خبر ڏني آهي، ته ايم ڪيو ايم وارن طئي ڪري ڇڏيو آهي، ته سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس جو سندن بائڪاٽ جاري رهندو- ايستائين، جيسين سندن مطالبا نه ٿا مڃيا وڃن.

اسيمبليءَ جي اجلاس کي ملتوي ٿئي به ٿي ڏينهن گذري چڪا آهن. وري اجلاس ٿئي، تڏهن ٿئي اسيمبلي، اجلاس ۾ هجي نه هجي، هنن جو بائڪاٽ جاري رهندو ۽ اخبارون هنن جي اشتعالي انداز کي وڏين سُرخين سان ڇاپي بليڪ ميل ڪنديون رهنديون. هينئر خود صدر کان گورنر ۽ ٻين پراسرار ماڻهن طرفان ايم ڪيو ايم کي پ پ پ جي مرتبي سان "گهوڙي- ڪن برابر" ڪري ٻيهاريو ويو آهي.

ان کان اڳ ۾ ڪميشن قائم ڪئي وئي آهي، جيڪا وڳوڙن جي پٺيان موجود ڪارڻ ڳوليندي! ٻئي طرف سياسي سطح تي وري ايم ڪيو ايم سان ڪين ڳالهائڻو پئجي ويو آهي. جنهن کي هنن هڪ ڀيرو نه، ٻه ڀيرا نه، هزار ڀيرا، لکين ڀيرا دهشت گرد تنظيم سڏيو، اُن سان ڳالهائڻ جو مطلب سمجهو ٿا؟ ان ڳالهه کي سمجهو ٿا، ته توهان جڏهن واضح نموني، مجبور ٿي، لاچار ٿي، ٻي ڪا به واهه نه ڏسي، ڪنهن جي زور بار ۾ اچي هنن سان ڳالهايو ٿا، تڏهن هو وري ڪنهن نه ڪنهن طرح توهان کي ڇيڙائن ٿا. خبر اٿو، ته ڇو ٿا ڇيڙائن توهان کي؟ هاڻي توهان کي ڪاوڙ نه لڳندي، توهان کي جوابي ڪاوڙ ڏيکارڻ کان منع ڪيو ويو آهي. هاڻي هو توهان کي اٺ ڏينهن لاڳيتو مشتعل ڪندا پر

توهان ڪاوڙيا ئي ڪونہ. جڏهن هو پنهنجو اشتعال توهان کي هضم ڪرائي ويا، تہ پوءِ باقي ڇا بچندو، جيڪو توهان نہ مڃو؟

هاڻي بہ ڳالهين لاءِ پ پ پ اڳ ۾ وکون وڌايون آهن، پر خبر اٿو، تہ پ پ پ بيٺل ڪٿي آهي؟ اُتي جتان ايم ڪيو ايم ڪراچي- پڊرنامي کي چوري لکي، ٽوڙي، آءِ جي آءِ سان ٺاهہ ڪري سنڌ تختو ڪيڻ گهريو هو. ۽ پ پ پ پاڻ کي ڏسي! اين ڊي خان هفتو اڳ ڊيلي نيوز کي ڏنل انٽرويو ۾ هڪ سوال جي جواب ۾ چيو تہ بنگلاديش ۾ رهندڙ بهاري، پاڪستاني آهن ۽ کين پاڪستان اچڻ جو پورو پورو حق آهي. اهڙي ڳالهہ بينظير، بنگلاديش جي دوري کان واپس اچڻ تي بہ نہ چئي سگهي هئي.

جناب! هن مان ڇا سمجهيو وڃي، تہ توهان ڪنهن کي پيا بيوقوف بڻايو. توهان جي هن ڳالهہ مان بلڪل واضح آهي، تہ توهان ايم ڪيو ايم سان ڳالهائڻ کان اڳ ئي، بڌائي ڇا ڇڏيو، اسان توهان جي بارگاهہ ۾ ڪيڏي وڏي رعايت، سوڪڙي ڪري ڪٿي اچڻ لاءِ تيار آهيون.

پيپلز پارٽي جي محترم قيادت! توهان جي هن مصلحت پسندي ۽ پراين شرطن تي لهي اچڻ جا گهڻا ڪارڻ آهن:

پهرين ڳالهہ تہ توهان تنظيمي طرح ايم ڪيو ايم کان ڪمزور آهيو. هنن جو هر تحرڪ ڳٽيل ڳوتيل آهي. هو وڏ ۾ وڏ اشتعال جاٽي واٽي پيدا ڪري اڳلن جو پاڻي ڪڇين ٿا، ۽ توهان پنهنجو پاڻي ڪڇائڻ لاءِ هر وقت تيار رهو ٿا. ٻي ڳالهہ تہ توهان حڪومت ۾ هوندي بہ دهشت گردي کي ضابطي ۾ نہ ٿا آڻي سگهو، جنهن جا ڪارڻ گهڻا آهن، پر نتيجو اهو آهي، تہ توهان جي دال نہ ڳري- ۽ توهان هنن کي چڱيءَ طرح سڃاڻڻ جي باوجود ساڻن ڳالهائي رهيا آهيو. اڃو تہ توهان کان هڪڙو سوال پڇون! ڏاڙيل بہ توهان کان زور آهن، انهن سنڌي وچولي طبقي کي مڪمل طرح فنا ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو آهي. اُنهن سان ڳالهيون ڇو نہ ٿا ڪريو؟ توهان چوندا: تہ ڏاڙيل ايڏا منظم ناهن، سندن هڪڙو ڪو پليٽفارم بہ ڪونهي ۽ سندن سياسي منهن مهانڊو بہ ڪونهي، تنهن ڪري ڪيئن ڳالهائجي!

هن طرح توهان ان روايت کي مڃو ٿا، تہ دهشت گرد پاڻ تي سياسي تنظيم جو ملمع چاڙهي اچن، تہ پوءِ توهان ساڻن ڳالهيون ڪرڻ لاءِ تيار آهيو.

ڳالهيون بہ ڪهڙي موقعي تي! جڏهن عام اردو ڳالهائيندڙ ماڻهو ايم ڪيو ايم جي جهنم کان بيزار ٿي رهيو آهي. جڏهن دهشت گرد چندو نہ ڏيندڙ اردو دڪاندارن جي دڪانن کي باهيون ڏئي رهيا آهن؟

اهڙي موقعي تي جڏهن ايم ڪيو ايم جي سياسي ساک کي نقصان پيو ٿئي ۽ ماڻهن کي سمجهه ۾ اچڻ شروع ٿي ويو آهي، ته اُها آءِ جي آءِ جي پاڙيتو ٿي ڪم ڪري رهي آهي، تڏهن توهان ڪنهن جي چوڻ تي هنن سان ڳالهائڻ، ڳچيءَ ۾ پاند پائي، پاڻ کي قصوروار ۽ گنهگار سڏي ڳالهين ڪرڻ جي بيک ونو ٿا ۽ هنن کي نئين سياسي زندگي عطا ڪري رهيا آهيو. توهان جيڪا حڪومت ڪريو ٿا، اُن جو انتظام توهان وٽ ڪونهي. هاڻي توهان جي حڪومت رڳو ڪجهه نوڪرين جي حاصلات جي ايجنسي آهي.

هي صحيح آهي، ته امن امان جي مفاد ۾ ڪنهن سان به ڳالهيون ڪيون وڃن ۽ ايم ڪيوايم ته وري به پارلياماني گروپ آهي. پر ڪو هڪڙو ثبوت، بنياد، اُميد جو ڪو ذرڙو ته ڏيکاريو جنهن سان ايم ڪيو ايم تي اعتبار ڪجي!

هاڻي ڏسون، ته توهان جي هنن سان ٿيندڙ ڳالهين جو دائرو ۽ موضوع ڇا هوندو. اهو ڄاڻڻ کان پوءِ ئي ڪجهه وڌيڪ چئي سگهبو.

خميس ١- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# اين ڊي خان جواب ڏي!

تازو توهان هڪ انٽرويو ۾ چيو ته بنگلاديش ۾ رهندڙ بهاري، پاڪستاني آهن ۽ کين پاڪستان اچڻ ۽ رهڻ جو پورو حق آهي.

مسٽر اين ڊي خان! توهان سنڌين جي تاريخي حقن ۽ وجود مٿان لٽڪيل "ڊيموڪليس جي ڪيئي خنجرن" منجهان هڪ جي ڌاڳي کي سٽ ڏني آهي. سنڌين جو وجود ۱۹۴۷ع کان پوءِ خاتمي جي هڪ لاڳيتي عمل جي ور چڙهي ويو. سنڌين کي ريڊانڊين بنائڻ جو ڏنڊو مذهب، نظريهءَ پاڪستان ۽ اردو جي نالي ۾ شروع ڪيو ويو. شاه لطيف جي زمين تي مهاجر قوميت جو نعرو ان ڏنڊي جي منطقي شڪل آهي ۽ مسٽر خان ملڪ اندر موجود ابتر حالتون به حڪمرانن جي مذڪوره ذهنيت ۽ روش جو سڌو نتيجو آهن. هنن جڏهن ۱۹۷۰ع جي چونڊن جي فيصلي ۾ عوام جي جمهوري آگاهي کي ڏٺو، ته هنن اوڀر پاڪستان ۾ فوجي- آپريشن ڪيو. جمهوريت جي غدارن سان اوڀر پاڪستان ۾ ياڳي پائيوار ڪير هو؟ تون! البدر ۽ الشمس جي قاتل ٽولن کي ته چڱيءَ طرح سڃاڻين ٿو، جيڪي اڄ سنڌ ۾ "بليڪ ٽائيگرس" جي نالي سان ڪم ڪري رهيا آهن.

ڇا تون ايترو سادو ماڻهو آهين، جو ۱۹۸۳ع ۾ جمهوري هلچل کان پوءِ تيزي سان اُڀاريل ايم ڪيو ايم جي صورتحال کي به نه ٿو سمجهي سگهين. بنگالين کي قتلام ڪرڻ جي سزا ان ڪري ڏني وئي جو هنن پاڪستان اندر جمهوريت جي حق ۾ واضح فيصلو ڏنو. جڏهن ساڳي جمهوريت جو مطالبو ۱۹۸۳ع ۾ پاڪستان اندر بلند ٿيو ۽ سنڌي ملڪ جي جمهوري هلچل جي اڳين صفن تان بيهي وڙهيا، ته سنڌ کي به فوجي آپريشن جو نشانو بڻايو ويو. ڪراچي ۽ حيدرآباد شهرن جي اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي سياسي نمائندگي ڪندڙن، عوام جي جمهوري حقن ڏانهن پنهنجي اويرائپ ۽ لاپرواهي ذريعي آمريت جو ساٿ ڏنو. تحريڪ کي ظالماڻي نموني ختم ڪيو ويو. پر سنڌين جي چوليون ڪائيندڙ جذبي ۽ سياسي شعور جي طاقتور سطح، آمر کي واقعي پريشان

ڪري ڇڏيو. پوءِ آمر لاءِ منطقي طرح ضروري ٿيو، ته سنڌ جي اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي الشمس ۽ البدر نمائندگي کي نئين سر منظم ڪري، جنهن ۱۹۷۷ع ۾ ضياءَ جي واٽ ۾ گل وڇايا. اُن وقت تائين نظريءَ پاڪستان ۽ اردو گڏيل نعرا ٿي ويا هئا، تنهن ڪري هن ڀيري ايم ڪيو ايم ڌار قوميت جي نعري سان ميدان تي آئي.

اڄ ايم ڪيو ايم جي هٿان سنڌ جيڪي ڏينهن ڏسي رهي آهي، سو ساڳيو عذاب بنگالين جماعت اسلامي ۽ ان جي جلاد تنظيمن البدر ۽ الشمس هٿان ڀوڳيو، جن اوڀر پاڪستان جي اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي نمائندگي پئي ڪئي.

مسٽر خان! توهان کي سمجهڻ گهرجي، ته پاڪستان وڏيڪ حصا پتيون ٿيڻ واري حالت کي برداشت نه ٿو ڪري سگهي. تازو ئي تنهنجي پارٽيءَ جي ڪن ماڻهن جيڪي حڪومت ۾ به آهن، اشارو ڏنو، ته سنڌ جي ويڙهن ۾ "را" جو هٿ آهي. اسان کي ان الزام جي اندر جي خبر ته ڪانهي، پر تاريخ ٻڌائي پئي، ته بهاري پاڪستان کي ٽڪرا ڪرڻ واري ڏنڊي ۾ هڪ جيترا ڀاڱي ڀائيوار هئا.

شروع کان وٺي حڪمران بنياد پرستن، پنهنجي ڪاڏل نفسيات ۾ رکيا. هنن لڏي آيل آبادي کي پاڪستان جي نئين تاريخي حقيقت ۾ ٺهي رهڻ ئي نه ڏنو. هنن جي حڪمران طبقن، مڪاني آبادي سان پنهنجي اويرائپ کي ڄاڻي واڻي عوام جي نفرت ۾ بدلائي ڇڏيو. مهاجرن سان بي انصافين ۾ ڪهڙو سچ آهي. هنن سان ناانصافيون، پاڪستان جي باقي عوام جي محرومين کان ڇا ۾ معتبر ۽ مقدم آهن؟

"تاريخ جي قيدي بهارين" جو ڪيس وڙهڻ سان تون، سنڌين کي مڪمل ريڊانڊين ۽ اباڻجي بڻائڻ واري عمل کي پورو ڪرڻ لاءِ ذريعو بنجي رهيو آهين. نه رڳو ايترو پر جمهوريت جو وجود به امڪانن جي دائرن کان گم ٿي ويندو.

توهان ماڻهو، سرڪاري سطح تي بنگلاديش ۾ بهارين جي برابريءَ واري حق لاءِ ڇو نه ٿا وڙهو.

اسان سنڌي سمجهون ٿا ته ذوالفقار علي ڀٽي کي اردو- قيادت جي مدد سان شهيد ڪيو ويو ۽ سندس ڏوهه اهو هو ته هُو پاڪستان جي جمهوري يڪجهتي جي علامت هيو.

اڄ وري جڏهن پاڪستان جا ماڻهو محسوس ڪري رهيا آهن، ته هڪ ئي

ثقافتي خطي جا وارث آهن ۽ سنڌوءَ جي قديم تهذيب، جمهوريت جي نئين مضبوط رشتي سان سنڌن مرڪز آهي، ته ميدان تي موجود ساڳيا ٽولا، اِن وڏي آگاهي ۽ جمهوريت کي تباهه ڪرڻ لاءِ سازش تي عمل ڪري رهيا آهن.

اسان اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن جي خلاف ناهيون- پر ان حالت جي خلاف آهيون جنهن ۾ فاشسٽن کين جڪڙي رکيو آهي، ۽ اهي فاشسٽ، بهارين کي گهرائي پنهنجي نفري وڌائڻ گهرن ٿا.

جيڪڏهن توهان نه ٿا مڃو، ته پوءِ بهارين کي آڻڻ بابت اسان هڪ تجويز پيش ڪريون ٿا. پاڪستان جي قدرتي شهرين کان ريفرنڊم ڪرايو. ڪائنس پڇو ته، بهارين کي پاڪستان آڻجي؟ جيڪڏهن هو راضي نه ٿا ٿين، ته توهان ماڻ ڪري سنڌن فيصلو قبول ڪريو، پر جيڪڏهن هو راضي ٿين ۽ فيصلو سنڌن حقن ۾ اچي، ته پوءِ جتان جتان کين گهٽا ووٽ مليا هجن اُتي توڙي وفاقي انتظام هيٺ هلندڙ علائقن ۾ کين مليل ووٽن جي تناسب سان رهايو وڃي.

جمعو ٢- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# اقليتن جي برابريءَ واري درجي بابت منافقيءَ جو نوٽيس وٺو

ڪجهه ڏينهن کان پاڪستان حڪومت، آمريڪا جي پرڏيهي کاتي جي هڪ الزام جي وضاحتن ۾ مصروف نظر اچي ٿي. هفتو کن اڳ پرڏيهي کاتي، پاڪستان ۾ اقليتن سان ٿيندڙ زيادتين تي ڳڻتي ڏيکاري هئي. پاڪستان حڪومت ۽ ڪجهه اقليتي ايم اين اي چئي رهيا آهن، ته اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي ۽ اقليتن کي سمورا حق مليل آهن ۽ اقليتي فرقن وارا سڀ ماڻهو برابريءَ وارا شهري حق ماڻي رهيا آهن.

آمريڪا جي ڳڻتي جا ڪهڙا ڪارڻ آهن، سا ته پاڻ کي خبر ڪانهي، پر هتي اقليتن سان جيڪا حالت آهي، اُن کان ڪوبه اکيوٽ نٿو ڪري سگهي. اسان جي حساب سان ته خلق سموري ويڙهن ۾ آهي، ۽ عوام سان ٿيندڙ ظلم ۾ ڪابه تفريق نه ٿي ڪئي وڃي. باقي بهرام ڊي اواري ته ڪروڙ پتي ماڻهو آهي ۽ اهڙن ماڻهن کي ڪنهن ڳالهه جي ڪهڙي پرواهه! هي ماڻهو ته اُن اصل اقليت سان تعلق رکن ٿا جيڪا هميشه هر وقت حڪمران آهي. واقعي هنن جي هٿ ۾ دولت جهڙي سگهه آهي، جيڪا سڀ ڪجهه خريد ڪري سگهي ٿي- ۽ هنن کي اقليتن سان ٿيندڙ زيادتين جي ڪا پرواهه به نه هئڻ گهرجي، ڇو ته هنن سان ڪو به زيادتي نه ٿو ڪري سگهي. پر حقيقت ڇا آهي؟

هي صوفين جي زمين آهي، جيڪي وڏا انسان دوست آهن ۽ سندن سنگت ساٿ ۾ هندو- مسلمان جي نالي ۾ ڪو فرق، ڪوبه ڀيد ڀاو نه رهيو آهي. لال حسين جهڙو بزرگ پنهنجي نالي جي اڳيان ماڌوءُ جي نالي کي رکي ٿو، جيڪو سندس هندو ساٿي هو. تمر فقير، ڀٽائي جو سنگتي هو. مذهبن جي بنياد تي فرق روا رکڻ واري مونجهاري ۾ بلهي شاهه جهڙو سرڪش شاعر ڦاسي پوي ٿو، ۽ ان ظلم کان نفرت ڪري پنهنجي سڄاڻپ تان هٿ کڻي ٿو ڇڏي ۽ چوي ٿو "بلَيا، ڪي ڄاڻان- مَئين ڪون!" ۽ اهو به ٿو چوي: ته نه هندو آ نه مسلمان. جتي سچل سرمست چوي ٿو: ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن- مان جوئي آهيان سو ئي آهيان."

سنڌ : پيپلز پارٽي ڪان ڄام صادق علي تائين

پر پاڪستان جو آئين، انساني حقن جي عالمي پڌرنامي جي اُبتڙ پاڪستان جي شهري هجڻ فقط انسان هئڻ ڪي ڪافي نہ ٿو سمجهي. جمهوريت جو روح، اُن وقت ڪٿي ٿو بيهي جڏهن ملڪ جو تمورو عوام ڪنهن ماڻهوءَ کي ملڪ جو سربراه چونڊڻ چاهي، تہ هو ائين نہ ٿو ڪري سگهي. ڇو تہ آئين چوي ٿو، تہ اُن ماڻهوءَ جو مسلمان هجڻ ضروري آهي. وري اهو بہ ڏسو، تہ مسلمان جيڪي ملڪ جا سربراه ٿيا آهن، انهن جا افعال ڪهڙا رهيا آهن. محمد شاه رنگيلي جهڙا ايوب ۽ يحيٰ ۽ خلق جي سامهون قرآن شريف جي تلاوت جي پاڇي ۾ ڪوڙ ڳالهائيندڙ ضيا بہ مسلمان هئا. پاڪستان جو خواب ڏسندڙ علامہ اقبال برطانوي شهنشاه جارج- ڇهين جي شان ۾ قصيدا لکي ويو.

وري هي اقليت لاءِ ڌار اليڪشني سرشتو جيڪو ضيا جي ايجاد هو، سو ڇاهي؟ خلق کي مذهب ۽ عقيدن جي بنياد تي ورهائي ڇڏڻ ۽ عوام کي يڪمشت ٿيڻ کان آئيني طرح روڪي ڇڏڻ کي ڪهڙو نالو ڏئي سگهجي ٿو.

اسان سمجهون ٿا تہ منافقين جي بنياد تي تهذيب جوڙي سگهجي ٿي ۽ نہ جمهوريت جي دعويٰ ڪري ٿي سگهجي. اسان دنيا کي ٻڌائڻ گهرون ٿا تہ هي ڳالهيون رڪارڊ تي رهن، ۽ انهن جو نوٽيس ورتو وڃي.

اُگاڙو ٦- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# هاشم جا پاڻ سڙي ويا!
# ڇا سنڌ جا سڀ پاڻ سڙي ويندا!؟

ڌاڙيلن ويهه ڳوٺاڻا شهيد ڪري ڇڏيا. پيان سعيد آباد لڳ ٽيل هن واردات جي خبر اخبارن ۾ شايع ٿي چڪي آهي. ٻار به ماريا ويا. عورتون به ماريون ويون. ڌاڙيلن جي ٽولي کي شڪ هو ته ڳوٺ مان ڪنهن سنڌن خلاف مخبري ڪئي هئي.

اسان اڳ ۾ ئي ايڊيٽوريل لکيا آهن، ته ڌاڙيل، سنڌين جي قومي وجود جا سڀ کان وڏا ويري ٿي چڪا آهن. هو سموري سنڌي وچولي طبقي کي ناس ڪرڻ کان اڳ ڪٿي ماٺ ڪرڻ وارا ناهن. هنن جي ئي ڪري اهي ڏينهن پري ڪونهن جڏهن هاٺوڪا سنڌي، قديم سنڌي اوڏن، ڀيلن ۽ ڪولهين واري حال پهچي ويندا. لڏ پلاڻ ۾ هوندا ۽ خانہ بدوش ٿي ويندا. يا وري موهن جي دڙي ۽ سنڌالاجي جي عجائب گهرن ۾ ائينديءَ جي عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ نموني خاطر رکيل هوندا.

حڪومت هن مهل تائين ناڪام رهي آهي. ۱۹۸۳ع کانپوءِ جنهن خاص، منظم ۽ لاڳيتي طريقي سان ڌاڙيلن جي ٽولن ۾ واڌ ايندي رهي ٿي، اُن کي روڪڻ لاءِ حڪومت وٽ ڪوبہ طريقو ڪونهي، جنهن ۾ آسرو پيدا ٿئي ته هاڻي کانپوءِ ڪو بچاءُ ٿيڻو آهي. اسان وري وري چوندا رهيا آهيون، ته ڌاڙيلن جا ٽولا ۽ دهشتگرد سنڌين جي وجود تي هڪ ئي هٿ جا جوڙيل پُتلا آهن. اُهو هٿ، اُهو ادارو اڃا موجود آهي. اُن اداري جي فائيلن تائين عوام کي رسائي ڪانهي. اُنهن فائيلن ۾ جيڪا حڪمت عملي ٺهيل آهي ۽ جنهن تحت هٿيارن جي سپلاءِ اڃا به جاري آهي، اُن جي پاڻ ماڻهن کي خبر ڪانهي. عوام جو دشمن هٿ، تاريخ جي هن موڙ تي نهايت چالاڪي سان ڪم ڪري رهيو آهي، جو اُن پنهنجي سڃاڻپ لڪائي رکي آهي. اسان پڇون ٿا، ته فيبروري ۱۹۸۹ع ۾ آءِ ايس آءِ (انٽر سروسز انٽيليجنس) جي جيڪا سياسي ونگ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو هو، اُن ملڪ ۽ جمهوريت کي ۽ خاص ڪري سنڌ کي ڪهڙيون بلائون بچايون- سي ڳالهيون ظاهر ڇو نہ ڪيو ويون آهن. جنهن ڪم کي هاڻوڪي جمهوري حڪومت غلط سڏي ختم ڪيو هو، اُن کي ظاهر ڇو نہ ٿو ڪيو وڃي. آخري ڪنهن بہ عوام دشمن ڪم کي رياستي راز (اسٽيٽ سيڪريٽ) ٻڌائي اُن جي ڪتاڻ نہ اهڻ سان ڪهڙو فائدو آهي. سيئي ڄاڻن ٿا ته ۱۹۸۳ع واري هلچل کان تُرت پوءِ سنڌ جي ڳوٺن ۾ ڪئمپن هنيل فوج مان ڪي ماڻهو پڳل قرار ڏنا ويا هئا ۽ پوءِ ڌاڙيلن جي ذريعن وٽان ئي خبرون پهتيون ته اُهي ڌاڙيلن کي هٿيارن هلائڻ جي ٽريننگ ڏئي رهيا آهن. پوءِ

خبر پئي ته ڌاڙيلن وٽ راڪيٽ لانچر آهن. اهي ۽ اڄ ڏينهن ٽائين ڌاڙيلن لاءِ هٿيارن جي ڪامياب سپلاءِ لاءِ ذميوار ڪير آهي. بيگناه ماڻهو اغوا پيا ٿين. مارجن پيا- ڪير ذميوار آهي؟ هڪڙا ڌاڙيل ۽ ٻيا ماڻهن جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل ايجنسيون جيڪي عوام جي رت ۽ پگهر تي پلجي رهيا آهن. ڪو چوي ته سهي، ٻڌائي ته سهي ته ذميوار ڪير آهي ۽ ناڪام ڪير آهي. جيڪي ناڪام آهن تن جو احتساب ڇو نه ٿو ٿئي. ڇو اُهي ايجا به ساڳين هنڌن تي معتبر ٿيا ويٺا آهن.

هڪڙي پاسي اسان چئون ٿا، ته سنڌي آهيون ۽ ان ڏوهه ۾ شهرن ۾ ماريا پيا وڃون. ماڻهو اسان جي ووٽ سان اقتدار تي ويٺا آهن ۽ ٻيا ماڻهو خود سنڌي، ڌاڙيلن جي روپ ۾ اسان کي قتل ڪري رهيا آهن. هيڏانهن سنڌي نه هُجڻ تي مارجون، هوڏانهن به سنڌي هجڻ ڪري مارجون، هيءَ اسان کي ڪهڙي ڪاهيءَ ۾ ڦٿو ڪيو ويو آهي، جو جيڏانهن ٿا ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪريون اُتان مارجون ٿا. هن حالت ۾ حڪومت تي ويٺل سنڌين جو ڪردار اهو وڃي ٿو بيهي، ته ڪجهه سنڌين کي جيڪي سنڌي عوام جا نمائندا آهن تن کي خوش ڪرڻ لاءِ ظاهري طرح حڪومت ڏيو ۽ سنڌي مارجندا رهن. جيڪڏهن توهان ماڻهن جي حفاظت نه ڪري سگهيا ته پوءِ حڪومت توهان لاءِ رشوت کان وڌيڪ ڪهڙي اهميت رکندي!

هيءَ مايوسي جي خطرناڪ ترين صورتحال آهي، جنهن ۾ سنڌين جا "دوست" سياستدان اڳي وانگر ڏاڍا مجبور، لاچار ۽ بيوس آهن، وڪ به کڻي نه ٿا سگهن. هنن جي ئي اڳيان هنن جي مدد سان اسان جا تعليمي ادارا تباه ٿي ويا، سياسي غداريون ٿيون، ڌاريون آباديون پانت پانت جون هتي پهتيون، دهشتگرديون ڳچيءَ ۾ پئجي ويون ۽ هاڻ مڪمل ناس پيا ٿيون. هي پوءِ به چون ٿا، ته سنڌ جا دوست آهن ۽ سنڌ ڪانسواءِ ساهه به نه ٿا کڻي سگهن.

اسان سڀ نظرين ۽ خيال پرستين جي چارن ۾ ڦاسايا ويا آهيون ۽ اسان جي هر ڇُرپر گهر ۾ ڦاسائي انڌل جانورن واري آهي. جانور به اُهي جيڪي دشمن جي هيرايل عادتن جا غلام آهن. ڏسو ته ڌاڙيل ڪيڏا عملي ماڻهو آهن. سگا جا ماڻهو به ڪنيو وڃن، ته اُستادن کي به اغوا ڪري ٿا وڃن. فقط اسان پاڻ خيالي پلائن جون ديگون رڌي پنهنجي روحن کي خوراڪ رسائي رهيا آهيون ۽ مارجندي ميسارجندي به ان عادت کان مڙون نه ٿا. ڇو ته اسان وٽ زنده رهڻ جا متبادل رستا ڪونهن ۽ اهڙا سڀ رستا اسان جي سياستدانن روڪي ڇڏيا آهن.

ڪالهه سگا جا پاڻ ساڙيا ويا. اڄ هاشم جي پاڻ کي باهه ڏئي ڇڏي وئي آهي. پٺائي جو ڪيڏارو چوندو ٿو رهي، ته "وهون شهيدن جون نير مهانگو ڪنديون." هاڻي ته پاڻ ۾ نير وٺڻ جي به طاقت نه بچي آهي. اڄو ته اسان پاڻ کان پڇون، ته واقعي اسان ڪا حڪومت چوندي آهي؟ جنهن جو ڪم اسان کي بچائڻ هئڻ گهرجي.

هاشم ١٠- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# ڏاڙن لاءِ ذميدار ڌرين جي سڃاڻپ

ڌاڙيلن سنڌ ۾ جن حالتن کي جنم ڏنو آهي، تن کان ڪيئن بچجي؟ هن بحث جون ٽي مکيه ڌريون آهن: حڪومت، سياسي تنظيمون ۽ ڌاڙيل پاڻ.

پهريائين حڪومت: انتظامي ڍانچو هن مهل تائين ناڪام رهيو آهي. انتظامي ۽ عدالتي نظام وراثتي ڪردار ۽ ڪوتاهين جي ڪري خلق لاءِ آزار بڻجي ويا آهن. انهن ۾ شامل ٿيندڙ ماڻهو سماج جا- ”ولين“ ٿي وڃن ٿا، ڇو؟ اهي ماڻهو هيرا، سورما ۽ ڪارائتا شهري به ٿي سگهن ها! پر هن وقت هو خلق لاءِ آزار بنجڻ کي پنهنجي لاءِ وڏائي ۽ فخر وارو درجو سمجهن ٿا. اهي نظام ۽ انهن جا ماڻهو جن جو اصل ڪم ڏوهن ۽ بي انصافين کي ختم ڪري پيار، لڄ، نمرتا ۽ ساڃهه جي حفاظت ڪرڻ ۽ وڌائڻ آهي يا هئڻ گهرجي، پر ائين نه ٿيو آهي. ان جي ابتڙ هي نظام ۽ ان جا ماڻهو وراثتي طرح موجود طاقتور ڌرين جي طاقت کي بچائڻ جا ذريعا بڻبا رهيا آهن. ان طرح معاشري جو محور يا مرڪزي نقطو عام ماڻهو، اُن جا حق ۽ ان جي حفاظت ناهي. معاشي طرح طاقت جو سرچشمو وڏو زميندار ۽ جاگيردار ۽ گهڻ قومي ڪمپنين جو دلال سرمائيدار آهي. هنن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ ترقيءَ لاءِ ڇتا پيٽي صحتمند بنيادن تي ناهي، ڇو ته هنن جو پنهنجو طبقاتي وجود صحتمند ۽ انساني ڀلائي وارن بنيادن تي بيٺل ناهي. ٻي ڳالهه ته جاگيردار ۽ وڏو زميندار مڪاني آهي، جڏهن ته سرمائيندار مڪاني ناهي ۽ نه اُن جا مڪاني ثقافت سان ڪي ڳانڍاپا قائم رهيا آهن.

هنن ٻنهي ڌرين جي سياست به ان ڪري هڪ ٻئي سان دشمنين ۾ ظاهر ٿئي ٿي. دلال سرمائيدار کي جمهوريت ۾ نقصان آهي، جڏهن ته وڏيري کي جمهوريت ۾ فائدو آهي. پيپلز پارٽي جو وجود، ان جون پاليسيون ۽ ان جو ڪردار وڏيري جي جمهوريت پرست ٿيڻ جي مڪمل تصوير آهي. هي وڏيرو پڙهيل لکيل به آهي ۽ جيئن ته جمهوريت منجهان ڪيس فائدو ٿئي ٿو، تنهن ڪري نسبتي طرح هو سرمائيدار جي ڀيٽ ۾ چڱو ماڻهو نظر اچي ٿو.

جيڪو وڏيرو پيپلز پارٽي کان ٻاهر آهي، سنڌ ۾ اُن جون ٻه واضح شڪليون آهن. هڪڙو مسلم ليگ جي روايتي ٻڌڻ ذريعي پنجاب جي چوڌري

۽ فوجي عملدار مان ٺهيل صنعتڪار سان ڳنڍيل آهي. پير پاڳارو، محمد خان جوڻيجو ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي هن وڏيري جا ماڊل آهن.

ٻيو وڏير سنڌي قومپرست آهي. جي ايم سيد، عبدالمجيد جتوئي، ممتاز ڀٽو. پيپلزپارٽي ۾ هنن قومپرستن جو گهڻو سياسي دارومدار سنڌ جي مختصر وچولن طبقن تي آهي. قومپرست وڏيرا اقتدار ۾ اچڻ جي خواهش رکڻ جي باوجود، اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڳُرن ۾ ناڪام رهڻ سبب اقتدار کان ٻاهر ويٺا آهن، ان ڪري هنن جي ڳالهين ۾ وزن نظر اچي ٿو. ساڳيو وزن جيڪو اقتدار کان ٻاهر رهڻ وقت پ پ پ ۾ به نظر ايندو هو. هينئر پ پ تي حڪومتي ذميدارين ۽ انهن کي نباهڻ ۾ گهڻ ۾ گهڻ ستر سيڪڙو ناڪام ٿيڻ سبب اُن وٽ ماڻهن جي دلين تي حڪمراني ڪرڻ جو فقط هڪ ئي وسيلو بچيو آهي. بينظير ڀٽو. ان ڪري جمهوريت مان فائدو وٺڻ جي باوجود پ پ پ جي اندر جمهوريت ڪانهي.

مٿين دائرن کان پوءِ باقي بچي ٿو خالص وچولو طبقو جنهن جا پنهنجا پليٽفارم يا پيشيور تنظيمون آهن.

هيٺين وچولي طبقي جا پليٽفارم سياسي اڳواڻن جي نالن سان سڃاتا وڃن ٿا. جن ۾ رسول بخش پليجو، جام ساقي، مير ٿيبو، ڊاڪٽر ارباب، عبدالواحد آريسر، قادر مگسي، ادريس چانڊيو ۽ ڪجهه قومپرست مولويون جون تنظيون شامل آهن. هنن منجهان رسول بخش پليجو سياست ڪرڻ جي آرٽ ۾ تنظيم ڪاري لاءِ وسيلن گڏ ڪرڻ ۽ انهن جي استعمال جو فن پنهنجي انتها تي چاڙهي چڪو آهي، تنهن ڪري اُهو، هن باقي سنگت کان مٿيرو نظر اچي ٿو. هنن ڌرين جون گهڻيون توانائيون هڪ ٻئي تي عاليشان قسم جا الزام هڻڻ تي خرچ ٿين ٿيون.

مٿين سيني ڌرين جي ماڻهن جا اهي پنهنجا انفرادي اظهار آهن، البت ڪيئي سماجي حوالن سان هنن ماڻهن جي هڪ ٻئي سان لهه وچڙ به موجود آهي، جو ته معاشرن جي ڪابه مشيني ورهاست نه ٿيندي آهي.

ٽيان آهن ڌاڙيل سڳورا پاڻ، جن جي پيدا ڪيل حالتن تي هي بحث شروع ڪيو ويو. هي ڪي آسماني مخلوق ناهن. پر هنن جو ڇيد ڪرڻ به ضروري آهي. درياهه جو ڪچي وارو علائقو، ڪاچو ۽ ڪوهستان ڌاڙيلن جي ڊوميسائيل وارا علائقا آهن. هتان ئي ڌاڙيلن جا مکيه وهڪرا نڪرن ٿا، جن ۾ پوءِ وچولي طبقي جي بيروزگار ۽ مايوس نوجوانن جي مختصر نفري به شامل ٿي. مٿين علائقن جا سڀ ماڻهو اڄا تائين وڏن وڏيرن جي راڄ جا آهن، پوءِ اُهي وڏيرا

مسلم ليگ ۾ هجن، پيپلزپارٽي ۾ يا قوم‌پرست وڏيرا. هي ماڻهو بنيادي طرح زميدار آهن، سنڌي طرح هنن جو اُن ۾ هٿ هجي يا نه هجي. تنهن ڪري هي جن به سياسي تنظيمن ۾ آهن سي به زميدار آهن. جيستائين هيءَ زميداري طئي نه ڪبي، ميراڻبي ۽ ڪين ڪٽائبي نه، تيسين ڌاڙيلن جو انت اچي؛ سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. انتظاميا جي ناڪامي جو ڪارڻ به اهو فلسفو آهي جنهن هيٺ وڏيرڪن سياسي توڙي معاشي مفادن جي رکوالي سندن زميداري آهي. جيڪي وڏيرا اقتدار ۾ ڪونهن انهن جا ڌاڙيل وڌيڪ انتها پسند آهن. لاڙڪاڻو، خيرپور ۽ دادو ضلعا ان جو واضح مثال آهن. هنن وٽ زندگي گذارڻ جو ٻيو ڪو متبادل ڪونهي، تنهن ڪري مرندا مري ويندا هي مڙندا ڪونه.

ٻيو مکيه ڪارڻ هي آهي ته سنڌ ۾ وچولن طبقن جي نفري ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو هاڻي هنن جي سهپ کان چڙهي ويو آهي. ڌاڙيلن جي ڪاررواين ۾ شدت هنن جي ان عزم کي ظاهر ڪري ٿي. انتظاميا هنن لاءِ هٿيار پهچائڻ جو سڌو توڙي اڻ سڌو ذريعو آهي، ڇو ته هٿيارن جو وهڪرو جاري رهڻ هر صورت ۾ انتظاميا جي ذميواري آهي. اهڙي طرح طاقت جو توازن وڏي زميدار جي هٿ ۾ آهي. ننڍو زميندار يا آبادگار پاڻ مظلوم آهي، جو ياڻ ۽ ڪيميائي دوائن کان وٺي زرعي قرضن تائين هو به سرمائيندارن ۽ انتظاميه جي هٿان پيڙجي ٿو.

نظرياتي ۽ اُصولي طرح ڌاڙن جي فضا کي ختم ڪرڻ جو هڪڙو ئي حل آهي. اهڙي رٿابندي جنهن سان ڏهن سال جي اندر وچولن طبقن ۽ مڪاني سرمائيڪارن جي نفري ۾ ڏهوڻ تي واڌارو ٿئي. جنهن لاءِ لازمي طرح اهڙن زرعي سڌارن جي ضرورت آهي جنهن سان وڏيون زميداريون لازمي طور تي ختم ٿين. هو وچولن طبقن کي ناس ڪرڻ جي پٺيان آهن، ۽ هنن جي پنهنجي ناس ٿيڻ جو حل وچولن طبقن جي نفري ۾ بي انت واڌارو آهي. جن سياسي تنظيمن ۾ وڏيرا ڪونهن تن کي عوام جو دفاع ڪرڻو آهي. پنهنجا هٿياربند جٿا منظم ڪن، ڳوٺن ۽ ننڍن شهرن تي مستقل پهرا منظم ڪن ۽ ڌاڙيلن جي ٽولن پٺيان ڪاهي پون. ڌاڙيلن جي ڪابه ڳالهه راز ناهي. سڀ ڪجهه ظاهر آهي. هن ڏس ۾ ڪجهه انهن سياسي گروپن تي وڌيڪ ذميداري اچي ٿي جن ڪجهه عرصو اڳ پاڻ ڌاڙن جون ڪجهه وارداتون ڪرايون هيون.

ممڪن آهي ته هن بحث جا ڪي اهمُ نڪتا رهجي ويا هجن، پر مقصد آهي عوام لاءِ با عزت زندگي جي بحالي ۽ اُها مٿيون سڀ ذميداريون طئي ڪرڻ کانسواءِ ممڪن ناهي.

# بچل ڳوٺ يا جنگي قيدين جي ڪئمپ

ملير ۾ بچل ڳوٺ ڪي منظم طرح دهشت گردن جي گهيري ۾ آندو ويو آهي. ڳوٺ ۾ ايندڙ ويندڙ هر ماڻهو تي نظر رکي وڃي ٿي ۽ تازو جڏهن ڳوٺ جو هڪ نوجوان محمد، صبح جو اخبار وٺڻ لاءِ نڪتو، ته اخباري هاڪر ڪيس اخبار ڏيڻ جي بهاني وٺي وڃي دهشت گردن جي حوالي ڪري آيو، جن ڪيس مارڪٽ ڪرڻ ڪانپوءِ، چرو هٽي مرٽينگ ڪري ڇڏيو. همراه جناح اسپتال ۾ آڪسيجن تي رکيو آهي. ان کان اڳ بچل ڳوٺ تي راتين جون راتيون فائرنگ جا واقعا به اخبارن ۾ رپورٽ ٿي چڪا آهن.

هن وقت دهشت گردن ڳوٺ تي تيز سرچ- لائيٽون هٽي ڇڏيون آهن. ڳوٺ مٺلري ۾ نازي دهشت گردن جي قائم ڪيل جنگي ڪئمپ بڻجي ويو آهي ۽ سڀ ڳوٺاڻا "جنگي قيدي" بنايا ويا آهن. چوڌاري پڪيون عمارتون آهن، گهرن مٿان مورچا آهن، اُتي هٿيار بند ويٺا آهن. مسڪين، بي پهچ ڳوٺاڻا، اڌ اگهاڙا ٻارڙا، بيروزگاري جا چٽيل، حالتن جي جبر ۾ پيٺل ماڻهو- ڪي ڊي اي، ڪي ايم سي، روينيو، ورلڊ بئنڪ، آءِ ايم ايف ۽ چونڊيل نمائندن جا بڻايل جنگي قيدي- دهشت گردن جي گهيري ۾ آهن.

سنڌي اخبارن ۾ خبرون شايع ٿين پيون، پر هنن اخبارن ڪي ڪير ٿو پڇي. هنن اخبارن کي ته رکيو ئي ان ڪري ويو آهي، ته جاهل ليڊرن جي فوج تيار ڪن. انهن جون تصويرون ۽ بيان شايع ڪري ڪين سياسي طرح زنده ڪن. نه ڪنهن جي ذهن کي ڌوڏين، نه ڪنهن جو ضمير ڌونڌاڙين، صدين جي بيٺل پاڻي ۾ پٿر اُڇلائڻ جهڙو ڏوهه ڪرڻ جي اجازت ڪانهي. پيون اخبارون آهن، قاتلن جون طرفدار سرينگر ۾ به ماڻهو مرن ٿا ته ڊان اخبار جي ليڊ لڳي ٿي ۽ هاشم جي پاڻ تي اٺويهه ماڻهو ٿا مارجن، ته سنگل ڪالم جي خبر ٿي لڳي.

بچل ڳوٺ واري جنگي ڪئمپ ته ڪراچي جي سوين سنڌي ڳوٺن جي نالن سان صدين کان موجود جنگي ڪئمپن جو هڪ نمونو آهي، جن تي ڪو هڪڙو تشدد آزمايو ويو هجي، ته چئجي. هي ته هزارين رهزنين جا شڪار ٿيا آهن. هاڻي سندن باقي بچايل روڳي جسم به بارود جي شڪار بنجڻ جي انتظار

۾ آهن.

حڪومت به موجود آهي، پر حڪومتون تڏهن به موجود هيون، جڏهن ڪراچيءَ جي سنڌين کي ريڊ- انڊين بڻائڻ جي رٿابندي جوڙي، اُن تي عمل شروع ڪيو ويو هو. هاڻي واري حڪومت ڇا ڪري سگهي ٿي؟ خاص طرح ان حالت ۾ جڏهن سوال ٻوڙن کي جنگي قيدين جي درجي مان ڪڍي انساني وسنديون بڻائڻ جو هجي.

## سڪرنڊ شگر مل ذريعي ڏاڍاين خلاف مزاحمت

سڪرنڊ جي پورهيت تنظيمن ۽ عام ماڻهن چيو آهي ته جيڪڏهن وٽن قائم ٽيندڙ شگر مل ۾ مڪاني ماڻهن کي نه رکيو ويو، ته هو احتجاج ڪندا ۽ جيڪڏهن اجا به کين نظر انداز ڪيو ويو ته ڏارين ماڻهو جي ڀرتي جي مزاحمت ڪندا- اهو به معلوم ٿيو آهي ته هن مهل تائين جيڪو عملو رکيو ويو آهي اُهو ٻاهريون آهي.

هن مهل تائين ٿيل صنعتڪاري ۾ پاڻ ماڻهن سان ائين ٿيو آهي. هر ڪارخانو جُوءِ ۾ ڪيئي نون ماڻهن جا ٽولا وٺي ٿو اچي. هڪ ته جتي ڪارخانو لڳي ٿو، سا جاءِ سيڙجي ٿي، ڳاڏيون ڊوڙڻ ٿيون، نوان ماڻهو، چهرا، انهن جي چرپر ۽ اچ- وڃ، هڪ فضا ئي نئين ٿي ٿئي، اهڙي فضا جنهن ۾ مڪاني ماڻهن سان ٻيا ماڻهو به اچي ڀاڱي ڀائيوار ٿين ٿا. اهي ماڻهو جيئن ته ملازمتن سان اچي لڳن ٿا، سو به صنعتي عمل ۾ جيڪو صدين- پراڻي زرعي عمل کان گهڻو اڳيرو آهي، تنهن ڪري ميرن سيرن، مسڪين هاري ماڻهن جي ماحول ۾ اهي هڪ قسم جا صاحبلوڪ آهن، جن کي مڪاني ماڻهو حيرت، تپرس ۽ ريس سان ڏسن ٿا. جهڙو آفريڪا ۾ انگريزن کي ڏسيو هو. ان طرح صنعتي عمل ذريعي ڌارين- ۽ پر انهن ماڻهن کي آڻڻ بيٺڪيت واري ماحول ۽ متيپد کي جنم ڏئي ٿو.

سنڌ جي ٻهراڙين جي اها بدقسمتي آهي، ته اُتي هنرمند پورهيت ۽ ڪارخانن کي هلائڻ وارو فني عملو ڪونهي. تنهن ڪري فني ماڻهو جتان به ملن آڻي سگهجن ٿا. پر هي مڪاني ماڻهن کي نظر انداز ڪرڻ جو معقول بهانو ناهي. جتي به صنعت لڳي اُتي گڏوگڏ صنعتي شعور کي ڦهلائڻ جي به ضرورت آهي. ان لاءِ مڪاني ماڻهن جي وڏي تعداد کي غير هنرمند پورهئي ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو؛ ڪارخاني جو انتظام هلائڻ جي ڪمن ڪارين ۾ کين شامل ڪري سگهجي ٿو. خاص طرح سان جيڪڏهن اهڙي ڪارخاني لاءِ ڪچو مال اُتي، تر ۾ ئي موجود آهي، ته پوءِ اُتي جي عام ماڻهو کي شامل ڪرڻ

وڏيڪ ضروري آهي. اهو سڀ ڪجهه خود اُن صنعت جي مفاد ۽ پيداوار وڌڻ جي حق ۾ بهتر ٿيندو.

باقي توهان ائين اچي ڪارخانا هٽندئو جڻ آسماني مخلوق آهيو ته پوءِ هن وقت ائين ممڪن ناهي. سنڌ جي ماڻهوءَ جو سياسي توڙي معاشي شعور هينئر ان ڳالهه جي اجازت نه ٿو ڏئي. هو ڪارخانن لڳڻ جي آجيان ڪري ٿو پر ان شرط تي ته کيس به ان ڪم ۾ شامل ڪيو وڃي.

اسان سڪرنڊ شگرمل جي ڪرتا ڌرتا تائين، نوابشاه جي ضلعي اختيارين ۽ حڪومت کي گذارش ڪنداسين ته سڪرنڊ شگرمل ۾ هارين نارين ۽ سنڌي پڙهيل لکيل نوجوانن کي مل هلائڻ ۾ شامل ڪري، مل کي علائقي جي ترقيءَ جو هڪ ذريعو بنايو وڃي. سنڌي پورهيت تنظيم توڙي عام ماڻهو جيڪڏهن سڪرنڊ شگرمل ۾ ڌارين ماڻهن جي خلاف مزاحمت ڪندا ته هو حق تي هوندا. نوابشاه جي ضلعي انتظاميه جو به فرض آهي ته اُها مڪاني ماڻهن جي مفادن جي طرفداري ڪري.

*سومر ١٢- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# غلام نظام جون پاڙون ۽ بدين جو تيل

"عوامي آواز" ۾ خبر لڳي آهي ته بدين، تيل مان ساليانو صافي ادائي ارب ريا ڪمائي ٿو. هي انگ ۽ هيءَ رقم هڪ وڏي ڇرڪائيندڙ حقيقت آهي. اهڙي حقيقت حيدرآباد ضلعو به آهي. اُتان به جهجهو تيل نڪري ٿو. اُن جا انگ اکر به پاڻ ڳولي هٿ ڪنداسين. اهڙي حقيقت خيرپور ۽ جيڪبآباد ضلعا به آهن جتان گئس نڪري ٿي. دادو ۾ به وڏي مقدار ۾ ڪوئلو نڪري ٿو ۽ چون ٿا ته لاڙڪاڻي ضلعي جي غيبي ديري واري جوءِ ۾ به تيل نڪرڻ جا گهڻا امڪان آهن. بلڪ ٿي سگهي ٿو، ته ترت اهڙو اعلان به ٿئي.

اربين ريين جي آمدني، سنڌ جي ماڻهن لاءِ جهڙي آهي تهڙي نه! ڇو ته ان آمدني واري حقيقت سان ٻيون به ڪيئي حقيقتون ڳنڍيل آهن. مثال هيءَ ته اها آمدني وڃي ڪيڏانهن ٿي. جواب ڏکيو ناهي. چوندا اهو ملڪ کي فائدو پيو ٿئي. بدين جي تيل منجهان ملڪ کي فائدو ٿئي، پر سنڌ يا بدين کي فائدو نه ٿئي- ڪو هڪ رستو به صحيح سلامت نه هجي، ۽ ماڻهن جا مُک به مرجهايل هجن، جو چوڻ ۾ اچي ته بدين ۽ ان جي ماڻهن جو تيل پيو نڪري. هن ڳالهه جو مطلب ڇا آهي. خالص ۽ عملي جواب اهو اچي بيهندو ته بدين هڪ شيءَ آهي ۽ ملڪ ڪنهن ٻي شيءَ جو نالو آهي. هاڻي اهو آهي سوال ته سنڌ، ملڪ کان مختلف شيءَ جو نالو آهي. جو سنڌ مان جيڪا دولت نڪري، اُن جي هلائي- چلائي جو اختيار مرڪز کي آهي ۽ ان مان بدين جي ماڻهن کي تن ڍڪڻ لاءِ ڪپڙي جي ٽڪر جيترو آسرو به نه هجي.

هڪڙي طرف سرڪاري ميڊيا تان، يا عام ڳالهين ۾ چئو ٿا، ته ملڪ ئي اصل شيءَ آهي- ملڪ سان ئي سڀ خوشيون واڳيل آهن. ملڪ خوشحال ته ماڻهو خوش- ملڪ ڏکيو ته ماڻهو ڏکيا. ان ڪري ئي جڏهن دشمن، ملڪ تي خراب نظرون وجهي ٿو، تڏهن مزاحمت ڪجي ٿي، جنگ ڪرڻي ٿي پوي ۽ مرڻ- مارائڻ لاءِ تيار رهڻو پوي ٿو، سڀ لاڳاپا لاهي وطن جي حفاظت لاءِ، سر

ترڪيءَ تي رکي ڇڏجي ٿو.

آخر ايڏا آسرا ۽ شهادتن ماڻڻ جا ڏس کهڙي شيءِ جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ڏيو ٿا، ۽ حفاظت ڪنهن کان؟ بدين جي تيل جي آمدني، بدين کي نه ملي، سنڌ جي وسيلن تي سنڌ جو اختيار نه هجي! پنهنجي زمين مان تيل کي نڪرندي ۽ ڍوئجندي ڏسون، سڀ ڪجهه اکين جي اڳيان پيو ٿئي! اسان کي ته بئنڪ جي ڪئشير واري حيثيت به ڪانهي، جيڪو ڪٽي ڪيسي ۾ نه ٿو وجهي، پر پئسن کي ڳڻي ته ٿو! اسان کي ته نه، اُن جي ڪڍڻ واري ڪم جي ملازمت ملي ٿي، نه ڏنڊو ۽ نه وري روزگار- پاڻ ته سنڌ مان تيل نڪرڻ جون خبرون ائين پڙهندا آهيون، ڄڻ ڪنهن ٻي ولايت ۾ پيو اهو ٿئي.

عربن جي ننڍين رياستن ۾ تيل نڪتو آهي، ته عربن جي زندگي شادمانو ٿِجي وئي آهي. رياست طرفان ماڻهن جي فلاح جو ڪم ٿي رهيو آهي، ته به ايترو بچي ٿو، جو شيخ باز ڪُلهن تي رکيو شڪار ڪندا ٿا وتن- ۽ بدين جي ماڻهن کان جهرڪي به ڪونه ٿي ڊڄي!

گذريل سال سنڌ اسيمبليءَ ٺهراءُ بحال ڪري سنڌ جي تيل ۽ گئس جي رائلٽي گهري هئي. اُن جو ڇا ٿيو؟ نيشنل فنانس ڪميشن جو فيصلو اڃا کوهه ۾ پيو آهي. خبر ٿي پوي ته مرڪز سنڌ جو قرضي ڏار آهي.

هوڏانهن عالمي ادارن ۽ سامراجي ملڪن جي لهٽيداري ايڏي وڌي وئي آهي جو ١٩٨٨ع ۾ ڏارين قرضن ۽ وياجن ڀرڻ تي اٺونجاهه هزار ملين رپيا ڏنا ويا. ايڏا قرض جن جي سال جي قسط ڇهه سؤ ارب رپين کي ويجهي وڃي پوندي هجي، ڪيڏانهن ويا!

آخر اهو ڪهڙو وطن آهي، جنهن کي ظاهري طرح پنهنجا ملڪي حاڪم معاشي تباهي، پستي ۽ غلامي ۾ جڪڙي وينا آهن، جنهن منجهان نڪرڻ جي ڪا صورت نظر نه ٿي اچي.

بدين، حيدرآباد، دادو ۽ سڄي سنڌ جي ڪمائي مرڪز وٽ، جيڪو صوبن، عوام ۽ وطن ڏانهن ذميوار هئڻ بدران قرض ڏيندڙ ملڪن وٽ ملڪ کي ۽ ماڻهن کي گروي ڪري چڪو آهي. هي آمريڪا، هي عالمي بئنڪ، هي عالمي مالي ادارو، امدادي ڪنسورشيم سڀ گڏجي پنهنجي پوري سگهه سان ڪيئي سالن کان ملڪ تي حملي- آور ٿي چڪا آهن- آخر انهن جي خلاف

جنگ جو اعلان ڇو نہ ٿو ٿئي. جنهن ملڪ جا وسيلا ڳڙڪائي، رڳو هڏيون ماڻهن ۾ ڦٽيو ڪري ڇڏيون آهن ۽ انهن هڏين تي ايڏي اچي ويڙهہ لڳي آهي، جو ذات ۽ برادري کان وڏي لساني بنيادن تي ماڻهو هڪ ٻئي جو رت پيئڻ لاءِ آتا ٿيو پيا وتن. آمريڪي سفارتڪار سنڌ ۾ ڇو ٿا سرگرم ٿين- ڇو ٿو آمريڪي سفير لساني تنظيمن جي اڳواڻن سان ملي. آميريڪي عملدار تہ انهن سيني ماڻهن سان لهہ وچڙ ۾ آهن جيڪي هڪ ٻئي تي بندوقون کنيو بيٺا آهن.

ٿورو تہ سوچيو، تہ جيڪي اڻونجاهہ هزار ملين رپيا ملڪ ڀري پيو ۽ وياج ڀريندي ملڪ خلاص پيو ٿئي، مُور تہ اچا پنهنجي جاءِ تي پيو آهي. جي مٿئين رقم ملڪ تي خرچ ٿئي، تہ ڪهڙو جواز رهندو ايم ڪيو ايم جو، پي پي آءِ جو ۽ سنڌي ڇو ڏول ۾ پون.

ياد رکو ان هڪڙي ڳالهہ تان ڌيان هٽائڻ لاءِ، اسان جو سڄو مال ڦٻائڻ لاءِ هنن هتي پاڻ کي مارائي وڌو آهي.

ان طرح هيءَ جيڪا وڏي، خوفناڪ، ڪٽ ۽ اندازي ۾ نہ اچي سگهندڙ جنگ پاڻ تيَ مڙهي وئي آهي، ان ۾ دشمن کي نہ گولي هلائڻي آهي ۽ نہ ڪي لشڪر وٺي اچڻا آهن. هو رڳو پنهنجون آڱريون ڦيرائيندو ۽ جن ماڻهن تي هيءَ جنگ مڙهي وئي آهي، تن جو هڪ ٻئي کي پادر جو ڦهڪو هوندو. ان ڪري جيڪي ماڻهو هتي پادرن جي جنگ تيز ڪرڻ جون ڳالهيون ڪن ٿا، دهشت گرديون ڪرڻ ۾ اڳيرا آهن، سي "نظريءَ قبرستان" جي يڪجهتي، سالميت ۽ خيرخواهي لاءِ وڙهي رهيا آهن، ان ڪري اُني هنن کي پورو سامراجي آشيرواد حاصل آهي. ان ڪري ئي سندس سڀ مٽ مائٽ آمريڪا منتقل ٿي چڪا آهن.

پر هاڻي ان حالت ۾ پاڻ ڪريون ڇا؟ ايڏي وڏي خوفناڪ جنگ پاڻ مسڪين ماڻهو ڪٿان وڙهي سگهنداسين. جنهن ماڻهوءَ ۾ ان جنگ جو شعور پيدا ٿو ٿئي ۽ اُهو ماڻهن کي ان شعور جي آگاهي ڏئي ٿو، سو هزارين طريقن سان خريد ڪيو وڃي ٿو، يا ماريو ٿو وڃي. دهشت گردن کان اڳ ۾ انهن جا "مخالف پر اصل ۾ اتحادي" ننڍين ننڍين ڳالهين جي بهاني سان همراہ خلاص ڪري ٿا ڇڏين. ان ڪري واقعي وڏو منجهيل معاملو آهي تہ پاڻ اهڙي حالت ۾ ڇا ڪريون. ڇو تہ ان ئي نظام هزارين سياستدان پالي رکيا آهن، جيڪي

***سنڌ: پيپلز پارٽي کان ڄام صادق علي تائين***

حڪومتن جي اندر ۽ حڪومتن کان ٻاهر هڪڙو ئي "بنيادي ۽ اصل منصب" نباهي رهيا آهن. ماڻهن جا طرفدار ننڍبون ڦٽايو گهر ٻار رلايو سڄو ڏينهن ڊوڙ ڇڻيندا وتن ۽ ماڻهن تائين يعني ڪاري ڏاند جي مالڪن تائين پهچڻ جو وتن ياڙو به ڪونهي!

پر ڀاڻ وٽ هڪڙي واٽ ضرور آهي. بدين جي تيل جي آمدني جي گهر ڪرڻ، دادو جي ڪوئلي، جيڪب آباد ۽ خيرپور جي گئس تي مالڪي گهرڻ ذريعي ۽ اها مالڪي ميڙائڻ لاءِ منظم ٿيڻ، آواز اُٿارڻ ۽ هن سڄي ساري صورتحال کي سمجهڻ ذريعي ڀاڻ وکون کڻي سگهون ٿا، ملڪ کي ملڪ جي دشمنن کان صاف ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي سگهون ٿا.

*اربع ۱۴- مارچ ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

# سمورا سياستدان ڏيان ڏين ۽ جواب به ڏين

محترم سياستدانو!

اڄ جڏهن نوي سيڪڙي ڏجهايل عوام جي طرفان ڪجھ سوال ڪٺي توهان جي حضور ۾ هٿ ادب جا ٻڌي حاضر ٿيا آهيون، تڏهن سڀ کان اڳ واضح ڪريون ٿا ته جيڪي فرق توهين هڪ ٻئي ۾ ڪريو ٿا سي سڀ ختم آهن. توهان مان اڪثريت جا هڪٻئي سان وڏا اختلاف آهن. پر اسان توهان جي اختلافن کي پنهنجي نظرن ۾ ختم ڪري سوالن ڪرڻ جي حجت ڪري رهيا آهيون. توهان جو تعلق ڪهڙين پارٽين سان هجي پر اسان توهان کي هڪ ئي پارٽي سمجهي مخاطب ٿي رهيا آهيون. توهان حيران ته ضرور ٿيندا ته هڪڙا پيپلز پارٽي ۾ آهيو، ٻيا مسلم ليگ ۾، ٽيان قومپرست، چوٿان ترقي پسند، پنجان مذهبي، ۽ الائي ڪير ڪير، پوءِ هي توهان کي هڪ ئي جنس ڇو ٿو ٻڌايو وڃي- ته ٻڌو- اسان جا سوال توهان سڀني تي هڪ جهڙا ۽ هڪ جيترا لاڳو ٿين ٿا- سوالن جي سلسلي ۾ توهان ڪنهن به رعايت جي لائق ناهيو- ڇو جو هي سوال توهان کان عوام ڪري رهيو آهي، جنهن جي قيادت جا دعويدار آهيو.

هي سوال جنهن صورتحال منجهان نڪري توهان تائين پهچي رهيا آهن، ان کان نه رڳو واقف آهيو، پر گهڻي ڀاڱي ان لاءِ ذميدار به آهيو. حڪومت ۾ هوندي، توڙي حڪومت کان ٻاهر- توهان جو هڪڙوئي ڳڻ- ڪهاڙو آهي- ته توهان ليڊر آهيو- توهان جي اتڪلن ۽ شاهوڪارين، توهان کي ليڊر ضرور ٺايو آهي، جو اسان کي خبر آهي ته توهان اخبارن کي ڪيئن ڪم آڻيندا آهيو. ان ۾ شڪ ناهي، ته توهان قربانيون ڏنيون آهن- بلڪل ڏنيون آهن- جيلن ۾ به ويا آهيو، اقتدار جي عشق ۾ توهان ناڪاميون به ڏٺيون آهن، پر پوءِ به توهان جي عزمن ۾ تر جيترو فرق نه پيو آهي. ڪيڏو نه توهان جو شان آهي. پر پوءِ به سوال پنهنجي جاءِ تي موجود آهن:

١- توهان سڀ جا سڀ عوام کي مستقبل جا سونهري سپنا ڏيکاريو ٿا، آئيندي جون ضمانتون ڏيو ٿا، پر حال ماٺهو جنهن ظلم واري صورتحال ۾ آهن ان سان توهان جو ڪو واسطو ڪونهي- ڇو؟

ٿي سگهي ٿو، ته توهان سوال کي نه سمجهيا هجو. ان ڪري سوال کي وڌيڪ واضح ڪريون ٿا- عوام جو حال (موجود وقت) ڪٿي جي چڪ ۾

آهي ۽ ڪيس ان مان نڪرڻ ڪپي. پر توهان چئو ٿا، ته توهان عوام جي آئيندي جي ضمانت آهيو. توهان پنهنجي حياتين اندر ماضي، حال ۽ مستقبل سڀ ماٽيو ٿا، پر عوام هڪ ئي حال ۾ آهي سنڌس پيرن ۾ پسماندگي جا ڏانوڻ وڌل آهن سنڌس مسئلا رڳو سياسي به ڪونهن جنهن تي توهان هٿ ٻڌيو ويٺا آهيو.

ڳوٺ ۽ ننڍا وڏا شهر گذريل پندرهن ويهن سالن اندر وڌيڪ گندا، وڌيڪ ڏيارا ٿي ويا آهن. ڳوٺن ۽ شهرن جا ماحول توڙي فضا ڏينهون ڏينهن خراب ٿي رهيو آهي. صفايون ڪونهن. شهرن جي ڪثافت ڳوٺن تائين پهچي وئي آهي. پر توهان کي احساس ئي ڪونهي، ته جنهن عوام جا توهان پاڻ کي چڱا مڙس سمجهي رهيا آهيو سو روز نت. نين بيمارين ۾ گهيرجي رهيو آهي. سامراجي اداري پنهنجي نفعي خوري جي هوس ۾ توهان جي عوام کي مشق جو تختو بڻايو آهي. عالمي طبي ڪمپنين جي نالن سان هتي دوائون مهيا ڪندڙ اهڙيون سوين دوائون هلائي رهيا آهن، جن تي يورپ ۾ پابندي پيل آهي. هن حالت رڳو دڪاندار. ڊاڪٽر پيدا ڪيا آهن ۽ غريب ماڻهو جيڪو ڪمائين ٿا سو ڊاڪٽرن ۽ دوائن جي بلي آهي.

توهان کي خبرناهي. ته پرائيمري کان يونيورسٽي تائين عوام جي تعليم حاصل ڪرڻ جو حق سوين ڪراهتن جو شڪا ٿي ويو آهي. اسڪول نندڙن ٻارن لاءِ ٽاٽا ٻڌجي چڪا آهن، جتي جسماني تشدد سان گڏ گاريون ۽ بي عزتين به ٻارڙن کي پلئه پئجي رهيون آهن.

بيروزگاري جي راڪاس ماڻهن کي تباه ڪري زندگيءَ کان مايوس ڪري ڇڏيو آهي. ڏوهن، خلق کان به گهڙيون نند ڪرڻ واريون به ڪسي ورتيون آهن.

توهان خلق کي مادي ۽ روحاني طرح چٽجندي ڏسو ٿا ۽ لطف ماڻي رهيا آهيو. توهان سمجهو ٿا ته پنهنجن بنگلن ۾ اسپري ڪرائي مکيون ۽ مڇر مارائي پاڻ کي محفوظ ڪري رهيا آهيو. توهان کي غربت جي بيمارين مان ٿيندڙ چوٽ جو به اندازو ڪونهي. ۽ توهان بيمارين، بيروزگارين ۽ ڏوهن جي ستيل ماڻهن کي جذباتي بنائڻ تي پنهنجي سياست جو دارومدار رکي حالتن جي ٻرندڙ جهنم تان ڏيان هٽائي، معاشي غلامين کي قائم ۽ مضبوط ڪري رهيا آهيو.

پر اجا به مزي جي ڳالهه بي آهي. توهان جن معاملن تي ماڻهن کي پاڻ سان گڏ وٺي ٿا هلو، انهن سان به سچا ناهيو. ڇو جو توهان پنهنجي پروگرامن تي ماڻهن کي متفق ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا آهيو. سبب هي آهي جو توهان پاڻ پنهنجي پروگرامن سان سچا ناهيو. توهان پنهنجي ذاتي پذيرائي جا وڏا شوقين آهيو ۽ چاهيو ٿا ته ماڻهو شخصيت پرستين جي سحر ۾ رهن. ان ۾ توهان کي خاصي حد تائين ڪاميابي به ٿي رهي آهي، جنهن ڪري توهان جيئرا به آهيو.

جمعو ١٦- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## پاڪستان جا پنج وڏا مرض ۽ سياست جي روايتي ڍب

لاهور ۾ "پاڪستان، ماضي، حال ۽ مستقبل" جي عنوان سان هڪڙي دانشور ڊاڪٽر اقبال احمد، پاڪستان کي لڳل پنجن بيمارين جو ذڪر ڪيو. هن چيو ته جيڪڏهن ترت انهن کي منهن نه ڏنو ويو، ته ملڪ ٻڏي ويندو. انهن مان پهرين بيماري هيءَ آهي، ته پاڪستان جي حڪومتن ملڪ کي ڪنهن واضح ۽ صاف سنڌي واٽ تي نه آندو آهي. جناح صاحب جي ذهن ۾ جنهن پاڪستان جو تصور هو سو هينئر تائين قائم نه ٿيو آهي. ڊاڪٽر صاحب جي اها ڳالهه درست آهي. جناح صاحب پنهنجي پاڪستان واري تصور کي پاڻ سان گڏ قبر ۾ کڻي ويو، ۽ جمهوريت کي ماڻهن شهرن ۾ چوڪ چوڪ تي پنندي ڏٺو. پر ڪيس خيرات نه ملي. اها ڳالهه جناح کي پنهنجي حياتيءَ ۾، پنهنجي سنگتين جي افعالن مان ئي سمجهڻ کپندي هئي. جناح صاحب جو ذهن، جمهوري خيال ۽ جدت پسندي، مسلم ليگين جي وچ ۾ ائين هئي جيئن ڪنهن پراڻي گدام ۾ صاف سنڌي شيشي جي برني رکي هجي، ۽ هر وقت ڪنهن نه ڪنهن پراڻي، سري ڪاڏل ٿوٽيءَ جي مٿس ڪرڻ جو امڪان هجي.

ٻي بيماري اها ٻڌائي وئي ته ترقي نه ٿي آهي. ڊاڪٽر اقبال چيو ته پاڪستان ۾ زرعي سڌارا نه آڻڻ ڪري پيداوار ۾ ايترو واڌارو نه ٿيو آهي جو ملڪ ترقي ڪري سگهي، هيءَ ڳالهه صحيح آهي، پر ترقيءَ جي هڪ ٻئي پاسي کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. حڪمران طبقن جي ماڻهن يورپ ۽ آمريڪا ۾ ملڪيتون ۽ بئنڪ بيلنس ٺاهي جيڪا ترقي ڪئي آهي سا ڪنهن طرح به گهٽ ڪانهي. اها ترقي ملڪي وسيلن تي ڌاڙن جو نتيجو آهي. ان جو مطلب ته جيڪي رهيل کهيل وسيلا هئا سي به هن ملڪ جي بدران پنهنجي ڪم آڻي ڇڏيا.

ورڪشاپ ۾ ٻڌايل ٽيون مرض "ورهاست" جو غلط نظام آهي، جنهن لاءِ حل ٻڌايو ويو ته ماڻهن کي برابريءَ جي بنياد تي انصاف ملڻ سان ختم ڪري سگهجي ٿو ۽ هن وقت غريبن تي ٽئڪس هڻڻ ۽ شاهوڪارن کي آجو

ڪرڻ سان وڏي تباهي ٿيندي رهي آهي.

چوٿون ۽ پنجون مرض ملڪ جي آزادي ۽ عوام جي اقتدار اعليٰ کي مختلف شڪلين ۾ لڳل ڪوڙهه آهي. ملڪ جي پرڏيهي پاليسي توڙي واپاري پاليسيون اهڙي نموني ٺهيل آهن جو ڪن مخصوص ادارن، هڪ طبقي يا غير ملڪي مفادن جو ڪم پيو ٿو ٿئي.

مذڪوره ورڪشاپ "گروپ- ٨٣" نالي ڪنهن تنظيم ڪوٺايو ۽ ان جي صدارت اسپيڪر جناب معراج خالد ڪئي. هن ورڪشاپ ۾ ڄاڻايل مٿيان مرض، جيڪي ملڪ کي لڳل آهن ۽ ان حوالي سان هر شهري متاثر ٿئي ٿو، وڏو ڏيان گهرن ٿا- پر ڏيان هتي آهي ڪونه.

اصل ڳالهين ڏي ڏيان پيدا نه ٿيڻ به انهن ئي بيمارين جو هڪ اثر آهي. نتيجي ۾ ملڪ هڪ وڏي روحاني گهوٽالي جو شڪار آهي. ان وڏي مرض جا حڪيم، طبيب به موجود آهن، پر اُهي سياست نه ٿا ڪن. سياست ڪندڙن جي اڪثريت نيم حڪيم آهي. اهڙي سياست به ڪانهي جنهن جي پٺيان دانشورن جو ڪو منظم فڪر موجود هجي، جيڪو اصل ڳالهين سان گڏ روز روز جي بيمارين جو به نوٽيس وٺي.

لاهور ۾ ٿيل مٿيون ورڪشاپ پنهنجي نوعيت ۾ پهريون ڪونهي. اهڙا ڪيئي ورڪشاپ ٿيا آهن. تمام گهٽيون اهم ڳالهيون به ٿيون آهن، پر اُهي ڪاغذن جي حوالي آهن. اصل مالڪ جن تي اهي خبرون پهچڻ گهرجن تن تائين نه ٿ..ن پهچن. هاڻي به هن ورڪشاپ جي رپورٽنگ فقط هڪ اڌ انگريزي اخبار ڪئي آهي، ان ڪري هنن ڳالهين کان ڪير متاثر ٿيو، به ته اُن جو تعلق "شرفاءَ" جي طبقي سان هوندو. جنهن کي هنن بيمارين جي گهٽي پرواهه ڪانهي. هي اصل روڳ ته عوام کي لڳل آهن، جن تائين سياسي ڪارڪنن جي عمل ۽ پرچار سان سچو حال احوال پهچي، جيڪو ڪم نٿو ٿئي.

رياستي مشينري کان وٺي سياست جي مختلف پليٽفارمن تي ايڏو گند گڏ ٿي ويو آهي، جو اُتي سالم ۽ باعزت حواسن وارا ماڻهو بيهي نٿا سگهن. ان گند ٻهارڻ جو هاڻوڪي صورتحال ۾ ڪو آسرو امڪان نظر نٿو اچي- سيني ڳالهين جو مالڪ عوام آهي، پر ان کي هنن ڏنڊن جي پرواهه ڪانهي، ڇو جو اُن کي اهي شيون ڄاڻڻ جو حق بحال ئي نه ٿيو آهي. نه تعليم جي ذريعي- سياست ذريعي جيڪي به ماڻهو آڪڙيا وينا آهن سي عوام جي نالي ۾ معتبريون جتائين ٿا ۽ سڀ ڪجهه پڙپانگ ٿي ويو آهي. ان تباهيءَ جو رڳو هڪ ئي وڏو اظهار آهي- ذاتي محرومين جي خاتمي جو شوق، جنهن جو وري ڪٿي خاتمو

نظر نہ ٿـو اچي. پر ماڻهو بهرحال پنهنجي تاريخي ورثي ۾ موجود حالتن منجهان ٺهيل نفسيات ۾ ذهني روش مطابق هلن ٿا۔ خلق جي سامهون جيڪو بہ تماشو هوندو، يا خلق جنهن بہ تماشي ۾ گهيري ۾ ڦاسائي وئي هوندي، اُن جا رويا، ڏيتي ليتي، وهنوار ويچار سڀ ان تماشي پٽاندر ئي هوندو.

انهن سڀني ڳالهين مايوسي جي خوفناڪ حالت کي جنم ڏنو آهي. يعني ماڻهو ان گندي ڊوڙ ۾ شامل ٿئي يا مايوس ٿئي. .ٽين ڪابہ واٽ موجود ڪانهي.

پر ائين رهڻو ناهي. هزارين لکين شريف ماڻهو موجود آهن. جيڪي گندي ڊوڙ ۾ مايوسي جي وچ تي بيٺا آهن، ۽ عمريون ائين گذري ٿيون وڃن. ٻئي پاسي ڪروڙين ماڻهو آهن، جن کي ذهني طرح اڳيرن ماڻهن جو پيار کپي۔ معلومات جي صورت ۾ ۽ سندن طاقت جي احترام جي صورت ۾.

هينئر سنڌ ۾ اهڙا گهڻا ماڻهو آهن جيڪي مروج سياست جي گهاٽي مان بيزار آهن۔ اهڙا ڪيئي ماڻهو سياسي پارٽين جي اندر بہ آهن ۽ انهن کان ٻاهر بہ وينا آهن. هن بحث ذريعي ڪين سوچڻ جي دعوت ڏيون ٿا، تہ موجود سياسي تعصبن جي پيدا ڪيل ڏٻڻ کان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڪي تدبيرون سوچين۔ عوام جي احترام جو نصاب تيار ڪجي ۽ پوءِ هلجي بہ عوام وٽ ۽ سندس اڳواٽي جي حق کي آزاد ڪرائجي. خود هن وقت جن سياسي قوتن کي عوام جي گهڻي يا ٿوري حمايت حاصل آهي، تن کي يا تہ ان حمايت جي سگهہ جو شعور ڪونهي يا خود عوام کان ڊنل آهن ۽ سماجي حالتن کي جيئن جو تيئن رکڻ گهرن ٿيون.

هڪ نئين عمل ذريعي روايتي ڏٻڻ کي سُڪائي سگهجي ٿو.

*آچر ١٨- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# حيدرآباد ۾ فائرنگ ۽ ضيا جون وڇايل بارودي سرنگهون

حيدرآباد ۾ فائرنگ جو سلسلو ائين پيو هلي جڻ اهو ڪو ازل جو لکيو آهي. اخبارن ۾ وڏي عرصي کان روز پيون خبرون اچن. ان حد تائين جو هاڻي حيدرآباد ۾ فائرنگ پنهنجي خبر واري اهميت به وڃائي چڪي آهي!
پر حيدرآباد جا شهري جنهن عذاب ۾ آهن. يا حيدرآباد واري ان فائرنگ سان ملڪي صورتحال ۾ عدم- استحڪام جا جيڪي خدشا موجود آهن تن ڏانهن اختيارين جو ڌيان ويندو هجي ۽ اُهي هٿ پير به هڻنديون هجن، پر فائرنگ بند ڪرائڻ ۾ ڪا قطعي ڪاميابي حاصل نٿي ٿئي. فوج، رينجرس، فرنٽيئر ڪانسٽيبلري ۽ پوليس ڏئي وٺي بيٺا آهن! ۽ فائرنگ جو سلسلو کُٽڻ جو نالو نٿو وٺي.
ڌيان ڏيڻ جي ڳالهه هيءَ آهي ته ان فائرنگ جا وڏا نفسياتي ۽ سياسي اثر آهن. هڪڙو ته حيدرآباد جي فائرنگ ذريعي حڪومت جي ساک، اختيار ۽ انتظامي صلاحيتن تان اعتماد ختم ٿو ٿئي. ٻيو ته حيدرآباد جي فائرنگ جو مطلب سڄي سنڌ تي ڌهڪاءَ کي قائم رکڻ آهي ۽ تيئن جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، ملڪي استحڪام کي ڊانوان ڊول ڪرڻ آهي. شهر جو ڪاروبار تباهه ٿي ويو آهي ۽ واپاري منهن مٿو پٽي رهيا آهن. سياسي وابستگين مان عام ماڻهوءَ جو ويساهه کڄي رهيو آهي.
هن لاڳيتي فائرنگ تي غور ڪجي، ته ڪجهه ڳالهين ۾ ڪي اشارا ضرور ملن ٿا، جن سان هڪ حد تائين نتيجن تي پهچڻ ۾ مدد ملي سگهي ٿي. پهرين ڳالهه ته هن فائرنگ ذريعي پيدا ٿيندڙ صورتحال مان فائدو ڪنهن کي پهچي سگهي ٿو؟ ملڪي سياست جي تناظر ۾ "سنڌ ڪارڊ" کي اڄ جي اڄ استعمال ڪري رهي آهي. هن مهل تائين اُن جي سياست جنرل ضياءَ واري سياست جو تسلسل آهي. ضياءَ ۽ اڄ جي اڄ ملڪ جي هر ماڻهو کي بي يقيني، بي اعتباري ۽ سياسي انتظار واري ڪيفيت ۾ رکيو آهي. يعني هي ماڻهن کي باور ڪرائي رهيا آهن، ته فضيلت سان ڪا ڳالهه نه هلڻي آهي. جنرل ضياءَ جا سياسي يتيم، نوازشريف ۽ جماعت اسلامي آهن. سياسي مبصر چون ٿا، ته جماعتن جو وڏو تعداد ايم ڪيو ايم ۾ هٿيارن سميت پيرتي ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري ايم ڪيو ايم اُهو ساڳيو ڪم ڪري رهي آهي، جيڪو جماعت اسلامي جي دلي ارادن مان ڦٽي نڪري ٿو. ايم ڪيو ايم گڏيل مخالف ڌر ۾ هجي يا نه

هجي، پر اُها جماعت اسلامي، جي فاشي مقصدن کي اڳتي وڌائيندي رهندي. جيڪڏهن ايم ڪيو ايم ۾ ڪي معقول روين وارا ماڻهو هوندا ۽ تنظيم کي معقوليت ڏانهن وٺي وڃڻ چاهيندا، ته ايئن نه ٿي سگهندو ۽ جيڪڏهن معقول روش وارا ماڻهو زور ڀريندا ته ايم ڪيو ايم ٽٽي ويندي، جنهن جو جوکو ايم ڪيو ايم اندر ڪوبه نه کڻڻ گهرندو. هاڻي حيدرآباد واري فائرنگ جي ڪري شهر ۾ ايم ڪيو ايم سان عام ماڻهو جي سياسي وفاداري کي فطري طرح ڌڪ لڳندو، بلڪ لڳي چڪو آهي، ۽ ايم ڪيو ايم جي قيادت اهو ضرور محسوس به ڪيو هوندو. پر هاڻي ڪري ڇا! فسطائيت پکيڙڻ جا اهي فطري نتيجا آهن. ان طرح ايم ڪيو ايم شعوري توڙي غير شعوري طرح شدت پسندي ڏانهن ئي وڌندي ۽ جماعت اسلامي جا عالمي ۽ مڪاني مقصد پورا ڪرڻ سنڌس لاءِ اوس بڻجي ويو آهي، پوءِ ڇو نه کٽي پنهنجون سياسي پاڙون پٽائي ڇڏي.

ٻي حالت ۾ ملڪي تناظر جي حوالي سان ڏسجي ٿو، ته ايم ڪيو ايم جو اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي نمائنده تنظيم طور جيڪڏهن نوڪرين ۽ صنعتن هٿڻ جو جهيڙو آهي، ته اُهو تضاد سنڌين سان ڪٿي ٿو پيدا ٿئي؟ اهو تضاد ته هر هنڌ حاضر ناظر پنجاب جي چوڌرين، صنعتڪارن ۽ حاوي او ٻي جي مقصدن پنجاب جي چوڌرين، صنعتڪارن ۽ حاوي ڪامورا شاهي لاءِ استعمال ٿي رهي آهي. ان ريت جڏهن به هٿيارن سان يا فائرنگ ڪندي، ڪڏهن ايم ڪيو ايم جا ڪي ڪارڪن جهلجي ٿا پون ته هي اُنهن کي ڇڏائڻ لاءِ دانهون ڪن ٿا، ۽ جڏهن نه ٿا جهلجن ته پوءِ ظاهري طرح هنن تي ڪابه ذميواري نٿي اچي.

پر هي بحث اتي به ختم نٿو ٿئي. سول توڙي فوجي مشينري ۾ ضيا جون وڇايل بارودي سرنگهون موجود آهن ۽ بينظير جي حڪومت انهن جي صفائي نه ڪئي آهي. آخر ايئن ٿي ڪيئن ٿو سگهي ته سڀ ايجنسيون فائرنگ بند ڪرائڻ ۾ ناڪام رهن.

دلچسپي ۽ ڏک جي ڳالهه هي آهي، ته پيپلزپارٽي جي قيادت ان سچي ڳالهه کان واقف آهي. ڪچهرين ۾ ڳالهيون ڪندي پارٽي جا اهم ليڊر به انهن بارودي سرنگهن جو ذڪر ڪن ٿا ۽ حيرت به ڏيکارن ٿا ته حيدرآباد جي فائرنگ جي ذميواري "بارودي سرنگهه" کي هٿائڻ جا حڪم جاري ٿيڻ ڪافي ڏينهن ٿي ويا آهن، پر الائي ڇو اڃا عمل نه ٿيو آهي!

اسان هن بحث کي ان ڪري سامهون آندو آهي ته حڪومت کي ان جي حساس نزاڪت جو احساس ڏياريون ۽ شهرين جي جان ۽ مال، عزت ۽ فرحت سان ساهه کڻڻ جي حق کي نهوڙڻ جي پٺيان جيڪي هٿ آهن، انهن کي مهرباني ڪري سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي.

سومر ١٩- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## محترم بينظير کي مبارڪون ۽ گذارشون

اڄ ايڪويهين مارچ ۱۹۹۰ع تي توهان جي حڪومت جي سر تان ائين ترميم ذريعي ٽنگيل "ڊيموڪليسي خنجر" لٿو آهي، توهان کي مبارڪون هجن. هاڻي خلق ۾ اميد پيدا ٿي آهي، ته ٻهراڻ وڏيڪ سگهه ۽ اعتماد سان ملڪ ۾ جمهوري قدرن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڳتي وڌي سگهندا. هي سڀ توهان جي صبر ۽ سياسي ڏاهپ جو ڦل آهي. توهان جي سياسي سفر جي شروعات، ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت سان ڦاسي گهاٽ منجهان غيرتمند خون جي هڳاءَ سان ٿي. توهان جيترين به ڪربلائن منجهان گذريا، انهن توهان جو مان وڌايو. ايستائين جو عوام پنهنجن ڏکن کي وساري توهان جي ڏکن کي پنهنجا ڏک ٻڌائي ڇڏيو. ذوالفقار علي ڀٽي عوام جو مان وڌائڻ لاءِ آمر اڳيان جهڪڻ کان انڪار ڪيو ۽ جواب ۾ عوام توهان جو مان وڌايو آهي.

آئين ۾ ائين ترميم عوام جيءَ سڌين توهينن مان هڪ جو نالو آهي. پر اُها ضياءَ جي مرڻ ڪانپوءِ به رهي. توهان ان جي موجودگي ۾ ۽ سوين ٻين رڪاوٽن منجهان عوام جي مدد سان اتان پنهنجي واٽ ڪڍي ايڪويهين مارچ تي پهتا آهيو. ان ڪري اُميد آهي ته اڳتي جي واٽ ۾ جيڪي رنڊڪون آهن تن منجهان به ڪاميابي سان اڪري ويندا.

گڏيل مخالف ڌُر ۽ خاص ڪري آءِ جي آءِ وارن هن عرصي ۾ توهان لاءِ، جمهوريت جي راهه ۾ وڏيون کڏون کوٽيون پر پنهنجي انهن حرڪتن سان هو پاڻ پاتال ۾ پيهبا ويا آهن. هاڻي به جڏهن هو توهان لاءِ اعتماد جي نئين ووٽ حاصل ڪرڻ جي ڳالهه ڪن ٿا، تڏهن هو سياسي اخلاقيات جي ڀڃڪڙي ڪري رهيا آهن. هنن کي خبر آهي ته توهان پندرهن مهينن ۾ ٻه ڀيرا ايوان جو اعتماد وٺي چڪا آهيو. صدر غلام اسحاق خان به هنن کي سندن موقف جي کوکلائپ کان آگاه ڪري چڪو آهي. پر هنن کي مات نه ٿي اچي. لڳي ٿو ته هنن وٽ ماڻهن جي ڀلائي ۽ ملڪي استحڪام جو ڪوبه مرم. لحاظ ڪونهي. توهان جي اقتدار ۾ هجڻ تي هنن کي اندر ۾ ٻڙڪا آهن ۽ هر گهڙي سندن آنڊا وڏي رهي آهي. پر هو پنهنجي داخليت پسندي جي هٺاڻ ڏينهون ڏينهن مرضيل ٿي رهيا آهن ۽ سندن مرض پاڙون هڻي، ڪُهنو ٿي رهيو آهي.

بدلڻ ۾ پيو اچي ته اوهان ڪُوڪن کي ڪوٽني تائين ڊوزائڻ لاءِ وري به اعتماد جو ووٽ وٺي رهيون آهيو. توهان تي اهڙي ڪا پابندي ناهي، پر پوءِ توهان هنن کي سياسي موت مارڻ لاءِ اهم قدم کڻي رهيا آهيو.

پر محترم هڪڙيون اهڙيون ڳالهيون به آهن جن کي توهان، هڪڙي نموني ڏسو ٿا ۽ ٻيا ماڻهو ٻئي نموني ڏسن ٿا. توهان اقتدار تي آهيو ۽ پنهنجي وٽ ۾ اختيار کي سمجهو ٿيون. ٻيا ماڻهو پنهنجين حالتن ۾ پنهنجي ضرورتن پٽاندر سوچين ٿا. اختلاف به اتان پيدا ٿين ٿا، جو هرڪو پنهنجي مخصوص حالتن ۽ وسيلن جي حساب سان سوچيندو آهي.

محترم بينظير: توهان جي اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ ملڪ ۾ هڪڙو مضبوط رايو هو، ته آمريت پاڪستان کي ايڏو ڇٽي ڇڏيو آهي جو وڏي صوبي کي ڇڏي باقي صوبن ۾ اُهو ڏنڌلائجي ويو. حڪمرانن، پاڪستان کي هڪ آمر- جنون ۾ بدلائي ڇڏيو هو. هنن پاڪستان کي عوام جي حقن سان ٽڪراءَ ۾ آڻي سگهن ٿا، تن جا هنن ليڪا ئي ڊاهي ڇڏيا. توهان ۽ توهان جي پارٽي سڄي پاڪستان جي واحد گڏيل رشتي ۽ هڪ اميد طور موجود هئا- جنرل ضياءَ ۽ سندس "رفقاءَ" ان رشتي کي ختم ڪرڻ ۾ وسان نه گهٽايو. پر اهو رشتو سلامت رهيو ۽ نومبر ١٩٨٨ع جي چونڊن ۾ اُڀري به آيو. توهان جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ ماڻهو ٻن ڪيفيتن منجهان گذريا آهن- پهرين ڪيفيت خوشي ۽ اُميد جي ۽ ٻي ڪيفيت مايوسين ۽ نراسائن جي. ماڻهو توهان جي حڪومتي مسئلن کي سمجهن ٿا. آئيني رڪاوٽون، آءِ جي آءِ جون نفرتون ۽ توهان جي روپ ۾ موجود گڏيل ملڪي رشتي کي ٽوڙڻ جي سازش جي به خلق شاهد آهي- پر هيءَ به حقيت آهي ته توهان جي ڪابينا ڪمزوري ماڻهن لاءِ نقصان واري آهي. هي صحيح آهي ته انتظامي ڍانچو توهان کي ورثي ۾ مليو آهي، پر ان جي سمورين ناڪامين جا نتيجا توهان کي ڀوڳڻا پوندا. خاص ڪري سنڌ ۾ دهشت ۽ ڌاڌ جي جيڪا صورتحال رهي، اُها توڙي جو ضيا ۽ جوڻيجي دور جو تسلسل آهي- پر هينئر ضيا ۽ جوڻيجو ٻئي ڪونهن- توهان آهيو- توهان کي سنڌ جي ماڻهن هتي جي "جون آف آرڪ" ۽ شاهه لطيف جي سورمين جو هڪ وڏيل ڪردار به سڏيو- سوين بيگناه ماڻهن کي دهشت گردن جي هٿان مارجي، اوهان جي اقتدار جي قيمت به ڀرڻي پئي- اجا به ڀرين پيا، پر توهان پاڻ کان هڪڙي ڳالهه پڇو، ته ائين ڪيستائين ٿيندو. توهان هي به محسوس ڪريو، ته پاڪستان، سنڌ واسين لاءِ مصر جي قديم بادشاه عزيز جو اُهو خواب بنجي ويو، جنهن ۾ ست اڀريون ڍڳيون، ستن سڀرين ڍڳين کي کائي ويون هيون. سنڌ

پنهنجي بدحالي ۽ انساني حقن جي پامالي واري حالت کي بدلائڻ لاءِ توهان ۾ اميدون رکيون، جيڪي هن مهل تائين پوريون نه ٿيون آهن.

محترم! عوام جو انتظار تاريخ جي وڏين هستين کي ٿڪائي وجهندو آهي. اوڀر يورپ ۾ هن وقت جون تبديلون عوام جي صبر جو نتيجو آهن. ٽين دنيا جي گهڻن آمرن کان پوءِ سوشلسٽ ڪئمپ جا آمر به ختم ٿي ويا- هاڻي اسان توهان کان سوال ڪنداسُون، ته جيڪي آمر ٽولا، گروهه ۽ فرد هن نظام جي اندر موجود آهن، ۽ مستقل تباهي بڻيل آهن، ۽ توهان جي پارٽي کان ٻاهر توڙي اندر موجود آهن، اُنهن کان عوام کي ڇوٽڪارو ڪڏهن ملندو. جيڪي ماڻهو آمريت جا به لاڏلا آهن ۽ جمهوريت جي اکين جا به تارا آهن، تن منجهان ڪڏهن جند ڇٽندي. ۽ سياسي پارٽيون عوام کي منظم ڪري طاقتور بنائڻ کان ڇو هٻڪن ٿيون.

اسان سمجهون ٿا، ته توهان اڃا به ملڪ لاءِ اُميد آهيو، ۽ چاهينداسين ته اها اميد ٽٽڻ نه گهرجي- پر مسئلو آهي، ته جيڪڏهن اها اُميد عملي طرح مضبوط نه ٿي ۽ دهشت گردين مان جند آزاد نه ٿي، معاشي ڀلاين جا امڪان پيدا نه ٿيا، ته پوءِ اُميد جو ڏيئو ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو.

*اربع ۲۱- مارچ ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

## عبدالحميد خان جتوئي کي بحث جو سڏ

جتوئي صاحب ڪالهه واري اخبار ۾ توهان جو بيان شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ توهان سنڌ جي اسي سيڪڙي عوام کي گمراهه سڏيو آهي. پاڻ هن تي اعتبار نه ڪريون ها پر توهان اهڙي ڳالهه ڪجهه عرصي کان لاڳيتو چئي رهيا آهيو. خاص ڪري گذريل چونڊن ڪانپوءِ عوام جي اڪثريت کي توهان مختلف جلسن ۾ ٻه ڏاڍو لويو آهي ۽ پيپلز پارٽي کي ووٽ ڏيڻ تي، تاريخ جي سزا ڀوڳڻ جا دڙڪا ٻه ڏنا آهن.

توهان جي گلا هيٺ آيل ان اسي سيڪڙي عوام جي طرفان، توهان کي گوش گذار ڪريون ٿا ته عوام جي اڪثريت ڪڏهن ٻه مڪمل طرح غلط نه هوندي آهي. اسان توهان کي چئلينج ٻه ڪريون ٿا ۽ دعوت ٻه ڏيون ٿا، ته ڀلي هن ڳالهه تي بحث ڪريو.

. "عوامي آواز" اُن اسي سيڪڙي عوام جو آواز آهي، جنهن کي توهان رد ڪريو ٿا، ڌيجاريو ٿا ۽ مٿس ملامت ٻه ڪريو ٿا، ته عوام خراب هوندو آهي. البت توهان جي ان حق کي ميڃون ٿا، ته توهان عوام کي خراب ثابت ڪريو. عوامي آواز جا ڪالم توهان جي خيالن لاءِ ٻه حاضر آهن. فيصلو ڪرڻ چاهيو ته ڀلي ڪريو.

جتوئي صاحب: پهرين ڳالهه ته توهان، اسي سيڪڙي عوام کي رد ڪريو ٿا، پر اسان اها ڳالهه چوڻ تي توهان کي رد نه ٿا ڪريون، توهان اسي سيڪڙو ماڻهن کي پنهنجي "پيٽ- ڀاڄي" مان ڪڍيو ٿا، پر اسان تڏهن ٻه توهان کي پنهنجو ميڃڻ لاءِ تيار آهيون ۽ هن بحث شروع ڪرڻ جو مقصد آهي، ته گڏجي ڪجهه ڳالهيون سمجهون. اسان کي خبر آهي ته توهان، ضيا جي آمريت ۾ سنڌ سان ٿيندڙ ظلمن تي نهايت بي ڊپائي سان ڳالهائيندا رهيا- قومي اسيمبليءَ ۾ توهان جون تقريرون ٻه اسان ٻڌيون ۽ خوش ٻه ٿيندا هئاسين، ته اسلام آباد جي ايوانن ۾ توهان جي رعبدار آواز ترٿلو مچائي ڏنو آهي. توهان جون اهي تقريرون يادگار رهنديون. يقينن توهان سنڌ جي طرفداري ۾ بهادراڻو ڪردار ادا ڪندي، خيال ڪندا هوندا، ته سنڌ جي عوام تي ٻه حق آهي ته چونڊن ۾ ووٽ توهان کي ڏئي. توهان کي واقعي ووٽ ملڻ گهربا هئا، جو توهان جي آواز جي گونجار،

اسلام آباد جي ايوانن ۾ جاري رهڻ سنڌ جي ضرورت آهي، پر توهان جي تڪ جي ماڻهن هن ڀيري توهان کي ووٽ نه ڏنا، ان جو مطلب هرگز اهو ناهي، ته ماڻهن غلط ڪم ڪيو.

توهان کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي، ته سنڌ جي وڏيرڪي جنس سان تعلق رکندڙ آهيو. وڏيرا، عوام لاءِ ائين آهن، جيئن سنڌ لاءِ مرڪز آهي. بلڪل ائين توهان جي تڪ جي ووٽرن هن ڀيري سمجهيو ته جتوئي صاحب مرڪز آهي ۽ هو پاڻ سنڌ آهن. ايتري سادي سٽائي ڳالهه تي توهان کي ڪاوڙ لڳي آهي، ته اُن جو هڪ ئي مطلب آهي- ته توهان اناپرست آهيو- جڏهن قومي اسيمبليءَ ۾ ڳالهائيندا هئا تڏهن به توهان پنهنجي انا جي تسڪين ڪندا هئا ۽ هاڻي جڏهن ماڻهو توهان کي ووٽ نه ٿا ڏين، تڏهن به توهان جي انا کي ضرب لڳي ٿي. ايوان ۾ يا قوم لاءِ جهيڙي ۾ توهان جي انا اسان جي ڪم جي آهي، پر هتي ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي اها انا غلط نموني ڪم اچي ٿي. ووٽ ماڻهن جو حق آهي ۽ ان کي هو جيئن به استعمال ڪن، تنهن تي ڪاوڙ ڪرڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي! هاڻي توهان ته اهو سمجهي ويٺا آهيو، ته توهان سنڌ لاءِ هيڏو ڪريو ٿا ۽ توهان جي ووٽرن کي سنڌ جي ڳڻتي ئي ڪانهي. بس اهوئي هڪڙو فرق آهي، جنهن ۾ توهان کي پنهنجي اندر کي ڦٽوڙڻو آهي.

جتوئي صاحب! عام ماڻهوءَ کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. هن جي ضرورتن، هن جي محبتن ۽ سنڌن معيارن کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. سنڌ جا توڙي سنڌ جي ماڻهن جا گنهگار اُهي آهن، جن هنن کي نه سمجهيو آهي ۽ مٿن حڪم هلائڻ گهرن ٿا. اُهي ئي ماڻهو، جمهوريت جي راهه ۾ رڪاوٽون وجهن ٿا. جيستائين چوندن جا نتيجا دل سان قبول نه ڪيا ويا. تيسين جمهوريت خود ظلم جو شڪار رهندي. توهان اسي سيڪڙي ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهايو ٿا، پر اسين ان ويهه سيڪڙي کي سورن جو ڪارڻ سڏيو ٿا، جنهن کي توهان بيگناه قرار ڏيو ٿا. توهان کي ته اڪثريت جو احسانمند رهڻ کپي. هنن ڪيئي ڀيرا توهان کي ووٽ ڏئي اسيمبلين تائين پهچايو آهي.

هاڻي اچون ٿا ان ڳالهه تي، ته عوام جي اڪثريت ڪيئن، خراب ٿيندي آهي. قبلا! اهي ماڻهو پورهيو ڪن ٿا. اڪثريت جيڪڏهن ڪم ڪاريون بند ڪري ڇڏي ته پاڻ اڃا ڪپڙا پائي ڪيئن گهرن کان ٻاهر نڪري سگهنداسين؟ زمينون ڪٿان آباد ٿينديون، ڪارخانا ڪٿان هلندا ۽ نڪمن ماڻهن کي زنده رهڻ جا فضول موقعا ڪٿان ملندا!

اڪثريت کي توهان تاريخ جي حوالي سان ڏسو. قديم پروهتن، ٻاون،

پنڊتن ۽ مُلن، ٻي دنيا جي آسري تي سنڌس هن دنيا ۾ صدين تائين تختا ڪيئي بادشاهن، نوابن ۽ وڏيرن جي اطاعت ڪرڻ جو قائل بڻايو. ان اڪثريت جو صبر ته ڏسو، جو پنهنجي وڪري کي به قبول ڪيائين: صدين تائين غلاميءَ جي نظام مان گذري، وري هاريي جي حالت کي پهتو، ڪارخانن ۾ پنهنجو رت ست ڏنائين، بادشاهن، جاگيردارن ۽ وڏيرن دولت جي زور تي پاڻ کي عقل جو اڪابر به سڏيو، تڏهن به اڪثريت ڏسندي رهي. هينئر دنيا تي اک ته ڦيرايو ڪيڏانهن ويا اهي سڀ عقل جا اڪابر بادشاه، نواب، فوجي ۽ وڏيرا.

سنڌ جي اڪثريت به اڃا صبر ۾ آهي، ۽ يقين رکو اهو صبر، سنڌس پورهئي تي پلجندڙ سيني نڪمن ماڻهن کي نهوڙي ڇڏيندو. هينئر ئي ڏسو سڀ سياسي تنظيمون عوام جي گهرجن کي پورو ڪرڻ ۾ ناڪام رهيون آهن، پر توهان ڏسندا ته صدين جو اهو سفر ڪجهه ڏهاڪن ۾ هلي پورو ٿيڻو آهي.

نظامن ۽ نظرين جي نالي ۾ ساڻس جيڪي ويَل وهايا ويا آهن، سي سڀ هو آزمائي چڪو آهي. نظريءَ پاڪستان جو دوکو به ڀوڳيو ويو آهي، ته هن وقت سنڌ جي نالي ۾ چمڪندڙ دڪاندارين خلق کي جنهن ڏول ۾ وڌو آهي. سو به آزمائجي رهيو آهي. ڪجهه سالن جو هي عبوري دور نيٺ ته هلي پورو ٿيندو. جيڪڏهن ڪو سمجهي ويٺو آهي، ته عوام لاڳيتو هنن حالتن ۾ رهندو، ته اهو وڏي دوکي ۾ آهي. عوام اهڙي لکن دوکن کي ڊاهي چڪو آهي. اوڀر کان اُڀري، اولهه ۾ لهندڙ سج انهن ڳالهين جو شاهد آهي.

*خميس ٢٢- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## پاڪستان ڏينهن تي تاريخ ڳالهائي ٿي

اڄوڪي ٽيويهين مارچ تي پاڪستان ڏينهن جي پنجاهين سالگره آهي. هن ڏينهن جي گولڊن جوبلي ملهائي پئي وڃي. ريڊيو ۽ ٽيليويزن وڏي جوش ۾ آهن. سياستدان رسمي بيان ڏئي رهيا آهن، ۽ اخبارون ايڊيشن ڇاپي لکين رپيا ڪمائينديون. سياڻي ساڃهه ماني ساڳ سان هوندي.

وطن سان محبت انسان جي بنيادي جذبن منجهان هڪ آهي. پر پاڪستان سان محبت جو ٺيڪو وٺي جو حاڪمن ڪنيو، ته ماڻهو ويچارا ڏسندا ئي رهجي ويا. ملڪ سان وفادارين جا سرٽيفڪيٽ ورهائڻ جي ڪاروبار ۾ جيڪي ڊانڊليون ٿيون، عوام جا حق قتل ڪيا ويا، بدعنوانين ۽ حرامخورين جا ميڙا متا ۽ وطن جو پاڪستاني تصور ليڙون ليڙون ٿي ويو. البت وطن جي محبت جي رسم وڏي ڌام ڌام سان موجود آهي، جيڪا پاڻ ملهائي رهيا آهيون.

رسم نباهڻ جي ڪوڪلائپ اسان ڪي تاريخ سان بي ايماني ڪرڻ سيکاري آهي، پر تاريخ ته بخشيو ڪونهي. لاهور ۾ ١٩۴٠جي بحال ڪيل ٺهراءُ جو ڏينهن ته هر سال ملهائبو آهي، پر ان ٺهراءُ کي لاڳو ڪرڻ جي جتن گهر ڪبي آهي، ته غداري ۽ ملڪ دشمني جا الزام لڳندا آهن. ڪمال ته ڏسو، جيڪو ٺهراءُ هن ملڪ جي قائم ٿيڻ جو بنياد آهي اُن جا لفظ حڪمرانن جي لغت ۾ ملڪ جا دشمن آهن. هو دليل ڏين ٿا ته ١٩۴٦ع ۾ ان ٺهراءُ جي لفظن ۾ ڦير ڦار ڪئي وئي هئي. جي ائين آهي، ته ترميم وارو ڏينهن ڇو نه ٿا ملهائين!

١٩۴٠ع واري ٺهراءُ وقت مسلم ليگ جاگيردارن جي قبضي ۾ نه آئي هئي. پر جناح صاحب جي جديد قانوني روين جي ڪري ٺهراءُ ۾ مسلم اڪثريت وارين خودمختيار رياستن جو اصطلاح شامل ڪري نئين ڪنڊ جي مسلمانن لاءِ ڌار وطن جو مطالبو ڪيو ويو هو. يقين سان چئي سگهجي ٿو، ته جيڪڏهن جناح صاحب کي پتو هجي ها، ته پاڪستان، مارشلائن جي لاءِ قائم ٿي رهيو آهي ۽ ايوب خان، يحييٰ ۽ ضيا پنجويهه سال ملڪ تي حڪومت ڪندا، ته شايد هو دنيا ترڪ ڪري ها. يا سياست مان ئي هٿ ڪڍي وڃي ها.

۱۹۴۰ع واري نهراءُ هيٺ جنهن ملڪ قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو هو، اڄ تائين اهو مطالبو نه مڃجي سگهيو آهي. ان مطالبي نه مڃڻ جي هٿ، اڄ پاڪستان وجائي چڏيو ۽ هتي سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد صوبا ويڙهن ۾ آهن. هاڻي ته پنجاب به مرڪز سان ٽڪراءُ ۾ اچي خودمختياري جون ڳالهيون ڪري رهيو آهي، پر تڏهن به ۱۹۴۰ع جي نهراءُ وارو پاڪستان قائم ڪرڻ تي غور نه پيو ڪيو وڃي.

وزيراعظم بينظير ڀٽو پنهنجي ۲- ڊسمبر ۱۹۸۸ع واري خطاب ۾ چيو هو، ته صوبائي خودمختياري ايستائين معنيٰ نه ٿي رکي جيسين اختيارن جي مرڪزيت جو نظام نٿو ٽوڙيو وڃي، ان ڳالهه کي به پندرهن مهينا گذري رهيا آهن.

اسان حڪومت کي توڙي پاڪستان جي حقيقي خيرخواهن کي گذارش ڪنداسين، ته ملڪ جي مٿان هن تاريخي منافقي کي لاهي ڪيس سچ جي واٽ تي هلڻ ڏنو وڃي. هاڻي ڪوڙ کي پاڪستان جي مسڪين ماڻهن جي مٿان هٽايو.

۲۳- مارچ ۱۹۹۱ع. عوامي آواز

# ڏوهه- بي غيرت قوتن جي اتحاد جو نتيجو آهن

سنڌ ۾ ڏوهن جو گراف اچا گهٽ ٿيندو نظر نٿو اچي. انتظاميه توڙي حڪومت ڪندڙ سياسي اڳواڻ هن وقت تائين ڏوهه گهٽجڻ جي باري ۾ خلق جي اڳيان ڪا خاطري نه ڏيئي سگهيا آهن. ماڻهو اڳ وانگر پريشان آهن. سرڪار جي طرفان، انهن لفظن جو ورجاءُ ته سڀ ٺيڪ ٺي ويندو، ۽ ڏوهن ۾ ملوث ڪنهن به ماڻهو کي معاف نه ڪيو ويندو، روز روز جو رينگٽ آهي. سنجيده حلقا ان نتيجي تي پهتا آهن، ته حڪومت ڏوهن کي ختم ڪرڻ ۾ سنجيده ڪانهي. يعني اُها سنجيده ٿيڻ به چاهي، تڏهن به ايتري سنجيدگي پاڻ ۾ نٿي آڻي سگهي، جيڪا هن حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي هجي.

پهرين ڳالهه ته ڏوهن کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪو شعور کپي، سو نه انتظاميه ۾ موجود آهي ۽ نه سياسي قيادت ۾. مرض تمام گهٽي شدت اختيار ڪري چڪو آهي، پر ويچ، ڪُويچ ٻٽيا ٿا وتن. ڪهڙي نه مزيدار ڳالهه آهي، جو پيپلزپارٽي جي حڪومت خلوص سان ڏوهه ختم ڪرڻ گهري ٿي- پر ان جو خلوص ڏوهن جي خاتمي ۾ مددگار ثابت نه ٿيو آهي. سوچڻ جي ڳالهه آهي ته جڏهن خلوص به ڪم نه اچي، تڏهن ڇا ڪجي؟

اصل ڳالهه هيءَ آهي ته مسئلن حل ڪرڻ لاءِ فقط خلوص يا ارادي جي سچائي ڪافي ناهن. مسئلو جيترو شديد هجي، جيترا خطرا ڪٽي ايندڙ هجي، موت به ايڏي ئي گهڻ- پاسائين هئڻ گهرجي. مسئلي کي منهن ڏيڻ جو پهريون شرط، مسئلي جو شعور حاصل ڪرڻ آهي. پر بدقسمتي سان حڪومت جي واسطيدار ادارن توڙي سياسي قيادت ڪڏهن به ڀڏائڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي، ته سنڌ ۾ ڏوهن جا معاشي، جاگرافيائي، سياسي ۽ انتظامي ڪارڻ ڪهڙا آهن. جيسين مرض جا ڪارڻ نٿا سمجهيا وڃن، تيسين اُن جو علاج ڪٿان ڳولي سگهبو.

پهرين ڳالهه ته ڏوهن جي ذميداري پسماندگي تي آهي، ۽ پسماندگي لاءِ ذميوار حڪومت آهي. پاڪستان ٺهڻ کان وٺي رشوت خوري ۽ بي ايماني کي

منظم ڪري هر قسم جي شرافت ۽ سچائي جو جيئڻ حرام ڪيو ويو آهي. حڪومت ۽ ملڪي وسيلا جن ماڻهن جي هٿ ۾ رهيا آهن، سي ئي اصل گنهگار آهن. جن پاليسيون ناهيون آهن، سي ئي اصل ڌاڙيل آهن. هنن ملڪ جي سيني وسيلن کي لٽي پنهنجا گهر ڀري معتبريون ماڻيون آهن، ۽ خلق کي لڪين محروميون، ناڪاميون ۽ نامراديون بچايون ويون آهن.

هن صورتحال جون پاڙون وري به غاصب سياسي سرشتي ۾ آهن، جيڪو ملڪ تي مڙهيو ويو آهي. ان سرشتي اندر ملڪ تي حڪومت انهن ٽولن ڪئي، جن ملڪ سان هزارين غداريون ڪيون. هنن نعرا ته ملڪ سان وفادار هئڻ جا هنيا، پر اهي سڀ بهانا هئا، جديد دور جون حراماپايون به جديد آهن- اُهي ساديون سوليون ۽ سڌيون نه آهن. پر وقت ثابت ڪيو آهي، ته جن ماڻهن پاڻ کي پاڪستان سان وفادار سڏيو، تن ملڪ جا ياڳا لاٿا. جن اسلام جي ٺيڪيداري پنهنجي هٿ ۾ ڪئي، تن اسلام کي ڪاٺ هنيا. لٽ مار جو اهو طوفان پاڪستان جو بنيادي ۽ حاوي ڪلچر بنجي ويو آهي. هڪڙا ڌاڙيل آفيسن ۾ ويهي ماڻهو ڦرين ٿا ۽ هنن، ماڻهن کي ان ڦرجڻ جو هيراڪ بنائي ڇڏيو آهي. اغوا ڪندڙ ۽ رستن تان ڦرون ڪندڙ ڌاڙيلن جي غلطي اها آهي، ته هنن جو طريقو غير مهذب آهي. بدعنوان پاڪستاني تهذيب ۾ ڌاڙيل مطالبو ڪري سگهن ٿا، ته سندن ڪم کي قانوني حيثيت ڏني وڃي. هوئن به واقعي جيڪڏهن حڪومت هنن کي قابو نٿي ڪري سگهي، ته پوءِ محفوظ طريقو به اهو آهي، ته ڌاڙيلن جي اداري کي سرڪاري طرح جائز قرار ڏئي ۽ ڌاڙيلن کان اغوا، توڙي ڦرجي هر واردات تي ٽئڪس مقرر ڪري ڇڏي. ائين گهٽ ۾ گهٽ ايترو ٿيندو جو ماڻهو- ڌاڙيلن کي اوچتي آفت نه سمجهندا ۽ ڪين اطمينان ٿيندو، ته سندن ڦريل رقمن جو ڪجهه حصو قومي خزاني ۾ ويندو.

هي ڪو ڀوڳ ڪونهي! ان ڳالهه کي هن طرح به سمجهي سگهجي ٿو: جيڪو ماڻهو ڪسٽم، انڪم ٽئڪس، پوليس، ايف آءِ اي، ضلعي انتظاميه ۽ ٻين اهڙن انيڪ کاتن ۾ ڪلارڪي کان آفيسري تائين ونڊ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، سو ڄڻ سليماني خزاني جو مالڪ بڻجي ٿو پئي. ٻن چئن سالن ۾ اُهو لکپتي ته گهٽ ۾ گهٽ ٿئي ٿو. جيڪي ماڻهو اريگيشن يا پبلڪ ورڪس کاتن ۾ ٺيڪا کڻن ٿا سي سال ڏيڍ اندر لکپتي ٿي وڃن ٿا. ۽ هي سڀ حرام جي ڪمائي آهي. هنن کي چوي ته ڪير به نه ٿو، پر ابتلو اهي ماڻهو معزز شهري بنجي ٿا وڃن. جيڪي ماڻهو رشوت نٿا کائين يا کائي نٿا سگهن سي پنهنجون حياتيون شرمساري ۽ پشيماني ۾ وڃائي ڇڏين ٿا.

جڏهن قانون ۽ حڪومت جي پاڇي ۾ اهي سڀ ڌنڌا ٿيندا هجن- تڏهن قانون جو احترام ڪرڻ جي احمقپائي ڪير ڪندو. بلڪ ان حالت ۾ ته قانون جو احترام به انهن مهذب ڦورن جي مال ملڪيت محفوظ رهڻ واري نظام جو نالو آهي. رشوت ڪائڻ مجبوري هجي يا شوق، پر جڏهن اُهو انتهائي مضبوط نظام بڻجي وڃي، تڏهن معاشري ۾ رڳو به قوتون ٿين ٿيون. هڪڙا وٺندڙ ۽ ٻيا ڏيندڙ- ۽ اهي ٻئي قوتون پنهنجي گندي قانوني اتحاد ذريعي خلق تي ٿٽي پون ٿيون. هنن جو نالو وٺڻ وارو ڪير به ڪونهي. هنن جو ذاتي پئسو اجتماعي غيرت جي هر اصول کي نڌڻڪو ۽ ننگو ڪري سگهي ٿو.

ان ڪري سنڌ ۾ ذهن جي حالت جا ڪيترائي ڪارڻ- اثر ۽ نتيجا هجن پر هي هٿ ٺوڪين مهذب ۽ غير مهذب ڌاڙيلن جو پاڻ ۾ جهيڙو آهي ۽ مارجن اُهي ماڻهو پيا، جيڪي اجتماعي طرح بدعنواني جي بي غيرت صورتحال کي برداشت ڪندا آيا آهن. ٻه طرفي بي غيرتي جا هڪ ٻئي کي چنبڙ ۾ هٿ آهن. جيسين اڳ ۾ شروع ڪيل بي غيرتي جي جڪڙ ختم نه ٿيندي، تيسين ذهن واري بي غيرتي هٿ نه ڪيندي. جيسين بي شرم نظام کي ٿٿو سڌاريو وڃي، تيسين چڱائي جو آسرو ڪرڻ اجايو آهي. عوام جا دشمن ٽولا سڀ بي غيرت آهن ۽ انهن جو پاڻ ۾ اتحاد آهي. اهو اتحاد ئي ملڪ جو سڀ کان وڏو دشمن آهي- آهي ڪنهن ۾ همٿ، عقل ۽ ڏاهپ هن حالت کي ختم ڪرڻ جو؟

*سومر ٢٦ مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## سنڌ وچائڻ جا اسين پاڻ ڪيترا ذميوار آهيون؟

سنڌ پاڻ وڃائڻ جي جنهن خوفناڪ عمل مان گذري رهي آهي، اُن جا سوين منظر آهن. سنڌي تهذيب ڏنڊلائجي پئي ۽ وقت تيزي سان گذري رهيو آهي. سنڌي تهذيب جي بچاءَ جي ذميوار نئين ٽوڙي پراڻين قوتن جي هر ڪوشش، واريءَ جي مُٺ پرڻ ثابت ٿي رهي آهي. ماڻهو خوش ته مٺ پريل آهي، پر واري ڪٿي ٿي بيهي؟

آخر ڏسجي ته هن لاڳيتي تباهي جو ڪارڻ ڪهڙو آهي. وڏو ۽ بنيادي سبب سنڌي زبردست ذهين آهن. منجهن صلاحيتن جي ڪوٽ ڪانهي. سنڌ جا اديب ۽ دانشور عالمي مرتبي وارو ادب تخليق ڪن ٿا. سنڌ جا سياستدان پاڪستان جي سياست جا ڪليدي ڪردار آهن. سنڌ جي عام ماڻهوءَ وٽ ڏاهپ جا پنڊار آهن. سنڌ جو شاگرد جيڪو پڙهڻ سان چاهه رکي ٿو، سو مجبور حالتن ۾ به مقابلي ڪرڻ جهڙو آهي. سنڌ وٽ لامحدود قدرتي وسيلا آهن. ذهني ۽ جسماني طرح به سنڌ جا ماڻهو بي عيب آهن ۽ سنڌن سياسي شعور جو به پاڪستان ۾ مثال نٿو ملي، پر پوءِ به تباهي راڪيٽ جي رفتار اختيار ڪري چڪي آهي، ۽ پاڻ ۾ غلاميءَ جون سڀ وصفون نه رکو موجود آهن، پر ترقي به ڪري رهيون آهن. آخر ڇو؟

پهرين ڳالهه ته اسان وٽ ڪوبه مضبوط اجتماعي تصور ڪونهي. جيڪي اجتماعي تصور آهن، سي اڻپورا ۽ اڌوگابرا. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ حڪمرانن چڱائي جو ڪو به هڪڙو ڪم به نه ڪيو، جنهن سان وطن جو پرپور اجتماعي تصور ملي سگهي. ورهاڱي جي نتيجي ۾ جيڪو پاڪستان ملڻ کپندو هو، سو پاڻ کي نه مليو. حڪومت، معاشري جو تمام اهم ادارو ٿئي ٿو، جنهن جي ذميواري خلق جي حوصلن آزادين ۽ ترقين لاءِ دلي اُڌمن ۽ جذبن کي وڌائڻ هوندو آهي؛ پر هتي حڪومتن پنهنجي اهڙي ڪابه ذميواري پوري نه ڪئي. اُن جي اُبتڙ، حڪومتن عوام جي خلاف طاقتور ترين تخريبڪاريون ڪيون، جنهن سبب سون ورنيون دليون، روح ۽ ذهن ڇيڻاڙجي بيزارين ۽ بيگانگين جي ڪُن ۾ گهيرجي ويا. اُڌما، جذبا ۽ خوشيون سرڪاري تنگ نظرين جي بلدوزرن هيٺان چٿجي ويون.

سنڌ جي ماڻهن کي پاڪستان جي اندر روحاني اضمينان جو ڪوبہ مرڪزي نقطو حاصل نہ ٿيو. اڄ تائين سنڌ جا ٻائيتاليهہ سال ڪاٻجي ويا. ڪنهن قوم جا ٻائيتاليهہ سال زيان ڪرڻ جو مطلب سمجهو ٿا؟ ان نقصان جي ڪٿ ڪرڻ ويهجي، تہ اهو قديم يونانين کان وٺي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي حملن ۽ قبضن ۾ ٿيل نقصان، پٺيءَ ۾ بہ نہ ايندو! اڳي تہ سنڌين لاڳيتو مزاحمت ڪئي هئي، پر هاڻي هو ڪهڙي ويڙهہ ڪن. وڏي ڳالهہ تہ سنڌين جي خودداري روح جي پاتال تائين زخمي ٿي وئي آهي. انفراديت پرستيءَ جو سهڻو دل ليپائيندڙ تن آسان ۽ دلين ۽ ذهنن کي هوا سان پري ڪيئي ماڻهن کي عظيم، لافاني ۽ قدرت جو شاهڪار بنائي چڪو آهي.

پاڻ انفرادي طرح زبردست ماڻهو آهيون، شاعر چواڻي "هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو، هر ڪا دل هيرن جي کاڻ". پر "هرڪو" جنهن جو گردان ۽ اندر توڙي ٻاهر، هڪ ٻئي جي واتان ورجاءَ ڪرائي، قومي جيئاپي لاءِ گهربل اجتماعت جو اسان ڪنڌ پيچي ڇڏيو آهي. هاڻي اسان وٽ حقيقي معنيٰ ۾ اجتماعيت جو ڪوبہ مرڪزي نقطو ڪونهي. جنهن جمهوريت لاءِ پاڻ وڙهيا آهيون ۽ جيڪا جمهوريت اسان قائم ڪرائي آهي، اُن ۾ بہ پاڻ هڪ ٻہ واٽي تي بيٺل آهيون. هڪڙو اُن تباهي جو جنهن منجهان گذري رهيا آهيون، ۽ ٻيو ائيندي جي اڏاوت جو آهي، جنهن لاءِ پاڻ وٽ ڪوبہ ڪاٽ ڪلو ڪونهي. باقي جيڪڏهن وقت جي بي شعور وهڪرن ۾ وهي ويٺو آهي، تہ پوءِ ڪوبہ مسئلو، ڪو اهنج ڪونهي. پوءِ تہ سڀ ڪجهہ گذري ويندو. پر پاڻ جمهوريت تي سوچيون ٿا، جنهن کانسواءِ ٻيو ڪو متبادل ناهي تہ بہ ٿيندڙ هاڃي جي گهربل مرمت نظر نٿي اچي.

مثال طور پاڻ جمهوريت جي پندرهن مهينن منجهان گذريا آهيون، تہ اسان جي وجود جا سڀ سوال پنهنجي جاءِ تي بيٺا ئي ڪونهن، پر مضبوط کان مضبوط ٿي رهيا آهن. اچو تہ پهريائين انهن سوالن کي ڏسون، پوءِ اڳتي وڌون.

١ـ اهو ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ سنڌ جي فقط ڪراچي شهر ۾ ورهاڱي کان اڳ وارا پنج سؤ سنڌي ميڊيم اسڪول بند ٿي چڪا آهن؟

٢ـ اهو ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ سنڌ اندر هندستان کان لڏي آيل ماڻهن کي ايترو پيار مليو، جيترو کين پنهنجي اصل وطن ۾ تڏهن بہ نہ مليو جڏهن هندستان تي ست سؤ سال مسلمانن بادشاهي ڪئي؟ ايترو پيار جيترو سنڌين پاڻ سان بہ نہ ڪيو. اسان جو ڏنل پيار اسان لاءِ تہ قهر بنجي ويو پر اردو ڳالهائيندڙ آبادي پنهنجي سياسي قيادت جي فسطائي ذهنيت جي ڪوڙهہ

۾ وڪوڙجي، سنڌين سان تڪرار وڌائي هتي سرطاني صورتحال پيدا ڪري چڪي آهي،

٣- اهو ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ سنڌ جو پاڻي، زمينون، انتظام ۽ قدرتي وسيلن تي سنڌين جو نه اختيار آهي ۽ نه پنهنجي قدرتي دولت مان خيرات ملي ٿي؟

٤- اهو ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ سنڌ اندر ١٢-لکن کان وڌيڪ غير ملڪي داخل ٿي ڪارخانن ۽ ڪاروبارن تي ڇانئجي چڪا آهن؟

٥- اهو ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ سنڌ جي زرعي زمينن کي سم ۽ ڪلر کائي رهيو آهي ۽ زيرزمين تہ پاڻي جي سطح وڌي وئي آهي، پر سنڌ جي زمين جي مُتاچري جو ستر سيڪڙو بٺ ۽ اريج آهي؟

٦- هي ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾: هاڻي جڏهن زراعت سان لاڳاپيل صنعتي عمل وڌي رهيو آهي تڏهن ٻهراڙين تائين ڌاريا مقاد افغان پناهگيرن جي شڪل ۾ لکن جي تعداد ۾ سستا مزدور ٿي، سنڌي پورهيت جي روزي تي لت ڏئي رهيا آهن پر افغانن جو نالو وٺڻ وارو ڪوبہ ناهي.

٧- ۽ هي ڪهڙو پاڪستان آهي جنهن ۾ جمهوري طريقن سان چونڊيل وزيراعظم کي ملڪ کي ٺاهڻ جي سزا طور ڦاسي ڏني وڃي ۽ جڏهن وري عوام پنهنجي حق ذريعي تاريخي ڌماڪو ڪري هڪ نياڻي کي وزيراعظم چونڊي، تہ پاڪستان جا روايتي حڪمران ملڪ سان دشمني ڪري، اُن جي خلاف ٻہ سوين سازشون ڪن ۽ سنڌس حڪومت ڪرڻ جي حق کي قبول نہ ڪن.

پر انهن سيني عذابن جا ذميوار رڳو پاڪستاني حاڪم ناهن. انهن عذابن جي اڌ ذميداري اسان تي ئي اچي ٿي. اسان وٽ اجتماعيت جو معقول تصور ڪونهي. هڪڙن اسلام ۽ نظريۂ پاڪستان جي نالي ۾ ڦريو آهي ۽ ٻيا وري سنڌ جي نالي ۾ دڪان کولي ويٺا آهن.

سنڌ جي حقن ۽ جمهوريت جي وچ ۾ ڪوبہ تضاد ڪونهي. پر جن کي اقتدار کپي، تن کان انتظار نٿو ٿئي. هو اقتدار کان ٻاهر ويهي سنڌ جي خاڪي ۾ جمهوريت جا رنگ ڀرڻ جي لائق ڪونهن ۽ ان ڪري سنڌ، توڙي جمهوريت ٻنهي کي اجتماعيت جا مرڪزي نقطا نہ بڻائي سگهيا آهن. اها عظيم ناڪامي انهن ٻنهي ڌرين تي هڪ جيتري لاڳو ٿئي ٿي، جيڪي اقتدار جي گادين تي توڙي اقتدار کان ٻاهر جيئرا جاڳندا ويٺا آهن.

مزي جي ڳالهہ تہ مٿيان سڀ ڏوجهرا فقط سنڌ جي عام ماڻهو لاءِ آهن.

وڏيري، جاگيردار، ڪاموري يا سرمائيدار لاءِ ناهن. سنڌ ۾ پنجاهه لک ڏاريا ماڻهو اچي وڃن، پر جنهن زميندار کي ويهه هزار ايڪڙ آهي، اُن جي زمين ۾ گهٽتائي نه ايندي. بلڪ شگر ملز جي موجود صورتحال ته ثابت ڪيو آهي، ته سستي پورهيت جي لالچ ۾ اهي سنڌي مل مالڪ مڪاني پورهيت کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. هنن کي اهوبه نظر نٿو اچي، ته سياڻي قومي ۽ صوبائي اسيمبلي جون سيٽون به هنن کان هليو وينديون.

وطن جو تصور هڪ ضابطي جي گهر ڪري ٿو. وطن جي، ڌرتي جي حرمت خالي پاڪ تصور ناهي، پر ان جا مادي ۽ تاريخي اثر ٿين ٿا.

آخر ۾ اسان چونداسين، ته پنهنجي انفراديت پرستين سان وڏي ويڙهه جي تياري ڪريو ۽ قومي وجود جي اجتماعي جيئاپي جو نصاب وضح ڪريو. ڪيئي عذاب ايذا وڏي ويا آهن جو جمهوري اڏاوت جي ويهن چاليهن سالن جو انتظار نٿو ڪري سگهجي.

هن وقت پوائتي صورتحال غير ملڪي ماڻهن جي جاري يلغار جي آهي. سنڌ حڪومت به ٻگالهيون ته ڪري ٿي پر اجا تائين عملي طرح ان جو ڪو نتيجو سامهون نظر نٿو اچي. هينئر سنڌ جي ٽيڪسائل صنعت ۾ چاليهه کان سٺ سيڪڙي تائين بنگالي، برمي ۽ بهاري مزدور پهچي چڪا آهن. سنڌ جي ١٣-شگر ملن لاءِ ڪمند جي ڍوئائي لاءِ هزارين افغان پناهگير پهچي چڪا آهن. اٺويهه ٻيون ملون قائم ٿيڻيون آهن، جنهن سان اهو انگ لکن کي پهچي ويندو. سنڌ جي ٻيلن جي ڪٽائي جي ٺيڪيداري جي بهاني ۾ ڌاڙيلن کي هٿيارن جي سپلاءِ جو پڪو بندوبست ٿيل آهي. بهه سان پريل ترڪن ۾ هيروئن ۽ هٿيارن جي سپلاءِ جا اطلاع ملي رهيا آهن. خود سنڌي ۽ پ پ پ جا ڪي ماڻهو اپر سنڌ ۾ پنهنجي ايراضين ۾ "غير علائقو" قائم ڪري هي سڀ ڏنڌا ڪري رهيا آهن.

ڏسو-ته اسين وڃون ڪيڏانهن پيا؟

*اڱارو ٢٧- مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# ميراڻي جو حيدرآباد جو دورو- فسطائيت مضبوط ٿيڻ جو چِتاءُ

اسان جي وڏي وزير آفتاب شعبان ميراڻي حيدرآباد جو دورو ڪيو آهي. ان دوري ڪان اڳ ضروري هو ته شهر ۾ ايڪويهه ماڻهو مرن ۽ ڪرفيو لڳي. ائين لڳي ٿو ته ايم ڪيو ايم جي حيدرآباد واري قيادت ۽ سمال بزنيس واري تنظيم جي چڱن مڙسن، انهن ائن ڏهن ڏينهن ۾ پنهنجي مطالبن کي بلوغت تي پئي پهچايو. حيدرآباد جي ميئر ۽ ايم اين اي آفتاب احمد شيخ وڏي وزير کي ٻڌايو ته شهر ۾ لاڳيتي "وڳوڙ" ماڻهن جي معيشت کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي ۽ خاص ڪري واپار کي ڏاڍو نقصان پهتو آهي. هن اها ڳالهه پوري ڪئي ته مٿان سمال بزنيس آرگنائيزيشن جا عهديدار وڏي وزير سان مليا ۽ ڪائنس هڪ لک رپين جي آمدني وارن واپارين تان پروفيشنل ٽئڪس معاف ڪرائڻ جو فيصلو ڪرايو ۽ ٻين ٽئڪسن ۾ سندن سهولتون پيدا ڪرڻ جو واعدو ورتو ويو.

اڳ ۾ به ائين ٿيندو رهيو آهي. اڳي جڏهن وزيراعظم حيدرآباد جو دورو ڪيو هو، تڏهن به ايچ ايم سي لاءِ گرانٽن جا اعلان ڪيا ويا هئا. انهن ساڳين نمائندن جن هاڻي ميراڻي صاحب کان رعايتون ورتيون آهن، تن اڳ ۾ ورتل رعايتن جي موٽ ۾ حيدرآباد شهر جي امن ۾ کهڙو هٿ ونڊايو آهي؟ جيڪڏهن واپارين کي نقصان ٿي رهيو آهي، ته اُن لاءِ ذميوار ڪير آهي؟ حڪومت پاڻ کي هنن جي اڳيان ذميوار مڃڻ لاءِ هڪدم تيار ڇو ٿي سنجهي، جن جي واپار ۽ ڌنڌن سان گڏ سندن سرن کي خطرا آهن ۽ جيڪي جيترا ساهه ڪٽي رهيا آهن، سي سڀ دهشتگردن جي مٿن اوڌر آهن!

پيپلزپارٽي جي حڪومت ايم ڪيو ايم سان ڳالهيون ڪري، امن آڻڻ لاءِ بيتاب آهي. امن جي سنڌ کي ضرورت آهي. اُن ۾ دهشتگردن کانسواءِ ٻئي ڪنهن کيٰ ڪوبه شڪ ڪونهي. پر سوال آهي ته ايم ڪيو ايم، پيپلزپارٽي سان راضي ٻرڻي وڃي تڏهن به امن قائم ٿيڻ جي کهڙي ضمانت آهي. جڏهن پ پ پ ۽ ايم ڪيو ايم ۾ ناهه ٿيل هو، تڏهن به ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ته گڙٻڙ هلندڙ هئي. تڏهن به هلندي ڦرندي فائرنگ جا واقعا ٿيندا هئا.

ايم ڪيو ايم جي ڪم جي طريقي کان واقف ٿيڻ ڏکيو ڪم ناهي. سندس هٿياربند ونگ ۽ سندس سياسي چهرو هڪ ٻئي سان ايئن ڳنڍيل آهن جيئن حملي وقت زميني ۽ هوائي فوج جو رشتو هوندو آهي. ايم ڪيو ايم جي سياسي ونگ زمين تي وڙهي ٿي ۽ دهشتگرد فضا کي خراب ڪن ٿا. حيدرآباد ۾ ته بلڪل واضح ٿي چڪو آهي، ته ايم ڪيو ايم دهشتگردن کي آبادي جي عملي حمايت حاصل آهي. جڏهن به پوليس دهشتگردن کي جهلي ٿي ته مايون ۽ مڙسالا هجوم ناهي، ٿاڻن کي گهيراءُ ڪن ٿا ۽ ٻئي ڏينهن اخبارون بيانن سان ڀريون پيون آهن، ته ايم ڪيو ايم جي ڪارڪنن تي ظلم پيو ٿئي. ايتري ڳالهه حڪومت کي سمجهه ۾ ڇو نٿي اچي. ڪير آهي جو حڪومت کي اها ڳالهه سمجهڻ جي اجازت نٿو ڏئي.

ميراڻي صاحب جي حيدآباد واري دوري ۾ ايم ڪيو ايم جو جيڪو وفد ساڻس مليو، اُن ۾ اهڙا ماڻهو به هئا. جن تي قتل جا ڪيس داخل آهن. سمال بزنيس تنظيم جي صدر لاءِ عام تاثر آهي، ته اُهو ايم ڪيو ايم جو مالي سرپرست آهي. اُهو ساڳيو ماڻهو آهي، جنهن وڏي وزير سان ملڻ کان هڪ ڏينهن اڳ، حيدرآباد ۾ مارشل لا هٽڻ جو مطالبو ڪيو. هي مطالبو به غور ڪرڻ جهڙو آهي. مارشل لا جي هوندي هنن سنڌين کي ڏاڍو ماريو هو. ماري ته هاڻي به رهيا آهن، پر شايد ڪين ڪجهه رنڊڪ پئي ٿئي. هاڻي به حيدرآباد فوج جي انتظام هيٺ آهي، تڏهن به لکين گوليون روز ڇوڙيون وڃن ٿيون. آخر هن ڳالهه تي غور ڇو نٿو ڪيو وڃي ته گولين جي ايڏي سپلاءِ ڪيئن پئي ٿئي. ان سپلاءِ کي ڪو لهر لوڏو ڇو ڪونهي. پوليس يا ٻين سول ايجنسين کي ڇو ان ڳالهه جي سڌ ئي نٿي پوي. خود پيپلزپارٽي ان حالت جي خلاف مضبوط موقف اختيار ڇو نٿي ڪري. انهن ماڻهن جي مارشل لا هٽائڻ واري نيت جي پٺيان ڪهڙا اراد آهن؟

حيدرآباد جي واپارين کي حڪومت پاران ٽئڪسن ۾ ڇوٽ ڏيڻ جو صاف صاف مطلب هي آهي ته دهشتگردي هلندي رهي. ڇو ته ايم ڪيو ايم جي سياسي قيادت واپارين کي ڏنڊا بند رهڻ جا نقصان ڀرائي پئي ڏئي ٻئي طرف قتل جي الزامن ۾ ملوث ماڻهن سان ملاقاتون ڪري امن امان بحال ڪرڻ جا ڀه پاسا آهن. هڪڙو يا ته اهي قتل جا ڪيس ڪوڙا آهن ۽ حڪومت خلوص سان سمجهي ٿي ته اهي ڪيس اُن، ائين ئي پنهنجي سياسي ڏي وٺ واري حيثيت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪيا آهن.. ڪيس جيڪڏهن ڪوڙا آهن، ته پوءِ واقعي ملاقات ڪرڻ ۾ ڪو هرج ڪونهي. پر ايئن ماڻهن کي دوکو ڏيڻ

جي ڪهڙي ضرورت آهي. ۽ جيڪڏهن ڪيس ڪوڙا ناهن. سچا آهن ته پوءِ هي ڇاهي. ڇو ٿا ملو قتل ڪيسن جي جوابدارن سان. ڇو ٿا ڪين رعايتون ڏيو؟ آخر توهان سالن جا سال شش وينج ۾ رهي ٻئي ڀيري ڇڏهن سنڌ جي ماڻهن کان ووٽ وٺڻ ايندا، تڏهن توهان جي جهولين ۾ وري به ڪوڙن آسرن کان سواءِ ٻيو ڇا هوندو!

ٻئي طرف سنڌين سان پنهنجن قيادتن به هاڃا ڪيا آهن. جيڪي ماڻهو ۽ پارٽيون سنڌي سنڌي ڪري مٿا پيا وجن، اخبارن تي مختلف طريقن سان دٻاءَ وجهي رهيا آهن تن ڇا ڪيو آهي. دهشتگرد غيرقانوني هٿيار ڪنيو جاوا پيا ماڻين پر بيگناهه ماڻهن کي پنجويهه- ٽيهه هزار لائسنس وارا هٿيار به نٿا ڏياري سگهجن جو هو پنهنجو بچاءَ ڪري سگهن. پهرين ته جيڪڏهن حڪومت ماڻهن جو دفاع ڪرڻ ۾ ناڪام وڃي ته پوءِ ماڻهن کي پنهنجو دفاع ضرور ڪرڻ گهرجي.

ان ڪم ۾ پاڻ کي سنڌ دوست چوائيندڙ مکيه ڌرين جو ڪردار به ڏسڻ جهڙو آهي. هڪ طرف سنڌ قومي اتحاد آهي، ٻئي پاسي سنڌي اتحاد ۾ ٽئين طرف سنڌ نيشنل فرنٽ- ايس اين اي جو موقف آهي ته اردو آبادي سان سنڌين جو تضاد ڪونهي ۽ تضاد مرڪز سان آهي جنهن تي پنجاب جو قبضو آهي. ايس اين اي جا باني ايم ڪيو ايم جا اتحادي به رهيا آهن، پر هاڻي اُن کي اها ڳالهه سمجهائي نٿا سگهن. سنڌي اتحاد به بيانن جي حد تائين وڌيڪ اِنداز اختيار ڪيل آهي ۽ ايم ڪيو ايم سان ڪنهن به مفاهمت جي خلاف آهي. سنڌ نيشنل فرنٽ اردو آبادي سان تڪرار کي بنيادي تضاد نٿو سمجهي. هنن ٽنهي موقفن کي پنهنجا دليل آهن پر هي ٽئي ڌريون، توڙي هنن جا موقف دهشتگردين جي خاتمي ۽ سنڌين جي دفاع ۽ سياسي فضا ۾ بهتري جي ڪا صورت پيدا نه ڪري سگهيا آهن. هڪ طرف ماڻهن جا ووٽ وٺي حڪومت ڪندڙ پارٽي آهي، ٻئي پاسي سنڌ دوستي جي دعوا ڪندڙ مٿيون ٽي ڌريون آهن ۽ چوٿين طرف ايم ڪيو ايم ۽ اُن جي هٿيار بندن جون تنظيمون آهن. اجا هڪڙو هٽ اهڙو به آهي جيڪو نظر نٿو اچي ۽ جنهن کي اسان هنن ڪالمن ۾ جنرل ضيا جون "بارودي سرنگهون" سڏي چڪا آهيون. هوڏي وفاقي حڪومت کي سڄي ڳٽني هن وقت سرينگر جي آهي.

هي سڄو گهوٽالو سمورين پارٽين جي سياسي قيادت جو آهي. هنن وٽ پنهنجا پروگرام آهن، جن سان هو سچا به ڪونهن ۽ جن مان هٽ به نه ٿا ڪين. ٻين لفظن ۾ روايتي سياست، روايتي قوتون ماڻهن جو دفاع ڪرڻ ۾

ناڪام ٿي ويون آهن: هنن جي ناڪامي جا ٻه ڪارڻ آهن. هڪ ته هنن ۾ عوام کي منظم نه ڪري سگهڻ واري ناڪامي جو نفسياتي اعتراف موجود آهي ۽ ٻئي پاسي جمهوريت تي روايتي گهات هڻڻ واري قوت جي موڊ بدلجڻ جو خوف.

اسان چئاءَ ڏيون ٿا ته هي مجموعي صورتحال وري به فسطائيت کي مضبوط ڪرڻ ۽ ان جي نون نون خونخوار روپن کي سامهون آڻڻ واري آهي. اهي جنوني روپ اردو توڙي سنڌي آبادي مان پيدا ٿيندا ۽ انهن کي "موڊ واري طاقت" جي شهه هوندي. ان ڪري پيپلزپارٽي جي ڪارڪنن ۽ قيادت به واضح ۽ همت ڀريا قدم نه کنيا ته اُها به ٻڏي ويندي. ٻيون ته هونئن ئي ٻُڏيون پيون آهن. سنڌ جي ماڻهن لاءِ هي سڀ ٻُڏيون آهن. ڀلي اهي اتحاد ڪنديون وتن پر لکين ٻڏيون متحد ٿينديون ته به هونديون ٻڏيون. ڪم جي ڳالهه ڪريو.

چنچر ٣١ - مارچ ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# پاڪستان جا اصل مالڪ ڪير- هڪ بحث

هاڻي وري ڪشميري پناهگيرن جي اچڻ جو سلسلو شروع ٿيو آهي. پاڪستان کي قائم ٿيڻ سان ئي جيڪا ,ستُيِّ وڌي وئي. سا اڄ به سندن ضرورت آهي. چون ٿا ته ٿيتاليهه سالن جي عمر تي پهچڻ کانپوءِ به پاڪستان پنهنجي ٻاراڻي شوق کان جند نه ڇڏائي سگهيو آهي. اهڙي ڪا ٻاڙ آهي هن ملڪ کي پناهگيرن جيءَ جو سندس پورت ئي نٽي پوي. اڄ ٽائين پاڙي جي سيني ملڪن جا پناهگير هتي پهتا آهن. هندستان افغانستان، ايران مان پناهگير هتي آيا، پر ٻين به ڪيئي ملڪن جا ماڻهو هتي پهتا اهن. مڇين جو وس نٿو هلي نه ته اهي به سمنڊ مان ٽپ ڏئي اچي رهن ها. جهاد کي بهانو بڻائي، ٺڪاءُ اچي هتي ڪن ٿا. هتي به سنڌ ۾ هليا ٿا اچن.

هڪڙو مضبوط رايو آهي ته پناهگيرن، پاڪستان جي سلامتي لاءِ وڏا خطرا پيدا ڪيا آهن. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ پهريان ماڻهو اهي هئا، جيڪي هندستان مان آيا. تنگ نظرين ۽ شڪستن هٿان روحاني طرح ڇيتاڙيل ماڻهن کي جڏهن ڪو ننڍڙو ملڪ ، حڪمراني ڪرڻ لاءِ ملي وڃي، ته پوءِ منجهن بي يقيني پيدا ٿيڻ فطري ڳالهه آهي. مڪاني ماڻهن جي پيٽ ۾ جڏهن ٻاهريان ماڻهو وڏيڪ رعايتون ورتل ٿين تڏهن منجهن هڪ مستقل خوف ضرور پيدا ٿئي ٿو. ضمير جو پيدا ٿيندڙ خوف، اهو خيال ته مڪاني ماڻهو جڏهن پنهنجي پستين خلاف بغاوت ڪئي ته پوءِ ڇا ٿيندو. ٻه سال کن اڳ هندستان مان آيل هڪ سنڌي اديب ٻڌايو ته، هندستان ۾ سنڌ مان لڏي ويل سنڌي معاشي طرح مڪاني ماڻهن کان گهڻا اڳيرا آهن، پر بمبيءَ جي مهانگن فليٽن ۽ بنگلن ۾ ڪين هڪ خوف آهي، ته جهوپڙين ۽ جهڳين ۾ رهندڙ مرهٽن کي هڪ ڏينهن ڪروڌو چڙهندو ۽ جيڪڏهن هو ڪاوڙجي پيا، ته پوءِ ڇا ٿيندو.

پاڪستان به ٺهڻ سان ئي هندستان مان لڏي آيل ماڻهن جي هٿ اچي ويو. سنڌ ۾ هندستان جي اوري پري جي صوبن جا ماڻهو پهتا. اڄ حساب ڪريو ته ڏريون ڪٿي بيٺل آهن. واپار، صنعت، ملازمتون، بئنڪون، ڪارپوريشنون ۽ پرڏيهي ملازمتون ڪنهن وٽ آهن؟ بجلي، پاڻي، گئس،

ٽرانسپورٽ ۽ عاليشان زندگي جا سک ڪنهن کي ڪيتري تناسب سان مليل آهن؟ هي سڌو معاشي فرق آهي. هنن وٽ مضبوط وچولو طبقو آهي. سنڌين جو وچولو طبقو فطري معاشي ارتقا جي معنيٰ ۾ آهي ئي ڪونه.

هوڏانهن پنجاب جي علائقن تي به نظر وجهو- اتي توڙي جو اوير پنجاب مان لڏي آيل آبادي آهي، جن جي ٻولي ۽ تهذيبي قدر ساڳيا آهن، تڏهن به نفسياتي فرق موجود آهي. لڏي آيل پنجابي ۽ مڪاني پنجابي ۾ ڪافي ويڇو آهي. وري اجا اورتي سرائڪي علائقي ۾ اچو ته اتي جو رانگڙ مڪاني آبادي لاءِ ايم ڪيو ايم اسٽائيل رويو رکي ٿو. ايم ڪيو ايم وارا جيڪڏهن پنهنجي فسطائي عقل کي وڌائين، ته اتي به مڪاني آبادي کي پريشان ڪرڻ لاءِ وٽن حالتون زرخيز آهن. پر هتي ڪراچي بندر جي اهميت وڏيڪ آهي، تنهن ڪري في الحال هنن جو زور به هتي گهڻو آهي.

هن بحث جو مقصد هي آهي، ته پاڪستان جي رياستي مشينري تي لڏي آيل ماڻهن جو عمل دخل گهڻو آهي، تنهنڪري شروع کان ئي هتي ٻين ملڪن کان پناهگيرن کي پاڻ مذهبي تنگ نظري جو ڪٽيو ڪائي رهيا آهن، تنهنڪري ساڳي مذهبي تنگ نظري جي آڌار تي ٻين ملڪن مان وڌيڪ پناهگيرن آڻڻ کي، هنن پاڻ لاءِ تاريخي ضمانت جو درجو ڏئي ڇڏيو آهي. جنرل ضيا به اوير پنجاب مان لڏي آيل هيو ۽ جماعت اسلامي جو ملان طفيل سندس مائٽ هو. هنن ٻن پناهگيرن حڪومت هٺ ۾ اچڻ سان افغانستان جي "جهاد" ذريعي بقول سرڪاري مشنري جي ٽيهه لک پناهگير گهرائي ورتا. هندستان ۾ به هندو- مسلم فساد کي مستقل ڪاروبار بڻائي رکيو ويو آهي، تنهنڪري هندستان مان به ماڻهن جي اچڻ جو سلسلو جاري آهي. بنگلاديش تي هنن جي مڙهيل "جهاد" ۾ تنگ نظر لشڪر طور ڀرين صفن تي بهاري وڙهيا ۽ جڏهن ناڪام رهيا ته هيڏانهن آيا ۽ لاڳيتو اچي رهيا آهن.

هندستان سان لاڳيتي ٽڪراءَ واري حالت کي زنده رکڻ جو به مکيه سبب تنگ نظري کي زنده رکڻ آهي، جنهن سان هتي هي پنهنجي نفري کي وڌائي سگهن ٿا. ڪشمير جي تنازعي تي به پاڪستان جو موقف ساڳي پناهگير لابي جي ڪري منجهيل رکيو ويو آهي. جيستائين ڪشميرين جي آزادي واري تحريڪ جو سوال آهي، انَ تي اصولي طرح ڪنهن کي به اعتراض نه هئڻ گهرجي. ڪشميري آزاد ٿيڻ گهرن ٿا. ته ان جو کين حق آهي، پر سردار قيوم کي ماڻهو نه سڃاڻندا هجن، ته پوءِ ٻي ڳالهه آهي. سردار قيوم ڪنهن جو ماڻهو آهي؟ هو اڄ ڏينهن تائين جنرل ضيا ۽ اُن جي ايجنسين جو ڇاڙتو آهي. گڏريل

سال فبروري مهيني ۾ سردار قيوم "جنگ" لاهور ۾ پنهنجي هڪ تحرير ۾ انٽرسروسز انٽيليجنس (آءِ ايس آءِ) جي سياسي ونگ کي ٽوڙڻ تي بينظير ڀٽو جي حڪومت تي سخت ڇوهه ڇنڊيا هئا ۽ لکيو هئائين ته هندستاني ۽ يهودي لابي جي چوڻ تي پ پ پ حڪومت اهو قدم کنيو آهي. اهڙيون دانهون ڪيون هئائين جهڙو سنڌس آندن ۾ وڃي هٿ پيا هجن. مطلب هي ته هتي جون سڀ تنگ نظر ڌريون ڪشميرين جي آزادي جي تحريڪ کي مذهبي رنگ ڏئي، ايم ڪيو ايم اسٽائيل دهشتگردي ڪرائي گهٽي کان گهٽ ماڻهن کي ڪشمير مان پنهنجا اجها ڇڏي هيڏانهن اچڻ تي مجبور ڪري رهيا آهن.

پهرئين ڏينهن کان پاڪستان جي خلاف ڏيپلاٽي ماڻهو سرگرم آهن. اهي پنجاب ۾ هجن، سنڌ ۾ يا ڪٿي به، هنن جون ڪلچرل پاليسيون سنڌن نيتن جو ڪليل ثبوت آهن. پنجاب جو ڪلچر ڪيڏانهن ويو؟ سنڌ جي ثقافت هنن جي نظرن ۾ ڪافرن جي ثقافت آهي. بلوچ ۽ پٺاڻ ڪلچر کي ته ليکي ۾ ئي نٿو آندو وڃي. ماڻهن کي پنهنجي ٻولين ۾ تعليم وٺڻ ۽ سوچڻ جو فطري حق گڏيل قومن جي انساني حقن واري چارٽر ۾ آهي، پر هنن پنهنجي تنگ نظري جي چارٽر کي مڙهي ڇڏيو آهي. پوري پاڪستان تي پناهگير ڪلچر لاڳو آهي ۽ مڪاني ڪلچر جي ساهه تي لت رکيل آهي. سياسي طرح جمهوريت هنن کي نٿي گهرجي.

هي صورتحال پاڪستان جي سيني اصل ماڻهن کي سمجهڻ گهرجي. هن گهڻ- طرفي، وسيع، نفسياتي ۽ غيرشعوري توڙي سازش کي نه سمجهڻ جو نتيجو هن وقت موجود انتهاپرستي ۽ فسطائيت آهي. بنگالين جي قطعي اڪثريت هنن جي غيرجمهوري فڪر جي دشمن هئي، ته انهن مان به جند ڇڏائي ڇڏيائون. سنڌ ۾ جمهوريت جي تڙپ موجود آهي ته ان تي به هنن جو قهر نازل آهي. ويهه سال اڳ پاڪستان ۾ جمهوري قوتون اڄ جي ڀيٽ ۾ مضبوط هيون پر هن وقت ڪمزور آهن. جمهوري طاقتن جي گراف ۾ مسلسل هيٺائي تاريخ جو نشان (انڊيڪيٽر) آهي.

هاڻي به جمهوري طاقتن جي هيٺائي جاري آهي ۽ پناهگيرن جي نئين ڪئمپ ڪشمير کان پهتي آهي.

*آچر ١ - اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# جيڪڏهن چنگيز خان ۽ هٽلر

# صحافي هجن ها!

هر اُهو شخص ظالم آهي، جيڪو بنا سمجهه- سوچ جي پنهنجيْ پوري طاقت ہين جي خلاف ڪم آڻي ٿو. طاقت ٿوري هجي يا گهڻي- ان سان فرق نٿو پوي. ڳالهه آهي پوري طاقت ڪي ڪم آڻڻ جي. چنگيزخان، تيمور منڊو ۽ هٽلر ہ ان ڪري ئي حرامي ڳاڙا هئا، جو هنن پنهنجي طاقت کي پنهنجون خواهشون حاصل ڪرڻ تي خرچ ڪيو.

اڄ اسان ڪي اهڙي هنڌ تي آڻي بيهاريو ويو آهي، جو ذهن ۾ سوال پيدا ٿي رهيو آهي، ته هٽلر ۽ چنگيزخان جيڪڏهن صحافي هجن ها! هجن ہ پاڪستان جا صحافي ها، ته ڇا ڪن ها؟

جواب ڳولڻ ڏکيو ڪونهي. ڪوڙ جون فوجون نه هن ها، ڪٽڪ هجن ها- جڏهن چنگيزخان صحافت جا اٿاهه ڪٽڪ پنهنجي گهوڙن جي سنبن سان ڌوڙ اُڏارن ها، تڏهن سڄو ملڪ ڌوڙ هجي ها. حملي آور ٿين ها، ته ڪويڙين جا ڍير ڪري ڇڏين ها. هٽلر جي نازي صحافت پاڪستان ڪي گئس چيمبر بڻائي ڇڏي ها ۽ لکين ماڻهن جون هڏيون پينهين، پائوڊر ٿي ها، وٽي جو واڇوڙا ڦيرائن ها. ته سڄو ملڪ ڌوڙ- ڌڌڙ ۾ پيوت هجي ها.

واضح ڪجي ته "هجن ها" جي ڳالهه ڪانهي. هٽلر ۽ چنگيزخان پاڪستان جي صحافت ۾ آهن ۽ جهڙي طرح هن ملڪ ۾ سياسي ڌُربندي موجود آهي، بلڪل ساڳيءَ طرح سياسي صحافت ہ موجود آهي. مثال طور هتي وڏين اخبارن جو ڪردار جمهوريت مخالفت رهو آهي ۽ هنن جمهوريت جي دشمن ٽولن ڪي آڪسيجن ڏني آهي. گڏوگڏ هنن ڪوڙي معلومات جي اهڙي گندي ڌپڻ نه هي ڇڏي آهي، جنهن ۾ پيپلزپارٽي جهڙي اٿاهه عوامي مقبوليت رکندڙ پارٽي ہ ڦاسي پوي ٿي. معاملو نروار آهي ته حڪمران طبقن جي پرماريت کي قائم رکڻ ۾ اخبارن جو وڏو ڪردار آهي. هنن ماڻهن جي معاملن چونڊڻ واري حق سان ڪراهت جوڳي هٿ چراند ڪئي آهي. نوازشريف، جتوئي، پاڳارو. محمدخان جوڻيجو، الطاف ۽ اهڙا ٻيا گهڻا ليڊر رڳو جنرل ضيا ۽ اُن

جي ايجنسين ئي ڪونہ ناهيا، پر اخبارن جو بہ انهن کي ناهڻ ۾ جيئرو رکڻ ۾ وڏو ڪردار آهي. اهو ساڳيو ڪم ڪنهن حد تائين سنڌي اخبارن بہ ڪيو آهي، جو ايجنسين جا پرتي ڪيل ڪيئي ماڻهو ليڊر ٿيو پيا وتن.

ان کان وڌيڪ چنگيزيت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي! ۽ هي ايڏو خوفناڪ طلسم آهي جو اپريل- ٨٦ ۾ جڏهن محترمہ بينظير ڀٽو ولايت کان پاڪستان آئي هئي، تڏهن ٿورن ڏينهن کانپوءِ ئي ڪراچي پريس ڪلب ۾ "ميٽ دي پريس" پروگرام ۾ آئي هئي، تڏهن صحافتي آزادين جي باري ۾ ان ڪجھ واعدا ڪيا هئا. جڏهن هڪ سنڌي صحافي کانئس سوال ڪيو تہ صحافين کي تہ توهان آزاديون ڏيڻ چاهيو ٿا، پر صحافت کي اخباري مالڪن کان ڪير آزاد ڪرائيندو. تڏهن بينظير ٿوري دير لاءِ هٻڪي هئي، ۽ پوءِ چيو هئائين تہ واقعي اهو اهم سوال آهي، جنهن تي غور ٿيڻ گهرجي پر اجا تائين ان تي نہ سوچيو ويو آهي.

اها اهڙي چنگيزيت آهي، جنهن تي ملڪ جي وڏي کان وڏي پارٽي جي اڳواڻ بہ نہ سوچي سگهي آهي. توڙي جو هوءَ حڪومت جي گاديءَ تائين پهچي چڪي آهي، ۽ خلوص سان صحافت جي آزادي ۾ يقين رکي ٿي.

صحافي چنگيزيت ۽ هٽلريت جو تازو مثال حيدرآباد جي اٺن هندن کان هٿيار جهلڻ وارو اُٺاريل ممڻ آهي. ڳالھ ايتري هئي تہ اٺ مسڪين هندو ٻهارا ڪنيو پئي ويا تہ ايڏي ايمبولنس عملي جي ڪن ماڻهن ڪين شڪ ۾ جهلايو تہ ڪجھ ڏينهن اڳ، سندن هڪ گاڏيءَ ڪي ڦر ڪرائڻ وارا اهي ماڻهو هئا. بس پوءِ انڌ جو طوفان اُٿي پيو. "نواءِ وقت" شهہ سرخي سان خبر ڏني. لاهور مان نڪرندڙ اخبار "نيشن" پهرئين صفحي تي نمايان ڪري خبر ڏني ۽ شام واري هڪ اردو اخبار بہ ڏڪو ٺوڪي ڇڏيو، تہ هندو دهشت گردن جو هڪ خطرناڪ گروھ جهليو آهي، جن وٽان وڏي پئماني تي هٿيار مليا آهن ۽ هو وڏي ڪارروائي ڪرڻ وارا هئا. ايم ڪيو ايم جي اڳواڻن کي مزو ٿي پيو. آءِ جي آءِ ڪٽرپرست سينيٽرن بہ نہ ڏٺو اڳ ۽ پوءِ سڌو وڃي سينيٽ ۾ رٽ پيش ڪيائون تہ دهشتگردن جي جهليل ٽولي تي بحث ڪيو وڃي. سيني انسان دشمن ٽولن کي سنڌ جي مسڪين هندن خلاف جيڪو گند ذهنن ۾ پريل آهي، سو ٻڙڪا ڏئي نڪري پيو. سڄي ملڪ ۾ نفرت جي ڏپ پکڙجي وئي ۽ ان ڏپ، انهن ماڻهن لاءِ آڪسيجن جو ڪم ڏنو جيڪي هن ملڪ جو ٻيڙو ٻوڙڻ لاءِ پاڪستان ۽ اسلام جي ٺيڪيداري جا ٻڌا دُڪان کولي رکيا آهن.

اسان جي حيدرآباد واري عيوضي ان خبر جي جاچ لڌي ۽ ٻئي ڏينهن تي ئي "عوامي آواز" خبر ڏني ته ٻاليشاهين وٽان ٻهارن کانسواءِ ڪجهه نه مليو آهي. پر سنڌي اخبارون آهن غلام ماڻهن جون اخبارون، اُنهن کي هن ملڪ جي معاملن ۾ ڪو دخل ڪونهي. ان لاءِ هي اخبارون ۽ سندن مالڪ پاڻ هڪ حد تائين ذميدار آهن، جو حڪمرانن جي چاپلوسي جو ڪم ته ڪن ٿيون ۽ ذاتي فائدن جي پويان "لٽ ۾ ڪوڪو" هنيو ٿا وتن. ڪوبه ماڻهو، سياسي ڪارڪن، اڳواڻ يا اخبارون جيسين خودداري ۽ انساني غيرت کان ڪم نه وٺنديون، تيسين اُهي پاڻ حاڪمن جي ظلمن ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهن. پر ان جي باوجود "عوامي آواز" ان ڪوڙ کي ننگو ڪرڻ ۾ هڪ ڏينهن به نه وڃايو. نيٺ حيدرآباد جي ڊپٽي ڪمشنر کي ڳالهه پريس نوٽ جاري ڪري جند ڇڏائڻي پئي.

هتي هيءَ ڳالهه به ناهي وسارڻي ته جنرل ضياءَ کان به اڳ، صحافت ۾ سرڪاري ايجنسين جو ڳجهو عمل دخل آهي. صحافين منجهان ڪي ماڻهو انهن ايجنسين جا پگهاردار آهن. اهي ايجنسيون ملڪ ۾ جهڙيون به حالتون پيدا ڪرڻ گهرنديون آهن، ته اُن لاءِ پنهنجي صحافت به ڪنديون آهن. ٻئي طرف مخبر صحافي ٻين سچار صحافين تي نظر رکندا آهن ۽ انهن جون رپورٽون پهچائيندا آهن. ضيا جي وقت ۾ ان ڪم ۾ غير سويلئن ايجنسين جو عمل دخل وڌايو ويو. ڀرپائين ڪن ماڻهن کي انهن ايجنسين پاڻ وٽ تربيت ڏني ۽ پوءِ وڏين اخبارن ۾ اهڙا ماڻهو ڀرتي ڪرايا ويا.

انهن ڀرتي ڪيل صحافين پنهنجي اڳوڻن مخبر صحافين جي مدد سان گڏجي اُهي ڪم ڪرايا جن جي نتيجي ۾ آمريت جي خاتمي کانپوءِ به پاڻ ساڳين حالتن ۾ ڦاٿا وينا آهيون. پر اهو ڪم رڳو ڀرتين تي دنگ نٿو ٿئي. ٻين "غيرجانبدار" صحافين کي وري معاشرتي رعايتون ۽ سرڪاري پذيرائي ڏئي ڀاڙيو بنايو ويو. صحافت جي ڪردار کي ان سچي تناظر ۾ ڏسڻو پوندو. اخبارن جي اندر مهاجر قوميت ۽ انتها پرست سنڌي قومپرستي کي وڌائي تيز ڪرڻ جو مطلب به پيپلز پارٽي کان ماڻهن کي پري ڪري، ضيا جي اقتدار کي دوام ڏيڻو هو.

ان سڄي اسڪيم جو هڪ مکيه پاليسي حصو سنڌ جي هندن خلاف پاڇارو ٻارڻ هو. ان ئي بنياد تي سيني سنڌين لاءِ فوج ۽ پنجاب جي ماڻهن کي باور ڪرائڻو هو ته سنڌي اڻ سڌريل ۽ ڪافر آهن، پاڪستان سان وفادار ڪونهن ۽ هندستان جا ايجنٽ آهن. هو ان پروپئگنڊا ۾ ڪافي حد تائين ڪامياب ٿيا آهن ۽ ان ڌنڌي ۾ اخبارن جو وڏو ڪردار آهي. ١٩٨٣ع واري ايم آر ڊي هلچل

هلنديءَ ۽ ان کانپوءِ رڳو ڪراچي ۽ لاهور مان نڪرندڙ "جنگ" اخبارن جو تفصيلي مطالعو ڪيو وڃي ته سڀ پرڪار ظاهر ٿي پوندا. "نواءِ وقت" ته هونئن ئي "جي ايچ ڪيو" جي اخبار مشهور آهي؛ ان جي بدلي ۾ اخباري مالڪن ۽ ڇاڙتن صحافين کي ايڏا ناجائز فائدا ڏنا ويا، جو هاڻي هو ڏينهن قيامت تائين آمريت جا وفادار ۽ شڪرگذار رهندا.

حيدرآباد ۾ جهليل مسڪين ڀنگي والميڪي هندو آهن ۽ آهن به پنجابي. هاڻي سڀ اتي آهيون. جن اخبارن ۽ ماڻهن اهو ڪوڙ پکيڙي بغل ٺوڪيا، تن ۾ ايترو به شرم ناهي، جو جنهن اقليت کي بدنام ڪري اُن جي دل آزاري ڪئي اٿن، اُن کان معافي وٺن. هي ته ايڏا ظالم آهن، جو لاڙڪاڻي جي معصوم راجيش جي قتل کي به هنن پنهنجو موضوع نه بڻايو ۽ ٻين لفظن ۾ خوش ٿيا. آخر چنگيزيت ۽ هٽلريت ٻيو ڇا کي چئبو؟

*شومر ٢- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# جيها ڪي تيها مون مارو مڃيا

رسول بخش پليجي به سنڌين مان مايوسي جو اظهار ڪيو آهي. سندس ننڍي واري جلسي جي تقرير کي سنڌي اخبارن ته شايع ڪيو، پر ڪجهه اردو اخبارن ڏاڍي خوشيءَ سان بيان شايع ڪيو، هنن کي اها ڳالهه وڻي ته پليجو صاحب سنڌين جي شڪست جو اعتراف ڪري رهيو آهي. سنڌ جي پڙهيل لکيل ماڻهن سندس ان تقرير کي نراسائي پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ سڏيو آهي.

پليجو صاحب ۽ ٻيا اهڙا سڀ ماڻهو جيڪي فڪري طرح اڳيرا آهن، سي جڏهن عوام کي پنهنجي ذاتي سوچ جي نهايت وڏيل پيمانن تي پرکين ٿا، تڏهن کين مونجهه ۽ مايوسي ورائي وڃي ٿي. هنن ماڻهن جا ذهني معيار عوام جي ڪهڙي ڪم جا آهن، سو اهي بحث جوڳو معاملو ۽ سنڌي ڪهڙي ريت بيڪار آهن جو شڪست سنڌن مقدر بنجي وئي آهي؟ ذهني طرح اڳيرو هجڻ سٺي ڳالهه آهي. تخليقي ذهن رکڻ تمام ڀلي ڳالهه آهي. پليجي صاحب وٽ به ٻي انداز سگهارا ويچار آهن، پر انهن جي عمل ۾ اچڻ جو سامان معاشري ۾ ڪونهي. اهو سامان پيدا ڪرڻ وڏو مسئلو آهي، ان لاءِ وڏي ڪاريگري گهرجي. هنر گهرجي. هنر کي وچ ۾ آڻڻ کانسواءِ توقعات وابسته ڪرڻ جو نتيجو مايوسي ٿئي ٿو، جنهن جو اظهار محترم پليجي ڪيو آهي.

سنڌين جي حالت واقعي نهايت افسوس جوڳي آهي. پر ان ۾ هڪڙو ڏوهه سماجي ۽ تاريخي حالتن جو آهي، ٻيو انهن جو آهي، جن هن صديءَ ۾ سنڌين جي اڳواڻي ڪئي آهي. ٽيون ۽ وڏو ڏوهه دانشورن جو آهي، جيڪي سنڌين کان نه پڇن ٿا ۽ نه ساڻن صلاح ڪن ٿا، پر سنڌن وڪيل ٿيو ٿا وتن. سنڌن ڪوڙو ڪيس کنيو وتن ٿا، سنڌين کي عظيم سڏيندا. تاريخون کوليو، پنهنجون پنهنجون تشريحون ڪري چون ٿا ته سنڌي عظيم آهن. مزي جي ڳالهه ته اهو ڪيس ٻڌندڙ جج به سنڌي پاڻ آهن. "عظيم" جا تصور ذهنن ۾ رکي جڏهن عمل جي ميدان ۾ ڏسجي ٿو، ته سنڌي زيداندين پيا ٿين، غيرتن جي بي غيرت تصورن ۾ اڙيل آهن، رومانٽڪ، خيالي، سست، توڪلي هڪ ٻئي جي خلاف، معمولي ڳالهين ۾ اڙيل، وڏين ڳالهين کان لاپرواهه، ذات پات جي چڪرن ۾ ڦاٿل، هرويرو لئي ڪرڻ وارا، وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندا، پر عمل ننڍين ڳالهين تي به ڪارائتو نه هوندو، فراريت پسند، گهڻي وقت تائين ڪنهن به مسئلي ۽ معاملي تي ڌيان نه ٽڪائي سگهڻ وارا، اُبهرا، جوشيلا، جذباتي، جنوني، خود غرض ۽ ايستائين جو سنڌن ڪارائتا ۽ ذهين ماڻهو به مايوس ٿي ڪائڻ هڻ

ڪڍيو ڇڏين. ٻين لفظن ۾ سنڌن ذهين ۽ ڪارائتا ماڻهو ٻ هڪ حد تي پهچي پوءِ ڍهڻ شروع ڪن ٿا. سوال آهي ته سڀ ڳالهيون ۽ اوگڻ ڏسڻ ڪانپوءِ ٻ جيڪڏهن سنڌين کي ڪو عظيم سڏي، ته ان ۾ سنڌين جو ڪهڙو ڏوهه!

ان ڪان ٻ اڳتي سياستدانن وٽ "عظيم" ۽ "ذليل" جا پنهنجا تصور آهن. هڪڙا چون ٿا ته سنڌين پيپلزپارٽي کي ووٽ ڏئي پاڻ کي "عظيم" ثابت ڪيو آهي، ٻيا چون ٿا ته سنڌن "ذليل" هجڻ جو اهوئي ته ثبوت آهي. پنهنجي پنهنجي ڪسوٽين تي سنڌين کي عظيم ۽ ذليل ثابت ڪرڻ جي هن وقت گوءِ هلي رهي آهي. پر سنڌي پاڻ ان ڊوڙ ۾ ڌر يا پارٽي ناهن.

پنهنجي تحريڪن ۽ سياسي پروگرامن ۽ سنڌين وٽ وڃڻ واري ڳالهه ڪنهن جي ايجنڊا ۾ شامل ڪانهي. جيڪي ماڻهو سنڌين وٽ وڃن ٿا، سي پنهنجون ليڊريون ڪٽي وڃن ٿا. هو ماڻهن وٽ وڃي، مٿن احسان ڪن ٿا. ماڻهن جو احسان ڪڻڻ ڪو ٻ نٿو وڃي. ماڻهن کي ان لائق ئي نٿو سمجهيو وڃي، ته سنڌن احسان ڪنيو وڃي. ماڻهن کي ٺڳي ڪائڻ ووٽ وٺڻا آهن، تنهن ڪري ڪين ٺڳيو واقعي وڃي ٿو. ايئن لڳي ٿو، ته عوام ويچارو "رامجي" آهي ۽ سياسي پارٽيون ٺڳن جا ٽولا آهن. جنهن ٺڳ کي ٺڳي ڪرڻ ۾ ڪاميابي نه ملي، سو ناراض ٿو ٿئي ۽ جنهن کي ڪاميابي ٿي ٿئي سو خوش ٿو ٿئي.

ڪجهه دوستن جو چوڻ آهي، ته عوام کي پوڄا جي لائق نه بڻايو وڃي. ڇو ته عوام غلط فيصلا ٻ ڪندو آهي. عوام هٽلر کي ووٽ ڏنا هئا ۽ عوام اهڙا ڪيئي فيصلا ڪيا آهن جيڪي آهن، ۽ غلط فيصلن کي عوام تي گاريون ملن ٿيون ته پلي ملن. گهٽ ۾ گهٽ هٽلر کي عوام جي ووٽ جي مخالفت انهن کي نه ڪرڻ گهرجي جيڪي پاڻ کي قومپرست چوندا آهن. هٽلر قومپرست هو ۽ پهرين مهاڀاري لڙائي جي پيدا ٿيل پستين ۽ ذلتن جي خلاف جرمن قوم کي عظيم سڏي ميدان ۾ آيو هو، جيئن هاڻي اسان جا ڪي دوست سنڌي قوم کي رد عمل ۾ عظيم قوم، عظيم قومپرستي جي جذبي ۾ رهي، اُنهن قومن کي نيچ سمجهيو جن کي شڪست ڏني هئي. اها قومپرستي لازمي طرح فسطائيت بڻجي ٿي، تنهن ڪري جرمن قومپرستي نازي ازم بڻي. هٽلر جيڪڏهن گهڻي جوش ۽ جنون ۾ نه هجي ها. جيئن ڪيترا پنهنجا همراه ٻ آهن، ته ٿي سگهي ٿو ته جنگ جو پاسو هٽلر جي حق ۾ پلٽجي پوي ها. پوءِ جرمن قوم سڄي دنيا تي پنهنجي حاڪميت مڙهي ها ۽ سڄي دنيا ڏکڻ آفريڪا بڻجي وڃي ها، جنهن تي جرمن پاڻ کي اُتم سڏي، حڪمراني ڪن ها. پر ساڳي وقت هٽلر جي شڪست عوام جي فيصلي جو احترام نه ڪرڻ جو نتيجو هئي. عوام جي ويساهه کي ڌڪ پهچائڻ جو مڪئنزم ڇا آهي؟ اهو ته عوام کي ساوا خيالي باغ ڏيکاري وڃي ڪيس رڻ ۾ ڇڏي اڇجي.

ٺيڪ آهي ته عوام کي خدا بڻائي پوڄيو نه وڃي، پر ان احترام کان انڪار

ڪرڻ بيٰ سمجهي يا انا پرستي ناهي، ته پيو ڇا آهي؟ سچ، سچ آهي، جيئن آهي، جهڙو آهي، گرم آهي يا ٿڌو آهي. اهي شيون پنهنجي مٿان ٿيندڙ تبصرن سان بدلبيون ڪونهن. انسان انهن کي گاريون ڏيڻ بدران انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري، انهن مان فائدا ورتا آهن. ايئن ئي عوام به آهي. اُن ۾ ڪي ڳالهيون ڪنهن کي نه ٿيون وڻن.. پر اُن جي وڏي خوبي اُن جي اجتماعي سگهه آهي. عوام جا دشمن ته ان راز کان آگاهه آهن، جنهن ڪري عوام کي پستين ۾ رکن ٿا ۽ پاڻ ۾ ويڙهائن ٿا. پر عوام جا دوست عوام کي گڏ ڪرڻ ۽ عوام جي توانائين ۽ انهن کي ڀلائي لاءِ ڪم آڻڻ جي سائنس جي ماهر سائنسدان پاڻ کي سمنڊ جو ليڊر سمجهيو يا سڏيو آهي؟ ڪڏهن ڪنهن پاڻ کي سچ جي روشنيءَ جو مالڪ سڏڻ جو اعلان ڪيو آهي؟

جيستائين سنڌ جي ماڻهن جي سياسي فيصلن جو تعلق آهي، ته اُن ڏوهه ڪهڙو ڪيو آهي؟ ستر وارين چونڊن ۾ عوام پيپلزپارٽي کي ووٽ ڏنو. سنڌس اڳيان ٻيو ڪو بهتر متبادل نه هو. ڇا سنڌ جو عوام مسلم ليگ ۽ جماعت اسلامي کي ووٽ ڪري ها؟ جيڪي ترقي پسند ڌريون پيپلزپارٽي سان اصولي طرح سگهارا اختلاف رکن پيون، اُهي ڪٿي هيون؟ ساڳي ڳالهه ١٩٨٨ع وارين چونڊن جي آهي. قومپرست ۽ ترقي پسند ماڻهو گهٽيا هئا؟ رسول بخش پليجو، ڇام ساقي، عبدالحميد جتوئي، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، ڀلا ماڻهو هئڻ جي باوجود عوام وٽ پهتل ڪٿي آهن. هي صحيح آهي، ته پيپلزپارٽي مان ڀٽو ڪٽنب کي ڪڍي ڇڏجي، ته باقي ڪجهه نه رهندو. پر بينظير جي طاقت ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت ۽ سنڌس پنهنجي لاڳيتي مزاحمت ۾ آهي. بينظير چونڊ ته نه ڪئي آهي، پر جيڪي ٺڪر ڀتر ڪيس پلئه پيا آهن، سي ۽ هيٺين طبقن جي ڪارڪنن جا وڏا هشام گڏجي، عوام جي اڳيان هڪ فيصلائتي ڏُر جي صورت ته آهن. هينئر جيڪڏهن پيپلزپارٽي پنهنجي ووٽرن کي تحفظ نٿي ڏئي ۽ اُن جي اڪثر قيادت جيڪڏهن اقتداري ڪلچر جو شڪار ٿي وئي آهي، ته اُن جو حل ڇا آهي؟ ماڻهن کي گاريون ڏيڻ يا ماڻهن وٽ بهتر متبادل پيش ڪرڻ؟

هينئر دنيا ۾ انقلاب جو تصور بدلجي ويو آهي، ان ڪري استحصال خلاف ويڙهه جون حڪمت عمليون به نيون ٺاهيون پونديون. خود انقلاب جو تصور به ان ڪري بدليو آهي، جو اُن جي روايتي تصور ۾ عوام جو ڪامل احترام موجود نه هو.

خميس ٥- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# حڪومت يا ٻرندڙ تيلي سامهون

# ڪپهه جو ڍير

لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال حيدرآباد، دهشتگردن جي اک جو ڪنڊو ڇو بڻيل آهي؟ ان جي ڇئن ئي پاسن کان اسپتال کي نشانو بڻائي مورچا ڇو قائم ڪيا ويا آهن، انهن حقيقتن کان ڊاڪٽرن جي تنظيم جي ڏيان ڇڪائڻ جي باوجود ڇو اکيوت ڪئي وئي آهي؟ هي سوال هڪ ئي آهي ۽ اُن جا ڪيئي پاسا آهن. ۽ ان جو جواب به هڪ آهي. اُهو جواب آهي: ڊاڪٽر ايوب جي شهادت ۽ هڪ ٻئي ڊاڪٽر جو زخمي ٿيڻ، ۽ ڪهڙي خبر ته اهو سلسلو ڪيستائين هلي.

مصيبت اها آهي، ته امن امان يا ڪارڪردگي جي حساب سان جيڪا ٿي ڳالهه ڪئجي، اُن ۾ ڦرڻي ڦري اچي ٿي حڪومت جي نا اهلي تي بيهي. حيدرآباد ۾ به ڊاڪٽرن واري تنظيم لاڳيتو چوندي آئي، ته بابلا هيءَ اسپتال دهشتگردن جي اک جو ڪنڊو آهي، ۽ ڊاڪٽرن جون حياتيون خطري ۾ آهن. خطرو آهي، خطرو ڏسجي پيو، خطرو وڌي رهيو آهي، موت جا هٿ ڦهلبا رهن ٿا، بيگناهه رت سان رڱجي رهيا آهن، دهشتگرد آدم بو ڪندا وڏندا رهن ٿا، هن حي چستي ۽ ڦڙتي ۾ واڌارو ايندو رهي ٿو، هو پنهنجا مقرر حدف سولائي سان حاصل ڪري رهيا آهن، جڏهن ته حڪومت اُنهن جي اڳيان ايئن آهي، جيئن ٻرندڙ تيلي جي سامهون ڪپهه جو ڍير. اُن جا ذميدار انتظامي حصا ڪپهه جي ڍيرين وانگر هوا تي تڙتي پکڙجي رهيا آهن. مزي جي ڳالهه ته ڪڏهن ڪڏهن ڪپهه جا اهي ٽڪرا چوندا آهن، ته ڏوهارين کي فولادي هٿ (IRON HAND) سان ماريو ويندو. ڪڏهن ايئن به ٿيو آهي ڇا؟ لڳي ٿو ته حڪومت جي سياسي قيادت به اُن ساڳي ڪپهه مان جڙيل آهي، ۽ باهه جي تو اڳيان بيهي نٿي سگهي.

حيدرآباد جي اها اسپتال دهشتگردن جو نشانو ڇو آهي؟ ان ڪري ته اهو مرڪز آهي، جتي ڊاڪٽرن جي گهڻائي شاهه لطيف جي ٻولي ڳالهيندڙ آهي اهڙا ڪي به مرڪز جتي سنڌين جو ڪو تعداد گڏ هجي اُهو دهشتگردن جي معاشي فلسفي جي سهپ کان چڙهيل آهي. هو اهو برداشت نٿا ڪري سگهن ته سنڌي وچولي طبقي جي ماڻهن کي ڪي ادارا هلائڻ ڏنا وڃن. حيدرآباد جي شهر ۾ اسپتال جو اهو ٽڪرو زمين جي هڪ پلاٽ تي آهي. وري اهو پلاٽ شهر جي موجوده جنگي صورتحال ۾ ويڙهه جي حڪمت عمليءَ جي لحاظ کا اهميت واري

هنڌ تي آهي. وري اهو ادارو ڪن سرڪاري وسيلن جو انتظام به هلائي ٿو. اهي سڀ ڳالهيون جارح، حملي آور، توسيع پسند دهشتگرد ڪٿان برداشت ڪندا. انِ قسم جو اداروء دهشتگردن جي ڏکهي رٿابنديءَ تي عمل ٿيڻ ۾ فطري رنڊڪ آهي ۽ وڏي ڳالهه ته ڊاڪٽرن ۽ اسپتالِ سان قاتل درندن جي ويرِ رکڻ جو وڏو سبب هي آهي، ته قاتل ختم ڪندڙ آهن، فنا جا نقيب آهن جڏهن ته ڊاڪٽر حياتين جا پهريندار آهن. هو موت سان هلندڙ جنگ جا سپاهي آهن. موت کي اها ڳالهه ڪٿي ٿي وڻي؟

## مينگهواڙ نيائي ۽ مملڪت خداداد پاڪستان

ڪو مُنو مهينو کن ٿيو آهي، جو گلبهار ٿاڻي جي حد مان، حاجي مريد ڳوٺ ۾ ڪي منشيات فروش ۽ هٿيارن جا سپلائر هڪ مينگهواڙ نياڻي کي اغوا ڪري ويا آهن. ڪالهه هڪ اقليتي ايم پي اي بيان جاري ڪري ڏانهون ڪيون آهن، ته نياڻي کي واپس ڪرائڻ ته نهيو، پر الٽو ٿاڻي وارا مينهگواڙ نياڻي جي پيءَ کي گهرائي ڪيس اهڙا دڙڪا ڏئي رهيا آهن جو مسڪين جا حوصلا خطا ٿيو وڃن.

ڪالهه ڇوڪري جو پيءُ اسان جي اخبار جي آفيس ۾ آيو. سندس حال اهڙا هئا جڻ ڪن وڏن اجگرن ڪيس، ڦاڙي ڇيٿاڙي ڦٽو ڪيو آهي. چوڻ لڳو "ڪو منهنجي بڌڻ لاءِ تيار ڪونهي. ڌرتي کان آسمان تائين ڪو سهارو نظر نٿو اچي. ڪيڏانهن وڃان؟" هي هن ملڪ جو هڪ شهري آهي، جنهن لاءِ انصاف ۽ قانون جا دروازا بند آهن!

چون ٿا ته هي خداترس ماڻهن جو ملڪ آهي ۽ چون ٿا ته شهرين جي ووٽ سان هڪ حڪومت به قائم ٿيل آهي. پر خداترسي ۽ جمهوريت ذريعي هن مينگهواڙ مسڪين جي ڪا به مدد ڪونه پئي ٿئي. منشيات وڪڻڻ وارن جو پئسو خداترسي ۽ جمهوريت جي طاقتن کي پنهنجي واٽ رنڊڪ بنجڻ نٿو ڏئي. سنڌي اخبارن ۾ هي خبرون به شايع ٿيون آهن، پر ڪنهن سياسي جماعت کان به ايترو نه ٿيو آهي، جو مسڪين جي ڪا واهر ٿئي. حڪومت، عام ماڻهو ۽ سياسي پارٽيون الائي ڪهڙن ڏندن سان آهن! الائي ڪنهن جي ڏِکن سان آهن. هڪڙا عوام جي ڇوٽڪاري جي ڳالهه ڪن ٿا، ٻيا سنڌ کي آزاد ڪرائڻ جو نِ هامون هڻن ٿا، ٿاڻن تي وردين وارا پوليس وارا پنهنجا پريا پيٽ ڪنيو ويٺا آهن، معتبرن جي اڪثريت پاڻ کي غيرت مند سمجهي خدا جي هوا ۽ زمين جو پاٽي ۽ اَن واپرائي رهي آهي، پر هڪڙي مسڪين مينگهواڙ نياڻي جو ڪوبه اوهي واهي ڪونهي ۽ هن جي ماءُ پيءُ جي ننڊ ٿي نه زندگي به حرام آهي. مٿان سرڪاري ۽ انيئي طرح هن ملڪ جو نالو آهي مملڪت خداداد پاڪستان!!!

جمع ٦- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## سندين جي ڏکن جون هڙون اسلام آباد هليون.

پاڪستان اسٽيل جي سنڌي عملدارن جو هڪ وفد اسلام آباد روانو ٿيو آهي، جيڪو مل جي سنڌي ملازمن جي ڏکن جو ڳنڍڙيون پاڻ سان گڏ کڻي ويو آهي. وفد ڏکن جون اهي ڳنڍڙيون وزيراعظم، سينيئر وزير ۽ پيداوار واري وزير جي اڳيان وڃي کوليندو ۽ ڦٿوڙيندو. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي گادي واري شهر اندر ٻه حاڪم ۽ حڪومت موجود آهن، اُنهن کي ٻه دانهون ڏنيون ويون آهن، ڪجهه وزير باتدبير ۽ ٻيا وس وارا ٻه هنن جا ڏک ٻڌي چڪا آهن. وڏيون هنن سان همدرديون ڪيون ويون آهن، ايم ڪيو ايم ۽ پيپلزپارٽي جي تڪرار سبب سنڌي عملدارن سان همدردي جا سياسي ڪارڻ سمجهه ۾ اچن ٿا. حڪومت چاهيندي ٻه هجي، ته اسٽيل مل مان دهشتگردي ختم ڪري، پر چاهڻ سان ڇا ٿو ٿئي! اسٽيل مل ڪنهن ٻيٽ تي موجود ناهي.

مهينو سوا اڳ چاليهارو کن سنڌي عملدار اغوا ڪري کين ڏنڀ ڏنا ۽ مٿن تشدد ڪيو ويو ۽ پوءِ ٻه اچا وڏيڪ خراب نتيجن جا دڙڪا ڏئي کين ڇڏيو ويو. ڪير ڪري رهيو آهي اهو سڀ ڪجهه؟ ڇو ڪري رهيو آهي؟ سو ڪو راز ناهي. چون ٿا ته مل انتظاميه هنن کي آفيسون مهيا ڪيون هيون، جتي هنن هٿيارن جا ذخيرا ڪيا هئا. ڪالهه جي ڳالهه آهي ته هٿيارن جي کليل نمائش تي ۽ عام ملازمن کان جهڙتيون ورتيون ويون، ڌمڪائي پيدا ڪيو ويو ۽ دڙڪا ڏنا ويا، ته اچر جي ڏينهن تي هو حساب ڪتاب ڪندا. آچر جي ڏينهن جي کهڙي ڳالهه آهي. هنن جو حساب ڪتاب ڪهڙي ڏينهن تي نه ٿيو آهي. هي ته هتي هر ڏينهن کي حساب حشر جو ڏينهن ڪري چڪا آهن. ڪالهه ٻه جڏهن رينجرس کي سڏايو ويو ته مل ۾ ظاهري طرح ماٺ ٿي وئي. اهو رينجرس گهرائڻ جو شغل ٻه، هنن حڪومت کي بيوس- بي اختيار ۽ ٽلهو ڪرڻ لاءِ اٽڪل لڌي آهي. دهشتگرد ته آهن ئي آهن، پر اٽڪلي ٻه ڪيڏا آهن. سنڌ حڪومت جي بجيٽ سڄي جي سڄي امن امان جي نالي تي چٽ ٿي وئي آهي. فوج، رينجرز ۽ ايف سي وارا ڇانوڻيون کوليو سنڌ ۾ ويٺا آهن. پگهار جيڪو کڻن ٿا، اُن ۾ ٻه سنڌ جي ڪمائي جو وڏو حصو آهي ۽ تڏهن ٻه سويلين ڊيوٽي جي نالي ۾ مٿن فنڊ خرچ ٿي رهيا آهن ضيا ۽ جوڻيجي جي يارهن سال ۽

بينظير جي حڪومت جا پندرهن مهينا هنن سنڌ ۾ "امن امان" قائم ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪم ڪهڙو ڪيو آهي. پر پوءِ به آهي ڪٿي امن امان. هنن جي هوندي. مارشل لا ضابطن جي موجود گي ۾ ۽ سول انتظاميه جي سڌ تيءَ هنن جي پهري ۾ سنڌ اندر دهشتگرد به پيدا ٿيا، ناجائز هٿيارن جون ڪيپون به پهتيون، سنڌ ۾ ايم ڪيو ايم پي پي آءِ به ٺهيون. آخر ڪهڙو امن هنن قائم ڪيو آهي؟ خود هنن ادارن جو ڪردار ڇو اڄ ڏينهن تائين هر قسم جي ڇنڊڇاڻ کان بالاتر آهي. ڀلا جيڪڏهن ڌاڙيلن، دهشتگردن، ايم ڪيو ايم، پي پي آءِ ۽ سنڌي قومپرست ڌرين ۾ هنن جا مخبرائينڊز ڇاڙتا ڪونهن، ۽ انهن کي ڪٿي نه به موڪليو ويو هجي، ته پوءِ باقي قومي خزانو مٿن ڪهڙي حساب سان خرچ ڪيو پيو وڃي؟

هي ۽ ٻيون ڪوڙ ساريون سمجهڻ جهڙيون ڳالهيون آهن، جن کي سمجهڻ جي ضرورت محسوس ڪرڻ واريءَ غيرت جي اٿاٿ آهي. قبلا سائين! ماڻهو ڇريا ڪونهن ۽ سڀ ڪجهه سمجهن ٿا. اسان ڪنهن تي ڪو الزام نٿا هڻون، ڪنهن تي ڏوهه نٿا ڏيون پر ايترو ته پڇي سگهجي پيو، ته هي سموري ٻڳت آخر آهي ڇا جي؟ عوام جي دولت ۽ وسيلن جو استعمال ٿئي پيو پر جواب ۾ ذميواري هڪ سيڪڙو به پوري نٿي ٿئي.

هن صورتحال کان بچڻ لاءِ حاڪمن زبردست فرار ڳولي ڪڍيا آهن. لالچن، خودغرضين ۽ منافقين جو اهڙو ڪلچر پيدا ڪريو، جو اجتماعي غيرت، وطن پرستي ۽ انسان دوستي وارا رويا ڌڪارجي وڃن. باعزت زندگي گذارڻ جا سڀ امڪان ختم ڪري، ماڻهن کي، ميڊيا کي، ليڊرن کي ايڏو نيچ، ايڏو سطحي بڻائي ڇڏجي جو هر ڪو پاڻ کي معتبري جو لوڙهو ڏيو، ڊنگهر گڏ ڪيو وٺو هجي. ڪو عزت، انساني آزادي، وقار، وطن دوستي ۽ انسان پرستي جو هلڪو خيال به پنهنجي دل ۾ آڻي، ته پاڻ کي احمق سمجهي، ڦڪو ٿئي ۽ وڏيڪ سوچي ته شرم ۾ ٻڏي وڃي.

اها آهي اسان جي سڄي فضا. هتي سطحي طرح زندگي گذارڻ ۽ وجود جي بي معنيٰ ۽ ذليل تصور کي پختي ڪرڻ جو سڀ سامان موجود آهي. بدعنواني ذريعي، لباڙ ذريعي، وڳوڙ ۽ هشيار ذريعي جيئڻ چاهيو، ليڊر ٿيڻ چاهيو، قومن جا سال ۽ صديون ڳڙڪائي وڃو، زوال جا سبب بڻجو، ته پوءِ صاحب آهيو، معتبر آهيو، اڪين جا تارا آهيو.

نٿو سمجهه ۾ اچي ته ان طرح قوم، ملڪ ۽ معاشري جو انت ڪٿي ٿيندو. معاشري جي مجموعي غيرت جي مقدار ۾ روزانو گهٽتائي ٿي رهي آهي.

ان ڪري عوام هڪ طرف روحاني تشدد جو شڪار آهي، ته ٻئي پاسي جسماني تشدد آهي. پارٽين ۾ جهيڙو به آهي، ته ان ٽي ڳالهه تي. هڪڙن کي روحاني تشدد ڪرڻ جو اختيار گهرجي، ٻين کي ڪلاشنڪوف سان ماڻهو ماري دهشت قائم ڪرڻ جو پروانو گهرجي. ۽ اها اجازت گهرجي به ماڻهن کان، ساڳ اُن صورت ۾ ته ماڻهو ان حالت کي قبول ڪن ۽ ان جا عادي بنجن.

اهڙي حالت ۾ جڏهن اسٽيل مل جي سنڌي آفيسرن جو وفد اسلام آباد ۾ پنهنجي ڏکن جون ڳنڍيون کوليندو، ته ڪيس ڇا ملندو، ڏيڻ وارين وٽ به ڇا بچيو آهي؟ بلڪ واضح امڪان آهي، ته اهي ساڳيون ڳنڍيون، آسرن ۽ دلاسن جي وڌيڪ بار سان واپس سنڌ پهچن. جڏهن پنهنجي حدن اندر اسان کي انصاف پلئہ نٿو پوي، جڏهن هتي اسان ۾ انصاف وصول ڪرڻ جي سگهه ڪانهي. تڏهن خيرات ۾ انصاف ڪٿان ملندو. جڏهن اسان پنهنجي اندر ۾ پاڻ سان انصاف ڪرڻ جي لائق ناهيون ۽ خود پاڻ ٿنهنجي تباهي جا مکيه جوابدار آهيون، تڏهن ڇا ٿيندو. زماني جي مروج دستورن ته اسان کي هنن حالتن تي پهچايو آهي!!

چنچر ٧- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## مٿ جيترا شرپسند حڪمران ۽ عوام

دنيا جي عوام ڏرتيءَ جو نئون سياسي نقشو ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. اوڀر يورپ جي ماڻهن جمهوريت جي حق ۾ تصوير جو پنهنجو رخ ٺاهيو آهي. نميبيا آزاد ٿي ويو. ڏکڻ آفريڪا جي عوام جي آزادي اڪيئن پئي ڏيکارجي ۽ نيپال جو عوام نئين عالمي نقشي ۾ پنهنجي رت جا رنگ ڀري رهيو آهي.

نيپال جو بادشاهه بريندرا بيربڪرم ٽوپي نراڙ تي رکي پنهنجي عقابي نظرن کي همااليائي چوٽين کان به مٿي اُڏاري اڪيون آسمان ۾ ڪپايو زندگي گذاريندو آيو آهي. ڌرتيءَ تي ته سندس نظر ئي نه پئي پوي. عوام جي ديڳ ڏکهي صبر ڪانپوءِ تپي اچي گرمي جي آخري پد تي پهتي آهي. اها تپش ۽ حرارت عوام جي زندگي جو جولان آهي. ڪٽمندو، ڀگت پور ۽ لليت پور ٽن شهرن جي ڪل ڏهه لک آباديءَ منجهان ٻه لک ماڻهن بادشاهت تي ڪاهه ڪري هڪ ئي فلسفي جو اعلان ڪيو آهي: ڪو به فرد عوام کان عظيم ڪونهي. ڪنهن کي به سگهه بخشڻ عوام جو اختيار آهي. عوام ئي آهي جيڪو وٽيس ته عزت بخشي ۽ وٽيس ته ڪنهن کي ذلت نصيب ڪري. ڪوبه ناهي جيڪو اُن جي اڳيان گهڻو وقت بيهي سگهي. شرط فقط اهو آهي، ته اُهو پنهنجي سگهه کان آگاهه هجي ۽ پنهنجي خلاف ٿيندڙ سازشن جي ڄاڻ رکي.

رامائڻ ۾ هڪ مزيدار ڏند ڪٿا آهي: رام جڏهن سيتا جي ڳولا ۾ هنومان کي لنڪا موڪليو هو، تڏهن ڀارت ۽ لنڪا جي وچ واري سمنڊ تي اچي بيهي رهيو ۽ پريشان ٿي ويو، ته سمنڊ ڪهڙي ريت اُڪري! هنومان ۾ سمنڊ اُڪرڻ جي سگهه هئي پر ڪيس ان جو اندازو هو ۽ نه ڄاڻ. ڏند ڪٿا موجب هنومان، وايو ديو (هوا جو ديوتا) جو پٽ هو. جڏهن اجا مس پنڌ ڪرڻ سکيو هو، تڏهن ماءُ سان انگل ڪيو هئائين ته ڪيس سج گهرجي. جڏهن سندس ماءُ اهو، هن جو انگل پورو نه ڪيو، ته هو پاڻ اُٿي هليو- سج کي پڪڙڻ. جڏهن سج کي ويجهو پهتو ۽ ڪيس جهلڻ وارو هو، تڏهن ديوتائن ڏٺو ته هنومان سج کي پڪڙي سڄي مانداڻ کي ختم ڪري ڇڏيندو، تڏهن هُنن سراپ ڏئي هنومان کي ماري ڇڏيو. ماءُ پنهنجي ٻارڙي کي مئل ڏسي ڪروڌ ۾ آئي ۽ پوءِ ديوتائن کي ٻاڏايائين، ته سندس پٽ کي زنده ڪيو وڃي. نيٺ ديوتائون ان شرط تي ٻار کيّ جيئرو ڪرڻ تي راضي ٿيا ته هنومان کي پنهنجي سگهه جي ڄاڻ نه هوندي. ديوتائن اها ڄاڻ هنومان کان کسي ورتي ۽ ڪيس حياتي موٽائي ڏنائون.

سمنڊ جي ڪناري تي سيتا جي تلاش ۾ پريشان بيٺل هنومان کي اها

ڳالهه اُتي بيٺل ٻن پڙهيل ماڻهن ٻڌائي. راماڻ جو ليکڪ لکي ٿو، ته اها ڳالهه، ٻڌڻ کانپوءِ هنومان جي جسم ۾ طاقت ائين وڌڻ لڳي، جيئن سمنڊ ۾ وير چڙهندي آهي، ۽ هو هوا جو جهوٽو ٿو بڻجي سمنڊ اُڪري لنڪا پهتو.

عوام جي دوست پارٽين، دانشورن جو ڪم عوام کي پنهنجي طاقت کان آگاهه ڪرڻ، اُن جو شعور ۽ احساس پيدا ڪرڻ آهي. هماليائي رياست نيپال جي ماڻهن، گذريل فيبروري کان پنهنجي جمهوري حقن جي هلچل هلائي آهي ۽ ڪالهه بادشاهه جي محل ٻاهران خلق جا هشام گڏ ٿي ويا. بادشاهه پنهنجي مُٺ جيتري شريسند فوجين ۽ پوليس وارن سان هٿين خالي ماڻهن تي گوليون وسايون ۽ اطلاعن موجب پنجاهه کان ٻه وڌيڪ ماڻهو ماريا ويا. اڄ ڇنڇر تي وري ٻه نيپال جي سيني شهرن ۾ هڪ پارٽي نظام خلاف مظاهرا ٿيا آهن. بادشاهه ۽ سندس ٿورا شريسند عوام جي جدوجهد ۾ زندگيءَ جي گهٽي کان گهٽ حصن جي شرڪت سان اڪيلا ٿي رهيا آهن. ڪالهه ڪن اطلاعن موجب نيپال جي سرڪاري رائل نيپال ايئر لائينس جي عملي ٻه جمهوري هلچل جي حمايت جو اعلان ڪيو آهي.

هڪڙا اطلاع آهن ته بادشاهه سڳورو، جنهن کي بادشاهي روايتن موجب ستن ولين جي طاقت هوندي آهي، سو ملڪ مان ڀڄڻ جا سانباها ڪري رهيو آهي. اهي ٻه خبرون آهن ته بادشاهه، موجود آئيني ڍانچي جي اندر سڌارا ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو آهي، پر احتجاج ڪندڙ تنظيمون مڪمل تبديليءَ جي گهر ڪري رهيون آهن. اڄوڪن اطلاعن موجب ڪالهه جنهن نئين وزيراعظم لوڪيندر بهادر چند کي بادشاهه مقرر ڪيو آهي، اُن آئيني سڌارن تجويز ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميشن قائم ڪئي آهي، جمهوري هلچل ۾ قيد ڪيل ماڻهن کي آزاد ڪيو ويو آهي ۽ احتجاج ڪندڙ پارٽين کي ڳالهين ڪرڻ جي دعوت ڏني وئي آهي.

لڳي ٿو ته دنيا جا سڀ عوام دشمن بدمعاش هڪ جهڙا آهن ۽ ساڳيون حرڪتون ڪندا آهن. پاڪستان ۾ ٻه جڏهن ايوب خان تي مٿان اچي پئي، ته سياسي پارٽين کي ڳالهين لاءِ سڏايو هئائين ۽ گول ميز ڪانفرنس ڪوٺائي هئائين. ذوالفقار علي ڀٽي سندس انت کي ڏسي ورتو هو ۽ ان ڪانفرنس جو بائيڪاٽ ڪيائين. پوءِ سيني ڏٺو ته ايوب خان نه بچي سگهيو. جنرل ضياءَ جڏهن سنڌ جي ماڻهن جي جمهوري هلچل ڏٺي، تڏهن ٿورو سوڙهه کي گهٽائڻ جو فيصلو ڪيائين.

*آچر ٨-اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## ايم ڪيو ايم جي ملتان ڪانفرنس-
## پس منظر ۽ آئينده

ايم ڪيو ايم وارا ملتان ۾ پنهنجي هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي رهيا آهن. ٿورا ڏينهن اڳ ڪن اخبارن ۾ اها خبر آئي هئي ۽ پنجاب مان ڪن ماڻهن ان قدم جي مذمت به ڪئي آهي. ظاهري طرح هي ايم ڪيو ايم جي پاڻ کي ملڪ- گير بنائڻ جي ڪوشش آهي، ڇو ته مهاجر قوميت واري نعري جو نه آهي منهن نه مٿو. هي پاڻ اڄي ان نعري مان ڦاٿا آهن. الطاف حسين ڪيئي ڀيرا چئي چڪو آهي ته مجبور ٿي پاڻ کي مهاجر سڏيو ۽ پنهنجي سڃاڻپ تي زور ڀريو. گذريل ٩-مارچ تي الطاف حسين جو "فرنٽيئر پوسٽ" ۾ نهايت مزيدار انٽرويو شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ هن چيو: "اسان پنهنجي قوميت واري مطالبي تي ڪڏهن به زور نه ڀريو آهي. اسان ڪٽر ناهيون، اسان ايئن نه چيو آهي ته جيڪڏهن اسان جي سڃاڻپ کي تسليم نه ڪيو ويو، ته اسان توهان سان نه ڳالهائينداسين. اسان کي نوڪريون ڏيو، تعليمي ادارن ۾ داخلائون ڏيو ۽ اسان سان تفريق ڪرڻ بند ڪريو. اسان کي اهليت جي بنياد تي پنهنجا حق ڪپن. ڌار قوميت طور تسليم ڪرڻ وارو مطالبو وڃي جهنم ۾ پوي." آهي ته مزيدار ڳالهه جو هي نوڪرين ۽ تعليمي ادارن ۾ پنهنجي اهليت ڪلاشنڪوف جي زور تي ميڙائي رهيا آهن، پر هي اسان جي بحث جو موضوع ناهي. ڪجهه ڏينهن اڳ اهي به خبرون آيون، ته هي مهاجر قومي موومينٽ کي متحده قومي موومينٽ بڻائي رهيا آهن. پر پوءِ هنن مان ڪنهن ڳڻ ڪئي، ته بوتل مان جنون جو نڪتل جن، ايئن ڪرڻ تي هنن کي ڳچيءَ کان جهليندو، تنهن ڪري سڃاڻپ جي نئين ڳولا، هوريان هوريان هضم ڪرائي وڃي.

اسان ٿورا ڏينهن اڳ هنن ئي ڪالمن ۾ چيو هو ته پاڪستان جو اصل الميو آهي ئي اهو ته هي ڀهرئين ڏينهن کان وٺي لڏي آيل ماڻهن جي ور چڙهي ويو، ۽ ملڪ جي اصل مالڪي، ملڪ جي اصل رهواسين کي نه ملي، جنهن ڪري سڀ فضيلتون اڄي هتي خوار ٿيون آهن، جو نه آهي وطنيت جو احساس ۽ نه ڪو انسان دوستي جو لاڙو سگهارو ٿي سگهيو آهي. پنجاب ۾ بيوروڪريسي

۾، صحافت ۾، ملڪ جي پاليسي سازي ۾ سنڌ ۾ رڳو آهن لڏي آيل ماڻهو، ۽ سنڌين سڄو زور آهي، ٻاهران وڏيڪ لڏائي ايندڙ ماڻهن تي. اسان اهو لکيو هو ته جنرل ضيا "مهاجر" هو تنهن ڪري تيهه لک افغان "مهاجر" وٺي آيو. سندس دور ۾ ۱۹۸۸ع تائين رڳو ڪراچي ۾ اٺن لکن کان وڏيڪ غيرملڪي غيرقانوني طريقن سان هتي آندا ويا. هجن سرڪاري ايجنسين ۾ هن ملڪ جا ماڻهو ته ڇو ٻاهريان هتي اچن.

اسان اهو به لکيو هو، ته ايم ڪيو ايم وارا في الحال ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پنهنجي فسطائيت کي محدوس ڪري ويٺا آهن، ۽ جيڪڏهن پنهنجي فسطائيت کي وڌيڪ پکيڙين ته پنجاب ۾ به ۽ خاص ڪري اُتي جي پوئتي پيل ملتان ۽ بهاولپور ڊويزنن ۾ ايم ڪيو ايم قائم ڪري سگهن ٿا. سو اسان جي ان لکڻ کان به ٿي ڏينهن پوءِ خبر پئي آهي، ته هي ملتان ۾ ڪو پروگرام ڪرڻ وارا آهن.

ملتان جي چونڊ ڪرڻ جو پس منظر به خاصو دلچسپ آهي. ملتان سرائيڪي علائقو آهي ۽ اُتي سرائيڪي صوبي جي هلچل پنهنجون پاڙون کوڙي رهي آهي. بنهه سنڌي طريقي سان سرائيڪي بيلٽ ۾ ادب، ٻولي ۽ ثقافت جي محاذن تان سرائي عوام سان ٿيندڙ ظلم جي خلاف سجاڳي جو احساس اُڀاريو پيو وڃي. سرائي پاڻ کي پنجابي نٿا سمجهن ۽ اُن لاءِ هنن ڄا تاريخي، لساني ۽ معاشي بنيادن تي دليل آهن، جيڪي روزبروز وڌيڪ سگهارا ٿي ويا آهن. ان حدتائين جو هڪ ملڪ- گير پارٽي پاڪستان نيشنل پارٽي (پي اين پي) جي تنظيمي جوڙجڪ ۾ سرائيڪي کي صوبي جي حيثيت ڏني وئي آهي. ان طرح اُتي سرائيڪي قوميت جي جمهوري حيثيت ۽ حقن جي جدوجهد ٿي رهي آهي.

ٻئي طرف ان جمهوري حقن جي هلچل جي مزاحمت جو سامان به اُتي بلڪل ايئن موجود آهي جو اتي به ايم ڪيو ايم ناهي، بلڪ سنڌ جا ڌنڌا ۽ ڪاروبار هندستان مان لڏي آيل ماڻهن جي هٿ ۾ آهن ۽ شهر ۾ سندن ايتري آبادي آهي جو ملتان جي ميونسپل ڪائونسل ۾ سندن ئي ميمبرن جي اڪثريت چونڊجي ايندي آهي. ڪاروبار ۾ خاص طرح ڪپڙي جو ٻڌو واپار هنن جي هٿ ۾ آهي. لڳ ڀڳ ساڳي حالت سرائيڪي بيلٽ جي اڌائي ڪروڙ آبادي جي ٻين وڏن شهرن سان به آهي.

سنڌ ۾ جمهوري هلچل کي ڌڪ هڻڻ جي جمهوري حڪومتن کي ڏاهڻ جو ڪارنامو هيءَ اقليت ڪندي آهي. پنجاب ۾ به آءِ جي آءِ جي جمهوريت

دشمني جو بنياد لڏي آيل آبادي ۾ آهي. مرڪزي پنجاب ۾ جيئن تہ اوپر پنجاب مان ئي لڏي آيل ماڻهو آهن تنهن ڪري اُتي ٻولي ۽ ڪلچر جي لحاظ کان هنن ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو آهي. باقي ناجائز مفاد جن کي جمهوريت نتي گهرجي سي اُتي بہ گهٽو ڪري لڏي آيل آهن ملڪ جي پاليسين تاهڻ تي بہ هنن جو قبضو رهيو، تنهن ڪري پنجاب ۾ بہ پنجابي ٻولي کي اڄ ڏينهن تائين پير ڪوڙڻ نتا ڏنا وڃن.

هن کان اڳ جمهوريت ۽ اصل ملڪي ماڻهن کي مٿي چڙهڻ کان روڪڻ لاءِ هنن مارشلائن ۽ جنرلن جو سهارو ڳوليو، پر هن وقت عالمي صورتحال مارشل لا سازگار ناهي، تنهن ڪري سڄي ملڪ جا لڏي آيل ماڻهو فسطائي تنظيم ڪاري جي ذريعي قوميتن، ڪلچر، ٻولي ۽ سنڌن جمهوري حقن جي جدوجهد ۽ حاصلات کي روڪڻ جا بندوبست ڪري رهيا آهن. اسلامي جمهوري اتحاد هنن جي سرپرستي ڪري رهيو آهي. هنن جي ڪلهن تي بندوق رکي اُهي ساڳيا مقصد حاصل ڪرڻ گهري ٿو، جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي.

هيءَ آهي نهايت خطرناڪ صورتحال، پر ان جو توڙ موجود آهي. پيپلزپارٽي پنهنجي فرض جي آگاهي کي تيز ڪري. چئن ئي صوبن جا سياسي ۽ ثقافتي حق بحال ٿيڻ گهرجن ۽ صوبائي خودمختياري کي عمل ۾ آندو وڃي ۽ مڪاني ثقافتن جا رشتا سگهارا ڪيا وڃن ۽ خلق کي ولايتي ماڻهن جي تاهيل عوام دشمن پاليسين جي جڪڙ مان آزاد ڪيو وڃي.

اسين ايئن نتا چئون تہ ورهاڱي جي نتيجي ۾ هتي لڏي آيل ماڻهن منجهان صفا هٽ ڪڍيا وڃن، پر انهن جي فسطائي قوتن کي سياسيٰ طرح ختم ڪري سگهجي ٿو، جيڪي پنهنجي سياسي قوت جي طور تي ماڻهو بہ پاڻ سان گڏ وٺي ويا، پر انهن کي اجا تائين پنهنجي تاريخي ۽ روحاني غنڊه گردي ۽ فسطائيت جو شڪار بڻايو ويٺا آهن. پاڪستان صحيح معنيٰ ۾ ملڪ ٿيندو ئي تڏهن، جڏهن اُن جي مالڪي ۽ هلائي چلائي ان جي اصل ماڻهن جي هٿ ۾ هوندي. جمهوريت کي محفوظ ڪرڻ ۽ ان کي ماڻهن جي ڀلائي جو ذريعو بنائڻ جي ضمانت بہ پوءِ ئي وڃي ملندي.

*اربع- ١١ اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## مون ۾ آهين تون

سنڌ جو ماڻهو هن وقت تمام گهڻن سببن جي ڪري پريشان آهي. گذريل ڪافي عرصي کان سنڌين جي پيماندگي ۽ اڳتي نه وڌي سگهڻ جي ڪارڻن تي خاصا بحث به ٿيا آهن. انهن بحثن ۾ سنڌي قوم جي ڪافي چير ڦاڙ به ٿي آهي، تباهي جا تفصيل به ڪافي نروار ٿيا آهن پر اجا گهڻا رهيل آهن. انهن تفصيلن ۽ چنڊڇاڻ جي وچور تي لاشعوري طرح سيني ماڻهن جو موقف ساڳيو آهي، پر شعوري سطح تي راءِ جو اتفاق موجود ڪونهي. سنڌ جي سياست، ادب ۽ دانشوري مئدان جا سڀ ماڻهو پنهنجو پنهنجو رنگ رکندي به اصل ۾ ساڳيا ماڻهو آهن. سياسي طرح کهڙي به پليٽفارم تي هجن، پر ماڻهو ساڳيا آهن. ادب ۾ کهڙي به نقطهٔ نظر سان هجن پر ماڻهو ساڳيا آهن. ڳوٺن ۾ جيڪي ماڻهو ٿورين ٿورين ڳالهين تي هڪ ٻئي کي مارڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا ۽ جهيڙن ۾ پئي پوليس ۽ ڪورٽن جو ڪاچ ٻڌجن ٿا سي سڀ جا سڀ هڪ جهڙا، ساڳئي ذهني قالب مان نڪتل ماڻهو آهن. جيڪڏهن چار اديب ٻين ڇئن اديبن تي ان ڪري ناراض ٿين ٿا، جو هو حڪومت کي ويجها آهن، يا سڪئي ستابي ڪلاس جا ماڻهو آهن، ته ان جو ٻه، ايمانداري سان هي ٿو نتيجو نڪري ته ناراض ٿيندڙ همراهه، پاڻ انهن جي جاءِ وٺڻ گهرن ٿا. ڇو جو ائين ٿيو به آهي. ٽيليويزن جا پروگرام انهن جي تنقيد جو هدف بڻيا جن کي ٽيليويزن تي اچڻ جو موقعو گهٽ يا بنهه نٿو ملي. موقعو ملي وڃي ته پوءِ سڀ ڪجهه ٺيڪ آهي. عام ماڻهو کان سياستدان ۽ دانشور تائين مجموعي صورتحال اها آهي. ان ۾ ڪجهه ماڻهو هن دائري کان ٻاهر جا ٿي سگهن ٿا، پر عمومي طرح ڳالهه ائين آهي.

ممڪن آهي ته ڪن دوستن کي اها ڳالهه ڏکي لڳندي هجي ۽ ٿي سگهي ٿو ته هيءَ راءِ درست نه هجي ۽ ان تي وڌيڪ بحث به ڪري سگهجي ٿو، پر هتي پنهنجي ڳالهه کي اڳتي وڌائڻ جو بنياد ان نقطي کي بڻائجي ٿو، ته سنڌ جا سڀ ماڻهو هڪ ٻئي سان اختلاف رکندا هجن، هڪٻئي جا ويري هجن، هڪٻئي جا سخت قسم جا نقاد هجن، منجهن ڪيڏا به تضاد هجن، پر آهن سڀ جا سڀ هڪڙي شيءِ، هڪ ئي مٽيءَ مان ڳوهيل ۽ هڪ ئي دائري ۾ زندگي

گذاريندڙ. هوبهو هڪجهڙا ماڻهو، پوءِ پلي گارين جا ڏوڙيا هجن.
ايئن ان ڪري آهي، جو سنڌي معاشري جو وت تمام ٿورو آهي. اُن جا وسيلا ٿورا آهن، ۽ جيڪڏهن ڪن ٿورن سنڌين وٽ وڏيڪ وسيلا آهن، ته هو انهن پنهنجي وسيلن کي اجا به گهٽو ڦهلائڻ جو ڏانءَ نٿا رکن. ڏانءَ ان ڪري نٿا رکن جو سماجي ترقي جي ذميدار ادارن مان مقصد آهي اسان جا پنهنجا ذميدار ادارا. جن کي هلايون به اسان پاڻ ٿا. نه ته اسان جي اڳيان، اوسي پاسي ۾ بيا ماڻهو به آهن جيڪي سنڌ ۾ رهڻ جي باوجود پاڻ کي سنڌي سمجهڻ لاءِ ان ڪري تيار نٿا ٿين جو هو واقعي مختلف آهن. اسان جي زبان، ڪلچر ۽ ادب پلي سگهارو هجي، پر ان سان ڇا ٿو ٿئي. اسان وٽ معاشي سائنس، ترقي ڪرڻ جو شعور، پنهنجو پاڻ کي بهتر طريقي سان سکيو ستابو بنائڻ ۽ حياتي کي پاڻ لاءِ سئولو بنائڻ جي چاڻ ڪانهي. اسان پنهنجي معاشي بستين سان ٻين لاءِ ڪنهن به ڪشش جو باعث نه بڻجنداسون. اُن جي ابتڙ ٻين جي هٿان ڦرجڻ ۾ ڏاڍا سؤلا ٿيون ٿا.
ان طرح هن بحث جو مطلب نڪري ٿو ته اسان پاڻ پنهنجي زوال يا نقصان جا پنجاهه سيڪڙي کان وڏيڪ ذميدار آهيون. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ سياست، واپار ۽ عقل ۾ جهڙا رهياسين يا جهڙا آهيون ته پوءِ ڏاريا مفاد اهڙا سٺاوا شڪار ڇو ڇڏيندا. ادب ۽ شاعري ۾ باقي، پاڻ ان ڪري اڳيرا آهيون جو هي سودو گهاٽي جو آهي جو اسان جي دشمن کي ان ۾ ڪمائي واري ڪشش نظر نٿي اچي.
سو جڏهن پنهنجا ٽيڙ ٽا سنڀاليون، ته ٽيڙ ٽيشن تي آهن. پريشان ۽ نراس به ان ڪري ٿيون ٿا ۽ وڏيڪ بخيل ۽ جهيڙوڪار ٽيڻ جا اهي ئي ڪارڻ آهن.
پر هن بحث ۾ جيڪو دلچسپ نقطو سامهون آيو آهي، سو آهي ته پاڻ سڀ هڪجهڙا، هوبهو، هڪ ئي شيءَ آهيون تنهن ڪري پنهنجو پاڻ کي، ڪشي ڪان ڪمان مان ماري رهيا آهيون، ۽ پنهنجو ڪان ئي پاڻ کي لڳي رهيو آهي. لطيف سائين طرفان "ميان مارم مون" واري ڪيل ڳالهه جو مرڪزي خيال ئي اهو آهي، ته "مون ۾ آهين تون" جيڪڏهن بينظير ڀٽو، جي ايم سيد، رسول بخش پليجو، ممتاز ڀٽو، ڊاڪٽر ارباب، جام ساقي، عبدالواحد آريسر ۽ اهڙا ٻيا سيئي ماڻهو گڏجي ڀنائي جا ماڻهو ٿيو پون ۽ "مون ۾ آهين تون" جي مام کي، ان جي گهرائي تائين پروڙي وٺن، ته اها ساڳي شيءَ جيڪا اسان جي قومي ڪمزوري رهي آهي، سا بدلجي قومي طاقت ٿي پوي.
جڏهن عيبن، ڪمزورين، ڪوتاهين ۽ خوبين ۾ هڪ ٻئي کي پنهنجو

مٿ ثاني سمجهون ۽ اهي سڀ شيون هڪ پئي جون سهون ۽ هرڪو اُن حد کي ڇُهي وڃي، ته هي جيڪي ماڻهو مون کانسواءِ ٻيا آهن، سي سڀ مان پاڻ آهيان. هنن جون ڪوتاهيون ۽ ڪمزوريون يا خوبيون پنهنجون ڪوتاهيون، ڪمزوريون ۽ خوبيون آهن، پوءِ اسان جي گهر، سنڌ جي حالت لازمي طرح سڌرڻ کپي، جيڪڏهن ايئن نٿا ڪيون ۽ ازحد ڪوشش ڪري ائين نه ٿي ڪنداسين، ته پوءِ اڃو ته ڪيون هٿ پٺائي مان، سنڌ مان ۽ سنڌي سڏائڻ مان- جو ته اردو ڳالهائڻ وارن ماڻهن کي جيڪا برتري ۽ معتبري هتي حاصل آهي، غيرملڪين کي هن ملڪ تي جيڪو قبضو آهي، سو نه رڳو وڌي پيو، پر فسطائيت جي شڪل اختيار ڪري رهيو آهي. ان حالت ۾ ته ريس پئي ٿئي، ته جو نه سنڌي به گڏجي مطالبو ڪريون، ته اسان کي مهاجر تسليم ڪيو وڃي-(نعوذ بالله)

اڃا به وڌيڪ اهم، بنيادي ۽ ضروري ڳالهه هيءَ آهي، ته پنهنجي سياسي ليڊرن جي اڳيان پٺائي جي ڪسوٽي رکڻ سان گڏ ۽ ان ڪسوٽي تي لهندڙ پنهنجن املهه ڪردارن کي به اڳتي وٺي اچون. مثال طور اسان بنا جهجهڪ جي يوسف لغاري جو نالو کڻي سگهون ٿا، ته هو ”مون ۾ آهين تون“ جي مام کي سمجهي به ٿو ۽ اُن تي عمل به ڪري ٿو. سياسي تنظيمن سان اختلاف جي ٻيائي کي ٿڏي، تفريقن جا سڀ وهم وساري، جنهن جي ٿو تڪليف ٻڌي، ته پيرين اگهاڙو، گوڏ ۾ گنجي ۾ نڪري ٿو پوي جيڪا ٿي ايل چڙهي، اُن کي، مٿو ڏيو بيٺو آهي. اهڙيون دريافتون ڪريون. انهن ماڻهن کي ڳوليون ۽ تعليمي نصاب کان وٺي سياسي علم ۽ عمل جو اهڙو نصاب جوڙيون. اُن جو مشقون تيار ڪري، سبق پڪو ڪري اها شيءَ عام ماڻهو تائين کڻي وڃون ۽ ان ڳالهه کي مزاج جو حصو بڻايون- پلا جڏهن عوام ۾ ان بنياد تي ڪم ٿيندو، ته پوءِ ليڊر ڪيڏانهن ويندا- رهڻو ته هنن کي به نيٺ ماڻهن سان ئي آهي- ڪو نوڙها ته وڃي ڪونه ڳوٺ ٻڌندا.

جمع ۱۳-اپريل ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

## غلام ماڻهن جي ووٽ سان چونڊيل حڪومت ۽ الطاف جي بک هڙتال جون پاڙون؟

ايم ڪيو ايم جي سربراهه الطاف حسين جي بک هڙتال ملڪي سياست جو هڪ اهم واقعو بڻجي ويو آهي. بک هڙتال پ پ پ جي اڳواڻن به ڪئي آهي ۽ عالم آشڪار ڪئي آهي، پر ملڪي سياست تي ان جو ايڏو اثر نه ٿيو آهي، جيڏو الطاف جي بک هڙتال جو.

ملڪي سطح جي پارٽي جنهن جي ملڪ تي حڪومت به آهي، سا سنڌ ۾ ڇو دفاعي حالت ۾ اچي وئي آهي. اُن جي اڳواڻن جي بک هڙتال ڇو اخبارن ۾ اُها اهميت نه وٺي سگهي آهي، اُن جا بک هڙتالي اسپتال تائين وڃي پهتا آهن، "ڊڪائيندڙ" "وقت آميز" ۽ الائي ڪهڙا ڪهڙا منظر الطاف جي گهر ٻاهران ٿين ٿا، پ پ پ وارن وٽ نٿا ٿين. نجيب جي دهشتگردن هٿان شهادت ايڏو وڏو واقعو نه بڻجي سگهي آهي، جيڏو ايم ڪيو ايم جي ڪائونسلر خالد وليد جي گرفتاري، نجيب جي شهادت تي سڄي سنڌ ۾ هڙتالون، احتجاج ۽ مذمتون هلي رهيون آهن. نجيب جي موت تي عوامي اُٿل پيدا ٿي آهي ۽ الطاف گهر جي ڪنڊ ۾ چلو ڪيو آهي. سڄي سنڌ جي اڪثر عوام کي نجيب جي مارجڻ جو ڏک ٿيو آهي، اُن جي ڪنهن کي پرواهه ڪانهي، پر الطاف صاحب جي بک هڙتال پروپيگنڊا جو طوفان بنجي وئي آهي.

هيءَ ٻيائي ۽ تفريق ڏکوئيندڙ به آهي ته ماڻهن کي اشتعال به ڏياري رهي آهي. پر اخبارن جي روشن جو حال اهو آهي ته ڪراچي جي هڪ شام واري اردو اخبار. جيڪا هڪ ڏينهن ان ڪري نڪرڻ نه ڏني وئي ۽ سنڌس آفيس تي قبضو ڪيو ويو. ته اُن نجيب کي شهيد ڪونيو ۽ سنڌس شهادت سپليمينٽ ڪڍيو ۽ ٻئي ڏينهن تي سنڌ جي اطلاعات واري وزير سيد نويد قمر اخبار جي اشاعت کي روڪڻ واري عمل کي دهشتگردي ۽ غنډه گردي قرار ڏنو. اڄ ان اخبار جي انتظاميه ترديد ڪري ڇڏي ته اخبار کي نقصان پهچائڻ جي ڪا به ڪوشش نه ٿي آهي. وزير کي هنن ماڻهن سان ڪيل پنهنجي همدردي ڳچي ۾ پئجي وئي ۽ ڪيس پريس ذريعي غلط سڏيو ويو. آخر ڳالهه ڇا آهي؟

هڪ پاسي سنڌ جي ماڻهن جي اڪثريت آهي ۽ ٻئي پاسي سنڌ جا ٻه شهر آهن ڪراچي ۽ حيدرآباد. حڪومت اڪثريت ووٽ سان اقتدار ۾ آئي آهي، پر حڪمران طبقا ۽ انهن جون اخبارون نه اُن حڪومت کي هلڻ ڏئي رهيون آهن ۽ نه اُن جو احترام ڪن ٿيون. ڪمال ته ڏسو ته حڪومت وٽ اختيار آهي، سرڪاري وسيلا آهن، اڪثر عوام جي حمايت حاصل آهي پر پوءِ به اُها دفاعي پوزيشن ۾ آهي ۽ اخبارن کان به پنهنجي پنهنجي عوام جي حصي جيترو انصاف حاصل نٿي ڪري سگهي!

اصل حڪمران طبقا هن طرح ڇا حاصل ڪرڻ گهرن ٿا؟ اهو ته غلام ماڻهن جي ووٽن سان جيڪا حڪومت اقتدار ۾ ايندي، اُن کي هنن جون ايجنسيون ۽ ميڊيا جا وسيلا تسليم نه ڪندا، ۽ سنڌس خلاف هڪ طرف طوفان کڙا ڪري کيس دفاعي پوزيشن ۾ آڻي، انهن شرطن تي رهڻ ڏنو ويندو جن سان اصل حڪمرانن جا مفاد پورا ٿين.

ٻئي طرف هن سموري ظالم روش سان هڪ ڪارائتي طرح اجاگر ٿي آيل پهلو کي گم ڪرڻو آهي. نجيب پي ايس ايف جو اڳواڻ هو- اردو ڳالهائيندڙ هو، پر پ پ پ جي پليٽفارم سان ڳنڍيل هئڻ ڪري هو به دهشتگردن هٿان ائين مارجي ويو، جيئن ٻيا بيگناهه ماڻهو، سنڌي ماڻهو مارجي رهيا آهن. سنڌ جي ماڻهن، سنڌي عوام سندس سوڳ ملهائڻ ۾ ڪابه تفريق نه ڪئي آهي. هو انهيءَ ڳالهه تي خوش نه ٿيا آهن، ته هڪڙو "مهاجر" مارجي ويو. هنن کيس پنهنجو حصو سمجهي ڏک ڪيو آهي. ان جو مطلب ته سنڌين وٽ اردو ڳالهائڻ وارن سان لساني لحاظ کان ڪوبه تعصب ڪونهي، پر سنڌ ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ لساني تعصبن ۾ قاتل ماڻهن کي گمراهي مان ڪڍڻ لاءِ، نجيب جي شهادت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل سماجي فائدي تي نه ڪنهن به اکر لکيا آهن ۽ نه ڪنهن بيان ڏنو آهي- ته ڏسو جن تعصبن کي هوا ڏئي ماڻهن کي پاڻ ۾ ويڙهايو پيو وڃي سي اصل ۾ موجود ڪونهن ۽ جيڪڏهن انهن تعصبن کي اُڀاريو ويو آهي، ته رڳو ان ڪري، جيئن دهشتگرد ان جو ڪٽيو ڪائي سگهن. پر پروپئگنڊا جو ظالم طوفان سموريون چڱايون مات ڪري رهيو آهي.

غلام ماڻهو اڪثريت ۾ آهن، پنهنجي حڪومت چونڊين ٿا، تڏهن به ويل ۾ آهن پر اقليتي آبادي جا اڳواڻ گهر جي ڪنڊ ۾ ويهي خلق کان لڪي رڳو اخباري پاڇاري تي به اهميت حاصل ڪري وٺن ٿا. هي ظلم ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟ مظلوم ماڻهن سان ٿيندڙ ظلم کي ثابت ڪرڻ جا دروازا بند ڪري، حڪومت کي ويڙهن ۾ وجهي، کيس سندن شرطن تي هلائڻ لاءِ مجبور ڪيو

وڃي. آخر پنجاب جون اخبارون چو ٿيون لکن ته فوجي جنرل اهو نٿا چاهن ته پنجاب ۾ پ پ پ نوازشريف کي هٽائي پاڻ اقتدار ۾ اچي. ٻه ڏينهن اڳ غلام مصطفيٰ کر جو اهو بيان سيني پڙهيو آهي ته پ پ پ کي پنجاب اسيمبليءَ ۾ ايتريون سيٽون حاصل ٿي ويون آهن، جو نوازشريف کي هٽائي سگهجي، پر وزيراعظم منع ڪيو آهي ته في الحال ائين ناهي ڪرڻو ۽ نوازشريف کي سڌرڻ جو موقعو ڏنو وڃي. پاڪستان جي سياست ۾ هيءَ ڳالهه ڪهڙي معنيٰ رکي ٿي؟

الطاف حسين جي بک هڙتال ذريعي موجوده حڪومت تي دٻاءَ وجهڻ جو سلسلو خالد وليد جي گرفتاريءَ سان ايترو ڳنڍيل ڪونهي، جيترو نوازشريف تي وڏي ويل دٻاءَ سان آهي. ڇو ته نوازشريف ٿو وڃي، ته الطاف لاءِ ڇا بچي ٿو؟ هوڏانهن گهرو معاملن واري وفاقي سيڪريٽري جيڪي ڇرڪائيندڙ احوال ڏنا آهن، تن سان نوازشريف ٽولي جي تخريبي ارادن جو پاندو ڦاٽو آهي. ۽ آءِ جي آءِ جي هڪ ايم اين اي شيخ رشيد جي گرفتاري جا امڪان وڌي ويا آهن. جي ٿو ائين ٿئي ۽ نوازشريف کي واڪو ڪيو وڃي، ته پوءِ ته آءِ جي آءِ جي سڄي سياست جو پاندو ٿو ڊهي. ان ڪري الطاف حسين جي بک هڙتال جي پاڙن کي ڳوليو وڃي ۽ ذهن ۾ رکيو وڃي. ان حالت ۾ سنڌ حڪومت يا محترم بينظير طرفان سنڌ ۾ ڇڪتاڻ گهٽائڻ وارين ڪوشش جي ڪاميابي جو اصل دارومدار به هتي جي حالتن تي نه پر پنجاب جي آءِ جي آءِ حڪومت واري حوالي تي آهي. هتي هنن کي پلي رعايتون ڏيو، پر امن امان حاصل ڪرڻ وارو مطلب حاصل ٿيڻ جا امڪان نظر نٿا اچن، ۽ ان جو دارومدار اصل ايجنسين جي روش تي آهي.

آچر ١٥-اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ ۾ "را" جون سرگرميون ۽ نئين محمدؐ بن قاسم جي تجويز

ڪالهه واري هڪ اخبار ۾ ٻه ڳالهيون شايع ٿيون آهن. هڪڙو اخبار جو پنهنجو ايڊيٽوريل ۽ ٻيو ملان ستار نيازي جو بيان جنهن ۾ چيف آف آرمي اسٽاف مرزا جنرل اسلم بيگ کي چيو آهي ته هو سنڌ لاءِ محمد بن قاسم ٿجي وڃي.

اخبار پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ ڀارتي جاسوسي ايجنسيءَ "را" جي سنڌ ۾ سرگرميون وڌڻ تي ڳڻتي ڏيکاريندي، خاص طرح سان سنڌ جي هندو آبادي تي ٻڇ ڏني آهي. سنڌ جي هند تي اها ٻڇ مذڪوره اخبارن سان گڏ ٻيون اخبارون به ڏينديون رهيون آهن. هنن اخبارن جي منصب ۾ شامل آهي ته سنڌ متعلق فوج جي ذهن ۾ زهر ڀرينديون رهن.

مرزا اسلم بيگ کي سنڌ لاءِ محمد بن قاسم بنجڻ گهرجي ۽ سنڌي هندن کي "را" جو ايجنٽ سمجهي پڪڙيو وڃي. هيءَ بڪواس ۽ بدتميزي ٿي ناهي پر ظلم به آهي. ان ڪري غير ذميداري ۽ ملڪ دشمني به آهي. اسان ڪيئي ڀيرا چئي چڪا آهيون، ته هن بدتميزي، ظلم ۽ بڪواس جو نوٽس ورتو وڃي. "را" جا ايجنٽ به آهن ته انهن کي جهليو، مٿن الزام ثابت ڪريو ۽ کين سزائون ڏيو. پر هن نموني سنڌ جي نالي پنيان خواري ۽ واهيات پروپيگنڊا جو سلسلو بند ڪريو.

سيني کي خبر آهي، ته فرقيواريت جنهن جو حاڪمن ڪٽيو ڪاڏو آهي ۽ فرقيواريت جا مستقل ادارا ناهي پنهنجا گهر ڀري سنڌ تي قبضو ڪري ويهي رهيا آهن، هاڻي نه ڏسن ٿا ۽ نه وائسن ٿا. غريب مسڪين ڏاڙيلن جي هٿان سٽيل ۽ آئيني لحاظ کان ٻئي درجي جي شهري هندن کي مجموعي طرح، ملائي سيني کي هڪ ڪري الزام جو تير وهائي ٿا ڪين. هن جي انهن دهشتگردين سبب سنڌ جي مختصر هندو آبادي رياست کان ڊنل آهي. اُن کي روز روز وڏيڪ ديڇاري، سنڌ مان لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو پيو وڃي ۽ گذريل ٿورن سالن ۾ هزارين ڪٽنب هندستان لڏي وڃڻ تي مجبور ٿيا آهن. آخر حڪومت هن

گوئبلز واري انداز ۾ ٿيندڙ پروپئگنڊا جو نوٽس ڇو نٿي ورتي. هي روز ڦرن تي لوڻ پيو ٻرڪجي، ۽ حڪومت پنهنجي شهرين کي صحافتي دهشتگردي مان ڇو آزاد نٿي ڪرائي سگهي.

اسان ايئن نٿا چئون ته "را" جون پاڪستان ۾ ڪي به سرگرميون ڪونهن- اسان ايئن به نٿا چئون ته هي جيڪي ماڻهو سنڌ ۾ هندن کي لڏائڻ ۽ سنڌين کي اقليت ۾ بدلائڻ جون حرڪتون ڪري رهيا آهن سي خود "را" جا ايجنٽ آهن. اسان رڳو هڪ مختصر تجزيو سامهون آڻڻ گهرون ٿا ۽ ڪجهه سوال اُڀاريون ٿا جن منجهان هڪ نتيجي تي پهچڻ جي ڪوشش ضرور ٿيڻ گهرجي. ٻي حالت ۾ ملڪ جا دشمن ٽولا جيڪي آمريت جا ساٿاري آهن، هن ملڪ ۾ جن جو ڪو روحاني رشتو ڪونهي ۽ فقط زمين ۽ ان جي اصل ماڻهن جو رت پيئڻ جو ڪاروبار ڪن ٿا سي سڀ ڪجهه تباهه ڪري ڇڏيندا. "را" لاءِ هنن کان وڌيڪ ڪارائتا ٻيا ڪير ماڻهو ٿي سگهن ٿا.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ جيڪي ماڻهو هندستان کان هتي آيا، اُنهن جي سياسي قيادت، صحافت ۽ ڪاموريشاهي هن ملڪ تي حڪومت ڪئي ۽ ملڪ جي قدرتي شهرين جا اهم شهر، سرڪاري ادارا، زمينون ۽ ملڪيتون ڦري ويا. هنن وڌيڪ مهذب هئڻ ڪري پنهنجي وڌيڪ مهذب ڪلچر جا سڀ رنگ هتي ڏيکاريا. هيءَ تاريخي حقيقت آهي ته هنن هتي اچڻ ڪانپوءِ پهرئين ڏينهن تي ئي سنڌ جي هندن کي لڏائڻ لاءِ، هزارين ورهين کان هن ڌرتي ۾ ڪُتل پاڙن وارن وڻن، گلن ۽ ٻوٽن کي پٽي ڪيڻ لاءِ فساد ڪيا. هندو آبادي سنڌ مان لڏڻ لاءِ تيار نه هئي. لاڙڪاڻي جي هڪ هندو سياسي اڳواڻ ورهاڱي وقت ڪراچيءَ مان پنهنجي مائٽن کي خط لکيو، ته جيسين سنڌن پاڙن وارا مسلمان ڪين لڏڻ لاءِ نه چون، تيسين لڏڻ جو خيال به ذهن ۾ نه آندو وڃي. سنڌ ۾ هندو مسلمان جهيڙا عوامي سطح تي هئا ئي ڪونه. ورهاڱي کان اڳ مسلم ليگي وڏيرن ۽ هڪ هندو ڀائي جي ضديت سبب سکر ۾ مسجد منزل گاهه وارا فساد ٿيا هئا. نه ته اهڙو ڪوبه واقعو ناهي، جو اُن جي هندستان ۾ اڄ ڏينهن تائين ٿيندڙ هندو- مسلم فسادن سان ڀيٽ ڪري سگهجي.

لڏي آيلن جي سياسي قيادت، ڪاموريشاهي ۽ صحافت واري ٽڪنڊي هتي پنهنجي ئي آندل غنڊن ذريعي فساد ڪرايا. جنوري ١٩٤٨ع ۾ ڪراچي ۾ ٿيل فساد ياد ڪيا وڃن. سنڌي جي نامياري ليکڪ ۽ شاعر محترم يوسف شاهين، دادا گرداس واڌواڻي جي ڪتاب "جڏهن آدم آيو" جي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته پير علي محمد راشدي جي وفات وقت سنڌس تڏي تي اسلاميا ڪاليج

واري اڳوڻي مالڪ جي. واتان هن کي دلچسپ معلومات ٻڌڻ ۾ آئي. هن پئي چيو ته ١٩٤١ع ۾ پاڻ پنهنجي هٿن سان ڪئنٽ اسٽيشن تي پستول سان، هن ائن هندن کي ماري وڌو هو. ڏسو ته ذهشت گردي جي پاڙ ڪٿان ٿي شروع ٿئي ۽ ڪهڙي طريقي سان هنن ملڪيتن تي قبضا ڪيا.

پوءِ پرائي مال ۽ ملڪيت کي قبائڻ جي آڌار تي هن ملڪ ۾ صحافت به ٿي، ته سياست به، اڄ ڏينهن تائين هلندي ٿي اچي. جيڪي ماڻهو هندستان ۾ اخباري هاڪر هئا، سي پاڪستاني اخباري صنعت جا بي تاج بادشاهه ٿيا ويٺا آهن ۽ اُهي فساد هنن جي ذهنن ۾ موجود آهن، جيڪي هندستان کان هتي کڻي آيا. اهي ئي ماڻهو آمريت جا روشن چراغ آهن ۽ اهي ئي ملڪ جي ورهاڱي کان وٺي دهشت گردين تائين ٿيندڙ ڏوهن جا ذوهاري آهن. هنن پاڪستان کي جيڪي ڏک هنيا آهن، اُن لاءِ هندستان ۽ اُنَ جي جاسوسي ايجنسي ”را“ هنن جي ٿورائتي آهي.

سنڌي، جماعت اسلامي کي ووٽ نه ٿا ڏين. مُلي ستار نيازي کي ڪنگهن به نه ٿا ۽ سندس توسيع پسندي جي مزاحمت ڪن ٿا. مُلي ستار نيازي جنرل ضيا جي جيڪا چمچه گيري ڪئي ۽ پنهنجي پارٽي جي سربراهه مولانا نوراني سان جيڪا غداري ڪيائين ۽ آءِ جي آءِ وٽ پاڻ کي وڪرو ڪيائين، سو ٿو اسلم بيگ کي محمد بن قاسم بنجڻ جي صلاح ڏئي. هن جي خيال ۾ سنڌي پيپلزپارٽي کي ووٽ ڏئي يا ان کان اڳ جمهوريت لاءِ هلچل هلائي پاڻ کي ڪافر ثابت ڪري چڪا آهن، تنهن ڪري اسلم بيگ کي محمدبن قاسم ٿيڻ گهرجي. هي پاڻ پنجاب ۾ روز مذهب ۽ فرقا ويٺا ٺاهن، نت نين ٺڳين جا تجربا ويٺا ڪن، اسلام جي نالي ۾ پارٽيون ۽ اتحاد ٺاهي اسلام سان دشمنيون ويٺا ڪن، ته هنن کي ڪو به نه چوي!

اسان مطالبو ڪريون ٿا ته سنڌين جي دل آزاري جو نوٽس ورتو وڃي، ۽ ظلم جي هن سلسلي کي بند ڪرايو وڃي. جيڪو ماڻهو يا اخبار الزام هڻي، اُن کي جهليو وڃي ۽ ڪانئس اهو الزام ثابت ڪرايو. الزام ثابت نه ٿئي ته اُن کي ٽنگيو- ٻي ڳالهه ته سنڌي، مسلمان آهن ۽ ان لاءِ ڪنهن به اندر جي ڪافر، منهن ۾ مُلان، اندر ۾ ابليس کان سرٽيفڪيٽ وٺڻ جي ضرورت ناهي. سرٽيفيڪٽ جاري ڪرڻ جو ڪاروبار بند ڪرايو.

سومر ١٦-اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# ڪشمير جو معاملو پاڪستان جون ورائتي ڪمزوريون

ڪشمير جي سوال تي نفسياتي ماحول خاصو تاڻجي ويو آهي. تازو ڀارتي وزيراعظم وي پي سنگهه طرفان پاڪستان کي سبق سيکارڻ جي ڌمڪي ڏيڻ کان پوءِ ڪجهه خدشا به پيدا ٿيا آهن. هونئن جيسين جنگ لڳي نٿي، تيسين جنگ ٿيڻ جو اعتبار ڪرڻ هن وقت مشڪل آهي. ڇو ته عالمي سطح تي امن ۽ مصالحت جو پيدا ٿيندڙ ماحول، ٻڌائي ٿو ته هن وقت جنگ جو جنون عالمي صورتحال جي ڪنهن خاني ۾ فٽ نٿو ٿئي. البت ننڍي کنڊ جي نفسياتي ۽ روحاني جوڙجڪ جيڪا ان جي تاريخ منجهان پرکي سگهجي ٿي. عالمي وهڪرن کان مختلف آهي. جنگ هر صورت ۾ نقصان آڻيندڙ عمل آهي ۽ جنگ جو ڪٿيو ڪاڻ جي دعوا ڪوبه نٿو ڪري سگهي. "ڪٿنين جي هارائين، هنڌ تنهنجو هيءُ" وانگر جنگ کٽڻ وارن کي به جنگ جي اوتري قيمت ڀرڻي پوندي آهي، جيتري هارائڻ وارن کي. ان ڪري اصولي طرح جنگ ڪنهن لاءِ به فائدي واري نه هوندي آهي ۽ هن وقت دنيا ان نتيجي تي پهتي آهي، ته جنگ جو جُنون وڌائڻ انهن ماڻهن جو ڪم اهي. جن جا تباهين ۽ بربادين ۾ ڪي مفاد قائل هجن. آمريڪا، سويت يونين ۽ يورپ کي اها ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي آهي ۽ هاڻي هر ڏينهن هٿيار گهٽائڻ ۽ فوجون موٽائڻ جو ڏينهن آهي. عالمي سطح تي جنگبازي جو جُنون ۽ هٿيارن جيُ دوڙ گهٽجڻ سان تاريخ ثابت ڪري ٿي ته فوجون، هٿيار ۽ جنگ جو شوق ڪنهن جي به فائدي ۾ ناهي. هاڻي به جيڪڏهن ڀارت ۽ پاڪستان جي وچ ۾ جنگ لڳي ٿي ته اُها ڪنهن جي به فائدي ۾ نه هوندي.

هندستان ۽ پاڪستان جي عوام جي پنهنجي پنهنجي معاشي صورتحال به جنگ جي اجازت نه ٿي ڏئي، پر خاص طرح سان پاڪستان ۾ جنگ ڪرڻ جي سهپ بنهه ڪانهي. هندستان جي مقابلي ۾ پاڪستان وٽ جنگ جي سهپ ڇو ڪانهي، سو به جائزي وٺڻ لاءِ ڏاڍو ضروري سوال آهي.

١٩٦٥ع واري جنگ نه پاڪستان کٽي هئي ۽ نه هندستان۔ پر دعوائون

پنهي ملڪن، سوپ جون ڪيون. ان جي باوجود پاڪستان جي اهڙي حالت نه ٿي هئي، جهڙي ١٩٧١ع ۾. هن جو مطلب ته ١٩٦٥ع واري جنگ ۾ پاڪستان جي حالت ١٩٧١واري جنگ کان ڪجهه بهتر هئي. وچ وارن ڇهن سالن ۾ پاڪستان جي فوجي خرچن ۾ گذريل سالن جي ڀيٽ ۾ واڌارو ڪيو ويو پر اهو واڌارو ڪم نه آيو. ملڪ اڌو اڌ ٿي ويو. نوي هزار ماڻهو جنگي قيدي ٿيا ۽ ملڪ جو خاص علائقو ڀارت جي قبضي ۾ اچي ويو. ايڪهتر واري جنگ ۾ پاڪستان جا اندروني سياسي عناصر به شامل ضرور هئا ۽ فوجي ڦهريائين پنهنجي عوام خلاف ۽ پوءِ هندستان سان جنگ جا محاذ کوليا. نتيجو سڀني جي سامهون آهي.

پاڪستان جي اندر سماجي ڦرڦوٽ ۽ حڪمرانن جي لاڳيتي تخريبڪاري سبب سڄو معاشرو کوکلو ٿي چڪو آهي. ڪوڙ ڪوکلو. بدعنوان معاشرو، جنهن جي حڪمران طبقن وٽ وطن پرستي جو ڪوڙ تصور ڪونهي، چاليهن ورهين کان به وڌيڪ عرصي تائين لاڳيتي جمهوريت ۾ گهاريندڙ ملڪ سان ويڙهه نه ٿو وڙهي سگهي. ان ويڙهه لاءِ رڳو فوج جو "ايماني جوش" ڪم نه ايندو. ڀارت هر قيمت تي پنهنجي جمهوريت آهي، جو فرقيواريت جي ڪاپاري ڌڪن جي مقابلي ڪرڻ جي سندس بسهپ قائم آهي. بلڪ ڀارت جي پريس ۽ ووٽر توڙي جو اُتي به سياسي بدعنوانين کي روڪي يا ختم نه ڪري سگهيا آهن، پر مسز اندرا گانڌي جڏهن ملڪي سلامتي جي نالي ۾ ايمرجنسي قانون لاڳيو ڪيو هو ته ماڻهن اُن کي به سزا ڏني اليڪشن ۾ هارائي ڇڏيو. بوفورس واري اسڪينڊل راجيو گانڌي جي حڪومت آجو مٿو ڪنيو آهي. پر ان جي باوجود اُتي سياسي اخلاقيات قائم آهي ۽ جڏهن وي پي سنگهه جي حڪومت سادي اڪثريت ۽ مختلف ۽ مختلف پارٽين جي اتحاد سان قائم ٿي ته راجيو گانڌي ڪيس هٿ پٽڻي تسليم ڪيو ۽ هينئر ڪشمير جي سوال تي سندس حمايت ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن حڪومت تي ان ڏس ۾ سندس قيد به به آهي، ته اهڙي ناهي جو راجيو، وي پي سنگهه کي ڀارت جو دشمن سڏي.

ان جي اُبتڙ هتي ملڪ جي،چونڊيل وزيراعظم کي پنهنجي ملڪ جي وڏي صوبي جو وڏو وزير ملڪ جو دشمن سڏي ٿو ۽ ڪشمير تي پ پ پ ۽ آءِ جي آءِ جي موقفن ۾ فرق آهي. پ پ پ ۽ جي قيادت ڪشمير جي سوال کي شملا ناهي جي روشني ۾ حل ڪرڻ گهري ٿي ۽ ڪشمير جي ماڻهن جي خوداراديت واري حق جي حمايت ڪري ٿي ۽ گڏيل قومن جي نهرائن تي عمل ٿيڻ جو زور ڀري ٿي ۽ عالمي عام راءِ کي هموار ڪري رهي آهي. ٻئي پاسي آءِ جي آءِ

وارا پاڪستاني ڪشمير ۾ تربيتي ڪئمپون قائم ڪري هڪ ئي وقت ٻه شڪار ڪري رهيا آهن: هڪ پاسي هنن کي ڪشمير جو "جهاد" ڪرڻو آهي، ٻئي طرف هنن کي اُن پاڪستان خلاف "جهاد" ڪرڻو آهي جنهن تي هنن جي پنهنجي مرضي جي حڪومت ڪانهي.

ٻئي پاسي آمريت جي لاڳيتي تباهي ملڪي معيشت، معاشي توڙي سياسي اخلاقيات جا ڏاٽا ڪيي ڇڏيا آهن. عوام عالمي امدادي ايجنسين جو غلام آهي، ننڍين قوميتن جي ٻولي، ڪلچر ۽ سياسي حقن تي تالا لڳل آهن. بيزاريون بي انت آهن. سنڌ ۾ لکين غير ملڪي هزارين سازش ۾ رُڌل آهي. پاڪستاني صحافتي صنعت ڀارت کي گاريون ڏيندي اُهو ڪم ڪري رهي آهي، جيڪو ڀارتي ايجنسيون چاهين ٿيون. ڀارت جا ماڻهو روز وڏي پئماني تي سنڌ اچي رهيا آهن. ان ڪري ڀارت سان ڪٿي وڙهبو، ۽ ڪهڙن افعالن سان وڙهبو؟

عوام دشمني جا وڻ پوکي، جمهوريت جا ترا ڪيي، ملڪي استحڪام کي ڌاهي جيڪا جنگ ڪئي ويندي اُها جنگ نه ڪشميرن جي ۽ نه ڪو پنهنجي مدد ڪندي. انِ ڪري اسان جي گذارش آهي ته جيڪي ماڻهو تربيتي ڪئمپون قائم ڪري ويٺا آهن، جنگ جو جُنون وڌائين پيا تن جو ۽ سندن سرپرستن جو نوٽيس ورتو وڃي. حڪومت ڪٿي جنگ ڪرڻ جو ارادو نه رکندي هجي، پر هنن جي جُنون سان جيڪڏهن ڀارت، پاڻ کي جنگ ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏي ته پوءِ جنگ جو چٽيون ڪري ڀريندو.

اڱارو ١٧-اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## ڪاموُرن جي وحشي جذبن جي تسڪين
## حيدرآباد جي بک هڙتالي قيدين جي جان بچايو

حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ جيئي سنڌ جا قيدي بک هڙتال تي آهن. سنڌ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ مان آواز بلند ٿي رهيا آهن: قيدين جي جان بچايو. بک هڙتال جيل سپرنٽنڊنٽ جي روش خلاف ڪئي وئي آهي. جيل سپرنٽنڊنٽ تماشو ڏسي رهيو آهي. بک هڙتالين کي هفتا گذري ويا آهن.

هي قيدي، الطاف ناهن. گورنر هنن کي شربت نہ پيئاريندو؛ قيدين جو مطالبو پاڻ کي آزاد ڪرائڻ جو ناهي. هو چون ٿا "جيل سپرنٽنڊنٽ جو ظلم بند ڪرايو" پر هو ايڏا وڏا دهشت گرد ناهن جو صوبي جو گورنر وڃي سندن بک هڙتال ختم ڪرائي.

قيدي جيل ۾ حڪومت وٽ امانت آهن. بک هڙتال ذريعي هنن حڪومت جو ڌيان ڇڪايو آهي. سندن مطالبو پورو نٿو ٿئي. حيدرآباد جيل ۾ ٿيل قتلام جي جاچ ڪٿي پهتي ۽ رپورٽ جو ڇا ٿيو؟ قتلام جي وقت وارو جيل سپرنٽنڊنٽ اڄا اُتي وينو آهي. ڇو وينو آهي؟ ان جي هوندي واقعي جي جاچ ڪيئن ٿيندي. جنهن ڪاموري تي الزام آهي قيدين کي مارائڻ جو- هڪ ايجنسي جي ماڻهو کي وٺي اچي قيدي مارائڻ جو، سو ڇو وينو آهي؟ سندس موجودگي جاچ جي ڪردار کي مشڪوڪ بڻائي ڇڏيو آهي. ڇيو وڃي ٿو، تہ جيئي سنڌ جي قيدين تي تشدد، هڪ سياسي ڏي وٽ جو حصو آهي. سرڪار سان لاڳاپيل ڪي حلقا جيئي سنڌ وارن کان "ڪجھ" حاصل ڪرڻ گھرن ٿا. ڪيئي ڳالهيون آهن، جيڪي اندران اندران ٿي رهيون آهن. ٻاهران جيڪي ڳالهيون ٿي رهيون آهن، جيڪي ظلم ۽ زيادتي طور ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، سي خواهہ مخواهہ نہ ٿي رهيون آهن. پر ان جو مطلب هي هرگز ڪونهي تہ قيدين تي تشدد ڪيو وڃي.

قانون ۽ قاعدي موجب قيدي، فقط قيدي آهن. هنن سان جيڪا بہ روش رکٽي آهي، سا جيل مينيوئل مطابق هجي، سنڌ جو جيلن وارو اڳواڻو صلاحڪار اهو مڃي چڪو آهي، تہ جيل مينيوئل بہ انگريزن جي وقت جو آهي ۽ ان ۾ ڪيئي خرابيون آهن ۽ ان ۾ ڦير گھير جي ضرورت آهي، پر حيدرآباد جو

جيل سپرنٽنڊنٽ، ظالم جيل مينيوئل کان بہ وڌيڪ ظالم اهي. ان ظُلم جون خبرون اخبارُن ۾ اچي بہ رهيون آهن. پر اسان جي سياسي حڪومت ماٺ آهي. ڪجھ ڪُڇي ئي نٿي. ڇو؟ ڇا هيءَ حيرت جهڙي ڳالھ ناهي، تہ سياسي حڪومت، جي روش سان سنڌ جو سياسي ڪلچر وڌيڪ خراب ٿي رهيو آهي. جيڪي ماڻهو هينئر حڪومت ۾ ويٺا آهن، تن کان پندرهن مهينن جي اقتدار اهو وساري ڇڏيو آهي، تہ ڪڏهن هو پاڻ بہ قيدي رهيا آهن.

حد تہ اها آهي، جو بک هڙتالي قيدين کي اسپتال بہ نٿو موڪليو وڃي. ايئن ٿو لڳي تہ حيدرآباد جو جيل ڪنهن قديم وحشي بادشاھ جو قيدخانو آهي. ايئن ٿو لڳي تہ هي جيل سپرنٽنڊنٽ دوزخ جو داروغو آهي. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن کي ضرورت محسوس نہ ٿي آهي، تہ جيل سپرنٽنڊنٽ جي آشڪار ٿيل ڪردار بابت ڪا وضاحت ڪئي وڃي: اِها خاموشي ٻڌائي رهي آهي، تہ جنهن کي جيڪو ڪرڻو آهي، جيتريون دانهون ڪرڻيون آهن، پنهنجا مٿا ڦاڙي ويجهو، پر پت پنهنجيءَ جاءِ تان نہ ٽرندي.

وري ٻيو پاسو بہ ڏسو. ملڪ ۾ قيدين جي حقن لاءِ جاکوڙ ڪرڻ واريون ڪجھ تنظيمون بہ موجود آهن. انهن ڪجھ اُڙيا ٽڙيا مثال بہ قائم ڪيا آهن. پر هيڏانهن هنن جو ڌيان نٿو وڃي. فقط ان ڳالھ جي جاچ ڪرڻ جي تڪليف بہ نٿي ورتي وڃي. تہ ٻاهر جيئي سنڌ وارا جيڪي دانهون ڪري رهيا آهن، تن ۾ ڪيتري سچائي آهي. هي جيئي سنڌ وارن جي طرفداري ڪرڻ جي ڳالھ ناهي. هي انساني حقن جو معاملو آهي. قيدي بہ اسان جا شهري آهن. جيڪڏهن ڪي ماڻهو ڪن ڏوهن ۾ ملوث آهن، تہ قانون پلي پنهنجو ڪم ڪري، پر قيدين سان ظلم لاقانونيت آهي. جيڪڏهن قيدي ڏوهاري آهن ۽ جيل عملو بہ جوابي ڏوهاري آهي ۽ قيدين لاءِ انساني ۽ قانوني حقن جو مرم لحاظ نٿو ڪيو وڃي، تہ پوءِ ڏوهارين ۽ جيل عملي ۾ ڪهڙو فرق آهي. جيل عملي کي ڪنهن بہ طرح پنهنجي قانوني حدن کي اورانگھڻ جو حق ناهي. اهڙن ماڻهن جي هٿ ۾ اهڙي ذميواري ڏئي نٿي سگهجي.

پر هتي ڪو سکڻ لاءِ تيار ئي ڪونهي. سيني کي خبر آهي، تہ جيل، اسان وٽ ڏوهاري پيدا ڪرڻ جون فئڪٽريون آهن. هڪڙي طرف قيدين جا سالن جا سال زيان ڪيا وڃن ٿا، تہ ٻئي پاسي هنن سان ظلم ۽ زيادتيون ڪري سزا پوري ٿيڻ تي ڪين وڌيڪ غيرذميوار ٻڻائي معاشري ۾ ڇوڙي ڇڏيو ٿو وڃي. ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي، تہ جيڪو جيل عملو، قيدين کي سڌاري، ذميوار شهري بنائڻ ۾ ناڪام وڃي ۽ ڪنهن جيل مان نڪري آيل ڏوهاري کي ٻيهر ڏوھ

ڪندي جهليو وڃي، ته ان لاءِ جيل عملي کي ذميوار بنايو وڃي. هيءَ ڳالهه گهٽ ماڻهن کي عجيب لڳندي، پر سوال آهي ته جيل ۾ قانوني سزا جيڪڏهن پنهنجي هٿ ۾ ايل ماڻهن کي سڌاري نٿا سگهن، ته پوءِ ڪين ڏوهارين تي قدم کڻڻ جو ڪهڙو حق ٿو پهچي. ڇا ڏوهارين کي سزائون، حڪمرانن ۽ ڪامورن جي وحشي جذبن کي تسڪين ڏيڻ لاءِ ڏنيون وڃن ٿيون.

آخر اڄ ڏينهن تائين ڪنهن اها تڪليف ڇو نه ورتي آهي، ته سماج ۾ جيل جي ڪردار جو جائزو ورتو وڃي. خبر اٿو ته ان ڳالهه تي ڌيان نه ڏيڻ جو نتيجو، هي اچي بيٺو آهي، ته سڄو معاشرو جيل بنجي ويو آهي. اسان اختيارين کي منٿ ٿا ڪريون، سياسي حڪومت کي، سنڌ پنهنجي سياسي ساک جو واسطو ٿا ڏيون، ته حيدرآباد جيل جي بک هڙتالي قيدين جي جان بچائي وڃي ۽ مٿائن دوزخ جي داروغي جهڙي جيل سپرنٽنڊنٽ جو ڏول لاٿو وڃي.

*خميس ١٩- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## رڻ جا پـتـڪيل راهي ۽ جمهوريت

پاڻ ماڻهو بي انت مايوسيءَ منجهان گذري رهيا آهيون. اخباري بيانن تي زور ڏيندڙ ۽ اخبارن ذريعي سياسي حياتي ماڻيندڙ سياستدان نيم- حڪيمن وانگر پنهنجا سي نسخا ڪپائي، ڏڏن وانگر ڏنجهه ڏئي وينا آهن. سياسي ڪارڪن ۽ سوچيندڙ ماڻهو پاڻ ڪي واٽ وڃائي وينل حالت ۾ ڏسن ٿا ۽ عام ماڻهو ڪي متي لڪائڻ جي جاءِ نٿي لڀي. نتيجي ۾ پاڻ ڪي معاشري پاران سوچڻ لاءِ ذميدار سمجهڻ وارا ماڻهو به مايوس آهن، ۽ مايوسي جو اظهار به ڪري رهيا آهن. هرڪو ماڻهو توانائي آهي ۽ سهپ نالي ڪنهن شيءَ جو وجود ڳوليو نٿو لڀي.

هڪ سڄو سارو نسل ڊپ ۽ بي يقيني جو شڪار بڻيو آهي. روحاني ۽ جسماني تشدد جي ڪا حد نه رهي آهي. هيءَ ڏاڍي خوفناڪ حالت آهي. انارڪي ۽ انتشار انهن ئي حالتن ڪي برداشت ڪرڻ جو نتيجو ٿئي ٿو. پاڻ ڪي مارشل لا جي يارهن سالن تائين حياتي ماڻڻ جي سزا ملي رهي آهي، پر سزا جن ماڻهن ڪي ملي رهي آهي، تن مسڪينن جو ڪوبه ڏوهه ناهي. عام ماڻهو آمريتي نظام جي خلاف هو ۽ هاڻي به آهي، پر عام ماڻهو جي مزاحمت ڪي متحرڪ ڪرڻ وارن هنرمندن جي من ۾ کوٽ رهيو آهي، تنهنڪري اڄ پاڻ ڪي هي ڏينهن ڏسڻا پيا آهن. ڏک وڌي ويا آهن، پنهنجا ڳڻ به ڪم نٿا ڏين انسان جي فطرت ۾ جيڪي خوبيون هونديون آهن، سي به ناس ٿي رهيون آهن ۽ بچاءَ جو ڪم نه ٿيون ڏين. هرڪو ماڻهو مشتعل آهي ۽ اشتعال ورهائي رهيو آهي، جنهنڪري معاملا اڳي کان به خراب ٿي رهيا آهن.

ترقي پسند قوتون هليون هيون معاشري ڪي ٺاهڻ، پر ٺهڻ ٺهڻ جي ماگ، وڏيڪ ڊهي رهيا آهيون. هاڻي پاڻ ڪي ڪنهن جادوئي چراغ جي سخت ضرورت آهي، جنهن ڪي مهٽو ڏيون ۽ سي ڏک لحظي ۾ لهي وڃن. پر ائين نه ٿيڻو ئي ڪونهي. ڪجهه به ڪونهي ۽ خواهشون تمام وڏيون آهن. سي ڪجهه ڊهي پٽ پئجي ويو آهي ۽ پاڻ ڪي ان دوکي تي جيئاري رهيا آهيون، ته هڪ ڏينهن ننڊ مان اُٿنداسين، سي ڪجهه تيار هوندو. دوکي جي طلسم ۾ وٺي وڃڻ لاءِ ڪير ذميوار آهي، ڪير آهي جنهن معصوم خواهش کي، وحشي خواهشن ۾ بدلائي ڇڏيو، هاڻي جڏهن مليو ڪجهه به ناهي ته اسان جا سي

ڪم ذاتي ڪاروبار بنجي ويا آهن. اجتماعي فرض به ذاتي ڏنڊا ٿي ويا آهن.

هڪڙن آزادي جون تاريخون ۽ سال ٻڌايا، ڪامريڊن چيو، هڪ ڏينهن وينا ئي هونداسين ته روسي ٽئنڪون نڪاءُ اچي ڪنديون، ۽ انقلاب اسان جي حوالي ڪري وينديون. ٻين چيو ته ڏکي جدوجهد ڪنداسين ته سڀ ڪجهه ٿي ويندو. پر ڏکي جدوجهد جو نهايت مختصر نسخو ٻڌايو ويو. ملان چيو اسلامي نظام اچي وڃي ته سڀ ڪجهه ٿي ويندو. ماڻهو ويچارا سيني سان گڏ هُش ۾ خوش. وينٺي وينٺي سچو ميدان حرفت، اٽڪل ۽ چالاڪيءَ جي راندروند سان ڀرجي ويو، پوءِ جڏهن ان مان ٻه ڪم نه ٿيو، ته هشيارن تائين نوبت پهتي. سفر وڏو ڪيوسون، پر رڻ ۾ قاسجي ويڃڻ ۽ طرف جي خبر نه هئڻ ڪري ڦري ساڳي ڪربلا ۾، جتي يزيدي لشڪر، فرات جي پاڻيءَ تي قبضو ڪيو بيٺو آهي، نه اڳتي وڌڻ ڏئي ٿو، ۽ نه پوئتي. ٻچا ٻار ننڍا وڏا سڀ بک ۽ اُڃ ۾ پاهه پيا ٿين. پر جيڪو به بوند پاڻي جي حاصل ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندو، ته تير نڙيءَ ۾ پسٽ ٿيو پيو هوندو. سمورا بيگناهه ماڻهو يزيدي لشڪر جي گهيري ۾ آهن- ۽ اسان جا اڳواڻ ويچارا وڏين صلاحيتن ۽ وڏي حوصلي وارا پر بيٺا ڪربلا جي ميدان تي آهن. منجهن خلوص به آهي، ۽ مرڻ لاءِ به تيار، شهيد بنجي تاريخ کي رنگ لائي، روز اسان جي هٿن ۾ هڪ نئون ڳاڙهو جهنڊو آهي پر اُتي ئي آهيون ۽ اسان جي ڪربلا ستين محرم کان ڏهين محرم جي ٽن ڏينهن جي هئڻ بدران اڌ صديءَ کي ڏڪ هڻڻ واري آهي ۽ بک ايڏي وڌي وئي، اُڃ ۾ ايڏو واڌارو ٿي ويو آهي، جو هڪڙي جي جسم جي گوشت ۽ رت تي نظرون کپي ويون اٿئون ۽ ان حالت جا ڪارڻ وسري ويا آهن، جنهن حالت ۾ ڦهچايا ويا آهيون.

هڪڙو سوال لاڳيتو سيني جا منهن تڪي رهيو آهي، ته آخر ٿئي ڇا؟ ائبنارمل (غير رواجي)حالتن ۾ ان سوال جو هرڪنهن وٽ هڪ ئي جواب آهي، ان جواب جو منطق هر ڪنهن جو پنهنجو آهي، پر ان جو جوهر هڪ آهي، هرڪو پاڻ کي ان حالت مان ڪيئن ٿو گهري. ٻين جون حالتون سڌارڻ جي آسري تي پنهنجي حالتن سڌارڻ جي ڪڍ آهي. پر جنهن صورتحال ۾ آهيون اُن ۾ ڪائڻ، پيئڻ ۽ تفريح لاءِ هڪ ٻئي جو گوشت، رت ۽ روح آهن ٻيو ڪو سامان ئي ڪونهي.

عالمي سطح تي تبديلي جون هوائون گهلن پيون، جن جي پاڻ کي ڄاڻ ضرور آهي، پر سامهون جيڪي يزيدي لشڪر آهي، سو پاڻ نه رڳو احمق آهي، پر ظالم به آهي، تنهنڪري پنهنجي گهيري ختم ڪرڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي.

آخر ٿئي ڇا؟ ڪٿان شروعات ڪجي: ڪيئن ختم ڪجي ۽ مقابلو

ڪيئن ٿئي- پنهنجا ڳڻ ۽ پنهنجو صلاحيتون ڪيئن موٽايون، ڪربلا جي ميدان مان پاڻ کي ڪيئن ڇڏايون ڇو جو اسان ايندڙ نسلن کي ورثي ۾ ماتم به ڏيڻ نه ٿا گهرون.

ڏسڻو هي آهي، ته تخريبڪاري جا اثر ڪٿان شروع ٿيا آهن ۽ سماج جو بنيادي ايڪو گهر آهي، گهڻا گهر گڏجي ڳوٺ، شهر ۽ وطن ٺاهين ٿا. بس عمل جو اهوئي ميدان آهي، جيڪو ڪجهه ڪرڻو آهي، سو اتي ئي ڪرڻو آهي. اهو ڪم سرانجام ڏنوسين، ته پوءِ دنيا سان گڏ وکون کڻڻ جو حق به ملي ويندو.

هينئر سڄي دنيا جي اڳيان اڪيچار نظامن جا تجربا ٿيا آهن ۽ هينئر ئي دنيا ان قطعي نتيجي تي پهتي آهي، ته جمهوريت ۾ ڪيڏيون به خرابيون هجن، پر اها قبول ڪرڻي پوندي، ڇو ته ان ۾ ئي پاڻ کي سڌارڻ، ٺاهڻ، مضبوط ڪرڻ ۽ ڪربلائي حالتون ختم ڪرڻ جو وت موجود آهي. جمهوريت انسان جي عزت سان زنده رهڻ جو وڏو حوالو بنجي وئي آهي. پاڻ کي ٻي ڪابه چونڊ ڪانهي. جيتوڻيڪ به قيرقاڙ ڪرڻي آهي، ان جي اندرئي ڪري سگهجي ٿي. هي صحيح آهي، ته يزيدي لشڪر کي به ان ۾ سهولت پئي ٿي، پر جمهوريت جو تجربو جيئن جيئن وڌندو ۽ سندس واٽ ۾ رنڊڪون هٽائبيون، تيئن اهو سمورو لشڪر جنهن کان هينئر وڏي دهشت ۽ وحشت ٿئي ٿي، سو ميڻ وانگر رجڻ شروع ڪندو. ان ڪري اسان جي تاريخي مجبوري آهي، ته جادو ئي چراغن جو آسرو لاهجي ۽ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙجي.

جڏهن پاڻ تي ڀاڙڻ ڪانسواءِ ڪو چارو ڪونهي ۽ اها بنيادي محنت ڪرڻي ئي پوندي ۽ جيڪي به ذهني عياشيون ڪيونسين، سي نه ڦبيون، تڏهن هاڻي ضروري ٿئي ٿو، ته پاڻ ۾ جيڪي چڱايون موجود آهن، تن کي ڪم آندو وڃي. هيءَ ڳالهه غلط آهي، ته پاڻ ۾ چڱايون بنهه ختم ٿي ويون آهن ۽ پاڻ رڳو ڪي ڀڳل ڀانڊار آهيون. اچو ته سماج جي ننڍي ايڪي گهر کان پنهنجو ڪم شروع ڪريون، سنڌ جو گهر ڪمزور آهي، وڏن ڌڪائن جي سٽ نٿو سهي سگهي. اُن پنهنجون توانايون زيان ڪيون آهن. معاشري ۽ گهر جي وچ ۾ لاڳاپن جا صحتمند بنياد ڪونه رهيا آهن. گهر، معاشري کي ڇا ٿو ڏئي ۽ معاشرو، گهر کي ڇا ڏئي ٿو. ڪٿنبي لاڳاپا ڪٿي پهتا آهن. جيڪڏهن سيني گهر ڀاتين ۾ پيار آهي ۽ اڪثر گهرن ۾ پيار موجود آهي، ته پوءِ اهي محبتون ڪير ڳڙڪائي ٿو وڃي، يا مڪئنزم ۾ ڪا خرابي آهي. اچو ته جمهوريت ۽ گهر جي وچ ۾ معاشي، ثقافتي، لساني ۽ سياسي لاڳاپا جوڙيون ۽ انهن جا ڪجهه پراڻا ۽ ڪجهه نوان قدر ملائي هڪڙا نوس بنياد رکون.

جمعو ٢٠- اپريل ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن

## جي سڌ جو جواب

سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن (سگا) طرفان سنڌ جي سماج کي "ترقي پسند، پرامن ۽ اڳيرو" ڪرڻ لاءِ مختلف دانشورن کان تجويزن گهرايون ويون آهن. سگا، سنڌ جي هاڻوڪي صورتحال جو نوٽس ورتو آهي.

هن تنظيم ۾ ڏرتي جي ماڻهن جي خدمت ۾ ڏک ڏٺا آهن ۽ ضيا جي آمريت ۾ سرڪاري ملازمتون ڪندڙن کي سگا جي پليٽفارم تان پنهنجي ضمير جي سڌ ورنائڻ تي پابندي وڌي وئي هئي. هيءَ تنظيم ۽ ان جا خيرخواه ماڻهو سنڌ لاءِ لاڳيتو جيڪو ڪم ڪندا آيا آهن، اُن جو رڪارڊ موجود آهي. هيءَ سياسي تنظيم ناهي، پر ڪابہ سياسي پارٽي سگا جي خدمتن سان پاڻ نٿي ڀيٽائي سگهي. اسڪول ڪولڻ، علاج جون سهولتون ڏيڻ ۽ ثقافت ۽ ٻولي جي ڦهلاءَ لاءِ سگا جو خاصو ڪم آهي.

سياسي پارٽيون پنهنجي پروگرامن ۾ انقلاب، سوشلزم ۽ سماجي ترقي جا نعرا ڪٿي اڳتي وڌن ٿيون، پر پنهنجي تنظيمي سطح تي، نہ ڪنهن ٻار کي ڪتاب وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪئي اٿن ۽ نہ ڪنهن جي اکين جو نور، اُجرو ڪيو آهي. سگا کي ووٽ بہ نہ گهرجن ۽ ان جي عهديدارن کي وزارتون نہ ٿيون ڪپن، جو هيءَ سياسي تنظيم ڪانهي. پر سندس ڪم اهي سوال ضرور پيدا ڪري ٿو، تہ جڏهن هي تنظيم ڪن ماڻهن جي فلاحي ۽ خيرخواهي وارن جذبن کي سهيڙي، ٿورو منظم ڪري ماڻهن جي عملي مدد ڪري ٿي ۽ معاشري لاءِ وٽس هڪ رٿابندي آهي، تہ پوءِ ڇو نہ سياسي، حڪومتي ادارن تي بہ هيءَ تنظيم پهچي ۽ پنهنجي ڪم کي وڌيڪ فعال نموني ڪري، ڇو تہ جيڪو ڪم حڪومت جو آهي، سو هيءَ تنظيم بنا حڪومت ملڻ جي ڪري رهي آهي. جڏهن تہ ٻيون پارٽيون خدمت لاءِ اقتدار وٺي ڏيڻ جو شرط وجهن ٿيون.

هاڻي سگا جهڙي فلاح تنظيم خود پريشان آهي جو، ان جي چيئرمين ڊاڪٽر سليمان شيخ پنهنجي موڪليل خط ۾ لکيو آهي: "ڪجھ عرصي کان وٺي اسان جي ماتر ڀومي نفرتن جي باهہ ۾ ٻري پيئي. گوٺن ۾ ڪوبہ ماڻهو

سک جو ساهه کڻڻ ته ڪٿي سگهي. شهرن ۾ اسان انتهائي غير محفوظ آهيون،
ان ڪانسواءِ سنڌي ٻارن لاءِ تعليم جا دروازا بند آهن. يونيورسٽين، ڪاليجن
کان پوءِ هاڻي اسڪولن تي به حملا ٿيڻ ٿا. سنڌ جي تاريخ جو هي سڀ کان
بدترين دور آهي...... سياسي حلقا اندروني خلفشار ۾ ڦاٿل آهن." اسان
سمجهون ٿا ته ڊاڪٽر سليمان شيخ سان هن صورتحال تي سنڌي طرح ڳالهائجي
۽ هن بحث ۾ گهڻي کان گهڻا ماڻهو شريڪ ٿين، جو انهن حالتن مان پنهنجي
واٽ ضرور ڪڍڻي آهي.

ڊاڪٽر سائين!

توهان پنهنجي مختصر خط ۾ سنڌ جي جيڪا حالت بيان ڪئي آهي، سا
تاريخ جي موڪليل تار (ٽيليگرام) آهي. هن تار ۾ مريض، موت جي بستري
تي پيل آهي ۽ سندس مائٽن کي پيغام موڪليو ويو آهي، ته جيڪي ڪرڻو اٿو
سو ڪريو، نه ته ڳالهه هٿان وڃي پئي.

هن مريض سان اسان جون قسمتون ۽ وجود لاڳاپيل آهن. هن کي ڪجهه
ٿيو ته اسان سڀ جا سڀ بي معنيٰ ٿي پونداسين، ان ڪري توهان، هن مريض
کي بچائڻ لاءِ، يا مرض جي جنهن ڏيڍ ۾ اهو ڦاٿو آهي، اُتان ڪيس ڪڍڻ لاءِ
تجويزون گهريون آهن.

ڊاڪٽر سائين: توهانجي سنڌ جي موت ۾ پاڻ وٽ تجويزون آهن، تمام
گهڻيون تجويزون- پر تجويزون ڏيڻ وقت اسان جي ذهن ۾ سڳا لاءِ گهربل احتياط
۽ ان جي ڪم ۾ اختيار جو دائرو به آهي. سڳا جي روح ۾ پنهنجي ماڻهن لاءِ
خيرخواهي جو جذبو، سندس اختيار جي پيٽ ۾ تمام گهڻو آهي: اهو الميو پاڻ
کي محسوس ڪرڻ گهرجي. ڌرتي، تهذيب، ثقافت، معيشت ۽ سماجي اڏاوت
لاءِ سڳا جي ذهني رسائي گهڻي اوچي آهي، پر انجا اختيار ۽ طاقت رضاڪار
بنيادن تي بيٺل آهن. سڳا وٽ، پوليس، فوج ۽ انتظاميه ڪونهن پر اها سندس
فضيلت آهي، ڇو ته جن وٽ پوليس، فوج ۽ انتظاميه آهي، تن دانشورن کي خط نه
لکيا آهن. هنن لاءِ سندن رياستي مشينري ئي عقل ڪل آهي. رياستي ادارن جو
جبر ئي هنن جو ڪل.ارڪو ترڪو آهي. پر جيڪي پاڻ ماڻهو آهيون، جيڪي
سمجهون ٿا ته ڪوبه ڪم جبر ۽ ڏاڍ سان، يا ڏاڍ جو سڄو سامان هٿ ڪري
پوءِ سوچڻ سان مسئلا مڪمل طرح حل نٿا ٿين ۽ سماج کي سڌارڻ لاءِ عوام
جي غير جبري طاقت کي متحرڪ ۽ منظم ڪرڻو آهي؛ سي معاملن کي ائين
نٿا ڏسن جيئن حڪومتون ڏسنديون آهن. اها ئي ڳالهه آهي ته اسان حڪومت
جي ڪردار کي رد به نٿا ڪريون، پر حڪومتي ڪاروبار جي وارثتي جوڙجڪ

گهٽ ۾ گهٽ اسان وٽ سڌريل ملڪن وانگر ترقي ڪيل ناهي. حڪومتي ڪاروبار جيترو پنهنجي پيل هوندو، اوترين هن لاءِ بي ويساهي ٿيندي. بلڪ ڳالهه جي ته تي وڃبو ته صورتحال جي گهڻي ذميداري حڪومت تي اچي ٿي.

ڊاڪٽر سائين!

اسان جڏهن سنڌ جي هاڻوڪي ـ گهوٽالي تي ڳالهائيندا آهيون، تڏهن سڀ کان اڳ حڪومت ڪي بحث هيٺ آڻبو ـ پوءِ حڪومت هلائڻ جو ڪاروبار ڪندڙ سياسي پارٽين تي بحث ٿيندو ۽ نيٺ ڪيترا اڳواڻ به بحث ۾ ايندا ۽ پوءِ اها احتسابي طاقت به بحث جو موضوع بڻبي، جيڪا اڳواڻن، پارٽين ۾ حڪومت کي هڪ ذميدار ضابطو مهيا ڪندي آهي. اهڙو ضابطو جنهن جي بيحڪڙي ڪرڻ وارو اڳواڻ، اڳواڻ نه رهي.

اڄ جي سنڌ کي ڏسڻ لاءِ شروعات ۱۹۴۷ واري ورهاڱي کان ڪرڻي پوندي ـ پر ڇا ان لاءِ ڪو تيار ٿيندو. جنهن صورتحال، جنهن اسٽيٽسڪو سنڌ کي تباهي تي آڻي بيهاريو آهي، ان جا ڪردار حڪومت جي اندر توڙي ٻاهر، دلي ۽ جسماني طرح، شعوري ۽ غيرشعوري طرح جنهن تباهي جا ذميدار آهن، ڇا اُهي پاڻ تي ۽ پنهنجي ڪيل ۽ ٿيندڙ حرڪتن تي آڱر کڻڻ جي اجازت ڏيندا؟

ڊاڪٽر سائين: توهان جي خدمت ۾ عرض رکڻو آهي، ته "عوامي آواز" پنهنجي مختصر ترين عرصي ۾ حالتن جي "جيئن آهي جتي آهي" واري سطح کي رڳو ٿورڙو کوٽڻ لاءِ هلڪيون رهڙون هنيون آهن، ته سڄي سنڌ ۾ يا پاڪستان ۾ ڀونچال اچي ويو آهي. عام ۽ اڪثريتي ماڻهو يا سياسي تنظيمن جو مخلص ڪئڊر خوش ٿيو آهي، پر قيادتون، ڪامورشاهي ۽ حاڪم طبقا سخت ناراض ٿي ويا آهن. وڏو ممڻ مچي ويو آهي، جنهن معاشري جي قيادت سهي نجي. ڪل وانگر نازڪ هجي، اُن جو توهان ڪهڙو علاج ڪندا. قومن ۽ تهذيبن کي بچائڻ لاءِ جيڪو شعور، جيڪا سهپ ۽ جيڪا بنام رڏي دل کپي، اُن جي اڻهوند اسان جي اڄ جي گهوٽالي جو سڀ کان وڏو ڪارڻ آهي.

ڊاڪٽر سائين!

سنڌ جي هاڻوڪي حالت جي بنيادي ذميداري ۱۹۴۷ع واري ورهاڱي تي پوي ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ قائم ٿيل حڪومت، سنڌ جي تهذيبي تاريخي ۽ قومي حيثيت کي ايترو مان به نه ڏنو جيترو برطانوي سامراج جي حڪومت ڏنو هو. اهي برطانوي حڪومت جون ئي پاليسيون هيون جنهن سان سنڌس اقتدار جي هڪ سؤ پنج سالن ۾ سنڌ جو وچولو طبقو ٺهيو، سنڌي ٻولي ترقي ڪئي، سکر بئراج ٺهيو، ريلوي لائين وڇائي وئي، عورتن کي قتل ڪرڻ خلاف قانون

ٿيا، ادب، ڪلچر، تعمير جي فن، موسيقي ۽ امن امان جي حالت ترقي ڪئي. اڄ، جو وڏڙا انگريز جي حڪومت کي ياد ڪري ٿڪا ساهه ڀرين ٿا سا غلط ڳالهه ناهي.

ان عرصي ۾ جيڪو وچولو طبقو ٿيو، اُن پنهنجي آمدني منجهان فلاحي ڪمن تي خرچ ڪري پنهنجي مفادن لاءِ هڪ اخلاقي دفاعي لائين قائم ڪري ورتي ۽ سماج ۾ نيون قوتون پيدا ٿيڻ لڳيون. ورهاڱي جي نتيجي ۾ اهو عمل رڪجي ويو. سنڌ جي جاگيردار پنهنجي زوال کي بچائڻ لاءِ، اُن وچولي طبقي کان جند ڇڏائڻ لاءِ فرقيوار سياست ڪئي ۽ نتيجي ۾ سنڌ جو وچولو طبقو، ته ويو، پر ان جون قائم ڪيل اخلاقي دفاعي لائينون به تباهه ٿي ويون.

پاڪستان جي نئين حڪومت ١٩٤٧ع واري پاڪستان ٺهراءَ سان غداري ڪري سمورا اختيار پنهنجي هٿ ۾ رکيا. جنهن جو منطقي نتيجو اڳتي هلي ون يونٽ جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو- ۽ اڄ تائين پاڻ مضبوط مرڪز جي چنبي ۾ آهيون. پاڪستان ۾ طاقت جي توازن جو اهڙو تڪندو ٺهي پيو جنهن ۾ سنڌ سميت ننڍن صوبن لاءِ ڪا جاءِ ئي نه هئي. ائين حڪومت جو ڪردار سنڌ لاءِ انتهائي خطرناڪ ثابت ٿيو.

جڏهن پاڪستان جي حڪمران طبقن جي پاليسين جي نتيجي ۾ ملڪ ورهائجي ويو ۽ فوجي شڪست کاڌي وئي، تڏهن ٿوري عرصي لاءِ جمهوريت نصيب ٿي- ۽ جيئن اُها نصيب ٿي، ته سنڌ ۾ وچولي طبقي جي نفري ۾ واڌارو ٿيڻ لڳو. توڙي جو سنڌ ۾ وچولي طبقي جي نفري ۾ واڌرو ٿيڻ لڳو. توڙي جو سنڌ ۾ وچولي طبقي کي ٺاهڻ ۽ وڌائڻ لاءِ ڪا جامع رٿابندي نه هئي، تڏهن به نوڪرين ذريعي ۽ ننڍن آبادگارن جي همت افزائي ٿيڻ ڪري اُن ئي عرصي ۾ زراعت ۾ مشينن جو استعمال وڌيو ۽ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ سنڌي نظر اچڻ لڳا.

پيپلزپارٽي ۾ توڙي جو جاگيردار ڪلاس حاوي هو، پر توهان ڏٺو ته جيئن ئي ڀٽي شهيد جي حڪومت جو خاتمو ڪري، پاڪستان جي مسيحا کي ڦاهي چاڙهيو ويو ته اهو ڪلاس وڃي آمريت جو اتحادي ٿيو ۽ پ پ پ جي سڄي جدوجهد کي وچولي ۽ هيٺين طبقن جي ماٿهن اچي مٿو ڏنو. اهو ڇا هو؟ اصل ۾ جن طبقن کي ڪجهه جائز معاشي فائدا پهتا هئا ۽ جن هڪ واضح معاشرتي قوت جي شڪل ورتي تن جدوجهد ڪئي، ۽ اهو سڄو عرصو به سياسي ۽ معاشي سطح تي جاگيردار، وڏي زميندار ۽ وچولن طبقن جي تضاد ۽ تڪرار جو زمانو هو- ساڳيو تڪرار جيڪو ورهاڱي کان اڳ هو، پر

هاڻي اُن ۾ هڪ ڪيفيتي فرق هيو.

ڪمال ته ڏسو: سنڌ ۾ قومپرستي جي جنهن جذبي کي جناب جي ايم سيد بنياد ڏنو، سو پنهنجي معاشي وجود لاءِ پاڪستان جي جمهوري جدوجهد سان ڳنڍجي ويو ۽ هاڻي به جيڪڏهن جمهوريت کي هلڻ ڏنو وڃي ۽ صنعتي ڪلاس به ٺاهيو وڃي، ۽ سنڌي فقط سنڌي هجڻ جي "ڏوهه" کان آجا ڪيا وڃن، ته پاڪستان لاءِ هڪ بهتر آئيندو اڏڻ ۾ سنڌ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. پر ان ۾ وڏيون رنڊڪون آهن. هڪ اُهي ڌاريا مفاد جيڪي سنڌ جي وسيلن تي پلجن ٿا ۽ مختلف رياستي ادارن جي پاليسي سازي ۾ ڪين اهم حصو مليل آهي، ٻيو سنڌ جو اهو روايتي وڏو زميندار جنهن وٽ پاڻ کي نئين حالت ۾ سڌارڻ ۽ نئين معاشي شڪل اختيار ڪرڻ جو ڪو فهم ڪونهي. دلچسپ ڳالهه آهي ته هنن ٻنهي قوتن جو نشانو سنڌ جو وچولو طبقو آهي ۽ ڌاريلن هنن جيَ ٺيڪ مقصد کي مڪمل ڪرڻ ۾ لڳل آهي.

پر هن وچولي طبقيَ جون ڪجهه وڏيون ڪمزوريون به آهن. توهان کي خبر هوندي ته پاڪستان ۾ ورهاڱي وقت صنعتون ڪونه هيون ۽ نه ئي ڪلاسيڪي مفهوم ۾ سرمائيدار هتي هو. پاڪستان ٺهڻ سان ئي جيئن ته ان جي فيصلن ڪرڻ واري قوت تي ان ڪامورشاهي جو قبضو ٿي ويو، جيڪا ٻاهران لڏي آيل هئي، تنهنڪري ان وٽ وطن جو ڪو به تصور نه هو جنهن لاءِ ان جي دل ۾ ڪنهن وطني ترقي يا وطني اڏاوت جو تصور نهي. هتي هن وقت جيڪو سرمائيندار موجود آهي- سو ڪامورشاهي جو ٺاهيل آهي. سرڪاري قرضن، سفارشن ۽ رشوتن تي هن ملڪ جي معاشي عمارت بيٺل آهي.

ڊاڪٽر سائين: ملڪ جي ان مجموعي بگاڙ، بدعنواني، نفعي ۽ رشوت پرستي جي دوڙ جو هڪ وڏو عڪس ملڪي سياست آهي. توهان ڏسو ته ڪا به پارٽي اهڙي ڪانهي، جيڪا آئين جو مطالبو ڪري، اهڙو آئين ڪو پارٽي جي اندر هجي. هينئر ڏسو ته ڪيتريون پارٽيون آهن جيڪي اختيارن جي مرڪزيت جي خلاف آهن، پر خود انهن پارٽين جي پنهنجي قيادت، پنهنجي پارٽيءَ اندر مضبوط مرڪز لڳي ويٺي آهي. پارٽين اندر متبادل قيادت ڪانهي. پيپلزپارٽي کي ڏسو، پنو ڪٿي نه هجي ته پارٽي ڇا آهي! قومپرست قيادت کي ڏسو، جناب جي ايم سيد نه هجي ته ڪجهه به ڪونهي- ڪنفيڊريشن جو نعرو هڻڻ واري قيادت خود پنهنجي پارٽي مضبوط مرڪز آهي. سنڌي اتحاد ۾ پليجي صاحب کي نه ليکيو ته باقي ڇا آهي. اهڙي نموني سان پاڻ کي ڪميونسٽ پارٽي سڌائيندڙن جي قيادت کي ڏسو جڏهن ٽي-چار سال اڳ اُتي متبادل

قيادت پيدا ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو ته پارٽي ڪيئي حصن ۾ ورهائجي وئي.

سائين: اُنهن سيني پنهنجي ليکي جاوا ڪندڙن لاءِ معاشري جي اندر احتساب ڪٿي آهي؟ جيڪي پارٽيون عوام تائين پهتل آهن، سي ان ڪي پنهنجي مخصوص مفادن لاءِ ڪم آڻي رهيون آهن ۽ جيڪي عوام وٽ پهتل ڪونهن، انهن کي ته مسلسل ٽوڙ ڦوڙ جي عياشي ڪرڻ جي آزادي آهي.

سنڌي معاشري جي ٻي وڏي بدقسمتي سنڌس وطن پرست ۽ انسان دوست صحافت جي اڻ هوند آهي. جيڪا صحافت سڄي ملڪ تي اثر انداز ٿئي ٿي ۽ ملڪي پاليسين ناهڻ تي اثر انداز ٿي رهي آهي سا وري به ڌارين مفادن جي رکوالي ڪري ٿي. سنڌ جي پنهنجي سنڌي صحافت، سنڌ اندر بدعنواين جو هڪ مهاڄار آهي. هڪ اهڙو خوفناڪ دائرو آهي، جتي عوام دوستي يا قومپرستي به هينئر داخل ٿي آهي، ته ان ڪري جو ان جا هڪڙا واپاري مفاد آهن. جيڪا به صحافت ٿورو به عوام جي حق ۾ وڃي ٿي، ته "اسٽيٽسڪو" وارا سندس چئن ئي پاسن مٿان ۽ چسڪي جون ڏيٽيون قائم ڪري ٿا ڇڏين. جيڪڏهن اُتي نٿي ڦاسي ته پوءِ اُن لاءِ موت آهي.

هنن سيني ڳالهين گڏجي زندهه رهڻ جو ڪوبه باعزت تصور سلامت نه ڇڏيو آهي. جيڪو ماڻهو عزت جي زندگي گذارڻ لاءِ سوچي ٿو، سو مرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي. معاشري جي اندر اهڙي ڪا تربيت ئي ڪانهي، جيڪا ٿوري اختيار ملڻ جي حالت ۾ ماڻهو جي آدرشن ۽ اُصولن کي بچائڻ جو ڪم ڏئي.

دلچسپ ڳالهه آهي، ته پاڪستان جي ننڍين قومن سان به سنڌين جي لهه-وچڙ، رابطي يا ڳانڍاپي لاءِ مضبوط بنياد ڪونهن ۽ پاڪستان ۽ بيوروڪريسي جي پيدا ڪيل سيني بيمارين جي ڇوت انهن کي به لڳي آهي. سرحد ۾ پٺاڻ ايترو سرمائيدار ٿي ويو آهي، جو هاڻ جو هاڻ هن جو پنجاب جي حڪمران طبقن سان ڪوبه تضاد ناهي، بلڪ هو ان سان ڀاڱي ڀائيوار آهي. باچاخان واري قومپرستي اُتان به لڏي وئي آهي. بلوچستان سردارن جي اقتدار ۾ ڦاٿل آهي، البت اُتي پڙهيل ڳڙهيل قيادت ضرور پيدا ٿي آهي، پر اها به اڃا تائين سردارن جي سياست کان ٻاهر نه نڪري سگهي آهي.

ٻئي پاسي سنڌ پاڪستان جي ٻين صوبن ۽ ٻين ملڪن مان ايندڙ آبادي جي سخت دٻاءَ هيٺ آهي. غير ملڪي ۽ ملڪي ناجائز مفادن هتي اهڙو اڇي ديرو دمايو آهي جو پاڻ وچون ٿا سوڙها ٿيندا.

توهان کي ٿوائنبي جي تاريخ ۾ چيئلينج ۽ موٽ واري اصول جي ڄاڻ هوندي. اهو چيئلينج فطرت ۾ موجود آهي ته انساني معاشري ۾ به. ڳالهه مختصر

ڪجي ته سنڌ تي ڪيئي چئلينج آهن. پنهنجا اندر جا چئلينج، ڌاريا ۽ مڙهيل چئلينج- موٽ پاڻ وٽ موجود ڪانهي.

هينئر اسان هڪ حڪومت چونڊي آهي، سا ڏسو پنهنجي وراثتي ڪمزورين ۽ ملڪ جي اصل حاڪمن جي تعاون نه هجڻ، بلڪ ان جي ختم ٿيڻ جي انتظار جي موجودگي ۾ ڪيڏي نه ويچاري ۽ بي اثر آهي. ڇا اسان جي ووٽ سان چونڊيل حڪومت جي اها حالت اسان جي ووٽ جي توهين ناهي؟ ۽ ڇا اها حڪومت اسان جي همدردي جي لائق ناهي؟ هي صحيح آهي ته خود حڪومتي پارٽي اسان جي مجموعي مصيبتن پيدا ڪرڻ يا مصيبتن کي ٽارڻ ۾ ناڪام رهڻ جي ذميدار ضرور آهي- پر اُن جي هيءَ حالت، ته اسان جي ووٽ جي بي عزتي آهي!

ڊاڪٽر سائين!

دهشت گردين ۽ بدعنوانين جيءَ انسان دشمن صورتحال جي ترقي ثابت ڪري ٿي، ته انهن جيءَ مزاحمت لاءِ پاڻ وٽ ڪو سامان نه هوءَ يا جيڪڏهن هوءَ ته ان کي ڪم آڻڻ جو عقل ۽ ڏانءَ ڪونهي. هاڻي جڏهن هڪ انسان دشمن حالت ۾ پاڻ ڦاٿا آهيون، تڏهن ان مان نڪرڻ جي ضرورت کي به محسوس ڪيو ويو آهي ۽ اها ئي هڪ اميد آهي. توهان جو موڪليل خط ان آس جو هڪ تر ورو آهي، پر ان جي موٽ ۾ جيڪو ڪجھ ٿئي ۽ جيڪي هدف مقرر ڪيا وڃن تن کي حاصل ڪرڻ يقيني بنايو وڃيءَ.

هن سلسلي ۾ به حڪمت عمليون ٺاهيون پونديون: هڪ مثال آيل ترت خطرن کي منهن ڏيڻ واري ۽ ٻي ڊگهي مدي واري معاشري تي اڏاوت جي حڪمت عملي.

پهرين حڪمت عملي ۾ حڪومت ۽ سيني سنڌ دوست سياسي پارٽين کي گڏجي ذميداري ڪڻڻي پوندي- پر وڏو مسئلو هِن جو گڏجڻ آهي. هو پاڻ گڏ ٿيڻيون ئي ڪونهن. پر اهو ڪم، ڪرڻو هر صورت ۾ آهي. هن وقت سنڌ جي شهرن ۾ دهشت گردي، ڳوٺن ۾ ڌاڙا ۽ اغوا ۽ تعليمي ادارن ۾ تعليم جو نقصان سڀ کان گهڻو ڏيان ۽ ڪوششون گهرن ٿا. سڀ سياسي پارٽيون انهن حقيقتن کي مڃن ٿيون ۽ متفق آهن ته اهي ڏچا ختم ٿيڻ گهرجن، پر ان لاءِ سموري ذميواري حڪومت تي وڌي وڃي ٿي ۽ دل ۾ اها آس به رکجي ٿي، ته حڪومت ناڪام ٿئي، ته اسان پاڻ کي عوام وٽ متبادل ڪري پيش ڪريون ۽ حڪومت تائين پهچون. سياسي مقصد حاصل ضرور ڪيا وڃن، پر اهو طريقو درست ڪونهي.

ان ڪري اسان تجويز ڏينداسين ته سگا هڪ اهڙو ادارو ناهي، جيڪو وڌ ۾ وڌ ٻن هفتن جي لاڳيتي، ڏينهن رات جي جاکوڙ سان هڪ پلان تيار ڪري، جنهن ۾ فقط مٿين ٽن مسئلن تي حڪومت ۽ سيني پارٽين ۽ سنڌي اخبارن کي ملوث ڪيو وڃي ۽ انهن جو حل تجويز ڪري، اهو ادارو يا ڪميٽي پنهنجي رٿا کي عوام جي آڏو رکي، ۽ حڪومت يا ڪنهن سياسي پارٽي کي جيڪڏهن ان رٿا جي ڪنهن ڳالهه سان اختلاف هجي، ته اهو طئي ڪري ڇڏڻ گهرجي. ان کان پوءِ به جيڪڏهن ڪو عملي طرح هن مقصد ۾ گڏ هلڻ کان انڪار ڪري، ته پوءِ ان جي عوام جي ستياناس ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو وڃي. سنڌي اخبارون انهن ماڻهن جو بائيڪاٽ ڪن ۽ انهن جي خلاف چارج شيٽ تيار ڪري ماڻهن ۾ ڦهلائي وڃي. ان رٿا کي ڪنهن به مصلحت جو شڪار ٿيڻ نه ڏنو وڃي.

١- سنڌ ۾ غيرملڪين جي گڏ ٿيل ۽ ٿيندڙ ماڻهن کي ڪڍڻ لاءِ هڪ جامع حڪمت عملي تيار ڪرڻ جو ڪم به مذڪوره ادارو پاڻ ڪٿي ۽ حڪومت ۽ مڙني سياسي پارٽين جو ڪم متعين ڪري.

٢- سنڌ اندر رهندڙ مختلف لساني آبادين جي وچ ۾ لاڳاپن جو هڪ بنيادي دستاويز تيار ڪيو وڃي.

٣- سنڌ ۽ سنڌين خلاف ملڪي اخبارن ۽ ميڊيا جي ٻين وسيلن ۾ جيڪا گمراهه ڪندڙ پروپئگنڊا ٿي آهي، ان جي گهٽ ۾ گهٽ ١٩٨٣ع کان پوءِ واري رپورٽنگ جي تفصيلي جاچ ڪري سنڌين خلاف لڳل سمورا ڪوڙ ۽ انهن جي نتيجي ۾ ٿيل رياستي ادارن جي پاليسين تي هڪ جامع رپورٽ تيار ڪئي وڃي، ۽ ان جي روشني ۾ هيٺيان قدم کنيا وڃن:

(الف) قانوني قدم کڻي عدالتن سان رجوع ڪيو وڃي.

(ب) ملڪ جي ٻين صوبن ڏانهن هڪ ٽيم رواني ڪئي وڃي، جيڪا سڀني وڏن شهرن ۽ ضلعي هيڊڪوارٽرن ۾ وڃي سنڌ جو ڪيس پيش ڪري ۽ ماڻهن کي ٻڌائي، ته سنڌ جو نقصان پاڪستان جو نقصان آهي. هن ڪم جي انتظامن جي سلسلي ۾ ثقافتي تنظيمن، ٽريڊ يونين يا سياسي پارٽين جي مدد حاصل ڪئي وڃي.

ياد رهي ته مٿيان سڀ ڪم ايمرجنسي بنيادن تي هٿ ۾ کڻڻا آهن. انهن معاملن تي هڪ مختصر بريفنگ تيار ڪري صدر ۽ وزيراعظم سان ملاقات ڪري کين آگاهه ڪرڻو پوندو ۽ بريفنگ چيف آف آرمي اسٽاف کي به موڪلي ويندي، ۽ مختلف سرڪاري ايجنسين جي هن مهل تائين مڪمل ناڪام رهڻ ۽

سنڌن ساک ۾ شڪ بابت ب پنهنجو موقف واضح ڪرڻو پوندو.

ڏکي مدي واري حڪمت عملي ۾ هيٺين مقصدن جي حاصلات ڪي يقيني بنائڻ جو پروگرام تيار ڪرڻو پوندو:

١- جمهوريت ۽ انساني حقن جي بحالي ۽ معلومات جي غربت ختم ڪرڻ جي مقصدن سان سنڌي، انگريزي ۽ اردو اخبارون جاري ڪرڻ جو بندوبست. هي اخبارون ڪن خانگي مفادن لاءِ نه پر قومي مقصدن لاءِ ڪم ڪن، ۽ مٿن مالڪي ب تورن هٿن ۾ نه هجي.

٢- هڪ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنج لک اڻ پڙهيل ماڻهن کي اخبارن پڙهڻ جي لائق بنائڻ جو بندوبست ڪرڻ، ۽ اهو ڪم سڀني ماڻهن کي پڙهيل بنائڻ تائين جاري رکڻ.

٣- سمورن پڙهيل ماڻهن کي، جن کي انگريزي ٻولي پوري ريت نه ٿي اچي تن کي انگريزي پڙهائڻ جو بندوبست ڪرڻ ۽ ڪمپيوٽر کي عام ڪرڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ.

٤- بيروزگاري جي خاتمي لاءِ اسڪيمون تيار ڪيون وڃن، جن کي "پنهنجي مدد پاڻ" جي آڌار تي، مالي ادارن کان سهڪار وٺي هلائڻ گهرجي.

٥- سنڌ جي تعليمي ادارن جي ڪارڪرت جو جائزو وٺڻ ۽ سنڌن احتساب ڪرڻ جو ڪم.

٦- سنڌ جي ماحولياتي مسئلن جو مطالعو هٿ ۾ کڻڻ ۽ تيزي سان تباهه ٿيندڙ زمين، ٻيلن جانورن ۽ پکين کي بچائڻ لاءِ اپاءَ تجويز ڪرڻ ۽ ان ڪم جي ذميدارن ۽ ڪاتن جي ڪوتاهين تي احتساب ڪرڻ.

٧- ڪلچر، ٻوليءَ ادب جي ترقي ۽ واڌاري جي ذميدار ادارن جي مسئلن جو جائزو وٺڻ ۽ سنڌن ڪوتاهين تي احتساب ڪرڻ.

٨- سنڌي صنعتڪار پيدا ڪرڻ جي رٿا ٺاهڻ.

مٿين ۽ ٻين سڀني معاملن ۽ مسئلن تي عالمي ادارن جهڙوڪ: يونيسيف، يونسڪو ۽ عالمي صحت تنظيم ۽ ايمنسٽي انٽرنيشنل سان لهه وچڙ کي باقاعده بنائڻو پوندو.

هنن ڳالهين ۽ ڪمن لاءِ خلق کي تيار ڪرڻ واسطي هڪ بنيادي نصاب ٺاهڻ جي ب ضرورت آهي، جنهن سان نئين نسل جي ذهني ڦڙتي جي سگهه تيار ڪئي وڃي.

# ايم ڪيو ايم- صلاحيتن ۽ وقت جون زيان

سنڌ جي ماحول کي ايم ڪيو ايم فيڪٽر جهڙي طرح متاثر ڪيو آهي، سو اسان لاءِ عبرت جو وڏو مقام آهي. پر لڳي ٿو ته پاڻ عبرت حاصل ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون ۽ ايم ڪيو ايم جو وچايل ڄار پاڻ تي حاوي ٿيندو ٿو وڃي. ايم ڪيو ايم جو پنهنجو حشر ڇا ٿو ٿئي، سو هڪ ڌار باب آهي، جو سمنڊ جي لهر جنهن تيزي سان مٿي اُڀرندي آهي، ته اُن ڪان وڌيڪ تيز رفتاري سان ڍهي به پوندي آهي. فطرت جا قانون انساني معاشرن تي به لاڳو ٿين ٿا ۽ اُهي ايم ڪيو ايم تي به لاڳو ٿي رهيا آهن ۽ اشتعال، گوڙ ۽ فساد جي عمر ڊگهي نه ٿيندي آهي. ساڳيو جوابي اشتعال ساڳي آنڌمانڌ، وڏيون ڪاوڙون- ايڏيون جو لڳي ٿو ته پاڻ کان ٻيون سڀ ڳالهيون وسري ويون آهن، ۽ ڪجهه ياد آهي ته رڳو ايم ڪيو ايم. هو پاڻ تہ فوبيا ۽ جنون بنجي ويا آهن، پر اسان بہ جوابي جنون بنجي ويا آهيون.

دراصل سنڌ جي دشمنن هڪڙيون ڪاهيون ڪوتيون آهن ۽ هنن جو ارادو آهي ته پاڻ انهن ڪاهين ۾ ڪري ختم ٿي وڃون: ايم ڪيو ايم جي فسطائي هذيان ۾ پاڻ به مشتعل ٿي ويا آهيون ۽ اشتعال ۾ پنهنجا روح ۽ ذهن، ايم ڪيو ايم تي ڪيائي، باقي سڀ دنيا وساري ويٺا آهيون. صبر، تحمل، بردباري، ڳڻ ڳوت ۽ حڪمت عملي تيار ڪرڻ بدران سڪٽي، بي اثر ۽ غيرمنظم ردعمل تي ياڙي رهيا آهيون، جنهن ۾ صلاحيتون ۽ توانايون زيان ٿيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه ملندو.

ڪڏهن پاڻ نه سنياليوسين ۽ اشتعال ۾ وڌندا وياسين، ته پوءِ ڪاهيون، هاٿي باقي گهٽو پري ڪونهن. ڏسو ته ان روش سان ايم ڪيو ايم پنهنجي ووٽرن کي ڇا ڏنو آهي؟ اُن عام اردو ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ جا ڏندا، روزگار ڦٽائي ڇڏيا آهن، هو هر وقت ڇڪتاڻ پيدا ڪري هڪ بي يقنيي بچائي ڇڏي اٿس. هٿيارن جي زور تي جيڪا دهشت گردي سنڌين سان ڪئي پئي وڃي، سا ساڳي دهشتگردي پنهنجي ووٽرن سان ڪئي اٿس. حيدرآباد شهر ۾ گذريل جنوري تائين شاهي بازار ۾ ماهوار ڏيتي ليتي جي رقم ٽيهه ڪروڙ رپيا هئي جيڪا هاٽي ٻن ڪروڙن تي اچي وئي آهي. پنهنجي آبادي تي مستقل غنده ٽئڪس

هٽي ڇڏي اٿس. ڏنڌن ڪاروبارن ۽ صنعتي پيداوار کي وڏو ڌڪ پهچايو اٿس ۽ مٿان پنهنجا محصول به وٺي رهي آهي. سنڌن نعري واري ڪشش ۾ حمايت جي جاءِ خوف وٺي رهيو آهي. پنهنجي ماڻهن کي جنون، هذيان ۽ خوف بچائي ذهن کي ڪُنڊ ڪري ڇڏيو اٿس. آخر ايم ڪيو ايم پنهنجي ڪهڙي صلاحيت کي ثابت ڪيو آهي. اُها ته ڪراچي جي سبزي منڊي واري ڏپ سان مقابلو ڪرڻ جي لائق به ناهي. صفاين جا هفتا ملهائڻ وارو ڊرامو فلاپ، پ پ پ سان اتحاد ڪرڻ وارو ڊرامو فلاپ، وزيراعظم جي خلاف عدم- اعتماد واري ڊرامي ۾ ڪردار ادا ڪرڻ فلاپ، "مرڻ گهڙي تائين بک هڙتال" وارو ڊرامو فلاپ، ڪي ايم سي تي حڪومت ڪرڻ وارو ڊرامو فلاپ، مهاجر قوميت جي نعري وارو ڊرامو فلاپ. رڳو ڪاميابي ڪئي اٿس ته "آزار گهر" ناهڻ، قتل ۽ غارتگري ڪرڻ، لٽمار ۽ پئسا گڏ ڪرڻ ۽ مافيا ناهڻ ۾ اڳتي وڌي آهي. اخبارون ڪيس ڇاپي رهيون آهن، سو به رڳو خوف ۽ پاڙيائپ جي ڪري. هنن اخبار نويسن جي ضمير کي ڊپ جي ڇپ هيٺان دبائي تباهه ڪري ڇڏيو آهي. هنن پنهنجي ماڻهن ۾ ادارن جي معقوليت کي برباد ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهي ماڻهو ڏنل روح ڪٽي اڳتي زندگيءَ جي ڪهڙي پاسي ۾ ڇتاپيٽي ڪري سگهندا. هاڻي هنن پنهنجو واحد فرار هٿيارن ۾ ڳوليو آهي ۽ سمجهن ٿا ته ماڻهو ماري، ڌهڪاءَ پکيڙي هي پاڻ کي زنده رکي سهگندا. سياسي طرح زنده رهڻ لاءِ سياست ڪرڻي پوندي آهي. دهشتگردي ذريعي سياسي حياتي نه ملي سگهندي آهي.

پيپلز پارٽي جي حڪومت هيئنر هنن کي ناهوڪي ملهه ماري آهي، پر ڏوهارين خلاف سخت موقف اختيار ڪرڻ جي پنيان ويهين مارچ جو ڳڌري وڃڻ آهي. حڪومت ڪجهه سامت ۾ آئي آهي، تڏهن الطاف جي گلوڪوز واري بک هڙتال، نجيب جي قتل ڪيس ۾ ملوث ڪائونسلر کي ڇڏائي نه سگهي. جنهن گورنر رس جو گلاس پياري الطاف جي "بک هڙتال" کي شرف بخشي هنن جو منهن بچايو، سو خود هاڻي هنن جي روز جي اشتعالي بيانن تي افسوس ڪري رهيو آهي.

ڳالهه جو مطلب هي آهي ته ايم ڪيو ايم کي جيڪا ٻن شهرن جي ووٽرن جي سگهه هئي، اُن مان هنن پنهنجي بخيلي ۽ اونتراپ سبب ڪوبه فائدو نه ورتو، بلڪ پنهنجي ووٽرن کي ناسور ۾ وجهي ڇڏيائون.

ٻئي طرف ڪالهه جيئن اسان جي دانشور محترم سراج پنهنجي ڪالم "رتيءَ جي رهاڻ" ۾ لکيو ته سنڌي، تاريخ ۾ ڪڏهن به قاتل نه رهيا آهن. ان جو

مطلب ته سنڌين جو قومي مزاج قاتلن وارو ناهي ۽ تنهن ڪري هاڻي به هو نه ئي سنبري قاتل ۽ دهشتگرد بنجي نٿا سگهن. سنڌين هميشه پنهنجو دفاع ڪيو آهي ۽ ڌارين ظالمن جي مزاحمت ڪئي آهي ۽ ان ئي خوبي جي ڪري، فنا ۽ بقا جي چڪر ۾ زنده رهيا آهن. هاڻي به پاڻ کي پنهنجي گڻ کي سلامت رکڻو آهي. حيدرآباد ۽ ڪراچي اسان جا شهر آهن ۽ جيڪي ماڻهو هتي جا مستقل شهري ٿي ويا آهن، جن ۾ خود عام اردو ڳالهائيندڙ ماڻهو به آهن، تن کي به ايم ڪيو ايم جي دهشتگردي ۽ فاشي جنون کان آزاد ڪرائڻ ۽ تحفظ ڏيڻ جي ضرورت آهي. ايم ڪيو ايم جي سڄي عمارت گمراهه ۽ ڪوڙي معلومات تي بيٺل آهي، ته "مهاجر" مظلوم آهن. جيڪڏهن مظلوم آهن ته سڀ ماڻهو آهن. ۽ ظالم آهن ته انهن ۾ ڪا به تفريق ڪانهي. اسان ڪڏهن به ائين نٿا چئون ته هنن جي ڪلچر ۽ رهڻ جي انداز کي ختم ڪريون. اسان ائين به نٿا چئون ته اسان ڪو هنن کان برتر ماڻهون آهيون. سڀ ماڻهون ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ناهي ته اُهو وحشي، دهشتگرد ۽ ڌاڙيل آهي.

اسان وٽ پنهنجي شهرن کي دهشتگردي کان بچائڻ لاءِ وٽ موجود آهي ۽ اسان جيڪڏهن جوابي فوبيا منهجان نڪرون ۽ ڳڻ ڳوت ڪري پنهنجي وسيلن کي متحرڪ ڪريون، ته دهشتگردي جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. دنيا ۾ معقوليت مڪمل طرح سان پاڻ مڃائي چڪي آهي، ۽ جنون، ڇسائپ، سطحيت، اُبهرائي ۽ ترڙائپ منجهان ڪجهه ورڻو ڪونهي.

۲۵- اپريل ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

# موجود سياسي پارٽيون ۽ متبادل جي گھرج

سياسي پارٽين جي ڪردار تي خاصي عرصي کان هلندڙ بحث جي نتيجي ۾ هڪ احساس عام ٿي رهيو آهي ته سنڌ کي موجود سياسي قوتن جي بدران هڪ اهڙي متبادل تنظيم جي ضرورت آهي، جيڪا موجوده معاملن، عصبيتن ۽ موقفن ڏانهن واضح عملي روش رکڻ سان گڏ سماج جي سيني ڳالهين تي به عملي رويا رکندي هجي. هن وقت ڪم ڪندڙ سياسي پارٽيون جڻ ته هڪڙا خانگي ڪاروبار آهن. چار وڏيرا، ٿورا ڪجھ ڪمدار، ڪجھ دوست ۽ واقفڪار گڏجي پاڻ کي پارٽي سڏين ٿا. هيءَ ڳالھ به ڪيئي ڀيرا بحث ۾ آئي آهي، ته هن وقت ڪم ڪندڙ سياسي پارٽيون فقط پنهنجي هڪ هڪ مکيه ليڊر جي محور تي بيٺل آهن، ۽ ان جي پسند ۽ ناپسند، شخصي گھرجن ۽ خواهشن جي دائري ۾ انهن جو سڄو عمل محدود آهي. هر پارٽي جو پنهنجو موقف لفظن جي هڪ مخصوص ذخيري تي ٻڌل آهي، جنهن ڪري تقريرن، بيانن، پريس رليزن، پمفليٽن، وال پوسٽرن ۽ ٻين تي لکجندڙ نعرن جي لفاظي خلق کي بيزار ڪري ڇڏيو آهي.

پاڪستان ٺهڻ کي ٻائيتاليھ سال ٿي ويا آهن. ھڪڙن کي اسلامي نظام رائج ڪرڻ جو شوق، هڪڙن کي پورهيت راڄ آڻڻ جو فڪر، هڪڙن کي جمهوريت جو پيٽ ۾ سور، ٻين ون يونٽ جي خلاف جدوجهد ڪري ان کي "ٽوڙائي ڇڏيو" ۽ وري وڌيڪ صوبائي خودمختياري جو مطالبو، ٽين کي وري پاڪستان جي سلامتي جو فڪر، عمريون ڳري ويون آهن. پر ٿيو اهو آهي جو کي ماڻھو پنهنجي لاءِ ذاتي فائدا وٺي، قوم ۽ ماڻھن جا سڀ ڪم ڪاريون اڌ ۾ رلايو هليا ويا آهن، ٻيا جن کي ڪجھ نه مليو آهي، سي مڙس ماڻھو ٿيا ويٺا آهن ۽ سندن مڙسي به ايستائين سلامت آهي، جيسين وڃي ڪين ڪجھ ملي.

اسان وٽ موجود سياسي پارٽيون اهڙي ڪا به ڳالھ نه ٿيون ڪن، جنهن ۾ نئون ڪو روح ۽ پيغام هجي. سندن وڏ ۾ وڏ ڪارنامو اهو آهي ته حڪومت يا سنڌ جي دشمنن تي اکيون ڪڍيو ويٺا آهن. حڪومت جي ڪا به ڪمزوري ملي ٿي، يا سنڌ جا دشمن ڪا به حرڪت ڪن ٿا ته هنن کي جھڙو سياسي حياتي لاءِ آڪسيجن ملي ٿي وڃي. سندن سمورو عمل ڪن معاملن جي

ردعمل تي دارومدار رکي ٿو. ڪالهه ايم ڪيو ايم جو وجود نه هيو، آءِ جي آءِ جو نالو نشان به ڪونه هيو، ته هنن ڪهڙيون ڳالهيون پئي ڪيون، شايد ڪنهن کي ياد به ڪونهن. ضرور ڪي ڳالهيون هونديون، پر اڄ جڏهن ايم ڪيو ايم آهي ته هنن ڪي سياسي روزگار هٿ اچي ويو آهي. سنڌ جا دشمن جيڪڏهن ڪالاباغ ڊئم ٺاهڻ جي ڳالهه نه ڪن ها، ته هي ڇا ڪن ها؟ سنڌ تي جيڪڏهن ڌارين ماڻهن جي يلغار نه هجي ها، ته هي ڪهڙي ڏنڊي خفي سان هجن ها، جيڪڏهن پاڪستان ۾ مضبوط مرڪز جو سرشتو نه هجي ها، ته هي ڪنهن جي در تي ڪهڙي دانهن وجي ڏين ها؟

هي حالت اسان جي سنڌ سان خيرخواهي جي دعويٰ ڪندڙ سياسي جماعتن سان آهي. دلچسپ ڳالهه هي آهي ته ڪرڻ لاءِ گهربل دليلن جي کوٽ جا شڪار آهن. هڪ ڳالهيون ڪن اُهي جيڪي دشمن هنن کي ٺاهي ٺوڪي ڏين، وري اُهي به اڌپوريون. مثال چون ته سنڌ جو تاريخي فرض نباهي رهيا آهن! حالت اها اٿن جو سندن ڪارڪنن جي اڪثريت به قيادت کان مطمئن ڪانهي. بس ويچارن کي متبادل ڪونه ٿو ملي؛ ان ڪري مُٺي به ماٺ مُٺي نه ماٺ. اجا اڳي جڏهن مارشل لا هئي ۽ سنڌين محسوس ٿي ڪيو، ته مٿن سڌي طرح ڌارين جو راڄ آهي جنهن جي هٿان ظلم جو شڪار آهن، ته اسان جون سياسي پارٽيون به اُڌارن مامرن تي پنهنجي سياست چمڪائي رهيون هيون. پر هاڻي جڏهن هڪ وڏي، مشهور ۽ طاقت واري پارٽي سنڌين جي ووٽ سان حڪومت تي اچي ويٺي آهي، تڏهن اُن جا هڪ ته حال هيٺا آهن ۽ ٻيو ته اُن جيءَ سڄي مزاحمتي سگهه، اقتدار جي مانداڻ جو شڪار بڻجي وئي آهي. جدوجهد ڪندڙ مسڪين ڪارڪنن جي گهٽائي رڳو پنهنجي عهديدارن کي سرڪاري آفيسن جا چڪر هڻندي ڏسي رهي آهي، ته ڪيئن اُهي جاوا ماٺي رهيا آهن، ۽ ڪيئن مٿن اُها ساڳي حالت مٿن جاري آهي، جيڪا سندن پارٽي جي اقتدار ۾ اچڻ کان اڳ به موجود هئي.

باقي جيڪي پارٽيون بچيون آهن، تن جي قيادت يا ته ٿيلها ڪلهن ۾ وجهيو اقتدار جي ايوانن کي چڪر هڻي رهي آهي، يا جنکي اقتدار جي ايوانن ۾ پذيرائي ملڻ جو آسرو ڪونهي، تن جو وري گار جو ڏوڙيو آهي. هڪڙي ٽا حڪومت کي لاهن ته ٻي ٽا چاڙهين.

دنيا ڪٿي جو ڪٿي وڃي پهتي آهي، پر اسان جي سنڌ جون پارٽيون پنهنجي قديم روين جون قيدي بڻيل آهن عام ماڻهو جي هڪ به سڌي مسئلي جو نوٽس وٺڻ جي منجهن صلاحيت ڪانهي. صلاحيتن جي اها وڏي اڻاٺ اسان

جي معزز پارٽين ۽ عظيم قيادتن کي عقل جي ذڪر واري حالت ۾ وٺي وئي آهي ۽ سنڌن سڄو زور اڄي اخبارن تي پيو آهي. اخبارن جي مالڪن کي منٿون، چندا، صحافين جي اڳيان پنيان پر جي اتي به ڪم ٿيندو ڪونه ٿا ڏسن، ته پوءِ واري ڪابي ڪرڻ شروع ڪن ٿا. ايم ڪيو ايم جي اخبارن کي ڪيئن دٻائجي؟ سو به ايم ڪيو ايم کان ٿا سکن. جيڪڏهن ايم ڪيو ايم ته هجي ها، ته پوءِ هي ڪيڏانهن وڃن ها، پر دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي، ته اسان جون هي معزز پارٽيون ايم ڪيو ايم وانگر دهشت گرد مافيا جيتري سگهه به حاصل ڪري نه سگهيون آهن، جو ان لاءِ ته ايجنسين جي سرپرستي گهرجي، هڪ وڏي آبادي جو اُهو تاريخي پس منظر گهرجي، جيڪو ايم ڪيو ايم جي حامي آبادي کي ميسر آهي.

نتيجي ۾ سياست ۽ سياسي نفاست جو نالو نشان ڪونهي. سڌي سنئين چٽڪي وڏيرپ آهي. جڏهن ته سياست ڪندڙ سنڌي ماڻهو اُهي آهن جيڪي وچولن طبقن سان واسطو رکن ٿا. هي وري پيو تضاد آهي. يعني قيادت وڏيرن جي ۽ نفري وچولن طبقن جي. قصو اڄي اتي بيٺو آهي جو نه مرن ٿا ۽ نه منجو ٿا ڏين. ماڻهو ويچارا سرگردان، وڏا مامرا، وڏا چئلينج اڄي مٿان پيا آهن، پر پاڻ وٽ ايتري معقوليت ڪانهي جو ڪٿي منهن ڏيون. وري دانهون ته پاڻ ۾ اتحاد ڪونه پيو ٿئي. وڏيرا ڪڏهن اتحاد جا عادي ٿيا آهن. جيڪي وري وڏيرا ناهن تن جا وري نمونا ۽ انائون وڏيرن واريون آهن.

هاڻي پاڻ وڃون ته ڪيڏانهن!!

جمعو ۱۴- مئي ۱۹۹۰ع. عوامي آواز

# وي پي سنگهہ جي وات مان آءِ جي آءِ جون ڳالهيون

ڀارت جي وزيراعظم وي پي سنگهہ کي مهاجرن جي صورتحال تي ڏاڍو ڏک آهي. گذريل ڪجهہ ڏينهن کان هو ڪشمير ۾ پنهنجيءَ سرڪار جي پاليسين جو دفاع، ڪراچيءَ ۾ مهاجرن سان ٿيندڙ "ظلم" جو حوالو ڏئي ڪري رهيو آهي.

هيءَ آهي ڏاڍي دلچسپ صورتحال. الطاف حسين چوي ٿو تہ مهاجر مظلوم آهن. نوازشريف، نوابزادو نصرالله ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي بہ چون ٿا تہ مهاجر مظلوم آهن ۽ هاڻي وي پي سنگهہ بہ چوي ٿو تہ ڀارت مان لڏي ويل مسلمان مهاجرن کي ڪراچي ۾ قتل ڪيو پيو وڃي. هي سڀ همراهہ ساڳيو راڳ ڳائي رهيا آهن يا سُر هڪڙي جو آهي ۽ ٻيا سڀ تال ملائي، ڍولڪيون ۽ ساز سرندا وڄائي سر ۾ سُر ملائي رهيا آهن.

اسان ائين تہ ڪونہ چونداسين تہ هتان وارا همراهہ ڀارت جا ڇاڙتا آهن يا وي پي سنگهہ هنن جو ڇاڙتو آهي، جو اسان کي ائين چوڻ جو ڪوبہ حق نٿو پهچي. الزام هڻڻ اسان جو ڪم ڪونهي. پر هن وقت تائين اسان ان ۾ پريشان هئاسين تہ مٿيان ٽولا ۽ انهن جون سرپرست ايجنسيون ۽ اخبارون روز سنڌين تي الزام هڻنديون رهيون آهن تہ اُهي ڀارتي ايجنٽ آهن ۽ پاڪستان کي ڊاهڻ گهرن ٿا.

اسان پاڻ تان اهي الزام لاهڻ لاءِ وڏي وڏي پاڪستان بچائڻ جون ڪوششون ڪيون. سنڌي پاڪستان کي ڊاهڻ چاهين ها تہ ١٩٧١ ۾ جڏهن اسان واري فوج جنگ هارائي هئي، تڏهن باقي پاڪستان کي نقصان پهچائڻ ڪو ڏکيو ڪم نہ هو. پر اسان ائين نہ ڪيو. بلڪ اسان جي نمائندي جنهن کي اڳتي هلي سنڌي هئڻ جي "ڏوهہ" ۾ ڦاسي جي تختي تي چاڙهيو ويو، اُن باقي پاڪستان کي بچائڻ لاءِ پنهنجون سڀ صلاحيتون ڪم آنديون. ذوالفقار علي ڀٽي باقي پاڪستان جا والاريل علائقا ڀارت کان واپس ورتا، نوي هزار جنگي قيدي واپس آندا. ملڪ جو مان ايڏو مٿاهون ڪري ڇڏيو جو

اسلامي ملڪن جي سربراهہ ڪانفرنس پاڪستان ۾ ٿي، پرڏيهي ناٽي جو وهڪرو تيز ٿيو وچ اوڀر وارن ملڪن ۾ جتي پارت جي افرادي قوت جي گهٽي مارڪيٽ هئي، اُتي پاڪستانين لاءِ بہ جاءِ پيدا ڪئي. نہ رڳو ايترو پر عرب ملڪن جي معاشي سگهہ کي عالمي لاڳاپن ۾ اهم حيثيت ونتي ڏيڻ لاءِ جيڪي قدم ذوالفقار علي ڀٽي کنيا تن مان آمريڪا کي بہ خطرو ٿيو ۽ ٽين دنيا جي معاشي ۽ سياسي جدوجهد لاءِ جيڪي نظرياتي بنياد ذوالفقار علي ڀٽي مهيا ڪيا، تن آميريڪا کي بہ ڪاوڙائي وڌو، جو اُن وقت جي آمريڪي پرڏيهي وزير هينري ڪسينجر جي ڌمڪي بہ دنيا ڏٺي ۽ اُن تي عمل ٿيندي بہ ڏٺو ويو.

پاڪستان لاءِ سنڌ جي تحريڪ ۾ سنڌ جي مسلمان قيادت ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي جهڙن وچولي طبقي جي دانشورن جو ڪردار ڪنهن کان لڪل آهي؟ هيءَ عالم آشڪار حقيقت آهي، تہ سنڌين هميشہ ڏکئي وقت ۾ پاڪستان کي ٽيڪ ۽ سهارو ڏنو آهي. جنرل ضيا جي آمريت پاڪستان جي وجودي اصولن جا ڌاڳا ڪيي ڇڏيا. هن مذهب کي عوام دشمن اقتداري سياسي مقصدن لاءِ ڪم آڻي، هن معصوم ماڻهن جي روحاني ميراث کي بہ هاڃو رسايو. ضيا جي هٿان پاڪستان کي پهچندڙ تباهين کان بچائڻ لاءِ جيڪا ويڙهہ هلي، سنڌي ان ۾ اڳيان اڳيان هئا، مئا، مارون کاڌائون، جيل ويا ۽ هزارين خاندان متاثر ٿيا. ١٩٨٣ع جي جمهوري هلچل ذريعي سنڌين وري ثابت ڪيو تہ هو پاڪستان کي بچائڻ لاءِ آمريت جو خاتمو ۽ پاڪستان کي جمهوري بنياد مهيا ڪرڻ ضروري سمجهن ٿا.

پر سنڌين جي دشمنن ور ور ڪري، هنن جي نيڪ نيتي، خلوص ۽ انسان دوستي کي ملڪ دشمنيءَ جو نالو ڏنو. سنڌين جي خيرخواهين ۽ ڀلاين کي، جمهوري جذبن ۽ قربانين کي هنن ملڪ دشمني جو نالو ۽ ڀارت جو ايجنٽ سڏيو اسان ايئن بنهہ ڪونہ ٿا چئون تہ ڀارت جي ايجنٽن، سنڌين کي ڀارت جو ايجنٽ پئي سڏي آهي. پر هينئر وي پي سنگهہ جي وات مان رڳو الطاف حسين ئي نہ، پر سڄي آءِ جي آءِ ڳالهائي رهي آهي. الطاف جي بڪ هڙتال ۽ ايم ڪيو ايم جي سڄي اشتعال انگيزي جي پٺڀرائي آءِ جي آءِ وارا ڪري رهيا آهن. هي بہ چون ٿا تہ مهاجرن تي ظلم آهي ۽ وي.پي سنگهہ بہ چوي ٿو، مهاجرن تي ظلم آهي.

اسان کي مهاجرن جي همدردي ڪرڻ تي وي پي سنگهہ سان ڪا شڪايت ڪانهي، جو اهو معاملو مهاجرن جي سياسي قيادت ۽ وي پي سنگهہ جو پاڻ ۾ آهي. هو ڄاڻن هنن جو ڪم ڄاڻي. البت اها ڳالهہ هن ملڪ جي سڀني جمهوريت پسند ماڻهن لاءِ هڪ سوال آهي تہ هتي جيڪا دهشت گردي

ٿيندي رهي آهي، اُن کان هرڪو واقف آهي ۽ هاڻي وي پي سنگهه ان جي حمايت تي لهي آيو آهي. اسان سمجهون ٿا ته اسان جي حڪومت دهشتگردي کي روڪڻ ۽ دهشت گردن کي پڪڙڻ ۽ بي نقاب ڪرڻ ان لاءِ ناڪام ٿي آهي جو پارٽ جهڙي وڏي ملڪ جي وزيراعظم پاڻ ئي هتي پنهنجي سياسي اتحادين جو ڏس ڏئي ڇڏيو آهي. جيڪڏهن واقعي مهاجرن سان ظلم هجي ها ته پوءِ چئي سگهجي پيو ته وي پي سنگهه انساني همدردي وچان ڳالهائي پنهنجو انساني فرض نباهي رهيو آهي. پر هيءَ ته سڌي سنئين پاڪستان جي اصل ماڻهن، قوميتن ۽ هن ملڪ جي قدرتي شهرين سان ظلم آهي، جو انهن ماڻهن کي مظلوم سڏيو پيو وڃي ٿو، جيڪي ٻين جي پيٽ ۾ وڏيڪ مراعات يافته ۽ سُکيا ستابا آهن، ۽ هنن جي سياسي قيادت، آءِ جي آءِ جي اتحادي آهي جيڪا جنرل ضيا جو ورثو- ترڪو آهي. گهٽ ۾ گهٽ وي پي سنگهه جي هنن بيانن کانپوءِ سيني جون اکيون کلڻ کپن.

اڱارو ١٥-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# جماعت اسلامي جو تاريخي روڳ

جماعت اسلامي ملڪ ۾ "هفته انسداد منڪران" ملهائي رهي آهي. مختلف هنڌن تي سندن طرفان جلوس ڪڍيا ويا آهن. ٽيليويزن اسٽيشن جي اڳيان به جماعت جي حامي عورتن مظاهرو ڪيو. جماعت هن ملڪ جي اخلاق جي پراڻي ٺيڪيدار آهي ۽ ڪيس قوم جي اخلاقي بگاڙ جو وڏو درد آهي.

اصل ڳالهه هيءَ آهي ته جماعت اسلامي وٽ ڪرڻ لاءِ ڍنگ جو ڪم ڪونهي. سندس فنڊ آهن بي انداز. انڪري فنڊ خرچ ڪرڻ لاءِ ڪيس ڪاغذي ڪاروائي واسطي سرگرمي ته ڏيکارڻي آهي ئي آهي. باقي جيسين اخلاق سڌارڻ جي ڳالهه آهي ته ان حال کي سمجهڻ جو جماعت وٽ عقل ڪونهي، ان ڪري هن وقت تائين هن رڳو رڙيون ڪيون آهن. ڪري ڪجهه نه سگهيا آهن. جماعت جو حشر اهو آهي جو حالتن جي تکي تيز ريل گاڏي پوري رفتار سان ڊوڙي رهي آهي ۽ هي همراهه هيٺان بيٺا ريل گاڏي کي گارين ۽ پونڊا ڏئي رهيا آهن. . .

هن ملڪ جي اخلاقي حالت ڪنهن بگاڙي آهي؟ انتي سنجيدگي ۽ سچائي سان سوچڻ جماعت جو ڪم ناهي. جيڪڏهن جماعت سوچي ها ۽ پنهنجي مغز ۾ عقل جي چڻنگ دکائي ها، ته ٿوري عرصي ۾ ميڻ بتي وانگر رجي وڃي ها. آخر جماعت اسلامي پنهنجي ذهن کي ڇو نٿي ڏونڌاڙي ته ملڪ جي اخلاقي بگاڙ ۾ ان جو پنهنجو ڪيترو هٿ آهي؟

هن ملڪ جي سياست تي جيڪي اصل قابض ماڻهو آهن سي جماعت اسلامي جي طاقت جو سرچشمو آهن. چندن کان وٺي سياسي سازشن تائين جماعت اسلامي جون گهريون ياڙون آهن. عوام جي خلاف سازشون ڪرڻيون هجن، مارشل لا آڻائڻي هجي، جمهوريت جو ٻيڙو ٻوڙڻو هجي، نفرتون ۽ فرقيواريت پيدا ڪرڻي هجي، انساني حقن کي پامال ڪرڻو هجي، پاڪستان کي افغان مسئلي ۾ ڦاسائي ملڪ جي پيننگ ڪرڻي هجي، ڪلاشنڪوف ۽ هيروئن لاءِ افغانن کي سڄو پاڪستان مارڪيٽ ناهي ڏيڻو هجي، جماعت اسلامي جو سيني ۾ هٿ شامل آهي. اهي ئي ماڻهو جماعت جا حامي آهن،

جن جي هٿن ۾ ناجائز دولت ۽ اصل اختيار آهن، تن کي جمهوريت نٿي وڻي ۽ آمريت هنن لاءِ آڪسيجن آهي.

جيڪي ماڻهو آمريت جهڙي بدترين بداخلاقي جا حامي آهن، جنهن منجهان هزارين لکين بيون بداخلاقيون پيدا ٿين ٿيون، تن جي واتان اخلاق جي مهم هلائڻ جي ڊاڙن ۽ گشن تي اعتبار ڪٿان ڪجي. سڀني کي خبر آهي ته ملان طفيل ۱۹۷۷ع ۾ جمهوري طرح چونڊيل حڪومت خلاف ڊالرن جا ٿيلها پرائي ڪٿي آيو، ۽ شهرن ۾ پاڙيتو ماڻهن ۾ دولت ورهائي، هٽ ٺوڪي تحريڪ هلائي، ڪوڙ تي سندرو ٻڌي بيهي رهيا ته چونڊن ۾ ڌانڌليون ٿيون آهن. ڇا اهي ڌانڌليون نه ٿين ها، ته جماعت اسلامي چونڊ کٽي ها؟ گذريل پيري جڏهن اليڪشن ٿي، تڏهن جماعت اسلامي جي ساک سامهون اچي وئي، ۽ ماڻهن هنن جي ڪوڙ جي پٽ وائکي ڪري ڇڏي.

هڪڙو پنهنجي پرڪارن سبب ماڻهن کي وڻن ڪونه. مٿان ڪندا وتن رڳو سازشون جنرل ضيا جا هٿ ۽ ٻانهون ٿي بيهي رهيا. هن جي وزارتن ۾ شامل ٿيا، شورائن ۾ ويٺا، جمهوري ادارن کي تباهه ڪرڻ ۾ شامل رهيا ۽ سندن ڏندو لاڳيتو عوام دشمني آهي. تڏهن به ماڻهو اخلاق جي ڳالهه ڪن ٿا. هنن رڳو منافيون ئي نه ڪيون آهن، پر سدا سنوان ڪوڙ ڪيا آهن تڏهن به هي ماڻهو اخلاق جون ڳالهيون ڪن ٿا!

ظاهر عبادتن، ۽ نوراني چهرن سان اندر ۾ مڪر ۽ فريب جا انبار گڏ ڪري هي قوم جي اخلاقي صورتحال سڌارڻ ۾ ڪهڙي مدد ڪري سگهندا. رڳو وتن ماڻهن تي پنهنجون مرضيون مڙهيندا ۽ خلق هنن جي اُستادين کي قبول نه ڪري ته وني ٿا ڪاوڙجن ۽ وتن ٿا نانگ واريون ڦوڪون ڏيندا.

جماعت سان مسئلو هي آهي ته اُها پنهنجي نظرياتي تضادن جو شڪار آهي. رياستي جوڙجڪ جي باري ۾ جماعت اسلامي جي پروگرام کي گذريل چوڏهن سؤ سالن ۾ هڪ گهڙيءَ جي به عملي حمايت نه ملي آهي. عرب جي تيئين خليفي حضرت عثمان جي دؤر کان حڪومت ۽ رياست جي ڪردار ۾ آيل تبديلي ۽ خلافت جي خاتمي ڪانپوءِ بادشاهت شروع ٿي ته اڄ سوڌو اها جاري آهي. اسلامي تاريخ ۾ ڪٿي به ائين ڪونهي رهيو ته پيشيور ملان حڪومت تي ويٺا هجن- ڇو ته اسلام ۾ ملان جي يعني اهڙي ڪنهن ڪردار جي گنجائش ئي نه رهي آهي، جيڪو پاڻ کي خدا ۽ انسان جي وچ ۾ رابطو يا پل سڏي. اسلام اهڙو مذهب آهي جنهن پاپائيت کي ختم ڪيو ۽ انسان ۽ خدا جي وچ ۾ سڌي لاڳاپي کي نروار ڪيو- پر حڪومت جي بادشاهي نظام لاءِ پوين،

پنڊتن ۽ پوپن ۽ ملن کان سواءِ هلڻ مشڪل هو. بد کان بدترين نظام کي به پنهنجي لاءِ اخلاقي جواز گهرجن ٿا. بادشاهن کي اقتدار تي رهڻ لاءِ بلڪه کين مسلط ڪرڻ ۽ مڙهڻ جو ڪم مُلن ڪيو ۽ ايئن هنن پنهنجو وجود به قائم ڪري ورتو. مُلن جي طرفان تاريخ ۾ ڪڏهن به ڪنهن ظالم بادشاهه جي عوامي بغاوت منظم ڪرڻ جو مثال نٿو ملي. بلڪه هنن جبريت جي نظام کي قائم ۽ دائم رکڻ ۾ ڪڏهن به وسان نه گهٽايو آهي. سڌو اقتدار ته هنن کي مليو ڪونه، پر هي اقتدار ۾ پائيوار ضرور رهيا آهن تنهنڪري هنن جي مذهبي نفسيات به اقتداري اثرن کان آجي نه رهي سگهي آهي، جنهن ڪري رهبانيت جي دائري ۾ ويهي هنن پاڻ کي پاڻ معتبرين ۽ برترين سان نوازيو آهي. اقتدار نه هجي ۽ برتري جو کوکلو احساس هجي ته پوءِ برتري کي رڳو سازشن سان ئي بچائجي ٿو.

جماعت اسلامي جي رهبانوي برتري جو احساس سياسي شڪل ۾ اچي فسطائي رنگ وٺي ويو جنهنڪري اُن جو مجموعي ڪردار عوام دشمن آهي هن وقت بادشاهن کي وٺي اچڻ ته ناممڪن ڪم آهي، تنهنڪري جماعتين پاڪستان ۾ آمريت کي پنهنجي لاءِ مادي ۽ روحاني ڇپر ۽ ڇانورو بڻايو آهي.

ان قسم جي روحاني پس منظر سان، عوام دشمن سياست خود هڪ تاريخي بداخلاقي آهي. هاڻ اِهو هن ملڪ جي عوام، سياسي پارٽين ۽ دانشورن جو فرض آهي ته ڪنهن به سياسي بداخلاقي کي ختم ڪرڻ لاءِ عوام جا ادارا مضبوط ڪيا وڃن. جيسين جمهوري ادارا مضبوط نه ڪيا ويندا تيسين جماعت اسلامي جي مافياگرڏي موجود هوندي ۽ پاڻ کي معتبر ۽ عوام کي ڪمتر سمجهڻ جي ذهني مرض ۾ مبتلا هوندي.

اربع ١٦-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# غير ملڪي انتظاميا جو راڄ ۽

# اسان جو مستقبل!!

ڪراچي ۾ ٻارهن لک غيرملڪي موجود آهن ۽ سڀ غيرقانوني ۽ ناجائز طريقن سان آيل آهن. اها ڳالهه سنڌ حڪومت پاڻ ميڃي چڪي آهي ۽ اڳوڻي وڏي وزيرسيد قائم علي شاهه هڪ ڀيري صحافين جي سوالن جا جواب ڏيندي ٻڌايو هو ته غيرملڪين کي سندن ملڪن ڏانهن موڪلڻ لاءِ پرڏيهي وزارت جي معرفت اُپاءَ ورتا پيا وڃن. ان ڳالهه کي ست اٺ مهينا گذري چڪا آهن، پر اهڙو ڪو آثار نظر نٿو اچي ته ڪو اُپاءَ ورتو ويو آهي.

مختلف جائزن موجب انهن غير ملڪين جو تعداد پندرهن لک آهي ۽ انهن منجهان ڏهه لک بنگالي آهن. ڪراچيءَ جي شهر ۾ بسن، وئگنن ۽ رستن تي بنگالين جو خاص تعداد ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي.

ڏهه لک ماڻهو غيرقانوني طرح، ڏوهه ڪري ڏوهاري ٿي سنڌ جي گادي واري شهر ۾ موجود آهن ۽ هتي جي ماڻهن جي وسيلن تي ڀاڱي ڀائيوار ٿي چڪا آهن. سنڌ جي وسيلن تي اڳ ئي لٽ پئي لڳي، مڪاني ماڻهو روزگار ۽ اجهي لاءِ پريشان، مٿان وري ڏهه لک بنگالين جي لوڊ نه رڳو سنڌ جي وسيلن تي بار بڻيل آهي، پر دولت جو خاصو ڪمايل حصو ملڪ کان ٻاهر ڪيي رهيو آهي. هڪ بنگالي جيڪڏهن سراسري طرح پنهنجي روزاني آمدني منجهان پنج رپيا به بنگلاديش موڪلي ته سال ۾ اها رقم هڪ ارب اسي ڪروڙ رپيا ٿيندي. جيڪڏهن هڪ ماڻهو جي سراسري آمدني روزانو پنجاهه رپيا ليکي وڃي ته سندن روز جي آمدني پنج ڪروڙ رپيا ٿيندي.

ملڪي وسيلن تي هيڏو بار پاڻ ڏنو وائنو برداشت ڪري رهيا آهيون- پاڻ ڀلا حاتم طائي جا مائٽ آهيون ڇا؟

سڀ کان افسوسناڪ ڳالهه اها آهي ته اسان جي پوليس ۽ انتظاميا هن هاڃي کي محسوس نٿا ڪن. هيءَ بي حسي آهي، لاپرواهي، ملڪ سان دشمني يا غداري؟ هي ڪهڙا حاڪم آهن اسان جا، جيڪي ڏٺو وائنو اسان کي ويل ۾ وجهي رهيا آهن. ايئن ٿو لڳي ته اسان جا حاڪم، انتظاميه ۽ پوليس سڀ

غيرملڪي آهن، سيني کي پنهنجا پنهنجا غيرملڪي مفاد آهن، سڀ پنهنجون ڪمايون ملڪ کان ٻاهر موڪلي رهيا آهن، سڀ پنهنجون ڪمايون ملڪ کان ٻاهر موڪلي رهيا آهن، يا هتي ئي ملڪيتون ناهين تا ۽ ملڪ اندر "پرڏيهه" قائم ڪيو ويٺا آهن. وڏيون وڏيون هائوسنگ سوسائٽيون آهن. غيرملڪي ٻيٽ ۽ جزيرا آهن ۽ هنن کي مڪاني ماڻهن جي وسيلن سان رڳو دلچسپي آهي ته اُها ڦرڻ جي يا ٻين غير ملڪين هٿان ڦرائڻ جي.

هي چڱي طرح ۽ پوري ويچار سان سوچڻ جي ڳالهه آهي ته اُها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن اسان جي انتظاميه کي غير ملڪي ٻٽائي ڇڏيو آهي. انگريزن جي راڄ ۾ گورا عملدار به مڪاني مسئلن کان ايڏا بيپرواهه نه هئا، جيڏا هاڻوڪا ڪامورا آهن- آخر ڇو؟ ۽ آخر ڇو سنڌن وطن دشمني جو نوٽس نٿو ورتو وڃي. ڇون تا ته هن ملڪ جا پنهنجا قانون موجود آهن، جيڪي غيرملڪين کان ملڪي ماڻهن کي تحفظ مهيا ڪن ٿا. هتي هڪڙو "فارينرس ائڪٽ" موجود آهي جنهن هيٺ غيرقانوني طرح داخل ٿيندڙ غير ملڪين کي پڪڙي وٺڻو آهي- پر اهي ماڻهو پڪڙيا نٿا وڃن.

گذريل ڪجهه عرصي کان سنڌي اخبارن ۾ خاص طرح سان "عوامي آواز" هن مسئلي کي ڪافي سنجيدگي سان کنيو آهي. ايف آءِ اي اميگريشن، اسپيشل پوليس ۽ ٻين ايجنسين جي لاپرواهي ۽ غيرملڪين کي آڻيندڙ ايجنسين جي هٿان ٿيندڙ بيءَ قاعدگين جا تفصيل اسان پنهنجي ايڊيٽوريلس جا ڇاپايا آهن. ان جو هڪڙو اثر ٿيو آهي جو موجوده حڪومت ٻاهران اچڻ وارن ماڻهن جي واپسي يا سنڌن ملڪ اندر گم ٿي وڃڻ جي ڳالهه نوٽس تي اچڻ جو طريقو واضع ڪيو آهي- هئي پاسي پوليس کي به رواجي نموئي هدايت ڪئي وئي آهي ته غير ملڪين کي پڪڙيو وڃي. پر پوليس رشوت ۽ بنگالين کان منٿليون ڪائي رهي آهي.

دلچسپ ڳالهه هيءَ به آهي ته اسان جي شهر ڪراچي مان شايع ٿيندڙ اخبارون پنهنجي ڪالمن ۾ بنگالين جو ڪيس پيش ڪري رهيون آهن. بنگالي هاڻي مظاهرا ڪري رهيا آهن ته کين تنگ نه ڪيو وڃي. اهوڪي "ڊان" اخبار ۾ "پاڪ بنگالي اتحاد" جي صدر هارون عليءَ راشد خان جو بيان شايع ٿيو آهي ته ڪراچي پوليس روزانو ڏهن کان پندرهن بنگالي فارينرز ائڪٽ هيٺ گرفتار ڪري ٿي ۽ چار هزار کن بنگالي مختلف جيلن ۾ بند آهن. هن اهو به ڇاڻايو آهي ته پوليس گرفتار ڪيل بنگالين کان رشوت وٺي کين ڇڏي ڏئي ٿي. بنگالين جو ڪراچي ڏانهن وهڪرو گذريل آمريت جي ڏينهن ۾ تيز ٿيو ۽ هن

وقت موجود بنگالين جي اڪثريت کي هتي ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. جيڪڏهن بنگالي ڪٽنب هتي ترسي ٿو پوي ته اُهو ڪيئي ڪٽنبن کي سڏائي ٿو وٺي. بنگلاديش ۾ ماڻهن کي پاڪستان آڻڻ هڪ زبردست ڪاروبار بڻجي ويو آهي. بنگالي عورتن جي وڪري جي ڪاروبار جي به هرڪنهن کي خبر آهي.

هي اسان لاءِ هڪ ڀيانڪ صورتحال آهي، جنهن کي بدقسمتي سان محسوس ڪيو وڃي. پاڪستان ۾ قاعدي قانون جي اڻاٺ ۾ ٿوري موجود قانون تي عمل نه ڪرڻ جي ڪري، غير ملڪي ماڻهن کي هتي پنهنجو مستقبل نظر اچي رهيو آهي. هو پنهنجي مستقبل سان اسان جي مستقبل جو ڀيڙو ٻوڙڻ جي شروعات ڪري چڪا آهن. هاڻي هنن تنظيمون ناهيون آهن. اڳتي هلي اهي هتي جي سياست ڪندا. ايندڙ پندرهن ويهن سالن ۾ ايم ڪيو ايم جي پوئواري ڪندي هتي بنگالي قومي موومينٽ قائم ٿيندي. هنن جي نفري ۾ اچا به وڌارو ٿيندو. ڌاريا غير ملڪي مفاد سڀ پاڻ ۾ گڏجي اسان جي زمين تي اسان جي خلاف اتحاد ڪندا. اسان هينئر ئي ظلم ۽ دهشت گردي جي وڏي چڪي هيٺ پيڙجي رهيا آهيون. پوءِ سياڻي اهو حشر ٿيندو جو ڌاريا اسان جون قبرون کوٽي سنڌين جا هڏا به کڻي وٺندا ۽ اسان ماضي تي چڪا هونداسين. بلڪل ايئن جيئن آمريڪي ريڊانڊين آهن.

هن حالت جو نوٽيس ورتو وڃي. اهو حڪومت جو خاص طرح سان پيپلزپارٽي جو فرض آهي. ڪالهه هندستان مان لڏي آيل ماڻهن جي سياسي قيادت، ملڪ جي چونڊيل سنڌي وزيراعظم کي پنهنجي هٿن سان ڦاسي گهاٽ ڏي روانو ڪيو. اڄ ايم ڪيو ايم بينظير جي جمهوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ سياسي سازشون ۽ دهشتگردي ڪرڻ لاءِ ڀٽي صاحب جي ڏينهن کان به وڌيڪ منظم آهن ۽ اُن وچ ۾ غير ملڪي افغان پناهگيرن جو به اسان جي سياست ۾ جماعت اسلامي ۽ آءِ جي آءِ جي معرفت عمل دخل ٿي چڪو آهي. سياڻي جڏهن بلاول ۽ بختاور سياسي قيادت ڪرڻ جهڙا ٿيندا ته بنگالي به منظم ٿي چڪا هوندا ۽ ايم ڪيو ايم، افغان پناهگير، بنگالي، جماعت اسلامي ۽ آءِ جي آءِ سڀ پاڻ ۾ گڏ هوندا ۽ رشوت اسان جي انتظاميه کي "وڌيڪ غير ملڪي" بڻائي چڪي هوندي.

ڇا هي اسان جي مستقبل جو سوال نه آهي؟

خميس ١٧-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# حيدرآباد- حڪومت لاءِ ڳِلا جو ڳانگھو

حيدرآباد شهر ۾ گولين جي برسات جاري آهي، ۽ بارود جا ڪڪر اجا
ڇڏيا ٿيندا نظر نه ٿا اچن. هن شهر جو ڇا ٿيندو، شهر جي بي گناهه ماڻهن جو
ڇا ٿيندو، رت جو وهڪرو ڪڏهن بند ٿيندو؛ ۽ هي شهر وري ڪو ساهه کڻي
به سگهندو يا نه- ڪنهن وٽ به جواب ڪونهي. جيڪي هنن سڀني سوالن جا
جواب ڏيڻ لاءِ قانوني، اخلاقي ۽ سياسي طرح ٻڌل آهن، سي پاڻ مارجندڙ ۽
زخمي ٿيندڙ ماڻهن کان به وڌيڪ بي حال آهن ۽ بي وس نظر اچي رهيا آهن.

سنڌ جي هن تاريخي شهر سان هيڏو هاڃو ٿيڻ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن، ۽
مختصر تاريخي عرصي ۾ ڪهڙين تبديلين ۽ ڦيرين گهيرين ذريعي ڪهڙيون قوتون
جنميون آهن جن هيءَ ٻارڻ ٻرڻ واري حالت پيدا ڪئي آهي. اڳ ۾ ڪڏهن
به ايئن ڪونه ٿيو آهي ته هن شهر جا قديم شهري پنهنجا اجها ڇڏي نڪتا هجن.
هن وقت ڪوڪرياڙي جا سنڌي به گهر گهاٽ ڇڏي نڪتا آهن. شهر ۾ سنڌي
اخبارن جو نڪرڻ محال ٿي پيو آهي. اهڙي حالت ۾ هڪ سوال ايري ٿو ته ڇا
هي سنڌ جو شهر آهي؟

اسان ڪيئي ڀيرا هنن ڪالمن ۾ حيدرآباد جو روئڻو روئي چڪا آهيون.
سموري شدت بيان ڪري چڪا آهيون. شهر جي حالتن خراب ڪرڻ وارن ترت
ڪارڻ ڏانهن به ڌيان ڇڪايو اٿئون، پر هينئر بندوق قلم کان گوءِ کنيو بيٺي
آهي. سڀني کي خبر آهي ته حيدرآباد شهر ۾ صدين کان قلم ڪچندو رهيو آهي.
هن شهر وڏا قلمڪار پيدا ڪيا آهن. ورهين کان شهر منجهان اخبارون جاري
ٿين ٿيون. آفيسن ۽ تعليمي ادارن ۾ به تحرير جو عمل جاري رهيو آهي. قلم
ذريعي عقل ۽ علم کان وٺي، انتظام ۽ عدالتن جو نظام هلي رهيو آهي. پوءِ ڇو
اُتي ڪلاشنڪوف اڳتي وڌي آهي؟ هن شهر جو شوق، مزاج ۽ ذائقو ڇو تبديل
ٿي ويو آهي؟

حيدرآباد جا زخم گهڻا نوان ڪونهن. ورهاڱي کان اڳ شهر پنهنجي
رهواسين جي وڌندڙ ۽ ترقي ڪندڙ ذهانت جي ڪري هڪ نئين تهذيبي ۽ ثقافتي
اهميت حاصل ڪري رهيو هو. اڏاوتون، رستا، ٻارٻريون، واپاري مرڪز،
ڇاپخانا، تعليمي ادارا، وڻراهه ۽ ساوڪون سڀ وڌي رهيون هيون. ورهاڱي کان

پوءِ اهو سچو عمل رڪجي ويو. بلڪ اهو سچو قصو ئي ڊهڻ لڳو، ۽ ڍهندي ڍهندي هينئر وري مياڻي جو ميدان بنجي ويو آهي، جتي دهشتگردن جا ڪٽڪ ڌاري فوج وانگر شهر تي هلان ڪري چڪا آهن. پر هيءَ جنگ حيدرآباد شهر تي مڙهيل، اڳوڻين سمورين جنگين کان وڌيڪ خوفناڪ ۽ خونخوار آهي. هي سچو قصو پوئتي ڇو موٽيو آهي ۽ چارلس نيپيئر جون فوجون وڌيڪ پوائتو جنم وٺي ايم ڪيو ايم جي دهشتگردن جو روپ اختيار ڪري ڇو واپس آيون آهن.

ورهاڱي جي نتيجي ۾ هي پريل تريل شهر پنهنجي اڏيندڙن لاءِ بي وفا ثابت ٿيو. بي سمجهي ۽ تاريخ سان واقفيت نہ هجڻ جي نتيجي ۾ هن شهر جي رهواسين پنهنجي پرين رهواسين کي لڏيندي ڏٺو. هڪڙي قلمڪار محترم ع ق شيخ اها بي وفائي ۽ ويساهہ گهاتي هڪ گهاءَ وانگر پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪئي هئي ۽ "حيدرآباد" جي عنوان سان هڪڙي ڪهاڻي لکي ورتي هئي. بس اهائي ڪهاڻي هن نئين تبديلي جو تعارف هئي. پر هن شهر جي ماڻهن ۽ سنڌ جي ماڻهن هن تعارف ڏي ڌيان نہ ڏنو. قلم جي زبان کي نہ سمجهو، نہ اُن سڏ جو جواب ڏيڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. شهر قبضي ۾ اچي ويو. ماڻهن جهڙا ماڻهو اچي رهن ها تہ شهر جي ترقي جو قصو اڳتي وڌندو رهي ها. پر ائين نہ ٿيو. ڪوڙا ڪليم، ڪوڙا قسم ناما ۽ سچو بنياد ئي ڪوڙ تي پڌل پهتل ماڻهو شهر ۾ ڪاهي پيا. پاڻ توڪلي ماڻهو، پورين مينهن جا ڪير پيتل، سگهارا ۽ طاقت وارا، حالتن جي تبديلي تي فلڪ ئي نہ آنديسين. هڪڙو ڏُنڌ چڙهيل هو. جڏهن لٿو ۽ خيال مان عمل جي دنيا ۾ موٽي آياسين، تڏهن پاڻ کي دهشتگردن جي گهيري ۾، گولين جي نڪائن ۾ زخمي، ماريل ۽ هيسيل ڏٺوسين. شهر جا اهم هنڌ، ڪاروباري مرڪز ۽ شهر جي زبان پنهنجي وس مان نڪري ويل هيون.

اسان ان تاريخي تبديلي آڏن ۾ پاڻ شامل هئاسون، ۽ اڃا بہ آهيون، جنهن جي نتيجي ۾ لڏپلاڻ ٿي. اسان هاڻ بہ اُن تاريخي حقيقت کي مڃيون ٿا، پر بدعنوان، لالچي ۽ ثقافتي فاشزم سان اسان جو رشتو ڪهڙو هجي- سو آهي سچي سوال جو بنياد. هو چون ٿا تہ حيدرآباد شهر تي، ڪراچي شهر تي ۽ پين لفظن ۾ سنڌ تي سندن حق وڌيڪ آهي. اسان چئون ٿا تہ هندو سيٺ سان ورهاڱي کان اڳ اسان جي غريب ماڻهن جو معاشي تڪرار هو. مسلم ليگ جي سياست اُن کي مذهبي تڪرار جو نالو ڏئي معاملي کي پڙڪايو. هينئر اهو تڪرار ڪونهي. مذهب بہ ساڳيو آهي پر تڪرار پنهنجي جاءِ تي موجود آهي.

اسين چئون ٿا ته اسان جو شهر ويران ۽ پڙيانگ نه ٿئي. پر هو شهري ادارن تي پنهنجي ووٽ ۽ اسان جي اندر موجود قوت سبب قابض آهن. حيدرآباد جي ميونسپل لاڳيتو انهن جي هٿ ۾ رهي آهي. هائوسنگ اسڪيمن جي ذريعي سپر هاءِ وي تائين هو وسي ويا آهن. شهر جا وسيلا ۽ آمدني سندن هٿ وس ۾ آهن، تڏهن به هنن کي مات نٿي اچي. هنن جي سياسي قيادت ڪين اسان سان برابري جي بنياد تي رهڻ نٿي ڏئي. ۽ اسان رڳو هن شهر جي نه، پر سڄي سنڌ جي بڏندڙ ٻيڙيءَ کي تارڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا آهيون. هن ملڪ کي ڪارائتا عالمي معيار ۽ انساني حقن جي هڪ بهتر صورتحال مهيا ڪرڻ گهرون ٿا. اهوئي اسان جو ڏوهه آهي، جنهن تي هنن جي سياسي قيادت ۽ ملڪي سطح تي هنن جا اتحادي اسان تي مچرجي پيا آهن.

هنن سڀني حرڪتن جو مطلب هي آهي ته ماٺهو جمهوريت مَنجهان بيزار ٿين ۽ هٿ ڪٺي آمريت لاءِ پاڻ دعائون گهرن. هاڻ ان ڳالهه جو مدار جمهوري حڪومت جي صلاحيتن ۽ حڪمران پارٽيءَ جي روش، پاليسي، تنظيم سازي ۽ للڪارن کي موٽ ڏيڻ تي آهي. وقت نهايت تيزي سان گذري پيو ۽ پيپلزپارٽي ڏانهن ڏسي رهيو آهي!

جمعو ١٨-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ ڪيستائين پاڪستان کي پنهنجي رت تي پاليندي؟

وفاقي بجيٽ جو خوف اڳيان راڪاس وانگر مٿان موجود آهي ۽ ايندڙ سال گذارڻ جا سور سُجهي رهيا آهن. ته مٿان خير پهتي آهي ته وفاقي حڪومت سنڌ کي ملندڙ رقم منجهان ۸۸٦-ملين رپيا گهٽائي رهي آهي.

سنڌ جي بجيٽ ناهيندڙ اڳ ئي سورن ۾ ويٺا آهن ڇو ته صوبي جي مالي وسيلن ۾ وڏي کوٽ پيدا ٿي وئي آهي. هلندڙ مالي سال جي شروع ۾ بجيٽ اندر آمدني ۽ خرچ جي وچم ٥ع ۸۲-ملين رپين جي خساري جي وٿي، ڪٿي وٺي هئي، پر هينئر جڏهن مالي سال پورو ٿيڻ وارو آهي تڏهن خسارو ٻه ارب رپين جو ٿي ويو. جنهن جو مطلب ته خرچ ۾ وڌارو ٿيو، ۽ صوبي جا مالي وسيلا پورا نه پيا. ٻئي طرف وفاق طرفان ٻه هن مالي سال ۾ هڪ ارب رپين کان وڌيڪ رقم ڪُٽائي ڏني وئي. هوڏانهن گذريل ٽن سالن ۾ امن امان جي مد ۾ سنڌ جا ڇهه- ارب رپيا خرچ اچي ويا آهن، سي ٻه جهڙو صفا زيان ٿي ويا- نه امن آيو ۽ نه امان ملي سگهي. ان ڪانسواءِ ڪجهه ڏينهن اڳ جي آيل خبرن موجب وفاقي حڪومت ۱۹۷۰ کان وٺي سنڌ جا رهيل لهڻا ليکا ٻه نٽي ڏني. مٿان حالت اها اچي ٿي آهي جو وفاقي وسلين تي ٻين صوبن جي ٻه لٽ اچي لڳي آهي ۽ خود صوبن جي وچم تڪرار وڌي ويا آهن.

هن حالت ۾ سنڌ حڪومت پنهنجا ڪم ڪاريون ڪيئن هلائيندي ۽ عوامي ڀلائي جون رٿابون ڪٿان توڙ پهچنديون؟ ۽ روزگار جا ڪهڙا موقعا پيدا ٿيندا؟ عالمي مالي فنڊ جا ٿي عملدار اڄڪا تائين اسلام آباد ۾ ويٺا آهن ۽ پاڪستان جي بجيٽ جون ڪيئي تجويزون هنن رد ڪيون آهن. خاص طرح سان صوبن کي ملندڙ وفاقي رقمن تي لڳندڙ گهات عالمي مالي فنڊ جي حڪم جو نتيجو آهي. وزيراعظم جيّ صلاحڪار وي اي جعفري جو ڪجهه ڏينهن اڳ اهو چوڻ ته صوبا پنهنجي لاءِ پاڻ مالي وسيلا پيدا ڪن، ان ڳالهه ڏانهن اشارو هو ته هن ڀيري صوبن لاءِ ڪافي سوڙهه پيدا ڪئي ويندي.

اطلاعن مطابق سنڌ جا عملدار سنڌ جو مالي ڪيس پوريءَ طرح تيار ڪيو

ويا آهن ۽ سنڌن دليلن کي وفاق ڪوبہ معقول رد نٿو ڏئي سگهي پر ان هوندي بہ وسيلن مهيا ڪرڻ کان پڙ ڪڍيو بيٺا آهن.

سنڌ لاءِ ڏوجهرن جا سڀ وڏا ڪارڻ وفاق جا پيدا ڪيل آهن. وفاق جون معاشي پاليسيون هن وقت تائين مجموعي طرح ناڪام رهيون آهن ۽ انهن جون اوليتون بہ الائي ڪهڙيون رهيون آهن، جنهنڪري ملڪي معيشت کي وڌندڙ آبادي، بيروزگاري، گهٽ روزگار، ادائگين جي توازن ۾ وڏو فرق، مختلف علائقن جي وچ ۾ ٿيندڙ ترقيءَ ۾ اڻبرابري، شهرن جي اڻ رٿيل واڌ، بدعنواني، صنعتي لاڳاپن ۾ ڇڪتاڻ، مهانگائي، ملڪي سڪي جو ملهہ ڪرڻ وارو لاڙو ۽ ٻيا سوين نقصانڪار اثر ورائي ويا آهن. تعليمي سهولتون پوريون ڪونهن، صحت جي سنڀال نٿي ٿئي ۽ زندگي جو مجموعي معيار بہ مايوس ڪندڙ آهي.

هنن سڀني وفاقي بي ڳنڌراين جو اثر ڦري گهري اچي ٿن ننڍن صوبن تي پوي ٿو۔ پر سنڌ جو معاشي ڏک اجا بہ وڏو آهي. ان جا پنهنجا مالي توڙي قدرتي وسيلا سڀ وفاق جي هٿ ۾ آهن. اسان جي بندر جي آمدني، اسان جي تيل جي اپت توڙي ٻين معاشي وسيلن تي سڄو اختيار وفاق جو آهي. سنڌ جي زرخيزي توڙي معدني ۽ مالي وسيلن جي شاهوڪاري سبب هن خطي جي اها سونهن سنڌن لاءِ قاتل ۽ مهلڪ ثابت ٿي آهي. سنڌ جي وسيلن تي وفاق جي قبضي ۽ انهن وسيلن جي غلط رٿابندي سان ٿيندڙ استعمال ۽ ان استعمال کي جاري رکڻ واري سياست، سنڌ جي روح کي ڇلي وڌو آهي. سنڌ جي صنعتي ترقي بہ جهڙي ٻيڻڪي نوعيت جي آهي. نہ صنعتڪار سنڌي آهي، نہ پورهيت ۽ ڪاريگر سنڌي آهن، اڳتي وڌڻ وارين سڀني واٽن جا دروازا سنڌ جي مٿان بند آهن.

اسان چئون ٿا تہ سياسي جمهوريت ايستائين ڪا معنيٰ نٿي رکي جيسين معاشي جمهوريت قائم نٿي ٿئي. هر قوم ۽ هرهڪ فرد لاءِ معاشي جمهوريت گهرجي ٿي، پر ان جي بدران اڻبرابري جا ڪوٽ اڏيا رکيا آهن.

آخر سنڌ ڪيستائين پاڪستان کي پنهنجي رتُ تي پاليندي رهندي. اسان سمجهون ٿا تہ پاڪستان ۾ معاشي رٿابندي ۾ جيڪا بہ بدافعالي موجود آهي، سا فقط انڪري آهي جو سنڌ جا وسيلا مفت ۾ مرڪز جي حوالي ٿيل آهنُ. اسان سمجهون ٿا تہ سنڌ جا وسيلا سنڌ کي خوشحال ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن۔ پر هت مال مفت۔ دل بي رحم وارو قصو آهيُ. انهن حالتن جي ڪري جمهوري نظام جي واٽ ۾ ڏنوڻ ۽ زنجير وجهڻ جو رڳو هڪ ئي مکيہ ڪارڻ نظر اچي ٿو، ۽ اهو آهي تہ سنڌ جي وسيلن تي پرماريت جاري رکي وڃي. ان معنيٰ ۾ سنڌ

جي دشمنن سنڌ کي هڪ مضبوط احساس ڏياريو آهي ته پاڪستان قائم ٿي ان ڪري آهي ته جيئن سنڌ جي وسيلن جو استحصال ڪري سگهجي. ان جي موٽ ۾ سنڌ جو ماڻهو بار بار پنهنجي سياسي فيصلن ۾ جمهوريت جي بحالي لاءِ ٿيندڙ جدوجهد ۾ سرواڻي جو ڪردار اِدا ڪندي، چئي رهيو آهي ته پاڪستان جي وجود جو بنياد سنڌ جي پرماريت تي نه رکو، بلڪ پاڪستان جو وجود سنڌ جي وسيلن جي استحصال جي خاتمي تي رکو- جو ان ئي پاڪستان جي وجود لاءِ مستقبل جي ضمانت ملندي.

اسان مطالبو ڪريون ٿا ته پاڪستان جي وجود تان مرڪز هتان سنڌ جي استحصال جي گلا لاهيو. سنڌ جي وسيلن کي سنڌ جي حوالي ڪريو ۽ سنڌ سان معاشي انصاف ڪريو. ملڪ کي آءِ ايم ايف جي غلامي منجهان ڪڍيو.

اسان مطالبو ڪريون ٿا ته سنڌ جي ايندڙ مالي سال کي وسيلا گهٽائي مشڪلات جو شڪار نه بڻايو- هڪ ته اڳ ئي سنڌ حڪومت سورن ۾ آهي ۽ مٿان اُن کي وڌيڪ سوڙهو ڪيو ويو ته اُها موجود ڏکين حالتن کي ڪيئن منهن ڏئي سگهندي!

آچر ٢٠-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# ڪامريڊ جتوئي وڃائجي ويو ته پوءِ

# سڪياسين ڪونه!!

اڄ ۲۱-مئي ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جي ورسي جو ڏينهن آهي. ڪامريڊ جتوئي کي اسان کان ڌار ٿئي ويهون سال ٿي ويو آهي. هن ڏينهن تي هڪ سوال سامهون اچي ٿو ته جتي ڪامريڊ جتوئي اسان کي ڇڏي ويو هو، اُتان کان پاڻ ڪٿي بيٺل آهيون. ڪامريڊ جتوئي جي هجڻ ۽ نه هجڻ جي وچ ۾ ڪو فرق پيو آهي؟ سنڌ جي هاري هلچل جون ڇا خبرون آهن؟ ڪامريڊ جتوئي جي حوالي سان، پاڪستان ڏانهن روين ۾ ڪٿي بيٺا آهيون ۽ اصل ڳالهه ته اسان جي اڄوڪي سياست، ڪامريڊ جتوئي واري سياست جي اڳيري صورت آهي يا نه؟

هنن سيني سوالن تي بحث کان اڳ هڪ ڳالهه طئي ڪرڻي پوندي، جنهن سان اسان جي اڄوڪي قيادت جي گهوٽالي جو هڪ اهم نفسياتي پهلو لاڳاپيل آهي. ڪامريڊ غريب گهر جو فرد هو ۽ وڏيرو نه هو. پر ڇا هو "جوابي وڏيرو" هو؟ "جوابي وڏيرو" جو اصطلاح ڪٿي نئون هجي، پر هي اسان جي اڄوڪي ڪاپي دُر جي سياست ۾ هڪ حاوي رويو آهي. وڏيرو پنهنجي طبقاتي لحاظ کان زرعي ملڪيت جو اهو زوال پرست آهي، جيڪو زماني جي نواڻ ۽ جدت پسندي جو ڪٽر مخالف ۽ پنهنجي ملڪيتي حد واري علائقي جو آمر آهي. هو پنهنجي حد جي اندر رهندڙ سيني مرد، عورتن ۽ ٻارن جي حقن، توڙي اخلاقيات، جو قانون ساز آهي. وارثتي ملڪيت جون سڀ بيماريون ڪيس لڳل آهن ۽ مال مفت دل بي رحم واري مثال جو شاندار عجوبو آهي. عالمي معيار مطابق انفرادي آزادين جو ڪٽر ويري آهي ۽ ڪڏهن به نه چاهيندو ته سندس راڄ ۾ اهڙا ماڻهو پيدا ٿين، جيڪي اڇا ڪپڙا پهرين، تعليم حاصل ڪن يا وڏيري ۽ سندس اتحادي پير جي معاشي ۽ روحاني جڪڙ منجهان ٻاهر نڪري سگهن. ان جو مطلب ته هو ڪنهن کي به پاڻ سنئين برابري ڏيڻ لاءِ تيار ناهي ۽ پنهنجي ان حيثيت کي بچائڻ لاءِ کيس لازمي طرح ظالم بڻجڻو پوي ٿو ۽ ظالم بڻجڻ هن جي مجبوري آهي. وري جڏهن ماڻهن کي ووٽ جو حق مليو ۽ وڏيرو گذري به

زوال جي عمل مان رهيو هجي، سنڌس راڄ مان ئي ڪجھ ماڻهو پڙهي هلڪيون سلڪيون نوڪريون وٺي، يا ٿورا ڪاروبار ڪري معاشي طرح پاڻيرا ٿي وڃن، تڏهن وڏيري کي ماڻهن جو محتاج ٿيڻو پوي ٿو. ماڻهن جو محتاج به هو پنهنجي معتبري کي بچائڻ لاءِ ٿئي ٿي. يعني ظالم ٿيڻ سان گڏ هو نڪ به ٿئي ٿو، ۽ نڪ ٿيڻ جون فنڪاريون هو پنهنجي سياست، ۾ ڏيکاري ٿو. جيڪو واءُ ٿو لڳي اُن سان هلي ٿو.

اسانجي ڪابي ڌُر جي قيادت هن مهل تائين سياسيءَ طرح گهوٽالي ۾ آهي، نه اُن وٽ ڪا رٿابندي آهي، نه اُن جا ڪي مقرر ٿيل هدف آهن ۽ نه ڪجھ حاصل ٿيو آهي. اُن جو بنيادي روحاني مسئلو به اهو آهي، جو وڏيرو ئي هن لاءِ هڪ آدرش آهي. هن وٽ ان ڪانسواءِ ٻي ڪا چونڊ ئي نه رهي آهي ته هو "جوابي- وڏيرو" ٿئي، ۽ وڏيري سان همسري ڪري يا وڏيري جو اتحادي ٿيڻ جي ڪوشش ڪري. باوجود ان جي ته اسان جو "جوابي وڏيرو" ترقي پسند اڳواڻ، اصل وڏيري کان بهتر پوزيشن ۾ آهي، جو اُن وٽ جيڪا نفري يا افرادي قوت آهي سا هيٺئين وچولي طبقي مان آهي، سجاڳ آهي، مخلص آهي ۽ ڪيس پنهنجي ڪم سان لڳاءُ به آهي، پر "جوابي- وڏيرو" به جيئن ته وڏيري جو پرتوو ۽ عڪس آهي ۽ اڳواڻ صاحب جا افعال، سوچن ۽ ذهني عياشيون به سڀ وڏيري واريون آهن، تنهنڪري هو اڳتي ڪٿان وڃندو اسان جي ڪامريڊشاهي جو به لڳ ڀڳ ساڳيو حشر آهي.

ڪامريڊ جتوئي ذاتي طرح وڏيرو نه هو ۽ نه جوابي- وڏيرو هو. هن جو ڪلچر، روش ۽ سوچون سڀ هڪ نئين مثالي قيادت واريون هيون. پر سنڌ جي سماجي حالتن جو دٻاءُ پنهنجي جاءِ تي موجود هو ۽ سندس ڪارڪنن جي نفري اُها هئي، جيڪا "جوابي- وڏيرو" جي شوق يا مڪنزم ڏانهن پئي وڌي، سندس ٻيو مسئلو هي هو، جو هاري هلچل سڌي سنئين "هارين جي ٽريڊ يونين" تحريڪ هئي ۽ ان ئي حساب سان اڳتي وڌي رهي هئي سا وچولي طبقي جي ون يونٽ مخالف تحريڪ ۾ شامل ٿي پنهنجو ٽريڊ يونين ڪردار ڪافي حد تائين گم ڪري ويٺي.

پر ڪامريڊ جتوئي جيئن ته سنڌي سماج جي روايتي ساٿين کي گڏ ڪٽي نئين دور جي روشن خيالي ۾ داخل ٿيو هو، ۽ سندس انسان دوستي جي اوسر اهڙي دور ۾ ٿي جڏهن وڏيري جو متبادل ڪلاس به موجود هيو. ڪامريڊ جي نفسيات ۾ وڏيري سان همسري ڪرڻ جو شوق هجي ها ته ڊپٽي ڪليڪٽري نه ڇڏي ها، جتي وڏيرا سندس چاپلوسي ڪرڻ تي مجبور هئا. ان ڪري هن جي

جدوجهد جا تي وڏا ٿل به اسان جي سامهون موجود آهن. هڪ ٽيننسي ائڪٽ جي منظوري، جنهن سان هارين کي اڌ بٽئي جو قانوني حق مليو، بيو ترقي پسند سياست ۽ سماجي فڪر جو بنياد ۽ ٽيون ون يونٽ جو ڊهڻ.

ان لحاظ کان هن وقت تائين ڪامريڊ جتوئي، سياسي قيادت ۾ اسان جو هڪ مثالي اڳواڻ آهي. هن جي جدوجهد ۾ وڏي ڳڻ ڳوٻت موجود هئي. هن جي نعرن ۽ هدفن جو آڌار سندس گڏ ڪيل تنظيمي قوت تي هو. هن ڪڏهن به اڳواٽ نعرا نه ڏنا. اهڙي طرح ڪاٻه ڳالهه نه ڪيائين جنهن جو وٽس سامان موجود نه هجي. ڪامريڊ جو انگريزي ۾ لکيل مضمون (Let us save pakistan (اچو پاڪستان بچايون) پاڪستان جو اهڙو بهتر تصور پيش ڪري ٿو جنهن لاءِ جاکوڙ ڪري سگهجي ٿي- ان مضمون ۾ ڪامريڊ پرڏيهي امداد، ون يونٽ ۽ مُلان جي عوام دشمن ڪردار کي وائکو ڪيو آهي. ان حد تائين جو علام آءِ آءِ قاضي تي به تنقيد ڪئي اٿس.

ڪردار، عمل ۽ سياسي بصيرت جي مڙني صلاحيتن کي ڪم آڻي سماج اندر اٿل پٿل پيدا ڪرڻ ذريعي ڪامريڊ جتوئي جيڪي قيادت جا معيار قائم ڪيا، تن کي پاڻ جاري نه رکي سگهياسين، جنهن ڪري نه هاري تحريڪ جو اسان وٽ عملي وجود آهي ۽ نه ان جو ڪو آسرو آهي. ڪامريڊ جتوئي کي وڃائڻ کانپوءِ به اسان نه سکي سگهيا آهيون ته ان کي سواءِ بدقسمتي ۽ نياڳ جي بيو ڇا ٿو چئي سگهجي!

سومر ٢١-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# قادر مگسي تي الزامن جا ثبوت ڏيو!

جيئي سنڌ جي اڳواڻ ڊاڪٽر قادر مگسي جي گرفتاري ڪانپوءِ سڄي سنڌ ۾ احتجاج جي لهر اُٿي آهي. پر ان احتجاج جا به معقول ترين مطالبا آهن. پهريون ته حڪومت ٻڌائي ته همراهه ڪي ڪڏانهن ڪيائون ۽ ٻيو ته مٿس جيڪي الزام آهن تن جو ڪيس عام عدالت ۾ هلايو وڃي.

ڊاڪٽر قادر جي ماڻهن ۾ مقبوليت جو گراف گذريل ٽورن مهينن ۾ خاصو وڌي ويو. حيدرآباد ۾ جڏهن حڪومت ۽ انتظاميه بيگناهه سنڌين کي تحفظ ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي، حيدرآباد جي انتظاميا دهشت گردن بدران انهن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪيو، جيڪي زخمين کي رت ڏيڻ لاءِ اسپتالن ۾ ٿي ويا، پنهنجن گهرن جا اڱڻ به ماڻهن لاءِ ڪوس گهر بنجي ويا ۽ محترمه بينظير صاحبه ڪشميرين جو درد کڻي اسلامي ملڪن جي دوري تي رواني ٿي وئي، تڏهن حيدرآباد واسين جي بچاءَ جا سڀ آسرا، اجها ۽ امڪان بند ٿي ويا. تڏهن قادر مگسي جو هڪ بيان آيو ته هاڻ دهشتگردن کي پاڻ مُنهن ڏبو. بيان اچڻ ڪانپوءِ ٽي ڏينهن . نه گذريا ته قادر مگسي گرفتار ٿي ويو ۽ حڪومت به هن جي گرفتاري بابت ڪٺي چپ هنيو آهي.

تاريخ، سنڌ جي ماڻهن کي سڀ کان ڏڪئي موڙ تي آڻي بيهاريو آهي. هنن جمهوريت ۾ بچاءَ جو آسرو رکي پيپلزپارٽي کي ووٽ ڏنا ۽ ان کي حڪومت جي گادي تائين رسايو. هي صحيح آهي ته سنڌين کي آمريت جي بلائن بچائڻ جو مقصد ئي ڪين جمهوريت پسند هجڻ جي سزا ڏيڻ آهي. اگر به توڙي اڄ به پر جمهوري حڪومت ڇا ڪيو آهي!؟ جمهوري حڪومت قائم ڪندڙ پارٽي ڇا ڪيو آهي. ماڻهن سڀ تماشو ڏٺو آهي! حڪومت جي سڀ کان وڏي اوليت پنهنجو اقتدار بچائڻ آهي. جو پ پ پ سمجهي ٿي ته جيسين اقتدار نه بچائبو، تيسين ڪجهه ڪري نه سگهبو. سنڌ جا بيگناهه مرندڙ ماڻهو جون ٿا، اسين مري وياسين، اسان دربدر ٿياسين، اسان جا شهر اسان کان کسجي ويا ته پوءِ سچ اُپري نه اُپري ڪهڙو فرق ٿو پوي! ان طرح حڪومت ۽ سنڌ جي عوام جي اوليتن ۾ وڏو ويڇو پيدا ٿي ويو آهي. هن حالت ۾ جيڪڏهن حڪومت اهو سمجهي ٿي ته اُها پنهنجي زبردست ناڪامين جي باوجود اقتدار ۾ رهندي ته اها

سندس غلطفهمي آهي. پنيور کي باهہ لڳي وئي آهي ۽ حڪومت ڏسي رهي آهي.

هي بہ صحيح آهي تہ حڪومت کي ڪجهہ راڄڻي ڪمزوريون پلئہ پيل آهن- جن کي ڏسي حڪومت کي هڪ حد تائين رعايت ۽ موقعو ڏئي سگهجي ٿو؛ تہ پلي اُها هلي پاڻ کي پختو ڪري، پر اجتماعي موت جي مُلهہ تي سمجهوتو يا مصالحت ڪيئن تي ڪري سگهجي؟ ڪنهن وٽ ڪو دليل بچيو تہ ڏئي ڏيکاري.

ڏسڻ وارا اهي بہ ڏسن ٿا تہ حڪومت جمهوريت جي بقا ۽ بيگناهہ سنڌواسين جي تحفظ جا ٻئي ڪم هڪ ئي وقت ڪري پئي سگهي. پر ڏسڻ وارن هي بہ ڏٺو آهي تہ حڪومت اهي ٻئي ڪم نہ ڪيا آهن. پنهنجي نااهلي سبب يا حالتن جي شعور جي کوٽ سبب. هينئر جيڪي بدناميون هن حڪومت جي ڳچيءَ ۾ پيون آهن، سي يارهن سالن جي آمريت کي بہ پلئہ نہ پيون. بس هڪڙو ئي سهارو هو، جيڪو بہ ختم ٿي رهيو آهي. ڇڙواڳي، مارڌاڙ لاقانونيت، جنهن کي جيئن اچي سو تيئن ڪري وارين حالتن پنهنجي جڪڙ مضبوط کان وڌيڪ مضبوط ڪئي آهي-

اهڙي حالت ۾ ڊاڪٽر قادر مگسي ماڻهن ۾ مقبول ٿئي ٿو، پنهنجي هڪ بيان سان سنڌواسين کي آٿت ڏئي سگهي ٿو- جيڪو آٿت اقتدار تي ويٺل سمورا ماڻهو حڪومت تي هوندي بہ نٿا ڏئي سگهن، تہ پوءِ ڪنهنجي ڀاڳ سان ڪهڙي ريس!

چون ٿا تہ قادر مگسي حيدرآباد ۾ ٽيهين سيپٽمبر واري قتلام جي وارداٽ ڪرڻ وارن ۾ شامل هو، جنهنڪري مٿس وارنٽ هئا. اُن واقعي کي ٻيو سال پورو پيو ٿئي. اُن ڪيس جا هڪڙا جوابدار جهليا پيا آهن، جن مان ڪن کي جيل اندر ماريو بہ ويو آهي. انهن جوابدارن تي ڪهڙا ڪيس هليا آهن، ڪهڙيون ڪهڙيون حقيقتون ان قصي جي پٺيان آهن، تن بابت هڪ اکر بہ ماڻهن کي نہ ٻڌايو ويو آهي. ان واقعي ۾ هڪ ايجنسي جو نالو بہ ورتو پيو وڃي- ان ايجنسي بابت پريس ۾ بہ خبرون ڇارون آيون آهن- هاڻوڪي حڪومت تہ اهو بہ اعلان ڪيو هو تہ آءِ ايس آءِ جي سياسي ونگ ختم ڪئي وئي آهي. جڏهن هڪ ايجنسي کي آمر ضيا پاران سونپيل عوام ۽ ملڪ دشمن ڪم کي ختم ڪيو ويو، تڏهن ان ملڪ دشمني جا تفصيل سامهون ڇو نہ آندا ويا؟ سڀ قصا سمورا راز جڏهن حڪومت پاڻ وٽ دٻايو ويٺي آهي ۽ اهڙي بارود جي ڍير مٿان حڪومت جو ڪاروبار ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن ٽيهين سيپٽمبر واري واقعي ۾ ڊاڪٽر قادر بہ شامل هيو تہ اُن جي جاچ ٿئي ۽ حڪومت ثبوتن سان سامهون

اچي- پر اها ساڳي جاچ اُن ايجنسي ۾ اُن جي اهل ڪارن تي به ٿئي ۽ اُن کي به قادر مگسي ۽ جانو آرائين سان گڏيل ملزم ڪري عدالت جي ڪٽهڙي ۾ بيهارڻ گهرجي.

ڇا حڪومت ٻڌائي سگهندي ته ٽيهين سيپٽمبر کان پوءِ ڏينهن جيڪو ڪجهه ڪراچي ۾ ٿيو هو، ملير ۽ شاهه فيصل ڪالوني ۾ سنڌين جو جيڪو قتلام ٿيو، اُن جو اڄ ڏينهن تائين ڪو هڪ به ذوهاري جهليو آهي يا ڪنهن کي سزا ڏني وئي؟ جيڪڏهن نه ته پوءِ ڇو ٿا ماڻهن جي قتن تي لوڻ ٻرڪيو. توهان ته سنڌين خلاف صحافتي دهشت گردي کي به منهن ڏئي نه سگهيا آهيو. هن طرح توهان ڪيستائين ۽ ڪنهن جي آسري تي هلي سگهندئو؟

اسان مطالبو ڪريون ٿا ته ڊاڪٽر قادر مگسي بابت وضاحت ڏني وڃي ۽ جيئن گهر ڪئي پئي وڃي ته ڪيس عدالتي رمانڊ ۾ ڏنو وڃي، ته اُن تي عمل ڪريو. سنڌين کي مارڻ جي هڪ طرفي ٽرئفڪ روڪيو يا پاڻ به گڏيون ڇڏي مرڻ وارن ماڻهن سان گڏ ٿي بيهي رهو.

*آگارو ۲۲- مئي ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

# سنڌ تي مارشل لا هٽائڻ جو مطلب ڇا آهي؟

صدر غلام اسحاق خان ڪالهه ڪراچي ۾ هڪ ڀيرو وري سنڌ تي مارشل لا، گورنر راڄ يا ايمرجنسي لاڳو ڪري ماڻهن جي چونڊيل حڪومت کي ختم ڪرڻ جو انتظار کي اينگهائي ويو. هتي اخبار وارن سان ڳالهيون ڪندي صدر، گڏيل مخالف ڌر (سي او پي) طرفان سنڌ تي گورنر راڄ يا ايمرجنسي لاڳو ڪرڻ واري مطالبي کي ٻه رد ڪري ڇڏيو ۽ چيو ته دهشت گردي خلاف قانون موجود آهي. هن موقعي تي سنڌ جي وڏي وزير آفتاب شعبان ميراڻي صحافين کي خاطري ڏني ته هڪ هفتي اندر حيدرآباد جون حالتون ڪافي سُڌري وينديون. هڪ پاسي حڪومت جون انتظامي صلاحيتون وري وري آزمائجي چڪيون آهن ۽ هاڻي ڀروسو پيدا نٿو ٿئي ته انتظاميه پنهنجي روايتي صلاحيتن ۽ وسيلن سان دهشت گردي کي مُنهن ڏئي سگهندي. ڇو جو هٿيارن جي سپلاءِ، دهشتگردن جي رٿابندي ۽ عمل جو ڦهلاءُ انتظاميه جي وس ۽ پهچ اندر نه رهيو آهي ۽ ان سياست جا ڪهڙا مخصوص مفاد آهن. اهڙا مفاد جيڪي دهشت گردن جي سياسي شڪل کي اقتدار ۾ ڀاڱو ڏيڻ کان ٻه وڌيڪ "اهم ۽ ضروري" آهن.

اها ڳالهه ايم ڪيو ايم وارا توڙي سنڌن اتحادي سڀ سمجهن ٿا ته پيپلزپارٽي جي حڪومت جي وس ۾ ڪونهي ته سندس هٿ ۾ موجود وسيلن سان معاشري جي ڪايا پلٽي ڇڏي. هرڪو ڄاڻي ٿو ته موجود حالتن ۾ ڪابه سويلئن حڪومت ملڪ مان ٻه بيروزگاري جو مڪمل خاتمو ڪري سگهي ٿي، نه معاشي زوال جي رفتار کي روڪي سگهي ٿي، نه صنعتڪاري جي عمل کي تيز ڪري ٿي سگهي، نه تعليم ۽ صحت جون گهربل ضروتون پوريون ڪري سگهي ٿي، نه معاشي زوال جي رفتار کي روڪي سگهي ٿي، نه صنعتڪاري جي عمل کي تيز ڪري ٿي سگهي، نه تعليم ۽ صحت جون گهربل ضروتون پوريون ڪري سگهي ٿي. اها حڪومت ضيا جي هجي، يا ٿوري بدل سدل محمدخان جوڻيجي جي يا پيپلزپارٽي جي. هرڪا پارٽي پنهنجي سياست ڪن مخصوص مفادن لاءِ ڪري رهي آهي. فرق رڳو ايترو آهي ته هڪڙين جي مخصوص مفادن جو بنياد ٻين کان ڪجهه وڌيڪ ويڪرو ۽ ڪشادو آهي، پر

سيني جي بنيادي اوليت اقتدار ۾ رهڻ آهي. ملڪي وسيلن ۽ عوام جي پورهئي جي صورت ۾ گڏ ٿيندڙ دولت جي ورڇ جو جيڪو نظام آهي، ان جي غليظ ۽ عوام دشمن پاسن کي هرڪو ڏسي ٿو. وسيلا ڪهڙي پاسي پيا وڃن، سا به سڀ کنهن کي خبر آهي. جوڻيجي جي پنج نڪاتي پروگرام ۽ پيپلز پروگرام ۾ فرق به اهو آهي، جيڪو مسلم ليگ جي مخصوص مفادن ۽ پيپلزپارٽي جي مخصوص مفادن ۾ آهي. پيپلزپارٽي کي ٿوري فضيلت اها حاصل آهي جو ان جي مخصوص مفادن جو دائرو ڪجهه وڌيڪ وسيع آهي، ۽ ان ۾ مٿئين وچولي طبقي ۽ وڏيرڪي ڪلاس جا وسيع حلقا شامل آهن، ۽ پ پ پ جي ارادن جي نيڪ نيتي به عام ماڻهو تائين ائين پهچي ٿي، جيئن ننڍڙي "واٽر ڪورس" جو وهڪرو هڪ وڏي وسيع بيابان ۾ داخل ٿيندي ئي جذب ٿي ويندو هجي. ڇو جو اصل وسيلا اُهي ئي آهن، جيڪي ڪالهه ضيا ۽ جوڻيجي جي هٿ ۾ هئا ۽ اڄ پ پ پ حڪومت جي هٿ ۾ آهن.

پاڪستان جي سياست جو تڪرار، محدود وسيلن جي ورهاست جو اختيار حاصل ڪرڻ ٿي آهي. ان کان وڌيڪ سڌريل مقصدم گهٽ ۾ گهٽ سياسي شڪل ۾ ته موجود ڪونهي. البت مقصدن ۾ مرحليوار سڌارو جمهوري عمل جي جاري رهڻ سان ئي اچي سگهي ٿو ۽ جمهوري عمل کي جاري رکڻ جي ذميواري، يا ان ۾ حڪومتي مفاد، ٻين جي ڀيٽ ۾ پيپلزپارٽي جو وڌيڪ آهي ڇو ته اُها عوام ۾ مقبول آهي- ڪن به سببن جي ڪري هن پارٽي سان عوام گڏ آهي يا عوام کي هرحالت ۾ محروم رکڻ وارا طبقا به ان سان سلهاڙيل آهن، ان طرح عوام پاڻ يا سياسي حرفت بازي ذريعي عوام جو سيني جو جيئاپو جمهوري عمل جي جاري رهڻ سان آهي.

جن کي جمهوريت مان پنهنجي مفادن جي پورائي جو آسرو ڪونهي، تن جي اکين ۾ آمريت اچڻ جا خواب ٽنگيل آهن. ايتري تائين جو هو اکيون ڇنيي، پنهنجي اکين کي آلاڻ مهيا ڪرڻ جي ضرورت به محسوس نٿا ڪن- هنن جون اٽيون اکيون، ويران ۽ شرم حيا کان محروم ٿي ويل اکيون، آمريت جون آسائتيون آهن. هنن کي آمريت ڪانسواءِ ڪٿي به نجات نظر نٿي اچي. ان ڪري هنن جي اکين جي ويرانن مان اُٿندڙ واري هاڻي بارود ٺڄي وئي آهي. جمهوريت کي ڏوڏي، غير مستحڪم ڪرڻ ئي سندن ڪل- وقتي ڪم بنجي ويو آهي.

ڪشمير واري اُبري آيل مسئلي پيپلزپارٽي کي سندس ڏاڍن ڏکين ڏينهن ۾ سهارو ڏنو- پر هاڻي جڏهن جنگ جهڙي حالت پيدا ٿي آهي، تڏهن هنن کي

وري آسرو پيدا ٿيو آهي، ته پيپلزپارٽي جي حڪومت ڪان جند ڇڏائجي. ڇو جو هنن کي خبر آهي ته ڀارت سان ٻه وڏيون جنگيون تڏهن لڳيون هيون جڏهن پاڪستان تي مارشل لا جو راڄ هو. هنن جي خيال ۾ هاڻي ٻه ڀارت سان جنگ ڪرڻ جو اڳواٽ شرط اهوئي آهي آهي ته پاڪستان مارشل لا هيٺ اچي. ان لاءِ هنن پاڻ مارشلا جو بهانو مهيا ڪرڻ لاءِ دهشت گردن کي ميدان تي وڏيڪ سرگرم ڪيو آهي. هوڏانهن ڀارت ٻه آءِ جي آءِ ايم ڪيو ايم سان ان نقطي تي ٻه سؤ سيڪڙو متفق آهي، ته پاڪستان سان جهيڙو ٿئي، ان ڪان اڳ ضروري آهي ته پاڪستان تي مارشلا اچي. ڇو جو هو پنهنجي فتح جي ضمانت ٻه ان ۾ سمجهي ٿو. جڏهن پاڪستان تي مارشل لا هوندي، تڏهن ڀارت کي وڙهڻو رڳو فوج ۽ فوجي حڪومت سان پوندو، جيڪا ڳالهه هن لاءِ وڌيڪ سٺائي آهي. پر جيڪڏهن مارشل لا نتي لڳي ۽ ڀارت کي جمهوري حڪومت سان جنگ ڪرڻي پيئي پوي ته پوءِ اها جنگ پاڪستان جي ماڻهن سان هوندي، جيڪا ظاهر آهي ڪجهه وڌيڪ ڏکي ٿيندي.

ان ڪري اسان مطالبو ڪريون ٿا ته جيڪي ٻه سياسي ڌريون سنڌ تي گورنر راڄ، مارشل لا يا ايمرجنسي مڙهڻ جي ڳالهه ڪن ٿيون، تن کي موجود علائقائي تڪرارن جي روشني ۾ دليل جي آڌار تي پرکيو وڃي ته اُهي هن ملڪ جي مستقبل سان ڪيئن کيڏي، اُن کي تباهه ڪرڻ گهرن ٿيون. پر اُن ڏوهه جي ڪا سزا ٻه ضرور هئڻ گهرجي!

خميس ٢۴-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# دهشتگردي جي باهہ ڪي ڪيئن مُنهن ڏجي؟

پريس مافيا ڪراچي ۾ اڄوڪن (٢٧مئي) فسادن جي سڌي ذميوار آهي. هنن هڪ ڏينهن اڳ حيدرآباد واري واقعي جي رپورٽنگ دهشتگردن جي شهہ تي ڪئي آهي. ان جو مقصد ڪراچي ۾ سنڌين کي قتل ڪرائڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نٿو ٿي سگهي. ٿيو تہ ائين آهي. اڄ (٢٧-مئي) تي صبح سان ئي زولاجيڪل گارڊن، الڪرم اسڪوائر ۽ ٻين هنڌن تي سنڌين کي مارڻ جا اطلاع پهتا آهن، جنهن ڪانپوءِ شهر سڄو گولين جي برسات ۾ اچي ويو آهي.

پريس مافيا جي رپورٽنگ ۾ ديده دليري تہ ڏسو: پوليس سان دوبدو، پنهنجي گهرن جي ڇتين تي مورچابند ٿي مقابلو ڪندڙن کي "شهري" لکيو ويو آهي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ جن گهرن مان هزارين رائونڊ فائر ٿيا آهن سي شهري ڪٿان سڏبا؟ هنن جو مطلب آهي تہ حڪومت، دهشتگردن کي هٿ ڇڳو ٿي لائي؟ هنن جو مطلب آهي تہ دهشتگرد ڀلي قتل ۽ غارت ڪندا رهن ۽ ڪين اهڙي ڇڙواڳي جو حق هجي؟

هن طرح دهشتگردن ۽ سندن سرپرست پريس جو مطلب آهي تہ غارت گري جي اُها رفتار قائم رهي جيڪا هو پاڻ رکڻ گهرن ٿا. جيڪڏهن حڪومت قدم کڻي ٿي تہ باهوڙجي پون ٿا. ٻئي پاسي ميارون بہ حڪومت تي آهن تہ اُها حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڪجهہ نٿي ڪري.

هوڏانهن گڏيل مخالف ڌر پيپلزپارٽي سان ضد ۾ دهشتگردي جي حمايت ڪندي رياڪاري ۾ ڪاهي پئي آهي. هنن جو بہ مطلب آهي تہ دهشتگردن جي هٿان بيگناهہ جو قتلام جاري رهي. هي اهو نٿا سمجهن تہ هاڻي مسئلو پيپلزپارٽي جي حڪومت هجڻ يا نہ هجڻ جو ناهي. هاڻي دهشتگردن پاڪستان جي سالميت کي داءُ تي لڳائي ڇڏيو آهي. هو چاهن ٿا تہ مارشل لا لڳي يا ڀارت جو قبضو ٿي وڃي. آءِ جي آءِ بہ انهيءَ مقصد ۾ شامل ٿي وئي آهي.

گڏيل مخالف ڌر هن ويڙهہ ۾ سياسي عمل کي تباهہ ڪري رهي آهي. جيڪڏهن سي او پي جي پارٽين ۾ اخلاقي جرئت آهي تہ هو پاڻ پهريائين دهشتگردن کان هٿيار ڦٽا ڪرائين. جيسين هنن جي اتحادين وٽ هٿيار موجود

آهن تيسين هو سياست ڪرڻ لاءِ پنهنجي اهليت ۽ لائقي ڪيئن ثابت ڪري سگهندا؟

دهشتگردن کي فائدو آهي ته ٻنهي سياسي حمايت به موجود آهي ته پريس مافيا به سندن اشاري تي هلي پئي. هي سڄي صورتحال سنڌ ۾ هڪ مڪمل ۽ ڪل وقتي گهرو ويڙهه ڏانهن وڃي رهي آهي. هڪ اهڙي ويڙهه جنهن مان حاصل رڳو لاش، رت ۽ ملڪ جي تباهي ٿيڻي آهي. اسان اڳ ئي هنن ڪالمن ۾ چوندا آيا آهيون ته پاڪستان غير ملڪين جي يلغار ۾ آهي. اهي ماڻهو چاهين ٿا ته هي ملڪ سندن لاءِ ذاتي ڪاروبار ٻڻبو رهي، يا رهي ئي نه. ٻي صورت ۾ ههڙي حالت پيدا ڪرڻ جو آخر جواز ڪهڙو آهي؟ آخر هنن کي حڪومت طرفان امن امان قائم ڪرڻ لاءِ هلايل مهم تي باهه ڇو لڳي آهي، ۽ امن امان جي بحالي کي هو پنهنجن گڏن ارادن جي تڪميل ۾ رنڊڪ ڇو ٿا سمجهن؟ اسان سمجهون ٿا ته دهشتگرد سڀ ڪجهه نه آهن. زمانو هنن جي مرضي سان ناهي هلڻو، سڌي ڳالهه آهي ته هنن سنڌ تي هڪ جنگ مڙهي ڇڏي آهي جنهن سان خطرو پاڪستان جي سالميت لاءِ پيدا ٿيو آهي. پر هن حالت جو مقابلو ڪري سگهجي ٿو. اجا ايتري دورانديشي ۽ معقوليت جو ذخيرو هڻڻ گهرجي جو ان کي دهشتگردن ۽ سندن سرپرست سياستدانن جي مقابلي ۾ آڻي سگهجي. اسان هن ڏس ۾ حڪومت جي اڳيان هيٺيون تجويزون آڻيون ٿا:

١- حڪومت، سنڌ ۾ لساني نفرتن کي مڪمل طرح ختم ڪرڻ لاءِ هڪ سال جو حدف مقرر ڪري.

٢- سنڌ ۾ دهشتگردن جي سياسي قيادت کي ڇڏي باقي سمورين تنظيمن جو هڪ نُڪتي تي سهڪار حاصل ڪيو وڃي. اُهو نُڪتو امن امان جي بحاليءَ ۽ لساني نفرتن جو خاتمو هجي. ان ڏس ۾ پيپلزپارٽي سنڌ مان قومپرستن (جيئي سنڌ محاذ، سنڌي اتحاد ۽ سنڌ نيشنل فرنٽ) پاڪستان نيشنل پارٽي، جمعيت علماءِاسلام جي سنڌ شاخ، جمعيت علماءَ سنڌ ۽ پنجابي پختون اتحاد سان ترت ڳالهيون ڪري سهڪار حاصل ڪري.

٣- هڪ نقطي تي اهو گڏيل اتحاد پاڻ کي سيني لساني آبادين لاءِ ضمانت بنائڻ جا اُپاءَ وٺي.

٤- اهو اتحاد سڀ کان اڳ همت ڀريو قدم کڻي، مختلف لساني گروهن مان پنهنجي پنهنجي نفري سان اهڙا جٿا تيار ڪري دهشتگردي خلاف ماڻهن جو دفاع ڪري. جيڪڏهن اهو اتحاد ڪن سببن کان حاصل نٿو ٿئي ته پوءِ پيپلز پارٽي پاڻ اهڙو قدم کڻي. يعني سنڌي ۽ اردو آبادي مان پنهنجي

ڪارڪنن-جا گڏيل جٿا تيار ڪري ڪراچي ۽ حيدرآباد جو دفاع ڪري.

٥- عوام دوست ۽ معقول ذهن جي صحافين ۽ دانشورن کان دهشتگردي جو پورو ڪيس تيار ڪرائي ڪين پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ عوام اڳيان روبرو، ڪيس-پيش ڪرڻ لاءِ موڪلي. ذهشتگردي خلاف سچي ملڪ مان سرگرم حمايت ورتي وڃي.

٦- حڪومت، فوج جي مختلف ادارن کي ملڪي سلامتي جا واسطا وجهي دهشتگردي خلاف پنهنجي، تيار ڪيل انتظامي حڪمت عملي تي عمل ۾ ڪائنن سچو تعاون حاصل ڪري.

٧- ضياءَ دور ۾ آءِ ايس آءِ ملڪ ۾ جيڪا سياست پکيڙي هئي ۽ "سياستدان" پرتي ڪيا هئا تن جا تفصيل عوام جي آڏو آندا وڃن ۽ اهڙن سياستدانن تي جمهوريت ۽ عوام دشمني جا ڪيس هلايا وڃن.

٨- هن ڏس ۾ سنڌ جي مارشل لا دور جي نئين وزيرن کان به صلاحون ۽ معلومات ورتي وڃي.

٩- پريس مافيا جا جيڪي ماٺهو دهشتگردن جي اشاري تي ڪم ڪري رهيا آهن. تن کي سنڌن تحريرن وسيلي ظاهر ڪيو وڃي.

١٠- غيرقانوني طور گڏ ڪيل هٿيارن جي ڳولا جو ڪم مستقل بنيادن تي هٿ ۾ کنيو وڃي.

١١- مختلف آبادين ۾ نفرتون وڌائڻ ۽ حالتن کي وڌيڪ خراب ڪرڻ لاءِ بيان ڏيندڙن، ڪوڙي واويلا ڪري ڪوڙ کي سچ ثابت ڪرڻ وارن کي پڪڙيو وڃي.

١٢- پارٽي حڪومت سان هڪدم ڳالهيون ڪري ڪيس ضمانت ڏني وڃي ته پاڪستان سندس اندروني معاملن ۾ دهشتگردن ذريعي مداخلت نٿو ڪري، جواب ۾ ڪائنس ضمانت ورتي وڃي ته سنڌ توڙي پنجاب ۾ دهشتگردن ذريعي پنهنجي مداخلت بند ڪري.

*سومر ٢٨-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

ڪراچي جي ڪلهوڪن واقعن اهوئي ثابت ڪيو، جيڪو ان کان اڳ حيدرآباد جا واقعا ثابت ڪري چڪا آهن. دهشتگردن ۽ سنڌن سياسي قيادت جي پهرئين ڏينهن کان ڪوشش رهي آهي ته سول انتظاميه کي نه هلڻ ڏجي. گورنر راڄ، ايمرجنسي يا سنڌ ۾ مارشل لا هٽائڻ جي سنڌن خواهش ته پڌري آهي ئي آهي پر حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ هن پاڻ سول انتظاميه کي اجايو بنائڻ ۾

ڪافي حد تائين ڪاميابي حاصل ڪئي. تازو جڏهن سنڌ حڪومت، صدر ۽ وزيراعظم جي سخت هدايتن تي دهشتگردي ۽ ڌوهن خلاف مهم هلائي آهي ۽ دهشتگردن کي پنهنجن ڪارروايون ڪرڻ ۾ سوڙهه محسوس ٿي آهي، تڏهن هنن ڪليو ڪلايو سول انتظاميا کي بندقون ۽ سياست ٻنهي جو شڪار بڻايو آهي. حيدرآباد ۾ هنن فوج گهرائي، سندس آجيان ڪئي ۽ ڪراچي ۾ به هنن فوج گهرائي ورتي آهي.

ٻئي پاسي حڪومت جي امن امان لاءِ هلايل مهم ۾، هزار کان وڌيڪ سنڌي گرفتار ٿيا آهن پر سنڌين ارهائي نه ڏيکاري آهي. ان مهم ۾ حڪومت هڪ هزار دهشگرد بهرحال گرفتار نه ڪيا آهن. پر دهشتگردن جنون جي ڪري سياست ۾ اها آءِ جي آءِ سميت چٽيل ڪارتوسن بنجي ويئي آهي. تنهن ڪري هاڻي سڄو زور دهشتگردي تي اچي ٿيو آهي. حڪومت تي مهاجرن کي مارڻ جي الزامن جي سطح شرم ناڪ حد تائين وڌي ويئي آهي. هفتو ڏيڍ اڳ ڀارت جي وزيراعظم وي پي سنگهه طرفان "مهاجرن سان ظلم" واري بيان ڪانپوءِ هي چيتا ٿي پيا آهن. دهشتگردن لاءِ ان کان وڌيڪ کهڙي ترغيب ٿي سگهي ٿي ته علائقي جو وڏو ۽ طاقتور ملڪ هنن جي مالڪي ڪري، ڇپٽي وڃائي ڪين بچ ڏيئي ڇڏي. خود ملڪ اندر پارليامينٽ ۾ به هنن کي مضبوط لابي جي حمايت اهي.

هن سڄي آئوي ۾ مسڪين سنڌي ماڻهو اچي ويا آهن، بين الاقوامي ٻچ، مقامي غنڊن جا ٽولا، ڀاڙيتو سياست ۽ صحافت سڀ گڏجي سنڌين تي ٽٽي پيا آهن. حيدرآباد ۾ ڪارروائي حڪومت ڪئي آهي پر ڪراچي مان راهه ويندي ۽ گهر مان ڳولي ڳولي سنڌين تي حملا ڪيا ويا آهن. پاڻ ماڻهو مصيبت ۾ ئي ڦاٿا پيا آهيون، جو سنڌي مرن، ڪڏهن به چوٽي ناهي ته سنڌي پيا مرن- پر ڪير ٻڌائي ته ٻيو ڇا چئون؟ هڪ عالمي طاقت ۽ پنجاب جي حڪمران ٽولن اسان جي پنهنجي غدارن کي اڳيان ڪري اسان تي ڪاهه ڪئي آهي، اسان وٽ ايترا وسيلا ڪونه آهن جو هٿيار وٺون ۽ هنن کي ڏيون. اسان اهو به سمجهون ٿا ته ماراماري مسئلي جو حل ڪونهي. حڪومت ڪري ٿي ته ان تي به سڀ ٽولا ٻاهوڙ جي پيا آهن.

هن وقت دهشتگردن جي نيت، ارادا ۽ عمل سڀ هڪ ئي شيءِ کي ظاهر ۽ ثابت ڪري ويا آهن. هي هاڻ ان نتيجي تي پهتا آهن ته ملڪ تي سنڌن مرضي جي حڪومت هجي يا ملڪ ئي نه هجي. هنن جي مرضي جي حڪومت مارشل لا ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن طريقي سان قائم نٿي ٿئي. جڏهن ته

ملڪ جي قسمت جو فيصلو، ملڪ جا باقي ماڻهو هنن جي هٿن ۾ ڪيئن ڏيندا! ان جي باوجود هي ملڪ جي قسمت سان ڪيڏن پيا. ان طرح هي ٽولا ملڪ لاءِ، جمهوريت لاءِ ۽ خاص ڪري سنڌ لاءِ آفت، تاريخ جي شامت ۽ عذاب بنجي چڪا آهن. ايڏا ظالم آهن جو بيگناهن کي مارين به ٿا ۽ اخبارن ۾ گاريون به ڏين ٿا ته بددعائون به ڪن ٿا! نه هنن کي خدا جو خوف ٿو ٿئي نه مذهب جي لڄ شرم اٿن ۽ نه انسانيت جو لحاظ ڪن ٿا.

جيڪڏهن هي واقعي سچا شهري هجن ها ته ايئن هٿ ڌوئي هن ملڪ جي اصل ماڻهن پٺيان نه پون ها. هي پنهنجي آبادي جي اڪثريت کي پنهنجي مقصدن لاءِ يرغمال ڪري روحاني طرح برباد ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيا آهن.

هي ايئن ڇو آهن؟ هنن ملڪ سان دشمني جون پوريون رٿائون ڇو ٺاهيون آهن ۽ هنن جي جلاد بازي ۾، گهٽتائي ڇونٿي اچي؟ جيسين ان سوال جي سنجيدگي سان جائزو نه ورتو ويو، تيسين عذاب منجهان جند ڇٽڻ جو امڪان ڪونهي.

اسان ڪئين ڀيرا، هنن ئي ڪالمن ۾ چئي چڪا آهيون، ته ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ لاڳيتو هي ماڻهو ڀارت کان ايندا رهن ٿا. هنن جي ڀارت مان اچي هتي رهي پوڻ ۽ پنهنجن مٿن مائٽن ۾ ضم ٿي وڃڻ واري عمل تي ڪا روڪ ٽوڪ ناهي. نڌڪي سنڌ هنن جي مرضي ۽ اختيار تي آهي. سنڌ جون پارٽيون ڪئين ڀيرا مطالبا ڪري چڪيون آهن، سنڌ ۾ ڌاري آبادي جي يلغار خلاف سال ملهايا اٿن ۽ سنڌن چوڻ آهي ته ۱۹۵۴ع کانپوءِ ڀارت مان آيل ماڻهن کي سنڌ مان جهلي ٻاهر ڪيو. پر هتي سنڌين جي مطالبن کي ڇڪي ڪير ٿو؟

اسان وٽ هنن جي غيرملڪي هجڻ سڀ کان وڏو ثبوت هنن جو پنهنجو "مهاجر قوميت" جو نعرو آهي. اهو ثابت ڪري ٿو ته هنن جي لڏپلاڻ جاري آهي. اهو ثابت ڪري ٿو ته هنن پاڻ کي مهاجر سڏي پنهنجي لاڳيتي لڏپلاڻ کي جائز بنائي ڇڏيو آهي. حڪومت وٽ اهڙو مڪينزم ڪونهي جو هنن جو غيرقانوني شهري حيثيت تي آڱر کڻي سگهي. پر هاڻ حڪومت کي اهڙو مڪينزم ٺاهڻو پوندو، جنهن لاءِ ڪجهه تجويزون اسان هتي ڏيئي رهيا آهيون.

۱- لڏي آيل ماڻهن کي هتان جو قانوني شهري تسليم ڪيو وڃي، جن ۱۹۵۴ع تائين هتي ملازمتون حاصل ڪيون هجن، ڌنڌا ۽ واپار قائم ڪيا هجن ۽ ان لاءِ وٽن ثبوت موجود هجي.

٢ـ فقط انهن کي قانوني شهري مڃيو وڃي، جن جي ١٩٥٤ع تائين "لئڊي آيل" طور رجسٽريشن ٿيل هجي ۽ انهن جي ئي اولاد کي به شهري مڃيو وڃي.

٣ـ سمورن ننڍي عمر جي ماڻهن کان ثبوت ورتو وڃي ته سندن والدين يا ڏاڏن ١٩٥٤ع تائين جا پهتل آهن.

٤ـ جن وٽ به پنهنجي قانوني شهري هجڻ جو ڪوبه ثبوت نه هجي ان کي هڪدم گرفتار ڪيو وڃي.

٥ـ جن وٽ پنهنجي جائز ۽ قانوني شهري هجڻ جا ثبوت موجود هجن تن ثبوتن جي تفصيلي انڪوائري ڪئي وڃي.

٦ـ ١٩٥٤ع کانپوءِ هوائي، زميني يا بحري ٽرانسپورٽ وسيلي، جيڪي به ماڻهو هتي پهتا هجن ۽ سندن اچڻ جي داخلا هجي پر روانگي جي نه هجي ته انهن جي ڳولا ڪئي وڃي ۽ سندن جاڻايل ايڊريسن تي رهندڙ ماڻهن کي جهلي کانئن پڇا ڳاڇا ڪري ڳوليو وڃي. هي قدم ملڪي سلامتي لاءِ بيحد ضروري آهي.

*اڱارو ٢٩-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# مريد جي ڳوٺ تي دهشتگردن جي اڻ ڪٽ يلغار

رات جڏهن ٢٨ مئي مان ڪانٽو بدلائي ٢٩-مئي ۾ داخل ٿي، تڏهن گولين جي برسات مريد جي ڳوٺ ڪان باقي ٢ڪلاڪ پري هئي. ٺيڪ رات جو ٢وڳي ڳوٺ ۾ پهرين گولي پاڻ سان ولر گولين جا وٺي داخل ٿي ۽ لالو کيت جي سي-١ايريا جي قبرستان مٿان بارود جي اڏام شروع ٿي ويئي. سيمنٽ جي شيٽن وارين ڇتن تي لوهن ڳڙن جو رقص شروع ٿي ويو. ڌماڪن سان ننڍڙا ٻار ڀرڪ ڀري دانهون ڪندي جاڳيا ۽ موت جو دپ اندر ۾ راڪاس ٿيجي ويهي رهيو.

ڪراچيءَ جي قديم باشندن جي هي بستي وڳوڙن جي تازن لهرن ۾ ٻيو ڀيرو دهشتگردن جي يلغار ۾ آئي آهي. مهينو ڏيڍ اڳ ۾ به دهشتگردن ڳوٺاڻن کي ڊيڄارڻ لاءِ فائرنگ ڪئي هئي، پر هن ڀيري فائرنگ جو مقصد ڊيڄارڻ تائين محدود نه هو. هن فائرنگ ۾ ڳوٺ جي ڏتڙيل، ڏنجهايل، بيروزگار، تعليم کان محروم ۽ زندگيءَ ۾ کان اڳ ئي بيزار آبادي جي اڪثريت خلاف جنگ جو اعلان هو. جهڙي ٻه زندگي هو رهن پيا، سا ڪائنن ڪسڻ جو طبلو هو.

گيهار پوليس ٺاڻي جي هن ڳوٺ کي اولهه ۾ ناظم اباد جي فردوس ڪالوني آهي ۽ اوپر ۾ لالوءَ جا کيت، جن جي هڪ حصي- سي ١- ايريا ۽ حسن ڪالوني منجهان مورچا ٺاهي فائرنگ شروع ڪئي ويئي. درين جا شيشا ڀڳام بجلي جون تارون ٽٽيون ۽ ڪجهنڊڙ سمورا ساه مٿي ٽنگجي پيا.

ٻولي جي ١٩٧٢ع وارن فسادن کان هن ڳوٺ جو اوڙي پاڙي جي آباديءَ سان اڻ لکئي ناهه تي عمل ٿي رهيو هو. ته لساني فرقيواريت يا ٻئي ڪنهن به تڪرار جي صورت ۾ مريد جو ڳوٺ مٿن حملو نه ڪندو ۽ نه ئي ڪيس حملي جو نشانو بنايو ويندو. پنهنجي انهي ئي امن پسنديءَ جي ڪري مريد ڳوٺ "خاموش ڪالوني" به سڏجڻ لڳو آهي.

اولهه کان گوليمار ۽ ناظم آباد ۽ اوپر کان لالوکيت ۾ ڪرفيو لاڳو هو. "جوانن" جو گشت هلي رهيو هو. پر مريد جي ڳوٺ تي حملي ۾ ڪم ايندڙ گوليون غيبي، جو اُنهن جا ٺڪاءُ به ڳوٺاڻن ڪانسواءِ ڪنهن کي ٻڌڻ ۾ نه پئي آيا. حملو رات جو ٢وڳي کان ڏينهن جو ١٠وڳي تائين جاري هو ۽ فقط ڳوٺاڻا پنهنجي پراڻين بندوقن سان جواب ۾ هوائي فائرنگ ڪري دهشتگردن کي روڪي رهيا هئا.

گولين جي برسات شروع ٿيڻ سان ڪنهن کي پوليس جي مدد ۾ سڏڻ لاءِ ٽيليفون نمبر ١٥ ذهن ۾ اچي ٿو. شڪايت وٺندڙ پوليس وارا واري واري

سان شڪايت ٻڌي حملي واري هنڌ جي معلومات گهٽ ۾ گهٽ چار ڀيرا مختلف ماڻهن وٽ ورجائڻ لاءِ چيو. خوفناڪ حملي جو اطلاع وٺڻ مهل پوليس جو لهجو ايڏو بيزاري وارو، جڻ پرامن شهرين تي حملو نه پر گولين جي ورڪا ٿيندي هجي ۽ هنن کي ساڙ پيو ٿئي! ٻيو ٽيليفون گبهار ٿاڻي کي کڙڪائجي ٿو، پر جواب نٿو اچي. ڏهن منٽن کانپوءِ هلندي فائرنگ ۾ گلبهار ٿاڻي کان نمبر ١٥تي شڪايت جي حوالي سان فون اچي ٿو. ٿاڻي وارو چوي ٿو. "پوليس ڪجهه نه ٿي ڪري سگهي. جڏهن حالتون فوج پنهنجي هٿ ۾ کڻي ٿي، تڏهن پوليس جو ڪوبه ڪم نه ٿو رهي." جڏهن ڪيس ٻڌائجي ٿو ته پوليس فوج کي اطلاع ڪري تڏهن چوي ٿو ته اهو به پوليس جو ڪم ناهي. جڏهن ڪيس ٻڌائجي ٿو ته ساڻس هڪ صحافي ڳالهائي رهيو آهي تڏهن لاچار ٿي چوي ٿو، "مان ڏسان ٿو!"

ان کان پوءِ هڪڙو فون سنڌ جي هوم سيڪريٽري جي گهر تي کڙڪائجي ٿو ان وقت رات جا ساڍا ٽي ٿيا هئا. هوم سيڪريٽري جو ڪو ملازم فون کڻي ٿو ۽ وارتا ٻڌڻ کانپوءِ حملي جي هنڌ بابت معلومات وٺي خاطري ڏيئي ٿو ته واسطيدار اختيارين سان ڳالهائيندو. ان کان پوءِ ڪمشنر ڪنٽرول جا ٻه نمبر آهن. جواب اچي ٿو ضلعي جي ڊي سي ۽ ايس پي کي اطلاع ڪبو. ڊي سي جو پنهنجو نمبر لاڳيتو مصروف آهي ۽ رابطو نه ٿو ٿئي. گورنر جي ملٽري سيڪريٽري کي ان اطلاع ڏيڻ جي خيال کان فون ڪجي ٿو ته سول انتظاميا کان هن مهل تائين ڪابه مدد نه پهتي آهي، فوج کي ڇيو وڃي. فون اٽينڊ نه ٿو ٿئي. ساڳي ڳالهه فوج جي پبلڪ رليشنگ واري اداري اءِ ايس پي آر جي موجود نمبر تي فون وڄائڻ سان ٿئي ٿي.

حملو صبح جي ڏهين تائين هليو ۽ ڳوٺ واسين پاڻ مڙسي ڪري منهن ڏنو. اوجاڳيل ۽ ٿڪل چهرن وارن ڳوٺاڻن تي مايوسيءَ جون ريکائون. نروار هيون. هي مسڪين، منظم ۽ ناجائز هٿيارن ۽ بارود جي ڍيرن جي مالڪن کي ڪيستائين ائين پنهنجي سر روڪي بيهندا! هنن جي ذهنن ۾ انيڪ سوال پيدا ٿيا. ڇا هنن کي ملڪ جا شهري نه ٿو سمجهيو وڃي؟ ڇا هو ائين ئي درياڦتا، دهشتگردن جي هٿان مارجي ويندا!؟ آخر ملڪ ۾ سنڌي هجڻ ايڏو وڏو ڏوهه ڇو آهي؟

هيءَ صورتحال ختم نه ٿي آهي. گهر جي ڀتين تي گولين جا بي انداز نشان دلين جا داغ ٻڻجي زخمن جي صورت اختيار ڪري ويا آهن، پر ڪا مرهم نه پهتي. ڏينهن جي يارنهين وڳي ڳوٺ جي گهٽين ۾ پوليس جي ٻن گاڏين کي گشت ڪندي ڏٺو ويو. بس ڇڙو خالي گشت! ڪوبه نه آيو جيڪو دهشتگردن جي تلاشي وٺي ۽ ڪائنس هٿيار وٺي. اهي گهر اڃا به دهشتگردن جا مورچا ٺهيل آهن جن تي مٿان ويهي هنن اٺ ڪلاڪ فائرنگ ڪئي. هو اهي اٺ ڪلاڪ آزاد هئا. پر ڇا مريد ڳوٺ وارن کي مارڻ لاءِ اڃا به آزاد رهندا؟ ڪنهن وٽ سوال جو جواب آهي! هن سوال جو جواب مريد ڳوٺ وارن لاءِ ماني، هوا ۽ پاڻيءَ کان به وڌيڪ ضروري بنجي ويو آهي.

اربع ٢٩-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## قتلام جو کليل لائسنس!

حيدرآباد ۾ بيگناه ماڻهن کي مارڻ جي ذميدار دهشتگردن جي سياسي قيادت کي، ڪير آهي جيڪو نہ سڃاڻيندو هجي؟ پر پاڻ انهن کي بہ سڃاڻڻ جي ضرورت آهي جن حيدرآباد ۾ دهشتگردن خلاف سنڌ حڪومت جي آپريشن کي اڌ ۾ روڪائي ڇڏيو. جن حيدرآباد ۾ پڪڙيل هٿيارن جي ٽي وي لاءِ ٺاهيل فلم ٽي وي تي ڏيکارڻ کان روڪائي ورتي. انهن کي بہ سڃاڻڻ جي ضرورت آهي جن ڪراچي ۾ سنڌين جي قتلام جو لائسنس جاري ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ تہ اهي بہ اطلاع پيا اچن تہ حيدرآباد ۾ پڪي قلعي ۾ ڪيل آپريشن ۾ پوليس جيڪي هٿيار جهليا هيا، سي ڪائن وٺي واپس دهشتگردن کي ڏنا ويا آهن. ٽي وي تي جهليل هٿيارن جي فلم روڪائڻ کي ان عمل جو حصو چيو وڃي ٿو.

ڪراچي ۾ ٻُولي ٻُولي، بسن تي، اسٽاپن تي، مختلف علائقن ۾ گهرن ۾ سنڌي ٻوٽن تي حملا ڪري ننڍا وڏا ماڻهو مارڻ، عزيزآباد ۾ يانگوريا ٻوٽ مان سنڌين جي لڏ، سنڌي آفيسرن کي ٽيليفون تي دڙڪا، آفيسن ۾ گوليون هڻي مارڻ، ڪراچي نيشنل اسپتال تي حملو، سڪر ايڪسپريس تي گولين جي يلغار، جي او آر ڪالوني ۾ سنڌي آفيسرن تي فائرنگ- هي سڀ ڪير ٿو ڪري، ڪنهن جي شهہ ۽ ڪنهن جي پٺڀرائي تي ٿي رهيو آهي؟ ڇا سيئي ادارا، ايجنسيون ۽ ملڪ جا سياستدان اکين کان ويهي ويا آهن جو قاتلن جي سڃاڻپ نٿي ٿئي؟

بيگم نصرت ڀٽو ڪالهہ اسلام آباد ۾ ايم ڪيو ايم جي ظلمن جو ذڪر ڪندي پاڻ کي روئڻ کان تہ روڪي سگهي آهي! حڪومت تي ويٺل ماڻهو بہ ظالمن جي ظلم تي روئن ٿا- پر اصل حاڪمن ظالمن جي سياست جي عيارين ۾ اچي، پنهنجي معصوميت جو ڏيکارو ڏيئي، ظالمن کي ڪراچي ۾ ماڻهن مارڻ جو لائسنس ڏئي ڇڏيو آهي. صدر غلام اسحاق خان ٻهرين ٿي سنڌ حڪومت جي آپريشن پلان جي منظوري ڏي ٿو ۽ پوءِ ان تي تنقيد ڪري ٿو. ڪو ٻڌائيندو تہ حيدرآباد ۾ هٿيارن ۽ بارود جي ذخيرن جي، لڳايل فوج ڪيتري ٻُولا ڪئي آهي. دهشتگردن پنهنجي ڪتنبن سان گڏجي فوج جي آجيان ۾ نعرا هنيا. هو دم ڪٿي وري پنهنجي وحشي سگهہ گڏ ڪرڻ گهرن ٿا.

ڪالهه جنرل اسلم بيگ حيدرآباد پهتو ته "يا فوج المدد" جا نعرا لڳا آهن. آخر هن سڄي حالت جو وچور ڇو نٿو ڪيو وڃي.

هن وقت ڳالهه ٻڌي تي ڇڪي آهي. سنڌين جي ووٽ سان قائم ٿيل حڪومت ڪي هي نه هلڻ ڏيندا. اهو هنن طئي ڪيو آهي. زيادتي ڪنهن سان به ٿئي ٿي ته ان لاءِ قاعدو قانون موجود آهي. پر هي قاعدي قانون، ڳالهين ۽ مفاهمت بدران اِهو چئي دهشتگردن کي ڪراچي ۾ قتلام ڪرڻ جو لائسنس ڏين ٿا، ته اهو حيدرآباد جي واقعن جو. حيدرآباد ۾ ڇا ٿيو آهي جو صدر محترم جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون آهن. حيدرآباد ۾ پوليس آپريشن کان اڳ ٣٦ماڻهو ماريا ويا هئا. جن مان ١٩سنڌي هئا. پڪي قلعي تي آپريشن ۾ دهشتگردن ۽ سندن سياسي قيادت جيڪو ڪجهه ڪيو ان بابت اڳ پوءِ جاچڻ ڪانسواءِ ردعمل ڇو ڏيکاريو ويو آهي. آءِ جي سنڌ پوليس سعادت علي شاهه جي ڳالهين تي آخر ڇو ڌيان نه ٿو ڏنو وڃي. سڀ غير سول ايجنسيون ۽ انهن جا پالتو سياستدان لٺ هٿي حڪومت جي پوئتان پئجي ويا آهن. هي شرمناڪ، ظالم، وحشي ۽ ڪوڙ تي بيٺل حالت ڄاڻي واڻي سنڌين کي برباد ڪرڻ ۽ سندن سياسي قيادت کي بي اثر بنائڻ لاءِ پيدا ڪئي پئي وڃي. سنڌ حڪومت نرمي ۽ مفاهمت جي حالت پيدا ٿي ڪري ته مٿس بي اثر هجڻ جا الزام لڳن ٿا. جڏهن دهشتگردي ۽ سياست گڏجي پوائنٽو روپ اختيار ڪن ٿا ۽ سنڌ حڪومت قدم کڻي ته سڄو اُپ مٿي تي کنيو وڃي ٿو. آخر هي ماڻهو اهو ڇو نٿا سمجهن ته ان سڄي عمل مان فقط تباهي ٿيڻي آهي. پر تباهي ٿيندي عوام ۽ ملڪ جي، انهن جي تباهي نه ٿيندي جيڪي پنهنجي سياست، دهشتگردي ۽ غيرنمائندا اختيارن جي بنياد تي ملڪ کي تباهه ڪرڻ گهرن ٿا.

هن جاري وڏي سازش جو هڪ پيو به نقطو ظاهر ٿيو آهي جو مخدوم خليق هڪ ئي وقت ٻن ٻيڙين ۾ پير رکيو آهي. هو چوي ٿو ته حڪومت مهاجرن کي ماري رهي آهي. سندس اهو جملو ڪالهه ايم ڪيو ايم جي هڪ ايم اين اي قومي اسيمبلي ۾ حوالي طور ڪم آندو. حيدرآباد ۾ پوليس ڪارروائي متعلق هڪ جملي تي اهو چئي ڇڏڻ ته پوليس غلط ڪيو آهي يا صحيح ڪيو آهي، درست ڪونهي. مخدوم خليق هڪ پاسي ايم ڪيو ايم ۽ آءِ جي جو ٻانهن ٻيلي ٿو ٿئي ۽ ٻئي پاسي چوي ٿو ته ايم ڪيو ايم وارا بيگناهه سنڌين کي قتل ڪري رهيا آهن. مخدوم خليق ڪيستائين ٻنهي ٻيڙين ۾ پير رکي هن ملڪ جي سازش سان ڀريل حالتن جي ڇولين واري سمنڊ ۾ سفر ڪري سگهندو. سو اڳتي هلي جهان ڏسندو. پر وڏي ڳالهه ته هو

هينئر ضد ۾ اچي ملڪ ۾ جمهوريت خلاف سازش جو حصو بنجي رهيو آهي. هن ايم ڪيو ايم جي موقف کي طاقت ڏيئي. سنڌين جي هلندڙ قتلام واري لائسنس تي جڙ ته صحيح ڪري ڇڏي آهي.

هنن سيني حالتن پيدا ڪرڻ جو مقصد سنڌ کي فوج جي حوالي ڪرڻ آهي. آءِ جي آءِ، سي او پي ۽ ايم ڪيو ايم سڀ اهوئي ڪرڻ گهرن ٿا. سنڌين جو قتلام آمريت ۾ شروع ٿيو ۽ جمهوريت ۾ به هلي پيو. پر فوجي ادارن کي ملوث ڪرڻ ڪانپوءِ حيدرآباد ۾ نه دهشتگرد جهليا آهن نه هٿيارن جا ذخيرا هٿ آيا آهن. ڪراچي ۾ به ڪرفيو آهي، فوج آهي پر سنڌي مارجي رهيا آهن.

اسان سمجهون ٿا ته فوج کي ڪشمير جي سوال تي پيدا ٿيل حالتن ڪانپوءِ سرحدن تي هئڻ گهرجي ۽ سنڌ حڪومت کي دهشتگردي ۽ ڌاڙيلن خلاف هلايل آپريشن مڪمل ڪرڻ ڏنو وڃي. جيڪڏهن ايئن ڪرڻ نه ڏنو ويو ته حالتن جي سڌاري ۾ ڪابه مدد نه ملي سگهندي.

خميس ٣١-مئي ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# ڪنهن کي کپڙو پاڪستان گهرجي ٿو؟

وزيراعظم محترمہ بينظير ڀٽو حيدرآباد ۾ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪندي، حيدرآباد ۽ ڪراچي جي حالتن جي خرابي لاءِ ٻن خاص ڳالهين ڏانهن اشارو ڪيو. هڪ ناجائز هٿيارن جا ذخيرا، هٿيارن جي سپلاءِ ٻيو گمراهي تي ٻڌل ڪوڙي معلومات جي ڀرمار.

هٿيارن وارو معاملو انتظامي نوعيت جو آهي، جڏهن تہ ڪوڙي معلومات جي ڀرمار واري سوال جون پاڙون ڏاڍيون گهريون آهن. ڪوڙي معلومات ۽ غليظ واويلا جو نتيجو هڪ نئي نڪري ٿو ۽ اهو آهي سنڌين جو قتلام.

هن وقت سنڌي پنهنجي سياسي نمائندگيءَ قيادت ذريعي ڇا ثابت ڪري رهيا آهن، ۽ دهشتگرد سياسي قيادت جو ڪردار ڇا آهي. هي ٻئي نهايت غور، تفصيل ۽ انصاف سان ڏسڻ جون ڳالهيون آهن.

مارشل لا اڃا جاري هئي تہ جيئي سنڌ تحريڪ، اردو آبادي جي قيادت ايم ڪيو ايم سان پنهنجا لاڳاپا بهتر بنائڻ جون ڪوششون ورتيون ۽ الطاف حسين سنڌ جا چڪر هڻندو هو. ان اتحاد جا بنياد ڪٽي ڪمزور هئا ۽ ان جو مطلب سنڌ تي پنجاب جي غلبي کي ختم ڪرڻ هو، پر غلبي جي خاتمي واري سياست مارشل لا جي موجودگي ۽ آزاد سياسي عمل جي غير موجودگي،

جيئي سنڌ تحريڪ جون عوام ۾ پاڙون نہ هئڻ سبب ايم ڪيو ايم طرفان پنجابين ۽ پٺاڻن سان هٿاربند ٽڪراءُ ڪرڻ جي نتيجي ۾ اهو اتحاد پنهنجا سياسي جواز ختم ڪري چڪو هو. ٻن ۽ ٻين تنقيدن جي باوجود انهيءَ عرصي ۾ سنڌي ۽ اردو آبادين ۾ هڪ بهتر فضا ٺهي هئي. پر جنرل ضيا ۽ ان جي ايجنسين جي پنهنجي هڪ حاوي، ۽ هر بهتري کي تباهہ ڪرڻ واري سياست بہ موجود هئي تنهن ڪري اتحاد جو قبلو بدلجي ويو.

جنهن سياست جو بنياد تشدد ۽ هٿيارن تي رکيو ان ۾ سازش ۽ انڌ جا واضح اظهار بہ ڏسي سگهجن ٿا. ٣٠-سيپٽمبر ١٩٨٨ع تي حيدرآباد ۾ ٿيل واقعي پويان ڪيو هو، پٺيان ڪهڙا مقصد هئا، تن جي هن مهل تائين جاچ نہ ٿي آهي ۽ اهو اڃا تائين وڏو اسرار آهي. توهن ان اسرارن کي اسرار رکيو ايندا تہ ان ۾ خود سماج جي اندر انڌ کي هٿي ملي ٿي اهو واقعو اسرار ان ڪري بڻيل آهي تہ

جنرل ضياءَ جي هڪ ڳجهي ايجنسي جو ٻه نالو ورتو وڃي ٿو، جيڪا غيرنمائنده هئڻ جي باوجود، عوام جي نمائنده اختيار کان مٿيري ۽ هرقسم جي سوال جواب کان بالاتر آهي. انهي ڪارڻ سبب سول انتظاميه ٻه انتهائي غفلت يا اڪيوٽ کان ڪم وٺي ڇڏيو. پر ان جي باوجود ان واقعي جي، اکين اڏو موجود حقيقتن تي ٻه الڳ لکو نه ڌريو ويو. ٻه سؤ کان وڌيڪ ماڻهو ان واقعي ۾ ماريا ويا هئا جن مان ڇاهتر سنڌي هئا. پنجابي ۽ پٺاڻ ٻه مارجي ويلن ۾ شامل هئا. پر پريس، ايم ڪيو ايم ۽ ان حد تائين جو ان وقت جي سنڌ جي مڪروهه. ذهن گورنر قدير ٻه ان کي خالص اردو ڳالهائيندڙ ماڻهن خلاف ڪارروائي جو رنگ ڏنو ۽ پئي ڏينهن ١-آڪٽوبر تي ڪراچي ۾ سنڌين تي جيڪا قيامت برپ ڪئي وئي، تنهن کي فطري جوابي عملي سڏيو.

جڏهن گڏريل چونڊون ٿيون ۽ ايم ڪيو ايم ڪراچي ۽ حيدرآباد جي شهر مان اڪثر سيٽون کٽيون تڏهن محترمه بينظير پاڻ پهريون قدم کٽي الطاف حسين جي گهر وئي ۽ ايم ڪيوايم سان گڏجي صوبائي حڪومت قائم ڪئي. پيپلزپارٽي کي سنڌ ۾ مڪمل اڪثريت حاصل هئي ان جي باوجود ايم ڪيو ايم کي شامل ڪيو ويو. سنڌي ماڻهو پيپلزپارٽي جي هن قدم تي ناراض ٿيا.... پر ناراضگي سان گڏ ٿوري اميد ٻه هئي ته هاڻ سنڌ جي فضا کي بهتر بنجڻ گهرجي. ڪراچي ٺاهه تي ڌرين صحيحون ڪيون. پر قصو نه هليو. ايم ڪيو ايم وارن ڇوري، لڪي وڃي آءِ جي آءِ سان ٺاهه ڪيو ۽ وزيراعظم بينظير خلاف عدم اعتماد ۾ شامل ٿيا. پيپلزپارٽي کان ٺاهه ڪيو ۽ وزيراعظم بينظير خلاف عدم اعتماد ۾ شامل ٿيا. پيپلزپاٽي کان ٺاهه ٽوڙڻ ۽ آءِ جي آءِ سان ٺاهه ڪرڻ ۾ ايم ڪيو ايم کي ڇا مليو؟ ايم ڪيو ايم، آءِ جي آءِ جي هٿن ۾ ڪيڏڻ شروع ڪيو ۽ جمهوري طرح چونڊيل حڪومت خلاف مسلسل اشتعال پکيڙيو. هن جو رويو جمهوريت ڏانهن بلڪل اهڙوئي بيٺو آهي جيئن ڪولمبيا ۾ ميڙين ڊرگ مافيا جو. ايم ڪيو ايم سنڌ جي تاريخي تناظر ۾ موجود حقيقتن کان جاهل هئڻ جو ڀرپور مظاهرو ڪيو آهي ۽ ڪري سنڌ تي صدر راڄ ۽ مارشل لا جا مطالبا ڪري رهي آهي.

ڇا هو ايندڙ صديون مارشل لا ۽ صدر راڄ هيٺ گذارڻ چاهن ٿا ۽ ڇا اهو ڪو حل آهي؟

سنڌ جو تاريخي شهري جيڪو هن صوبي ۾ اڪثريت ۾ آهي جنهن کي اقليت ۾ آڻڻ لاءِ پاڪستان ٺهڻ کان وٺي مسلسل رٿابندي تي عمل ٿي رهيو آهي، سو مارشل لا يا صدر راڄ جي مطالبي جو اهو مطلب ڪڏهن نه وٺندو

جيڪو ايم ڪيو ايم وارا وٺن ٿا. هن نقطي تي ڪڏهن به ٺاهه نه ٿيڻو آهي، پاڻ تڪرار وڌندو. سنڌين جي هن موقف جا پنهنجا سبب آهن. پهرين ڳالهه ته مارشل لا خلاف گهٽي ۾ گهٽيون قربانيون سنڌين ڏنيون آهن. سنڌي سمجهن ٿا ته جمهوري عمل ذريعي پنهنجا حق وٺڻ لاءِ قانوني، اخلاقي، معاشي ۽ تاريخي دليل ٺاهي پنهنجو ڪيس" چونڊيل نمائندن ذريعي يا چونڊيل نمائندن جي ڪردار کي چونڊڻ جي لاڳيتي ۽ بنا رنڊڪ عمل ذريعي سڌاري جدوجهد ڪئي وڃي. اهو ڪٿي سنڌين جو ڏوهه ئي ليکيو وڃي، پر هو جمهوري پاڪستان ڪانسواءِ پاڪستان جو ٻيو ڪو به تصور قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن.

سنڌين جو سچو قصور اهو آهي جنهن تي هٿيار کنيا ويا آهن. هٿيار کڻڻ وارا ۽ کين هٿيار ڪٽائڻ وارا سنڌين جي متين وات کان ڏٺل آهن. هو سمجهن ٿا ته سنڌين جي جمهوريت پرستي اڳتي هلي غيرنمائنده پر حاوي اختيار رکندڙ ادارن کي نقصان پهچائيندي ۽ سنڌين جي ان وات تي هلڻ سان پاڪستان جي ٻين صوبن سان به اوس سنڌ رشتا مضبوط ٿيندا ۽ پوءِ ملڪي وسيلا جيڪي هن وقت پوري طرح عوام جي هٿ ۾ ناهن سي عوام جي وس ۾ اچي ويندا.

وزيراعظم محترمه بينظير جي حيدرآباد واري پريس ڪانفرنس ۾ هڪ جملو ڏاڍو اهم هو. وزيراعظم چيو هو: امن امان لاءِ سول ۽ مڪاني فوجي اختيارين جو رابطو ضروري آهي. ان جو مطلب رابطي نه هئڻ جي صورت ۾ هڪ ئي وقت پورو چوٽي اختيارين جو هئڻ انتهائي خطرناڪ آهي.

اسان مطالبو ڪريون ٿا ته فوجي اختيارين کي سول انتظاميا سان گڏ هلڻ گهرجي ۽ غيرقانوني هٿيارن، دهشتگردن کي ڇڪلي سنڌ سياسي قيادت کي عوام جي اڳيان ذميدار بڻايو وڃي. اسان هي به مطالبو ڪريون ٿا ته گمراهه ۽ ڪوڙي معلومات جو منظم توڙ ڪري اصل ۽ سچي معلومات کي سامهون آندو وڃي ۽ پاڪستان ۾ فقط مهاجرن جي مظلوم هئڻ واري ڏند ڪٿا کي ٽوڙڻ لاءِ اُپاءُ ورتا وڃن.

جمعو ١-جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# سنڌ کي ورهائجڻ کان ڪيئن بچائبو؟

سنڌ جي وڏي وزير آفتاب شعبان ميراڻي، ٽيليويزن تي پنهنجي خطاب ۾ چيو ته سنڌ کي ٽڪرا ڪرڻ جي اجازت ڪنهن صورت ۾ نه ڏني ويندي، وڏي وزير ان ڏس ۾ امن امان لاءِ ڪنيل قدمن جو ذڪر به ڪيو ۽ چيو ته جيڪي ماڻهو پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي ويا آهن، تن کي موٽي پنهنجي گهرن ڏانهن اچڻ گهرجي!

ڏسڻ ۾ هي ٿو اچي ته اسان جي وڏي وزير ۽ حڪومت جو ڌيان سنڌ کي ورهائڻ لاءِ فقط هٿيارن ذريعي ٿيندڙ دهشتگردي تي آهي، جنهن ڪري حڪومت انتظامي اُپائن تي قناعت پئي ڪري.

سنڌ جي ورهاڱي واري نيت، رٿابندي ۽ ان تي عمل هڪ گهڻ طرفو معاملو آهي. اُهو ايترو سادو، قطعي ناهي، جيترو سمجهيو وڃي ٿو...... بلڪ سنڌ تي غلبو حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ جو ورهاڱو فقط هڪ مرحلو يا ڪڙي آهي. دهشتگردن جي سرپرست سياسي تنظيم به ان رٿابندي جو رڳو هڪڙو روپ آهي.

سنڌ کي ورهائڻ يا سنڌ تي مڪمل غلبو حاصل ڪرڻ واري سوال کي سڄي پاڪستان جي سياسي، عسڪري، سماجي ۽ معاشي نظر ۾ ڏسڻو پوندو. ڇو ته دهشتگردن جي سياسي تنظيم نه رڳو مهاجر قوميت جو نعرو هنيو آهي، ۽ ان پنهنجي ٽڪراءُ ۾ سڀ کان وڏي اوليت سنڌ ۾ وچولي طبقي کي تباهه ڪرڻ کي ڏني آهي. سنڌ جو وچولو طبقو سياسي توڙي دانشوراڻي سطح تي پاڪستان ۽ سموري ڏکڻ ايشيا جو هڪ مثالي وچون طبقو بڻجي اسرڻ جون زبردست صلاحيتون رکي ٿو. توڙي ان لاءِ حالتون قطعي طرح سازگار ناهن، سندس واٽ ۾ بيحد رڪاوٽون آهن ۽ اهڙو ڪوبه امڪان نظر نٿو اچي ته سنڌ ۾ هڪ مضبوط وچولو طبقو نهڻ ڏنو وڃي. سنڌ جي جيالپي جون واٽون بند ڪيون ويون آهن، ڪيس ختم ڪرڻ لاءِ دهشتگردن ۽ ڌاڙيلن ڇڪي جا به پُڙ بنجي اتحاد جي شڪل اختيار ڪئي آهي ۽ انهن ٻنهي کي ملائيندڙ هڪ مرڪزي قوت، ڪير جو ڪم ڪري رهي آهي ۽ سنڌي ماڻهو انهن ڏاڻن وانگر آهن جن جي حالت ڀڳت ڪبير جي دوهي جي هڪ سٽ، "دو پاٽن کي بيچ ۾، باقي

بچا نہ ڪوئي“ واري آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان وٺي سنڌ لاڳيتي تباهي هيٺ آهي، ان جي باوجود ملڪ کي جمهوري قيادت سنڌ ئي مهيا ڪئي آهي.

سنڌ جو نئون شعور لاڳيتي تباهي، يلغار، سازش ۽ رياستي ادارن جي سنڌ دشمن پاليسين جي بنين، آوين ۽ ڪورن ۾ پچي رهيو آهي هو ڏسي پيو تہ سندس وجود کي ڀسم ڪيو وڃي، سندس ڪنهن بہ چڱائي کي ميجتا نٿي ملي. پاڪستان تي مارشل لا بہ فقط سنڌ دشمني جي نتيجي ۾ لڳي ٿي ۽ جيڪڏهن سنڌين جي ووٽ واري حڪومت کي نٿو هلڻ ڏنو وڃي تہ اهو بہ تباهي کي سنڌ جي مٿان قائم رکڻ لاءِ. پر دشمن ٽولن سنڌ لاءِ جيڪا نااميدي پيدا ڪئي آهي، سنڌين اتان کان پنهنجي اميد جي اڏاوت شروع ڪئي آهي. گهڻو پري وڃڻ جي ضرورت ناهي. ڏسڻو رڳو هي آهي تہ سنڌ اپائي ڇا ٿي ۽ ان جي مالڪن يعني تاريخي شهرين کي ڇا ملي ٿو! سنڌ جا قدرتي وسيلا، سنڌ جا انساني وسيلا، سنڌ جي وسيلن جي نئين سگهہ، ٿيندڙ آمدني ۽ سنڌ جو سمنڊ هڪ پاسي رکو ۽ ٻئي پاسي سنڌ جي تعليم، سنڌ جي صحت، سنڌي جو روزگار، ڪلچر، ٻولي ۽ تاريخ سان تاريخ مخالف روش جي حالت ڏسو!

اسين واضح لفظن ۾ چئون ٿا تہ پاڪستان کي ون- يونٽ يا آمريت جي شڪنجي ۾ ان ڪري جڪڙيو وڃي ٿو، تہ جيئن سنڌ جو استحصال ٿئي، جمهوريت جي بحالي جو هڪ ئي نتيجو نڪري ٿو تہ سنڌي سماج پنهنجي حقن لاءِ ڦٽڙي ۽ هٿ پير هڻي. حڪومت ۾ هجڻ سنڌين جو آخري مقصد ناهي، پر جمهوريت جي موجودگي خود حقن جي حاصلات ڏانهن وڌڻ جو ذريعو آهي ۽ وقت گذرڻ سان گڏ. هي جدوجهد وڌيڪ پختي، چيڙ هالي ۽ ذهين جدوجهد بنجي، ملڪ جي باقي عوام سان پاڻ کي ڳنڍي، ان بنيادي تضاد جي پاڙ تائين پهچي ويندي، جيڪو غيرقانوني، غيرجمهوري ۽ غيراخلاقي حڪمرانن پيدا ڪيو آهي. ان ئي تضاد تي، ڪمزور رڳ تي پهچڻ کان روڪڻ لاءِ سنڌ کي نشانو بنائي ان جي ورهاست کي سڄي سنڌ ۽ سڄي ملڪ تي غلبي جو پهريون مرحلو رٿيو ويو آهي.

سنڌ کي مطيع بنائڻ جو مقصد پاڪستان کي اپاهج بنائڻ آهي. هن وقت بہ جيترو ظلم سنڌ سان ٿيو آهي، اوتروئي پاڪستان بہ معذور بنيو آهي. پاڪستان کي معذور انهن ماڻهن جي سياسي قيادت ۽ ڪاموريشاهي ڪيو آهي، جيڪي هن ملڪ جا قدرتي شهري ناهن. سياست ۾ هنن جا روپ مسلم ليگ، جماعت اسلامي ۽ ايم ڪيو ايم آهن ڪاموري شاهي ۽ اندين

سول سروس ۽ ملٽري سروس جا ڪنٽرات انهن جا آهن. هنن جي قائم ڪيل نظام ۾ نه پيپلزپارٽي جي گنجائش آهي ۽ نه سنڌ ي حقن ۾ جدوجهد ڪندڙ ٻين پارٽين جي. اڳئين پيري ٻه هنن پنهنجي هٿان پاڻ ذليل ٿيڻ ۽ ملڪ کي پارت کان مارائڻ کانپوءِ پيپلز پارٽي کي اقتدار ڏنو آهي.

ان طرح اسين جيڪا ٻه جدوجهد سوچيون ٿا ته هي ابتدا ۾ ئي ان تي مختلف طريقن سان گهات هٽي ملڪ تي تباهي کي لاڳيتو نازل ڪيو وينا آهن.

هن سوال جو ٻيو اهم پاسو هي آهي ته هنن، رياستي ادارن تي پنهنجي قبضي ذريعي سفارتن، صنعتي ۽ واپاري لاڳاپن سان پاڻ کي سامراجي عالمي ادارن سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. هنن ئي پاڪستان کي عالمي بينڪ، عالمي مالي فنڊ، امدادي ڪنسورشيم ۽ يو ايس ايڊ وغيره وٽ گروي ڪري ڇڏيو آهي جنهن ڪري ملڪ جي معاشي آزاديءَ کي ختم ڪري محتاج بڻايو ويو آهي. اهڙي طرح پاڪستان ۾ پنهنجي ابتر ۽ ذليل حالتن کان عوام جي آگاهي ۽ پوءِ جدوجهد جي خلاف عالمي ادارا ٻه هنن جا اتحادي ۽ ساٿڙيا گارڙيا آهن.

ان ڪري حڪومت جڏهن اهو چوي ٿي ته سنڌ جي ورهاڱي کي ڪنهن به صورت ۾ قبول نه ڪيو ويندو تڏهن اها ڪا عظيم دلداري يا آئت نٿي بڻجي چو ته هي وڏي سازش فقط انتظامي اپائن سان، روڪي نه رڪجندي...... پر سنڌ جي ورهاڱي کي روڪڻ لاءِ پاڪستان تي اگ ئي موجود غلبي وارين قوتن انهن جي حڪمت عملي، سياست، ڪاموڪي پاليسي سازي عالمي ادارن جي پيدا ڪيل نظام جو هڪ پورو متبادل تيار ڪرڻو پوندو. جيسين متبادل تيار نٿو ڪيو وڃي، تيسين رڳو ڳالهين منجهان ڪم نه هلندو.

*آچر ٣-جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

# دانشورن جي وزيراعظم سان گڏجاڻي ۾ رهايل سوال

اردو ۽ سنڌي اديبن جي وفدن جي وزيراعظم سان ملاقات ۾ پنهنجي ٻولين جي اديبن جو فورم، سنڌ جي گورنر جي اڳواڻيءَ ۾ قائم ڪيو ويو آهي، جيڪو سنڌ ۾ امن امان ۽ آبادي جي مختلف حصن ۾ ويجهڙائي لاءِ صلاحون ڏيندو.

سنڌي اديبن ۽ دانشورن جي جنهن وفد وزيراعظم سان ملاقات ڪئي سو حقيقي معنيٰ ۾ سنڌ جي نمائنده اديبن تي ٻڌل هو. وفد ۾ جناب شيخ اياز، محمد ابراهيم جويو، سراج الحق، ڊاڪٽر سليمان شيخ، جمال ابڙو، نورالدين سرڪي، شمشيرالحيدري، طارق اشرف ۽ جهانگير صديقي شامل هئا.

مليل حالن احوالن مطابق اسان جي اديبن ترت اهميت ۽ بيگناهه ماڻهن جي جان مال جي حفاظت متعلق ڪجهه تجويزون وزيراعظم کي ڏنيون ۽ پنهنجي ڳڻتين کان به کيس آگاهه ڪيائون. وزيراعظم، اديبن کي حڪومت جي انتظامي اُپائن کان آگاهه ڪيو ۽ توقع ڏيکاري ته ترت ئي حالتن تي ضابطو اچي ويندو. گڏوگڏ وزيراعظم هڪ ڳالهه اها به ڪئي ته جيڪي بيگناهه ماڻهو دهشتگردن جي حملن جو شڪار ٿي رهيا آهن، تن کي پنهنجي حفاظت لاءِ پاڻ به تيار رهڻ گهرجي.

اسان وارن سيني همراهن کي ڳالهائڻ جو موقعو مليو ۽ اها ڏيڍ ڪلاڪ کن جي گڏجاڻي هئي. پنهنجي سنگت مان فقط هڪ همراهه "هوم ورڪ" ڪري خاص ڳالهيون لکت ۾ ڪٺي ويو هو، جن تي ڳالهايو به ۽ پنهنجا ڪاغذ به وزيراعظم کي ڏنا. ٻين همراهن تياري ۽ رٿا سان گڏجاڻي ۾ حصو نه ورتو ۽ زباني طرح هڪ هڪ ٻه ٻه نقطا ڳالهايا.

هڪڙي اسان جي محترم اديب اخبارن جي هڪ طرفي دهشتگردي جو ذڪر ڪيو ۽ ڪجهه مثال به وزيراعظم کي ڏنا، جنهن تي بينظير صاحبه چيو ته کيس هر هفتي اخبارن جي رپورٽ ڏني وڃي. هڪ دانشور چيو ته سنڌي ملازمن جي رهائش وارن علائقن تي پهرو بيهاريو وڃي، جنهن تي وزيراعظم ترت ئي ايف سي ايريا، جي او آر ڪالوني ۽ پاڪستان ڪوارٽرز تي پهريداري لاءِ

هدايتون ڏنيون. اها به ڳالهه سامهون آئي ته گذريل ٽورن سالن کان مختلف هنڌن تي جيڪي سنڌي عملدار دهشتگردن هٿان شهيد ڪيا ويا آهن تن جي قاتلن کي جهليو ويجي، جنهن تي وزيراعظم چيو ته ١٩٨٦ع کان جن تي به ايف آءِ آر داخل ٿيل آهن، تن سيني کي گرفتار ڪيو ويندو.

هيءَ گڏجاڻي ان ڪري به ڪارائتي رهي، جو اڳتي لاءِ گورنر سنڌ جي اڳواڻي ۾ هڪ فورم قائم ڪيو ويو، جيڪو هر ٻئي هفتي گڏجاڻي ڪري حڪومت کي پنهنجو تجويزون ڏيندو، ۽ جيڪي ڳالهيون رهجي ويون آهن، تن کي به سامهون آندو ويندو.

البت هن گڏجاڻي ۾ بنيادي نوعيت جا ڪي سوال نه اُٿاريا ويا، جيڪي اُٿارڻ گهربا هئا. لڳي ائين ٿو ته وزيراعظم محترمه بينظير ڀاڻ کي به ترت نوعيت جي معاملن تي مرڪوز ڪيو ۽ اسان جي محترم دانشورن به صورتحال جي عارضي نبيرن تي زور ڏنو. اسان وارا همراهه هڪ سنو تاثر کڻي آيا ته محترمه بينظير پنهو با اعتماد ۽ هرقسم جي صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار هئي. جڏهن ائين هيو، ته پوءِ پنهنجي سنگت کي مستقل نوعيت جي حڪمت عملي تيار ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڀرڻ کپندو هو.

هيءَ هاڻي سنڌ تي جيڪا قيامت نازل ڪئي وئي آهي، اها ڪا اڄ جي پيداوار ناهي. هيءَ ته سالن کان تيار ڪيل هڪ ڏوهه آهي. ان ڏوهه جو ٻج به آهي ان جون پاڙون به آهن، ۽ ان کي پالي نپائي وڏو ڪرڻ وارا به آهن. ان سازش جا تمام گهڻا پاسا آهن، جن سيني کي سمجهڻو به آهي، ۽ منهن به ڏيڻو آهي.

پهرين ڳالهه ته خود ان سازش متعلق حڪومت جي غير سويلئن ادارن وٽ جيڪا معلومات قلمبند ٿي پئي آهي، اُن تي سوالن اُٿارڻ جي ضرورت هئي: گهٽ ۾ گهٽ هيٺيان سوال اُٿاريا وڃن ها:

١- ته سنڌ تي گورنر راڄ ۽ مارشل لا هٽڻ لاءِ روز صدر کي اپيلون ڪندڙ ۽ اهڙيون اپيلون شايع ڪندڙن تي آئين دشمني جو ڪيس ڇو داخل نٿو ڪيو وڃي؟
٢- ڪي منظم ڪبو، تن جي ڪرتوتن جا تفصيل ڇو دنيا جي سامهون نٿا آندا وڃن؟
٣- دهشتگردن جي سياسي قيادت سالن کان سنڌين ۽ سنڌين جي نمائنده قيادت خلاف جيڪا اشتعمال انگيزي ڪري پئي، اُن جو نوٽس ڇو نه ورتو ويو آهي؟
٤- سنڌ ۾ غير ملڪين جي ڳولا ڪري انهن کي جهلي ملڪ کان ٻاهر ڇونه

ڪيو ويو آهي؟

٥- ايم ڪيو ايم طرفان پيپلز پارٽي تي مهاجرن سان ظلم ڪرڻ وارين رڙين کي ڪنهن عدالتي ڪميشن آڏو آڻي ڪوڙ کي بچڙو ڇونہ ڪيو ويو آهي؟

٦- حڪومت جي مختلف فيصلن ۽ پاليسين ۾ سنڌي اخبارن جي موقف کي وڏي پئماني تي نظر انداز ڇو ڪيو وڃي ٿو؟

٧- ١٩٨٣ع جي جمهوري بحالي واري تحريڪ ڪانپوءِ وڏين اخبارن جي مالڪن جنهن خاص رٿا سان سنڌ جي عوام خلاف هڪ طرفي مهم هلائي ۽ خاص ڪري پنجاب ۽ فوج کي سنڌين خلاف "برين واش" ڪرڻ واري عمل جو ڪوجنائي دستاويز ڇو تيار نہ ڪرايو ويو آهي؟

٨- ڪراچيءَ جي سنڌي ڳوٺن جي حفاظت جي ذميداري مسڪين، بيرزگار ۽ ڏتڙيل ڳوٺاڻن تي، اهو چئي وڌي پئي وڃي تہ اهي پنهنجو بچاءَ پاڻ ڪن- ۽ اطلاع ڏيڻ جي باوجود پوليس جي مدد نہ پهچڻ تي پوليس خلاف ڪارروائي ڇونہ ٿي ڪئي وڃي؟

٩- سنڌين کي جمهوريت پرست هئڻ جي سزا ڏيڻ لاءِ سنڌين تي جنهن قاتل صورتحال کي نازل ڪيو ويو آهي، اُن جو سچو ڪيس پاڪستان جي ٻين صوبن جي عوام اڳيان ڇو پيش نٿو ڪيو وڃي؟

١٠- مسئلن ڏانهن عارضي ۽ ايڊهاڪ روش اختيار ڇو ڪئي وئي آهي ۽ انهن کي مستقل بنيادن تي ڇو حل نٿو ڪيو وڃي؟

١١- اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ کي دهشتگردن هٿان يرغمال بنائي رکڻ واري حالت خلاف اُپاءَ ڇو نٿا ورتا وڃن؟

١٢- سنڌ جي انسان دوست ادب، شاعري ۽ ڪلچر کي ٽيليويزن ذريعي پروجيڪٽ ڪري سنڌين خلاف ٿيل ڳالهين جي مذمت ڇونہ ٿي ڪئي وڃي؟

## صدر غلام اسحاق هيڏي هوڏي ڇو نٿو ٿئي؟

ڪراچيءَ تي خوني ماڻ ڇانيل آهي ۽ اخبارون لکن ٿيون ته حالتون معمول تي اچي رهيون آهن لڳي ٿو ته پاڻ وٽ "معمول" ۽ "امن امان" جا تصور ڏنڊلائجي ويا آهن.

دهشتگرد ٻهنجا هٿ ڏيکاري هڪڙن ماڻهن کي ماري ويا ۽ ٻين جا ساهه مٺ ۾ ڪري ڇڏيائون. هر واقعي ۾ ملوث دهشتگردن جي سڃاڻپ نه ٿي آهي- انهن کي جهليو به ويو يا نه- ڪا خبرناهي. ڪيترا ناجائز هٿيار هٿ ڪيا ويا آهن- فوجين اجا تائين کهڙو ٻوٽو ٻاريو آهي، ڪا خبر ناهي! ٺيڪ آهي ته حڪومت کي امن امان جي نئي مفاد ۾ ڪي مصلحتون به اڳيان هونديون، انڪري تفصيل ٻاهمون نٿا آندا وڃن. پر هيءَ ڏنگيندڙ ۽ روخن کي سوڙهو ڪندڙ ماڻ ۽ بي يقيني، ڪانٽرتا کي سماج جو حاوي درجو ڏئي رهي آهي. سمورا بيگناهه ماڻهو پنهنجي لهجن جو اعتماد وڃائي رهيا آهن- زندگيون پروسي کان وانجهجي رهيون آهن. هر وقت ماڻ جي پيٽ مان نڪتاءَ ٿيڻ جو انتظار رهي ٿو. شهر جي رستن تي هر ايندڙ ويندڙ گاڏي مان فائر ٿيڻ جو امڪان آهي. ماڻهو اُڌاريون زندگيون جي رهيا آهن.

دهشتگرد هواس ۽ ڌهڪاءَ قائم ڪن ٿا دهشتگردن جي سياسي قيادت وري پنهنجي اشتعال پرستي ذريعي جي يقيني کي حياتي بخشي ٿي. روز صدر اسحاق جي پوئتان پندبي پريل آهي. اپيل مٿان اپيل، ۽ انهن اپيلن جو مقصد فسطائيت کي حياتي بخشڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي. پر ان غيرذميدار هلت تي سماج جي ادارن جي خاموشي شرمناڪ آهي. اخبارون انهن اپيلن تي پنهنجي طرفان رايو ڏيڻ تي پاڙپاپ کان ڪم وٺي، مڪر پريل چپ هٽي وينيون آهن، مخالف ڌر جون سياسي پارٽيون خوش ٿي ڪڳيون هڻن ٿيون، پيپلزپارٽي جوابي بيانن تي قناعت ڪري ويٺي آهي ۽ جائز طريقي سان پنهنجي چونڊيل آئيني حڪومت خلاف اشتعال ۽ پڙڪائيندڙ حالت خلاف موثر قدم نٿي کڻي ۽ عدالت جو دروازو به نٿي کڙڪائي، جو "مهاجرن" تي "ظلم" جي سچ يا ڪوڙ کي انصاف جي ڪسوٽين تي دنيا آڏو نروار ڪجي. خود صدر غلام اسحاق خان جو هن معاملي تي رويو ڏاڍو معنيٰ ڀريو آهي. جناب!

هي معاملو پيپلزپارٽي جي حڪومت کي لاڳيتو بليڪ ميل واري حالت ۾ رکي سنڌس صلاحيتن کي نقصان پهچائڻ جو ناهي. هي عام، بيگناهه ماڻهن جون حياتيون وهه ڪري، سمورا ٽنگيل ساهه، هڪ هنڌ تي لٽڪائي ڇڏڻ جي ڳالهه آهي!

دهشتگرد سياسي قيادت جي دانهن جو مطلب هي آهي ته سڀ ماڻهو هروقت صدر صاب جي منهن ڏي ڏسن ۽ عوام جي چونڊيل حڪومت جي حيثيت ٻئي درجي جي ٿي وڃي. ٻئي پاسي اخبارون هڪ اهڙي ماحول کي پالي رهيون آهن، جنهن ۾ دليل جي جاءِ تؤائي، جارحيت، ۽ خونخواري وٺي رهي آهي. حڪومت، يا پ پ پ ۽ سنڌ جي ترقي پسند ڌرين جو موقف لاچار ڪان شايع ڪن ٿيون ۽ باقي سڄيون اخبارون دليل، جمهوريت ۽ سياسي عمل جي دشمن موقف سان ڀريون پيون آهن. ڄڻ ته پيپلزپارٽي، سنڌس ووٽر يا سنڌ وجوڌ ئي نٿا رکن!

آخر صدر غلام اسحاق خان دهشتگردن جي سياسي قيادت جي روزاني اشتعال جو نوٽيس ڇو نٿو وٺي؟ ڇو نٿو پاڻ جاچ ڪرائي ته غلط ڇا آهي، صحيح ڇا آهي- ڪيترو غلط آهي ۽ ڪيترو صحيح آهي.

سنڌين جي گڏيل موقف ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي. اُهو سچ جيان پڌرو آهي. پ پ پ هجي، قومپرست هجن يا کاٻي ڌر جون تنظيمون- سيني وٽ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جي باري ۾ هڪ انساني روش آهي: ڪوبه نٿو چوي ته هي ماڻهو، سنڌين کان گهٽ درجي جا ماڻهو آهن. هنن جو سڄو زور آهي ته سنڌي به ٻين ماڻهن جهڙا برابر درجي وارا ماڻهو آهن. پاڻ ڀيو گهرون ڇا ٿا؟ ايتري سؤلي ۽ سادي ڳالهه ڪنهن کي سمجهه ۾ ڇو نٿي اچي؟

سنڌي هي به سمجهن ٿا ته دهشتگردي هڪ خاص ٽولو ڪري رهيو آهي، جيڪو اهڙي نسل پرستي جي ڳالهه ڪري ٿو. جنهن جو ڪو جواز به ڪونهي. دهشتگردن جي سياسي قيادت هن مهل تائين سياست ڪرڻ به نه سکي سگهي آهي، جنهن جي ڪري سياسي فائدا وٺڻ جو عقل به وڃائي ويٺي آهي. رڳو حيدرآباد جي قلعي وارو معاملو ڏسو. ڏيهي ۽ پرڏيهي پريس هنن جي چيٽي تي جمهوريون هٽي رهي آهي- ايڏي وڏي فائدي ۾ هئڻ جي باوجود حيدرآباد واري واقعي کي جائز يا ناجائز سياسي معاملو بنائڻ بدران، هنن ڪراچي ۾ ڳولي ڳولي سنڌي ماريا آهن- ڳوٺن تي حملا ڪيا. گهرن کي باهيون ڏنيون ۽ مال ملڪيت جي لٽ مار ڪئي. هنن جي ان حرڪت جي ڪري حيدرآباد واري واقعي مان فائدو وٺڻ کان دانهن ڪرڻ جي باوجود محروم رهجي ويا. هي ماڻهو

اڄا تائين اهو نہ سمجهي سگهيا آهن، تہ پيپلزپارٽي کان پنهنجون ڳالهيون سياسي عمل سان ميڙائي سگهندا، يا دهشتگردي سان. ان ڪري هي هڪ ئي وقت ٻئي ڪم ڪري رهيا آهن، ۽ ٻئي شيون: سياست ۽ دهشتگردي هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي هنن کي وڌن ڳجهن ۽ ظاهري سهارن جي باوجود ڏينهون ڏينهن گهٽائي رهيا آهن.

پر هي تماشو اينگهجي رهيو آهي ۽ وقت تيزي سان گذري پيو. جيڪڏهن اختياريون ۽ خاص ڪري صدر ۽ سي او پي وارا همراهہ ايئن ڏسندا رهيا ۽ هنن جي نظر رڳو پيپلزپارٽي جي زوال تي ٽڪي رهي تہ پوءِ سياڻي جا سمورا نتيجا تاريخ هنن جي ڳچيءَ ۾ وجهندي.

آخر هر ڳالهہ کي صحيح يا غلط چوڻ جو حق دهشتگردن ۽ انهن جي سياسي قيادت کي ڇو تہ ڏنو ويو آهي؟ اسين تہ چئون ٿا تہ جڏهن پيپلزپارٽي بہ تڪرار جي هڪ ڌر آهي، تڏهن اُن کي صحيح ۽ غلط چوڻ جو مڪمل حق ناهي. صحيح ۽ غلط تي جهيڙي جو نبيرو غلام اسحاق خان يا ٻئي ڪنهن کي بہ ناهي ڪرڻو. عدالتون آهن، پارليامينٽ آهي، قاعدو ۽ قانون آهي. جيڪڏهن قانون جي حڪمراني ۾ ويساهہ موجود آهي تہ پوءِ هن ماحول کي ڇو جنم ڏنو ويو آهي؟

اسان چئون ٿا ڏيون تہ سنڌين جو پنيور نہ اُجاڙيو، امن ۽ محبت جون صدين جون ميراثون سنڀالي ۽ سهيڙي رکندڙ هنن ماڻهن جا پنهل نہ ماريو. اسان جا وڻ، هوائون ۽ ٻوٽا بہ شاهديون ڏيندا آهن. انهن آوازن جو احترام ڪريو. پٽ ڌٽي جي درگاهہ تي صدين کان سڪ جو آواز دنيا کي پڪاري رهيو آهي! اُن وڇوڙي ۽ ڏهاڳ جي رڙ کي ٻڌو اسان پاڻ تي مڙهيل الميءَ کي وڌيڪ جاءِ ڏيڻ لاءِ تيار ناهيون؟

*اڱارو ٥-جنوري ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## سنڌ امن ڪانفرنس ۽ الاديبِ وارو ڏيئو

اڄ ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي صورتحال تي حڪومت طرفان سڏايل امن ڪانفرنس ٿي رهي آهي، جنهن ۾ سمورين پارٽين کي شرڪت جي دعوت ڏني وئي آهي. ڪيئي سياسي پارٽين، ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ايم ڪيو ايم جو شرڪت کان انڪار ۽ شرڪت ڪرڻ کان گسائڻ ۽ ٽڪراءَ واري فضا کي قائم رکڻ لاءِ اشتعال پيدا ڪندڙ شرط رکيا ويا آهن، تنهنڪري ڳالهه ظاهر آهي. هن تحرير لکجڻ تائين سي او پي جماعتن جي شريڪ ٿيڻ يا نه ٿيڻ جو فيصلو به سامهون نه آيو آهي.

ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ پارٽين جي بنيادي ذميواري ٻنهي صورتن ۾ نه بدلبي. ڪير شرڪت ڪري ٿو ۽ ڪير نٿو ڪري، اُن جا اثر پنهنجي جاءِ تي، پر جيڪي سياسي پارٽيون شامل ٿي رهيون آهن، تن تي تمام وڏي ذميواري لاڳو ٿئي ٿي. سيني سياسي پارٽين جا مختلف معاملن ٻتي موقف پنهنجي جاءِ تي، پر سنڌ ۾ امن جي بحاليءَ دهشتگردي جو خاتمو سيني پارٽين لاءِ اهڪ اهڙو فرض بڻجي ويو آهي، جنهن ۾ ٿوري به ڪوتاهي، غفلت يا لاپرواهي تي پري کان ڪُتل اکيون، لاڳيتو بنا ڇنڀجڻ جي نهاري رهيون آهن ۽ انتظار ۾ آهن ته سياستدان ٿورو به غيرذميداري جو مظاهرو ڪن ته جمهوريت کي ڦٽائڻ جو موقعو ملي يا وري جنرل ضيا وانگر "ريموٽ ڪنٽرول جمهوريت" جو انتظام ڪجي.

هي ملڪ اڃا تائين تاريخ جي اُن ڪُن ۾ ڦاٿل آهي، جنهن کي آمريت چئبو آهي- ۽ آمريت هميشه اهو جواز ڳولهي اڳتي وڌندي آهي ته سياستدان ملڪ هلائڻ جي لائق ڪونهن. آمريت به ملڪ کي هلائيندي ضروري آهي، ۽ ڪيس اُتي به پهچائيندي آهي جتي ٽُٽل کي ٽاڪو به ناهي لڳندو. پوءِ وري پڙپانگ، اُجڙيل ۽ يتيم ڪيل سياست ميدان تي ايندي آهي، ۽ ڪيس اقتدار جي خيرات ڏني ويندي آهي ۽ ڪسبي به ايئن آهي، جيئن پٽ تي ويٺل ڪانءَ، ويسري ٻار

کان ٽڪر کسي ونندو آهي.

اسان نهايت معذرت سان پنهنجي معذرت سياستدانن کي عرض ڪريون ٿا ته هر طرح جي ويسرپ کان پاسو ڪري، پنهنجا سمورا طبق روشن ڪري، خبردار ۽ ذميدار ٿي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪريو ۽ ڪنهن به يڪراءِ ڪارائتي نتيجي حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ نه اُٿو.

توهين ڄاڻو ٿا ته طاقت ۽ دهشتگردي جو توزان ڪنهن جي هٿ ۾ آهي. پر توهان پنهنجي ڏاهپ، انسان دوستي ۽ جمهوريت جي بچاءَ لاءِ پاڻ کي سياست جو ڳرو توازن ثابت ڪريو. ان ۾ توهان جو شان وڌندو.

اسان کي خبر آهي ته سياڻي جيڪڏهن توهان ڪانفرنس مان بنا ڪنهن ڪارائتي نتيجي نڪري آيا ته سڀ هڪ ٻئي تي ميارن ۽ گلائن جا پنبار ڪٽي ايندا. ۽ اوهان مان هرڪو پنهنجو پاڻ کي صحيح ۽ ٻين کي غلط چوندو. ۽ ان ۾ موجود مسئلي جو ڪوبہ حل موجود نه هوندو.

هاڻ ڳالهه ٻڌو! جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي ته ايم ڪيو ايم سي او پي جي شرڪت ڪرڻ يا نه ڪرڻ، ٻنهي صورتن ۾ امن جي بحالي جي ذميداري توهان تي گڏيل نموني اچي وئي آهي ۽ هي به واضح آهي ته امن کي خراب ڪرڻ ۾ توهان جو ڏوهه به ڪونهي، تنهن ڪري توهان معصوم، هن ذميداري نباهڻ ۾ اچي ويا آهيو. اهو به پانت پانت جي ڪاٽي. اها به خبر ناهي ته ڪانفرنس لاءِ توهان پنهنجو ڪو "هوم ورڪ" ڪري شرڪت ڪندا، يا حڪومت جي تجويزن تي غور ويچار ڪري ها يا نه ڪندا. اسان سمجهون ٿا ته توهان سڀ ڏاها ماڻهو آهيو ۽ انساني جانين کي پيش آيل ۽ ايندڙ خطرن تي به توهان جي نظر آهي. تنهن ڪري توهان سڀ جيڪڏهن پنهنجي ڏاهپ هن مسئلي تي يڪجا ڪريو ته توهان جي ڪاميابي ۾ ڪو شڪ ئي نه رهندو.

۽ ٻڌي ڇڏيو! هي حڪومت ڪي ۽ توهان کي سيني کي هن صورتحال جو آخري موقعو آهي. جيڪڏهن توهان ڪنهن ڪارائتي نتيجي تي نه پهتا، ته فوج سڄي سنڌ جي هر شهر ۾ پهچي وئي آهي ۽ باقي رڳو هڪڙو اعلان ٿيندو ته وزير، سرڪاري گهر خالي ڪن!

پر ان جو هي مقصد به هرگز ڪونهي، ته توهان ڪنهن خوف ۽ دٻاءَ ۾ اچي فيصلي تي پهچو. توهان جي فيصلي ۾ اٽل ويساهه ۽ اٽڙ بهادريءَ جو

هجڻ تمام ضروري آهي، ڇو ته انهن خاصيتن کانسواءِ توهان بيگناهه موت جي منهن ۾ ڌڪل ماڻهن جو پوري ريت بچاءُ نه ڪري سگهندا.

پر توهان کي رهڻو پنهنجي حدن اندر پوندو. هن ملڪ ۾ اقتداري ماڻڊاڻ هڪڙي ٽڪنڊي تي ٻڌل آهي. ان ٽڪنڊي جي ٻن لڪيرن کي کهڙي به بنياد تي هڪ هنڌ تي يڪجا ٿيڻو آهي، جنهن کانپوءِ ٽين لڪير، اڪيلي ٿي پنهنجو وجود ختم ڪرڻ لاءِ تيار نٿي ٿئي ۽ اُن کي به لازمي طرح ڪنهن نه ڪنهن اُميد ۽ مصلحت جي ڪري ڪنجهي، ڪُرڪي به رهڻو ئي پوي. هاڻي اچو ته انهن لڪيرن تي نالا رکون: ٽڪنڊي جي پهرين لڪير فوج جو ادارو آهي، جنهن پاڻ تي اخلاقي يا نظرياتي طرح ذميداري رکي آهي ته اُن جو ڪم ملڪ جي سرحدن ۽ "اندروني سلامتي" جو بار کڻڻ آهي. اها ڳالهه چڱي به آهي، جيئن جنرل اسلم بيگ هن مهل تائين ثابت ڪيو آهي ۽ ڪالهه به چيو اٿس ته فوج حڪومت جي اختيارن جي بحالي لاءِ مدد ڪرڻ واسطي آئي آهي يا جيئن اگ به چوندو آيو آهي ته فوجي ادارو سياسي ۽ نمائنده حڪومت جو ماتحت ادارو آهي (جنرل اسلم بيگ جي ١٣-سيپٽمبر ١٩٨٩ع تي جي ايڇ ڪيو راولپنڊي ۾ بريفنگ). پر اها ڳالهه عوام کي ڳڇيءَ ۾ تڏهن پوي ٿي، جڏهن ايوب خان، يحيٰ ۽ جنرل ضيا اقتدار تي قبضو ڪرڻ لاءِ ساڳي ڳالهه ڪُن ٿا. اها ڳالهه اڄ به امڪاني طور ان ڪري موجود آهي، جو آمريت هن ملڪ جي پنهنجي وجود جو جواز لاءِ سياستدانن ۽ سياسي تنظيمن جو هڪ مضبوط، دولت ۽ اثر رسوخ وارو ٽولو به ناهيو آهي، جيڪو ٽڪنڊي جي ٻي لڪير يعني آءِ جي آءِ ۽ اڄا به اڄ وڏي آءِ جي آءِ- ايم ڪيو ايم اتحاد جي صورت ۾ موجود آهي، ۽ پنهنجي ان وراثتي ڪردار جي ڪري سي او پي جا ٽيڙ به سيني کي ساريا پيا آهن! اقتدار جي ٽڪنڊي جي ٽين لڪير پيپلزپارٽي آهي، جنهن کي عوام جو ووٽ حاصل آهي ۽ مٿين ٻن لڪيرن جي هوندي اُن کي به ٽڪنڊي ۾ پنهنجي جاءِ ناهڻي پئي آهي. هن طرح پيپلزپارٽي يقينن هڪ نازڪ هنڌ تي اڙيل آهي ۽ اُها عالمي لاڳاپن ۾ ڇڪتاڻ گهٽجڻ ۽ جنرل ضيا جي موت واري حادثي جي ٻن ٽنين تي بيٺل آهي- پر دهشتگردي ۽ آمريت جو سامان، مڪاني طرح ڪنهن طرح انهن ٽنين کي ڪيرائي به سگهي ٿو، ۽ ان کي ڪيرائڻ جون ڪوششون به ٿيون آهن. ههڙين خوفناڪ حالتن ۾ پيپلزپارٽي ڄام ڪا

طرح پارٽي به هجي ۽ سنڌس اقتدار جو عرصو مارا ماري ۽ بليڪ ميلنگ ۾ گذري وڃيس، ته پوءِ اُها سڄي ملڪ کي ڳنڍڻ واري طاقت طور ڪيئن قائم رهي سگهندي!

اسان ڪابه نئين ڳالهه نه ڪئي آهي- اُن، ڪُن جو ذڪر ڪيو آهي جنهن ۾ پاڻ سڀ ڦري رهيا آهيون. اتي ۽ انهن حالتن جي جادوئي طلسم ۾ سياست جي الادين کي هڪ اونداهي غار ۾ گهڙڻو آهي- سو به اهڙي طرح جو جسم جو ڪوبه حصو غار جي پٿرن ۽ پاسن کي نه ڇُهي. يقين ڪرڻ گهرجي ته سياست جي ان ئي غار جي منهن تي ڇپ رکي ڇڏيندڙ جادوگر به ويٺو آهي. ان ڪري سلامتي ان ۾ آهي ته احتياط سان ڪندبون پاسا بچائي، ڏيئي تائين پهچڻو آهي، جنهن جو غلام هڪ طاقتور ديو آهي.

اربع ٦- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## دهشتگردن هٿان متاثر ٿيلن لاءِ ڪجهه ڪريو

ڪالهه جي هڪ اخباري اطلاع موجب ڪراچيءَ جي مختلف هنڌ تان دهشتگردن هٿان سنڌيل سنڌي ۽ بلوچ ڪٽنبن اچي پراڻي گوليمار ۾ پناهه ورتي آهي. متاثرن جو تعداد پنج هزار ٻڌايو ويو آهي.

ڪراچيءَ ۾ دهشتگردن هٿان متاثر ٿيل ڪيترا ماڻهو شهر ڇڏي ويا آهن، ڪيترن ماڻهن ڪراچيءَ مان نڪري وڃڻ ۾ عافيت سمجهي آهي ۽ ڪيترا ڪراچيءَ ۾ نسبتاً محفوظ هنڌن تي اچي ويا آهن، تن جي باقاعده ڳڻ ڳوت نه ٿي آهي پر مختلف تنظيمن جي ڏنل احوالن ۽ مختلف اخباري اطلاعن موجب هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهن شهر مان نڪرڻ ۾ خيريت سمجهي آهي ۽ هڪ لک کان مٿي ماڻهو شهر ۾ ئي حفاظت وارن هنڌن ڏانهن هليا ويا آهن.

دهشتگردي جي "نزول" جو هڪ ٻيو اثر آفيسن ۾ سنڌي ملازمن جي حاضريءَ تي پيو آهي. ڪيترن ملازمن جو چوڻ آهي ته ملازمن دهشتگردن جي سياسي تنظيم پنهنجا سيل ٺاهيا آهن، جيڪي سرڪاري آفيسن ۾ سنڌي ملازمن جي حاضريءَ جو جائزو وٺن ٿا ۽ انگ اکر گڏ ڪن ٿا. اها حالت هنن ڏسي وائسي پيدا ڪئي آهي. ڳوٺن تي هنن حملا ڪيا آهن ۽ مارا ماريءَ ۾ ڇيهه ڪري ڇڏيو اٿن ۽ وڏي ڳالهه ته تڪرار واري حالت کي قائم به رکيو اٿن.

هاڻ مسئلو هي آهي ته اُن خوف ۽ دهشت واري حالت ۾ ماڻهن جي بحالي ڪيئن ٿئي. ماڻهو پنهنجي گهرن ڏانهن ڪيئن موٽن؟ هي ته هڪ هفتي اندر سنڌين سان اُها حالت ٿي آهي، جيڪا ڪشميرين سان گذريل ڪيترن مهينن کان ڀارت جي سيڪيورٽي فورسز به نه ڪئي آهي. ڪشميري برابر پناهگير ٿيا آهن، پر سنڌين وانگر لکن جي تعداد ۾ نه ٿيا آهن. پر مصيبت هيءَ آهي ته ڪشمير کي ته بين الاقوامي معاملو بڻايو ويو آهي. حيدرآباد جي قلعي واري واقعي کي به بين الاقوامي معاملو بنائڻ جون ڀرپور ڪوششون ٿيون آهن، پاڪستان ۽ ڀارت جون اخبارون "مهاجرن سان ظلم" جون رپورٽون ۽ مضمون شايع ڪري رهيون آهن، پر هڪ هفتي ۾ لکين سنڌين جو متاثر ٿيڻ ۽ اجا به

دهشتگردي جو هدف بڻيل آهن، تن جو معاملو خالص "اندروني" مسئلو بڻيل آهي ۽ سو بہ رڳو سنڌين جي مٿي جو سور آهي.

حڪومت پاڻ ويل ۾ آهي. دهشتگردن جي سياسي قيادت ۽ سنڌس اتحادين اهڙي اڇي سوڙهہ وڌي آهي جو سرڪار پاڻ متاثرين کان وڌيڪ ڏچي ۾ آهي.

پيپلزپارٽي، سنڌ نيشنل فرنٽ، سنڌ قومي اتحاد، سنڌي اتحاد ۽ سگا ۽ ٻين سماجي تنظيمن ڪجهہ امدادي ڪئمپون بہ قائم ڪيون آهن، پر متاثرين جو مسئلو ايڏي شدت وٺي ويو آهي، جو اهي سموريون امدادون اٽپوريون آهن. فقط پراڻي گوليمار ۾ رهيل پنج هزار ماڻهن مان ڪجهہ تہ پنهنجن مائٽن وٽ ترسيل آهن، پر ٻن اسڪولن ۾ جيڪي ڪئمپون قائم ڪيون ويون آهن، اُتي ماڻهن کي پيئڻ لاءِ پاڻي بہ نٿو ملي. گهرن کان ٻي گهر ڪيل ماڻهن جا ٻارڙا، عورتون ۽ ضعيف ماڻهو بيمارين کي منهن ڏئي رهيا آهن.

هيڏانهن مجموعي طرح پاڻ ماڻهن وٽ مسئلا نبيرڻ جي واٽ اها آهي، تہ ڪتو کوهہ ۾ ڪري پوي تہ سڀ، کوهہ مان پاڻي ڪڍائڻ جي ڪوشش ۾ پورا آهيون، جڏهن تہ ڪتو ساڳيو کوهہ ۾ پيو آهي. دهشتگردن جو تڪرار پنهنجي جاءِ تي موجود آهي ۽ اُن کي ڪوبہ لهر لوڏو نٿو ٿئي.

حڪومت جو چوڻ آهي تہ اها پنهنجن وسيلن پٽاندر حالتن کي منهن ڏئي رهي آهي پر بيگناهہ ماڻهن کي پنهنجو دفاع پاڻ ڪرڻ گهرجي. پر سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ ماڻهو، دهشتگردن جيترا منظم، شاهوڪار ۽ تربيت سان زندگي ڪٿي گذاري رهيا آهن. ماڻهن کي هڪ تہ هٿيارن جالائسنس ڪونهن. ٻيو تہ سڀ ماڻهو هٿيار خريد ڪيئن ڪندا ۽ خود ان طرح دهشتگرد، ماڻهن کي هڪ "اپاچي" ڪلچر ۾ ڌڪي رهيا آهن، تہ جنهن جي گولي جنهن کي اڳوات لڳي. ماڻهو سڀ ڪم ڌندا ڇڏي، بندوقون ڪلهن تي کڻي، پستول چيلهہ سان ٻڌي نڪري پون ۽ ڪٿي ماني کائيندي هجي، بس ۾ سيٽ وٺي پوي يا ڪنهن کان پاڻي جو گلاس گهرجي تہ اُن لاءِ بہ گهوڙو دٻائي، ٽريگر تي آڱر رکي پستول ڏيکارڻو پوي! ان طرح جي زندگي ماڻهو ڪيئن اختيار ڪندا ۽ جيڪڏهن ائين ڪن ٿا تہ پوءِ اخلاق، انتظام، حڪومت ۽ رياست باقي ڪهڙي مرض جون دوائون آهن.

اسان جي گذارش آهي تہ حڪومت پنهنجي هڪ ٽيم مقرر ڪري جيڪا دهشتگردي جي متاثر ماڻهن جي تعداد، ڪين ڀهتل نقصان، ايمرجنسي جي

حالتن ۾ سندن گهرجن جا تفصيل هڪدم تيار ڪري. پوءِ حڪومت پنهنجا وسيلا به ڪم آڻي ۽ سرنديءَ وارن ماڻهن اڪي به چرپر ۾ آڻي نقصان جو ازالو ڪيو وڃي. ڊاڪٽرن جون ٽيمون متاثر ڪئمپن جو معائنو ڪن ۽ ڪين علاج مهيا ڪن.

باقي جيستائين ماڻهن جي مستقل بحالي يا سندن گهرن ڏانهن واپس وڃڻ جو سوال آهي ته اُن لاءِ دهشتگردي جي پاڙ پٽي ماڻهن جو اعتماد بحال ڪرڻ جي ضرورت آهي. اعتماد بحال ٿيو ته ماڻهو پاڻ ئي پنهنجي گهرن ڏانهن هليا ويندا، ڪنهن کان پڇندا به ڪونه!

ڏوڏا! تون نه ڏئين! آگ اوڏو نه وڃين!
اُلا جي عشق جام سي تان تون نه سَهين!
اُيو ايئن چئين ته آئون آڳڙيو آهيان!
(شاهه)

جمعو ٨- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز

# پاڪستان کي پاڪستانين کان بچايو

تشدد، اسان جي معاشري جو اهڙو حصو بنجي ويو آهي، جنهن جو معاشري جي اندر، توڙ موجود ڪونهي. ٻين ملڪن ۾، ٻين هنڌن تي به تشدد ۽ دهشتگردي موجود آهن، پر اُتي اُنهن جي توڙ واري سگهه به موجود آهي، جنهن ڪري اُتي اُهو حساس توڙي عام ماڻهن ۾ دپ، هذيان ۽ اعصاب ٽٽڻ جو ڪارڻ نٿو بڻجي.

هي مرڪزي خيال صحافي- لکيڪ صادق جعفري جي لکيل ڊرامي "گل خراب" جو هو، جيڪو گذريل خميس تي رات جو ٽيليويزن تان پيش ڪيو ويو.

هي پيش ڪرڻ جي لحاظ، اسڪرپٽ، هدايتڪاري ۽ اداڪاري جي سڀني پهلوئن کان ڀرپور ۽ مضبوط ترين ڊرامو هو. پر اُن جو مرڪزي خيال معصوم، حساس ۽ تخليقڪار ماڻهن جي اعصابن، ذهن ۽ نفسيات تي ٿيندڙ اثر ۽ اُن حوالي سان پاڪستاني معاشري جي اجتماعي غيرت، شعور ۽ پاڻ بچائڻ جي اندروني مزاحمتي سگهه بابت بنيادي سوال کڻي ايندڙ آهي.

ان بنيادي سوال کان لنوائڻ سماجي جيئاپي ۾ وڏو گناهه ئي نه، پر هڪ طرح سان خود- ڪشي آهي ۽ هي معاشرو، ان سوال جي جواب کان نٽائي لاڳيتي خود- ڪشيءَ جي حالت منجهان گذري رهيو آهي.

هي واقعي وڏو سوال آهي! پر هي جواب تمام گهڻي حوصلي جي گهر به ڪري ٿو، ڇو ته هيءُ پاڻ تان پلاند ڪڍڻ جي ڳالهه ڪري ٿو. جنهن اوندهه جي پلاند سان، هن معاشري پاڻ کي ڍڪيو آهي، سو لاهڻو پوندو. جيڪڏهن نه لاهڻ ڏنو ويو، ته پوءِ اها حرڪت ڪندڙ، ان سوال جو جواب ڏين!

ڪجهه ڏينهن اڳ اخبارن ۾ جائزا ڇپيا هئا ته پاڪستان ۾ اعصابن جي بيماري وڌي وئي آهي. معنيٰ ته هن ملڪ جا اعصاب جواب ڏيندا ٿا وڃن، ۽ خوف ۽ بي يقيني جا ڪارا ڪڪر ذهنن تي حاوي ٿي رهيا آهن. ڊاڪٽر اعصابن کي آرام پهچائڻ جون دوائون ڏئي، مريض جون ذاتي حالتون معلوم ڪري صلاحون ڏين ٿا، پر مرض ذاتي ۽ انفرادي علاج کان چڙهيو ٿو وڃي.

ڇو........؟ ڇو جو معاشري ۾ تشدد وڌي ويو آهي. ڇوجو

ڪلاشنڪوف ڪلچر هڪ اُتم ڪلچر بنجي ويو آهي. وري ٻه سوال ٿو ٿئي ته ائين ڇو ٿيو آهي؟

ان آخري ڇو جو جواب ڏاڍو ڏکيو آهي ۽ اُن جا پاسا به گهڻا آهن پهرين ڳالهه ته پاڪستاني معاشري جو بنياد، سماجي اوسر جي جن فطري قوتن تي هئڻ گهربو هو، تن تي رکڻ نه ڏنو ويو. هتي اوائلي ڪلچر کي جاري رهڻ نه ڏنو ويو ۽ مذهب جي طاقت، ماڻهن کان حڪومت ۽ ملان کسي ويا. ٺيڪ آهي کسي ويا ته ڀلي کسي وڃن ها، پر گهٽ ۾ گهٽ اهڙي اخلاقي قوت ته سماج کي مهيا ڪن ها، جو اها معاشري جي اندروني سگهه بنجي مٿس ٿيندڙ غير اخلاقي هلائڻ ۽ حملن کي منهن ڏئي ها. پر ائين نه ٿيو، ڇو جو ائين ٿيندو ئي نه هو. مذهب کي هڪ اخلاقي قوت جي حيثيت سان ماڻهن کان کسي، ان کي اقتداري ۽ ذاتي مقصدن لاءِ ڪمر آڻڻ جي نتيجي ۾، مذهب جي فطري معاشي ذميدارين جي ٺيڪيداري، رياست ۽ اُن جي ڀڳهاردار ملن تي اچي وئي. هو ايڏا اند ۾ اچي ويا، جو هر جدت ۽ هر نواڻ سائنس ۽ عقل منجهان پنهنجي ڪوڙ جيَ ٻدل پٽڪي ۾ هٽ پوندي محسوس ڪريَ اُڀرندڙ ۽ اٿندڙ تبديل جي خلاف مذهب کي اٽي مقابلي ۾ بيهاريائون. مذهب ۾ خدا ۽ انسان جي وچم راضپي ۽ محبت جي رشتن کي جزا ۽ سزا جي بلڊوزري تصورن سان ڊاهي ڇڏيائون.

پاڪستان جي قديم ماڻهن جي اڳيان ڇا هيو؟ خدا ۽ انسان جي وچم رشتي جا اُهي مثال جيڪي سنڌوءَ جي ڪنارن وسندڙ ماڻهن جي پنهنجي شاعرن بلهي شاهه، بابا فريد، فريد شڪر گنج، سچل، قلندر شهباز ۽ لطيف سائين جي ڪلام ۾ اُنهن جي سُرن ۾ ظاهر ۽ دلين تي قبضو ڄمايل هئا.

هڪ طرف حڪمرانن ماڻهن جو روحاني ڪلچر کسي ورتو، ته ٻئي پاسي، خلقتن جا قومي ڪلچر ختم ڪري سندن تاريخي وجود ميساري، حڪمران طبقن ۽ سندن حلقن جي ماڻهن لاءِ پاڪستان کي ذاتي دڪان بڻائي ڇڏيو ويو. جن ماڻهن چيو ته پاڪستان هڪ ملڪ آهي ۽ اُن کي ملڪ رهڻ ڏنو وڃي، ان ملڪ کي هلائڻ لاءِ جمهوريت ٻه هجي، سيني ماڻهن کي سموريون عالمي طرح مڃيل آزاديون هئڻ گهرجن ۽ ترقي ٿئي سي پاڪستان جي مختصر تاريخ ۾ هر طرح سان معتوب رهيا.

حڪمرانن جو اهو عتاب، پاڪستان جي مٿان گهڻ- طرفي تشدد کي ڪٽي آيو. اقتدار جو عوام وٽان غضب ٿيڻ، اقتدار تي ڪوڙ ڪري پهچڻ، اقتدار ۽ اختيار کي ذاتي فائدن لاءِ ڪم آڻڻ، اقتدار ۽ اختيار کي قائم رکڻ لاءِ

بدعنوان طريقا، ان تشدد جو هڪڙو رخ آهن ۽ حاڪم سياست اُن جو ٻيو رخ آهي. مذهب جي ٺيڪيدارن نہ رڳو ان تشدد کي ٿيندي ڏٺو، پر پاڻ ان تشدد جو حصو ٿي ويهي رهيا.

اڄ حالت اها آهي جو پاڪستان کي پاڪستانين کان بچائڻ وارو ڪوبہ ڪونهي. جيڪي ٽولا بدعنوان آهن سي ئي فاشسٽ آهن. بدعنواني خود تشدد آهي، تنهن ڪري رشوت کائيندڙ، چوري ڪندڙ، پنهنجي اختيار ۽ طاقت مان ناجائز فائدو حاصل ڪندڙ ۽ سياسي عمل کي دڪانداري بنائيندڙ ماڻهوءَ لاءِ ڪلاشنڪوف کڻي دهشتگردي ڪرڻ ڪا بہ نئين ڳالهہ ڪانهي. وحشي ۽ قاتل هجڻ ۽ بيگناهہ ماڻهن کي ٿورو بہ ايذائيندڙ ۽ اهنجائيندڙ ماڻهو ۾ رڳو ٿورين ڊگرين جو فرق ٿئي ٿو.

پر معاملي ۾ اڃا بہ اڳتي وڃجي تہ خود بيگناهي، اڻڄاڻائي ۽ معاملن کان لاپرواهي بہ هڪ قسم جو تشدد آهي، جيڪو ماڻهو پنهنجو پاڻ تي ڪن ٿا. ايڏو سور سهي مات ڪري ويهڻ وارا ماڻهو پنهنجي شان تشدد ڪرائڻ جا عادي ۽ موالي ٿين ٿا.

هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ آخر ان حالت ۾ ٿئي ڇا. جڏهن مذهب، سياست، موجود عقل، حڪومت، رياستي ادارا ۽ ناڪاره ٻٽايل قومي- تاريخي ڪلچر سڀ پاڻ قرائي وينا هجن، تڏهن پنهنجو ٿيندو ڇا- جيڪڏهن ان سموري صورتحال جو جواب لهڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وئي تہ عام ماڻهو بہ اعصابي مريض ٿي خوف ۽ بزدلي جي زندگي گذارڻ بدران هٿيار جو سهارو وٺندو- ۽ پوءِ مستقبل ڪٿي بيهاريندو، سا بہ ڪا پري جي ڳالهہ ناهي- پاڻ ترت اهڙي ماڳ تي پهچڻ وارا آهيون جتي هزارين لکين ماڻهو مارجڻ کان پوءِ تشدد جي طاقت جو توازن ئي هلي فيصلو ڪندو.

*آچر ١٠- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## مونجهاري مان ڪڏهن نڪرنداسين؟

ڇهين جون تي ڪوٺايل "سنڌ امن ڪانفرنس" ۾ حڪومت کي خاص اخلاقي ۽ سياسي حمايت ملي آهي. سمورين شريڪ ٿيندڙ پارٽين، دهشتگردي خلاف سخت انتظامي اپاءَ وٺڻ جي ضرورت تي زور ڏنو آهي.
سنڌ جي سڀني قومپرست پارٽين پنهنجي مقصدن کي کولي بيان ڪيو ۽ ثابت ڪيو ته سنڌ جي تاريخي شهرين کي هر صورت ۾ امن ۽ جمهوريت گهرجن ٿا.
پر حڪومت اڃا تائين مونجهاري ۾ ڦاٿل لڳي ٿي. روز خبرون پيون اچن ته فوج جي اختيارن جو معاملو طئي نه ٿيو آهي. فوج سموريون ذميواريون پنهنجي هٿ ۾ کڻي يا اها سول حڪومت جي مدد ڪري. اسلام آباد ۾ گڏجاڻين جي مٿان گڏجاڻيون، ڪراچي ۾ دهشتگرد ۽ سنڌن سياسي قيادت گم ٿي چڪي آهي. اخبارون ڏمر ڀاريو ويٺيون آهن، ته پوليس ڪارروايون سبب علائقن ۾ ڏهڪاءُ ۽ هراس پکڙجي رهيو آهي. جڏهن دهشت گردي ٿئي ٿي، تڏهن اخبارن لاءِ ڏهڪاءُ ڪونه ٿو پکڙجي، پر جڏهن پوليس ٿي قدم کڻي، قاعدي قانون جي حاڪميت لاءِ تحرڪ ٿو وٺجي، ته هراس ٿو ٿئي! آخر هي سڀ ڪجهه آهي ڇا؟ هن مهل تائين، فوج جي پهچڻ کان پوءِ جيڪو به آپريشن ٿيو آهي. اُن ۾ ڪا خاص ڪاميابي سامهون نه آئي آهي. پاڻ اڄوڪي هڪ خبر مطابق نقاب پوش دهشت گردن گلبرگ ٿاڻي تي حملو ڪري ڏنو آهي. ۽ هڪ واقعي سان ئي امن امان لاءِ ڪيل بندوبست جي پٽ وائکي ٿي وئي آهي. ماڻهن ۾ جيڪو اعتماد پيدا ٿي رهيو هو اُن کي نقصان پهتو آهي.
هن ۾ ڪو شڪ ناهي ته حڪومت ۽ حڪومتي پارٽي امن امان جي بحالي ۾ پرخلوص آهن. مخالف ڌر حالتن کي منجهائي رهي آهي. اخبارن جو ڪردار اڃا تائين وڌيڪ مونجهاري جو ڪارڻ ته بڻجي ئي رهيو آهي، پر هنن جي شايع ٿيندڙ مواد جي لهجي مان صاف طور نظر اچي رهيو آهي ته سول انتظاميا ۽ سياسي حڪومت جو ڪردار نه هئڻ گهرجي- هنن کي سول حڪومت جي وجود تي ئي جڻ اعتراض آهي.
پر مونجهاري جو وڏو ڪارڻ اسلام آباد جي مجموعي روش آهي. ڳالهيون امن امان بحال ڪرڻ جون تمام گهڻيون پيون ٿين پر عمل نالي ڪا شيءِ نظر نٿي اچي. سنڌ حڪومت ظاهر آهي ته پنهنجيون اکيون اسلام آباد تي ئي کپائي ويٺي آهي. فيصلن ڪرڻ ۾ ڪمزوري ۽ مونجهار جي قائم دائم رهڻ جو فائدو يا مهلت دهشتگردن کي ئي ملي رهي آهي. هن وقت تائين جي اطلاعن موجب

هنن جي سياسي قيادت، نوازشريف جي پناهہ حاصل ڪئي آهي: دهشتگردن جا ڏنڊ، سامان لڪائي، ڪپڙا چنبي عام ماڻهو ٿيو گهمندا وتن. هن حالت جي ڪري عام ماڻهو موت جي منهن ۾ آهي، سو ذهني طور تي تنگيو پيو آهي. ماڻهو گهر گهاٽ وسائي جائيتا ٿيڻ بدران پناهگير ٿيو پيا وتن.

سوال هي آهي، تہ ان اينگهہ جو فائدو ڪنهن کي ٿيندو ۽ نقصان پوندو. فائدو ٿيندو دهشتگردن کي ۽ سي او پي وارن اتحادين کي، هنن کي ان ڪري فائدو ٿيندو، جو ماڻهن کي نقصان پوندو. ماڻهن جي نقصان ۾ هنن هميشہ پنهنجو فائدو ڳوليو آهي. هاڻ بہ هو ائين ڪري رهيا آهن. سنڌ حڪومت کي امن ڪانفرنس ۾ جيڪا حمايت ۽ سياسي پٺڀرائي ملي آهي، سا بہ ان ڏيکہ ۽ اڻ نبيرندڙ حالت جي ڪري واپس ٿي سگهي ٿي. سنڌ جي قومپرست ۽ ترقي پسند پارٽين حڪومت کي پنهنجي حمايت ڏني ئي دهشت گردي جي خلاف آهي. جيڪڏهن دهشتگردي يا اُن جو سامان ختم نہ ٿيو، يا حڪومت ان ڏس ۾ پنهنجي راهہ ۾ آيل رڪاوٽن کي ختم نہ ڪيو ۽ هر رڪاوٽ کي ريجهائڻ ۾ وقت نڪري ويو، تہ پوءِ ڪابہ سياسي پارٽي يا ڌر حڪومت سان سنڌس ڪنهن بہ ناڪاميءَ ۾ حصيدار ڇو ٿيندي.

اسان سنڌ، توڙي وفاقي حڪومت کي گذارش ڪنداسين تہ موجوده ۾ چئن ڏينهن ۾ جيڪا ماٺار ٿي آهي، ان تي قناعت نہ ڪئي وڃي. هي هڪ مستقل عذاب واري حالت آهي، جنهن کي مستقل اُپائن جي حڪمت عمليءَ ذريعي ختم ڪري سگهجي ٿو. اسان ڄاڻون ٿا تہ دهشتگردن جي سياسي تمام وڏو اثر رسوخ رکي ٿي. جو جو سنڌ ۾ پيدا ڪيل حالتون مڪاني نوعيت جون نہ پر عالمي سطح جي سازش جو نتيجو آهن. افغانستان تي پاڪستان جي پاليسي، ڀارت سان لاڳاپا، غير ملڪي ماڻهن جون سنڌ تي نظرون، سنڌ جي جمهوري شعور جون دشمن مڪاني قوتون ۽ انهن جا عالمي اتحادي، سياسي بداعمالين جو گڏ ٿيڻ، انتظاميا جون وراثتي نااهليون، بدعنوانيون، حڪمران طبقن جون لاپرواهيون: سڀني گڏجي سنڌ دشمن، جمهوريت دشمن ۽ ان معنيٰ ۾ پاڪستان دشمن شڪل اختيار ڪئي آهي.

ٻي وڏي ڳالهہ ٻڌي ڇڏيو. هينئر دنيا جي گولي تي عالمي لاڳاپن ۾ بنيادي تبديليون آيون آهن. دنيا جي تاريخ ۾ جڏهن بہ ڪي وڏيون تبديليون آيون آهن، تڏهن دنيا جي نقشي ۾ بہ ڦيرقار آئي آهي. هن وقت تائين جن ماڻهن پاڪستان کي هڪ فضيلت ڀريو ملڪ بنجڻ نہ ڏنو آهي ۽ جن جو اجا بہ اهوئي زور آهي تہ پاڪستان فضيلت ڀريو ملڪ نہ ٿئي، سي دنيا جي قسمت جي مالڪن کي پاڪستان جي باري ۾ مواد مهيا ڪري رهيا آهن- ۽ ان مواد جي آڌار تي خود عالمي قوتن ۾ پاڪستان جي باري ۾ ڪو وڏو فيصلو نہ ٿئي- ڇوتہ دنيا سڌري رهي آهي، پر اسان اندروني طور بہ ناڪام ٿي رهيا آهيون ۽ اسان جا ٻاهريان تڪرار ۽ تضاد بہ موجود آهن!

سومر ١١- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز

## جيئي سنڌ تحريڪ جو ڏوهہ ڪهڙو آهي؟

حڪومت جا سياسي توڙي انتظامي اهلڪار جڏهن بہ سنڌ جي حالتن جي خرابي جي ذميواري طئي ڪن ٿا، تڏهن ايم ڪيو ايم سان گڏ جيئي سنڌ تحريڪ جو نالو بہ ورتو پيو وڃي. ڪنهن ڪٿي معقوليت جو مظاهرو ڪيو، تہ ايترو احسان ڪري ٿو، تہ ايم ڪيو ايم سان گڏ جيئڻ سنڌ جي اندر انتهاپسندن کي ڏار ڪري ذميوار ٺهرايو وڃي ٿو.

ايم ڪيو ايم کي تہ بي انداز وسيلا آهن ۽ مڪاني کان عالمي ميڊيا تائين سندس وڏي پهچ آهي ۽ اُن جي قيادت حڪومت سان ليکو چڪتو ڪرڻ ۾ رڪ رڪاءَ ڪري ئي ڪونہ، باقي نرلو سچو جيئي سنڌ جي مثال آهي، جنهن کي سنڌي اخبارن کان ٻاهر ڪو سڃاڻي بہ ٿو، تہ ائين جيئڻ ٻيا سندس سڃاڻپ ڪرائي رهيا آهن. هيڏن ڏينهن ۾ جيئي سنڌ تحريڪ جو ترديدي بيان بہ نظر نہ آيو آهي تہ ڪيس هرويرو ڇو صدقي جي ٻڪري بڻايو پيو وڃي. ٻي ڳالهہ تہ جيئي سنڌ تحريڪ تي الزام هڻي، ان کي ايم ڪيو ايم سان گڏ بيهاري هڪ طرح سان ايم ڪيو ايم جي عمل کي جواز مهيا ڪيو پيو وڃي.

حڪومت طرفان اهڙي طرح سراسري طور رايو ڏئي ڇڏڻ، پنهنجي ذميدارين کان جند ڇڏائڻ جي برابر آهي، ۽ ظاهر ڪري ٿو تہ سندس سياسي ڏاهپ جي سطح، مڙئي خير آهي. يا ائين آهي يا وري اها پنهنجي حڪومتي ادمبر سبب سياسي پارٽين جي قيادت کي وهم وينل آهي، تہ ان جيڪا ڳالهہ ڪئي سا پٿر تي ليڪو آهي. پاٽيءَ تي ليڪ کي پٿر تي لپڪ سمجهڻ وارن ڏان ڪنگراٽن، دنيا ڏانهن پنهنجن اهڙن روين ڪري پنهنجو بہ ڏاڍو وقت خراب ڪيو ۽ ماڻهو جو وقت بہ برباد ڪيو آهي.

جيئي سنڌ ۽ ايم ڪيو ايم قطعي طور تي ٻہ ڌار شيون آهن. اسان هتي جيئي سنڌ تحريڪ جو بچاءَ نٿا ڪريون، پر سطحي ۽ غلط راءِ کي رد ڏيون ٿا، جو ضروري سمجهون ٿا تہ غلط ڳالهہ جي صورت ۾ ٿيندڙ بي انصافي کي قبول

ڪرڻ سڄي ملڪ ۾ ڇا دنيا سان بي انصافي آهي.

ايم ڪيو ايم توڙي جيئي سنڌ اسان جي سياسي علم جا سنجيدا موضوع آهن. ٻنهي جا تاريخي پس منظر پنهنجا آهن. ايم ڪيو ايم هر لحاظ کان فسطائي تنظيم آهي، ان جا سياسي اتحاد فسطائين سان آهن. اها جارح آهي ۽ نفرت ڪانسواءِ ڪجهه نه ڏنو اٿس. اها عالمي دهشتگرد مافيائن وانگر منظم آهي ۽ ان ۾ اندر اختلاف ڪندڙن کي سندس ئي قائم ڪيل ايذاءَ گهرن ۾ پهچايو ويندو آهي. ان جون پنهنجون هٿياربند تنظيمون آهن. اها نه رڳو پاڻ خطرناڪ آهي، پر جن ماڻهن جي نمائندگي ڪري ٿي، تن کي به خطرناڪ حالتن ۾ وٺي وئي آهي.

جڏهن ته جيئي سنڌ تحريڪ جو بنياد جناب جي ايم سيد جي ڪتابن تي رکيل آهي. هن تحريڪ جي شروعاتي دور ۾ اهي ماڻهو داخل ٿيا، جن اهي ڪتاب پڙهيا ۽ دل سان انهن دليلن جا قائل ٿيا، جيڪي سيد پنهنجي سياسي وقف جي حق ۾ ڏنا. ان ڪانپوءِ جڏهن عمل جو ميدان آيو، تڏهن علم ۽ عملن جي وچ ۾ ڳانڍاپي واري تربيت نه هئڻ يا خود سيد جي سياسي موقفن جي ڦيرين گهيرن سبب، جيئي سنڌ تحريڪ کي نقصان ٿيو. هن تحريڪ جو ٻيو وڏو ناڪاري پاسو هي آهي، ته جڏهن هن وٽ ڪجهه سگهه گڏ ٿي آهي. تڏهن اها زيان ڪئي وئي آهي. مجموعي طرح جيئي سنڌ جو سياسي عمل، گهٽ رهيو آهي. نتيجي ۾ جيئي سنڌ تحريڪ اندر ذهني فرسٽريشن جا عجيب غريب مظاهرا ٿيندا رهيا آهن. جيئي سنڌ تحريڪ جي نقصانن ۾ هڪ ٻيو اهم عنصر سرڪاري ايجنسين مان پرتي ڪيل ايجنٽ آهن، جن انهن ايجنسين جي سياست جا آلهءَ ڪار ٿي ڪم ڪيو آهي.

هنن سيني حقيقتن منجهان هاڻ جيئي سنڌ تحريڪ ۾ ڪجهه نيون حقيقتون جنم وٺي رهيون آهن. بظاهر هن وقت جيئي سنڌ تحريڪ تمام گهڻن ڌڙن ۾ ورهايل آهي. پر هر ڌڙو هن وقت سنجيده ٿيڻ جي زبردست ڊوڙ ۾ رڌل آهي. اڳي جتي منفي لاڙن جي ڊوڙ هئي، هاڻ اتي مثبت لاڙن جي ڊوڙ آهي. منفي لاڙن واري ڊوڙ جي ڪارڻ ۾ جيئڻ مٿي ٻڌايو ويو آهي ته پڙڪائيندڙ ايجنٽن جو ڪردار به هيو، پر هينئر ان صورتحال کي سمجهڻ ۽ منهن ڏيڻ تي سنجيدگي سان سوچيو پيو وڃي. ٻي ڳالهه ته جيئي سنڌ تحريڪ جي پريشان

ٿيڻ ۽ ان جي نتيجي ۾ مشتعل ٿيڻ جو هڪڙو ڪارڻ، سنڌس عوام کان ڪٽيل رهڻ ۽ ٻيو پاڪستان جي مختلف حڪومتن جي ساڻس ظلم دولت روا رکڻ هو. جيئي سنڌ تحريڪ جون ٻيون ڪوتاهيون، سنڌي قوم جي پستي واري نفسيات سان لاڳاپيل هيون.

اهڙي طرح جيئي سنڌ تحريڪ اڃا ٺهڻ جي عمل سان گذري رهي آهي. جناب جي ايم سيد سنڌوديش واري نعري تان هٿ کڻي ويو آهي ۽ اُن لاءِ هن عالمي سبب ڄاڻايا آهن، پر پاڪستان جون جاسوس ايجنسيون اڃا هن کي سنڌوديش ٺاهڻ ۾ مصروف ڄاڻائي رهيون آهن. جيڪڏهن دهشتگرد قتلام ڪن ٿا، ته اُن ۾ به جيئي سنڌ تحريڪ کي شامل ڄاڻايو وڃي ٿو. حيدرآباد ۾ ٽيهين سيپٽمبر واري ڪيس ۾ جيئي سنڌ جا اڻ ڳڻيا ماڻهو قيد ۾ آهن، پر اڄ ڏينهن تائين ڪيس هليو ڪونهي. ايجنسين وٽ هنن جي خلاف ثبوت ڪونهن. جناب جي ايم سيد جو دورو، جمهوري حڪومت کي به ايڏو ڳچيءَ ۾ ٿو پوي، جو پاڪستان جي روائتي رجعت پرستن جي باهوڙ مچي ٿي وڃي، ۽ سکر ايئرپورٽ وٽ پاڪستان جي جهنڊي لاهڻ جي الزام ۾ ڪيس گرفتار ڪيو وڃي ٿو. ڪهڙي خبر ته خودُ ايجنسين جو پنهنجو ان ۾ ڪيترو ڪردار آهي.

پاڪستان جي جمهوري ۽ قومپرست پارٽين کي بدنام ڪرڻ، منجهن ايجنٽ ڀرتي ڪرڻ ۽ سندن پنهنجي ڪجهه ڪوتاهين جو فائدو وٺڻ منظم ڏنڌو آهي. پيپلزپارٽي تي به الزام موجود آهي ته اُن ۾ تخريبڪار ويٺا آهن. پ پ پ به جڏهن ٻيهر اقتدار ۾ آئي ته جمهوريت جو رومانس ڪجهه ڏينهن نظر آيو. ٽيليويزن جهڙو ادارو به ڪافي معقول ٿيو ۽ لڳو ته پ پ پ جمهوري ادارن جي اڏاوت ڪندي. پر هينئر تائين ڇا ڪرڻ ڏنو ويو آهي پيپلزپارٽي کي! وري هر ڳالهه پنهنجي اُن جاءِ تي موٽي آئي آهي، جتي آمريت ڪيس ويهاري يا ٻيهاري وئي هئي.

اصل ڳالهه ڇا آهي؟- اصل ڳالهه جي سمجهه کي روڪڻ لاءِ سڀ ڪجهه ٿي رهيو آهي. ڇا هيءَ حقيقت ناهي، ته هن ملڪ ۾ غيرنمائنده ادارن جو اختيار، نمائنداه ادارن کان گهڻو وڌيڪ آهي ڇا هيءَ حقيقت ناهي، ته سياسي حڪومت اهڙي حالت ۾ ڊونگ آهي؟ اصل مسئلن تان ماڻهو جو ڌيان هٽائڻ لاءِ انهن نئي مسئلن تي ماڻهو ڀڙڪائي، فسطائي گروهه ٺاهي، سياسي ۽ نمائنده حڪومت کي وچڙائي سنڌس وقت برباد ڪيو وڃي ۽ ڪانئس اُهي سمورا

مطلب ته حاصل ڪيا وڃن، جيڪي آمريت ذريعي حاصل ڪيا ويندا هئا ۽ مسئلن سان لاڳاپيل ڳالهه جا ڳهانگها ته سنڌس پلاند ۾ ٻڌي ڇڏجن-!

اصل سوال هيءَ آهي ته هن ملڪ جي وسيلن جو وڏو حصو ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ ۽ ٿورو حصو ڪنهن کي ٿو ملي؟ وڏي ڳالهه ته اُن وڏي حصي جي هڪ پاسي وڃڻ تي نه بحث ٿيڻو آهي ۽ نه سوال ئي اُٿارڻو آهي. بيروزگارين، محرومين، قومي استحصال ۽ عوام جي پسماندگي جو بنيادي ڪارڻ، وسيلن تي عوام ۽ ان جي نمائندن جو اختيار نه هئڻ آهي.

جيئي سنڌ تحريڪ جڏهن سنڌ جي آمدني، سنڌ کي ملڻ جو مطالبو ڪري ٿي، تڏهن اُن جو ٽڪراءُ قومي وسيلن جو وڏو حصو ڪٽي وڃڻ وارن سان ٿئي ٿو. پيپلزپارٽي جڏهن جمهوريت کي مضبوط ڪرڻ جو ارادو ڙکي ٿي، تڏهن اُن جو به ٽڪراءُ ساڳي ڌر سان ٿئي ٿو. پيپلزپارٽي وٽ عوام جي طاقت آهي، جنهن ڪري ڪيس لنوائي نٿو سگهجي- پر وڏو حصو ڪٽي ويندڙن جي قائم ڪيل سياسي پارٽين، اتحادن ۽ گروهن مان اُها ڪيڏانهن بچي نڪري! بس اها آهي اصل ڳالهه! جيئي سنڌ تحريڪ ۽ ايم ڪيو ايم کي ان تناظر ۾ ڏسو ۽ پوءِ فيصلو ڪريو.

*آگارو ۱۲- جون ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

# سنڌ جي حالتن جو دارومدار ڇا تي آهي؟

سنڌ جون حالتون جنهن جاءِ تي پهچايون ويون آهن، اُتان سنڌن واپسي جي باري ۾ ايستائين ڪجهه نٿو چئي سگهجي، جيسين پاڪستان ۾ طاقت ۽ اختيارن جو توازن غيرنمائنده ادارن جي هٿن مان نڪري، نمائنده ادارن وٽ نٿو پهچي. هن وقت سڄو نظام هڪ بندوبست تي ٻڌل آهي، جنهن ۾ خود عوام جا نمائندا ٻه پنهنجي نمائندگي وارن فرضن جي خاص حصي منجهان هٿ کڻيو، جيترو مليو، اُن تي توڪل ڪيو ويٺا آهن. هو اهو ٻه سمجهن ٿا ته جيڪڏهن ايتري تي راضي نه ٿيا ۽ بندوبست جو حصو بڻيا، ته ڪين ڪجهه ٻه نه ملندو. هي آهي وڏي سياڻپ. بنيادي اُصول تي هيءَ مصالحت ڪرڻ جا هنن وٽ ٻه پنهنجا سبب آهن. ان ڪري گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڳالهه واضح هئڻ گهرجي، ته سياسي نمائندن جو عوام جي ڀلائي ۽ قومي ترقي لاءِ جيترو ٻه خلوص آهي، سو قومي وسيلن جي ورهاست ۾ اُن ٿوري حصي تي ٻڌل آهي، جيڪو ڪين بجيٽ جي صورت ۾ ملي رهيو آهي. ان ڪري اسان ڪي جن ٻه چڱاين، روزگارن ۽ ترقين جي اڏاوت ڪرڻي آهي سا مليل حصي ۾ ڪرڻي آهي. قومي وسيلن جي ورهاست جي ان طريقي ۾ عوام بهرحال ڏر ناهي. جيڪڏهن غفلت آهي ته ماڻهن جي نمائندگي جي دعويٰ ڪندڙن جي. جن سياستدانن هي ملڪ ٺاهيو هو، تن مان عقل ۽ معقوليت هئي رڳو جناح صاحب وٽ۔ جڏهن اُن اکيون بند ڪيون، تڏهن باقي همراهن سياست کي ڪاموريشاهي جي اڳيان ڦٿو ڪرڻو پيو ۽ هينئر مسلم ليگ جي قيادت ۾ مشڪرن جي ٻه هڪ مضبوط لابي موجود آهي ۽ اُها اتو ٻڌي، ويهي، ڪن خاص مهاندن ڏانهن تڪي رهي آهي، ته ڪهڙي مهل، ڪهڙو اشارو ٿو ٿئي. جڏهن ملڪ هڪ اسرار بنجي ويجي، تڏهن جوتشين جي اهميت وڏي ويندي آهي!

ايئن، پاڪستان کي ملڪ بنائڻ بدران، اُن جي حڪومت ۽ سياسي نظام کي هڪ ذاتي دڪان بڻائي ڇڏيو ويو، جنهن جو سمورو ڪاروبار ڪامورن سنڀاليو ۽ اُن کي اهڙا بنياد عطا ڪيائون جو آمريت هجي ته سنڌن پنج ئي گيهه ۾، پر جيڪڏهن جمهوريت اچي ته سياسي پارٽين کي، اُهو درجو ڏجي، جيڪو

سيٺيون پنهنجي ڪارخانن جي ٽريڊ يونين کي ڏيندا آهن- ۽ ماڻهن وٽ ان حالت کي قبول ڪرڻ کانسواءِ ڪو چارو به ڪونهي.

ان نظام جي نتيجي ۾ بنگلاديش ٺهيو ۽ پاڻ کي مسلمان قوم سڏيندڙن هڪ ٻئي سان هابيل قابيل واري راند ڪئي. وڏي ڳالهه ته حاڪمن جي سمورين بداعمالين جي سزا ملڪ ۽ ماڻهن کي ملي رهي آهي. انهن بداعمالين ۽ مجرم ذهنيت تي بيهاريل عمارت ڪيتري مضبوط آهي، سا هر ڪنهن کي خبر آهي- پر هنن پنهنجي مانداڻ جا ٿوٽيون ۽ ٽنيا ملڪي آبادي کي مختلف بهانن سان ورهائي، ان ورچ تي رکيا. هنن عوام ۾ به پنهنجا "پاور سينٽر" ٺاهي انهن کي پنهنجي مقصدن لاءِ ليور بڻائي ڇڏيو آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جي جمهوري حڪومت کي ختم ڪرڻو هجي ته ڪراچيءَ کان هلچل هلندي، پر آمر ضياءَ جي خلاف تحريڪ هلي ٿي ته اُها اڪيلي سنڌين جي تحريڪ آهي، ۽ ڪراچي ۾ زندگي معمول مطابق هوندي. ان ۾ ڳٽي جي ڳالهه رڳو هي آهي ته ڏجهايل ۽ ڏتڙيل سنڌي ماڻهو سياسي عمل ۾ ايڏا اڳيرا ڇو ٿي ويا، جو نه رڳو پاڻ پنهنجي اهميت ۽ طاقت کان آگاهه ٿيا، پر پنهنجي مخالفن کي به پوئتي ڇڏي ويا ۽ اڳ ۾ ٺاهيل "پاور سينٽر- ليور" جي ڏي وٺ ڪرڻ جي سگهه کي ڏچي ۾ وجهي ڇڏيائون. حاڪمن، بجاءِ ان نئين حقيقت کي ميڃڻ ۽ مان ڏيڻ جي هنن پنهنجي ان سينٽر کي سنڌين جي شعور خلاف پڙڪائڻ لاءِ نوان ۽ وڌيڪ شديد فسطائي بنياد مهيا ڪري ڏنا- غوث علي شاهه سمجهيو ته هو جماعت اسلامي کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ طاقت تيار پيو ڪري. هو سمجهي نه سگهيو ته جماعت اسلامي، ايم ڪيو ايم اندر پنهنجا ٽنبر اسڪواڊ موڪلي، ڪانئس اُهي سڀ ڪم ڪرائيندي، جن سان پاڪستان جي نهڻ جا جواز ختم ٿين، ۽ پاڪستان ٺهڻ خلاف سنڌن اصل موقف سچو ثابت ٿئي. غوث علي شاهه ڪجهه ڏينهن لاءِ پنهنجي اقتدار جي جند ته ڇڏائي ورتي، پر ملڪ کي ڏول ۾ وجهڻ واري حرڪت جو پرزو بنجي ويو.

ايم ڪيو ايم، جيڪڏهن پنهنجي مطالبن سان ايماندار هجي ها ته سنڌ ڪڏهن به ڪوس گهر نه بنجي ها. هن مهاجر قوميت جو نعرو هڻي، سيني "مهاجرن" لاءِ نوڪرين گهريون- بنا اهو جاچڻ جي ته اردو ڳالهائيندڙ آبادي کي ٻين جي ڀيٽ ۾ ڪيتريون سرڪاري، نيم سرڪاري، ڪارپوريشنس ۽ خانگي ادارن ۾ نوڪريون آهن، هنن ان سوال تي ڪڏهن ويچار ئي نه ڪيو. ٻه تازا مثال ڏسو- ڪي ڊي آءِ ۽ اسٽيل مل جي ورڪرز يونين جي چونڊ ۾ ايم ڪيو ايم جي حمايت واريون يونينون اليڪشن کٽي آيون- معنيٰ ته هن

ملڪ جي اصل سيني ماڻهن جي ڀيٽ ۾ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جو حصو وڌيڪ آهي. اهي ٻئي مثال ڀين ٻه لڳ ڀڳ سيني ادارن ۾ موجود آهن. هي روز ٻاهران ماڻهو گهرائيندا نوڪرين سان لڳائيندا وڃن، ڪراچي ۾ سنڌين جا ڳوٺ ريڊ انڊين وسٽيون بنجي وڃن ۽ سنڌي لالڻ واهہ جا ڇيڙا ئي ڏسندا رهن!

ڳالهہ جو اصل ڳُر تہ اهو بہ ڪونهي. ملازمتون تہ سيني ماڻهن کي ملي سگهن ٿيون، ترقي بہ سڄي ملڪ جي ٿي سگهي ٿي، پر ان مسئلي جون پاڙون تہ قومي وسيلن جي ورڇ واري بندوبست ۾ آهن، ۽ ايڏانهن ڌيان ڏيڻ جي نہ ضرورت سمجهي وڃي ٿي ۽ نہ ئي ايم ڪيو ايم کي عقل سيڪاريو ٿو وڃي، تہ جيڪي وسيلا عوام کي ملن ٿا ۽ انهن کي جيڪا ورڇ چونڊيل نمائندن جي صلاح سان ٿئي ٿي، اوتري ورڇ کيس قبول ڪرڻ گهرجي.

جڏهن توهان ٻنهي واٽن منجهان ڪابہ واٽ اختيار نہ ڪندا، تہ پوءِ استحڪام ڪٿان پيدا ٿيندو. جڏهن پيپلزپارٽي جهڙي جمهوري قوت، قومي وسيلن جي هلندڙ ورڇ کي قبول ڪري رهي آهي ۽ ان جي ڪري مٿس ڪيئي جائز دٻاءَ بہ وڌي رهيا آهن، تہ پوءِ ايم ڪيو ايم جي مطالبن جي صحت تي غور ڇو نٿو ڪيو وڃي.

ان طرح سنڌ جي حالتن کي سڌارڻ، ٻين لفظن ۾ پاڪستان کي فضيلت ڀريو ماحول مهيا ڪرڻ جي ذميواري اصل اختيار جي ڌڻين تي آهي. دانشور، اديب ۽ صحافي بہ گهٽا تہ مٿيئن نظام جا پرزا بڻيل آهن، باقي جيڪي بچن ٿا سي رڳو هڪ اخلاقي ڏر آهن ۽ ملڪ ۾ موجود تضاد سندن وٽ کان چڙيل آهي.

انهن ئي حالتن کي ڌسي اندازو ڪري سگهجي ٿو، تہ سنڌ جي حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڇا ڇا گهرجي ٿو.

*اربع ١٣- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## حڪومت- ميڊيا ۽ يتيم جمهوريت

پاڪستان جي جمهوريت جو پکي اڃا پڃري ۾ بند آهي، ۽ جمهوريت جي بحالي جي ارڙهن مهينن. اهو به ثابت ڪيو آهي ته ان جي مضبوطي جو دارومدار خود حڪومت جي سياستي قيادت جي شعور ۽ اُن جي اوليتن تي آهي. هن عرصي ۾ رياستي ادارن کي جمهوري بنياد نه مليا آهن ۽ نه غير جمهوري ٽولن جي خلاف زندگي جي مختلف رخن ۾ مزاحمت ۽ روڪ پيدا ڪئي وئي آهي. جمهوريت جي مخالفن سان، جمهوري قوتن جو ٽڪراءُ ۽ ويڙهه اُن شڪل صورت ۾ هلي رهيو آهي، جيڪا دشمنن جي پيدا ڪيل آهي. نواز شريف ۽ سندس اتحادين لاءِ اهو چوڻ ڪافي ناهي ته هو جنرل ضياءَ جي باقيات آهن. نواز شريف سان وڙهڻ ۾ نواز شريف وارا پنهنجا طريقا اختيار ڪرڻ سان هن کي ليٽائي وجهڻ يا ڪمزور ڪرڻ ۾ ڪٿي مدد ملي به وڃي، ته ان کي جمهوريت جي سوڀ نٿو سڏي سگهجي.

جمهوريت، بيٺل پاڻي جي ڪڏ وانگر نه آهي. اهو هڪ مسلسل تخليقي عمل آهي، جنهن جا فائدا لازمي ۽ اٽڪر ٿيڻ گهرجي. پاڪستان جي زمين جمهوريت لاءِ ويران ٿيل آهي، ان کي سرسبز ۽ لاپائتو بنائڻ لاءِ اُن جي چوڪيداري ڪرڻ جو حق حاصل ڪرڻ ڪافي ناهي.

پيپلزپارٽي کي ماٺهن جي ووٽ سان حڪومت حاصل ٿي آهي، پر حڪومت جو حاصل ٿيڻ، پنهنجو پاڻ ۾ مقصد ناهي. اهو هڪ وسيلو ضرور آهي- پر اهو وسيلو پنهنجي مقصدن سان نه ڳنڍجي سگهيو آهي ۽ ان جا خوفناڪ نتيجا سيني جي سامهون آهن. ان ويڙهه ۾ جيڪڏهن ڪجهه طريقا پيپلزپارٽي اُدارا ورتا آهن ته ڪجهه طريقا آءِ جي آءِ-ايم ڪيو ايم به اختيار ڪيا آهن. پنجاب جي حڪومت پاڻ کي چونڊيل ۽ جمهوري سڏي ٿي ۽ ايم ڪيو ايم وارا به پاڻ کي چونڊيل ۽ جمهوري سڏين ٿا ۽ ان ۾ ڪو شڪ به ڪونهي، پر هن ويڙهه ۾ جيڪڏهن مرڪز ۾ آءِ جي آءِ جي حڪومت هجي ها ته يقينن اُها به پ پ پ کي جمهوريت جو مخالف سڏي ها. ان طرح پ پ پ ۽ مخالف ڌر جي جهيڙي ۾ اُصولي تميز ڪرڻ، ايمانداريءَ سان هڪ ڏکيو مسئلو آهي.

پيپلزپارٽيءَ، هن ملڪ ۾ جمهوريت جي پنهنجي مخالف دعويدارن کان

ڪيئن مختلف آهي- سو آهي سوچڻ جو سوال. ان کان وڌيڪ پريشاني جي ڳالهه هي آهي تہ جيڪڏهن پ پ پ کان وڌيڪ روشن خيال پارٽيون ملڪ جي سياسي نظام ۾ پنهنجي جاءِ نہ ٺيون ٺاهين، تہ پوءِ فطري طرح آءِ جي آءِ ان جو متبادل آهي. جيڪڏهن ايندڙ چونڊن ۾ بہ آءِ جي آءِ ۽ سنڌس اتحادي ڦاشي ٽولا سياسي طور زنده رهن ٿا تہ اها ذميداري پيپلزپارٽي جي هوندي. هيءَ ڳالهه ڪرڻ جي ضرورت انڪري پيش آئي آهي جو حڪومت ڪندڙ پارٽي طرفان سماج کي جمهوري بنائڻ جي ڏس ۾ شعور، رٿابندي ۽ عمل جي کوٽ ۽ ارادي جي غيرموجودگي وڌيڪ شدت سان ثابت ٿي آهي- ۽ هاڻي اُهي آثار گم ٿي رهيا آهن، جيڪي پ پ پ جي هاڻوڪي اقتدار جي پهرين ٻن ٽن مهينن ۾ نروار ٿي رهيا هئا.

هن سلسلي ۾ پاڻ رڳو ميڊيا کي مثال بڻائي بحث ڪريون ٿا. پ پ پ حڪومت ۾ ميڊيا کي غير مثالي آزادي آهي. خانگي اخبارن پنهنجي پوري سگهه سان جمهوريت جي دشمنن ۽ دهشتگردن جي ترجماني ڪئي آهي- ۽ ايتري ڪئي آهي جو ملڪ جون تہ ڇا، سڄي جهان جون وايون بتال ڪري ڇڏيون اٿس- ان جي جواب ۾ پ پ پ جي اخبارن ۽ ٽيليويزن پ پ پ جي ترجماني ڪئي آهي. ان وچ ۾ جمهوريت، ميڊيا تان يتيم ٿي چڪي آهي. جيڪڏهن ائين نہ ٿئي ها ۽ ميڊيا پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪري ها تہ هن وقت طاقت جو توازن پ پ پ ۽ آءِ جي آءِ جي وچ ۾ ويهہ- اڻويهہ نہ هجي ها.

مثال طور سنڌ ۾ ٿيل دهشتگردي، خانگي ميڊيا جي مڪروه ۽ سرڪاري ميڊيا جي بيرحم جهالت جي ڪري حقيقي معنيٰ ۾ سڄي پاڪستان ۽ پوءِ دنيا لاءِ ڳڻتي جو ڪارڻ نہ بنجي سگهي آهي. ميڊيا جي گندي ٿيل ساک ۽ پئدا ڪيل مونجهاري سبب هينئر دهشتگرد، دنيا جي سامهون ننگا ٿيل ڪونهن، بلڪ اجا بہ سياست جي چوغي ۾ اخبارن جي صفحن تي سنڌن قاتل رقص جاري آهي. هينئر جڏهن سڌريل ملڪن ۾ هر ڏوهہ جا انڌا گونڌا ٽيليويزن جي اسڪرين تي ظاهر ڪيا وڃن ٿا، تڏهن اسان وٽ ٽيليويزن کهڙي جڪ ماري رهي آهي. ڪئنادا، آسٽريليا ۽ ٻين ملڪن جا ٽي وي ادارا ۽ ٽيمون ڪراچي ۾ پهچي، دهشتگردي جي پئدا ڪيل صورتحال جو حال احوال رڪارڊ ڪري روانيون ٿي ويون- پر پاڪستاني ٽي وي نہ مارجندڙ ماڻهو ڏيکاريا، نہ تباهہ برباد ڪيل گهر ڏيکاريا ۽ نہ بيگناهہ ماڻهن جي لڏپلاڻ ڏيکاري. کهڙو ڏک لڳو ۽ ڪيڏو ڏونگر ڀريو سو سامهون نہ آندو ويو. ايڏو مضبوط ذريعو هٿ ۾ هئڻ جي باوجود، پاڻ جڻ اڌ صدي پوئتي ويٺا آهيون. حقيقي ۽ سموري صورتحال کي ويڊيو

نہ ڪرڻ سبب مختلف سياسي تنظيمن پنهنجي پنهنجي نموني، غير پيشيور ۽ غير صحافتي انداز ۾ پنهنجي پنهنجي موقف لاءِ همدرديون حاصل ڪرڻ واسطي جذباتي منظر ويڊيو ڪري ماڻهن کي ڏيکاري رهيا آهن، جنهن سان فضا جي وڌيڪ پڙڪڻ ۽ نفرتن جي اڃا بہ عروج تي چڙهڻ جا رستا ڪشادا ٿيندا.

انگلينڊ جهڙي ملڪ ۾ قتل جي عام واردات کي بہ ٽيليويزن سڄي ملڪ جي غيرت جو مسئلو بڻائي ڇڏيندي آهي ۽ بيگناهہ ماريل ماڻهو کي انصاف ملڻ سڄي ملڪ جي سيني ماڻهن لاءِ وقار جو مسئلو بنائيندي آهي. پر هتي اسان جي ٽي وي، اسان جي پنهنجي ناڪامين تي پنهنجي نااهليءَ، پسماندگيءَ، تخليق دشمن ۽ سنڌ ٽيل ذهن سان ماڻهن کي پنهنجي دهشتگرد جهالت جو نشانو بڻائي، سائنس کي غلط استعمال ڪري رهي آهي.

هي جمهوريت جي توهين آهي- اها توهين جيڪڏهن جاري رهي ۽ ٻين سرڪاري ادارن جو حال بہ ساڳيو رهيو تہ پوءِ آمريت جا اُهڃاڻ ختم ٿيڻ جا آسرا بہ گهڻو وقت نہ رهي سگهندا.

*ڇنڇر ١٦-جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز*

## جمهوريت جي ٻڪري- دهشتگردي جو شينهن

پيپلزپارٽي جي حڪومت تي هن وقت گهڻ طرفو دٻاءَ آهي ته اُها سنڌ جي حالتن کي سياسي ڪري منهن ڏئي، هيءَ ڳالهه ايتري سادي ڪانهي جيتري پڌرُ ۾ اچي ٿي، اخبارن جا ايڊيٽوريل، مضمون، ڪيئي سياستدانن جا بيان سنڌ ۾ دهشتگردي جي فضا کي سياسي هئڻ جا لقب ڏئي رهيا آهن. فوج جي سربراهه جنرل مرزا اسلم بيگ به پنهنجي حيدرآباد واري دوري وقت زور ڏئي چيو هو ته صورتحال جو سياسي حل ڳوليو وڃي. ٻئي طرف پيپلزپارٽي جي حڪومت به چوي ٿي ته اُها ايم ڪيو ايم سان ڳالهائڻ لاءِ تيار آهي. اُن ته ايم ڪيو ايم کي ڇهين جون واري امن ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ جي دعوت به ڏني- پر حڪومت هڪ ڳالهه واضح ڪري چڪي آهي ته دهشت گردي سياست ناهي ۽ سياست، دهشتگردي ناهي.

پاڪستان جي مختصر تاريخ ڪجهه لڪيل شرمناڪين جي اوچن مينارن سان سينگاري پئي آهي. ڪالهه جڏهن اوڀر پاڪستان جي ماڻهن عوامي ليگ کي سڄي پاڪستان جي اڪثريتي پارٽي بڻايو هو، تڏهن سڄي دنيا هنن کي چيو ته اهو سياسي معاملو آهي، ان کي سياسي طريقي سان مُنهن ڏيو، ته هي فوجون ڪاهي ويا. هاڻ، جڏهن پاڪستان جي هڪ اقليت ۽ ادائي ضلعن جي نمائندگي ڪندڙ جماعت ايم ڪيو ايم پنهنجا "ڪارا چيتا" (بليڪ ٽائيگرس) ڪاهي، اُنهن جون رسيون کولي، خونخواري جو ڌنڌو ڪاروبار اوج تي چاڙهي ڇڏيو آهي، ته هي ان کي سياسي معاملو سڏي رهيا آهن. ڪراچي ۽ حيدرآباد جي ڀتين تي "بليڪ ٽائيگرز" جون ڀوتارن تي نقاب چڙهيل تصويرون، سندن هٿن ۾ رائيفلون ۽ مٿان لکيل آهي، "حقوق يا موت" پٺاڻن ۽ پنجابين کي مارڻ ۽ سنڌين جا جان، مال ۽ ملڪيت تاراج ڪرڻ، ان "حقوق يا موت" جا ٽيلر آهن "مهاجر پاور- سپرپاور" جو عملي روپ هٿيارن جا اهڙا بي انداز ذخيرا آهن، جيڪي ملڪ جي ڪجهه حساس ايجنسين لاءِ به ڪڏهن ڪڏهن نازڪ مسئلو بڻجيو ٿو پوي، جنهنجو تازو مثال حيدرآباد قلعي وارو پوليس آپريشن ختم ڪرائي ۽ حيدرآباد توڙي ڪراچي مان دهشتگردن کي روپوش ٿيڻ جي مهلت ونئي ڏني وئي. دهشت گرد پاڻ، مختلف هنڌن ۽ ماڳن ڏانهن ڀڄي ويا آهن-

ريورٽس موجب دهشت گردن جو خاصو تعداد "وڪيشن" ڪرڻ لاءِ ٿائلينڊ، فلپائين ۽ هانگ ڪانگ هليو ويو آهي. الطاف حسين لنڊن مان پنهنجو خوني راڳ الاپي رهيو آهي ته دهشت گردن جي باقي قيادت لاهور ۾ نوازشريف جي درگاهه ۾ جوڙ هنيو ويٺي آهي. ايم پي اي انڊرگرائونڊ ته ايم اين اي به ڳوليا نه ٿا لڀن. سوين ماڻهو مارائي، ڪروڙن ۽ اربن جا نقصان ڪرائي، تباهي جا ڍير مٿي ڪان مٿي ڪندا، وڃن ٿا انهن جي چوٽين تي چڙهندا. هي سمجهن ٿا ته ماڻهو ماري ڪراچي ۽ حيدرآباد کي خالي ڪرائي پنهنجو صوبو ٺاهيندا قتلام ڪري، بيگناهن ۽ هٿين خالي معصوم ماڻهن کي گولين هٽي هي پاڻ کي طرم خان سمجهي رهيا آهن. هي سمجهن ٿا ته ماڻهو ماري وڏو ڪارنامو ڪري رهيا آهن. آخر ماڻهو مارڻ ۾ ڪهڙي وڏي ٽيڪنڪ، فنڪاري ۽ ڪاريگري جي ضرورت آهي ڪوبه وحشي ظالم ۽ جاهل هٿيار هٿ ۾ اچي وڃڻ سان، تمام سولائي سان اهو ڪم ڪري سگهي ٿو.

هنن کي سياست ڪرڻي هجي ها، ته ڪين پڻ اهم شهرن جي اڪثريت اهڙو موقعو مهيا ڪيو هو، جيڪو ڪمال درجي جي هوڙهيائي ڪري هنن وڃائي ڇڏيو. صنعتون ۽ سرڪاري ڪم بند ڪرائي هنن ملڪي معيشت کي اربين رپين جو هاڃو رسايو، سو ته هڪ پاسي پنهنجي عام ووٽر، ڏهاڙي جي مزدور، دڪاندار ۽ ڪاروباري ماڻهن کي ڪروڙن جون چٽيون هنيون آهن، جو اردو ڳالهائڻ وارو عام ماڻهو به اڳتي هنن جا جمهوري چندا ڀرڻ جهڙو نه رهيو آهي.

هي سڄو عمل جيڪڏهن سياست آهي ۽ جيڪڏهن ان جي اخلاقي، مادي يا عملي مدد ڪئي وئي. يا ڪن ادارن جو به ايم ڪيو ايم جهڙين تنظيمن کي ٺاهڻ جو ڏنڊو جاري رهيو ته پوءِ قصو هليو!

پر بنيادي ڳالهه هيءَ آهي ته ايم ڪيوايم کي سياسي قوت سڏڻ ۽ ساڻس مصالحت ڪرڻ تي زور ڀرڻ سان، ملڪ جا جمهوريت دشمن ٽولا ان ڪارڊ کي زنده رکڻ گهرن ٿا. پاڪستان ۾ جمهوريت جي "ٻڪري" دهشتگردي، تنگ نظري ۽ مذهبي ڪٽرپڻي جي خونخوار "شينهن" ذريعي خوف، بي يقيني ۽ هيٺي حالت ۾ رکي جمهوريت جي خلاف توازن بگاڙي سگهجي ٿو- تنهنڪري هيءَ حالت هاڻي ڏئي وئي اچي بيٺي آهي.

پيپلزپارٽي، ايم ڪيو ايم کي سياسي قوت سمجهي ساڻس ناهه ڪرڻ جو تجربو ڪري چڪي آهي. اُن وقت به ايم ڪيو ايم جو حڪومت کان ٻيو ڪو مطالبو نه هو- ان جو زور ان تي هو ته سندس جن دهشتگردن تي قتل ۽

مارڌاڙ جا ڪيس آهن تن کي ڪجهه نه چيو ويو. جڏهن هو پنهنجي سياسي بليڪ ميل ڪئي، دهشتگردي کي سهارو ڏيڻ لاءِ ڪم آڻين ٿا، تڏهن اها کهڙي سياست آهي. هاڻي ته پنهنجي ووٽرن سان تمام وڏي ويساهه گهاتي ڪئي آهي، جنهن ڪين ووٽ جي طاقت ڏني مٿي ڪيو، پر هنن ووٽ جي طاقت کي پنهنجي ئي ماڻهن، جي ڀلائي لاءِ ڪم نه آندو ۽ دهشتگردي کي پنهنجو اول ۽ آخر قبلو بڻائي ويهي رهيا. ڀٽين تي ٿاهيل بليڪ ٽائيگرز ڪاهي پون ٿا، بيگناهه ماڻهو مارين ٿا، پر هنن جي سياسي قيادت ڪڏهن ڪنهن سنڌي جي قتل تي افسوس جا ٻه اکر به نه ڳالهايا آهن. جيڪڏهن ان کي سياست چئبو آهي ته پوءِ ملڪ جي جيلن ۾ بند هزارين قاتل، ڌاڙيل ۽ قاسين جو انتظار ڪندڙ ڏوهاري به اهڙي سياست جي نسخي ڪي، مجزب سمجهي آزمائي سگهن ٿا ۽ سندن سرپرست سيني ڏوهارين تي ٻڌل سياسي تنظيمون ٺاهي سگهن ٿا.

وري جيڪڏهن سندن چوڻ موجب پيپلزپارٽي جي حڪومت ڪائنن بدلو وٺي رهي آهي ۽ مٿن ڪوڙا ڪيس ڪيا پيا وڃن، ته پوءِ دانهون ڇو ٿا ڪن. وٽن ڪروڙين رپين جا فنڊ آهن، وڪيل ٻڌي قانون کي منهن ڏئي ڪورٽن ۾ پاڻ کي بي ڏوهه ثابت ڪن. پر ان جي اُبتڙ هي پاڻ کي پاڻ بي ڏوهو سڏي قانون ۽ انصاف جو مذاق اڏائين ٿا.

اسان حڪومت طرفان سياست کي سياسي ۽ دهشتگردي کي انتظامي سطح تي منهن ڏيڻ جي حمايت ڪريون ٿا، ۽ گڏوگڏ دهشتگردي کي سياست سان گڏوچڙ ڪرڻ وارن جي مذمت ڪريون ٿا ۽ حڪومت کي گذارش ڪنداسين ته اُها پنهنجي ارادن تي محڪم رهي ۽ انهن سيني ٽولن جي مزاحمت ڪري ۽ ان ڏس ۾ ٿيندڙ پروپئگنڊا جو موثر جواب ڏئي.

آچر ١٧- جون ١٩٩٠ع. عوامي آواز

سنڌ جي وڏي وزير آفتاب شعبان ميراڻي اسلام آباد ۾ صدر سان ملاقات کان پوءِ صحافين کي ٻڌايو ته ايم ڪيو ايم سان ڳالهيون هلي رهيون آهن. اها خبر شايع ٿيڻ واري ڏينهن تي ايم ڪيو ايم جي ١٣-صوبائي اسيمبلي ميمبرن جو گڏيل اعلان به نروار ٿيو ته ايم ڪيو ايم، حڪومت سان ڳالهين ڪرڻ تي تيار آهي. هنن پنهنجو رڳو هڪ شرط ظاهر ڪيو ته حڪومت، ايم ڪيو ايم کي ختم نه ڪري. هڪ ئي وقت ١٣-ايم پي ايز جو روپوشي منجهان نڪري هڪ هنڌ تي گڏ ٿيڻ، خود هڪ واقعو جنهن جي پٺيان ڳالهين جي فضا ٺاهڻ جو مقصد نظر اچي ٿو.

هن خبر تي خوش ٿجي، يا پريشان ٿجي. ايم ڪيو ايم سان ڳالهيون ڪرڻ، سنڌ ۾ دهشت گردي جي صورتحال کي سياسي مسئلو سڏڻ وارن جي ڪاميابي ليکبي. ايم ڪيو ايم جي قومي صوبائي اسيمبلي ميمبرن جي تعداد کي ڏسي، ڪير به چئي سگهي ٿو ته اُها هڪ سياسي ڌر آهي. پر هن ڳالهه کي ڪيڏانهن ڪندا ته سڄي سنڌي قوم هنن جي هٿان سٽيل آهي ۽ متفق آهي ته اها فسطائي ۽ دهشتگرد تنظيم آهي. هڪ قوم جيڪا پنج هزار سالن کان پنهنجو وجود رکي ٿي. جنهن جي سڃاڻپ شاهه لطيف ۽ سنڌو درياهه آهن ۽ جيڪا انساني آدرشن واري پنهنجي عظيم ويڙهه ۾، هر جارح ۽ آمر سان وڙهندي آئي آهي ۽ جنهنجي ووٽ ۾ ايڏي سگهه آهي، جو ڪٽر جنوني مُلن ۽ وحشتناڪ آمريت جي چيٽاڙيل ملڪ ۾ هڪ يتيم ٻڌايل مظلوم نياڻي وزيراعظم جي عهدي تي پهچي ٿي. آخر ڪاميابيءَ سان هن مهل تائين پنهنجو وجود بچائي ايندڙ سنڌي قوم جي اکين ڏٺي شاهدي جي به ڪا اهميت آهي، يا اقتدار جي مصلحتن ۾ هيءَ قوم ڪٿي فٽ ئي نٿي اچي؟

ڏسڻ هي به گهرجي ته هنن حڪومت سان ڳالهين جي آڇ به ڪيڏي اشتعال سان ڪئي آهي. سنڌ حڪومت جي بجيٽ تي هنن جي تنقيد جو معيار ته ڏسو. شرمناڪ ڳالهه آهي ته سنڌ حڪومت جي محدود وسيلن تي ته تنقيد ڪجي، پر انهن کي وڌائڻ ۽ سنڌ جي معاشي خود مختياري تي اکر به نه ڳالهائجي. ڳالهين جي آڇ ڪرڻ واري ڏينهن تي ئي اخبار ۾ الطاف حسين جو بيان پڙهو: چوي ٿو ته وزيراعظم بينظير ڪوڙ ڳالهائڻ جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن. هنن ماڻهن جي سياسي اخلاق جو ڏيوالو ته ڏسو. جيڪي ماڻهو اڄ

ڏينهن تائين سياست ۾ به مهذب لهجو اختيار نه ڪري سگهيا آهن، تن سان، انهن جي موجوده لهجي ۽ عمل جي چنگيزيت هوندي کهڙيون ڳالهيون ڪندا. اسان پهرئين ڏينهن کان چوندا آيا آهيون ته هنن جا سياسي ۽ دهشتگرد روپ، ٻه منهين بلا جا ٻه روپ آهن. اسان جي هن دعويٰ تي جيڪڏهن ڪنهن کي اعتراض هجي ته سنڌين ۽ سنڌ ۾ رهندڙ پنجابين ۽ پٺاڻن کان ريفرنڊم ڪري پڇي ڏسو.

ايئن جو ائين، هن نئي موجوده حالت ۾ ايم ڪيو ايم سان ڳالهين جا جيڪي نتيجا نڪرندا، تن جو ماٿهو پليءَ پٽ اندازو ڪري سگهن ٿا. خاص ڳالهه اها آهي ته ايم ڪيو ايم ڪارڊ، جنهن کي جنرل ضيا جي ايجنسين جٽيو، نپايو ۽ وڌائي وڏو ڪيو سي پاڪستان ۾ جمهوريت کي موقعو ملندي چيپاٽڻ ۾ ساڳيو ڪارڊ استعمال ڪنديون. هي تي سگهي ٿو ته في الحال ايم ڪيو ايم وري دم پٽڻ گهري ۽ ڳالهيون ڪري ڪجهه ضمانتون ڏئي، پر جواب ۾ اها پنهنجي لاءِ نئين سياسي حياتي ماڻي وٺندي. هي ڳالهيون ايم ڪيو ايم لاءِ آبحيات ثابت ٿينديون ۽ سنڌي وري به تارا ڦاڙيون ويٺا چوڌاري واجهائيندا ته ڪٿان "بليڪ ٽائيگرس" جو حملو ته نٿو ٿئي.

مٿئين سچي صورتحال نه هجي ته پوءِ اسان کي ايم ڪيو ايم سان ڳالهائڻ تي ڪو اعتراض نه ٿيندو. پر ڏکيائي هيءَ آهي ته مٿيون سچو قصو ايم ڪيو ايم جي خمير ۾ شامل آهي. جن ڳالهين تي هن جو سڄو ڍانچو بيٺو آهي، انهن ڳالهين تان هٿ کڻڻ خود ان جي پنهنجي وس ۾ ناهي. ايم ڪيو ايم پنهنجي فسطائي بد-روح جي باندي آهي، هن جي اندر جو ظالم جادگر پنهنجي سموري طاقت کي اشتعال ۽ ڪلاشنڪوف جي چڙين ۾ بند ڪري چڏيو آهي. جنهن طوطي ۾ هن جو ساهه آهي، اُهو ڪٿي لڪل آهي؟ جيسين اُن طوطي کي ڳولي، جهلي ختم نٿو ڪيو وڃي، تيسين سنڌ جي زندگي ۾ پريل قاتل زهر جو ڏنگ ڪيڏانهن ويندو!

اسان کي وڌيڪ ڪجهه، چوڻو ناهي. ايم ڪيو ايم پنهنجي فسطائي نالي ۽ نعري تان هٿ کڻي، پنهنجي قاتلن ۽ جلادن تان هٿ کڻي کين قانون جي حوالي ڪري، پنهنجي هٿيار بند ٽولن جا هٿيار ڦٽا ڪرائي، زبان ۽ عمل سان اقرار ڪري ته سمورا شهري برابر هڪ جهڙا آهن ۽ اخبارن تان پنهنجي دهشت واپس وٺي، اظهار جي آزادين تي پنڌل پنهنجا ناهيل ڪالاباغ ڊيم ڊاهي- پوءِ ايم ڪيو ايم کي اجيان ڪري، گل پارائي، سندس شان ڳائي پاڻ هلي، وٺي اچي ساٿس ڳالهيون ڪنداسين.

*اربع ۲۰-جون ۱۹۹۰ع. عوامي آواز*

# سنڌ جي روح رُلايل قومي وحدت

سنڌ قومي وحدت آهي، سنڌي، هڪ قوم آهن ۽ هن قوم جي تاريخ عظيم آهي، تنهنڪري هيءَ قوم پاڻ به عظيم آهي. هي سياسي مفروضو، سنڌ جي بمبئي کان ڌار ٿيڻ واري هلچل وقت پنهنجي ابتدائي شڪل ۾ هو ۽ پوءِ ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، سائين محمد ابراهيم جويي ۽ جناب جي ايم سيد ان جي شڪل کي وڌيڪ ناهي سڌاري، دانشوراڻا رنگ روپ ڏئي پيش ڪيو.

هن سياسي مفروضي جو تاريخي پاسو هي هو، جو سنڌ جي تاريخ کي به سياسي مقصدن لاءِ قومي تاريخ سڏيو ويو، جيڪا سنڌ جي تاريخ ته هئي پر قومي تاريخ نه هئي. خود سنڌي دانشور ان خود فريبي ۾ پوري طرح گهيرجي چُڪا آهن ته سنڌ جي تاريخ، قومي تاريخ آهي. هن طرح هنن سياسي تقاضائن جو پورائو ڪرڻ خاطر، ان جي نتيجي ۾ ائندهه پيش ايندڙ پريشانين جو اندازو ئي نه ڪيو، جن منجهان پاڻ اڄ گذري رهيا آهيون.

جنهن معنيٰ ۾ سنڌ جي تاريخ کي قومي تاريخ سڏي رهيا آهيون، ان معنيٰ ۾ سنڌ جي تاريخ قومي تاريخ رهي ئي نه آهي. نائون مل جڏهن انگريزن جي مدد ڪئي هئي، تڏهن هن جي اڳيان ٽالپر حاڪمن کان سندس ڪتنب سان ڪيل ڏاڍاين جو بدلو هو ۽ نائون مل جي اڳيان سنڌ هڪ قومي وحدت جي شڪل ۾ ڪونه هئي. سنڌي وڏيرن سياستدانن جڏهن الهه بخش سومري کي شهيد ڪيو هو، تڏهن هنن جي اڳيان سنڌ هڪ قومي وحدت جي صورت ۾ ڪانه هئي. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت کان پوءِ سندس ڪيئي ساٿي، سنڌي اخبارن جي مالڪن سميت جنرل ضيا جي شورائن ۾ ويٺا هئا، اڄ جڏهن ڄام صادق علي بينظير جو ساٿ ڇڏي، نوازشريف جي ڪئمپ ۾ شامل ٿيو آهي، محمد خان جوڻيجو جڏهن پريس ڪانفرنس ڪوٺائي بهارين کي هيڏانهن آڻڻ جي ڳالهه ڪري ٿو، قومپرستيءَ جي ويس ۾ ايجنسين جا ماڻهو ڪم ڪري رهيا آهن، سنڌ قومي اتحاد جي چيئرمين جو پٽ سنڌي ووٽ سان کيڏ ڪري حڪومت ۾ شامل ٿئي ٿو، توهان ۽ اسان منجهان هرهڪ ماڻهو ۽ هڪ ٻئي لاءِ سهپ، رواداري ۽ پنهنجائپ جي بدران ادنبر، معصوم شاهه جي مناري کان به اوچو بيٺو آهي، ڏاڙيل سنڌي وچولي طبقي کي ناس ڪرڻ لاءِ، سنڌين کي تباهه ڪندڙ قوتن جا اتحادي ٿي بيٺا آهن، قبائلي ۽ ذات پات جي بنياد تي جهيڙا عروج تي موجود آهن، تڏهن ڪو ٻڌائي ته

ڪٿي آهي سنڌ جي قومي وحدت ۽ قومي تاريخ جو تصور!

هي ۽ ٻيون اهڙيون اڪيچار ڳالهيون ۽ عمل آهن جيڪي ثابت ڪري رهيون آهن ته سنڌ ۾ قومي وحدت ڪانهي. بمبئي کان سنڌ جو ڌار ٿيڻ اسان جو قومي ڪارنامو نه پر ملسم ليگي وڏيرن جو ڪارنامو هو. ان ڪارنامي جي تاريخي اثرن کي اڄ جناب جي ايم سيد به محسوس ڪري رهيو آهي.

هن جو مطلب هي بلڪل ناهي ته، سنڌ قومي وحدت نٿي بڻجي سگهي. سنڌ هڪ جاگرافيائي ايڪو ضرور آهي پر قبائلي ۽ نيم قبائلي معاشرتي رشتن کي سنڌ کي قومي وحدت بنجڻ کان هميشه روڪيو آهي. اديبن ۽ دانشورن جي ون يونٽ مخالف هلچل يا ڪامريڊ جتوئي جي هاري تحريڪ، ١٩٨٣ع ۾ جمهوريت جي بحالي لاءِ سنڌ مان اُٿندڙ لهر، ١٩٧٠، ١٩٧٧ ۽ ١٩٨٨جي چونڊن ۾ سنڌي عوام جي يڪمشت فيصلن ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي ڪارڪردگي ۽ وجوڊ سنڌ کي قومي وحدت جي شڪل ڏيڻ جي ڪوشش ضروري ڪئي آهي، پر هن عمل جي واٽ ۾ منافقيون، عياريون ۽ مڪاريون بيٺل آهن. هينئر سنڌ جي سياسي فيصلي جي سچائي کي هرڪو ڄاڻي ٿو، پر ان فيصلي سان ٿيل ڌاڌلي ۽ دولاب کي به هرڪو محسوس ڪري رهيو آهي. اڪثريت محسوس ڪرڻ واري آهي، پر هڪ تنگ اقليت کي جيڪو ڪجهه ڪرڻ ۾ اچي ٿو سو ڪري رهي آهي ۽ سنڌي قوم توڙي ان جي وحدت هنن جي اڳيان لاچار آهي.

جيڪي قوتون سنڌ کي قومي وحدت جي شڪل ۾ ڏسڻ گهرن ٿيون، تن جي رٿابندي اڻپوري آهي. هنن سياسي تقاضائون پوريون ڪرڻ لاءِ اسان کي قوڪٽن وانگر هوا سان ڀري ته ڇڏيو، پر ذرتي تان پير کڄي وڃڻ، هوائن ۾ گهلجي وڃڻ جي ڪا روڪ، ضابطو يا سماجي تنظيم پيدا نه ڪئي. اڄ ساڄي توڙي کاٻي ڌر جا قومپرست ۽ ترقي پسند سڏائيندڙ سمورا ماڻهو سنڌ جي قومي وحدت واري، مفروضي کي حققيقت مڃي رهيا آهن. مفروضا صحيح ثابت ٿي قانون جو درجو ماڻيندا آهن ۽ غلط ثيڻ تي صدين جو زيان بنجي ويندا آهن. پر هي ڪنهن هڪ سائنسدان جي مفروضي غلط ثابت ٿيڻ جي ڳالهه ناهي. هي ته پوري قوم جي ڪيميائي جزن کي ڌول ۾ وجهي ڇڏڻ جو مسئلو آهي، جنهن جي زيان جي تلافي ممڪن ناهي.

دليل جي سطح تي سنڌين جي قوم هئڻ واري مفروضي جي حق ۾ موهن جو دڙو، سنڌو ماتري جي قديم تهذيب ۽ سنڌ جي مڪاني اقتدار جو بچاءَ ڪندڙ سورمن جي ڊگهي فهرست آهي. سنڌي ٻولي به سنڌين جي قوم هئڻ واري مفروضي جي پنيرائي ڪري ٿي. سنڌيءَ جا شاعر، اديب، دانشور، صوفي، ڪامريڊ ۽ قومپرست به پنهنجي وجود سان مفروضي يا ان مڃئي ڳالهه ته سنڌي قوم آهن جي ثابتي ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، پر اهي سڀ ڳالهيون سنڌ کي هڪ

قومي وحدت ۾ سنڌين کي قوم ثابت ڪرڻ جو ذمو پورو نہ ڪري سگهيون آهن!

ايئن ڇو آهي؟

محڪومي ۾ غلاميءَ جو احساس، سنڌين جي قوم هئڻ واري دعويٰ سان پهرئين ڏينهن کان گڏ آهي. اسان جي سياسي دانشورن جي خيال ۾ غلامي، محڪومي، مسلسل تباهي ۾ فنا جي شعور اُڀارڻ سان مزاحمت ۾ ويڙهہ جي تياري ڪري سگهجي ٿي. هنن جي خيال ۾ پنهنجي ئي گيتن جي باهہ ۾ سڙي خاڪ ٿي ويندڙ پکي جي، سارنگ ۾ ٻيهر پيدا ٿيڻ جي ڏند ڪٿا وانگر، سنڌي، پنهنجي تباهي جا الاپ اورائي خاڪ ٿيڻ کانپوءِ، پنهنجي دل، ذهن ۾ شعور منجهان ٻيهر جنم وٺندا.

چيڪوسلاويڪيا جي جلاوطن اديب ميلان ڪنڊيرا پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ چيو هو تہ "انگريز ڪڏهن بہ پنهنجي قوم جي لافاني هئڻ ۾ شڪ نہ ٿا ڪن. انگلينڊ جي سياست تي شڪ ڪري سگهن ٿا پر اُن جي وجود تي نہ!...... ڪوبہ جرمن، فرئنچ، يا آمريڪي سوچي ئي نٿو سگهي تہ سندس ملڪ ختم ٿيڻو آهي. وڏيون قومون سمجهن ٿيون تہ هو تاريخ جوڙي رهيون آهن. جڏهن توهان تاريخ ٺاهي رهيا هجو، تڏهن توهان پنهنجي باري ۾ سنجيدا ٿي وڃو ٿا...... پر جيڪڏهن توهان ننڍي قوم آهيو تہ پوءِ توهان تاريخ ڪونہ ٿا ٺاهيو. اجا بہ توهان تاريخ لاءِ، هڪ شيءِ جو درجو رکو ٿا. تاريخ هڪ بي رحم قوت آهي، جنهن سان توهان کي جهيڙڻو آهي. توهان پاڻ ئي محسوس ڪندا تہ تاريخ بي انصاف ۾ احمق بہ ٿئي ٿي. ان ڪري تاريخ ڏانهن سنجيده رويو نٿو رهي.

۽ اسان بہ تاريخ ڏانهن سنجيده نہ رهيا آهيون. تاريخ اسان سان ايامن ۾ صدين کان ڪريائتا ڀوڳ ڪري رهي آهي. جُڳن کان سنڌ تي حملا ٿي رهيا آهن پر پاڻ وٽ تباهي جو انتظار ئي رهجي ويو آهي.

اسان جنهن شيءِ کي هٿ لايون ٿا. اُها جامد، ساڪت ۾ پنڊپاهڻ ٿي وڃي ٿي. اسان سنڌ جي قومي وحدت واري تصور کي اُڀاريو تہ ضرور آهي، پر گڏوگڏ اُن تصور کي عوام کان ڇنڻ ۾ بہ خاصي ڪاميابي حاصل ڪئي اٿئون. عوام جي ڪنهن بہ ميراث يا ملڪيت کي عوام کان کسيو تہ اُها لاش ٿيڻ ۾ ڏٻ ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڇا رهندي؟ قومي وحدت جو تصور يا قوم هئڻ جون حقيقتون، اُن وقت ڪابہ معنيٰ نہ ٿيون رکن جڏهن توهان اسان قومي وحدت جي تصور منجهان سياسي دڪانداري هلائڻ لاءِ قومي ترقي جا سڀ امڪان ڪيي ڇڏيون ۽ سنڌي عوام کان سنڌي قوم هئڻ جو حق کسي وٺون.

قومي وحدت جو پاڻ ڦرايل تصور، اسان جي پسماندگي ۾ ذلتن جي ڏٻڻين جو مڪمل شڪار ٿيڻ ڪري بيٺل پاڻيءَ جو ڇُڇو ٿي رهيو آهي ۾ اُن تي

پنهنجي موج مچائيندڙ تولا گندي پاڻي جي سُڪندڙ تلاءَ جي جيتن ۽ جراثيمن وانگر آهن. ڇليو سُڪي رهيو آهي ۽ جراثيمن جي جيئاپي جا امڪان ختم ٿي رهيا آهن. وڏيرن جون زرعي ملڪيتون هر پيءُ نسل تائين ڀڇڻ ڪانپوءِ ڀڏيءَ جي انگن سان ونڊجي رهيون آهن ۽ پنهنجي تباهي ۽ زوال جو انتقام سنڌي عوام کان وٺي رهيا آهن. زرعي ملڪيتون جي مرڪزيت آخر اسان جي سياست ۾ ڪيستائين قائم رهندي!

نتيجي ۾ ڏسو ته سنڌ جي سياست ۾ وچولو طبقو يا اُن منجهان اُڀرندڙ قيادت ڪٿي بيٺي آهي! سڀ ننهن چوٽيءَ جو زور لائي وچولي طبقي جي قيادت کي روڪي رهيا آهن. قومپرستي هتان وٽ، مرڪز پرستي هنن وٽ، ته جمهوريت پرستي به هنن وٽ. هنن جي اندر جا اسلام آباد سدائين دائم ۽ قائم آهن. پاڪستان جي مظلوم قومن جو ڪيس ان ڪري اڳتي نه وڌي سگهيو آهي، جو حاڪمن جي چالن ۾ اچي سرحد جو ولي خان، بلوچستان جو اڪبر بگٽي ۽ سنڌ جو نام نهاد قومپرست اُٿ هيٺ جي باوجود اقتداري سئي جي پاڪڙي منجهان قطار ناهي گذرڻ لاءِ هميشه تيار رهيو آهي.

سنڌ جي قومپرست هلچل بمبئي کان سنڌ جي آزادي واري هلچل کان وٺي اڄ تائين وڏيري جي هٿ ۾ رهي اهي ۽ هن پوري خلوص سان سنڌ جو قومي ترقيءَ تي، وچولي طبقي جي اوسر تي، صنعت ۽ واپار جي ترقي تي ڀرپور وار ڪيا آهن. هو سنڌ جي تعليمي ماحول کان ايڏا خائف آهن جو، اُن کي تباهه ڪري ڇڏڻ ۾ اٽسدي ۽ اڄ ڏني طرح ڪامياب وار ڪيا اٿس، انگريز، سنڌ کي مسلم ليگ جي قيادت جي هٿن ۾ ڏيڻ جو جيڪو گناهه ڪيو هو، اُن جي ڀرپور لذت هن ڪلاس ماڻي آهي ۽ سنڌ جي سياست کي عوام جي سياست بنجڻ کان روڪڻ لاءِ اُن کي سڄو خانداني رنگ ڏئي قوم کي آمريت ۽ اُن جي باقيات جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو آهي.

هي عمل، سياست ۾، بلڪل شعوري، ڏٺو وائٺو ۽ ڄاڻي واڻي آهي ۽ ان جي نتيجي ۾ پاڻ وٽ خالي جذبا رهجي ويا آهن ۽ اسان جو سڄو نسل جذبن کي قطعي آدرش بنائي چڪو آهي ۽ اهي شديد قومي جذبا محبت جي پاڪ نالي ۾ پنهنجو پاڻ تي ظلم ڪرڻ جا ذريعا به بنجي رهيا آهن. جذبن جي هن شدت اسان منجهان هرهڪ کي، پنهنجو پاڻ ۾ مڪمل، عظيم ۽ اوچو بنائي ڇڏيو آهي. عظمتن جو رومانس ۽ ذلت ڀريل حقيقتن اسان جي دلين ۽ ذهنن تي نشن جا ايڏا ڪويا چاڙهي ڇڏيا آهن، جو اسان پاڻ متعلق سمورا سچ قتلام ڪرڻ تي سندرا ٻڌي بيهي رهيا آهيون. اسان جو پنهنجو قلمڪار به اسان جي اجهل ۽ قومي ميراث بنايل هڻ، تيسي ۽ جهالت کان نٿو بچي سگهي. ٽيليويزن تي سنڌ جي تعليمي ادارن جي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ ڊرامي "آئينو" جي ليکڪ کي پنهنجي حياتي بچائڻ لاءِ ڊرامي جي ٻن قسطن تان دستبردار ٿيڻو پيو ٿو.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته اسان کي آجپو ۽ انساني آزاديون ڪنهن کان گهرجن ٿيون. جڏهن اسان جي تاريخ دشمن ۽ عوام دشمن قومپرستي عالمو چوليائي جهڙي سفاڪ ڏاڙيل کي شهيد سڏڻ تي سندرو ٻڌي بيهي ٿڏهن، ان قسم جي قومي سياست اسان کي ڪهڙي آزادي ڏانهن وٺي ويندي! آدمشماري جي بهاني سان سنڌ يونيورسٽي جا امتحان اڪثر شاگردن جي مرضي خلاف وي سي کان ملتوي ڪرائڻ کي اسان قبولڻ لاءِ تيار ناهيون.

جيڪڏهن جهالتن، ظلم ۽ اڻ سهائپ جو اهو سڄو طوفان سنڌ جي قومي آجپي جي دعويٰ ڪري ٿو، ته اسان ٻه اعلان ڪريون ٿا ته اسان کي اهو آجپو ڪونه گهرجي. آجپو اُهو گهرجي جيڪو سمورن انساني معيارن تي پورو لهندو هجي. سهپ، غلط توڙي صحيح ٻنهي ڳالهين لاءِ پيدا ڪرڻي پوندي. سهپ پيدا نه ڪرڻ جي ڪري سنڌي معاشرو بلڊپريشر جو شڪار ٿي چڪو آهي، جنهن جا شڪار اسان سڀني جي گهر جا ڀاتي ٿي رهيا آهن.

هن بحث کان هي سوال به ضرور پيدا ٿيندو ته آخر قومي وحدت جي حقيقي، متحرڪ ۽ زندهه تصور ۾ رنگ ڀرڻ لاءِ ڇا ٿيڻ گهرجي؟

ڏسو! سنڌ سان ٿيندڙ ويڌن جا لازمي طرح سان ٻه حصا آهن. هڪ سنڌي معاشري تي ٻاهران ٿيندڙ حملا، سازشون، استحصال ۽ پرماريت ۽ ٻيون سنڌي معاشري مزاج يا قومي روح کي لڳل اندروني روڳ. بيمار ماڻهوءَ تي مرض جا جراثيم ترت قبضو ڪري وٺندا آهن، پر صحتمند جسم مرض جي جراثيمن سان مقابلي ڪرڻ جي بهتر حيثيت ۾ هوندو آهي. اسان جو مسئلو هي آهي ته اسان پنهنجو پاڻ کي لڳايل روڳن جي ڪري مرض جي پکڙيل جراثيمن جو سولائي سان ڪاج ٿيڻ لاءِ پوري طرح تيار آهيون. هن جو سڌو اکين ڏٺو ۽ ترت سمجهه ۾ ايندڙ مثال هي آهي ته اسين، اسين نه آهيون پر اسان مان هرڪو "آءٌ" يا "مان" آهي.

هي ان ڪري آهي، جو اسان جي سياستڪارن ۽ سياسي دانشورن وٽ سواءِ سياست ڪرڻ جي ٻيو ڪجهه به ڪونهي. جيڪا سياست، انساني ۽ معاشرتي تقاضائن کان وانجهيل هوندي، عوام جي ترت ۽ روزاني زندگيءَ جي مسئلن کان پري هوندي، سا ظاهري آهي ته نعريبازي کان اڳتي وڌي نٿي سگهي ۽ سنڌين جي هڪ زندهه قوم هئڻ جي ثابتين تي ليڪا پائي ٿي.

ضرورت رڳو هن ڳالهه جي آهي ته عوام جي عام مسئلن تي سياسي غيرت ۽ دليل پيدا ڪيو وڃي. پر ان لاءِ سڀني کي ڀيريائين عوام جي اطاعت قبول ڪرڻي پوندي. سڀني آزادين جو پهريون شرط عوام جي اطاعت ڪرڻ ۾ آهي، جيڪو سنڌ ۾ سنڌين جي قومي وحدت جي زندهه تصور جو ضامن بنجي سگهي ٿي.

سنڌين جو قوم هئڻ سنڌو درياءَ جي ڪري وانگر آهي. اڄ سنڌوءَ جو

وهڪرو به مختلف بندشن هيٺ آهي. سنڌي قوم جي حياتي جو وهڪرو به ايئن ئي ڏول ۾ آهي. قومن جو جيئاپو سگهڻ دلاسن سان نه هلي سگهندو آهي.

وڏيرن جي مخالفت پاڻ ان ڪري ڪريون ٿا جو سنڌي قوم جي معتبري جون واڳون هنن جي هٿن ۾ آهن ۽ هنن سياست کي به پنهنجي زرعي ملڪيت وانگر ڪري هلايو آهي. ٽپيدارن، مختيارڪارن ۽ پوليس جي مدد سان هارين جي ٻڌڇوڙ، ٻٽايون، ذاتي انتقام، فقط خانداني ۽ ذاتي مصلحتن تي هنن گذارو ڪيو آهي. ان طرح هنن جو گذارو ته ٿئي ٿو پر عوام جا ڏجها ڏينهون ڏينهن وڌن ٿا. سنڌ جي قومي قيادت، سنڌ جي عام ماڻهوءَ جي مسئلن ۽ اُن جي شعور جي تفصيلن کان نه واقف آهي ۽ نه واقف ٿيڻ جي خواهش رکي ٿي.

اهي ئي ماڻهو جيڪي سياسي قيادت ٻڌيا گهمندا ٿا وتن، جيڪڏهن پاڻ، سندن اولاد يا مٽن مائٽن کي صنعتڪاري ڏانهن وٺي اچن، ڏيتن ۽ ڪاروبار ڏي ڌيان ڏين، ته سنڌ جي سماجي ۽ معاشي نقشي ۾ هڪدم تبديلي محسوس ٿيندي. جنهن به سياسي پليٽفارم تان سياست ڪن، سا اعتراض جي ڳالهه ناهي، پر سنڌ جي معاشي انشورنس جيستائين نه ٿي ٿئي، تيسين پاڻ جيئڻ پوءِ تيئن عجوبا ٿيندا ويندا آهيون. پنجن سالن جي عرصي ۾ جيڪڏهن سنڌي وڏيرا يا ٻيا مڇي ماڻيءَ وارا ماڻهو سنڌ ۾ هڪ هزار صنعتي يونٽ لڳائي وجهن ته اسان جو قومي آئيندو بچي پوندو ۽ هو پاڻ به سڌري ويندا. ڪمال ته اهو آهي جو وڏيرن جا ٻار آمريڪا ۽ يورپ ۾ تعليم وٺي واپس اچڻ کانپوءِ به ساڳيا وڏيري جا وڏيرا آهن.

جيڪڏهن ورلڊ سنڌي ڪانگريس، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن يا سنڌي ادبي سنگت گڏجي يا هنن مٿجهان ڪوبه هن ڳالهه کي سنجيدگي سان محسوس ڪري سگهي ته ان جا وڏيڪ تفصيل تيار ڪري سگهجن ٿا.

١- جنوري ١٩٩١ع.

## درد جو دارون ڇا آهي؟ پئسا يا غير مشروط محبتون؟

سنڌ جي ترقي لاءِ ڏهه ارب رپين جو اعلان ٿي چُڪو آهي. پر سنڌيءَ ماڻهو ٦ـ آگسٽ واري صدمي منجهان نه نڪري سگهيا آهن، جنهن کي آڪٽوبر وارين چوندن وڏيڪ پڪو پختو ڪري نراسائين جي جراثيمن کي جيئاپو بخشي ڇڏيو آهي. حالت اها ٿي آهي جو ڏسڻا وائسڻا ماڻهو به قوم جي-ائندي منجهان آسرو لاهي ويٺا آهن!

يقين ڄاڻو، سنڌ جي مٿان هن وقت جيڪي به خوف خطرا ڪڪر ٿي منڊلائجي رهيا آهن، سي ايترا ڀوائتا ڪونهن، جيتري هاٺوڪي مايوسي آهي.

ايئن به ناهي ته ڏک ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي. ڏک جا سبب پنهنجي روح جي پاتال تائين پيهي ويا آهن. ڏهه ارب رپيا به پنهنجي درد جو دارون نٿا ٿيجن! آخر اسان جو روڳ ڇا آهي؟ جيئن تو هن سوال جو جواب ڳولجي تيئن وڌيڪ پريشان ٿو ٿجي. پريشاني جو ڪارڻ هي آهي ته وقت، جن قوتن کي اسان جي علاج جو ذريعو ٿيائي ڇڏيو آهي، اُهي پاڻ مجبور ۽ روڳي آهن. اسان جي "جمهوري ۽ عوام دوست قيادت عوام کان به وڌيڪ جنجل" ۾ آهي! اسان جي روين جون پسماندگيون، سياسي پارٽين جو حقيقي معنيٰ ۾ عوام کان ته نه، پر عوام جي روح کان ڪٽيل هجڻ، انهن جو غير منظم ۽ تاريخي لحاظ کان غير ذميدار ٿيڻ، عوام جي مقصدمن کي ذهن ۾ نه رکڻ ۽ اُن جي جاءِ تي بنهه معمولپاين جو شڪار ٿيڻ، ويتر اجتماعي پريشانين کي وڌائي ڇڏي ٿو.

هي سڀئي ڏکوئيندڙ، مايوس ڪندڙ اندروني ڪيفيتون ۽ ٻاهريون يلغارون پنهنجي جاءِ تي، پر انهن سڀني جي هوندي اسان فنا ٿيڻ کان انڪار ڪريون ٿا. اسان پنهنجي تباهي جي اڳيان مڪمل انڪار ٿي بيهنداسين يا بيهڻ گهرجي، سا ڳالهه ته پنهنجي جاءِ تي، پر اسان پنهنجي هاٺوڪي هيٺي هڏ سميت به ايترا ۽ اهڙا آهيون جو وقت سان مهاڏو اٽڪائي سگهون ٿا.

حڪومت برابر فيل مست آهي! حڪومت، سنڌ جي تاريخي شهرين جي گهرجن، خواهشن ۽ اُمنگن جي پلي پرواهه نه ڪري. حاڪم سڀ گورا، اسان جي

سنڌ جا سائين، نهايت پلارا، سيني وڏاين جا مالڪ ۽ "تاريخ جا سالڪ" جيئن مناسب سمجهن تيئن ويڻا ڪن. پر جتي ساڻن پڄي سگهجي ٿو، اُتي پنهنجو وس ضرور هلائڻ گهرجي، ۽ جتي هو عوام جي وس منجهان نڪرن تا، اُتي هنن کي ڇوٽ ڏيڻ، نه ڏيڻ يا سندن اعمالن لاءِ عوام ذميدار آهي ئي نه. اُتي هو تاريخ ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن ۽ اُنهن جي ذميدار ادارن ۽ آئندي جي اڳيان جوابدار آهن.

جنرل ضيا کي پاڻ پڄي نه سگهياسين پر جڏهن موقعو مليو ۽ وِس پڳو ته اُهو ظاهر به ڪيوسين. حاڪمن جو فيصلو في الحال عوام ڪري سگهي يا نه- پر فيصلو ضرور ٿيندو. ۽ جڏهن فيصلو ٿيندو ۽ سڀ جوابدار وري به چوڪنيا ٿيندي عوام جي اڳيان ئي اچڻا آهن ته پوءِ پريشاني ڇا جي؟

پريشان ٿيڻ سان جيڪڏهن مسئلا حل ٿين، ته پوءِ گڏجي، تقريبون ڪوٺائي هڪ هڪ ماڻهوءَ کي گهران سڏ ڪري هزارين لکن جي تعداد ۾ ويهي پريشان ٿجي ۽ پنهنجو پاڻ منجهان هٿ ڪيڻ جون ڳالهيون ڪجن!

وقت پنهنجي مٿان ڏکن جا پهاڙ ليٽائي ڇڏيا آهن، پر وقت کي دل نه ٿيندي آهي. دل ٿئي ٿي، ماڻهوءَ کي ۽ ماڻهو "مولائي" جي اڳيان حياتي جي بجيٺ به جيڪا آهي، سا ساري پئي آهي. وقت جي للڪارن کي جيڪا شيءِ منهن ڏئي سگهي ٿي، سا قوم پاڻ آهي- پر ان لاءِ به اسان کي قوم ۽ قوم جي فردن ۾ ان فرق کي ضرور سڃاڻڻو پوندو، جيڪو فرق انگين عضوين موجود آهي. قوم جا موجود فرد، قوم جو رڳو هڪ حصو آهن قوم، پنهنجي فردن، جن ۾ قوم جا ليڊر به اچي وڃن ٿا- تن کان گهڻي مٿاهين ۽ وڏي حياتي واري شيءِ آهي. قوم کي ناهيندي آهي. تاريخ، جاگرافي، ٻولي ثقافت، معيشت ۽ قوم جي حيثيت سان زندھ رهڻ جو ارادو.

قوم، رڳو هڪ دور جي ٻن يا ٽن زندھ نسلن جو نالو ناهي ۽ نه اُنهن تي مدار رکي ٿي. موجوده نسل جيڪڏهن، قوم جي بقا جي ضمانت بڻجڻ چاهي ته اهو مرتبو ضرور ماڻي سگهي ٿو، پر جيڪڏهن هو پنهنجي ذميدارين کان آگاھ ناهي ۽ قوم جي تصور کي مڪمل ڪرڻ کان جند ڇڏائڻ واريون حرڪتون ڪري ٿو، ته اُنهن سان قوم ختم نٿي ٿئي. ان طرح، اسان جو موجوده نسل قوم کي ناهڻ چاهي ته ضروري ناهي سگهي ٿو، پر جي اُهو اُن کي تباھ ڪرڻ گهري، ته اِهو سندس وس ۾ ڪونهي. وڌيڪ اِهو مرضي جو مالڪ آهي! ننڍيون وڏيون غداريون به هڪ يا ٻن نسلن کي ته نقصان ڏئي سگهن ٿيون، پر قومي حياتي جي اڳيان اهي غداريون به ڏوڙ ۾ پير وجهڻ کان مٿي ناهن!

هن بحث جو مقصد اُن مايوسي ۽ نراسائي جا بخيا اُڌيڙڻ آهي، جيڪا پاڻ

ماڻهن کي وڪوڙي وئي آهي ۽ اُنهن عذابن جو پوتاميل ڪرڻ آهي جيڪي پاڻ کي بچايا ويا آهن.

اسان تي مڙهيل عذابن جو سينور اهڙي قوت آهي، جنهن کي پاڻ اکئين نٿا ڏسي سگهون- پر نالو وٺڻ جو ضرورت به ڪانهي. اُن کي هر ماڻهو سڃاڻي ٿو. اسين سڀ جا سڀ ماڻهو، جيڪي اُن ڏر سان گڏ ناهن يا جيڪي اُن ڏر جا مُهرا ٿي ڪم ڪري رهيا آهن تن سيني کي يلي‌ءَ يت ڄاڻ آهي ته جيڪي به ناٽڪ ٿين ٿا اُنهن جا هدايتڪار ڪير آهن. بدقسمتي جيڪڏهن آهي ته هيءَ آهي، جو جيڪي به ماڻهو اقتدار ماڻين ٿا تن وٽ ڏي- وٺ ڪرڻ لاءِ به شيون آهن. هڪڙن وٽ عوامي حمايت جي ميراث آهي ۽ ٻين وٽ "اصل قوت" جي چاپلوسي يا انهن جي بليڪ ميلنگ، جن جي اشارن تي ڪين هيڏانهن ڪان هوڏانهن ۽ هوڏانهن ڪان هيڏانهن ڦرٽو پئجي ٿو. جن کي عوام جي حمايت حاصل آهي، سي ان حمايت جو ناجائز يا ڳهيلائپ سان فائدو وٺن ٿا ۽ جڏهن فائدو وٺن ٿا، تڏهن فائدي کي عوام ڏانهن منتقل ڪرڻ بدران ڪن خاص هٿن ۾ سوگهو ۽ مرڪوز ڪري ٿا ڇڏين ۽ جيڪي "اصل قوت" جي لالچ يا دڙڪي ۾ اچي طرم خان ٿين ٿا سي به ايئن ئي ڪن ٿا.

هڪڙن ڪان ماڻهن جا هڪڙا ٽولا ۽ ٻين ڪان به ٿوري فرق سان لڳ ڀڳ ساڳيا ٽولا فائدا ماڻين ٿا. فائدو ماڻڻ هڪ خاص آرٽ آهي، جيڪو جنهن کي اچي ٿو سو حاصل ڪري ٿو. جنهن کي نٿو اچي اُهو ٻارهوئي ائين ويٺو آهي.

انڪري قوم جي اڪثريت بيگناهه ۽ معصوم ماڻهن تي ٻڌل آهي ۽ انهن لاءِ جهڙي سڀ، تهڙيون ٿي- ويهون ۽ طرم خانن جون پنج ئي گيهه ۾!

اسان يتائي جي بيت منجهان اُتساهه وٺي "جاڳو" جي سٿن هٿڻ نڪتا آهيون. پنهنجو سفر سٽائو ڪونهي پر سٿن کي به چٽن ڪونهي. آهيون پنهنجي ماروئڙن سان گڏ، پر اسان کي ڪجهه ٿيو ته ميار به ڪنهن کي نه ڏينداسين. رڳو ايترو آهي ته اسان کي اسان جون ذميداريون ۽ توهان کي توهان جون ذميداريون سنڀالڻ گهرجن. اسين ۽ اسان جا ماڻهو هڪٻئي سان ٻڌل آهيون. جيئن ڏهه ارب ربيا اسان جي درد جو دارون ناهن، اسان کي ته به چار پنج قانوني ۽ انساني حق گهرجن، جن لاءِ پاڪي دليل ۽ سگهه ٻئي تيار ڪرٽا آهن. پر ان تياري لاءِ اسانکي هڪٻئي جون محبتون گهرجن.... غير مشروط محبتون.

اڱارو ١٣- جون ١٩٩١ع.

# اسان جو مالڪ، سنڌ جو عوام

"جاڳو" اخبار اڄ وري توهان جي هٿن ۾ آئي آهي. ڪالهه اسان جي اخبار جو توهان لاءِ پهريون ڏينهن هو، پر اسان کي ڪم ڪار جا پنج مهينا لڳا آهن. اسان ڪهڙن مرحلن منجهان گذريا آهيون، ڪيتريون سهٽايون ٿيون آهن ۽ ڪيتريون رنڊڪون ٿيون آهن، تن جو ذڪر نٿا ڪريون. ڇو جو اسين نٿا چاهيون ته توهان جي اڳيان پنهنجن ڏکن جو ڪشڪول کڻي بيٺا هجون. اسان ڄاڻون ٿا ته توهان اڳ ئي وڏي ويڌن ۾ آهيو. ان ڪري توهان خوشخبرين ۽ چڱائيءَ جون ڳالهيون ٻڌڻ جا حقدار آهيو. پاڻ لاءِ چڱايون پيدا ڪرڻ ۽ چڱائي جا اطلاع ٻڌڻ هڪ اڻپورو خواب آهن. پر پاڻ مقصد سان سچائي جو رڳو ڪجهه ثمر ڏاهي سگهون ٿا. ان حوالي سان ٻه خوشخبريون آهن جيڪي توهان اسان لاءِ هڪ جيتري اهميت رکن ٿيون ۽ اسان سمجهون ٿا، ته پنهنجي جيئاپي ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ اهو چڱو نشان آهي. پاڻ هوندن ئي ٿوري تي قناعت ڪرڻ وارو آهيون.

هڪ ته "جاڳو" جي راهه ۾ جيڪي رنڊڪون رهيون، تن جي پيٺ ۾ همت افزايون ۽ سهٽايون وڌيڪ طاقتور ۽ وڌيڪ سگهاريون آهن.

ٻيو ته اسان ڄڏهن چئون ٿا ته اسان جو مالڪ سنڌ جو عوام آهي، تڏهن هيءَ لباڙ هرگز ناهي. هي برابر آهي ته اسان تي پنهنجي ان مالڪ. عوام سان وفادار رهڻ جون ذميداريون تمام وڏيون آهن، پر ان لاءِ توفيق به عوام ئي ڏيندو. پر هيءَ به ڪا اڳتي ڏيڻ جي ڳالهه ناهي. اسان کي عوام واقعي توفيق عطا ڪري ڇڏيو آهي. ان جو هڪڙو ثبوت، پهرئين ڏينهن ئي "جاڳو" کي ملندڙ مان آهي. سڀني وڏن شهرن، توڙي ننڍن، جتان جتان جو احوال، پاڻ کي پهتو آهي، اُتي پهرين ڏينهن جي اوکاين سبب دير سان پهچڻ جي باوجود اخبار بيئي وڪامي وئي آهي. ان ڪري اسان جي هيءَ دعويٰ ته عوام اسان جو مالڪ آهي،

ڪلچر پوءِ سياسي عمل ۾ شامل ٿي ويجي ٿو- پر اُن اينڊي بگاڙ جو مطلب هي آهي ته جيڪڏهن اسان وٽ اقتدار خود تخريب جو وسيلو نه هجي ها، ته ائين بنهه نه ٿئي ها، جيئن اڄ ٿي رهيو آهي.

هن وقت سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ ٻن قسمن جا واقعا ٿي رهيا آهن. ڪراچيءَ جي ادارن ۾ سنڌي شاگرد، لساني بنيادن تي ٿيندڙ سياست جو شڪار آهن- ڪراچي يونيورسٽي، دائود انجنئرنگ ڪاليج، اين اي ڊي يونيورسٽي ۽ ٻين ادارن منجهان روز ڇوڪرا رت ڳاڙيندا، پٽيون ٻڌي سنڌي اخبارن جي دفترن ۾ ويٺا آهن. غلام ماڻهن جون غلام اخبارون، غلام قوم جي شاگردن جي ڪهڙي مدد ڪري سگهنديون؟ وڌ ۾ وڌ ساڻن ٿيندڙ ويڌن جي خبر شايع ڪبي- سو به غلام قوم جي اخبار پڙهڻ وارن ماڻهن لاءِ نئين سڄ- نئون سور- ۽ هاڻ ته ان سورن جا ماڻهو به عادي ٿي ويا آهن. ڪراچي جي تعليمي ادارن جا دروازا ته سنڌي شاگردن تي لڳ ڀڳ بند ٿي چڪا آهن. ١٩٨٦ع کانپوءِ ڪراچي يونيورسٽي جي داخلا پاليسي اهڙي نموني جوڙي وئي آهي، جو سنڌي شعبي کانسواءِ باقي ڪنهن به شعبي ۾ سنڌي شاگرد داخلا نه وٺي سگهيا آهن. سنڌي شعبي جي ته اُستادن کي به شابس آهي، جو موت جي منهن ۾ رهيا پيا آهن- ڪيئي ڀيرا سندن گهرن تي فائرنگون ٿيون ۽ ڪيئي ڀيرا کين دڙڪا مليا آهن.

لساني بنيادن تي تعليمي ادارن ۾ جيڪي وڳوڙ ۽ ڏاڍائي هلي رهيا آهن، اُن کي ضابطي ۾ آڻڻ تي ته حڪومت به في الحال نٿي سوچي سگهي. حڪومت جي نااهلي کانپوءِ ئي، ادارن ۾ جوابي ڌريون به هٿيار کڻن ٿيون ۽ ان لاءِ وٽن جواز به پنهنجا آهن. هي ته اهڙو ڏولائو آهي، جيڪو جڏهن سنڌ تان لهندو، تڏهن سنڌ جي تعليمي ادارن تان به لهندو.

ٻي وڏي ڏکوئيندڙ حقيقت هي آهي ته، ڪراچي ۾ ته سنڌي شاگردن جي بيوسي واري حالت تي پاڻ گهوڙا- گهوڙا ڪريون ۽ چئون ته ڇوڪرا مارجن پيا- کين ڇڏايو پر جڏهن سنڌ يونيورسٽي يا سنڌ جي ٻين شهرن مان سنڌي شاگردن جي پاڻ ۾ وڙهڻ جون خبرون اچن ته ڪنهن کي دانهن ڏيون؟ ٽي- چار ڏينهن اڳ ئي خبر آئي ته مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ مٺائي ورهائڻ تان شاگردن جا ٻه گروهه پاڻ ۾ وڙهي پيا. اهڙي خبر شايع ڪرڻ تي به شرم اچي- پر اهو سچ آهي ۽ سچ ماڻهن تائين پهچڻ گهرجي.

شاگردن جي وڏي اڪثريت سنجيدي آهي ۽ اُها پڙهڻ گهري ٿي، بلڪل ائين جيئن سماج ۾ ڏقيڙا پيدا ڪندڙن جو تعداد اٽي ۾ لوڻ برابر هوندو آهي، پر

ٿورا متحرڪ ۽ چلتا پرزا ماڻهو گهڻن خاموش ۽ روايتي شريف ماڻهن تي حاوي هوندا آهن. اجا به ايئن جيئن پنجن غنڊن جو هڪ ٽولو سوين دڪاندارن کان غنڊه ٽئڪس وٺندو آهي. حڪومتي ٽولو، پوليس، فوج ۽ پنهنجي ٻين اهڙن ادارن جي وڏ ۾ وڏ ويهه- پنجويهه لک ماڻهن جي ٽولي ذريعي ڪروڙين عوام تي حڪومت ڪندو آهي- ۽ من مانيون ڪري، رشوتون کائي، بنگلا ۽ ڪارون وٺي ڏيئو ڪندو آهي.... هن ملڪ جي بدقسمتي آهي ته اها، هتي شرافت، ايمانداري ۽ دليل، اڳرائي ڪري پاڻ مڃائڻ جي حيثيت ۾ نه آيا آهن- جنهن ڏينهن دليل ۽ ايمانداري پنهنجي هٿ ۾ ڏنڊو کنيو. اُن ڏينهن غنڊن ۽ وڳوڙين جي اقليت ميدان ڇڏي ويندي- في الحال پاڻ جنجل ۾ آهيون!

تعليمي ادارن جي ويڙهن ۾ هئڻ جو خاص ڪارڻ، فنڊن جي کوٽ آهي. سڌريل ملڪن ۾ تعليم جو تصور سڄي زندگي تعليم حاصل ڪرڻ وارو آهي. اسان وٽ تعليمي ڪلاڪ به ٿورا آهن ڇو ته وڌيڪ تعليمي ڪلاڪ رکڻ سان وسيلن جي گهرج به وڌي جڏهن ته حڪومت جي اوليت تعليم ناهي- تعليم، خراب ٿيڻ جي ڪري جيڪو امن امان بگڙي ٿو، اُن جي لاءِ ته پوليس ۽ فوج جو خرچ پيدا ڪيو ٿو وڃي، پر مسئلي کي پاڙان روڪڻ ۽ تعليم کي ملڪ جي ڀلائي لاءِ ڪم آڻڻ ڀرو ٿو چڙهي.

هي سڀ ڪجهه هڪ وڏي عوام- دشمن صورتحال ۽ نظام جو نتيجو آهي. جڏهن ان نظام کي سمجهڻ ۾ سوڀارا ٿينداسين، تڏهن، اها ان نظام تي اسان جي پهرين ڪاهه هوندي!

ايڪڙ زمينون هليون ويون، تيل ۽ گئس پيو وڃي، پاڻي تي بند پيا ٻڌجن، اسانکي اسان جا ماڻهو، ڌاڙيل ڪرائي بچائي ڇڏيا ويا آهن. عالمي سطح جي اسڪيمن سان مهاجار بڻائي سنڌين جو قومي وجود تباهه ڪيو پيو وڃي، اسان آدمشماريءَ ۾ پنهنجي ڪل بچائڻ ۾ پورا آهيون- ڇا تڏهن به آجيان ڪرڻ اسان جو فرض آهي؟

ڄام صاحب، سچ پچ همدردي جي لائق آهي. اسان کي پڪ آهي ته انهن قوتن جي پٺڻ گهرجي جن ڪيس ۾ ڏينهن ٻه پنهنجي قول تي بيهڻ نه ڏنو. اقتدار ڪٿي ڪنهن لاءِ ڪيڏي به ڪشش واري شيءِ هجي، پر آخر ان جي قيمت جي به هڪ حد ٿئي ٿي.

اسان، سنڌ جي عوام طرفان هن اعلان جي ترديد ڪريون ٿا ته "سنڌ جا ماڻهو ڌارين جي آجيان ڪن ٿا." البت اسان کي ڄام صاحب سان همدردي ضرور پيدا ٿي آهي ته ڪيس ٻن ڏينهن اندر ايڏو مظلوم ڇو ڪيو ويو آهي، جو هو پنهنجي ڳالهه تان ئي هٽ ڪٿي ويو.

اسان ڄام صاحب جي خدمت ۾ عرض رکنداسين، ته هن کان اڳ ڳالهين جي حد تائين سنڌي ماڻهن جي جذبن بابت احتياط کان ڪم ورتو اٿس. اڳتي به ائين ڪري، ڪري ته هو اُهو رهيو آهي جيڪي ڪرڻو اٿس، ساڻس في الحال ڪو پهچڻ وارو نه به هجي، پر گهٽ ۾ گهٽ هن قوم کي لفظن جا زخم نه رسائي.

جمع ۴- جنوري ۱۹۹۱ع.

# تعليمي ماحول جي خرابي ۾ سرڪاري ڪردار

سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ شاگردن جي مختلف گروهن ۾ جهيڙا روز جو معمول بنجي ويو آهي. جيڪي شيون معمول بنجن ٿيون، سي ڪيڏو به هاجو رسائين، تن جو نوٽيس نٿو ورتو وڃي.

دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ ڇڙواڳي به ان سا ڳئي عرصي ۾ وڌي آهي جڏهن ٻيا سماجي ڏوهه، ڌاڙا، اغوا، قريون وڌي ويا آهن. آڪٽوپس اُهوئي ساڳيو آهي، جنهن سنڌ کي پنهنجن زهريلن چنبن ۾ جڪڙڻ جو ڏنڊو اسي واري ڏهاڪي ۾ تيز ڪري ڇڏيو. مسئلو توڙي جو معمول بنجي ويو آهي، تڏهن به ان جي گنڀيرتا ۾ گهٽتائي نه ٿي آهي.

سوال هي آهي ته تعليمي ادارن ۾ شاگردن جو ڪم آهي تعليم حاصل ڪرڻ پرائيمري جي ڪلاسن ۾ اُستاد جي غيرحاضري ۾ ٻار پاڻ ۾ ٿورين ٿورين ڳالهين تان اٽڪي پون، ته اها ڳالهه سمجهه ۾ اچي ٿي، پر ڊگري، پروفيشنل ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ ڇوڪرا ھڪٻئي سان وڙهن ٿا ۽ ھڪٻئي تي ھٿيار ھلائين ٿا- سو ڪهڙي حساب ۾- آخر حڪومت ڪهڙي مرض جي دوا آهي؟ ڪتابن جي بدران ھٿيار، اُتي ڪيئن ٿا پهچن!؟

پاڪستان ۾ لاقانونيت جو گراف جيئن وڌڻ شروع ٿيو آهي، تئين پنٽي هٽڻ جو نالو نه ورتو اٿس. حڪومت صحيح معنيٰ ۾ ڪڏهن به ڪا ڪوشش نه ورتي آهي، جنهن جو ثبوت شهرين جي جان مال ڏانهن هميشه وڌندڙ خطرو آهي ۽ حڪومت وڏ ۾ وڏ ڳالهين جا تير ڇوڙي ٿي ڇڏي. سبب اهو اهي ته جيڪو به حڪومت ڪرڻ اچي ٿو، سو پنهنجي لئي ۾ پورو آهي ۽ سڄو معاشرو پيو ڏانوانڊول ٿئي- جنهن جي بنيادي مسئلن جو نه حاڪمن کي شعور نه احساس!

سنڌ جا تعليمي ادارا به حڪومت جي ناسمجهي، غيرسنجيدگي يا سنڌ جا ڪي ٽولا، سيني شاگردن کي شڪار بنجڻ ۾ مدد ڏين ٿا. آڪٽوپس چاهي ٿو ته اسان جا نوجوان تعليم کان محروم رهن، ڇسا هجن، وٽن عقل، ڏاهپ ۽ گهرن احساسن جو بنياد نه هجي، اُهي سياسي پارٽين وٽ ٻين جون پڳون لهرائڻ جا ذريعا بنجن ۽ سماج کي اڳتي وڌڻ کان روڪين. تعليمي ادارن جو اهو

# سنڌ جا ماڻهو ترديد ڪن ٿا!

سنڌ جي وڏي وزير ڄام صادق علي چار ڏينهن اڳ اسلام آباد پهچڻ تي اخبار وارن سان ڳالهيون ڪنديءَ چيو ته سنڌ تي ڌارين آباديءَ جو بار وڌي ويو آهي، ان ڪري سنڌ ٻهارين جو بار برداشت نه ڪري سگهندي. پنهنجي ان ڳالهه تي هو ٻه ڏينهن به نه بيٺو آهي ۽ ڪالهه اسلام آباد کان واپسيءَ وقت ڪراچي ايئرپورٽ تي نيوز ڪانفرنس ڪي خطاب ڪندي چوي ٿو ته سنڌ ۾ ٻاهران ايندڙن جي آجيان ڪرڻ اسان جو فرض آهي- ۽ ڪراچي بين الاقوامي ساموندي ۽ هوائي اڏو آهيءَ ان ڪري سڀ ڪو هتي اچي رهي ٿو. ١٩٤٧ع کان هتي ايندڙن جي آجيان ڪرڻ اسان جو فرض آهي.

ڄام صاحب نگراني جي وڏ- وزارت وٺڻ کانپوءِ هن مهل تائين جيڪا به سياست ڪئي آهي، سا پنهنجي جاءِ تي پر سنڌي عوام جي اُمنگن وٽان، ڪليو ڪلايو هن ڪا ڳالهه، ڪالهه اڳ پنهنجي واتان ايئن نه چئي آهي، جيئڻ هاڻ چيو اٿس. سندس قول ۾ ٻن ڏينهن اندر ايڏو تضاد هڪ حد تائين حيرت ۾ وجهندڙ آهي. چو جو اڳ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڳالهين جي حد تائين هن سنڌ کي ڏکويو ڪونه هو.

ڏک، وڏي وزير جو، سندس پنهنجي ٿي ڳالهه تان ڦري وڃڻ جو ناهي- ڄام صاحب ڏاڍو ذهين ۽ پوري ريت باخبر آهي ته عوام جي حافظي واري سليٽ تان، اها ڳالهه سياڻي، ڪا ٻي ڳالهه ڪري ڌاهي ڇڏيندو! نفسيات جي ماهرن مطابق، ڪن ذهين ماڻهن جي تعميري توڙي تخريبي سوچ، تحريڪ ۾ اچڻ ڪانپوءِ رفتار ٻه وٺندي آهيءَ ۽ ڪڏهن اها رفتار ايڏي تکي ٿيندي ويندي آهي جنهن جي اثرن کان اهي ماڻهو پنهنجي ذهانت جي هلندڙ واٽ جو جنون بنجي ويندا آهن. نگراني واري عرصي کان موجوده وڏو وزير پنهنجي ذهانتن جا زبردست رنگ ڏيکاري چڪو آهي ۽ انهن سندس ذهن تي هڪ خاص قسم جي ڪاميابيءَ جون ست رنگي ريکائون نمودار ڪيون اهن. ٻيو ته سندس سياسي راند تي خلق ڇا به چوي، پر سندس ويجها ماڻهو، ڪيس سَاراهي سَاراهي ٻه اڳيرو ڪندا هوندا، ته هوبه جنهن-انداز سان اڳتي وڌي رهيو آهي، اُن انداز جو شان ئي انوکو آهي.

ڪنهن جي ياگ سان ريس نہ ٿيندي آهي، پر ياڳن جون بہ سرخدون ٿينديون آهن. آخر هڪ رات ياڳين جي بہ ٿئي ٿي- ۽ بئي ڪنهن ڪي نہ پر وڏي وزير صاحب، پاڻ ڪي ئي حدود آرڊيننس جي اُپي ٿيل بُند تي ويهاري ڇڏيو ۽ ان ڳالهہ تي هڪڙي وضاحت ڏيڻ ڪانپوءِ ڪٽي ماٺ ڪئي اٿس.

پر سوال پيدا ٿو ٿئي تہ ڇا، هي نٿو ٿي سگهي، تہ شراب جي ڳالهہ باسڻ ڪانپوءِ ڪيس معاف ٿي انڪري ڪيو وڃي تہ هو سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري جي مخالفت نہ رڳو ترڪ ڪري پر، چوي تہ ڌاريا اسان جا ڀائر آهن- اڳي بہ هئا، هاڻي تہ آهن ئي آهن پر اڳتي بہ رهندا!

ڄام صاحب جو ڪهڙي بہ پاسي تي ڌهين هجڻ سنڌ ڪي ڪهڙا ڏينهن ڏيکاريندو اُن تي هتي بحث ڪونهي، پر موجوده نسل لاءِ حيرت انگيز حقيقت آهي تہ ڪو سنڌي شخص ايڏو ذهين بہ ٿي سگهي ٿو ۽ اسان سنڌس زبردست صلاحيتن ڪي، ڌارين هٿان سنڌ جي ٻڌندڙ ٻيڙيءَ جون هريڙون سمجهي بہ خوش ٿي سگهون ٿا. هن شخص ڪي پنهنجا ڪمال ڏيکارڻ جو شوق آهي، تہ پوءِ اسان کي بہ انهن تي خوش ٿيڻ جو حق آهي!

ڪجهہ ڏينهن کان مختلف حلقن ڪي هي بہ آسرو آهي، تہ ڄام صاحب منجهان صفا هٽ نہ ڪيي ڇڏجن هن سنڌ جي دشمنن ڪي نيست نابود ڪرڻ جي پنهنجي ئي هڪ نرالي واٽ اختيار ڪئي آهي. ڪي ماڻهو تہ ان ڪم لاءِ سال- ٻن جو انتظار بہ شروع ڪري چڪا آهن. انڪري هي بہ ٿي سگهي ٿو تہ وڏو وزير، اسلام آباد ايئرپورٽ تي ڌارين جي سنڌ تي پوندڙ بار واي ڳالهہ تان ڪراچي ايئرپورٽ تي هن ڪري هٽيو هجي جو پنهنجي ان بيان ڪي، پنهنجي "واٽ" لاءِ نقصانڪار سمجهي ويٺو هجي- ڇو تہ سندس ئي بيان تي ايم ڪيو ايم جي هڪ ايم اين اي بئي ڏينهن تي چيو تہ پيلي پاڪستان جا ڏهہ ئي ڪروڙ ماڻهو، ٻهارين جي اچڻ جي مخالفت ڪن، ٻهاري ضرور ايندا!

سنڌ جي ويجهي تاريخ گهٽين ڳالهين جون شاهديون ڀري ڏئي رهي آهي ۽ سنڌي قوم پنهنجي هيٺي- هڏ سارو ئي فيصلا بہ صادر ڪندي رهي ٿي. جن ماڻهن سنڌ سان ڪڏهن ڦنايو بہ آهي، تہ وري اُهي ماڻهو پاڻ، توڙي سندن پونير پاڻ ڪي عوام جي دلين ۾ بحال نہ ڪري سگهيا آهن.

نيٺ ڄام صاحب جي ان ڳالهہ ۾ دم ڪهڙو آهي تہ "سنڌ ۾ ٻاهران ايندڙن جي آجيان ڪرڻ اسان جو فرض آهي." ان قسم جي فرض، واجب توڙي نفلن جا ڪيتا پيا لوڙيون- جن آجيائون ڪيون سي سنڌين جي دلين تان ائين لٿجي ويا، جيئن هٽلر ۽ مسوليني جا لشڪر. اسان جا شهر پيا وڃن، لڪين

اجائي ناهي.

اسان کي خبر آهي ته هڪ- اڌ حلقن "جاڳو" متعلق ڪجهه شڪ ۽ گمان پکيڙڻ ۾ وسان نه گهٽايو هو. اسان انهن جا به نيازمند آهيون. پر اُن وقت اسان لاءِ وضاحت لاءِ ڪي لفظ ڪونه ولاريندا سين. "جاڳو" اوهان جي هٿن ۾ آهي ۽ اختيار جا ڏٽي به اسان لاءِ ته توهان ئي آهيون.

"جاڳو" جي اڳيان ڪجهه مقصد آهن، جيڪي توهان جي سامهون هڪ حد تائين اخبار جي پاليسيءَ جي صورت ۾ پهتا آهن. پر قومي اڏاوت ۽ پنهنجي ماڻهن جي خوشحالي ۽ خوشي اسان جو خواب آهي، جنهن جو تعبير "جاڳو" کي بنجڻ گهرجي. عرض- رکڻو هي آهي ته اسان يا اسان جي ٽيم ڪجهه فردن تي ٻڌل آهي، جڏهن ته اسان جو مالڪ، عوام- اٿاهه حيثيت جو مالڪ آهي. ان، ايڏي مرتبي واري هستيءَ جو مجموعي ذهن، اڪيلن ذهنن کان اوچو ۽ گهڻ پاسائون ٿئي ٿو. سندس فيصلا به ڏور رس ۽ تبديلين کي آڻيندڙ آهن، ان ڪري سندس فيصلا به ڏور رس ۽ تبديلين کي آڻيندڙ آهن، ان ڪري سندس خلاف ٿيندڙ سازش جو تعداد به هزارن ۾ آهي. ايڏي ڏيا ۽ حشمت واري هستي عوام، تنهن کي منجهائي، پريشان ڪري ڦاسايو ويو آهي، پر جيئن اُن لاءِ تڪليفون ۽ ڏچا پيدا ٿين ٿا، تيئن سندس سگهه به نروار ٿئي ٿي ۽ عوام جي مخالفن جو دٻ به وڌي ٿو.

"جاڳو" اُن جي ٽيم ۽ سندس خيرخواهن جي پروگرام ۾ وڏيون ڳالهيون ڪرڻ ۽ ڏاڙ گهوڙا ڪرڻ ناهي. ڏاڙ ڏاڙ ڪرڻ بدران اسان معلومات جي غربت ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون. اهڙي معلومات جيڪا اسان جي پنهنجي اوسي پاسي ۾ به موجود آهي، ته جپان کان آمريڪا، خلائن، شمسي نظامن، ڪهڪشائن تائين پکڙيل آهي. پنهنجي گهر جي گهٽيءَ کان وٺي پولار جي آخري چيزڙي تائين، هيءَ ڪائنات، ماڻهو جو گهر آهي.

پوءِ اها معلومات، ماڻهن جي ذهنن ۾ ولوڙ پيدا ڪري ڪين ڪن اهم نتيجن تي پهچائيندي، جنهن سان سياسي، معاشي، ثقافتي، قومي، بين الاقوامي ۽ تاريخي حقن جو شعور وڌندو ۽ شعور جڏهن وڌي ٿو، تڏهن ماڻهوءَ کي ايستائين

سک نٿو ملي، جيسين هو پنهنجي شعور جي دنيا کي مڪمل طرح جوڙي نٿو ڇڏي.

سياسي قوتون به تبديليءَ ۾ تڏهن ئي مددگار ٿين ٿيون، جڏهن عوام جي حقن جي جنگ، شعور جي سطح وڌائڻ سان گڏ ڪري هلنديون. هينئر جڏهن اسان معلومات جي غربت جا شڪار آهيون، تڏهن شعور سان ڳنڍجي هلڻ واري سياست به پٺتي پيل آهي. هڪڙن ماڻهن، شعور جي بدران جنون تي ڀاڙيو، تنهنڪري نتيجا هڪ دهشتگرد سياسي صورتحال جي حالت ۾ اسان کي پنهنجي گهيري ۾ جڪڙي چُڪا آهن.

اسان چئون ٿا ته هڪ نئين ڪا حڪمت عملي ٺهي جنهن سان اسان کي بچايل عذاب منجهان، جند ڇٽي پر شعور ۽ عمل جو سرچشمو هيءَ ڳالهه هجي ته مالڪ ۽ خدا جي خلق آهي.

اربع ٢- جنوري ١٩٩١ع.

# اسان فاضل جا گنهگار آهيون

سترهين جنوري اسان جي بيگناهه ڪوندر جي شهادت جو ڏينهن آهي. سنڌ جو هڪڙو ڪمال ماڻهو، رانجهن مڙس فاضل راهو هن ڏينهن تي ماريو ويو هو. سنڌ ۾ فاضل جي موت واري ڏک منجهان شايد ۾ پنهنجي وجود جي صدين تائين ڦهليل عرصي ۾ به نه نڪري سگهندي. اڄ به فاضل جي تازي شهادت قومي سانحي جو درجو حاصل ڪيو بيٺي آهي ۽ معصوم سنڌي ماڻهو اڄا به رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن. ڇو ته رڳو فاضل هڪ شخص شهيد نه ٿيو آهي. پر فاضل جا قدر، آدرش، اُصول، عوامي مزاحمت جي جنگ ۾ جدوجهد به ڪاسائي جي ڇُري هيٺان ڇچرجي رهيا آهن.

سنڌ ۾ شخصيت پرستي ۽ هيرو- پوڄا جي هڪ وڏي ڏيڍ آهي. اُن ۾ هيرو- پوڄا جو دشمن، نيازمندين، محبتن ۽ قربن جو متوالو فاضل ڦاسي پيو آهي. يقينن فاضل کي اها ڳالهه، هاڻي به پسند ناهي ته سندس نالي تي هٽ چمڪن ۽ ڪير به سندس عمل جون اهڙيون تاويلون ڪري، جنهن سان سنڌي عوام جي جدوجهد ۾ سست ٿئي يا اُن ۾ ڪا وٿي پيدا ٿئي.

فاضل، ڪيڏو وڏو ماڻهو، سو راز سندس مرڻ پڄاڻان ڦاٽو آهي. نهٺائپ ۽ نمرتا جو منارو فاضل، سنڌي عوام جي جدوجهد کي جنهن رنگ ۾ رڱي رهيو هو، سو ڪم اڌ ۾ رهجي ويو آهي. جنهن ڪهاڙي، فاضل کي قاتل گهاءُ رسايو، سا سنڌي ڪهاڙي هئي- ڪن ماڻهن جي حساب سان اسان جو قومي نشان- پر ان ڪهاڙي سنڌ جي جدوجهد، اتحاد، محبتن، يگانگت، معصوميتن ۽ خود فاضل جي سٽ ۾ پنهنجائپ جو نازڪ ڌاڳو به ڪپي وڌو.

شهادت، فاضل کي رڳو هڪ فائدو پهچايو. سنڌي ميڊيا ۾ شهيد فاضل جي پوري سڃاڻپ ڪرائي ۽ هو شهيد ٿيڻ سبب، سڀني ماڻهن جو غيرتڪراري ڪوندر قبول ٿيو. فاضل پارٽي وابستگين کان مٿاهون ٿي دودي، مخدوم بلاول، هوشو، هيمون، ذوالفقار علي ڀٽي ۽ نذير عباسي جي صفن ۾ شامل ٿي، عام ماڻهو

جو آئيڊيل بڻيو. ڇو ته قومون پنهنجي شهيدن جون گڏيل وارث هونديون آهن. پر قوم لاءِ هي هڪ بنيادي سوال آهي ته وتس غير تڪراري ۽ غير متنازع بنجڻ لاءِ ضروري آهي ڇا ته سڀ ڪم ڪاريون ڇڏي، اڏيءَ تي پهچي وڃجي. جيڪڏهن رڳو قوم کي خوش ڪرڻ لاءِ اڏيون ئي سينگاريون ته جدوجهد جو ڇا ٿيندو؟ ۽ ان ڏس ۾ ڪمن ڪارين جو ڇا ٿيندو؟

اڄ اسان کي محسوس ڪرڻ کپي ته سنڌ جون دشمن قوتون پنهنجي مقصدن جي حاصلات ۾ اڳتي وڌيون آهن. ڪراچيءَ کان علي بندر تائين سڄي سامونڊي ڪناري سان دشمن پنهنجي حڪمت عملي ۾ ڪامياب ٿيو آهي. ڪراچي ڏسو، في الحال سنڌين کان ڇڏائجي وئي آهي. ڏابيجي مل ايريا تي غيرن جو غلبو روز وڌي ٿو. پنيور ۽ گهاري جي حڪمت عملي کي اسان کان اڳ ۾ ئي سمجهيو آهي. ڪيٽي بندر ۽ کاريڇاڻ کي تربيلا ۽ منگلا بندن ذريعي پٽيانگ ڪري ڇڏيو ويو آهي. گولاڙچي ۽ بدين ۾ چڪ ناهيجي ويل آهن. يونين ٽيڪساس پنهنجا هٿ ڏيکاري رهي آهي. اهو سڄو سامونڊي ڪنارو، اسان جي مالڪي کان محروم آهي. هن علائقي جو مکيه تضاد هي آهي، ته هڪ نه هڪ ڏينهن اسان کي ان تي ۽ اتي موجود وسيلن تي پنهنجي مالڪي جتائڻي آهي. فاضل، سنڌي قوم جي ان مالڪيءَ جو امام هو. ان ڪري سندس آواز خاموش ڪرايو ويو.

اڏنبر ۽ انائن کان پري ٿي، جنهن انداز سان فاضل عوام کي ميڙي مڻ ڪرڻ جي پنڌ تي وڌي رهيو هو، اُن جو هڪ نشان ايم آر ڊي واري هلچل ۾ فاضل جو ڪردار هو. ڪمال ڏسو ته ڪو هڪ ماڻهو به اهڙو نٿو ملي، جيڪو فاضل جي گلا ڪري. فاضل ۾، سنڌ جي عوام کي منظم ڪرڻ جا جيڪي آسرا هئا، سي گولاڙچي ۾ اُن هنڌ تي ئي ختم ٿي ويا، جتي فاضل ماريو ويو. ان ڪري فاضل سان پنهنجائپ ۽ رشتي جي دعويٰ ايستائين ڪا معنيٰ نٿي رکي، جيسين، سنڌ جي عوام کي پنهنجي حقن لاءِ فاضل واري واٽ مطابق منظم ڪرڻ جي ڏس ۾ منزل جو ناهوڪو نشان نٿو هٿجي!

**سيد جو تاريخي رول**

اڄ جناب جي ايم سيد جي سالگره جو ڏينهن آهي. سنڌين ۾ قوم هئڻ جو احساس ۽ شعور پيدا ڪرڻ هن شخص جو ڪارنامو آهي. سنڌ جي

بروءِ پلو چوڻ ته ٿيو هڪ پاسي، پر جي سنڌي ماڻهو، پنهنجي رضا ۽ خوشي سان ڪو گڏيل سياسي عمل اختيار ڪن، ته اُن کي به نه سهڻ کان وڌيڪ، ڪهڙي سچٽائپ ٿيندي!

سنڌين جي ان قسم جي خيرخواهن جا انيڪ نمونا آهن. هڪڙا طاقت جي بنياد تي، پنهنجي گهٽگهرائپ مڙهيندا، جيئن لياقت عليءَ خان، ايوب خان ۽ جنرل ضيا ۽ ٻيا وري ڏينهن ڏٺي، وچ خلق مان، هنپ ڏئي اُٿي، پرايو پٽڪو لاهي، تڪڙ تڪڙ ۾ پنهنجي مٿي تي وڪڙ به ڏيندا ويندا ۽ چوندا: "اچو اچو، منهنجي پٺيان لڳو، آءٌ ئي ڪٽي ٿو توهان جو ليڊر ٿيان. اڙي فلاڻا نعرو هڻ، فلاڻا تون تنبو وارو سڏي اچ، ابا تون اُٿي لائوڊ واري کي سڏي اچ، ڇورا تون ڪئميرا ڪڻ- اڙي اخبار ۾ فوٽو ڇپايو....." ۽ ڏسڻ وارا حيران، ته هن کي ويٺي ويٺي ڪهڙو جن ٿي ويو. نه اڳ، نه پوءِ همراهه وُٺي ڇڪيندو پنڌ ڪيو! پوئتي نهاريندو به ڪونه ۽ سمجهندو ته خلق سندس پٺيان آهي. هلي هلي جو ڪنڌ ڦيرائيندو ته پويان هوندا ڪاريءَ وارا ڪڪ- پوءِ نه ڏسندو مهل نه ڳلهه- ڇڪي ڪڍندو گاريون- سڀ خلق تي گار جي ناڙي- ۽ سنڌي مسڪين اهڙا جو ڏانهس ڪن ئي نه ڏين- تيئن همراهه توائي!

هڪ وري ٻيو نمونو: سنڌي ماڻهو صلاح مصلحت ڪري جنهن کي پٽڪو ٻڌائن، سو انهن پٽيءَ کان به گهڻ ملهه تي، اسلام آباد، لاهور يا ڪراچيءَ ۾ پٽڪو نيلام ڪري، وري ڦري اچي چوي: "آيو آهيان وري پٽڪو ٻڌايو." ۽ ماڻهو به هن کي ئي پٽڪي ٻڌائڻ جا هيراڪ!

ڌاڙيل، راشي، ڪاتڪو، ٺڳ به سڀ پاڻ کي سنڌ جو خيرخواهه سڏڻ کان انڪار نٿا ڪن. هنن جو ڪم ٿيندو هلي ۽ سندن خيال ۾ اهائي سنڌ سان ڇڱائي آهي.

- تمام گهڻا ماڻهو، سنڌ جا خيرخواهه آهن، پر شخصي طرح ڪو جو ڪو ڪٽڻ يا ٽڪي پئسي جي قرباني ڏيڻ کان گسائيندا رهندا.

اسان جو دانشور پريشان آهي ته سنڌ کي ايڪويهين صدي جي تياري ڪرڻ گهرجي. ترقي ڪيئن ٿئي، سنڌي پنهنجو پاڻ کي اجتماعي طرح اڳيرو ڪيئن ڪن!

سنڌ جي خيرخواهن جو ٻيو قسم ڏاڍو عجيب آهي، جيڪو نعرن ۽ هنيوشين جي ڪلچر کان پري، ماٺ ميٺ ۾، بنا ڪنهن لالچ جي، ليڊري ڪرڻ جي دعويٰ ڪانسواءِ جواب ۾ ڪجهه به گهرڻ ڪانسواءِ جيئن ۽ جيترو ٿيئين ٿو، ڪري رهيا آهن. اسڪول ٻيا ڪولين، علاج جون ڪئمپون ٻيا هڻن،

سنڌي نوجوانن لاءِ يونيورسٽين جي بند رهڻ جي صورت ۾، متبادل پروگرام سوچي رهيا آهن. ظاهري طرح نِنديڙيون شيون، نِنديڙيون ڳالهيون- پر اڏاوت واريون ڳالهيون- اڏاوت وارا ڪم- قومي ادارا ناهڻ جا ڪم. هي ماڻهو، قوم جي مٿان ڪو احسان نٿا جتائين. ليڊري ڪرڻ جو حق به ڪونه ٿا پنن- "لڪا پٽن لوڪ ۾" ماڻهن کي هنن پنهنجي ڊيال ٻڌايو آهي، ماڻهو ئي هنن جي انهن سرگرمين جا سرچشما آهن ۽ ان معنيٰ ۾ هي قيادت به ماڻهن جي قبول ڪيو وينا آهن. اقتدار جي گندي راند کان پري آهن ۽ رڳو چڱاين جي ميڙا چونڊيو ڪرڻ جي ڪڍ آهن.

هنن ئي ماڻهن کي ڏسي يا ٻڌي، پنهنجي قوم جيٰ ماتم واري حالت ۾ دلاسو ملي ٿو. پر هنن ماڻهن جي ايئن ٿيڻ جو هڪ پس- منظر آهي. هي سنڌ جي نئين اُڀرندڙ وچولي طبقي جا روشن خيال ماڻهو آهن ذهانت ڪي، صلاحيتن کي زبان نٿا ڪن، پر اُن جو پورو پورو فائدو وٺن ٿا، جنهن لاءِ هنن جي ڏاڻ ۽ مهارت ۾ به، لاڳيتي ميشق ذريعي ترقي ٿي رهي آهي. پنهنجي ذاتي حيثيتن ۾ هي ماڻهو، سياسي طرح بـ'ايئن آهن، جيئن ٻيا سڀئي سنڌي ماڻهو آهيون. ڏکويل، ويڙهن ۾ پيل- پر هي نراس نه ٿا ٿين ۽ هنن کي ترڪ تي بهشت حاصل ڪرڻ جو شوق ڪونهي، تنهن ڪري ايندڙ نسلن ۽ سنڌ جي آئيندي تي هنن جي نظر آهي. هنن ئي ماڻهن جي ڪري، اسان جي معاشري ۾ معقوليت به نه رڳو موجود آهي، پر اُن جي ضرورت جي شدت به محسوس ٿيڻ لڳي آهي.

پر هن طبقي منجهان سياسي قيادت پيدا ٿي اڳتي اچي- تنهن لاءِ سُنڌ جي فضائن جا دروازا بند ڪيل آهن. ڪنهن دروازا بند ڪيا آهن:- اُنهن، جن مان هڪڙا ماڻهون جن ٻڌايل پڳون وڪڻن ٿا ۽ ٻيا جيڪي شيرخان پابوڙي ٿي، زوري پاڻ کي پنڪا ٻڌي، ماڻهن کي حڪم ڏين ٿا ته اچو اسان جي پٺيان!

سنڌين کي پنهنجي مڙني خيرخواهن کي ٿورو وقت ڏئي سمجهڻ جي تڪليف ڪرڻي پوندي.

آچر ١٣- جنوري ١٩٩١ع. جاڳو

هيءَ حقيقت آهي ته فقط سنڌ، ڪل آمدني جو 67.3% ڏئي ٿي ۽ ملڪ جو اڪيلو بندر، جيڪو سڄي ۽ اٽسڏي آمدني ڏئي ٿو، سو به سنڌ ۾ آهي. پر مالي وسيلن جي ورهاست واري پاليسيءَ تاهڻ وقت، اهي حقيقتون مڪمل طرح سان وساريون ويون. عوامي خزاني جو هيءُ اُتم اصول آهي ته جيڪو صوبو قومي آمدنيءَ ۾ گهٽي کان گهڻو حصو ڏئي ٿو، اُن کي حقداري امداد ۾، اُن جي تناسب سان پورو وزن ۽ حصو ملڻ گهرجي. سموريون ڏريون هن ڳالهه کي مڃين ٿيون ته سنڌ، پاڻ وٽ جائز توڙي غيرقانوني طرح رهندڙ لکين ڪٽنبن کي پالي ٿي- سنڌ، وڏي تعداد ۾ ٻاهران ايندڙ ماڻهن جي بحالي تي اربين- ڪربين رپيا خرچ به برداشت ڪندي آئي آهي ۽ انهن کي ايڏي رقم سان ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ بنيادي ۽ شهري سهولتون مهيا ڪندي رهي آهي. ماضيءَ ۾ سرحد ۽ بلوچستان کي حقداري امدادون ڏنيون ويون آهن ۽ انهن ٻنهي صوبن جي پائرن کي اهي امدادون ملڻ تي ڪوبه ارهو نٿو ٿئي- پر حقداري امدادن ۽ مالي وسيلن جي تناسب جي حساب سان ورهاست تي سنڌ جو جيترو حق آهي، اُن جا شاهد مٿيان سبب آهن.

انڪري اسان سنڌ جي وڏي وزير ۽ سندس وفد کان مطالبو ڪنداسين ته هوش ڪن، پنهنجون اکيون ۽ ڪن کليل رکن ۽ دليل جي مدد سان سنڌ کي پهتل ناقابل تلافي نقصان لاءِ مضبوطي سان ۽ وطنيت جي جذبي هيٺ، سنڌ جو ڪيس وڙهن. اسان کي اميد ڪرڻ گهرجي ته ڪاموڙڪين چالبازين ۽ اسلامي نظرئي، قربانين ۽ قوميت کان بالاتر ٿي سوچڻ جي نالي ۾ جيڪي مٺيون گوريون ڪين آڇيون وينديون، تن ۾ ڦاسڻ بنان، سنڌ جو ڪيس وڙهي ايندا.

چنڇر ١٢- جنوري ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌ جي خيرخواهن جا قسم!

سنڌ جي خيرخواهن جا هن وقت ٻه قسم آهن: هڪڙا جيڪي سمجهن ٿا ته سنڌين کي پنهنجي لاءِ خيرخواهي اها سمجهڻ گهرجي، جيڪا هنن جي پنهنجي ذاتي خيال ۾ سنڌين لاءِ فائديمند آهي. سنڌين جي هن خيرخواهي کي سمجهڻ تاريخي طرح ضروري آهي، ڇو ته هنن جي اعمالن جو ڪيتو سنڌي، انگريز دور کان هن مهل تائين لوڙيندا اچن ٿا. پر خيرخواهن جو هي قسم، خود پاڻ ۾ ايڏا وسيع حلقا پالي نپائي ويٺو آهي، جو هنن ۾ انگريز، پنجابي، پناهگير ۽ سنڌي حاڪم طبقا سڀ شامل آهن.

انگريزن کي سنڌين جي چڱائي ان ۾ نظر آئي ته، سنڌ کي فتح ڪري ۽ اُن کانپوءِ هنن کيس بمبئي پريزيڊنسي ۾ شامل ڪري ڇڏيو- پوءِ اڳتي هلي هنن پاڻ ئي، هندن وڻ گروي ٿي ويل وڏيري ۽ جاگيردار جي تحريڪ تي، سنڌ کي بمبئي کان ڌار به ڪري ڇڏيو.

پنجابين جو هي تاريخي خواب هو ته سنڌ کي، پنجاب جي قبضي ۾ آڻي کيس، اُن ۾ ضم ڪري ڇڏين- هنن جي ان اسڪيم ۾ هڪ تير ٻه شڪار جو نشانو، تڏهن حاصل ٿيو جڏهن يوپي ۽ سي پي جي جهريل جاگيردار طبقي منجهان سرسيد جي تحريڪ ذريعي اُسريل وچول طبقو به شامل ٿي ويو. هنن سيني گڏجي سنڌ کي شڪار ڪيو، پر ان ۾ هو اڪيلا نه هئا. ان ڏنڌي ۾ ڪي سنڌي اڳواڻ به سنڌين کي سزا ڏيارڻ لاءِ سلطاني شاهدن طور موجود هئا. اسان جي خلاف اسان جي دشمنن اڪيلي طور ڪوبه ڏنڌو نه ڪيو آهي. بدقسمتي رڳو هيءَ آهي ته ڇنيسرن، پوءِ دودن جا ٽيڙ ويرهائڻ ۾ ڪڏهن ڪا ڪسر به هٿان نه ڇڏي آهي.

هن ڳالهه کي تجربيگاهه اندر رکيل خوردبيني ذريعي ويجهو ڪري ڏسبو، ته مٿين سيني قوتن جا روح، پاڻ ۾ مليل آهن. وردين وارا، شيروانين ۽ پاجامن وارا، صاحبلوڪ توڙي اسانجا پنهنجا ڪيئي ڏسٽا وائسٽا هڪ ئي قطار ۾ بيٺل آهن. مسجد منزل گاهه کان خوني فساد شروع ڪرائي، ڀڳت ڪنور رام کي مارائي، ڌيهين کي پرڏيهي ٻڌائي، پرڏيهين کي ڌيهي ڪرڻ جو سلسلو: وري سنڌ جي عوام مٿان مارشلائون بجائڻ سنڌ جي ماڻهن کي سنڌن ئي خيرخواهي ۾

## سي سي آءِ اين ايف سي ۾ اڪيون ۽ ڪن کولي وڃجو!

ڏکھي عرصي گذرڻ ڪانپوءِ، نيٺ گڏيل مفادن واري ڪائونسل ۽ قومي مالي ڪميشن جون گڏجاڻيون ۱۲ ۽ ۱۶جنوري ۱۹۹۱ع تي ٿي رهيون آهن. ٻنهي ادارن جي گڏجاڻين جي ڪارروائين ۾ سنڌ مان شرڪت ڪندڙ ٽيم جي اڳواڻي سنڌ جو وڏو وزير ڪري رهيو آهي. اُميد رکي سگهجي ٿي ته ٽيم جي ميمبرن، پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي مڪمل طرح نظرانداز ڪيل ۽ سنڌ جي معاشي ۽ سماجي ضرورتن کي ذهن ۾ رکي، پنهنجي موقف جي تياري لاءِ اڳواٽ محنت ڪئي هوندي. گڏيل مفادن واري ڪائونسل قومي مالي ڪميشن جي ڪم جو دائرو، توڙي جو محدود آهي، ۽ ۱۹۷۳ع واري آئين لاڳو ٿيڻ ڪانپوءِ ٿين وابستگين ۽ تبديلين ٿيڻ سبب اُن جي دائري کي وڌائڻ ضروري آهي، پوءِ به انهن ٻنهي معزز ادارن جي اڳيان سنڌ جي ڏکن ڏولاون کي سچائي، ايمانداري ۽ ذهانت سان پيش ڪري گھڻو ڪجھ حاصل ڪري سگهجي ٿو.

جيستائين گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي گڏجاڻي جو تعلق آهي ته اُتي سنڌ جي وفد کي ٻن خاص موضوعن تي ڌيان ڏيڻ جي بيحد ضرورت آهي: هڪ سنڌ ۾ لڌل تيل ۽ قدرتي گئس ۽ ان ڌس ۾ ايندڙ رٿائن ۽ تيل صاف ڪرڻ جي ڪارخاني تي حق واسطن (رائلٽي) جو سوال ۽ ٻيو اوکو مامرو واپڊا طرفان تجويز ڪيل ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت آهي.

سنڌ جي وڏي وزير اعلان ڪيو آهي ته هو ٻين شين سان گڏ سنڌ ۾ لڌل تيل ۽ گئس جي رائلٽي جو مامرو به کڻندو. پر ٻيا معاملا به آهن جن تي خبرداري سان سوچڻو آهي. هيءَ عام شڪايت آهي ته تيل ۽ گئس جي ڳولا مان پيدا ٿيندڙ ملازمتون، انهن ماڻهن کي غنيمت جو مال سمجهي ڏنيون ويون آهن، جن جو سنڌ سان تعلق ڪونهي. چيو ٿو وڃي ۽ صحيح چيو ٿو وڃي، ته ويندي بيل گاڏيون ۽ انهن جا ڊرائيور به پنجاب مان آندا ويا آهن. سنڌ ۾ روزگاري جي حالت اتي پهتي آهي جو شرارت ۽ منافقيءَ ڀريئي انداز سان چيو وڃي ٿو ته نوجوان ڦرون ۽ سرعام ڌاڙن ۾ جنبي ويا آهن. ان حالت ۾ سنڌ جي وفد کي، وفاقي

حڪومت تي زور پيو، ڪيس پڌائڻو آهي ته تيل ۽ گئس جي ڳولا مان پيدا ٿيندڙ ملازمتن تي سنڌي ماڻهن جو حق جائز آهي. ان تي وڏ ۾ وڏ چيو ويندو ته آئين ۾ اهڙي گنجائش ناهي. ان جي جواب ۾ فقط فيڊرل ليجسليٽو لسٽ. ڀاڱو ٻيو جي اسم (٨) کي ڇاڻائي سگهجي ٿو جنهن ۾ چيل آهي "هڪجهڙايون رکندڙ معاملا يا ڪنهن به معاملي سان لاڳاپيل ڳالهه/ شيءَ کي هن حصي ۾ آڻي سگهجي ٿو." هيءَ اهڙي همه. گير شق آهي جيڪا فيڊرل ليجسليٽو لسٽ جي ساڳي ڀاڱي ٻئي جي اسم (٢) هيٺ روزگار ۽ تيل ۽ قدرتي گئس سان لاڳاپيل معاملن تي سنڌ جي حق کي جائز قرار ڏيندي.

ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت جي سوال تي سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان صوبن مان گذريل ڪئي سالن کان ڏاڙ. گهوڙا ٿيندي رهي آهي، پر تازو ئي خبر پئي آهي ته واپڊا ايجا به هن اسڪيم کي ڏاهڻ جي تيارين ۾ آهي. نه فقط ايترو پر اخبارن ۾ ميڊيا جي ٻين وسيلن تان هن اسڪيم جي حق ۾ عام راءِ هموار ڪرڻ واسطي مهم هلائي پئي وڃي. تربيلا ۽ منگلا ڊئم اڳ ئي قدرتي ماحول کي هاڃو رسائي چڪا آهن، سنڌوءَ جي ڊيلٽا واري علائقي ۾ ساوڪ تباهه ٿي آهي ۽ سنڌ جون زمينون سم ۽ ڪلر وگهي برباد ٿي رهيون آهن. تربيلا ۽ منگلا ڊئمن جي ان سڌي هاڃي جي نقصان تي ته انهن ماڻهن جا اڏيندڙ به هاڻ اختلاف نٿا ڪن. ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت سنڌ جي معيشت ۽ ماحول جي توازن کي مڪمل طرح تباهه ڪندي. هن ڊئم جو وڏو اثر هي ٿيندو ته مٿئين حصي ۾ زمين ۽ جهنگلي جيوت ناس ٿيندا، ۽ هيٺ پاڻي، لٽ ۽ زرخيزي تباهه ٿيندا. ماحول، زمين ۽ درياءَ تي اُبتن اثرن سان گڏ، اهڙو ڪوبه فائدو نه ٿيندو، جنهن تي واپڊا بيشرم سان ڳٽ ڏئي، ڊئم جي فائدن جو پرچار ڪري رهي آهي. ان طرح سنڌ جي وفد تي لازم ٿو بڻجي ته ڪائونسل اڳيان پوري قوت ۽ محڪم ارادي سان پنهنجي ڳالهه رکن ته توڙي جو ڊئم جي اڏاوت منجهان پنجاب کي ڪي فائدا رسندا پر سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي عوام جي خواهش کي طاقت ۽ اختيار جي ٻل تي چيپاٽيو نه وڃي. ان اڳ ئي ماڻهن ۾ بي آرامي ۽ پريشاني کي وڌايو آهي، ان ڪري اصل هي وقت آهي ته ڪالاباغ ڊئم جي پوت کي وسيع قومي مفادن خاطر دفن ڪيو وڃي.

قومي مالي ڪميشن جي گڏجاڻي به سنڌ لاءِ وڏي اهميت واري آهي. قومي مالي ڪميشن پنهنجي اڳوڻن فيصلن ۾ سنڌ کي هر قسم جي حصي کان محروم رکيو آهي. ان حد تائين جو مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي به سنڌ کي سندس آبادي جي تناسب جي نالي ۾ حقداريءَ واري حصي کان محروم ڪيو.

هاڻوڪي سڄي سياست جي جنڪشن، سن جو ننڍڙو شهر رهيو آهي. قومپرست توڙي ترقي پسند سياست جي گاڏي، ان جنڪشن وٽان هڪ ڀيرو ضرور گذري آهي.

اڄ تائين، سيد جيڪو سفر ڪيو آهي، اُن ۾ سنڌ قوم ڪيس ڏاڍو ٿڪايو آهي. سيد جي ڳالهه ۾ به اهي آثار موجود آهن. جنهن ماڻهو پنهنجي ان سڌ مان اُتساهه ورتي، وڏي شوق سان پاڻ کي جدوجهد جي ڀوهي ۾ وڌو هو ۽ "جيها جي تيها، سي مون مارو ميجيا." سو اڄ سنڌي قوم تي ڪاوڙون سٽي ٿو، ۽ سنڌس فيصلن سان اتفاق نٿو ڪري- هاڻ ته گار جي ناڙي لايو ويٺو آهي،

پر ان سان سيد جي، دوست هئڻ واري درجي ۾ گهٽتائي نٿي اچي. هن شخص، سنڌ ۾ روشن خيالي ۽ دليل جي اهڙي واٽ کولي وڌي آهي، جنهن سنڌس لاءِ به ڪجهه ڏکائيون پيدا ڪيون آهن. پر قومي، انساني، جمهوري حقن ۽ ماڻهوءَ جي احترام لاءِ ٿيندڙ جدوجهد کي تقويت ملي آهي.

سيد کي ذاتي طرح مختلف موقعن تي سنڌس اختيار ڪيل موقفن سان اختلاف ڏار ڳالهه آهن، پر تاريخ جي Process (عمل) ۾ سيد جي مرتبي کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. انهن ۽ ٻين ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ به وقت ڪري رهيو آهي. سيد جي سياست سان بنيادي سانحو هي آهي ته، هو ڳالهه ته سنڌ جي آزادي جي ڪري ٿو، پر سنڌس عمل تي علي محمد راشدي جي ڇاپ آهي. سيد جي سياست تي ڇاپ ڪنهن جي به هجي، پر هن جي عملَ ۽ فڪر ۾ چڱاين جو خاصو مقدار آهي. هن شخص، سنڌ ۾ بنياد پرستي کي جيڪو ڌڪ هنيو آهي، سو ئي رانجهو لکن جي مٽ آهي.

ڪوبه ماڻهو زندگي ۾ فقط هڪ ئي وڏو ڪم ڪندو آهي. سيد اُهو ڪيو آهي. باقي ڪم باقي ماڻهن لاءِ ڇڏيل آهن!

خميس ١٧- جنوري ١٩٩١ع. جاڳو

# اختلافن جو قاتل طلسم

سنڌ جا لڳ ڀڳ سمورا ماڻهو هڪ ٻئي سان اختلاف رکڻ جي عياشي، وڏي پيماني تي ڪري رهيا آهن. سياسي ماڻهن جا پاڻ ۾ شديد اختلاف آهن. سياسي ڪارڪنن جا اختلاف ايڏا آهن، جو دليل ۾ هڪٻئي کي گولي هڻندي به ويرم نٿا ڪن. عام مسڪين ڳوٺاڻا، عورتون ۽ هاري ناري، پاڻي جي واري تي، گهٽي مان گذرڻ تي، ٻارن جي جهيڙي تي، به تي رپيا ڏنل اوڌر گهرڻ تي، ايستائين جو مٽيون مائٽيون ڪري سنگ ڳنڍڻ جو ڪم به انڪري پيو ٿئي ته جيئن هڪٻئي سان اختلاف پيدا ڪرڻ جو ڪو بهانو ٺاهجي.

نظرين ۽ مقصدن جي نالي ۾ دوستيون پيا وڌايون ته جيئن سياڻي هڪٻئي جا پڪا پوري دل جي سچائي سان لاهجن، ۽ ايڏي ترنم ۽ رواني سان هڪٻئي خلاف ڳارگند ڪريون جو راڄ ڏسن. گلائون ڪرڻ ۽ پريٽ هڪ ٻئي کي لوٽڻ اسان جي اضافي لياقت آهي. گلا، گارگند ۽ غيبت، جي دائرن ۾ ڪوشش ڪري هڪٻئي جا ڪٽنب، ويڙها، پيڙهيون، شجرا، ذاتيون، شهر، ڳوٺ، اُتر سنڌ، وچولي ۽ لاڙ کي به شامل ڪري ڇڏيون ٿا. فلاڻو انڪري خراب آهي، جو فلاڻي ذات، ڳوٺ ۽ ضلعي جو آهي. رڳو ايترو ناهي ته گلائن جا اسان جا ميزائيل فقط ڏور مار ڪندڙ آهن. ويجهو، گهر- گهر سان گڏ وارا ميزائيل به هميشه تيار آهن.

ان طرح اسان سنڌين جي هڪٻئي ڏانهن شخصي توڙي ذات، ڳوٺ، شهر ۽ علائقي تائين "پرڏيهي پاليسي" خراب آهي. قوم هڪڙي، ٻولي به ساڳي، تاريخ ۽ جاگرافي به هڪ، مرڻ جيئڻ به اتي- پر پنهنجو پاڻ ۾ نهون ڪونه. جيڪڏهن پڙهيل لکيل ۽ سڌريل آهيون ته ان جو عڪس ۽ اسان جي دشمنن ۾ موجود هوندو. ذهين ۽ هوشيار آهيون، ته اها صلاحيت به اتي ئي خرچ ڪرڻي آهي. اتي جو اتي ته نهيو، پر جي ولايت جي ڪنهن ملڪ ۾ آهيون ته اُتي به پاڻ ۾ گڏ نه هجبو. رب پاڪ ڇا ته عجب مخلوق ناهيو آهي، اسان کي؟ اختلاف جو ايڏو مقدار ڪهڙي قوم موجود آهي. دوربينيون کڻون، هوائي جهازن ۾ چڙهي چڪر هڻي دنيا گهمي اچو- دنيا جي ڪا قوم نه ڇڏيو. ريل ڳاڏين ۽ چڙهي پنجاب، ڪشمير، سرحد ۽ بلوچستان به گهمي اچو پر سنڌين جهڙي قوم ڳولي ڏيکاريو، جنهن وٽ ايڏو جهجهو اختلاف، ايڏي پنهنجو پاڻ ۾ دشمني موجود هجي. ٻيون قومون اسان کان شاهوڪار هجن توڙي غريب- ٻنهي ۾ مخياري آهيو. ڳولي ڏيکاريو!

اها اسان جي سڀ کان وڏي عياشي آهي. وقت گذارڻ جو اعليٰ ترين طريقو. هيءَ اسان جي ڪلاڪن، ڏينهن ۽ هفتن جي فلم ناهي. سالن ۽ جڳن کان اسان پنهنجي ڏن جا پڪا ماڻهو، اختلافن جون سڀ معراجون ٽپي ويا آهيون ۽ هاٿي پولارن تائين پهتا آهيون. پولار ته پولار ئي هوندا آهن. انهن جو انت ۽ ڇيهه پاڻ کي هٿ ڇو اچي؟

علم ۽ ڪتابن جون ڳالهيون آهن، ته اختلاف ڪرڻ تمام ضروري آهي. فرانس جي هڪ مهان ليکڪ والٽيئر چيو هوته هو ماڻهو جي اختلاف واري حق لاءِ جهيڙيندو رهندو. مطلب ته اختلاف ڪرڻ جو حق، بنيادي انساني حقن منجهان هڪ آهي. گڏيل قومن جي انساني حقن واري پڌرنامي ۾ اختلاف ڪرڻ جي حق کي اُتم ۽ اوچو مرتبو آهي. ۽ اسان، ڏسو ڪيڏا عظيم آهيون جو هوڏانهن علم، ڪتاب، حقن جا پڌرناما اجا هاٿي پيا لکجن ۽ مچائجن. اسان وٽ حق ٻق جو معاملو ڪونهي- پاڻ ته مجسم اختلاف آهيون. دليل، گارگند، گلا، ڪهاڙي ۽ ڪلاشنڪوف تائين اسان پنهنجي انَ سهولت جي حفاظت لاءِ سدائين تيار رهيا آهيون. ڪو ٻڌائي اسان ڪڏهن ان ۾ گُتا آهيون. راڄن جا جهيڙا، ايف آءِ آرون، سياسي جلسا، بيان، تحريرون سڀ جا سڀ اسان جي ان عظمت جا ساکي آهن.

دنيا پنهنجي ان، اختلاف واري حق تان گهٽي ياڳي دستبردار ٿي رهي آهي. عالمن، اسڪالرن، اديبن، دانشورن، سياستدانن، فلاسافرن هڪٻئي جي نقطءِ نظر سان اختلاف ظاهر ڪري، پنهنجن قومن ۽ عالم انسان جي اڏو آندا. مباحثا ۽ مناظرا ٿيا. اسان خوش پئي ٿياسين ته ڇاڻ وڙهيا- ڇاڻ مزو ٿيو. پر مزو ڪونه ٿيو. ڪيئي قومون پنهنجن اختلافن مان سکي، ترقيون ڪري، خوشحاليون ماڻي ويون. دنيا جي علم، ادب، واپار، صنعت، سائنس ۽ معيشت ۾ اختلاف ڪري، تجربا ڪري، قاعدا، قانون ۽ اُصول نـاهي بس ڪٽي ڪيائون. يا وري هيئن ڪيائون جو پراڻا اختلاف ڦٽا، ڪري نيون نيون ڳالهيون آڻي، انهن تي اختلاف ڪري وري ڪن نتيجن تي پهچيو وڃن. ڏسو جو ڪٽي ته انگريز ٻه سڀ پاڻ ۾ نـهيا وتن. فرنيچ، آمريڪي، جپاني قومون پاڻ ۾ نـهي ويون. هنن وٽ ته سيد ۽ ٻروچ جو جهيڙو، نه سمن سومرن جا تڪرار، سڀ هنن جا چانديا توڙي مگسي هڪٻئي سان گڏ.

اسان پاڻ کي اهڙو ڇو بڻايون. اصل ۾ اسان جي ۽ ٻين قومن جي اندروني اختلافن جا ڊوميسائيل ڌار آهن. هو اختلاف ڪن ٿا ڳولا ۽ جستجو جي پنڌ تي. انسان جي ارتقا تي هڪ سائنسدان پنهنجن تجربن جي بنياد تي ڪي مفروضا سامهون آندا. ٻئي وري ٻي ڳالهه ڪئي ۽ ٽئين اچا نرالي. انهن اختلافن کي سهيڙڻ جي نبيري لاءِ وري ادارا قائم ٿيا. اسان وانگر اختلاف نه ڪيائون، جو سٽڻ هجي ته اڳٽ وجهڻ واري جاءِ نه هجي. پاڻ اختلاف، نبيري ۽ نتيجي

لاءِ ڪونه ٿا ڪريون. هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻي آهي. ٻئي کي مات آئي ته ڄڻ زمين جا سؤ ايڪڙ ملي ويا. تويي نراڙ تي ڪري هلبي.

ايئن اسان جا پيا سڀ ڪم ڪاريون آڌ ۾ رهيا پيا آهن- پر اسان پنهنجي ان عظمت تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار ناهيون. اها هڪڙي ئي ته خوبي آهي، جنهن اسان کي ٻين کان نرالو ڪري بيهاريو آهي.

لڳي ٿو ته پاڻ ڪنهن هندستاني ڊئريڪٽر جي فلم جا ڪردار آهيون، ۽ مارڌاڙ واري فلم جا سورما. فلم ڏسو ته ڪو ٻيو ڏنڊو نه ڌاڙي. رڳو ٻين جا ۽ گڏو گڏ پنهنجا ڪم ڦٽايون ويٺا آهيون.

اسان جي قومي وجود جو ڄڻ ته بنياد ئي، ان نه نبرڻ واري اختلاف تي آهي. باقي جيڪي ڳالهيون آهن، جيئن ترقي، ايڪويهين صدي جون تقاضائون، قومي سلامتي، معاشي ترقي، سياسي آزاديون، پنهنجي قومي وسيلن تي اسان جي پنهنجي مالڪي، سنڌي تهذيب ۽ تمدن ۾ جدت، نواڻ ۽ عالمي برادري سان گڏجي هلڻ، سڀ ڳالهيون جيڪڏهن اسان جي ايجنڊا تي آهن به، ته اسان واري روايتي اختلاف جون شڪار ٿيل آهن- اڻ سهائپ جي ور چڙهيل آهن.

نتيجو هي آهي ته سياسي نظام اهڙو جيڪو اسان نه ٺاهيو آهي. معاشي سرشتو به اهڙو جنهن جي بنياد ۾ اسان هڪ سر به نه رکي آهي. اسان ان ۾ پورا نه جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهو لاءِ ڪو رايو قائم ڪيوسين ته ڄڻ نئين ڪنهن مذهب ۽ عقيدي کي ايجاد ڪيوسين- ۽ ڪڏهن اهو رايو بدليو ته دل جي ڪعبي ۾ رکيل، سجايل ۽ سينگاريل بت ڀڃڻ ۾ دير به نه ڪبي. وري نوان ئوان بت- وري ٻيون عبادتون.

اسان ڪڏهن به منظم نموني توڙي ذاتي طرح هڪٻئي جون چڱايون ڳولڻ کان اپاهج ٿي چڪا آهيون. آخر اسان به ٻين وانگر انسان ئي آهيون- اسان ۾ به ڪجهه ته، ڪي نه ڪي چڱايون ضرور هونديون- پر جي انهن جي ڳولا ئي نه ڪبي، ته اهي رکيئي رکيئي خراب ٿي وينديون. تاريخ ۽ ادب ۾ ڪيئي سال اڳ هٿ ڪيل ڪي ٻه ٽي چڱايون، ڪي ماڻهن سنئون ماڻهو بڻائڻ جهڙا ٻه ٽي قدر ۽ آدرش ڪنهن سياڻي ڳنڍ ٻڌائي ڇڏيا ته هريڙ ليندڙ ڪوئي وانگر پساري ٿيا ويٺا آهيون ۽ دنيا کي مرضن ۽ بيمارين جا ڏس پيا ڏيون.

ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي ته اختلاف ڪرڻ جو اهڙو نظام ٺاهيون جنهن جون سڀ واٽون اهڙي هنڌ تي اچي گڏ ٿين جيڪو اسان کي عزت احترام سيکاري ۽ گڏيل عمل لاءِ تيار ڪري- ۽ جيڪو ان نظام جو حصو نه ٿئي، سو سنڌ جو حصو ٿيڻ کان به رهجي وڃي.

جمع ١- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

# سياسي ڪلچر ڇو ۽ ڪنهن خراب ڪيو؟

هاڻوڪي حڪومت پيپلزپارٽي کي ٽوڙڻ، نهوڙڻ، ختم ڪرڻ جو پڪو پهه ڪري ڇڏيو آهي. پ پ وارا گنهگار، ڏوهاري، قاتل ۽ هزارين قصورن جا قصوروار آهن. هي ڪو مفروضو ناهي. هڪ اصول، هڪ قانون ۽ ازل جو لکيو آهي، جنهن تي حڪومت عمل ڪري رهي آهي. سيد قائم علي شاهه ۽ ٻاويهن ماڻهن کي قتل ڪرڻ واري ڪيس جو ڏوهاري بنايل آهي. پڪي قلعي تي پوليس آپريشن جو ليکو هنن کي لوڙڻو آهي.

سڄو ملڪ ڇا، سڄي دنيا هي تماشو ڏسي رهي آهي. چونڊيل ماڻهن جي هيڏي وڏي تعداد سان ههڙي حالت شايد ئي ڪٿي ٿي هجي. جنرل ضيا جڏهن پيپلزپارٽي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن خلاف رياست جي سيني طاقتن جون رسيون ڪولي ڇڏيون هيون، تڏهن اُن وقت اها ٽيڪنيڪل رڪاوٽ نه هئي ته پ پ عوام جي چونڊيل آهي. اها رڪاوٽ به هن پاڻ ختم ڪئي هئي، جڏهن پهرئين چونڊيل وزيراعظم جو تختو اونڌو ڪيو هئائين. هينئر ته پ پ پ جا ايم اين اي، ايم پي اي ۽ ڪارڪن آهن جيڪي جمهوريت جي "موجودگي" ۾ قانون ۽ انصاف جي نانءَ تي جيلن ۽ عدالتن ڏانهن ڇڪيا پيا وڃن.

هڪڙو وقت هو جڏهن هاڻوڪو وڏو وزير ڄام صادق علي پاڻ هن "ڏوهارين" جي لڏي ۾ شامل هو ۽ مٺس حرن جي قتل جو ڪيس هو. اڳئين ڀيري پ پ پ حڪومت جي خاتمي کانپوءِ ڄام صادق لاءِ ملڪ جي زمين سوڙهي ٿي وئي هئي ۽ هن تان سنڌ جو داڻو پاڻي حرام ڪيو ويو هو. ڄام جهڙو ٺاٺ باٺ وارو، يار ويس، هرڪنهن سان لاڳاپا ناهي هلڻ وارو هي ماڻهو هتي نه رهي سگهيو. تڏهن ڪا سياست، ڪا اٽڪل ۽ ڪوبه بهانو ڪو نه هو، جنهن سان ڄام صادق علي آزاديءَ سان هن ملڪ ۾ رهي سگهي ها. اڄ ساڳيو ڄام آهي، جيڪو سنڌ جي داڻي پاڻي جو مالڪ آهي، ڪنهن جي به آزاد زندگيءَ تي گهات هڻڻ جي طاقت رکي ٿو ۽ ڪنهن لاءِ به زمين تنگ ڪري سگهي ٿو. واقعي وقت هميشه ساڳيو نه هوندو آهي.

پر اُن جي وقت ڄام صادق علي ملڪ ڇڏي ويو. ڇا جلاوطني جي نالي ۾ سياسي ساک نه ناهڻي هئي ۽ لنڊن جا مزا نه وٺڻا هئا- ۽ اُهي مزا پ پ جي گذريل حڪومت ۾ نه ٿورا ڪي گهٽا وڌيا نه سهي پر هاڻي ته انهن جي ڪا حد ئي ناهي. ۽ سنڌ جا عام ماڻهو، سياسي ڪارڪن، مخلص قومپرست ۽ ٻيا ٿيان سڀ ڦوڪٽ ۾ عذاب ڀوڳي رهيا آهن. هينئر ته ماڻهو ويچارا فقط جنرل ضياءَ واري ننگي ڏاڍ ۾ ئي ناهن پر روحن ڪي نه نانگ بچائجي ويا آهن. ڄام صاحب ڪي جيڪڏهن ماڻهن کان پنهنجو سڳ ڇنڻو هو، ته ان کان اڳ رياض ڪنڻ جي کهڙي ضرورت هئي. هينئر وڏو وزير جيڪو نفعو ڪمائي رهيو آهي، سو اڳ ۾ ڇو زيان ڪري رهيو هو. ڇا هو پنهنجي ويجهي ماضي جو ايئن ئي مخالف آهي جيئن اڄ پ پ وارن جي خلاف پڙ ڪڍي بيٺو آهي. ڇا هو پنهنجي ماضيءَ کان انڪار ڪري، ماضيءَ کي سزا ڏيڻ جو سوچي سگهي ٿو؟

قانون ۽ انصاف جون جيڪي تقاضائون پوريون ڪيون پيون وڃن انهن جي ساک کي ٻيا ڇڏيو، خود ڄام صاحب ڇا ٿو سمجهي؟ هي سوال ڄام صاحب کان ٻئي ڪنهن جي پڇڻ جو آهي ئي ڪونه- ڇو ته جڏهن ڪو ٻيو سوال ڪندو آهي- تڏهن جواب ڏيڻ واري لاءِ عزت ۽ انا جو مسئلو بنجي پوندو آهي. ليڪو ٻين کي ڏيڻو ئي ڪونهي. پاڻ سان پاڻ وهنوار ڪرڻو آهي. جيڪو وهنوار پاڻ سان ڪجهي اهوئي ٻين جي نه سامهون آندو وڃي ته پوءِ ان ايمانداري ۽ سچائي سان ڪو جهيڙي ۽ تڪرار ڪرڻ وارو هوندو ئي ڪونه.

پر هي مسئلو رڳو ڄام صادق علي ۽ پيپلزپارٽي جو ناهي. اسان کي پيپلزپارٽي وارن جي طرفداري ڪرڻ ۾ ڪا خوشي نٿي ٿئي. هنن تي نه هزار تنقيدون آهن. هي نه لڪير جا فقير آهن. هن ملڪ ۾ اقتدار جنهن کي نصيب ٿئي ٿو، اُن جا باقي نصيب ڦٽي ٿا وڃن. گهٽا گدار ڪڏهن نه مٽ ۾ نه ماپندا آهن.

اسان کي رڳو هن ملڪ ۾ جمهوريت جي آئيندي جو فڪر آهي. حال سان مصلحتون انڪري ڪبيون آهن ته جيئن مستقبل چڱو ٿئي. ماڻهو جيڪي نه موجود آهن، انهن جي نسلن کي آئيندي ۾ گذارڻو آهي. سنڌ سان جن ماڻهن ڦٽايو، تن جا نسل خراب ٿي چڪا آهن. اڄ انهن کي سياسي طرح ڪو بحال ڪرڻ وارو ڪونهي. ڪنهن کي زوري پاڻ بحال ڪرائڻو آهي ته ڪيس مخصوص ايجنسين جو سهارو وٺڻو پوي ٿو. ۽ اهو مشروط اقتدار ايئن آهي، جيئن پاڙي جا گوريلا هوندا آهن. فلاڻي کي لٽ هڻڻ، فلاڻي کي قتل ڪرڻ، فلاڻن کي

ڪيسن ۾ ڦاسائڻ جو هي يا هي انعام آهي، هيترو معاوضو آهي، پوءِ پلي اهو معاوضو اقتدار جي ڪنهن گادي جي شڪل ۾ ڇونه هجي.
هن قسم جي قصن جو خراب اثر سڌو سنئون ماڻهن تي پوندو. پ پ وارن پنهنجي اقتدار جي ڏينهن ۾ سياسي فضا کي ڇڱو خاصو ڪشادو رکيو هو. اها ڪشادگي پوءِ هنن کي ڳچي ۾ به پئجي وئي هئي. پر هن جو مقصد هي به ناهي ته قائم علي شاهه ۽ آفتاب ميراڻي جي ناڪام مسڪيني جي جاءِ اهڙي هستي والاري جو ملڪ ٿي اڙجي پئي. پ پ پ وارن کي انفرادي طرح جيڪي تڪليفون ۽ اهنج پهچي رهيا آهن، سو ڄام صادق علي جو انتقام ڪونهي. ڄام کي هنن کان ڪهڙي اوڏر وٺڻي آهي. هيءَ ته ايم ڪيو ايم ۽ نوازشريف جي اوڏر آهي جنهن جي وصولي ڄام جي هٿان ڪرائي پئي وڃي،
هي رڳو پ پ پ جي قيادت کي پريشان ڪرڻ جو مسئلو ناهي، مسئلو ملڪ جي سياسي ڪلچر جو آهي. جيڪڏهن انتقامي ڪارروايون ٿين ٿيون، ته ان سان فائدو ڪوبه ناهي. غيرتمند تشدد سهندڙ، تشدد ڪندڙ کي رڳو ايترو چوندو آهي ته "ايترو مار جيترو پاڻ سهي سگهين."
گڏوگڏ هن وقت ملڪ جهڙي نموني هلي رهيو آهي، ان جو مثال ته سمي ڏنو نه سومري. هينئر امن امان جي بحالي جي نالي تي مڪمل پوليس راڄ قائم آهي. نه ڪنهن جي ٽوپي سلامت آهي ۽ نه لڄ. مثال روز پيا اخبارن ۾ اچن.
۽ ڏسو: اڄ دنيا اُها ناهي جيڪا ويهارو سال اڳ هئي. گلم جا سنبي ٽوبچي ناڪامين ۽ نامرادين جو ڏس ايندا آهن. اڄ سموري ڌرتي ٽتل آهي. پلي ان تپش کي محسوس نه ڪجي، پر ترڙڪندا سپ ائين جيئن ڦلا ترڙڪندا آهن. تنهن ڪري هينئر به معقوليت جي ضرورت آهي. جڏهن بدمعاشيون ڪرڻ جا به معقول طريقا آهن ته پوءِ نامعقول طريقن سان اهو ڏنڊو ڇو ڪجي؟

## ڄام صادق علي جون تاريخ ۾ ٺهندڙ ماڙيون

سائين:- توهانِ کي بخوبي معلوم آهي ته سنڌي قوم توهان جهڙي عاليشان، وڏي حسب نسب واري سخي داتا شخص منجهان خوش ڪانهي. قوم ڇري آهي يا سندس ناراضگي جا ڪي مناسب ڪارڻ آهن، سو فيصلو ته وقت ڪندو- پر هيءَ حقيقت آهي ته قوم توهان منجهان خوش ڪانهي.

توهان الائي ڪهڙي ايري حال ۾ آهيو. وڏ- وزارت جو نقاب اوهان کي ڍڪيو ڪري رهيو آهي، الائي سڪيو، پر هيءَ قوم ڇري توهان جو ڍڪ معلوم ڪرڻ لاءِ تيار نٿي ٿئي. هي به پتو ناهي ته توهان جو ظاهر ۽ باطن قوتن سان اتحاد ڪيو آهي، تن اوهان جي سڪ- سهنج جو ڪو خيال رکيو به آهي الائي نه. قوم، سمجهي وينئي تي توهان پاڻ کي سڪيو ڪري ڪيس ڏول ۾ ڏئي ڇڏيو آهي. ڏسو: قوم پنهنجي سوچڻ جي انداز ۾ ڪيڏي نه هڪ طرفي آهي. پر ڄام صاحب توهان وڏا ماڻهو آهيو- هن ننڍڙي قوم جي ڳالهه دل ۾ نه ڪجو. هن قوم ڪيئي ماڻهن کي اهڙو ناراض ڪري ڇڏيو آهي، جو انهن جون پيڙهيون به قوم سان ريجهڻ لاءِ تيار ڪونهن. قوم کان انهن ناراض ليڊرن جا پونير به انتقام وٺڻ لاءِ واجهه وجهيو وينا آهن ۽ شل نه ڪو سنڌين جو دشمن ڪين ڳنڍجي وڃي. نڪ، ياري پڪي.

ڄام صاحب! سنڌي قوم تي ناراض ماڻهن جا ڪيئي قسم آهن. هڪڙن جي ناراضگين جا ڪارڻ بنهه معمولي، تمام ٿورا ۽ ليکي ۾ آڻڻ جهڙا ڪونهن، تڏهن به اُهي قوم تي ڦوڪيا وتن. هڪڙي پلي ماڻهوءَ چواڻي هڪڙا ماڻهو ڪنجين جو ڇڳو سڄي هٿ سان ڪٺي پنهنجي ڪِي هٿ جي ويجهو رکي، قوم ۾ مسلسل گهور ڪري داد وٺڻ لاءِ نهارين ٿا. هاڻ اها به ڪا داد ڏيڻ جي ڳالهه آهي. پر هو سمجهن ٿا ته سنڌين لاءِ اهڙو ڪم ته دريا خان، مخدوم بلاول، هوشو ۽ هيمون به نه ڪري سگهيا. هنن جي ان عظيم ڪم جو مثال ته موهن جي تهذيبي ورثي کان اڄ تائين ڪنهن نه ڪيو آهي. توهان دنيا

ڏني آهي. وڏا جاٺوگر آهيو. اها به ڪا داد وٺڻ جي ڳالهه آهي. پر جيڪو ماڻهو به سمجهي، تنهن کي قوم ڇا ڪري يا اوهان ڇا ڪريو. توڙي جو توهان هن قوم جا حاڪم ۽ سنڌ جا وڏا وزير آهيو.

قبلا سائين! هڪڙا ٻيا ماڻهو آهن، جن زبان سان سنڌ سنڌ ڪري، سنڌ کي پنهنجي ڪانگيري سان تپائي ڪنيو آهي. سنڌ رڳو ويٺي هنن جي وات ڏي ڏسي، ته ڪڏهن ٿا بس ڪن ۽ ڪڏهن ٿا ساڻ حالي احوالي ٿيون. پر همراهه حالي احوالي ٿيڻ لاءِ تيار ڪونهن. هنن کي پنهنجو ڪانگيرو، پنهنجو آواز پنهنجي ڳالهه، پنهنجو راڳ چئوس يا رينگٽ سڀ کان پيارو آهي. هنن جون زبانون واڻديون ڪونهن، تنهنڪري اکين ۾ شڪايتن جا مڻ ڪٽي گهمي رهيا آهن. هي ماڻهو ٻيون ڳالهيون اکين سان ڪندا آهن ۽ اکين سان چون ٿا ته ڏسو هن قوم ۾ اسان جي ڪيڏي بيقدري آهي. اسان جون زبانو سنڌ.... سنڌ ڪندي ٿڪجن ڪون ٿيون ۽ سنڌ اسان کي پڇي به ڪان ٿي. توهان ئي فيصلو ڪريو ته سنڌ هنن سان ڇا ڪري. هي حال احوالي ٿيڻ لاءِ تيار ڪونهن. سنڌ جي پنهنجي ڳالهه ٻڌن ڪون، سنڌ جي سورن کي به تفصيل ۽ گهرائي سان سمجهڻ لاءِ تيار ڪونهن. آهن به سچا. هنن جي نيت تي به شڪ ڪرڻ جائز ڪونهي پر هنن جي سمجهه جا ڪتورا ايترا آهن. تمام ننڍڙا، اصل جهڙا رانديڪا. ٻڌايو ته سنڌ هنن جو ڇا ڪري؟

سائين قبلا! هڪڙا ٻيا به آهن. جن سنڌ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڪيو آهي. سنڌ هنن کي اوتري ميجتا به ڏني آهي، جيترو هنن جو پورهيو آهي. پر هي اوتري ميجتا تي راضي نه ٿا ٿين. هي چون ٿا ته جيڪڏهن سنڌ کي چار آنا ڏنا اٿن، ته سنڌ ڪين رپيو ڏئي ڇڏي. توهان ٻڌايو ته ائين ڪو ٿيندو آهي ڇا؟

هڪڙا وري اچا ئي ٻيا ماڻهو آهن. جن سنڌ جي نالي تي ڌاڙا هنيا آهن. سياسي ڌاڙا ته جائي پائي جا ڌاڙا به. هنن ته اصل حد ڪري ڇڏي آهي. سنڌ جي نالي تي وزارتون ۽ عهدا به ماڻين ٿا ته ماڻهن کي قرض جا دڪان به کوليا رکيا اٿن. ڪن هي ۽ لکيو لوڙي سنڌي قوم پاڻ، گهڻ هنن به نه ڪئي آهي. آهن هي به عظيم. قوم، پنهنجو سڄو وجود قربان ڪري به هنن جا اهي ٿورا لاهي سگهڻ جي لائق ناهي، انڪري هنن کي به غداريون ڪرڻ جو لائسنس مليل آهي. هي سمجهن ٿا ته قوم مسڪين آهي ۽ هنن جا اهي وڙ، لاهڻ جي

سگهه هن مولائي قوم ۾ ڪانهي، تنهنڪري ڏينهن رات هڪ ڪري غداريون ڪيون اٿن.

- قبلا ڄام صاحب! توهان به هن وقت قوم جي تاريخ ۾ پنهنجون خاص جايون جوڙائي رهيا آهيو. سنڌ جي تاريخ ۾ توهان لاءِ به پلاٽ جي الاٽمينٽ ٿئي پئي. توهان تمام باخبر آهيو، تنهنڪري شايد ڏسي وائسي پنهنجي جاءِ پيا جوڙايو. توهان کي تاريخ جا بنگلا ۽ ماڙيون مبارڪ، پر ڪجهه گذارشون هن قوم جي پاران به ٻڌو:

سنڌي هڪ نيازمند قسم جي قوم آهي. هھڙي قسم جي ڪٺي، ورلي ڪا هجي. انڪري هيءَ ٻولي به نيازمندي جي سمجهندي آهي. ٻي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ڀلي ڪو لائوڊ تي ڳالهائي يا پنهنجي زبان سان سنڌين کي ڏينيو بچائي- پاڻ کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه ايندو. هينئر توهان سنڌ ۾ امن امان قائم ڪرڻ جي پنهنجي واعدي کي وفا ڪرڻ لاءِ سنڌين کي رينجرز ۽ پوليس قسم جي بلائن حوالي ڪيو آهي. نه امن امان ٿو قائم ٿئي ۽ نه هنن چيلاٽن جي ڏنگن منجهان ٿي جند ڇٽي. توهان سنڌين جي وزارتن جي جيڪا ونڊ ورڇ ڪئي آهي، تنهن تي پتو ناهي، توهان جو پنهنجو اندر ڪيترو ٺريو آهي. پر سنڌي سمجهڻ تي مجبور ٿيا آهن ته سنڌ، ڪجهه وزارتن تي هٿان پئي وڃي. جي ٿا سنڌي ڪا هلچل يا تحريڪ هلائن ته ڪاري ڏاند جا پوتار اڇي ويهي رهندا. پوءِ ساڳيو توهان پاڻ ويٺا چوندا، ته ڏسو ڪيڏو غلط ڪم ڪيو اٿو. پر صاحب! پتو ناهي توهان سنڌي اخبارون پاڻ الائي پڙهو ٿا يا نه. توهان جا ماتحت چون ٿا ته اخبارن جون رڳو اهي خبرون، ڪٽي توهان جي اڳيان رکيون آهن، جن ۾ توهان جو پنهنجو ذڪر مبارڪ ٿيل هجي. قبلا جي ائين آهي ته پوءِ سنڌي ماڻهو هي سمجهڻ تي مجبور ٿيندا ته ڄام صادق علي، اُهو ماڻهو آهي، جيڪو لفظ پاڻ کي ئي سنڌ سمجهي ٿو. جي توهان واقعي سنڌ ٻڌجي پئو، ته اسان جون ته اکيون ٺڏيون، پر سائين سنڌ ته ڪشمور کان ڪيٽي بندر تائين پکڙيل آهي ۽ ان وچ ۾ سندس حصو حصو وڍيو پيو آهي. ڪٿي لاش نه پهتا آهن؟ ڪٿي اغوا، ڌاڙا ۽ قتل نه ٿيا آهن؟ ڪٿي بيروزگاري ۽ بدحالي ڪانهي؟ ڪٿي سنڌ جي وسيلن تي قبضا نه ٿيا آهن؟ ڪٿي ماڻهو سرڪاري ملازمتن مان بيدخل نه ٿيا آهن ۽ ڪٿي عصمتون نيلام نه ٿيون آهن؟ جيڪڏهن توهان جهڙو، پنهنجو پيو

کھڙو سچڻ ٿيندو، پر جي ائين ناهي ته ڪيئين. ڪشمور سب چيف منسٽر هائوس جي اندر آهن ته ليکو ئي ڪونهي.

توهان حق ۽ سچ تي ناهيو، ته پوءِ ڇو ٿا سنڌ جي پينگ ڪريو. پيپلز پارٽي جو بدلو سنڌين کان ڇو ٿا وٺو. صحيح يا غلط جيڪڏهن اُها سنڌين کي پاڻ سان ريجهائڻ ۾ ڪامياب وئي آهي، ته پوءِ ڪرڻ رڳو دشمنيون آهن ڇا ۽ جي توهان حق ۽ سچ تي آهيو، ته پوءِ ايڏي تپي، ايڏي ساهي ڇو ڪنئي اٿو جو سنڌي ماڻهو توهان منجهان سب آسرا اميدون لاهي گهر هليا وڃن ۽ ايڏي دير ٿي وڃي جو پوءِ بيٺا ماڻهن جا دروازو ڪڙڪايو، ته ڪجهه توهان کي به پڌو وڃي.

جيڪڏهن اسان کي مارائڻو اٿو ته به ڳالهين ۽ دليل سان سمجهائي قائل ڪري ماريو. هيئن بي دليلو ۽ بي دريافتو ڪري نه مارايو. پر جي سنڌين توهان کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪئي آهي، ته به سمجهايو ته صحيح. هرويرو ڇو هيئن پکو ئي ڏار هنيو ويٺا آهيو؟

خميس ٧- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌين کي خانہ بدوش بنائڻ جو پروگرام

سنڌو درياءَ جي پاڻي جي صوبن ۾ ورڇ جو سوال اڄان سوڌو پوئتي رهندو اچي. سيني صوبن سنڌوءَ جي پاڻي تي پنهنجون پنهنجون دعوائون ڪيون آهن. پر هي سوال اهڙو سادو ناهي جيڪو تاثر ڏنو پيو وڃي.

پنجن دريائن جو ديس پنجاب، مرڪزي سرڪار ۾ قطعي حيثيت رکڻ سبب اُتي دنيا جي جديد ترين اريگيشن نظام قائم ڪري چڪو آهي. سمورا دريا هڪ ٻئي سان ڳنڍي ڇڏيا اٿس. هڪ ۾ پاڻيءَ گهٽ ٿئي، ته ٻئي مان پورت ڪئي ٿي وڃي. ان آبپاشي نظام سبب پنجاب جي زراعت، ايڏي ترقي ڪئي آهي جو اُن کي هاڻي صنعت جو درجو ڏئي صنعتي شعبي واريون سهولتون ڏيڻ تي غور ويچار ٿي رهيو آهي. پنجاب جي هن ترقي تي اکيون ٺريون. اتي ٻه پاڪستان جا ماڻهو رهن پيا. ڪين ترقي ڪرڻ جو پورو حق آهي. پر ٻـ ڀاڱ ٿيون لکيو. اسان چئون ٿا ته ليکو ڏيو. ۽ هو ليکي ڏيڻ کان ٽپ جواب ڪڍيو ويٺا آهن. اڃا ٻه آڪرا ٿيو پيا گهمن ڇڻ هنن جا جوابدار اسان آهيون. هفتو کن اڳ خزاني جي وفاقي وزير سرتاج عزيز پاڻي جي ورڇ جو معاملو طئي نہ ٿيڻ سبب اريگيشن جون ڪيئي اسڪيمون رولي ۾ پيل آهن. وفاقي وزير يقينن پنجاب جي اريگيشن اسڪيمن جي ڳالهه ڪئي آهي، جيڪي اڃا ٻه هنن رٿي رکيون آهن. انهن اسڪيمن ۾ خاص طرح سان ٿل پراجيڪٽ ۽ جهلم جي مٿانهن حصن کي پاڻي رسائڻ ۽ ڪالاباغ ڊئم تاهڻ شامل آهن. پنجاب پنهنجي رهيل حصن کي آبپاشي سرشتي هيٺ آڻڻ وارين اسڪيمن تي لاڳيتو عمل ڪندو رهيو آهي ۽ ان لاءِ ڪيس ڪنهن کان اجازت وٺڻ جي ضرورت محسوس نہ ڪئي اٿس. چشمہ جهلم لنڪ ڪئنال ذريعي سنڌو دريا جو پاڻي وهائي وڃڻ ۾ اسان جي هم وطن پنجابين ڪڏهن ڪو تڪلف ئي محسوس نہ ڪيو آهي- جڏهن ته ڪئنال جي اڏاوت وقت ٿيل معاهدي ۾ طئي ڪيو ويو هو ته جڏهن سنڌ جي پاڻي جي گهرج کان وڌيڪ پاڻي هوندو، تڏهن ان ڪئنال جا دروازا کڄندا. جڏهن ممتاز علي ڀٽو سنڌ جو وڏو وزير هو، تڏهن چوري اهو ڪئنال وهائڻ جي رپورٽن ملڻ تي هتان سنڌ حڪومت جا ماڻهو موڪلي پهريداري ڪئي ويندي هئي. بعد ۾ جڏهن غوث علي شاهہ کي ان ڪئنال تي پهرو ويهارڻ جو شوق ٿيو ته پنجابين، سنڌ مان ويل عملدارين کي ڊوڙائي ڪڍي ڇڏيو. بعد ۾ هنن ڪالاباغ ڊئم جي اسڪيم ٻه سنڌ کان پڇڻ کانسواءِ تيار

ڪئي ۽ اُن تي ابتدائي ڪم به شروع ڪرايو.

انگريز اسان جا هم وطن نه هئا. ست سمنڊ پار جي خلق هئا. هنن سان اسان جي ڪا به ثقافتي توڙي تهذيبي ويجهڙائي نه هئي. طاقت به اُنهي هئڻ جو گهٽ ۾ گهٽ ايشيا ۾ هنن کي پڇڻ وارو ڪونه هو. ان فيل مست انگريز سرڪار ۾ به اها فضيلت هئي، جو سنڌو دريا تي سنڌ کان مٿان ڪا اسڪيم ٺاهيندا هئا ته اڳ ۾ سنڌ کان راضپو وٺندا هئا. انهن اوپرن حاڪمن ۾ به ايڏي فضيلت هئي. هي ته اسان جا دين ڀائي ۽ ساڳئي ملڪ جا ماڻهو آهن. پر سنڌ سان قدرتي انصاف ڪرڻ هنن کان ڪونه ٿو پڄي.

سرحد صوبو، وفاق کان تربيلا واري بجلي تي رائلٽي گهري ويٺو آهي ۽ ڪيس اهو اڳ يا پوءِ ملي به ويندي. هي خيال ڪنهن کي نٿو اچي ته تربيلا ڊئم ٺهڻ جي نتيجي ۾ اسان جي ڪچي واري ايراضي جي ويهه لک ايڪڙ زمين غير آباد ٿي وئي ۽ ڪيٽي بندر ۽ ڪارو ڇاڻ ساوڪ ۽ سرسبزي منجهان وِيراني ۾ بدلجي ويو. پر اسان جي بربادين جي ڪا به رائلٽي ڪانهي! هنن ڪلين ڪلاين حقيقتن تي ڳالهايون ٿا ته چون ٿا، سنڌي پاڪستان جا دشمن آهن. اهي ڳالهيون هنن فوج جي هڪ هڪ سپاهي کي مٿي ۾ ويهاري ڇڏيون آهن. هاڻي پبلڪ سروس ڪميشن جي امتحانن ۽ انٽرويو ۾ سنڌي اميدوارن کان پڇيو ٿو وڃي، سنڌو ديش ۽ جي ايم سيد جي باري ۾ ڪهڙو رايو رکن ٿا پاڻ حاڪم جي ايم سيد جي دروازي تي سلامي ڀرين ٿا.

اُتي پاڪستان بابت پنهنجي وفاداري تي شڪ نٿا ڪن. وري جي سنڌي پيپلزپارٽي کي ٿا ووٽ ڪن، ته اُن کي به هي پاڪستان جو دشمن ٺاهيو ويٺا آهن. سياڻي جي پيرپاڳاري کي سنڌين ووٽ ڏئي اڳيرو ڪيو، ته اُن جو نالو به جي ايچ ڪيو جي لسٽ تان لاهي ڇڏيندا.

پاڻي ته اسان جي جيئڻ- مرڻ جو مامرو آهي، اُن کي ڪيئن ڇڏينداسون. ظاهري طرح چون ٿا ته سنڌو جي ورڇ وارو معاملو رهيو پيو آهي، پر جيترو پاڻي گهرجين ٿو. اُهو سڀ ڪنيون ٿا وڃن. اڃا به چون ٿا ته سنڌو جو پاڻي سمنڊ ۾ وهي زيان ٿي ٿو وڃي. هوڏانهن حالت اها آهي جو، سمنڊ ڪاهيندو ٿو رهي: سنڌو دريا هنن جي قدن کان اڳ هر سال زمين جو ڪجهه ٽڪرو، سمنڊ کان ڇڏائي، سنڌ کي لٽاشي زمين ڏيندو رهندو هو. هاڻي اهو ڊيلٽا ٺهڻ وارو عمل ڪڏهوڪو ختم ٿي چڪو آهي. انگريز مورخ اليگزينڊر هيگ پنهنجي ڪتاب "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" ۾ لکيو هو ته سنڌو دريا، ڇئن سالن ۾ سمنڊ کان هڪ ميل جيترو علائقو ڇڏائي ٿو. هاڻي حالت اها آهي جو سمنڊ جي لهر ٿي اُتي ته بدين جي ڏاکڻين حصي وارا سارين جا فصل به ٻڏي ٿا وڃن- ۽ زمين کي لوڻياٺو ڪري رهيو آهي. هنن دريا شاهه جي پڇاڙ وٽ ماحول ۽ قدرت سڄي خراب ڪري ڇڏي آهي. انڪري اسان جڏهن پنهنجي دريا جي مالڪي ڪريون

ٿا، تڏهن رڳو پنهنجي معاشي يا انساني حق جي نه، پر قدرتي انصاف جو به مطالبو ڪريون ٿا.

هن وقت وفاقي حڪومت، پاڻي جي ورڇ جو جيڪو فارمولو ٺهرايو آهي، ان ۾ سنڌ جي ڪيس کي هڪ سيڪڙو به نظر ۾ نه رکيو ويو آهي. حليم ڪميشن ۽ فضل اڪبر ڪميشن جي سفارشن کي ملائي هينئر جيڪو فارمولو تيار ڪيو ويو آهي اُن جا بنياد ٧٠- ١٩٦٥جي وچ وارن سالن ۾ ٿيل ورهاست تي رکيا ويا آهن. سنڌ حڪومت جيڪو ڪيس ٺاهيو آهي، اُن جو بنيادي دليل هي آهي ته ون يونٽ جي عرصي ۾ سنڌوءَ تي پنجاب ۾ جيڪي به اسڪيمون ٺاهيون ويون سي ناجائز ۽ غيرقانوني آهن. هي صحيح آهي ته تربيلا ڊئم کي ڊاهڻ جي ڳالهه ته پاڻ نه ڪنداسين، پر اهو ته چئي سگهون ٿا ته تربيلا کي جيترو پاڻي گهرجي ٿو، سو پنجاب جي حصي مان ڏنو وڃي ۽ اسان کي پنهنجو ڪچو پڪو اباد ڪرڻ ڏيو. اسان وٽ جيڪي فصل پچندا سي پاڪستان ۾ نه هوندا ڇا. حليم ۽ فضل اڪبر ڪميشنن تي غور ڪيو وڃي ٿو پر ١٩٤٥واري ڪميشن کي نظر انداز ڇو ٿو ڪيو وڃي؟ اسان سنڌ حڪومت کي گذارش ڪنداسين ته اُها پاڻي جي ورڇ تي اهڙو ڪوبه فيصلو قبول نه ڪري جنهن سان سنڌ جي ماحول ۽ معيشت کي ڌڪ پهچي. پنجاب وٽ ٻيا به گهڻا دريا آهن. اسان کي پنهنجي ڪاڇي ۽ ٿر کي به آباد ڪرڻو آهي. سنڌ جي سٽر سيڪڙو ايراضي ابپاشي نظام کان ٻاهر آهي. دريا جو پاڻي ٽيهه سيڪڙو زمين تي پهچي ٿو، اُن ۾ اوچي درجي جي زمين انعامن ۾ ڏنل آهي. وڏيڪ پنهنجو نقصان ڪري، اسان جو خانه بدوش بنجڻ جو ڪو پروگرام ناهي. بلڪ سنڌ حڪومت، مرڪز کان ڪيٽي بندر ۽ ڪاريڇاڻ جي علائقن جي بحالي لاءِ رقمن جي گهر ڪري، ڇو ته مرڪز ئي انهن علائقن کي دشمن جي لشڪر وانگر تاراج ڪرڻ جو ذميدار اهي.

اسان سمورين سياسي پارٽين کي به گذارش ڪنداسين، ته پنهنجي پنهنجي طور تي سنڌ جي پاڻي جو ڪيس تيار ڪرائين. انٽرنيشنل قانون به موجود آهن ۽ سنڌو سان ٿيل خيانت جو ڏکهو داستان به سامهون آهي. مهرباني ڪريو، هن تاراج ٿيندڙ قوم کي نعرن ۽ هوائي ڳالهين تي نه هلايو. ڪم جي ڳالهه ڪريو. سنڌ جا سپاهي به بڻجو ۽ اُن جي وڪالت به بهتر نموني ڪريو.

جمعو ٨- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

## لبيڪ يا وزارت!

جناب سنڌي وزيرو!

جڏهن کان توهان پنهنجي محبوب- اقتدار جون واڳون سنڀاليون آهن، تڏهن کان سنڌ جي بيگناهه ماڻهن جي دلين کان ڏور ٿيندا رهيا آهيو. توهان شايد سمجهندا هجو، ته توهان جون گنهگاريون وڏي وزير جي ڪلهن تي اينديون- ته ان ۾ توهان جيئن جو تيئن صحيح ناهيو. هرڪا ٻڪري پنهنجي پائي ٽنگبي آهي. سياڻي وڏو وزير چوندو ته "سنڌ ڪابينا پرائيويٽ لميٽڊ" ۾ ٻيا به شيئر هولڊر (حصيدار) هئا. توهان جا عوام جي دلين کان فاصلا ايڏا ڏورانهان ٿي رهيا آهن، جو ڪنهن به سنڌيءَ جي دل ۾ دوربيني ۽ خوردبيني سان نه ڳوليا نه لبندا. ۽ ماڻهو توهان تي مفت ۾ ڪونه پيا ڪاوڙجن.

توهان جي حڪومت جي حياتي چار مهينا آهي. ان عرصي ۾ جيڪي ڳالهيون ٿيون آهن تن ۾: ڪراچيءَ ۾ ڪجهه ڳوٺن کي مسمار ڪرڻ، پوليس ۽ رينجرس هٿان عزتن جون نيلاميون، امن امان جي نالي ۾ ڳوٺن تي چڙهايون، مخالف ڌر جي چونڊيل عيوضين جون ڌڙاڌڙ گرفتاريون، ننڍين چونڊن ۾ ڌانڌليون، ٻن بسن جي مسافرن سميت اغوا جون واداتون، ڌاڙيلن جو وڌيڪ سفاڪ ۽ ظالم ٿيڻ، ڪراچي جي تعليمي ادارن ۾ سنڌي شاگردن کي ڌمڪائي ڀڄائڻ جو معمول، آدمشماري جي پهرئين گهرشماري واري مرحلي ۾ سنڌين جا ڪيئي ڳوٺ ڳڻپ کان رهائي ڇڏڻ ۽ توهان جي وفاقي حڪمرانن طرفان عراقي عوام جي قتلام ۾ شراڪت ۽ ٻيون به تمام گهٽيون ڳالهيون ٿيون آهن. توهان جيئن ته حڪومت ۾ شريڪ آهيو تنهنڪري، اُن جي سيني گناهن ۽ پاپن ۾ به ڀاڱي ڀائيوار آهيو. اُن جي عوام دشمن پاليسين جو حصو پڻ توهان جي کاتي ۾ به لکجي رهيو آهي. دعويٰ ٿا ڪريو ته ماڻهن کان ووٽ وٺي اچي اقتدار سنڀاليو اٿو ۽ ان ناتي سان توهان ماڻهن جي ملڪيت هئڻ کپو- پر ماڻهو توهان کي متروڪ ڪري رهيا آهن. توهان نه نصيرآباد پرسان نچراڻي ڳوٺ جي ٻن بيگناهه هارين جي قتل تي ڪڇيا آهيو، نه توهان کي بنوري جي مريم جي لڄ تي ٿيل وحشي حملي تي ڪهڪاءُ آيو آهي، ۽ نه وري دنيا جي ان بيمثال جنگي ڪاهه تي ڪو اکر ڳالهايو اٿو، هيڪا هيڪلي ملڪ عراق خلاف اٺنيهه شيطاني قوت رکندڙ ملڪن ڪئي آهي.

توهان جي دلين، رت ۽ دماغ ۾ ته ان ڳالهه تي به جنبش ۽ گردش پيدا نه ٿي

آهي ته سنڌ جي تعليم جي وزارت غير سنڌين جي حوالي ٿي وئي آهي ۽ هنن اُتي لٽ مار جي اهڙي بازار گرم ڪئي آهي، جو سنڌ جو تعليمي مستقبل هاڃي ۾ اچي چڪو آهي. تعليم واري اڳوڻي سيڪريٽري امداد الله اُنڙ جي بدلي ٿيڻ جا ڪارڻ توهان کي معلوم آهن ۽ اُن بدليءَ ڪانپوءِ جيڪي تِڻ ٿيا آهن سا به توهان کي خبر آهي. تعليم کاتي جي رٿابندي واري ائڊيشنل سيڪريٽري جي عهدي تان به سنڌيءَ عملدار هٽائجي چڪو آهي. سنڌي عملدار توهان جي وزارتي ياءُ کي ڏني نٿا وٺن. وزير، سنڌي عملدارن کي گهرائي ساٿن گارين جي دهشت گردي ڪئي آهي.

توهان ڇا ٿا سمجهو ته، انهن ڳالهين جي توهان تي ڪا ذميداري ڪانهي. توهان رڳو پنهنجي ۾ سان ڪم رکو ٿا- ۽ ڪم به ڪهڙو! جهنڊبو ڦڙڪائي، گارڊ جي پهري جي سهولت وٺي، خوشامدڙين ۽ چاپلوسين جون صلاتون ٻڌي، لبيڪ يا وزارت، لبيڪ يا وزارت ڪري، ڪرسين جو معراج ماڻيو ٿا. توهان ته فقط عام شهري هئڻ جي ناتي سان ئي پنهنجي ماحول ۽ معاشري ۾ ٿيندڙ خرابين لاءِ ذميوار آهيو- هتي ته توهان اقتدار جي اوچن ايوانن تي ويٺا آهيو. واقعي ماڻهن توهان کي ووٽ ڏنا هئا، يا ووٽ ڪسي هليا ويا آهيو؟

توهان محسوس ڇو نه ٿا ڪريو ته اقتدار جي جنهن چوپڙ تي توهان کي بيهاريو ويو آهي اُن تي توهان جي حيثيت پيادن واري آهي. نه هيءَ چوپڙ توهان جي آهي ۽ نه راند. توهان پاڪستاني اقتدار جي شطرنج ڪان ايڏا اڻڄاڻ ته ڪونه هوندا، جيترا معصوم ۽ ڀالا ڀولا ٻڌجي رهيا آهيو. توهان تاريخ ڪان ايڏا اڻواقف به نه هوندا، جيڏي بيخبري جو مظاهرو ڪري رهيا آهيو. جنهن جا نٽ بولٽ ٻين جي هٿن ۾ آهن. توهان جي هٿان سنڌ اسيمبلي جهڙي معزز ايوان جي حالت ڇا بڻائي وئي آهي؟ ڇو نه ٿا ڏِسو ته گهڻا اجلاس ٿين ۽ جڏهن ٿو اجلاس سڏائجي، سو مخالف ڌر جي ڇوڻ تي- اُن جي به هنن کي سزا ڏني وڃي. اجلاس ٿو ويجهو ٿئي ته مخالفن جي ٻڌ- ٻڌان شروع.

توهان کي خبر ناهي ته مخلص ماڻهو جڏهن ڪنهن ڪم هٿ وجهندا آهن ته اُن کي سچائي سان توڙ پڄائيندا آهن- نه پهچائي سگهندا آهن، ته هٿ ڪڍي ڇڏيندا آهن. توهان ته چنبڙيا پيا آهيو. ماڻهن جي پرواهه انڪري ڪانهيو جو سمجهو ٿا ته ڪٿائڻ وارا وري به ڪٿائيندا. ٻيو آسرو اهو اٿو ته ڏوڪڙ پئسي جي توهان کي کوٽ ڪانهي ۽ هتي پئسي وارن جي ڳالهه کي وزن ٿيندو آهي، ٺڳيڪري ڪڏهن به ۽ ڪنهن به موقعي تي ماڻهن کي بيوقوف بڻائڻ واري فنڪاري جي چاهي توهان وٽ آهي. ڏسي وائسي نه پلجو. مڪليءَ جو قبرستان توهان جي اڳيان مثال آهي. سنڌين جا سڄڻ ۽ سنڌين جا ويري ٻئي ڏريون اتي دفن ٿيل آهن. وطن ۽ ماڻهن جي خدمت حياتي جي هوندي ٿيندي آهي. مرڻ ڪانپوءِ دشمن به چئن فوٽن جي فاصلي تي دفنائجي سگهي ٿو. جيڪي ٻوٽو

پارٽو آهي، سو حياتيءَ ۾.
حياتي ماڻهو جي وڏو اختيار آهي. ان ۾ هوا کائڻ، پاڻي پيئڻ جاڳڻ، سمهڻ، کلڻ ۽ ٿڪ ڏيڻ جون سهولتون موجود آهن. اهي سهولتون قدرت جون ڏنل آهن. پر سنڌ جي ماڻهن کان اهي سڀ قدرتي سهولتون کسجڻ جو لاڳيتو عمل هلي رهيو آهي. پر توهان ذاتي طور تي انهن سهولتن کان محروم ٿيا آهيو. ڪنهن ماڻهو جو اقتدار ۾ هئڻ هڪ ڪاٽ وڏيڪ حياتيون ماڻڻ جي برابر آهي. پر اقتدار جو انساني استعمال هي آهي ته ان طاقت کي ماڻهن جي ڀلي لاءِ ڪم آڻجي، خوشين جون بازارون کولي ڇڏجن، ڏکن ۽ ڏنجهه کي هڪالي ڪيجي. عوام جي مرڪن ۽ ٽهڪن جي حفاظت ٿئي. ان سلسلي ۾ ڪو هڪ سوال به توهان پاڻ کان پڇيو آهي؟ اسان به اهوئي ٿا چئون ته توهان پنهنجي ذميدارين کان آگاهه ناهيو. هٿ ۾ ڪنيون ته ذميواريون اٿو، پر سمجهو انهن کي پنهنجون ذاتي سهولتون ٿا.
توهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته توهان پاڻ شطرنج جي چوپڙ تي رکيا ويا آهيو ۽ مهرا بي جان ٿين ٿا. انهن کي پاڻ هلڻ چلڻ جو شعور نه هوندو آهي. اُهي مات کائي ميدان تان هليا ويندا آهن. هتي ائين ٿيندو رهيو آهي. توهان ته خدا جي فضل سان جيئرا جاڳندا انسان آهيو- پاڻ کي پاڻ بي جان بڻائي ٻئي جي حوالي ٿيڻ جو ڪهڙو فائدو. ايمانداري سان ٻڌايو ته توهان پاڻ، سنڌ سان ٿيندڙ ظلمن کان انڪاري هو. يا توهان پاڻ اهو ڪونه پيا سمجهو ته توهان وارو طلسم عارضي ۽ توهان جو راڄ الف ليلوي ڪردار ابوالحسن وارو ناهي؟
اسين هرگز نٿا چئون ته توهان کي وزارتون نه هجن. بلڪل هجن، پر توهان انهن کي جائز ته بڻايو، ماڻهن جي ڀلائي وارو ته بڻايو. ماڻهن جا ڏک وڃن وڌندا ۽ توهان به اتي ويٺا هجو- ته پوءِ سمجهو پاڻ به ٿا.......

چنچر ٩- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

## مخدوم صاحب وڏي جي خدمت ۾

سائين محترم قبلا:

ڪجهه ڏينهن کان خبرون اچي رهيون آهن ته سنڌ جي وڏو وزير ڄام صادق علي توهان ۽ پيرصاحب پاڳاري کي پاڻ ۾ ملائي ڇڏيو آهي. توهان جي وچ ۾ کهڙيون ڳالهيون ٿيون آهن، توهان گڏجي هن مسڪين ڏيهه سنڌ جي سياست کي ڪو رخ ڏئي رهيا آهيو، يا هي ملاقات ڪنهن نئين سياسي رٿابندي لاءِ رڳو هڪ علامت آهي ۽ ڪن ٻين قوتن جي مقصدن لاءِ ڪارائتي ثابت ٿيندي. توهان جدي پشتي وڏا ماڻهو آهيو- باقي ملڪ توهان جو راڄ آهي، تنهنڪري توهان کي ته ايتري به ضرورت محسوس نٿي ٿئي ته ڏيهه واسين کي ڪجهه ٻڌايو.

جيڪڏهن پيرصاحب پاڳارو ۽ اوهان پاڻ ۾ رٺل هئا ۽ هاڻي پرتا آهيو ته ان تي سنڌ جون اکيون ٺريون. سنڌ جي ماڻهن کي توهان ٻنهي ٽڏي ۽ مهربان هوا جا جهوٽا گذريل ڪجهه سالن کان محسوس ٿيندا رهيا آهن. سنڌ کي ياد آهي ته ڪيئي موقعن تي جڏهن سنڌي دهشتگردي جي ديون جا شڪار ٿيندا آهن، تڏهن توهان جو هڪڙو اخباري بيان به وڏو آٿت ۽ ڏڍ پيدا ڪندو آهي: توهان ذوالفقار علي ڀٽي جي شهادت ڪانپوءِ جنهن محڪم ارادي سان اقتدار جي ايوانن کي رد ڪندا رهيا آهيو، سو به پاڻ ڏسندا رهيا آهيون. قبلا سائين: سنڌ کي توهان جا اهي احسان توهان وٽ اچي ميڙ گهرجن، پر توهان پاڻ ڏسو ٿا ته سنڌين کي ڪڏهن ڪا وٿي نه ملي آهي.

پير صاحب پاڳارو به وڏي هستي آهي ۽ پاڪستان ۾ هي اڪيلو ماڻهو آهي جنهن جي ايچ ڪيو کي به سڃاتو آهي ته پاڪستان جي نبض ۽ اصل حڪمرانن جي ناس پٽي کان واقف آهي. توهان ته ڄاڻو ٿا ته پيرصاحب ڪيڏو ڏاهو ماڻهو آهي، جو سمجهي ٿو ته جنهن ليڊر سان لنئون لڳايو ۽ موت ۾ جنهن کي عوام به پيارو ڪيو ته پاڪستان ۾ ڦاسي گهاٽ کان اڳ ڪتني بيهندو ڪونه. انڪري پيرصاحب سڀ تماشا ڏسي رهيو آهي ۽ سندس والد محترم جيڪا قرباني ڏني، اُن کي پنهنجي سڪڻ لاءِ ازل ۽ ابد جو سبق سمجهي سچو لوح محفوظ ازبر ڪري ڇڏيو اٿس. سنڌين کي پيرصاحب پاڳاري کان شڪايت

به گهٽي ڪانهي. رڳو هي ڏک آهي ته جيڏي سگهه پير صاحب وٽ آهي، سا اسان جي بچاءَ لاءِ ڪم نٿي اچي. سائين: سنڌي ماڻهو ويچارا، ڳهيلا، ڇا سمجهن. هو پير صاحب جي رمزن کي سمجهڻ جيڏو عقلي قد ڪاٺ ته رکن ڪونه ٿا، تنهنڪري دل ۾ شڪايتون سانديي رکيون اٿن. پر جيڪڏهن پيرصاحب جي سگهه، سنڌ جي ڪم ڪٿي نٿي اچي پر هرويرو ڪو ڏکويو به ڪونهي. اهو به چڱو. پر ڪسڻ وارن ماڻهن کي ڪنهن جي مجبورين جو ڪهڙو احساس.

منا سائين: سنڌي سمجهن ٿا ته جيڪڏهن پيرصاحب پاڳارو ۽ مخدوم صاحب گڏجي پون ۽ فيصلو ڪن ته سنڌين تي آگر ڪجهڻ نه ڏبي ته، نه رڳو سنڌي دهشت گردن هٿان مرڻ کان بچي پون، پر سنڌ جي سمورن وڏيرن ۽ جاگيردارن جي سر بخت جو به ڪن عرصن تائين خير ٿي پوي. توهان سنڌ کي بچائڻ جي عزم ۽ عهد سان گڏجي پئو ته مجال آهي ڪنهن هلڪي سلڪي وڏيري جي، جو سياسي وفاداريون، طوائف جي پيار وانگر بدلائي سگهي. پر سائين هي ڪلجگ آهي. هتي ڪنهن جي به ۽ خاص ڪري وڏيرن جي پنهنجي پير جي پٺي تي به نظر نٿي پوي.

هنيئر توهان جي طبيعت ناساز آهي. خدا اوهان کي وڏي حياتي بخشي. ننڍا به توهان جي اکين اڳيان آهن. ملڪ ۽ سنڌ جون حالتون به ڏسو ويٺا. وقت ڪيڏو بدليو آهي. حالتن جي تيز اٿل پٿل، سوچن ۽ عملن ۾ ڪيڏا ور وڪڙ، ڪيڏيون پيچيدگيون پيدا ڪيون آهن. خود توهان جي ڪٽنب ۾ گل سائين (مخدوم خليق الزمان)، ڏاڏا سائين (مخدوم امين فهيم) ۽ رفيق الزمان جون سياسي واٽون توهان جي اڳيان آهن. گل سائين ته اڳ ئي هڪ وقت ۾ پيجري ۾ ڦاٿل پکي وانگر هو ۽ نيٺ ڦٿڙي ڦٿڙي نڪري به ويو. بينظير جي حڪومت وئي ته ڏاڏا سائين تي به ڪيڏا بار پيا. ايستائين ماڻهن کي سمجهڻ ۾ ڇاهي، ماڻهو ته هاڻي به سمجهن ٿا ته مخدوم رفيق سنڌ اسيمبلي ۾ مخالف ڌر جو ڊپٽي ليڊر هئڻ جي باوجود مات ڪريو ويٺو آهي. اهڙو ڪجي جهڙي يت. ۽ ماڻهو هي به ڄاڻن ٿا ته ڄام صادق علي به وڏو ڪاپڙي آهي!

سائين وڏا: وڏن گهرائڻ ۾ سياسي ٽوڙ ڦوڙ هن زماني جو ڪرشمو آهي، جڏهن عام ماڻهو، جٽ توڙي ڄاموٽ ڪنهن نه ڪنهن موقعي تي سڄو سامان ڪٽي اچي ٿو بئلٽ باڪس جي مٿان ٻيهي. وڏ گهراڻن جي وحدت ۽ سالميت ۾ ڪڏهن ڪا جنبش اچڻي ئي ڪانه هئي. پر ڇا ڪجي وقت، سيني کان وڏو بادشاهه آهي.

سنڌ جا ماڻهو هينئر توهان بہ ٻين وڏن بادشاهن جي پرچاءَ تي ذاتي طور خوش ٿيڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪري نٿا سگهن. پر هنن کي ڳڻتي هي آهي تہ توهان جو سياسي عزم ڪمزوري واٽ تہ نہ ورتي. خطرو ۽ خدشو هي آهي تہ هن ملڪ جون اصل ڏوريون جن جي هٿن ۾ آهن تن کي توهان بہ سڃاڻو ٿا ۽ ڪُٽ خلق کي بہ پتو آهي جيڪا سياست هنن جي مرضي جي آوازن تي قابو نٿي ٿئي اها ڪنهن کي حڪومت ۾ رهڻ نٿي ڏئي. جيڏهن بہ ٻاهرين ٻني تي پئي چڪر ڪاٽيندي. ان ڪري هتي ماڻهن سان تہ سياست ڪرڻ ضروري بہ ڪانهي. پر توهان ڏٺو تہ جنهن کي ڪٽائڻو هو، تن کي ڪيئن ڪٽايو ويو. پير صاحب جهڙو ماڻهو، اليڪشن جي ڏينگ مان ڀت ڪاٽڻ کان ڪيئن رهجي ويو. پير صاحب ڏنڊالي ڪري تہ ههڙين حالتن ۾ چوند ڪٽڻ سنڌ لاءِ ڪو مسئلو ناهي. پر توهان ڏسو ڪٽڻ ۽ هارائڻ جا فيصلا ڪٿي ٿي رهيا آهن.

اسان ان ۾ بہ اڙها ناهيون. پر اسان کي ڳڻتي هي آهي تہ توهان وٽ گهر جو گهر ۾ مخدوم خليق الزمان جي صورت ۾ سنڌين کان مايوسي جو اظهار ڪندڙ نوجوان، تازو توانو ۽ سگهارو سياستدان ويٺو آهي. جنهن ڪنهن وقت ۾ پاڻ چيو هو تہ جيڪڏهن بينظير ڪيس، سنڌ جو وڏو وزير بڻائي ها تہ ايم ڪيو ايم اعتراض نہ ڪري ها. توهان کي سندس لاهور جي هفتيوار اخبار "دي فرائيڊي ٽائيمس" وارو انٽرويو تہ ياد هوندو، جنهن ۾ ٻڌايو هئائين تہ سندس هڪ دوست الطاف حسين سان ڳالهايو هو تہ الطاف حسين چيو هو تہ ڪيس خليق جي چيف منسٽر ٿيڻ تي اعتراض ڪونهي. حالانڪ اهان اين او سي هو سنڌ جي ماڻهن کان بہ وٺي ٿي سگهيو، جن ڏانهن هن پنهنجي ڪنهن دوست کي نہ موڪليو.

توهان جي خدمت ۾ عرض هي آهي تہ توهان وڏا آهيو. هن مهل تائين وڏي نظر رکندا آيا آهيو، اڳتي بہ توهان منجهان اها اميد رکبي. گذارش رڳو هي آهي تہ توهان پنهنجي دل ۽ دماغ جي فيصلي کان مطمئن ٿي ۽ فيصلو ڪندا ۽ اهو فيصلو هن ملڪ جي اقتدار جي اصل مالڪن جي ارادن وٽان نہ پر اوهان جي خير خواهہ نيت جي مطابق هوندو تہ پوءِ اڪين تيا.

جمعو ١٥- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

## سياسي پارٽيون ڏيريون رڍون ڇو آهن؟

سنڌ جي حقيقي طور خيرخواه پارٽين وٽ هاڻوڪي حال ۾ ٻه اهڙي سگهه آهي جو اُهي سنڌين ۾ ننڍڙڪائي ۽ بيوسي جي وڌندڙ احساس کي روڪي، ان جي جاءِ تي اعتماد ۽ اڳتي وڌڻ جو اُتساهه پيدا ڪري سگهن ٿيون. اڻ ڳوليل- موجوده طاقت اسان لاءِ جان جو وبال بڻجي وئي آهي. اها ليپي پوتي، يا ان کي ڳولڻ جو رڳو ڏانءُ ۽ هنر ئي پنهنجي هٿ اچي وڃي ته، اڄ جيڪو پاڻ ڊپ هيٺ ويهي رهيا آهيون، سا ڪيفيت ختم ٿي سگهي ٿي. ڌاڙيل، سنڌ جا چرڙواڳ، ٽوٽل ڏوهاري ۽ ظالم ٽولا آهن سي جڏهن ڪنجي پنهنجا گندا مقصد ماڻڻ ۾ ايترا ڪامياب ٿي سگهن ٿا. جو رياستي ادارا هٿيا هٿي ٻيٺا آهن ته ٻه هنن کي پڇي نٿا سگهن. هنن تي ڪروڙين رپيا انعام ٻه رکيل آهن. ڪروڙين رپيا ڌاڙيلن کي روڪڻ ۾ رڳو پيٽرول تي خرچ ٿي رهيا آهن. اضافي فورس، ڪڏهن فوج، ڪڏهن رينجرز هر سال بجيٽ ۾ پوليس جي نفري ۾ واڌارو، گاڏيون، وائرلس ۽ الائي ڇا ڇا- پر قصو اُتي ئي بيٺو آهي. جڏهن هنن ڪجهه سؤ يا هڪ ٻه هزار چٽ ماٺهن جا ٽولا رياستي ادارن کي اربين رپين جي خرچ ۾ وجهي سگهن ٿا ۽ هڪ پوروچوڻي حڪومت بڻائي سگهن ٿا جو خود رياستي ادارن منجهان پوليس جا ڪيئي عملدار عوام ۽ حڪومت جي وفاداري ڇڏي ڌاڙيلن سان وڃي ياريون نڀائين ٿا، تڏهن هيڏين سارين سياسي پارٽين کي ڇا ٿيو آهي، جن وٽ ڪل ملائجي ته لکين ڪارڪنن جي نفري ٿيندي، وسيلن لاءِ ٻه هٿوراڙيون هٿيون ته سڀ ڪجهه ٿي پوندو، تڏهن ٻه پنهنجن چڱن ارادن کي عمل ۾ نه ٿيون آڻي سگهن. هيءَ سچ پچ وڏي بدقسمتي آهي!

آمريڪا ۽ برطانيا منجهان ڪمپنيون اچن ٿيون، اسان جا معدني وسيلا ڳولڻ. تيل ۽ گئس جا وڏا ذخيرا سنڌ ۾ لڌا آهن. پر پنهنجي اندر جي سگهه ۽ وٽ کي ڳولڻ لاءِ، پاڻ يورپ منجهان ڪمپنين کي ته ٺيڪا نه ٿا ڏئي سگهون. هي ذاتي طور تي سنڌي قوم جو پنهنجو ڪم آهي. ۽ سنڌي قوم جون سڀ ڪمپنيون، ان جون سياسي پارٽيون، اُن جا دانشور، ۽ ڪيئي ڪمن جي ڄاڻ رکندڙ ماهر آهن. سنڌ جي عوامي طاقت کي، سنڌ جي ترقي، پ .بي ۽ ايندڙ وقت جي للڪارن کي منهن ڏيڻ جو وسيلو بڻائڻ لاءِ پاڻ پئي ڪنهن کان مدد

گهرنداسين؟

حڪومتون، سنڌ جي ماڻهن جي مدد ڪرڻ جي لائق ناهن. اُهي پنهنجي ڪردار ۾ پنهنجي توتل نالائقي کي ثابت ڪري چڪيون آهن. حڪومتون پلجن عوام جي وسيلن تي ٿيون. حاڪمن جا سڀ ٺٺ باجا، سڀ ٺاٺ باٺ، جهنڊا گاڏيون- وزيرن کان پوليس وارن ۾ پٽيوالن تائين سڀ عوام جي دولت تي نيپائجن ٿا. پٽيوالو، وزير صاحب جي خدمت ۾ پاڻيءَ جو گلاس به عوام جي پئسن مان ملندڙ پگهار جي ڪري پيش ڪري ٿو. پر پاڻيءَ جي ان گلاس جو به قدر ڪونهي. گهڻٺي تي همراه الادين جي ڏيئي واري جن وانگر سامهون بيٺو آهي، سا ڪا وزير يا ڪاموري جي طاقت آهي ڇا؟ پر حڪومتي سطح تي عوام جي طاقت جي لٽ مار ٿي رهي آهي. سرڪار جو مال آهي عوام جو، پر اُن تي "کل جا سم سم" واري اسم اعظم ذريعي ڪڏهن چاليهه چور، ڪڏهن علي بابا قبضو ڪيو ويٺو آهن. ايستائين به قصو پهتو آهي جو عوام جي غيض غضب کان بچڻ لاءِ عوام کي پنهنجي ئي ڪرّم جا ويري، ڌاڙيل به رياستي ادارن بچائي ڇڏيا آهن. هنن کي جيڪي پئسا عوام جي ترقي تي خرچ ڪرڻا آهن سي به ڌاڙيلن جي حوالي. پر پياري پاڪستان ۾ الميو هي آهي ته جنرل ضيا جي حڪمت عملي تي اجا تائين عمل ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن عوام جا پئسا، عوام تي خرچ ٿين، پوءِ پوليس ڪيئن وڌائجي ۽ سنڌ ۾ عدم استحڪام ڪي ڪيئن قائم رکجي. سنڌ ۾ عدم استحاڪم هئڻ حاڪم ڌرين جي سياسي وجود لاءِ ضروري ٿي پيو آهي. نه ته جيترا پئسا، هنن ڌاڙيلن تي امن امان جي بهاني سان خرچ ڪيا آهن، ايترا بيروزگاري خلاف ۽ ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ڪڇي جي ترقي تي خرچ ڪن ها ته ڌاڙيل انهن روشنين ۾ ئي ظاهر ٿي پون ها، جيڪي گهر گهر، گهٽي گهٽي تائين پهچائي ئي سگهجن ٿيون.

هيءَ ڳالهه سنڌ جي سياسي قوتن کي سمجهه ۾ ڇو نٿي اچي؟ ناسمجهي ايڏين حدن کي ڇو وڃي ڇهيو آهي جو، سياسي حڪومت به ڌاڙيلن کي جهلڻ ۾ پنهنجو پاڻ کي خرچ ڪري ڇڏيو آهي، سو به اهو ڏسندي ته جن قوتن هنن کي ڌاڙيلن خلاف ڪم ڪرڻ تي بيهاريو آهي، ڌاڙيلن کي ڏنڊن سان لڳائڻ، سندن هٿيارن ۽ بارود جي سپلاءِ جاري رکڻ وارا به ساڳيا پاڻ آهن يا هنن جو قائم ڪيل نظام آهي. هاڻوڪي سنڌ حڪومت جي وڏي وزير يا سندس ڪابينا، حڪومت ۾ اچڻ کان اڳ، عوام جي مدد ڪرڻ يا ڌاڙيلن کي روڪڻ لاءِ ڇا ڪيو هو، جو ڪين ڌاڙيل جهلڻ لاءِ حڪومت تي ويهاريو ويو آهي. ايئن جيڪڏهن اسان جي ٻئي ڪنهن اڳواڻ يا پارٽي کي وٺي وڃي

حڪومت تي ويهاريو، ته اهي پلاءِ ڇا ۾ مختلف ثابت ٿيندا.

ڳالهه هي آهي ته سياسي پارٽين وٽ، عوام تي ٺـنـدڙ آپدائن جا حل ڪونهن. هنن جو ڪم پنهنجن پروگرامن تي عوام کي منظم ڪرڻ آهي. جيڪڏهن تنظيم ڪاري بهتر نموني جي هجي، ته پوءِ ڪهڙو چئلينج آهي جنهن کي منهن نه ڏئي سگهجي؟

پيپلزپارٽي، اڪيلي پارٽي طور ملڪ جي وڏي ۾ وڏي پارٽي آهي. ڀـٽـي شهيد جي ڳوڙهن اگهڻ وارو رومال لاهور ۾ ڏهن هزارن جو ملهه ڪري ويو هو. ڪٽڪ ماڻهن جا هن پارٽي سان گڏ هئا ۽ اجا به آهن. پر عوام کي منظم نه ڪرڻ ۽ ان کي رڳو ووٽ ڏيڻ ۽ تاڙيون وڄائڻ جي ڪم سان لڳائي ڇڏڻ جو هي نتيجو نڪري ٿو، جو عوامي حمايت جي ڪـتـاڻ نهي تي وڃي ۽ پارٽي جي قيادت کي اڪيلو جنرل ضيا يا اڪيلو جام صادق علي ڏول ۾ وجهيو وينا آهن.

اُصولي طور سياسي پارٽيون متبادل حڪومتن جو درجو رکن ٿيون- ۽ اسان جي پارٽين وٽ ڪارڪنن يا وسيلن جي لحاظ کان ايڏو وت موجود آهي، جو اُهي متبادل حڪومتن جا ڪم ڪاريون پنهنجي ليکي ڪري سگهن. پر هنن جي ڏسندي ڏسندي جٽ ڏاڙيل پنهنجي متبادل حڪومت قائم ڪري ويا.

اسانجي حڪومت کان ٻاهر پارٽين جو الميو هي آهي ته اُهي پنهنجي بقا يا واڌاري جو ذريعو فقط اخبارن کي سمجهن ٿيون. هنن جي ان دٻاءَ جي نتيجي ۾ اخبارون معلومات مهيا ڪرڻ جو ذريعو بنجڻ، معلومات جي غربت خلاف وڙهڻ جو وسيلو ٿيڻ بجاءِ بيانن سان ڀريون پيون آهن. هن طريقي سان پاڻ سنڌ جي اخبارن جو ڪردار، اخبارن جي عالمي ڪردار کان مختلف ٿي رهيو آهي ۽ اهو عوام جي ڀلائي جو ڪم نٿو ٿئي. ان کان ته سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۽ ستار ايڌي به گهڻو ڪم ڪن ٿا. سنڌ جي پنهنجي فضا ۾ جذبن جا اٿاهه سمنڊ به موجود آهن. ماڻهن جو وڏو تعداد قربانيون ڏين جي حدتائين تيار آهي. پر لڳي ٿو ته اسان جي معزز پارٽين وٽ هنن شين جو قدر ڪونهي ۽ قدر ان ڪري ڪونهي جو پارٽيون سمجهن ٿيون ته ڪين ووٽ نٿا ملن، يا ووٽ ڦرجي به سگهن ٿا.

مسئلي جي تهه تي پهچڻ جي ڪوشش ڪبي ته پتو پئجي ويندو ته ٿئي ڇا پيو: سياسي پارٽيون ۽ عوام ان ڪري منظم ۽ متحد ڪونهن جو معاشرو خود بي ترتيبي ۽ بي تنظيمي جو شڪار آهي. نه اسان جي واپار ۾ تنظيم آهي، نه زراعت ۾. اسان جو معاشرو هڪڙو جهنگ آهي ۽ اُن ۾ رهندڙ ماڻهو جهنگلي

جيوت گذاري رهيا آهن. ڪراچي وڏ ۾ وڏ سڌريل شهر ليکيو وڃي ٿو، پر اصل ۾ سڀ کان اڻ سڌريل شهر هيءَ آهي. گهڻو پري وڃڻ جي ضرورت ڪانهي. هڪ مثال طور رڳو ڪراچي جي ٽرئفڪ ڏسو ته ڪيڏي بدافعالي آهي.

حڪومت جي بي گوندرائپ جو ڪارڻ به اهو آهي ته اُها غيرمنظم معاشري جي حڪومت آهي. ڪامورا جهنگ جا بادشاهه آهن. ڌاڙيل يا دهشتگرد انڪري حڪومت کي مات ڏين ٿا جو اُنهن جي رٿابندي، حڪومتي رٿابندي کان اڳيري ۽ سڌريل آهي. حڪومت توڙي سياسي پارٽيون، اُن ڏينهن کان ڊڄن، جڏهن ڌاڙيل پاڻ ۾ ماس اپيل (ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ) پيدا ڪرڻ جو سوچين. دهشتگردن جي ماس اپيل جو نتيجو پاڻ ڏسيون ويٺا آهيون.

رياستي ادارا پنهنجي تخريبي رٿابندي ذريعي سياسي پارٽين کي دفاعي حيثيت ۾ وجهي چڪا آهن، جنهن ڪري پارٽيون نه رڳو، ترقي، ڀلائي ۽ عوام جي خوشين کي آزاد ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيون آهن پر پاڻ ڀيچ ڍاهه جون شڪار ٿينديون رهن ٿيون.

اسان سمجهون ٿا ته سياسي پارٽين جو جيئاپو بي انتها ضروري آهي. انهن سان عوام کي سياست جي بازار ۾ چونڊ ڪرڻ جي فراواني مهيا ٿيل هوندي. پر هينئر اها ڏهرن ڏورن جي چونڊ وانگر آهي. اسان تجويز ڏينداسين ته سياسي پارٽيون عوام لاءِ ٽريڊ يونين وارو ڪردار ادا ڪن ۽ ماڻهن جي هر ڏک خلاف، خلق کي ساڻ ڪٺي جدوجهد ڪن.

**سومر ١٨- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو**

## سنڌ جي ٥ ڪروڙ ١٣ لک ٣ هزار ماڻهن کي خدا بدنظر کان بچائي

آدمشماري جي پهرئين، گهر شماري واري مرحلي جا انگ اکر سرڪاري طرح ظاهر ٿي نہ ڪياَ ويا آهن، تہ غير سنڌي ميڊياٰ، سنڌ جي خلاف پنجاب ۽ ايم ڪيو ايم جي، سنڌ کي هٽڻ وارين ڪڙهن کي تڪو ڪرڻ جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو آهي. اسلام آباد مان ڊان اخبار جي هڪ عيوضي، ملڪي پريس ۾ آدمشماري بابت انگ اکر ڏيڻ کان اڳ ئي هڪ مفروضي جون رسيون ڇوڙي ڇڏيون تہ سنڌ ۾ هڪ سياسي طوفان اچڻ وارو آهي، جو ايم ڪيو ايم ۽ باقي ملڪ هلندڙ آدمشماري جي اچڻ وارو آهي، جو ايم ڪيو ايم ۽ باقي ملڪ ۾ هلندڙ آدم شماري جي سنڌ وارن نتيجن کي قبول نہ ڪندو. فساد جو اهو نشتر چوڙڻ ڪانپوءِ خبر ڏيندڙ صحافي آدمشماري جي هٿ آيل انگن اکرن مان هڪ نتيجو هي سامهون آندو تہ ان سان سنڌ جي آبادي ۾ موجوده توازن ۾ وڏو فرق اچي ويندو. ايستائين جو سنڌ جي شهري آبادي، جو چاليهہ سيڪڙو آهي، سا هاڻي ٻهراڙين جي آباديءَ جي ڀيٽ ۾ گهٽجي ويهہ سيڪڙو تي ويندي. پنهنجي سرخروئي لاءِ هن صحافي ايم ڪيو ايم جي هڪ ايم اين اي طرفان انهن انگن اکرن کي رد ڪرائي ڇڏيو. ڪهڙي بنياد تي رد ڪيو ويو؟ اهو تہ سنڌ جي ٻهراڙي وارن ضلعن جي آبادي ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيو آهي، جيڪو هنن جي حساب سان ممڪن ناهي!

هي جيڪي انگ اکر آيا آهن تن موجب سنڌ جي آبادي پنج ڪروڙ تيرهن لک ٻيهي ٿي. هي انگ اکر جيڪڏهن واقعي سرڪاري مرحلن منجهان گذرڻ ڪانپوءِ جي شهرن ۽ ٻهراڙين جي تناسب کي، شهر ويهہ سيڪڙو ۽ ٻهراڙيون اسي سيڪڙو ٻيهن ٿا، تہ انهن ٽولن ۽ ادارن جي ارادن تي في الحال پاڻي ڦري ويندو، جيڪي هن مهل تائين ننهن چوٽي جا زور لڳائي، سنڌين کي اقليت ۾ بدلائڻ لاءِ ٻاهران ماڻهو گهرائي هتي وسائيندا رهن ٿا. آبادي جي ان تناسب بيهڻ سان سنڌين کي آٿت ملندو، تہ اسان کي ماري ماري بہ ڪيترو ماريندا. پاڻ ڪٽڻ جا ناهيون. سنڌين جا سمورا تاريخي توڙي آئيندي جا ويساهہ وري ايندا.

هاڻي جڏهن ڳالهه کلي آهي، ته هنن انگن اکرن جي صحت تي ڳالهائڻ به ضروري آهي. جنهن ڏينهن تي هي انگ اکر ظاهر ٿيا آهن، اُن ئي رات دير تائين آدمشماري کاتي کان نه ڪا وضاحت ٿي آهي ۽ نه ترديد. جاڳو به پنهنجي ذريعن سان انهن انگن اکرن جي صحت معلوم ڪئي، ته لڳ ڀڳ ساڳي صورتحال بيهي ٿي، جيڪا مذڪوره خبر ۾ ڄاڻائي وئي. انهن انگن تي ٿوري وڌيڪ مشق ڪرڻ سان ٿلهي ليکي ڪجهه نتيجا به سامهون اچن ٿا. مثال طور هي ته سنڌين جو تعداد چار ۽ سوا چار ڪروڙن جي وچ تي بيهي ٿو (خدا ڪين بدنظر کان بچائي) باقي جيڪي ماڻهو بچن ٿا تن ۾ پنجابي، اردو، پشتو، افغاني، ڪشميري، ايراني، بنگالي، برمي ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙن جو ڪل تعداد نوي- پنجانوي لکن ۾ بيهي ٿو. هيءَ ڳالهه بهرحال في الحال قطعي طور تي سامهون نٿي اچي، جيسين ماڻهن جي ڳڻپ وارو ٻيو مرحلو مڪمل نٿو ٿئي.

پر سوال هي آهي ته انهن انگن اکرن ڪي اجا مختلف مرحلن مان گذرڻو آهي، تنهنڪري ڪيئي، ڏرين کي پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا لاهڻ جي ضرورت قطعي طور تي نه هئي. هڪڙيون جائز شڪايتون ته پاڻ سنڌين جون اجا رهيون پيو آهن: سنڌي پريس، گهر شماري واري مرحلي ڪانپوءِ ثبوتن ۽ نالن سان ڳوٺن جا ڳوٺ پيش ڪيا آهن جن کي گهر شماري ۾ شامل نه ڪيو ويو آهي. پر سنڌي پريس، غلام ماڻهن جي غلام پريس آهي، تنهنڪري ملڪ جي اهم مسئلن ۽ معاملن تي اُن جي ڪير ٿو ٻڌي. مثال طور "جاڳو" گذريل مهيني ۾ ٽنڊي محمد خان تعلقي جي چئن ڳوٺن جا نالا ڏنا آهن، ته انهن کي گهر شماري ۾ شامل ئي نه ڪيو ويو آهي.

اسان لاءِ هي انگ اکر قطعي طور حيرت انگيز ناهن. ماڻهن کي ياد آهي ته ۱۹۸۰ ۾ پاڪستان ۾ آدمشماري عملي طور تي نه ڪرائي وئي هئي. ۱۹۷۲واري آدمشماري ڪٿي، اُن کان اڳئين پيري واري آدمشماري جي وڌيل تناسب ۽ ڪجهه ٻين ڳالهين کي ڳڻي ڪٿي بس ڪئي هئي. اسان جا ماڻهو ويچارا ڪچيائي ڪون. "جاڳو" کي حاصل ٿيل معلومات موجب، اُن وقت به ڪراچي ۾ اردو ڳالهائيندڙن جي ڪجهه عيوضين، جنرل ضيا وٽ شڪايت ڪئي هئي، ته سنڌن انگ گهٽايو ويو آهي. ان تي جنرل ضيا ڪراچي جي ڪجهه علائقن جي سيمپلنگ (نموني خاطر) ڪرائي، ته پاڻ سرڪار جي انگن کان به همراهه گهٽ ٿي رهيا هئا. ڪٿي جو ماٺ ڪيائون ته ڪچيا ئي ڪون.

سنڌين جو آدمشماري بابت مضبوط ڪيس پيو آهي، جيڪو اجا تائين ٻڌو ئي نه ويو آهي. اسان چئون ٿا ته اسان جي صحيح طريقي سان ڳڻپ ڪڏهن ٿي

ئي ڪانهي. اسان دعويٰ سان چئون ٿا ته ڪڇي، ڪاڇي، ٿر، ڪوهستان، لاڙ قبيلن ۽ پڪي جي ڳوٺن جي ڳڻپ ڪڏهن به چڱي طرح سان نه ٿي آهي. اسان وٽ بي آرامي، بدامني، بيروزگاري جو هڪ مکيه ڪارڻ هي آهي ته اڌوگابري آدمشماري ڪري، ڳڻپي نه ڳڻپي جهڙو، هٿراڌو جدولون هٽي، انگ اٽپورا لکي ٿا ڇڏين. اسان جا مسئلا ئي ان ڳالهه جا شاهد آهن ته اسين تعداد ۾ گهڻا آهيون. اٽپوري انگ جي حساب سان، جيڪي رٿابنديون ٿيون، تن ۾ سنڌ کي ملندڙ وسيلا به اٽپورا ۽ ٿورا آهن. سنڌ جڏهن پاڪستان لاءِ گهٽي ۾ گهٽي ٽئڪس ڏئي. ٿي، ان تي ڪنهن کي اعتراض نٿو ٿئي، ته سنڌ، وڏيڪ چو پئي ڏئي پر جي سنڌي تعداد ۾ وڌن ٿا ته پنجاب کي به ٻرڪا ڏنا پيا وڃن، ته ان انگ کي تسليم نه ڪريو. چو پائي: سنڌ ڪڏهن هڪ پيرو به پنجاب جي وڏيل آبادي خلاف شڪايت ڪئي آهي.

۽ هيءَ گهر شماري سنڌ سرڪار به نه ڪئي آهي. آدمشماري وارو کاتو مرڪز جي هٿ ۾ آهي- ۽ اسين هي به چئون ٿا ته شهرن ۾ آبادي جي ڳڻپ گهٽ ڏکيو ڪم ناهي. ٻهراڙين ۾ اڪيچار ڳوٺ آهن، جن ڏانهن وڃڻ لاءِ سائيڪل جو رستو به ڪونهي. آدمشماري وارو کاتو ٻڌائي سگهندو، ته ڳڻپ ڪندڙ عملي کي اهڙن پرانهن، وارياسين، ٿاڪرو، گپ چڪ ۽ جهنگ وارن علائقن ڏانهن ڪي سواريون ڪي هيليڪاپٽر يا پجيرائون مهيا ڪيون اٿس، جو پوري ريت ماڻهن جي ڳڻپ ٿئي؟

اسان جي حالتن، مجبورين ۽ بيوسيءَ جو احساس ته پري رهيو، پر ايا هي ٿولا، وتن ٿا سنڌين خلاف ڪاوڙن کي ڪانچون پارائيندا. اسان جيڪڏهن هنن جي اڳ ٻڌايل ڪوڙن انگن کان وڌيڪ آهيون ته ان ۾ اعتراض ڪرڻ جو ڪهڙو سبب آهي. هي ڪهڙي مذهب جا مڃيندڙ آهن، جو مسلمانن جي تعداد وڌڻ تي خوش ٿيڻ بدران ناراض ٿي رهيا آهن. اسان کي پنهنجي تعداد کي حقيقي نموني وڌائڻ جي ايا به گهرج آهي. اسان جي ستر سيڪڙو زمين ايا اريگيشن جي پاڻي کان محروم آهي. ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ برسات جي پاڻي تي ڊنم نـاهي، پاڻ کي پنهنجي ڌرتي وسائڻي آهي. شهر اڌڻا آهن. پنجاب، سنڌوءَ جي پاڻي مان چڪ ڪڍي ته اسان ٿر ڏانهن واهه وهائي، ان کي وڃي آباد ڪريون. اسان هن زمين جا مالڪ آهيون ۽ پاڻ کي ترقي ڪرڻ ۽ ترقي لاءِ انقلابي قدم سوچڻ جو پورو حق آهي. پاڪستان نـهي ۽ سنڌي ترقي نه ڪن ته پوءِ پاڪستان کي ڪهڙي معنيٰ ملندي؟ بکيو، سڃيو، پن تي پٽڪو ٻڌي شهپر وتـڙ وارو پاڪستان هنن کي سونهين، جيڪي اهڙا آهن. پاڻ اهڙا ناهيون. پاڻ،

هن ملڪ کي سکيو ڏسڻ گهرون ٿا . اسان ته چئون ٿا ته سنڌ ۾ مستقل رهڻ وارا سڀ سنڌي آهن. سڀ پاڻ ۾ پيار ڳنڍي سنڌ ۽ پاڪستان کي خوشحال بڻائين. پر پراين ٻُرڪن تي هلي سنڌ ۾ رهڻ جي باوجود، سنڌ جي مفادن کي نقصان رسائڻ ۾ ڪهڙن ماڻهن جي خدمت ۾ چڱائي آهي؟

اسان واضح ڪريون ٿا ته جن کي پاڪستان جي ڪنهن به ڪنڊ جي ماڻهن جي صحيح تعداد تي اعتراض آهي، تن کي پاڪستان جي وجود تي اعتراض آهي.

پر سنڌين جي تعداد تي جيڪي ماڻهو اعتراض ڪري رهيا آهن، تن کي ڏوڻ آهي. وچن وچي پاڻ کي ڳڻين. هڪ پيرو نه هزار پيرا ڳڻين. پر اسان کي ڳڻڻ ۾ ڪوڙ نه ٿيڻ گهرجي. اسانکي خبر آهي ته انگريز به اسان جي تعداد کي ڪوڙ ڪري گهٽايو هو. رڳو ان ڪري ته متان هنن ڏيهي ماڻهن کي پنهنجي طاقت ۽ تعداد جي خبر پئجي وڃي ۽ سنبت ڪري، ڌارين حاڪمن کي ملڪ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين. هن وقت تائين سنڌ جي آدمشماري ٻيڻڪي مفروضن تي بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اسان مسڪين، توڪلي ماڻهو، هن پاسي اڳ ۾ ڪڏهن ڌيان ئي نه ڏنوسون، ته ڪهڙا ويهي ليکا ڪريون. ٿورا هجون، گهڻا، خدا سيني کي سلامت رکي. سادگي ۾ ترقي، رٿابندي ۽ ملڪي وسيلن ۾ ورهاست جي ڏس ۾ آدمشماري جي اهميت کان بي خبر ٿي پنهنجي گهٽي پيننگ ڪرائي اٿئون. اسان ٻين کي به صلاح ڏينداسون ته ڏاها ٿيو، اسان جي تعداد تي اعتراض نه ڪريو. ائين نه چئو ته فلاڻي يا فلاڻي تناسب کي قبول نه ڪنداسين. باقي جي توهان کي ليکو ڪرڻو آهي، ته به پيار ٿيون ليکو. هيءَ ڳالهه ڪو اسان ته ڪونه ٿا ڪريون. سرڪار جو ڪاتو آهي، ان اهو ڪم ڪرايو آهي.

اڱارو ١٩- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

# اڇو ته حڪمرانن تي ڇٽر ڪريون!

سنڌ واسين پ پ پ جي اميدوارن کي ووٽ ڏني، ڪين ڄام صادق علي جون اُماڙيون بچائي ڇڏيون آهن. چونديل ماڻهن کي ڏرتي جاءِ ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. جيلن جا وات پٽيل آهن ۽ هنن جو هاضمو، سنڌي ووٽ سان چونديل اڳواڻن کي ڳڙڪائڻ لاءِ تيز ٿي ويو آهي. سنڌين، جن ماڻهن کي ووٽ ڏنا سي حڪمرانن لاءِ اهڙا تريل ڪباب بنجي ويا آهن، جن کي ڏسي هنن جا وات پاڻي پاڻي ٿي رهيا آهن. ۽ انهن ڪبابن کي پيش ڪرڻ وارن جي بيراگيري جو فن ۽ نفاست جي اوچاين کي ڇهي رهيو آهي. دسترخوان جو خانداني تجربو، هن، هھڙي طريقي سان ڪم اچي رهيو آهي.

گذريل سال ڇهين آگسٽ تي غلام اسحاق خان جيڪي ديڳڙي چاڙهي هئي، اُن ۾ رڌجڻ واري اقتدار جي اوجهري اڃا نه ڳري آهي. ان ڪري هنن سنڌ ۾ ٻين طعامن جا آرڊر ڏئي ڇڏيا هئا. هاڻي اسان جا ايم پي اي، مصالحن ۽ سلاد سميت تيار ڪري دسترخوان جي زينت بڻايا پيا وڃن. پڪڙجن ٿا ائين ٿا، جيئن مرغي خاني مان چوزا جهلبا آهن!

سنڌ جي عوام اڳيان هي تماشو جنرل ضيا جي دور ۾ ٻه ٿيو هو ۽ هاڻي پنهنجي ئي ڪرم جي. ماڻهوءَ هٿان ٻيهر ورجايو پيو وڃي. پي ڊي اي جي قيادت جون ڪنڌيون پيون لڳن- عرش ڏانهون آهن- گهوڙا گهل- ظلم- ناحق- پر ٻڌڻ وارو ڪير ٻه ڪونهي. سنڌ جو ووٽر پاڻ حيران پيو ٿئي، ته ڪجهه ماڻهن کي ووٽ ڏئي هٿ سان اسلام آباد جو ڪاڄ ٺاهيوسين! سنڌ جو ماڻهو هن جديد ڪربلا جي سامهون بيوس آهي. يزيد واري ٺاهيل ڪربلا ۾ مظلومن جو پاڻي بند ڪري، گهيري ۾ آڻي، باقي دنيا کان ڪين ڌار ڪري قتل ڪيو ويو هو. هن سنڌ جي ڪربلا ۾، مظلومن کي مارڻ ٻدران ڪين بيوس بنائي رکڻ جو ڪاروبار ڪيو پيو وڃي. اڪيلا ٻه ڪونهن- فرات جو پاڻي ٻه مٿن بند نه ڪيو ويو آهي. ڪانئن ظاهر ظهور بيعت ڪرڻ جو مطالبو ٻه نٿو ڪيو وڃي. پر مقصد اهي ئي حاصل ٿيندا، جيڪي يزيد ڪيا هئا. يزيد احمق هو، پنهنجي پيل ۾ جٽ هو. هاڻي قابليت پنهنجو پورو پورو مظاهرو ڪري رهي آهي. ڏاهپ ۽ عقل جا شمعدان ٻري رهيا آهن. باقي دنيا هنن اڪابرن کي ڏسڻ لاءِ اتاولي آهي ته هي اڪير ماڻهو آهن، جن جا ڪم ته يزيد وارا آهن، پر سڏائين پاڻ کي

هي چاهن ٿا ته سنڌ جا ماڻهو هن ڪربلا تي ماتم ڪن. پنهنجا منهن مٿا پٽين. جن کي ووٽ مليا، سي به هٿ کڻي پنهنجي ووٽرن کي پٽين، ته هنن ڇو ووٽ ڏئي کين جهنم ۾ ڌڪي ڇڏيو. جهنم به اهڙو جنهن جو داروغو جام صادق علي هجي- پنهنجو ئي هڏ رت! جنهن ساڻن گڏجي ورهين جا ايامن کان ساڳين ٿانون ۾ ڪاڌو پيتو هجي.

هاڻي سنڌ جي ماڻهن اڳيان سوال اچي ٿو ته اُهي واقعي هن ڪربلا تي ماتم ڪن؟ غصو ڪن؟ اشعال ۾ اچن؟ پنهنجا وار پٽين يا اڳلي جو ماس پٽين؟ ڇا هي جهيڙو چاليهه پنجاهه ماڻهن سان آهي، يا قوم کان انتقام ورتو پيو وڃي؟ هي اسان جا ايم پي اي ڏوهاري آهن، يا اسان سڀ ڏوهاري آهيون، جن هنن کي ووٽ ڏنا. ۽ ووٽ ڇو ڏناسين؟ ان لاءِ ته اسان جا ڪجهه لک ووٽ، ووٽن جي دشمنن ۽ ڌاندلين جي حرفت بازن جي اکين ۾ ايڏو خون آڻيندا، جو اُهي، پنهنجي ايندڙ نسلن سان به هر قسم جون خيرخواهيون وسري ڇڪيون آهن. جيڪي ماڻهو سنڌي قوم جا عضوا ۽ اِنگ ٿي، قوم کي ڏنگين ٿا، سي پنهنجن ايندڙ نسلن جا ايذا ئي ويري آهن، جيڏا هن وقت جي سنڌ جا. هي ماڻهو سڀ لاڳاپا لاهي ڇڪا آهن. هنن شاهه لطيف جي شاعري جي قدرن سان دشمني ڪئي آهي. هنن ورهين جا ورهيه اسان جي ٻولي ڳالهائي، اسلن جي ڌرتي جو ان کائي، پاڻي اسان سان ئي ڪاسائڪي ڪار ڪئي آهي.
ايڏي حد تائين هنن جي، ڪرڻ جو راز ڪهڙو آهي؟

هي تاريخ جا پهريان عجوبا ته ڪونهن، جو پاڻ ويهي هنن جي رمزن کي پروڙڻ تي پنهنجو وقت برباد ڪريون. غداريون ڪٿي ڪنهن چڱي ارادي ۽ ڪن مثبت نتيجن لاءِ ڪجن، پر انهن جو درجو سازش کان مٿي ڪيئن چڙهندو؟ جي ايم سيد کان سرٽيفڪيٽ وٺڻ ڪنهن جي غداري کي جائز ڪيئن قرار ڏيندو؟ ڇا هن طرح خود سرٽيفڪيٽ ڏيڻ واري جي اٿارٽي سلامت رهي سگهندي؟

اچو ته سڀ گڏجي سنڌي قوم سان ٿيندڙ هن مذاق تي ڪا اجتماعي چٿر ڪريون! هي ڪهڙا معتبر آهن جن تي پاڻ ڪاوڙون ڪريون؟ هي ٿيندا ڪير آهن جو هنن جي حرڪتن تي مشتعل ٿيون. هي ته ان لائق به ڪونهن جو هنن کي مهڻا ڏيون!

ايم پي ايز جي پٽيان گرفتارين جو رڻ انڪري ٻاريو ويو آهي ته سينيٽ جي چونڊ ۾ جام، مثبت نتيجا حاصل ڪري. اهڙا مثبت، جيئن هن گذريل چونڊن ۾ حاصل ڪيا. وري پاڻ کي وڏو وزير ڪرائڻ وقت، وري سينيٽ جي اڳ ۾ خالي ٿيل ڪجهه سيٽن وقت، وري اسپيڪر جي چونڊ ڪرائڻ وقت. هاڻوڪي حڪومت، سنڌ ۾ جيڪو ٻوساٽ پيدا ڪيو آهي، سو رڳو ايم پي ايز جي ڪاتي ۾ ناهي. عام ماڻهو به پوليس ۽ ڌاڙيلن جي گهيري ۾ آهي. اُءِ جي

آءِ جي وفاقي حڪومت وري هڪ پاسي جام کي بچائي ڇڏيو آهي ته ٻئي پاسي وري پاڻ همدرديون ڏيکاري، سنڌ جي اندر ٻرندڙ لائي تي ڇنڊو وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. لٽ ۽ چٽ ٻئي پيا ڏيکارين.

ڇا هيءَ جٽ ناهي ته، سنڌ کي پنهنجو ئي عضوو ڏنگي رهيو آهي، ته علاج وري قومي اسيمبلي جو اسپيڪر گوهر ايوب پيو ڪري، جنهن ڪالهه وزيراعظم نواز شريف سان ڳالهه ٻولهه ڪري، گرفتار ٿيل ايم پي ايز کي ٢٣فبروري تائين ڇڏائڻ جو واعدو وٺي ڏنو آهي. هيءَ بدبختي ٻه اسان تي نازل ٿيٽي هُئي ته جام صادق علي، سنڌ کي ويل ۾ وجهي ۽ سنڌ کان ٻاهر جو ماڻهو همدردي ڪري. اسپيڪر جي هن چڱائي کي نه ساراهڻ ٻه بي ايماني ٿيندي. پر اسان واري وڏي وزير جو گهرو معاملن وارو ائڊوائيزر، اسپيڪر جي هن نيڪي کي صوبائي معاملن ۾ مرڪز جي مداخلت سڏي ٿو.

اسان واري پياري وزيراعظم ٻه واهه ڏاهپ ڏيکاري آهي. چوي ٿو ته ٢٣فبروري کان اڳ ۾ ايم پي ايز کي آزاد ڪيو ويندو. مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن جي قول ۽ فعل جي تضاد جو هي عالم آهي جو ايم پي ايز جي گرفتارين واري ڳالهه سنڌ حڪومت مڃي ئي نٿي. جيئن اڳ ۾ منظور وسان جي گرفتاري جام صادق علي نه ٻاسي هئي. جنهن ڏينهن تي سنڌ جو صلاحڪار عرفان مروت ايم پي ايز جي گرفتارين کان الي پيو، اُن ئي ڏينهن تي وزيراعظم چوي ٿو ته گرفتار ايم پي ايز کي ٢٣فبروري کان اڳ ۾ آزاد ڪيو ويندو.

ڇا هي سڀ ڪجهه مسخري ناهي. ٢٣فبروري تي يا اڳ ۾ جڏهن جام جي قيد مان نڪري اهي ايم پي اي گهر پهچندا، تڏهن انهن مان گهڻن جا ايمان سالم هوندا؟

سنڌ جي ماڻهن کي هن مسخري تي پنهنجو رت نه ساڙڻ گهرجي. اسان گهڻو ڀوڳيو آهي. وڏيون قيامتون ڏسي گذاري چڪا آهيون. هاڻوڪا حاڪم جنهن طرح ملڪ ۾ جمهوريت جو مڙهه مقام بنائي رهيا آهن، سو ليکو ڪين اڳ پوءِ ڏيڻو پوندو. پاڪستان سان ڪيل بدافعالين جي سيڙپ، هاڻي بونس ڏيڻ شروع ڪيا آهن. آمريڪا، مس مس وڃي مهرباني ڪئي آهي جو پاڻ وٽ پاڪستان کي ”اڻوڻندڙ قوم“ جو درجو ڏنو اٿس. اولهه جي پنجن ملڪن فوجي سامان ڏيڻ تي پابندي هٽي ڇڏي آهي. ڪارڻ اهو ته اسانجي حڪمرانن جيڪا نلهي چاپلوسي ڪئي، اُن کي هنن رد ڪري ڇڏيو آهي. هي سڀ اُن سياسي اخلاق جا نتيجا آهن، جن جو ڇهين آگسٽ کانپوءِ مظاهرو ٿي رهيو آهي.

جمعو ٢٢- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

## مخدوم صاحب وڏي ڪي وري ڪجهه گذارشون

وزيراعظم ميان نواز شريف اڄ هالا پهچي مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ سان ملندو. مخدوم خاندان کي ضيا ڊور جي يارهن سالن ۾ اقتدار کان پري رهڻ جو جوڳ پچائڻو پيو هو، ان جو بونس کين ملي رهيو آهي. بينظير جي حڪومت ۾ به هن خاندان کي اقتدار ۾ جيترو حصو مليو هو، سو گهٽ نه هو، پر خاندان جو هڪ نوجوان مخدوم خليق، پارٽي جي سنڌ واري صدارت ڇڏڻ کانپوءِ رنل رهڻ جي ڏنڌي کي ٻئي اڳهه سان اختيار ڪري، ڪاوڙ جي هول-سيل ايجنسي کولي ويٺو. خاندان ۾ پيپلز پارٽي يا جمهوريت سان وفاداري ۽ ڪاوڙ ڪرڻ جي وچ ۾، پ پ پ حڪومت تائين توازن موجود هو، پر پارٽي جي اقتدار وڃڻ کانپوءِ اهو توازن ڏانوادول ٿي رهيو آهي.

ضياءَ دور ۾ جمهوري هلچل هلندي هن خاندان جي عزت ۽ وقار ۾ ايڏو وڌارو ٿيو، جو "گادي" جهڙي اداري جي بنيادي معاشرتي ڪردار تان به ڌيان هٽي ويا هئا. پيپلز پارٽي جي دور واري اقتدار ۾ هن خاندان کي مليل حصو، خاندان جي نوجوانن جي سياسي ڪردار ۽ ساک جو نتيجو هو. هاڻي، نواز شريف، پير صاحب پاڳارو يا ڄام صادق علي، هن اڪتنب کي پنهنجي پاسي ڪرڻ تي زور ان ڪري ڏئي رهيا آهن، ته اِها هڪ گادي، هنن جي طرفدار ٿئي. وقت جي اڳيان واضع هي ٿيڻو آهي، ته خود مخدوم خاندان کي پنهنجو جمهوري هلچل وارو، عوام جي دلين کٽڻ وارو تازو، سندن پنهنجو ئي ڪمايل ترڪو قبول آهي، يا هو ان تان هٽ کڻي، پنهنجي پيدا ڪيل چڱاين کي پري ڪري، گادي جي سهاري-سان اقتدار ۾ حصو قبوليندا.

سنڌ جو پنهنجو سياسي تجربو هي ٿو ٻڌائي ته ماڻهن ستر وارين چونڊن کان وٺي نوي جي چونڊن تائين ڪيئي گادين، ڪيئي ڪلنگيون ڏوڙ ڪري ڇڏيون آهن. پر جيڪڏهن خود گادي ڏٽي، عوام سان، ان جي هلچل سان، ان جي حقن جي حاصلات سان، چڱائي ڪندا رهيا آهن، ته ماڻهن گادين جي استحصالي ڪردار کي به معاف ڪري ڇڏيو آهي. ڪارڻ هي آهي ته عوام پنهنجي مخالفن سان ذاتي يا شخصي جهيڙي ۾ ناهي. سچي ڳالهه آهي ڪردار

جي. ڪردار عوام دوست ۽ سنڌ دوست آهي ته پوءِ باقي تفصيلن ۾ وڃڻ جي في الحال ضرورت ڪانهي. اڄ جي آءِ جي سان سنڌ جي ماڻهن جو اختلاف فقط، جنهن جي ڄڻ ۽ نيپاج جنرل ضياءَ ۽ سندس خطرناڪ غير نمائنده باقيات ڪري رهي آهي. رڳو ايترو ئي نه، پر هن ٽولي جي سوچ ۽ عمل ۾ ماڻهن سان حقيقي انصاف ٿيڻ جو آسرو ڪونهي. هنن جي اقتدار کي نوڪرشاهي جون ويساکيون مليل آهن. هي ٽولو ڪاموراشاهي جي پوري پوري فرمانبرداري ڪرڻ ۾ ئي پنهنجي لاءِ پنهي جهانن جو ڇوٽڪارو سمجهي ٿو. عراق تي آمريڪي حملي کانپوءِ پاڪستاني عوام جي جذبن تي ڪاموراشاهي جيڪي بلدبوزر گهمايا آهن، تن هنن ماڻهن جون شڪليون، نمبر پليٽن جي صورت ۾ لڳل آهن. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي برابري وارن حقن جي جدوجهد واري هلچل جي جسم تي تشدد جا نشان ۽ پاڪستان کي اڌواڌ ڪرڻ هنن جي فلسفي جا ٽنيا آهن. ملڪ جي وسيلن کي چند هٿن ۾ ڏيڻ ۽ وسيع اڪثريت جي حقن ميٽڻ ۽ سمجهڻ کان نابري هنن جي ستي ۾ پيل آهي. گذريل چونڊن ۾ هنن ڪهڙي طرح اقتدار حاصل ڪيو، سا سڀني کي خبر آهي. پر خير، هي حڪومت ڪري رهيا آهن، جو ڪنهن نه ڪنهن نموني جي جواز کين مليل آهي. پر حڪومت هو هينئر ڪري رهيا آهن، ان ڪري عوام يا ملڪ جي آئيندي جي مالڪي هنن جي هٿن ۾ ڪانهي. هنن جي سياست جيئري سلامت ان ڪري آهي، جو عوام کي چونڊن جو آزاد حق نه مليو آهي. هن وقت تائين لاڳيتو، بنا ڪنهن مداخلت جي چونڊن جو عمل جاري رهي ها ته موجوده اقتداري ٽولا ڳوليا ڪون لڀن ها. هنن جي سياسي حياتي، عوام جي سياست جي ڏکهي عرصي جي مثان بيٺل آهي. ذوالفقار علي ڀٽو هنن کان ڇو برداشت نه ٿيو، ۽ ان سان هي سياسي نموني وڙهڻ جو وت ۽ عقل نه پيا رکن، تنهن ڪري ڪيس جهڙي نموني راهه تان هٽايو ويو، ان ڪربلا واري قافلي ۾ مخدوم خاندان به موجود هو.

هن خاندان عوام سان سات ڏيڻ واريون عزتون به ماڻيون آهن. هاڻي، جيڪڏهن پيپلزپارٽي جي قيادت سان هنن کي شڪايتون ۽ اختلاف آهن، ته عوام انهن تي به اعتراض نه ڪندو. ڀلي پيپلزپارٽي ڇڏي به وڃن. پر پنهنجي وات جو ڪانٽو آءِ جي آءِ جي وات موجب مٺائيندا، ته پوءِ سندن قسمت.

اسان کي نوازشريف ۽ مخدوم صاحب جي ملاقات تي ڪو اعتراض ناهي. سياستدانن جون ملاقاتون ڪا انوکي ڳالهه ناهن. پر شڪاري پنهنجي شڪار ڏي تڏهن وڌندو آهي، جڏهن اڳ ۾ بندوق هٽي ڪيس زخمي ڪندو

آهي. نوازشريف اڳي ڇو مخدوم صاحب سان ملاقات جو شرف نٿي ماڻيو؟!

پر اهو به نيڪ! اسان کي فلسفن ۽ اصولن تي هرويرو زور ڏيڻو ڪونهي. پر سنڌ جون ڪي حقيقتون اهڙيون آهن جن کي مري به نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن توهانکي ميان صاحب سان سوديبازيون ڪرڻيون آهن ته ڀلي ڪريو. توهان اسان جا روحاني اڳواڻ ته اڳيئي آهيو. جيڪڏهن، مادي اقتدار ۾ حصو وٺڻ واري اسان جي اڳواڻي ڪريو ٿا ته ان ۾ به هرج ڪونهي. پر پوءِ توهان کي هن اڳواڻي جا حق به ادا ڪرڻا پوندا. توهان رب پاڪ جي صالح ۽ پهتل شخص مخدوم نوح جا وارث آهيو. توهان جي دعا سڳي جو فيض به اسان ورتو آهي. وري جڏهن توهان سياسي هلچل ۾ سرگرم ٿيا، تڏهن توهان جي ان هلچل جو فيض به حاصل ٿيو ۽ ان عمل جي نتيجي ۾، توهان تان دعا سڳي جو بار به ڪجهه گهٽ ٿيو، ڇوته ماڻهو پنهنجي جدوجهد جي فيض ۽ فضيلت ذريعي روحاني طور ڪجهه سگهارا ٿيا ۽ سڳي- ڌاڳي بدران پاڻ تي ڀاڙڻ شروع ڪيائون. زماني جي ان تبديلي کي اوهان محسوس به ڪري چڪا آهيو.

هاڻي جڏهن ميان نواز شريف توهان سان ملڻ لاءِ اچي رهيو آهي ۽ توهان کان سهڪار ۽ اتحاد گهرڻ جو آسائتو آهي، تڏهن اسين به چونداسين ته ڀلي هن ڏانهن هٿ وڌايو پر اوهان جو اهو سهڪار اسان جي حياتي ۽ موت وارن سوالن کان ڌار نه هجي. گهٽ ۾ گهٽ هنن خاص الخاص معاملن کي اوهان پنهنجي ملاقات جي ايجنڊا تي ضرور آڻيو:

١- پاڪستان جي فوج جي ڪميشنڊ ۽ نان- ڪميشنڊ ٻنهي حصي ۾ سنڌين جي آبادي مطابق حصي ملڻ واري حق تي عمل ٿيڻ.

٢- سمورن وفاقي ملازمتن ۾ سنڌ کي سنڌين حصو ملڻ. سنڌ ۾ موجود نيم سرڪاري ۽ خانگي ادارن ۾ گهٽ ۾ گهٽ اڌ عملي جي سنڌي هئڻ جو حق.

٣- سنڌوءَ جي پاڻي تي سنڌ جو ايترو حق، جيترو ١٩٤٥ واري ٺاهه ۾ ڏنل هو ۽ جيڪو بين القوامي قانونن هيٺ نهي ٿو.

٤- سنڌ ۾ غير قانوني طور رهندڙ غير ملڪين جي نيڪالي ٿئي.

٥- سنڌي ۽ اردو آبادين جي وچ ۾ نفرتون پکيڙڻ جي ڪم لاءِ جيڪي سياسي شڪل صورت واريون ڌريون ٺاهيون ويون، تن مٿان ايجنسين جي مالڪي ختم ڪرڻ ۽ ٻنهي آبادين جون جائز شڪايتون ختم ڪرائي ۽ گڏي مستقبل ۾ هلڻ لاءِ متحد ۽ ڪير ڪنڌ ڪرڻ لاءِ اهڙيون ڪوششون وٺڻ جن

سان بهتر نتيجن کي يقيني بنائجي.

٦ـ سنڌ ۾ سياسي انتقام بازي جون بازارون بند ڪرڻ.

٧ـ سنڌ ۾ غيرقانوني هٿيارن، دهشتگردن ۽ ڌاڙيلن جو انت آڻڻ لاءِ حڪومت ۽ سمورين سياسي ڌرين جي گڏيل ڪوشش سان ايستائين هلچل هلائڻ، جيسين انهن جو انت نه اچي وڃي.

٨ـ پنجن سالن جي هڪ رٿا جوڙي ان هيٺ سنڌ جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنڌين جي مالڪي هيٺ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار ننڍا وڏا صنعتي يونٽ هڻڻ، جتي روزگار لاءِ واسطيدار ضلعن منجهان پنجاهه سيڪڙو ماڻهن جي ڀرتي جو شرط لاڳو ڪرڻ هجي، حڪومت انهن ڪارخانن لاءِ سرمايو مهيا ڪري. هن ڏس ۾ حڪومت پنهنجي مرضي ۽ واسطي وارن ماڻهن کي ڪارخانا ڏئي، پر اهي سنڌي هجن.

ڇنڇر ٢٣- فيبروري ١٩٩١ع جاڳو

## آدمشماري جي سچ سان ڪوڙن ۾ ٻاٽيتال

ڀهرين مارچ کان شروع ٿيڻ واري آدمشماري اڻ ڄاڻايل عرصي تائين ملتوي ڪئي وئي آهي. ڪارڻ هي آهي ته سنڌين جو رڳو سنڌ ۾ ئي نه پر پاڪستان ۾ به تناسب، "ناقابل برداشت" ٿي ويو آهي.
ملڪ پاڪستان ۾ ننڍڙي کان ننڍڙا سچ برداشت ڪونه ٿا ٿين، ته پوءِ هي هيڏو سارو سچ ڪيئن برداشت ٿيندو. گهر شماري ۾ سنڌين جو خير سان اَيل انگ، سنڌين جو استحصال ڪرڻ وارن لاءِ ٻڙي ۾ ڳنڍ بنجي پيو آهي. ڀهريون ڀيرو هنن جي اڳيان سوال پيدا ٿيو آهي ته چار ڪروڙ سنڌين واري پاڪستان کي هو ڪندا ته ڪيڏانهن ڪندا، پاڪستان هنن کي ان شرط تي قبول آهي ته سنڌي نه رڳو ٿورا هجن، پر هميشه ٿورائي ۾ تبديل ٿيندا رهن. سنڌين جي ٿورائي ۾ ٿيڻ سان، سنڌ تي هنن جو قبضو، هورياں هورياں پڪو ٿيندو ويندو. سنڌين جي تعداد ٿوري ٿيڻ سان، سنڌين منجهان غدار ڳولڻ ۾ گهٽي دقت نه ٿيندي! پر مولائي ۽ توڪلي سنڌي ڌاڙن ۽ دهشتگردين جي هوندي، ڏيرا ڏيل ڪٽي به جي رهيا آهن ۽ قدرت هنن سان گڏ آهي. چار ڪروڙ ماڻهن جي هڪ قوم ته خود عالمي برادري ۾ وڏي مان ۽ شڪر جي ڳالهه آهي. هاڻي سنڌين جي ڏي وٺ ڪرڻ جي طاقت وڌي آهي. سنڌن پنهنجو اعتماد وڌيو آهي ۽ سنڌين جا مخالف اعصابي ڇڪتاڻ جو شڪار ٿيا آهن.
رڳو ايترو ئي نه پر هوڏانهن بلوچستان جي آبادي جي باري ۾ ملندڙ اطلاعن موجب اُتي جي ماڻهن جو تعداد به هڪ ڪروڙ جي انگن ۾ سامهون آيو آهي. سنڌ جي آبادي پنج ڪروڙ (خير سان). گهر شماري ۾ پتو پيو آهي ته پنجاب جي آبادي ڇهه ڪروڙ سٺ لک آهي. هاڻي جي سرحد جا انگ اکر ٿا اچن ۽ اُن جي آبادي هڪ يا ڏيڍ ڪروڙ ٿي ٿئي ته پاڪستان ۾ آبادي جو رڳو نقشو ئي نٿو بدلجي، پر پنجاب جي تسلط جو تختو ئو اونڌو ٿئي. پنجاب جا بالادست ٽولا ۽ انهن جا ساٿاري، هيءَ صورتحال ڪيئن برداشت ڪري سگهندا. بنگالي هنن کان گهڻا هئا، ته هنن زهر جو ڍڪ ڀري، پاڪستان کي ڳريءَ کان ڀڃي، به ٽڪر ڪري، چيو ته "جي گهڻا آهيو ته هلو، جند ڇڏيو."
هنن کي اڄ جنهن ڏينهن جو منهن ڏسڻو پيو آهي، سو ويچارن کي وهم گمان ۾ به ڪونه هو. آبادي جي هنن انگن سان، سڄو سياسي ۽ معاشي منڊل، اونڌو ٿو ٿئي. هنن پنهنجو سک ڳولڻ لاءِ ملڪ جا سمورا بنياد اهڙي طرح رکيا

آهن، جو اُهو ڪوبه سچ، ڪابه حقيقت ۽ دليل ۽ تبديلي برداشت نٿو ڪري سگهي. هي ته ان تي به پريشان ٿيندا ته آبادي جي هُن نئين معلومات، پڌڻ ڪانپوءِ، پاڪستان جي باري ۾ دنيا جون ٻيون قومون ۽ اوڙي پاڙي وارا ملڪ ڇا سوچيندا.

۽ ڦاٽا به ٻه تنگا آهن. ڇو ته سنڌين مسڪينن پاڻ بابت هيءَ هام نه هڻي آهي. سرڪار سڳوري جي، پنهنجي هٿان هي سڀ ڪجهه ٿيو آهي. سرڪار به ڏاڍو لنوايو، ڏاڍو گسايو، پر نيٺ ڦري ڦري ان حالت تي پهچتو هو. ٨١-١٩٨٠ع ۾ آدمشماري تائيم پاس نموني ٿي هئي. اسان گهٽي ڏاڙ گهوڙا ڪئي ته ڏنووائنو اسان جو انگ نه گهٽايو، پر ڪونه پڌائون. وري اسان به اهڙا آهيون جو، جڏهن ڏسندا آهيون، ته اسان جي نٿي هلي ته بس ڪٿي ڪندا آهيون. پر هاڻي چار ڪروڙ يا لڳ ڀڳ ان تعداد سان ماڻ ڪيئن ڪنداسين؟ ماڻ ڪٿي ڪريون به، پر چئن ڪروڙن جو انگ ته ڳالهائيندو رهندو. خود دشمن کي چار ڪروڙ ماڻهن سان ڏاڍائي ڪرڻ ۾ ٻهڪ ٿيندي. خود سنڌين منجهان پيدا ٿيندڙ غدارن کي پريشاني ٿيندي ته انگين عضوين سلامت چئن ڪروڙ ماڻهن سان غداريون، ڪين ڪيئن ۽ ڪٿان ڦبي سگهنديون. وزير، امير ڪبير ۽ ڪرسيءَ جي دوڙ ۾ قوم کي پوئتي ڇڏي اڳتي وڌڻ جي شوقينن کي، چار ڪروڙ ماڻهن جي پيٽ ۾ ڪجهه سؤ چمچن ۽ چاپلوسن مان ڪهڙو آڌت ملندو؟ سنڌين جي پنهنجي ان عوامي طاقت مان ظاهر ٿيندڙ سگهه، اُنهن لاءِ وڏي پريشاني جو ڪارڻ آهي، جن هنن غريبن کي ليکي ۾ نه آڻي دشمنيون ڪيون.

ڪجهه ڏينهن کان، جڏهن اهي انگ سامهون آيا آهن، ڪوڙ پچائي جي قومي پريس سنڌ جي انگ خلاف ٻارڻ ٻاري ڏنو آهي. ايڏا گندا ايڏا ڇسا ايڏا واهيات دليل ڪٺي هنن انگن کي رد ڪري رهيا آهن، جڻ هي وڏا اڪابر هجن. هتان هُتان جا مثال ڪٺي چين، ڀارت ۽ آفريڪي ملڪن ۾ آبادين جا انگ اکر ڪنيو پيا اچن. پر سنڌ ۾ صحيح آدمشماريءَ ڪرڻ جي واٽ ۾ موجود رڪاوٽن ڏانهن سندن خيال ئي نٿو وڃي. هجي هنن کي سنڌ بابت ڪا معلومات، ته سمجهه جي ڪا ڳالهه به ڪن. هي ته اهڙا جٽ بالادست ٽولا آهن، جو سنڌين تي پنهنجي بالادستي قائم رکڻ جو عقل ۽ مت به نٿي اچين! انگريزن، سنڌ تي قبضو ڪيو هو ته سنڌ جي سموري ماضي، حال ۽ آئيندي جي امڪانن جا مطالعا ڪري، ڪتاب لکي لائبريرين ڀري ڇڏيائون. سنڌي ٻولي سکيا، سنڌي تهذيب ۽ ڪلچر کان واقف ٿيا ۽ جڏهن ڏٺائون ته سنڌي نيم قبائلي، ذات برادري ۽ جاگيرداري سرشتي هيٺ گذاري رهيا آهن، تڏهن جاگيردارن کي اختيار ڏئي، پاڻ رڳو محصول ۽ ڍلون اوڳاڙي ڏاڍي "فضيلت" سان سنڌ جو استحصال ڪيائون. رياستي اِدارن جا هٿ ماڻهن کان تمام پري هئا. ڪڏهن قسمت سانگي ڪو پوليس وارو نظر ايندو هو، سو به مڪاني روايت مطابق پٽڪو ٻڌي، ماڻهن سڻون ماڻهو ٿيو وتندو هو، يا گهوڙن تي پلتار ڪندڙ ٽپيدار ڏسڻ ۾

ايندا هئا. عام ماڻهوءَ جي زندگي گذارڻ جي ڍنگ سان ڪڏهن هٿ چراند نه ڪيائون ۽ مڪاني روايتون، جاگيردار ۽ پير جا ادارا سنڌين کي معاشي ۽ روحاني غلامي ۾ رکي، معاشري اندر هڪ ضابطي ۽ استحڪام کي قائم رکندا آيا.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌين جيڪي رنگ ڏٺا، سي اڳ ڪڏهن ڪون ڏٺا هئائون. انگريز جي جاءِ تي جيڪي حاڪم آيا، تن کي ۽ سنڌن ساڻ ڪٽي آيل خلق کي مال ملڪيت هٿ ڪرڻ جي ايڏي هٻڇ ۽ ايڏي تکڙ هئي، جو سنڌي ماٺ ڪري، هنن سڌريل هئڻ جي دعويدارن جي قلابازين ۽ ترڪتالين کي ڏسندا رهيا. ملڪيتون، گهر، زمينون، ملازمتون هر شيءِ تي ديهڙا، قطارون ۽ دوڙڊوڙان، بالادست حاڪم ٽولا قريندا به رهيا ۽ سهڪندا به رهيا. اسان کي هنن ڏٺو ئي ڪونه، ته ڪي ماڻهو هنن جي ان تماشي ۾ پولڙن ۽ باندرن وارين حرڪتن کي ڏسي رهيا آهن. جاين، ملازمتن ۽ معتبرين جي لامن ۽ شاخن تي هنن ڪيڏا ٽينگ ڏٺا، ڪيڏا چال هنيائون، جو سچ پچ سنڌين ههڙي فلم، اڳ نه ڪڏهن ڏٺي ۽ نه ٻڌي. هنن ماڻهن سنڌ ۽ سنڌين کي ڪڏهن به سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي ضرورت ئي محسوس نه ڪئي. اسين هنن لاءِ ايڏا غيراهم رهياسين، جو نه اسان جي ٻولي سکڻ جي ڪيائون، نه اسان جي جاگرافي ۽ تاريخ سان رابطي ۾ آيا ۽ نه اسان جي پنهنجي انساني حقن تي ڌيان ڏنائون. ٿورو ئي ڪڇياسين ته نيشنل ۽ اندس هاءِ وي تي يا ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ٺز...... ٺز........ ٺز. ڪڏهن فوج ڪڏهن دهشتگرد. هي ماڻهو اسان سان رڳو بندوق ۽ غدارن جي ٻولي ۾ ڳالهائيندا رهيا آهن. اسان جي هن آدمشماري واري انگ سان، اڳتي اها ٻولي ڪيئن هلندي؟

اسان حڪومت جي هن مڪاري کي قبول نٿا ڪريون، جنهن هيٺ اُن آدمشماري جي ٻئي مرحلي کي اڻ ڄاڻايل عرصي تائين ٽاري ڇڏيو آهي. گڏوگڏ هي به ٻڌائي ڇڏيون، ته اها مڪاري هاڻي هنن جي ڪم جي به ناهي. ڇو ته اسان، هاڻي ايتري سمجهه کان واقف ٿي ويا آهيون. جو هنن جي هر چال کي تاڙي وٺئون. اسان هنن وانگر ترڙا به ناهيون جو پاڻ کي چار ڪروڙ سمجهي، ڪڳين ۾ پئجي وڃون. چار ڪروڙ هئڻ سان اسان وڌيڪ سنجيده، وڌيڪ گهرا ۽ وڌيڪ معقول ٿيندا سين. اسان هاڻي به چئون ٿا ته ان انگ تي اسان اڪتفا نه ٿا ڪريون. اسان جي گهر شماري اڃا به پوري نه ٿي آهي. گهر شماري ڪندڙ عملو چوي ٿو ته اسان جي ڪڇي، ڪاڇي ۽ ڪوهستان ۾ امن امان جي خراب حالتن ۽ سهولتون نه هجڻ سبب اُتي جي گهرن جو ڳاڻيٽو ٿيو ئي ڪونهي. پڪي تي به اسان جا ڳوٺن جا ڳوٺ گهر شماري کان محروم رهيا آهن. اڳ ۾ اسان جي ڳڻپ پوري ڪريو، پوءِ ڪا ٻي ڳالهه ٿئي.

*آچر ۲۴- فيبروري. ڄاڳو*

# نئين عالمي صورتحال ۽ سنڌ

نار جنگ جي چاليهن ڏينهن تي عراق جي فوجن ڪويت خالي ڪري ڇڏيو آهي، پر آمريڪا ۽ ان جي جوڙيوالن جي اندر جي آدمخورن جي بک اڃا ختم ٿيندي نٿي ڏسڻ ۾ اچي. اڳرائي ڪندڙ فوجون عراق جي اندر ڏوڪي رهيون آهن ۽ حضرت علي جي شهر نجف کي ويجهيون پهتيون آهن. چون ٿا ته جارج بش، بغداد تي ڪاه ڪرڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو آهي. سلامتي ڪائونسل ۾ به هن مرحلي تي جنگ بند ڪرائڻ لاءِ روس، چين، يمن ۽ ڪيوبا جي ڪوشش جي واٽ ۾ آمريڪي ويٽو، بند ٿيل ڦاٽڪ ٿيو بيٺو آهي.

جارج بش، دنيا جي اڳيان فقط هڪ ڳالهه ثابت ڪرڻ جي پٺيان هي سڄو زور لايو بيٺو آهي. هاڻي ڪويت تان عراقي قبضو ختم ٿي ويو، سلامتي ڪائونسل جي جنگي حڪمنامي جي پوئواري ٿي وئي، پر عراق جو حوصلو، اعتماد ۽ استقامت اڃا قائم آهي. جارج بش لاءِ عراق جو اهو احساس، ڪويت تي قبضي کان به وڌيڪ خطرناڪ آهي. هن ۾ شڪ به ناهي ته اهو احساس ٽيهن ملڪن سان ايڪيتاليهن ڏينهن کان پوءِ به مهاڏو ڏئي بيهڻ جي زبردست، بيمثال حقيقت تي بيٺو آهي. هڪڙي اسرائيل ١٩٦٧ع ۾ ڇهن ڏينهن ۾ سيني عرب ملڪن کي شڪست ڏني هئي. هن ڀيري ٽيهه ملڪن هڪ نه پر، پر ڪيئي سپر طاقتن جي اڳواڻي ۾ عراق تي حملو ڪيو ۽ عراق اُن کي منهن ڏيو بيٺو آهي. هيءَ ٻن طاقتن جي وچ ۾ جنگ ته هئي ئي ڪانه، هڪ پاسي رڳو حوصلو ۽ عزم، ته ٻئي پاسي طاقت ئي طاقت آهي. ڪو ٻڌائي سگهندو ته صدام حسين جي جاءِ تي جارج بش هجي ها ته هينئر ڪهڙن حالن ۾ هجي ها. طاقت تي بزدل ماڻهو ٽڏندا آهن سو بش ۽ اُن جا جوڙيوال طاقت تي ٽڏي رهيا آهن.

عراق طرفان ڪويت خالي ڪرڻ جي اعلان کي آمريڪا جنهن نموني رد ڪيو آهي، اُن ڪانپوءِ ڪو لڪ لڪاءُ نه رهيو آهي. ڪالهه جارج بش به چيو هو ته عراق انڪري جنگ بند ڪرڻ جي خواهش ڏيکاري آهي جو جيئن وري پنهنجي طاقت کي گڏ ڪري ۽ وري تياري ڪري. هيءَ حقيقت به آهي ته هيڏن ڏينهن کان زمين ۽ آسمان جي سموري طاقت، بارود جي تمام وڏي جهنم کي منهن

ڏئي، وقت ڪڏهن ويڙهه کان بچڻ جي صورت ۾، جيڪو نئون صدام حسين
اڀرندو سو سڄي عالم اسلام جي ماڻهن جي اڳواڻي ڪري، نئين ليکي منظم
ٿيندو. پوءِ اهو اڪيلو نہ هوندو، انڪري وڌيڪ خطرناڪ هوندو. سياڻي
جيڪڏهن هن آمريڪا جي ساهہ واري طوطي، اسرائيل کي اک ڏيکاري يا شاهن
۽ شيخن جي اقتدار کي ٻين طريقن سان هيٺ مٿي ڪيائين، تہ آمريڪا جي
هيڏي جنگ پنهنجا سمورا مقصد وڃائي ويهندي. انڪري ئي صدام حسين
پنهنجي وقار جي سلامتي لاءِ آخري ڪوششون ڪري رهيو آهي ۽ ٿي سگهي
ٿو تہ انهن ئي ڪوششن ۾ هو پنهنجي جان بہ وڃائي ويهي، ڇو تہ عزت جي
اڳيان جان جي ڪهڙي قيمت آهي.

آمريڪا هن جنگ جي شروعات کان وٺي نئين عالمي نظام جو تصور ڏنو
آهي، جنهن جي پهرئين مرحلي ۾ "گڏيل عرب رياستون" ناهي اُتي سياسي
اقتدار بہ سڌي طرح آمريڪا جي جاسوس ڪاتن ۽ فوجي عملدارن جي هٿ ۾ ڏنو
ويندو. عراق جي جنگي شڪست کانپوءِ آمريڪا جو اهو نئون نظام، هتي جي
بادشاهن ۽ شيخن کي ڊمي حيثيت ڏيندو، ۽ هو بہ ان تي خوش ٿي، پنهنجي
سرزمين جا سڀ حق واسطا آمريڪا کي ڏئي ڇڏيندا. سندن گذارو وظيفن تي
ٿيندو. جيئن اسان وارن مير صاحبن لاءِ سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ انگريزن وظيفا
مقرر ڪيا هئا. ان طرح هيءَ رڳو صدام حسين جي فوجي شڪست نہ، پر
شاهن ۽ شيخن جون تہ فوجي توڙي سياسي ٻئي شڪستون ٿينديون. شاهن ۽
شيخن جو چنيسر وارو حال ٿيڻ ۽ تيل جي دولت سڌي طرح آمريڪا ۽ اسرائيل
جي حوالي ٿيڻ ۽ ڏکڻ ايشيا کي پارت جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏڻ سان جواب ۾
هڪ وسيع بنياد پرست هلچل شروع ٿيندي، ۽ ان طرح هي سڄو خطو، سمورو
عالم اسلام هڪ وڏي پائيتال ۾ اچڻ وارو آهي. عالم اسلام جا غدار
حڪمران، سامراج جي هن اسڪيم جا خاص مهرا آهن. آمريڪا جو جنگي
جنون بہ مسلمان ملڪن جي عوام سان ئي ٽڪراءُ ۾ آهي. حاڪم تہ هونئن
ئي هن سان ٺهيا ويٺا آهن.

۽ هن نئين بينڪيت لاءِ مسلم معاشرن جا سمورا اُهي ٽولا ذميدار آهن،
جن صدين کان دليل ۽ عقل جي مخالفت ڪندي حڪمرانن جي خدمت ۾
فتوائن ۽ سوڙهہ مغزي جون بازارون کولي رکيون. جن آزاد خيال صوفين جي
فڪر سان دشمنيون پاڙي، جبريت جي نظام کي مضبوط ڪيو. مسلم معاشرن
۾ سهپ ۽ رواداريءَ کي نقصان پهچائي، ٻاهرين آفتن لاءِ مسلسل دعوت وارو
ماحول پيدا ڪري رکيو ويو آهي. هندستان جي مڪاني طاقت مرهٽن کي تباهہ

ڪرڻ لاءِ مسلمان عالمن ئي احمد شاه ابدالي کي سڏائيو، مرهٽن جو انت آڻيو، انگريزن لاءِ ميدان صاف ڪيو هو.

تاريخ ثابت ڪيو آهي ته اندروني انتشار قومن ۽ اُمتن جو سڀ کان وڏو دشمن ثابت ٿيو ۽ اُن کي سگهه، اڻ سهائپ منجهان ملي ٿي. آمريڪا جهڙي خوفناڪ طاقت جي موجودگي ۾ هڪڙي ڪافر سلمان رشدي تي پاڻ کي خرچ ڪري ڇڏيو، ته ائين ٿيندو جيئن ٿيو آهي.

سنڌ جيڪا پاڪستان ۽ ڏکڻ ايشيا جي حوالي سان عالمي سامراج جي هن اسڪيم ۾ گهيرجي وئي آهي، اُن کي به اندروني طور اهي ئي بيماريون ۽ مرض لڳل آهن. اڳي جڏهن هتي مذهبي اڻ سهائپ هئي تڏهن، ترقي جا سڀ دروازا بند هئا ۽ هاڻي جڏهن سياسي اڻ سهائپ هڪ منظم ۽ خطرناڪ شڪل اختيار ڪري چڪي آهي تڏهن، نه رڳو ترقيون ختم ٿي ويون آهن پر پاڻ ويتر تباهين هيٺ اچي ويا آهيون- ۽ اسان لاءِ به ڪيئي جارج بش تير ۽ تفنگ کڻي حملي آور ٿي چڪا آهن.

هاڻي جڏهن دنيا جي سامهون هڪ نئين جنگي ۽ سياسي صورتحال سامهون اچي وئي آهي تڏهن ضروري آهي ته پاڻ به صديون پراڻيون عادتون ۽ افعال جهٽڪو ڏئي لاهيون ۽ اڳتي وڌون.

تاريخ هي به ٻڌائي ٿي ته دنيا جا وڏا وڏا جنگي فاتح، لکين ماڻهن جا قاتل، وڏي ڏيا ۽ حشمت وارا ماڻهو اڄ دنيا جي نظرن ۾ ذليل ٿيا پيا آهن. چنگيز خان، تيمور منڊو، نادرشاهه، روم جا قيصر، يونان جو سڪندر سڀ اڄ ماڻهن جي نظرن ۾ ٽڪي جا ماڻهو آهن. جارج بُش به ان ئي صف ۾ پنهنجي جاءِ ناهي آهي ته ڪير سندس ڪهڙي مدد ڪري ٿو سگهي.

خميس ٢٨- فيبروري ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌ تي اينڊرڙ وڏيڪ ڏکيا ڏينهن

سنڌ جي شهرن ۾ اينڊرڙ ڏينهن، هاڻوڪن ڏينهن کان وڌيڪ بدتر ٿيڻ جون تياريون ڪري رهيا آهن. هي هڪ لاڳيتو عمل آهي ته سنڌ جي مٿان اُڀرندڙ هر سج مصيبتن جا نوان هشام پاڻ سان ڪاهيو پيو اچي. اصولي طور تي هڪڙو ڪارڻ آهي ته حڪومتن جي دل ۾ دماغ جي لغت ۾ سياڻي جو لفظ آهي ئي ڪونه. سڀ اِڄ آهي، جيڪا پينگ ڪرڻي آهي سا اڄ. ٻين ملڪن جا پرمار ۾ تنگ سياڻا آهن، پر اسان وٽ ڪرسي جا شوقين، مال ملڪيت گڏ ڪرڻ جا لوبي ۾ اقتدارپرست سڄي دنيا ۾ آهن، پر اُتي اُهي ناري ناري ڪائن ٿا. هتي هنن جا وات ۾ زبانون سڙن ٿيون، تڏهن ٻه اقتدار جا ٽڪڙا ڪوساهه گرهه ڪائڻ ڪاڻ مٺا ٿا وڃن. جڏهن اقتدار جا مرڪز خود نڳن، جرم ۾ هيراڦيري جا اڏا بنجي مافيائن وارو ڪردار ادا ڪري پنهنجي مالڪ عوام سان دغابازي ڪن، تڏهن معاشري ۾ امن امان جي پڳ ڪٿان سلامت رهندي.

وٽي جو ڏاڙيلن زور ڀريو آهي ته هاڻي هڪ سٽ ۾ گهڻي کان گهٽا ماڻهو شڪار ڪرڻ تي لهي پيا آهن. ڏاڙيل ٻه ڏسن پيا ته حڪمران پاڻ ملڪ کي ئي يرغمال ڪري ويٺا آهن ته پوءِ هڪ يا ٻن لارين جا ماڻهو ڪٽڻ ڪو وڏو ڏوهه آهي ڇا؟ جڏهن خود امن امان جي نالي ۾ ايجنسيون ماڻهو جو رس پيئڻ لاءِ چيچڙا لڳايو ويٺيون آهن، اُتي خود قانون جي نالي ۾ لاقانونيت ڪن ٿيون، حڪمران روزانو، جيسين عوام سان ڪوڙ ڪونه ٿا ڳالهائين، تيسين هاضمو نٿو ٿيئين. اسيمبلي جي چونڊيل ميمبرن کي ڪُٽي ٿا وڃن ۾ باسين ٻه ڪونه ٿا، ته باقي ڪليا ڪلايا ڏوهاري ڪهڙو تڪلف ڪندا؟

اينڊرڙ ڏينهن جي وڌيڪ خراب ٿيڻ جا آثار، هن ئي هلندڙ خراب صورتحال جي ڳرڀ مان پيدا ٿي رهيا آهن. ڪوڙي اقتدار جي ڪڪڙ جڏهن، ڪرسيءَ تي آرو ڪندا تڏهن لالچ، لوڀ ۾ قرمار جي آنن منجهان جيڪي خوني ٻچا نڪرندا تن کي سڃاڻن اوکو مسئلو ناهي.

سنڌ جي وڏي وزير جي ٽن مهينن اندر امن امان قائم ڪرڻ يا بقول سندس ڏوهه گهٽائڻ واري واعدي کي ڏاڙيلن اهڙو ڀاڻي ڏنو آهي جو اسلام آباد ٻه ياد ڪندي. ڪراچيءَ ۾ ڪجهه ڏينهن لاءِ نسبتي طرح ٿوري ٿاپر رهي. جو ٿاپر

رهي؟ وري مارا ماري جو ڏنڊو ڪنهن شروع ڪيو ۽ ڇو ڪيو؟ هن ڳالهه تي اڄ جي لوپ ۾ آيل ماڻهن سوچڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ڪئي آهي. اسلامي جمعيت طلباءَ جي پنجن شاگردن جو موت ڪنهن جي جهيڙي ۾ ٿيو؟ ان جي نتيجي ۾ پروفيسر غفور جي اسلامي جمهوري اتحاد جي سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان استعفا ڏيڻ جا مجموعي سياست ۽ ڪراچي جي امن امان تي جيڪي اثر پوندا، تن جي جهلڪ ڪالهہ اسلامي جميعت طلبا جي هڪ ميڙ ۾ ڏسڻ ۾ آئي، جتي ڇوڪرا غصي ۽ جوش ۾ ڊنڊڪرون ڏئي رنا آهن ۽ عزم ڪيو اٿن تہ "نہ ڇڏبو."

ٻئي طرف ايم ڪيو ايم جي اندروني ٽوڙ ڦوڙ بہ ظاهر ٿي آهي. اڳ ۾ ڇيو ٿي ويو تہ ايم ڪيو ايم جن هٿياربند ڏوهارين کي پاڻ سان شامل ڪيو هو، تن مان ڪيترن کي اختلاف ڪرڻ تي ڪڍي ڇڏيو ويو آهي. ١٢ جنوري تي لانڍي ۽ ڪورنگي ۾ گولين جي برسات اِنهن ئي ماڻهن وسائي جن مان ڪجهہ گرفتار ٿيا. ٻيا جيڪي قيادت جا فرمانبردار هٿيارٻند هئا پر مٿن قتل ۽ لٽ مار جا اڻ ڳڻيا ڪيس هئا، تن کي ٽڪيٽيون ڏئي جهازن تي چاڙهي ملڪ کان ٻاهر موڪلي ڇڏڻ جا اطلاع آهن. پر هفتو کن اڳ ناظم آباد ۾ ايم ڪيو ايم جي خارج ڪيل عهديدارن ۽ سندن حامين رات جو هوائي فائرنگ ڪري پنهنجي هجڻ ۽ "عزم" سان هجڻ جو اعلان ڪيو.

ايم ڪيو ايم پنهنجي اقتدار جا اهڙا چار مهينا ڏٺا آهن، جنهن ۾ هر شيءِ حاصل ڪرڻ جا حق ڪيس ليز تي مليل رهيا. ساڳيا حق اڄا بہ ڪيس ڪراچي مان ڪلاشنڪوف جي دهشت سان ڪڍيو ويو، هاڻي سرڪاري حڪم نامن سان سنڌ سيڪريٽريٽ خالي ڪرائڻ جي پروگرام تي عمل تي رهيو آهي. پر ان وچ ۾ اقتدار جي ٻنائي هنن جي اندروني تڪرارن کي وائکو ڪري بيهاريو آهي. ڪڏهن ڪو عهديدار تو تنظيم کان خارج ٿئي، ڪڏهن سمورن ايم پي ايز تي بي اعتباري ڏيکاريندي ڪائن استعفائون لکائي ورتيون پيون وڃن، تہ ڪڏهن خبر ٿي اچي تہ هنن جي مرڪزي قيادت ۾ ايڏا ڏار پئجي ويا آهن جو ڪجهہ عهديدار ڌار تنظيم قائم ڪرڻ جو سوچي رهيا آهن. ۽ پوءِ ان سڄي ٽوڙ ڦوڙ کان بچڻ لاءِ ساڳيو پراڻو طريقو شروع ٿي ٿو وڃي؛ نڪا نڪ..... نڪا نڪ. ان ئي عمل کي اول کان آخر تائين آڪسيجن سمجهيو ويو آهي. مزو وري اهو ٿيندو جو سياڻي ڄام صادق عليءَ، سيني تي هٿ هڻي، چوندو تہ ڏسو سندس دعويٰ کي ميجون ۽ چئون "ڄام صاحب توهان جا لک ٿورا، هاڻي اڄو تہ اسان پاڻ ئي توهان کي هار ٽا پارايون."

پر پاڻ ماڻهو جيڪو ڪجهه مٿان مٿان ٿيندي ڏسي رهيا آهيون، اُن جي هيٺيان هيٺيان ڇا آهي، سان پاڻ کي ڪهڙي خبر؟ جن اهي بلائون ٻڌايون، خود انهن جو هنن کي ڊاهڻ ۾ ڪيترو هٿ ۽ ڪهڙا مقصد آهن؟ سنڌ جي ڀلائي ۽ سنڌ تي ٻچايل بلائن کي سوڙهي ڪرڻ جو خيال انهن ماڻهن کي ڇو ايندو جيڪي، پاڻ کي ساهه ڪٽڻ جو حقدار ٿي تڏهن سمجهن ٿا، جڏهن سنڌ دشمني ٿئي! بهرحال ڏنڊو ڏاڍو اٽانگو، پيچيدو ۽ گهڻ طرفو آهي. جي ايم سيد جو ڄام صادق علي لاءِ پنهنجو اندر ناريو قلفي ڪيو وينو آهي، سو به ڪنهن نه آسري تي آهي! ڪٿي ائين نه ڪونهي، جو ڄام صادق علي، سائين کي ڇيو هجي نه توهان مات ڪري ويهي،ڏسو، نه ڪيئن سڀ ڪم ٿا سڌا ٿين؟

پاڻ ماڻهن جو مسئلو هي آهي نه اسان سان جيڪڏهن ڪا دشمني ٿي ٿئي، نه اُها به سازش ذريعي ۽ جيڪڏهن ڪو چڱائي ڪرڻ جو سوچي ٿو، نه اُهو به سازشي انداز ۾. اُهي ماڻهو هاڻي به ياد رکن نه سازشن ڪرڻ ۾ به اهي پاڻ عقل جا ايڏا اڪابر ڪونهن، جو تمام گهڻن پاسن تي پنهنجي سازش جو هٿ وڌائي سگهن.

جيڪڏهن ڪنهن کي هيءَ غلط فهمي آهي نه ڪراچي ۽ حيدرآباد مان ناجائز هٿيار هٿ ڪرڻ ان ڪري ضروري ناهن، جو اهي هٿيار، هٿياربندن کي پنهنجي اندروني جهيڙن ۾ ختم ڪرڻ جو ڪم ڪندا، نه عقل جا ٻيا خطري وارا پهلو به آهن. غوث علي شاهه به اها اڪابري ڏيکاري هئي. پٺاڻن سان ٿيل جهيڙا، پنجابين سان ٿيل جهڳڙا پوءِ ڪيئن ڪانئو مٿائي سنڌين تي اچي ويا؟ تڏهن شروع ۾ اچا پ پ پ جي حڪومت نه ڪانه هئي.

اصل ڳالهه هيءَ آهي نه جهيڙا، فساد ۽ دهشتگردي نه ڪنهن جا مائٽ آهن، نه خيرخواهه. هي خيال غلط آهي نه فلاڻا مرندا ۽ فلاڻا بچي ويندا. سڀ تماشا پاڻ ڏسيو وينا آهيون. اسان اختيارين کي چتايون ٿا نه جماعت اسلامي يا ايم ڪيو ايم جي اندروني تضادن تيز ٿيڻ سان ڪراچي ۽ حيدرآباد جي گهٽين ۾ رتوڇاڻ جا پروگرام تيار ٿي رهيا آهن، جيڪڏهن عقل ڪان، قانون ۽ قاعدي ڪان ڪم وٺڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي، نه دهشتگرد به امن قائم رکڻ جي ڪا ضرورت محسوس نه ڪندا.

**ڇنڇر٢- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو**

# ڪربلا- ماضي جون تباهيون ۽

# حال جون غداريون

سنڌو دريا جي پاڻي جي ورهاست وارو مامرو اجا رهيو پيو آهي ۽ ڪجهه ڏينهن اڳ پنجاب جي وڏي وزير غلام حيدر وائين چيو هو ته معاملو تمام حساس آهي تنهنڪري ان تي فيصلو به ڳجهه ڳوهه ۾ ڪري ڇڏيو.

ڳجهه ڳوهه ۾ فيصلو اهڙي مامري تي ڪندا، جنهن جي ڪابه حقيقت لڪل ناهي. ١٩٤٥ وارو معاهدو ظاهر ظهور آهي. اِن ڪانپوءِ فضل اڪبر ۽ حليم ڪميشن جون پوري پوري بي انصافي تي ٻيڌل رپورٽون به ظاهر ظهور آهن، جن تي عمل ڪرڻ سان سنڌ جي پاڻي سان ٿيندڙ ڌاڙ برداشت کان ڇڙهيل هوندي، تنهنڪري پنجاب بنا ڪنهن ڪميشن ۽ فيصلي جي، جيڪو ٿو وٽيس سو وينو ڪري. سنڌ ۾ ڪابه نئين ايريگيشن اسڪيم هٿ ۾ ڪڻڻ جو نئو سوچي سگهجي ڇو ته پاڻي، پنجاب کان ڪير ڇڏائي اچي. وڏي ڳالهه ته موجوده زمينن لاءِ پاڻي، جي ڪٽ جو اندازو، سنڌ ۾ وارابندي تان ٿيندڙ جهيڙن ۽ خونن جي خبرن مان سولائي سان لڳائي سگهجي ٿو. اسان هتي ٿوري پاڻي تي پاڻ ۾ وڙهي مئا آهيون، ۽ هو مٿان اسانجي تاريخي پاڻي تي جاوا وينا ڪن. اسان جي پريشانين، بک، بدحالي ۽ مجبور تي هڪٻئي تي ڪهاڙيون ۽ بندوقون ڪڻڻ تي هنن کي پرواهه ئي ڪانهي. ڌاڙ به پاڻ ڏيو وينا آهن ۽ چون ته نه ڳالهايو، جو هي نازڪ معاملو آهي! ڪن موقعن تي ته پنجاب جي بالادست حلقن هي به تاثر ڏنو آهي، ته سنڌين گڙٻڙ ڪئي ته سندن سمورو پاڻي روڪي ڇڏبو. هي ماٺهو ايتري به فضيلت پيدا نه ڪري سگهيا آهن، جو هن معاملي کي سولائي سان نبيري سگهجي. ان طرح هي ان سياسي راءِ کي پاڻ تقويت ڏيئي رهيا آهن ته پاڪستان قائم ئي انڪري ٿيو آهي، جيئن هتي ناجائز مفادن جون ٻيگهيون مچن ۽ ڪنهن به حقدار کي حق پلئه نه پوي. حق جي ڳالهه ڪجي ته ملڪ دشمني جو ٿپو لڳي. پر جي ڳالهه ملڪ دشمنيءَ جي دائري کان نڪري وڃي ته پوءِ چون، معاملو نازڪ آهي، ماٺ ڪريو!

سنڌ جي پاڻي جو ڪيس بلڪل واضح آهي. ڪنهن کي همت ۽ دليل ڪونهي ته اسان جي نمائندگي ڪندڙ ماهرن جي ڪيس کي رد ڪري. ١٩٤٥ وارو معاهدو سنڌ ۽ پنجاب گڏجي طئي ڪيو هو. ايستائين جو ان معاهدي جو مسودو به پنجاب تيار ڪري اسانکي موڪليو هو ۽ پنجاب جي ايريگيشن

اسڪيمن سبب سنڌ کي پنهنجا متبادل انتظام ڪرڻ لاءِ گهربل رقم چئن
ڪروڙ رپين منجهان پهريائين ٻه ۽ پوءِ ٽي ڪروڙ رپيا سنڌ کي ڏيڻا ڪيائين. ان
معاهدي مطابق پاڻي جي ورهاست تي عمل ته شروع ٿيو، پر جيئن پيارو
پاڪستان ٺهيو ته ڏوڪڙ ته ويا ۽ هوريان هوريان ڪري پاڻي به کٽندا ويا. ڇا
پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ اها سنڌ لاءِ پهرين سوڪڙي هئي؟ پڙا حليم ڪميشن ته
پنهنجي پهرين گڏجاڻي ۾ ئي ١٩٤٥واري معاهدي کي هي چئي رد ڪري ڇڏيو
ته هاڻي ١٩٤٤ وارو زمانو ناهي ۽ گهڻيون ڳالهيون بدلجي ويون آهن. ١٩٤٥ واري
معاهدي کي رد ڪرڻ کانسواءِ پنجاب هٿان سنڌو دريا جي اسي سيڪڙي پاڻي
۾ سنڌ جو ۽ ويهه سيڪڙو پنجاب جو حصو مقرر ڪيو ويو هو. بعد ۾ ڀارت
سان ڪيل معاهدي ۾ پاڪستان، پنجاب جي ٽن دريان تاهن هٿ ڪڍي
پنهنجون ضرورتون بنا پڇا ڳاڇا جي سنڌو جي پاڻي مان پوريون ڪرڻ شروع
ڪيون، ۽ سنڌ جي گلا شروع ڪيائون ته اُتي پاڻي زيان ٿي رهيو آهي. لڳي
ائين ٿو ته سنڌ ڏانهن ٿوري طور جيڪو پاڻي ٿي ڇڏيائون سو به ڇڻ ته انهن لکين
ايڪڙن لاءِ آهي جيڪو رٽائرڊ فوجين ۽ ون- يونٽ کانپوءِ هتي پنجاب جي
آبادڪارن کي ڏنل زمينن لاءِ آهي.

سينيٽر قاضي عبدالمجيد ڪجهه ڏينهن اڳ پاڻي جي مسئلي تي پنهنجي
تحرير ۾ واضح ڪيو ته سنڌو درياءَ تي سنڌ جي پاڻي جو حصو گهٽجي
٦٥سيڪڙي تي پهتو آهي، جڏهن تربيلا ۽ منگلا وارن ذخيرن، چشمه- جهلم
لنڪ ڪئنال ۽ پنجند اسڪيمن ذريعي پنجاب غيرقانوني طور ۽ بنا ڪنهن
اخلاقي جواز جي پاڻي حاصل ڪري رهيو آهي. هيءَ ته آهي حالت! وفاق،
جيڪو پاڻ کي سمورن يونٽن جي حقن جو امين ٻڌائي ويٺو آهي، سو خود
"جهان خان" آهي. فضل اڪبر ڪميٽي آڪٽوبر ١٩٦٩ ۾ قائم ڪئي وئي،
جنهن ١٣ مهينن کانپوءِ نومبر ١٩٧١ ۾ جيڪا رپورٽ ڏني تنهن ۾ ٻڌايو ويو ته
صوبا پاڻ ۾ ڪونه ٿا ٺهن. اها رپورٽ وري مونگي منجسٽريٽ جي ڪارروائي
وانگر ڊسمبر ٧٦ ۾ گڏيل مفادن واري ڪائونسل ۾ پيش ٿي. اُن وري نئون
حشر ڪيو جو سپريم ڪورٽ جي چيف جسٽس ۽ چئن هاءِ ڪورٽن جي
چيف جسٽسن تي ڪميشن قائم ڪئي. ان کي جسٽس انوارالحق ڪميشن
جو نالو ڏنو ويو، تنهن ڪوبه ٻوٽو نه ٻاريو- مڙيئي قصي کي اينگهائڻو.
مارچ ١٩٧٧ ۾ حليم ڪميشن قائم ٿي، اُن ١٩٨٢ ۾ ڇهن سالن جو عرصو
ڳڙڪائڻ کانپوءِ جيڪا رپورٽ ڏني، اُن ۾ سنڌ جي حق تي راتاهو لڳل هو.
فضل اڪبر ڪميٽي پنهنجي سفارشن ۾ سنڌو جي پاڻي کي صوبن ۾ ورهائڻ
جو بنياد سنڌ- پنجاب ڊرافٽ ائگريسينٽ (١٩٤٥ وارو معاهدي) تي ڏسيو، پر
پاڻي جي مقدار ۾ سنڌ جو حصو ١٩٤٥ واري معاهدي جي ڀيٽ ۾ ٣٨ سيڪڙو
گهٽائڻ جي سفارش ڪئي ۽ پنجاب جي اصل ويهه سيڪڙي مقدار کي پنجاهه

سيڪڙو ٻٽائي ڇڏيو. ڪارڻ هي هو تہ هن ڪميٽي کي ڇيو ويو تہ پارت سان معاهدي ۾ پنهنجي دريائن جي جيتري حصي تان پاڪستان هٿ کنيو آهي، سا پورت سنڌوءَ مان ڪرٽي آهي ۽ ورهاست ڪرڻ واري نظام جو مرڪزي نقطو ان ڳالهہ کي بڻائڻو آهي. ان هشيءَ تي پاڻي جي ڪل مقدار ١٠۴,٢۴ ملين ايڪڙ فوٽ منجهان پنجاب کي ٥٢,٦٦ ملين ايڪڙ فوٽ (٥٠ سيڪڙو) ۽ سنڌ کي ۴٣,٧٩ ملين ايڪڙ فوٽ (۴٢ سيڪڙو) پاڻي ڏيڻ جي سفارش ڪئي. باقي ٽي سيڪڙو بلوچستان ۽ پنج سيڪڙو سرحد صوبن کي ڏيڻا ڪيا ويا. ايتروئي نہ پر تربيلا ۽ ڪالاباغ ڊئم جي رٽائن ڪانپوءِ واري عرصي لاءِ سنڌ ۽ پنجاب جو چاليهہ چاليهہ سيڪڙو، سرحد تيرهن سيڪڙو ۽ بلوچستان ست سيڪڙو حصو تجويز ڪيو. حليم ڪميشن وري اچا ٻہ وکون اڳتي وئي جو اُن سنڌ ۽ پنجاب جي حصو ٣٧:٣٧ سيڪڙو تجويز ڪيو.

معاشي ۽ قدرتي وسيلن جي صوبن ۾ هن طرح جي ورهاست ڪرڻ منجهان ظاهر هي ٿو ٿئي تہ هنن جي نظرن ۾ پاڪستان، رڳو پنجاب آهي. سنڌ پنهنجي حقن لاءِ سياسي جدوجهد تي ڪري، تہ اُن کي ٽوڙڻ لاءِ سنڌ ۾ انتشار، ڌاڙيل، دهشت گرد، رينجرس ۽ ٻيا فورسز موڪلي پاڻ ئي خرابيون پيدا ڪري، سنڌين جي جانين لاءِ ايڏا خطرا ٿا پيدا ڪن، جو پاڻ کان باقي ڳالهيون وسري ٿيون وڃن. هاڻي تہ هنن سنڌ جون سياسي واڳون بہ اهڙن ئي ماڻهن جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيون آهن، جو ڪجهہ سالن ۾ سنڌي آفيسر ئي ڪونہ هوندا، جيڪي ٽيڪنيڪل بنيادن تي سنڌ جو ڪيس تيار ڪن، يا دليل ڏين. اسان جي نمائندگي بہ هنن جا ماڻهو ڪندا، ۽ پنهنجي نمائندگي بہ پاڻ ڪندا. پاڻ کي لاڙڻ واهہ جو ڇيڙو بڻائي، اهڙي حالت تي پهچائيندا، جو سمورا سنڌي قبائيلي ۽ خانہ بدوش ٿي، گهوڙن ۽ گڏهن تي ٽپڙ رکي، جتي ٻن ڏينهن جي ساوڪ ڏٺيسين، ٽپڙ لاهي ويهي رهبو. اُن ڪم لاءِ گرائونڊ ورڪ بہ پوري تياري سان ٿي رهيو آهي. سنڌ ۾ سماٽ ۽ ٻروچ جو تڪرار ۽ ان بنياد تي تنظيمن جي جوڙجڪ هلي رهي آهي. هن وقت سنڌ ۾ لاشاري، خاصخيلي، اُڏا، سومرا، ميمڻ ۽ ٻين ڪيئي ذاتين جون تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن. تاريخ جي شعور کان بي خبر، قومي تقاضائن کان منهن ڦيرايل اسان ماڻهو، ان ئي پنڌ تي روانا ٿيل آهيون. سياست، جنهن ذريعي قومي ٻڌي ۽ يڪجهتي جو عمل هلندو آهي، سا بہ رياستي ادارن جي تخريبڪاري ۽ احمق غدارن جي ور چڙهيل آهي، تعليم سڄي ڦٽائي ڇڏي اٿن، سنڌين جي آبادي ڇئن ڪروڙن جي انگ کان چڙهي آهي تہ مارڻ ٿا اچن- پاڻ خوش آهيون تہ قديم تهذيب جا وارث ۽ تاريخي طرح زبردست قوم آهيون. ماضي جي تباهين ۽ حال جي غدارين سان اسان جو مستقبل ڇا ٺهندو؟ اُن کي سمجهڻ ڪو ڏکيو ڪم آهي ڇا؟

*آچر ٣- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو*

# پاڻ چئو ته اسان پاڪستاني ناهيون!

سنڌ جي رڳن ۾ مختلف نمونن سان جيڪو زهر داخل ڪري ڊوڙايو ويو آهي، سو ڪنهن طرح به ڇنڪي رتا بندي جو ڪم ناهي. هي هڪ زهر، ٽن مختلف زهرن جو ميلاپ آهي. ڳالهه کي پيرائتي نموني سمجهڻ لاءِ معاملي جون سموريون ڪڙيون ۽ سلسلا ڳولڻا پوندا، تنهن ڪانپوءِ مريض لاءِ سوچڻو پوندو.

هن وقت تائين پاڻ ماڻهو مسئلي کي سمجهڻ جي ڪوشش ۾ ٻن ڪڙين کي پاڻ ملائڻ جي حد تائين ڪامياب ٿيا آهيون، پر هڪ وڏيڪ ڪڙي کي ڳالهه سان ملائڻ جي ڪوشش نه ٿي آهي. سڄاڻپ ۾ اچڻ واريون پهريون ٻه ڪڙيون ڌاڙيل ۽ دهشت گرد آهن. هي ٻئي ڏريون دشمني، ڪرپ ۽ نفرت جي هڪ ئي سرچشمي منجهان ڦٽن ٿيون، جڏهن ته هڪ ٽين شيءِ به ساڳي درگاهه جي مريد آهي: سياسي فائدن جو چشڪو، سو به رڳو وڏيرڪي لڏي لاءِ. پاڻ ماڻهو هنن ٽنهي شين کي ٽڙيل پکڙيل نموني وٺون ٿا، جڏهن ته هي ڳنڍيل ۽ ڳتيل (Integreted) آهن.

هنن ٽنهي جو گڏيل شڪار ڳوٺن منجهان پيدا ٿيندڙ وچولو طبقو آهي. اهوئي طبقو سنڌ جي تاريخي حقن جو شعور به رکي ٿو ۽ سڏي طرح عوام منجهان آهي: پاڻ به پڙهي ٿو پنهنجي اولاد کي به پڙهائي ٿو. اهڙيون تنظيمون به قائم ڪري ٿو، جيڪي اسڪولن کولائڻ جون ڪوششون ڪري رهيو آهن. تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت جي ڳالهه به ڪري ٿو ۽ سنڌين کي سرڪاري ملازمتن ۾ حصي ڏيارڻ تي به ضد ٻڌيو بيٺو آهي. سنڌين لاءِ واپار، ڌنڌي، صنعتڪاري، ڪمپيوٽر سائنس، انجنيئرنگ، ميڊيڪل ۽ سماجي سائنس جون ڳالهيون ناهن. هي غير سياسي طريقن سان، سنڌ جي سياسي حقن جو ڪيس پيو تيار ڪئي.

ڳالهه ته بلڪل سڌي سنواتي پئي آهي. هي دنيا جي هر ماڻهوءَ جا بنيادي انساني حق آهن. اڄڪلهه دنيا جو هر ماڻهو انهن حقن لاءِ جاڪوڙي ٿو، جيئن زندگي فضيلت سان گذاري سگهي، ۽ حياتيءَ جي موجود پريشانين ۾ گهٽتائي ٿئي، اسان پنهنجي سنڌي هجڻ تي به انڪري زور ڏئي رهيا آهيون، جو ٻيا ماڻهو پنهنجي پنجابي، پشتون ۽ بلوچ هئڻ تي زور ڏئي رهيا آهن. ايستائين جو جيڪي ماڻهو دنيا جي ڪنهن به حساب ڪتاب سان نه قوم آهن ۽ نه قوميت بنجن ٿا، سي به پاڻ کي قوميت جو نالو ڏئي، پيچ ٻڌي مهري ٻڌجي "مهاجر" سڏين ٿا. فقط ان لفظ جي مفهوم تي ٿورو ڌيان ڏجي ته مهاجر هڪڙوئي نسل ٿئي ٿو، جيڪو هڪ هنڌان ٻئي آيو هجي. اُن نسل جو اولاد مهاجر ڪيئن ٿيندو. هن ملڪ

جو آئين ۽ حڪمران بڻي، ان قوميت کي نہ رڳو قبول ڪن ٿا پر اُن سان سياسي معاشي سوديبازيون بہ ڪن ٿا.

هن ملڪ ۾ سڀ غلط لفظ، سڀ غلط معنائون- بي معنائون جائز، صحيح ۽ سچيون آهن تنهنڪري هر صحيح ڳالهہ هتي پنهنجا پير نٿي کوڙي سگهي. سنڌين کي روزگار ملي- غلط ڳالهہ. سنڌين کي انساني حق ملن- غلط ڳالهہ. سنڌين کي تعليم ملي- غلط ڳالهہ. سنڌين کي سياسي حق ملن- غلط ڳالهہ. سنڌين کي ڪجهہ بہ نہ ملي- ان کان وڌيڪ محب وطن، اسلام دوست ۽ سچي پاڪستاني ڳالهہ نہ ڪٿي پيدا ٿي، نہ ٿيندي!

سنڌ جو اهو ڪيس، جيڪو هنن جي خيال کان غلط آهي، سو ڪتابن، رسالن، ادب، شاعري، وڌندڙ عالمي شعور ۽ بين الاقوامي توڙي قومي تحريڪن جي مطالعي منجهان پيدا ٿيو آهي، جو پاڪستان ۾ اتفاق سان رڳو سنڌي قوم، کي پلئہ پيو آهي. پڙهيل ماڻهو ٻين وٽ بہ آهن. پنجاب ۾، سرحد ۾، اسلام آباد ۾ وڏا ڄاڻوگر، عالم فاضل ۽ اڪابر ويٺا آهن- پر هنن وٽ وچولو يا مٿيون وچولو طبقو انهن مسئلن منجهان گذريو ئي ڪونهي. هنن جا اڪابر انتهائي رعايت يافتہ ۽ پاڪستاني رياست جي سامراجي رشتن ناتن سبب هوائي مخلوق آهن. هنن وٽ هيٺين وچولي طبقي منجهان اُبريل اديب ۽ دانشور ڪونهن، اُنهن جو پنهنجي واهڻن ۽ وسندين سان عملي رشتو ڪونهي. هنن وٽ جيڪڏهن ماڻهپي يا چڱائي جون چار ڳالهيون آهن، تہ بہ هڪ اخلاقي ذميواري طور. اسان جنهن ماڻهپي جي ڳالهہ ڪريون ٿا، سو رڳو علم سطح جو ناهي. اُهو خالصتاً اسان مان هرهڪ ماڻهوءَ جي، پنهنجي لاءِ، هڪٻئي لاءِ ۽ سڄي سنڌ يا انسان ذات لاءِ هوا، باهہ، پاڻي ۽ انا وانگر هڪ ضرورت آهي اسان جي دانشور جو مسئلو ئي هي آهي تہ هو دنيا جي اعليٰ ۽ ارفع ڪا ڳالهہ معلوم ڪري ٿو وٺي، تہ اُن کي پنهنجن ماڻهن جي اڳيان، اهڙي طرح پيش ڪري، جو اُها ڳالهہ، قدر، آدرش يا معلومات، اسان جي ماڻهن جي پنهنجي شيءِ بنجي پوي. انڪري پنجاب ۽ سنڌ جا دانشور پاڻ ۾ ملندا تہ خيالن ۾ گهڻي ويجهڙائي جي باوجود، پنجابي دانشور جي اندر کي کوٽبو، تہ اندران مسلم ليگي يا وڌ ۾ وڌ ٿورڙي مٿي سطح تي پيپلزپارٽي جو نڪري پوندو. فيض احمد فيض پنجاب ۽ اسلام آباد جي حاڪمن جو بہ شاعر آهي، پر شيخ اياز جي شاعري کان حاڪمن جي ڪل ويندي.

هن سڄي بحث جو مطلب هي آهي تہ سنڌ جي قومي حقن جي شعور جون پاڙون، سنڌي قوم جي ڏتڙيل حالت ۽ عالمي سطح تي بي انداز قومن جي ٿيندڙ ترقي جي ڀيٽ ۽ ضرورت منجهان جنم وٺي چڪو آهي. ان وڌندڙ شعور جي اڳيان پاڪستان جي ٻين ڪهڙين قومن جو شعور بيهندو- ڀلي هنن وٽ فوجون هجن، صنعتون هجن يا سامراجي رابطا هجن.

۽ سنڌ جو اهو شعور، جيڪو ماستر، ڪلارڪ ۽ هيٺئين طبقي جي ماڻهوءَ کان اُڀري رهيو آهي، سو جيڏو پاڪستان تي ناجائز اقتدار ڄمائيندڙن لاءِ خطرناڪ آهي، ايترو ئي ترقي جي دشمن وڏيري لاءِ ڏکيو آهي. مارشلائي ٽولن طرفان عوام جي حمايت وارين پارٽين تي ڏنبو ٿو کڄي ته موقعي پرست وڏيرا ڊيهڙو ڪري پڄي ٿا وڃن. جام صادق علي جهڙو سياسي شاطر وڏيرو جڏهن هنن لاءِ اقتدار جي جنت جون دريون ٿو کولي ته همراهن جي ڳگ ڳڙي ٿي پوي.

هنن وڏيرن جو سياسي اقتدار، دهشت گرد ۽ ڌاڙيل گڏجي هڪ ئي وقت سنڌين جي نوڪرين، جانين ۽ ملڪيتن تي حملو ڪن ٿا. ڏسو ته گذريل آگسٽ کان وٺي هن مهل تائين هزارين ننڍا وڏا سنڌي ملازم بيروزگار ڪيا ويا آهن. سنڌين کي نوڪريون ڏيڻ تي پابندي آهي، پر جن کي نوڪريون مليون آهن تن کي ملي رهيون آهن. هن طرح ماسترين، ڪلارڪين، ڊاڪٽرين، انجنيئرين ۽ ٻين نوڪرين وٺڻ ذريعي سنڌي نوجوان پاڙيرا ٿي وڏيري جي تابعداري مان نه نڪري سگهندا ۽ پيا پيرا پائيندا. رئيس جي سِر بخت جو خير ائين ئي ٿيندو. اسان وارا وڏيرا وري جي صنعتون ٿا هڻن ته مخدوم ۽ جتوئي پنجاب ۾ ڪارخانا هڻن ٿا. آصف زرداري جي شگرمل آهي ته اسي سيڪڙو ماڻهو غير سنڌي.

ان ڪري اڄو ته پاڻ هن رياست ۾ پنهنجي ملازمتن جي حصي حاصل ڪرڻ واري ڪم منجهان هٿ ڍرا نه ڪريون ۽ ان مسئلي تي ويسرائپ نه ڪريون. جهيڙو ڪرڻو پوي ته اُن جي ٻه سنبت ڪريون. يا هنن کي چئون ته هي پاڻ اسان کي سرڪاري طرح چون ته اسان پاڪستاني ناهيون!

*اڱارو ۵- مارچ ۱۹۹۱ع. جاڳو*

# اقتدار جي آگر چڙهڻ جو خواب

سينيٽ جي چونڊن ملڪ جي سياسي ماحول کي ڪافي ڏينهن کان گندو ڪري ڇڏيو آهي. حڪومت طرفان مخالف ڌر کي جيترو پريشان ڪيو ويو آهي، اوترو ڌاڙيلن کي تڪليف ۾ وجهي ها ته ماڻهن تان ڪجهه بار جهڪو ٿي پوي ها. پر حڪومت سمجهي ٿي ته ڌاڙيل سندس اقتدار لاءِ ايڏو خطرو پيدا نٿا ڪن، جيترو مضبوط مخالف ڌر ڪري سگهي ٿي. سنڌ جو وڏو وزير ان ڳالهه ۾ ڪامياب ٿيو آهي، ته پيپلزپارٽي کي "آصف زرداري بچايو" تحريڪ ۾ تبديل ڪري، سندس ملڪي ڪردار کي گهٽائي ڇڏيو اٿس، پر هن طرح ڦند ڦير ڪرڻ سرڪاري مشنري کي ذاتي اقتدار بچائڻ لاءِ ڪم آڻڻ ۽ آءِ جي آءِ جي مرڪزي حڪومت يا ڪن ٻين "سرچشمن" جي هشي تي سنڌ کي سياست جون دوزخ بنائڻ خون روايتون سنڌ جي دلين ۾ پاڪستان جي مان مرتبي جو ڪهڙو حشر ڪنديون، سا ڳالهه سمجهڻ ۾ ڏکي ڪانهي.

سينيٽ جي چونڊن واري دنگل ۾ سنڌ جي وڏي وزير کي ٽن ڇئن ڏرين کي خرچ ڪرڻو پئجي ويو آهي. هو هن مرحلي مان گذرڻ جي نزاڪتن کي پوري طرح محسوس ڪري رهيو آهي. هن پوري خبرداري کان ڪم وٺندي جيڪي به قدم کنيا آهن، تن پ پ پ لاءِ ايڏو تاءُ پيدا ڪيو آهي، جو اُن قومي اسيمبلي جو بائيڪاٽ ڪيو آهي، تڏهن به نواز شريف کي ڄام صادق علي سان ڪچهڻ پچهڻ جي همت نٿي ٿئي. نواز شريف ڀلي هن ملڪ جو وزيراعظم هجي، پر ڄام صاحب جي اڳيان هو ڪهڙي باغ جي موري آهي. حيدرآباد واري گذريل دوري وقت ڄام صاحب، نواز شريف کي ڪليل تقرير ۾ جيڪي ڪتيون ٻڌايون سي سيني جي اڳيان آهن. نواز شريف پنهنجي تقرير ۾ ڄام جي اڳيان معافي وارو انداز اختيار ڪيو- ۽ ڪيئي ماڻهو ڄام صاحب جي "بهادري" ۽ ڪمال جا قائل ٿي ويا آهن- اهو ڄاڻڻ ڪانسواءِ ته حڪومتون خلق کي هڪڙا تماشا ڏيکارينديون آهن ۽ پاڻ لاءِ ٻيا تماشا ٺئي ڪنديون آهن. سنڌ جي وڏي وزير جو، پاڪستان جو وزيراعظم سان ڀرئي جلسي ۾ تکو ٿي ڳالهائڻ ۽ وزيراعظم جو هٺ ٻڌڻ وارو انداز صوبن جي خودمختياري واري ناٽڪ جو ڏيک به ته ڏين ٿا! هن ۾ شڪ به ڪونهي ته ڄام صادق علي کي جيڪا

خودمختياري مليل آهي، ايتري سنڌ جي ڪنهن به حڪمران کي نه رهي آهي. اها خود مختياري ڪم ڪهڙي لاءِ استعمال ٿئي ٿي، سا جدا ڳالهه آهي.

سينيٽ جي چونڊن جي موقعي تي پيپلزپارٽي جي صفن مان روانگين جو تعداد پارٽي جي قيادت يا عام حمايت کي هيسائڻ ۽ پنهنجو قد وڌائڻ ۾ سنڌ جي وڏي وزير يقينن هڪ هاڃ ڪئي آهي. هن ئي موقعي تي ايم ڪيو ايم جي اندر ڦرڦوٽ پوڻ ۽ الطاف حسين جو دعائن تي زور ڏئي پنهنجي ڪمزوري ڏيکارڻ جو سهرو به ڄام صادق علي جي سر تي رکيو ويندو- چون ٿا ته ڄام صاحب جي سخاوت، بي انت بي بها ايم ڪيو ايم جي صفن ۾ ڦيٽاڙو وڌو آهي. نعمتن جو بار سهڻ ڪو سولو ڪم ناهي. بني اسرائيل وارا به خدا تعاليٰ جي نعمتن جو بار نه ڪڻي سگهيا هئا. پاڪستان ۾ ته ماڻهن ۽ پارٽين جون پنهنجون نيتون ۽ ارادا ئي پاڻ لاءِ نانگ بنجي وينداآهن.

سينيٽ لاءِ هلندڙ دنگل ۾ خود پ پ پ|منجهان ڄام صادق علي خان لاءِ رسمي ۽ غير رسمي حمايت ۾ ايڏو وڌارو ٿيندي پڌڻ ۾ اچي رهيو آهي، جو ڪالهه هڪ اخبار خبر ڏني ته ڪيترن ئي پ پ پ ايم پي ايز ڄام صادق علي کي آڇ ڪئي آهي ته ايم ڪيو ايم منجهان هٽ ڪيو ته سندس حمايت ڪندا ۽ وڏ وزارت لاءِ گهربل ميمبر ڪيس ملي ويندا. پر ڄام صاحب پڪ سان ان آڇ جي ڄار ۾ ايستائين نه ڦاسندو، جيسين پ پ پ وارا بينظير کي ڪليو ڪلايو ڇڏي نه ايندا.

ڄام صاحب لاءِ هي واقعي پريشاني جو ڪارڻ آهي ته سندس سياسي حمايت جي ٺڪري تي پاڙ آهي، ان ڪري پ پ پ جا ميمبر ۽ ليڊر ٽوڙي پنهنجي پاسي ڪرڻ، سندس لاءِ به ايترو اهم ڪم آهي جيترو، اسلام آباد جي آقائن لاءِ بينظير کي اڪيلو ڪرڻ ضروري آهي. پر کيس گڏوگڏ هيءَ ڳالهه به ذهن ۾ رکڻ گهرجي، ته اسلام آباد کي سنڌ ۾ اُهو ماڻهو قبول نه پوندو، جيڪو پنهنجا سياسي بنياد نه ٿو رکي. پيپلزپارٽي سان به ته اسلام آباد جو وير اهوئي آهي ته اُن کي عوام جي حمايت حاصل آهي، جن کي عوام جي حمايت ڪانهي، تن سان اسلام آباد وارا ڇو وڙهندا. پاڪستان ۾ سازش واري سياست کي سگهارو بنائڻ لاءِ هنن ضروري سمجهيو آهي ته عوامي حمايت جا ٺوس بنياد رکندڙ ڪا پارٽي نه هجي. هرڪو سازشن ۾ مصروف رهي ۽ عوام جي پريشانين ۾ واڌارو ٿيندو رهي، ايستائين جو عوام پاڻ مٿان غلامي جا مڙهجندڙ سمورا شرط قبول ڪري. انڪري ڄام صادق علي جيڪڏهن هڪ ئي وقت تي چار ڪارناما ڪري پ پ کي ٽوڙي پاڻ ڏانهن ڪري ايم ڪيو ايم ۾ ڦيٽاڙو وجهي سنڌين

کي خوش ٿيڻ جو بهانو ڏئي سمجهي ٿو، اسلام آباد کي خوش ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو ته اهو ممڪن ناهي. اسلام آباد فقط ان ماڻهو منجهان خوش ٿيندي جيڪو سنڌ تي ڏنبو وسائي، رياستي ادارن ذريعي عوام جي بي عزتي ڪرائي ۽ پنهنجي اقتدار کي مڪمل طرح بيوروڪريسي جو محتاج بڻائي ويهي.
جام صاحب اسلام آباد جا اهي شرط ته پورا ڪيا آهن، پر گڏوگڏ هو پنهنجا سياسي بنياد به ناهي رهيو آهي ۽ جيڪو ماڻهو سياسي آڌار حاصل ڪندو، اُن کان مرڪز جو آڌار کسجي ويندو- ۽ جڏهن اهو آڌار کسجي ويندو، تڏهن ميڙي چونڊي ڪري آندل ماڻهو به ڀڄي ويندا- ڇو ته اُهي اقتدار سان ٻڌل آهن.
ان معنيٰ ۾ هن وقت سنڌ حڪومت جيڪا به مشق ڪري رهي آهي، ان جو ڪوبه آئيندو ڪونهي. خواهه مخواهه سنڌ جي پريشانين سان ڪٽيو رڳو فوجي راڄ وارا ڪائي سگهندا آهن، ٻئي ڪنهن ماڻهو کي وڌ ۾ وڌ اقتدار جي آڱر چٽڻ لاءِ ملندي آهي.
مشهور داغستاني اديب حمزا رسول لکيو آهي ته هڪڙي ڪڪڙ جبل جي چوٽي تي خواب ڏٺو ته هو باز وانگر اُڏامي رهيو آهي. اک کلڻ تي، هن پر پکيڙي اُڏامڻ جي آسري تي پاڻ کي ڇڏيو ته ٻه ٽي ڪنيڙيون هڻڻ کانپوءِ ڦهه اچي پٽ تي ڪيائين. اهڙي ڪنهن به خواب تي ڪنوڻ وانگر مال نه ڪاهجي.

اربع ٦- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

## سنڌ لاءِ ڪوڙ آزاديون!

جناب جي ايم سيد، آمريڪا کي عرض ڪيو آهي ته سنڌ کي آزادي وٺي ڏني وڃي. ڪالهه هتي هڪ هوٽل ۾ جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻ گل محمد جکراڻي پاران بلوچ قومپرست اڳواڻ عطاءُالله مينگل جي مان ۾ ڏنل آجياڻي ۾ سيد، تازو آمريڪا کان آيل يوسف هارون کي مخاطب ٿيندي چيو ته هو آمريڪا کي عرض ڪري، ته سنڌ کي آزادي وٺي ڏي. گل محمد جکراڻي به پنهنجي تقرير ۾ چيو ته وڏي جدوجهد ڪانپوءِ آمريڪا ڪويت کي آزادي وٺي ڏني آهي. سيد پنهنجي تقرير ۾ هيءَ به ڳالهه ڪئي ته ڄام صادق علي طرفان، عطاءُ الله مينگل جي مان ۾ دعوت ڏيڻ سان، سنڌ جي آزادي واري مقصد کي تقويت ملي آهي. مطلب هي ٿو ٿئي ته سنڌ جي آزادي لاءِ تقويتون ڏاڍيون آهن، بس رڳو آمريڪا آخري قرب ڪري!

سيد جنهن شخص يوسف هارون کي اهو عرض ڪيو آهي، سو واقعي وڏي پائي جو ماڻهو آهي. جڏهن به پاڪستاني اقتدار جي شطرنج جا مهرا بدليا آهن، تڏهن، يوسف هارون پاڪستان کي پنهنجو جلوو بخشيندو آهي. آمريڪا ۾ هن ماڻهو جي اينڊي ڏاڪ آهي جو، هي پهريون پاڪستاني شهري آهي، جنهن کي گذريل سال آگسٽ ۾، جڏهن هتي بينظير جي حڪومت جو انت آندو ويو، تڏهن جارج بش جي ماني جي دعوت تي وائيٽ هائوس ۾ ويٺو هو. چون ٿا ته يوسف هارون جا پان- آمريڪن ايئر لائينز ۾ حصا آهن. اهو ماڻهو ايڏو وت بلڪل رکي ٿو، جو سيد کي، سندس خواب جي تعبير ڪنهن ڏينهن هٿن ۾ ڪٽي آڻي ڏئي!

سيد سنڌ جي جنهن قسم جي آزادي جي خواهش رکي ٿو، سا سندس سياست بلڪل ڪانهي. اهو سيد جو عشق آهي ۽ "عشق نه پڇي ذات". ڪالهه راجيو گانڌي ۾ سنڌ جي آزادي جو آسرو، ان کان اڳ اندرا گانڌي ۾، وري خود جنرل ضياءَ ۾، پوءِ وري الطاف حسين، وري نواز شريف ۽ ڄام صادق علي ۾ ۽ هاڻي جارج بش ۽ يوسف هارون ۾. باقي رهن رڳو غلام اسحاق، جنرل اسلم بيگ ۽ جماعت اسلامي وارا ٿا. هنن جي ڪنن تي به اهڙي درخواستڙي هٿڻ گهرجي- ڪو هرج ناهي. انهن پهلا آمريڪا کان ڪو ورهايو

آهي ڇا. ڪهڙي خبر، هو اڳ ئي سنڌ جي آزادي لاءِ ڪم ڪري رهيا هجن. پاڪي ڪيپي آزادي- پوءِ ڪٿي ڪاري چوڙ هٿان ملي! مڙوئي آهي پنهنجي عشق جي جنون جو پورائو ڪرڻو!

ٻئي طرف سردار عطاءُ الله مينگل جي تقرير به ڏيان ڏيڻ جهڙي هئي. مينگل صاحب، بلوچستان جي حقن لاءِ هڪ زبردست عملي جدوجهد جو سرواڻ رهيو آهي. وڏي جاکوڙ کان پوءِ ٿڪجي، هارائجي آسرو لاهي وڃي لنڊن وسائي اٿس. ٻئي چوٿين سال چڪرڙو هڻي، ملڪ گهمي تازو توانو ٿي وري موٽي وڃي راڻي جي ڇانو ۾ ويهي ٿو رهي. مينگل صاحب سان ڳالهائڻ تي معلوم ٿيندو ته لنڊن ۾ سندس رهڻ به بلوچستان جي آزادي برابر آهي- پر هو هتي جي قومي تحريڪن کان مڪمل طرح مايوس ٿي ويو آهي هتي به هن چيو ته سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن ۾ آزادي جي خواهش ۽ اُمنگ ئي ڪانهي ۽ هنن ۾ قومي رويا موجود ئي ڪونهن. مينگل صاحب جي ڳالهين جو هڪ ٻيو اهم پهلو هي آهي ته جن اوپر پاڪستان ڪي بنگلاديش بڻايو سي هاڻي به پاڻ ئي، وري اهڙو ڪم ڪري سگهن ٿا.

سردار مينگل جي ڳالهين ۾ حالتن جي حقيقي چندچاڻ موجود هئي- جڏهن ته سيد جي سڌن ۽ خواهشن جي رڳ رڳ ۾ خيال پرستي پريل آهي. پنهنجي ان خيال پرستي جون گوڏڙيون ڪٿي، هن سائين اهڙا اهڙا در پيتيا آهن، جتان آخر ۾ مايوسيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه پلئه نه پيو آهي.

لڳي ائين ٿو ته سنڌ کي آزاد ڪرائي، پاڪستان جا بسترا ٻڌائڻ، سيد جي پنهنجي بلڪل ذاتي، نجي، جذباتي ۽ خانگي خواهش آهي. ائين به لڳي ٿو ته پاڪستان سان، سيد جو جهيڙو به نفسياتي ۽ ذاتي دشمني وارو ڪو آهي. پاڪستان کي ٽاهڻ وارن ۾ به سيد اڳيان اڳيان هو ۽ ڊاهڻ جي ڳالهه به اڳ اڳ ۾ پاڻ ڪئي اٿس. ماڻهن کان نه اڳ پڇيو هئائين ۽ نه هاڻي ڪيس ماڻهن جي پرواهه آهي. روز اهڙيون ڳالهيون ٿو ڪري جو ماڻهو وائڙا آهن. سيد جي تجربن ۽ جيئي سنڌ تحريڪ جي ڪاڏل ڏکن ۽ نتيجي ۾ مجموعي طور قومي هلچل کي پهتل هاجي مان سکي، ڪجهه ماڻهن پاڪستان جي اندر. سنڌ جي آزادي جي ڳالهه ڪئي آهي. ممتاز علي ڀٽي ڪنفيڊريشن جي ڳالهه ڪري، قومن سان ظلم تي بيهاريل پاڪستان جي، ١٩٤٠ واري ٺهراءَ کي جهلي، دليل، قاعدي، قانون ۽ آئين جي لحاظ کان وفاقي حاڪمن جي نڙيءَ تي لت رکي آهي. ڪابي ڏر واريون تنظيمون به ان نتيجي تي پهتيون آهن ته، سنڌ جي مسئلن کي بنياد بڻائي قومي هلچل منظم ڪئي وڃي. هاڻي رسول بخش پليجو اها ڳالهه

ڪري ٿو، قادر مگسي لڳ ڀڳ ان لائين تي هلي ٿو، جام ساقي، ڊاڪٽر ارباب، ادريس چانڊيو ۽ لڳ ڀڳ مڙوئي سياسي ماڻهو ان نتيجي تي پهتا آهن، ته دشمن کي اهو دڙڪو ڏيڻ مان فائدو ڪونهي الاٽا فلاٽا پنجي پري ٿي- اسان توکي تسليم نٿا ڪريون. اسان وريءَ ڪير- پنٿي نظر ڦيرايو ته ماڻهن مان ان دڙڪي ڏيڻ ۾ گڏ ڪوبه ڪونهي. نتيجي ۾ ماڻهن ڏانهن سيد جو رويو هي وڃي بيٺو آهي ته، جيڪڏهن ماڻهو سيد سان گڏ ڪونهن ته سيد جي خيال ۾ اها ماڻهن جي ذميواري آهي. پر جي ماڻهو ٿا چون ته سيد، جيڪو ڪجھ ڪري پيو، سا سندس پنهنجي ذميداري آهي ۽ ماڻهن جو ساڻس تعلق ڪونهي ته سائين ڪاوڙجو ٿو پئي. ان حالت ۾ لازمي طرح هي سوال ٿو پيدا ٿئي ته سيد کي ماڻهن کانسواءِ سنڌ ائين ٿي گهرجي، جيئن ٽڪاخان کي بنگال گهربو هو، پر بنگالي نه- ان جي باوجود ته سيد، سنڌ جي ماڻهن کان ڪاوڙيل آهي ۽ هڪ پيرو پنهنجي تحرير ۾ پنٿائي جي جيڪا سٽ ورجائي هئائين: ”جيها کي تيها- مون مارو ميجيا“- ان سان هاڻي سندس تعلق ڪونهي، ڇو ته جيڪو به گهرجي، اُن ۾ انهن جيهن تيهن ماڻهن جو راضپو پهريون شرط آهي.

سوچڻ جي ڳالهه رڳو هيءَ به آهي ته جيڪڏهن آمريڪا ذريعي، آزادي وٺڻي آهي ته پوءِ سيد کي ايڏا پئسا هٿ ڪرڻا پوندا، جيڏا شاهه فهد ۽ شيخ صباح خرچ ڪيا آهن! پوءِ سيد-واريون سنڌ جون آزاديون ڪوڙا!

*اڱارو ١٢- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو*

# عقل کي لٺيون ڇو ٿا هڻو؟

سنڌ جي وڏي وزير اعلان ڪيو آهي ته هڪ مهيني اندر حيدرآباد ۾ ڊگري ڪلاس شروع ڪيا ويندا. اهو اعلان هن ايم ڪيو ايم جي ليبر الطاف حسين سان ڏيڍ ڪلاڪ جي ملاقات ۾ ڳالهين ڪانپوءِ ڪيو. ڄام گروپ ۽ ايم ڪيو ايم جي وچ ۾ چونڊن ڪانپوءِ سنڌ حڪومت ٺاهڻ وقت جنهن تحريري ٺاهه تيار ڪرڻ لاءِ ڪميٽي قائم ڪئي وئي هئي، ان ۾ ايم ڪيو ايم ٺاهه جو جيڪو مسودو، ڄام گروپ جي ڪميٽي ميمبرن کي صحيحون ڪري ڏيڻ لاءِ ڏنو هو، ان ۾ حيدرآباد ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ جي گهر بلڪ فيصلو به شامل هو. اهو تحريري ٺاهه مهينا گذرڻ ڪانپوءِ به ظاهر نه ٿيو آهي پر ايم ڪيو ايم جا مطالبا اڻ لکئي، ازغيبي، پراسرار ۽ ڳجهه ڳجهاندر نموني پورا ٿي رهيا آهن. هنن جي وات مان نڪرندڙ هر لفظ بادشاهي فرمان وانگر قانون جو درجو رکي ٿو.

سنڌ جو وڏو وزير ڪيئي ڀيرا چئي ۽ ورجائي چڪو آهي ته سنڌ ۾ رهندڙ آبادين ۾ ويجهڙائي ۽ پنهنجائپ پيدا ڪندو ۽ نفرتن کي ختم ڪندو. پر هو چنڊ ڪانسواءِ ٻي ڪان ٻولي نه سکيا آهن. "ڳوهه اڳيان ڳالهاءِ- جي ڪٽي مرليون محبت جون، ته به ڦڪيون ڏينديئي ڦوڪون، جن ۾ لاءُ نه ساءُ." روز ڪفن پيا پاتا وجن ۽ ملڪ کي پيغام ڏنو پيو وڃي ته ۽ مرڻ ۽ مارائڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا ڳالهه نه هلندي. هينئر ڄام صادق علي ايم ڪيو ايم جي وچ ۾ جتي ٺاهه ۽ پرچاءَ آهي، اتي ٻنهي ۾ هڪ وڏو تضاد به موجود آهي. ڄام صاحب کي انساني خيال ڪان يا پنهنجي حڪومت بچائڻ لاءِ امن امان جي سخت ضرورت آهي ۽ ان جي چاٻي ايم ڪيو ايم جي هٿ ۾ آهي، جنهن ڪري ڏيڍ ڪان ٽن ڪلاڪن تائين جون ڊگهيون ملاقاتون ٿين ٿيون ۽ پرچائڻ جو، ڪيٽي گهٽائڻ جو طريقو هي آهي ته هو جيئن غصو ڪن، جيئن توائي ٿين، ٿئين ڪين آزي ۽ نيزاري ڪجي. "بابلا ٿيو، ڏاها ٿيو، ائين نه ڪريو، مڙي وڃو، جيئن حڪم ڪندا تئين ٿيندو. هي ستارا هي جهان، زمينون، آسمان، هوائون، بيماريون چڱيلايون سڀ توهان جون تابعدار آهن- بس رڳو ڪاوڙ نه ڪريو." ۽ هوڏانهن ڪاوڙ جي ڪا انتها، ڪو پرو نه پاند آهي. غصي، چڙ ۽ مرڻ مارائڻ

جي ڳالهين جون ڪاٺيون آهن جي ڪٽيون ڪونهن. هڪڙيون نفسياتي ڪيفيتون اهڙيون ٿين ٿيون، جن ۾ پٽ کوهه ختم نه ٿيندي آهي. جيڪڏهن اها پٽ کوهه، چڙ توائي ۽ اشتعال سياسي شڪل اختيار ڪن ته پوءِ ڄام صادق علي جهڙا سخاوت جا ڀنڊار مهربانين ۽ قرب جا درياهه وهائي ڇڏين ته به پنهنجي صدر ۽ وزيراعظم کي الزامن کان نه بچائي سگهندا. نواز شريف کي هفتو به نه ٿيو آهي الطاف حسين سان ملاقات ڪئي، ته وري ڪالهه وزيراعظم ۾ سندس سرڪاري ايجنسين تي ايم ڪيو ايم کي ڊاهڻ جا الزام لڳا آهن. انهن شين جو علاج سنڌ جي وڏي وزير اهو لڌو آهي ته جيڪو گهرن سو کين ڏئي ڇڏجي. "وڻندا وڃو، هي به وڻو، هو به وڻو." خيال اهو آهي ته وڻي وڻي ٿڪجي ساٿا ۽ بيحال ٿي پوندا، انڪري هنن کي ڏيڻ ۾ ڪا مهلت ڪو وقفو نه هئڻ گهرجي. اڃا وات کولين ته گرهه پرائي کين ماٺ ڪري ڇڏجي. ٿي سگهي ٿو ته اهو علاج صحيح ثابت ٿئي، پر هڪڙي ڳالهه تي ضرور ڌيان ڏيڻ گهرجي. چنڊ، ونڊڻ ۽ سنڌ ۾ غير سنڌي ادارا ٺاهڻ، آبادي جا پاڪيٽ بنائڻ- شهرن تي مختلف نمونن سان قبضي ڪرڻ جي رٿابندي جو حصو آهي. ڀلي ڏئي ڏئي ۽ ڪارائي ڪارائي هنن جا اوجهه ڦاڙي وجهو، پر هنن جي سنڌ کي ورهائڻ واري رٿابندي جا حصا نه ٻڌجو.

ڄام صادق علي ته هنن جي سنڌ ورهائڻ واري پروگرام جو ڄمر کان واقف آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت واري ڏينهن ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ جيڪي بحث هلندا هئا تن ۾ هڪ ڀيري ڄام صادق علي، بوستان علي هوتي کي چيو هو ته ڪراچي کي ڌار صوبو بنائڻ وارو خواب ڪڏهن پورو ٿيڻ نه ڏينداسون. پوءِ هاڻي هنن جي ڌار ڪرڻ ۽ چنڊ واري بيماري کي تقويت ڇو بخشي وڃي؟

ڪراچي يونيورسٽي ۾ ١٩٨٦ کان سنڌي شعبي کي ڇڏي باقي ڪنهن به شعبي ۾ سنڌي شاگردن جي داخلائن تي پابندي آهي. داخلا پاليسي جو اهڙو هڪڙو مڪئنزم ٺاهيو ويو آهي جنهن ۾ هي ته چيل ڪونهي ته سنڌي شاگردن کي داخلا نه ملندي، پر بنا چوڻ ۽ ڳالهه ڪرڻ جي اهڙي حرفت ڪئي وئي آهي جو هڪ به سنڌي شاگرد داخل نه ٿو ٿي سگهي. ان جي باوجود اسان نسلي بنيادن تي سنڌين لاءِ ڌار يونيورسٽي ٺاهڻ جو مطالبو نه ڪيو آهي- توڙي جو لياري ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ جي اسان کي جائز ضرورت آهي. ايم ڪيو ايم سان تحريري ٺاهه تي سنڌين جي طرفان اهڙا ماڻهو رکيا ويا جن کان اڪر ڳالهايو ڪونه ٿيو. هوءِ هنن جي حيدرآباد يونيورسٽي واري مطالبي کي لياري ۾

يونيورسٽي ناهڻ جي جوابي مطالبي سان رد ڏئي ٿي سگهيا پر هنن کان ائين نہ ٿيو- ڪين پڌائڻ جي باوجود!

حيدرآباد ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ واري مطالبي تي سنڌي حلقن ۾ بہ عجيب بحث ٿيندا رهن ٿا. هڪڙا ماٺهو چون ٿا تہ اردو ڳالهائيندڙ آبادي جا شاگرد سنجيدگي سان پڙهڻ گهرن ٿا پر سنڌي شاگردن منجهان ٿورن ذريعي ٽرڙايون ڪري يونيورسٽي بند ڪرائڻ سبب پڙهائي نٿي ٿئي- تنهنڪري هنن جو مطالبو جائز آهي. هي صحيح آهي تہ سنڌ جي نوڪرين، وسيلن، زمين ۽ شهرن تي قبضو ڪندڙ گروهہ قبضو ڇڏائيندڙن کان وڌيڪ سنجيدو آهي ۽ پنهنجا مقصد پورا ڪرڻ ۾ جتي سياسي جارحيت ڪن ٿا اتي ڊاڪٽرين، انجنيئرين، ڪمپيوٽر سائنس ۽ ٻين علمن حاصل ڪرڻ جي خواهش بہ رکن ٿا. پر اها خواهش تہ پنجانوي سيڪڙو سنڌي شاگردن ۾ بہ آهي. هاڻي اردو ڳالهائڻ وارا شاگرد پڙهڻ گهرن ٿا تہ انهن کي ڌار يونيورسٽي ناهي ڏين، تہ پوءِ پنجانوي سيڪڙو پڙهڻ ۾ سنجيدن سنڌي شاگردن کي بہ ڌار يونيورسٽي ناهي ڏيندا ڇا ۽ ڇا سنڌ يونيورسٽي کي پنج سيڪڙو ٽرڙن جي حوالي ڪري ڇڏيندا؟ ياد رکو تہ ٽرڙا ڇوڪرا سنڌي يونيورسٽي کي سال جو وڏو عرصو بند رکائڻ ۾ ايجنسين جي پرتي ڪيل شاگرد نما- مچرائيندڙ ڇاڙتن لاءِ استعمال ٿي هيڏو نقصان ڪري رهيا آهن، جو هڪ پاسي پاڙهو ڇوڪرن جي پڙهائي خراب ٿئي ٿي ۽ هزارين نوجوان سڄي جهان جي وچ ۾ هلندڙ مقابلي ۾ پوئتي رهجي وڃن ٿا، تہ ٻئي پاسي نسلي بنيادن تي ڌار يونيورسٽيون قائم ڪرڻ جا مطالبا بہ ٿين ٿا ۽ انهن تي عمل بہ ٿي رهيو آهي.

اسان تہ ڪڏهن بہ ڪراچي ۾ سنڌي شاگردن لاءِ ڌارڪاليج قائم ڪرڻ جا مطالبا ڪونہ ڪيا آهن. اسان جا شاگرد ويچارا تہ موت جي دڙڪن ۽ هٿيارن جي نمائشن جي وچان اتي ئي ڪتاب ڪڇي پڙهڻ پهچن ٿا. ساڻن جيڪي ڏاڍايون ٿين ٿيون، ڪين نفرت جا جيڪي ڏينيو بچائجن ٿا. سي ڳالهيون وڏ ۾ وڏ سنڌي پريس ۾ اچن ٿيون، تن تي بہ ڪو تدارڪ نٿو ٿئي، تڏهن بہ ڪونہ ٿا چئون تہ سنڌي شاگرد کي ايس ايم ڪاليج ڌار ڪولي ڏيو، ڊي جي ڪاليج ٻيو ناهيو، پوليٽيڪنيڪ ڪاليج شير شاهہ ۽ ملير ٻيا ناهيو جتي رڳو سنڌي شاگرد پڙهن.

ايم ڪيو ايم جيڪو مسودو، وڏي وزير جي ٽيم حوالي ڪيو هو ان ۾ هڪ بہ معقوليت واري، ناهہ واري، پنهنجائپ پيدا ڪرڻ واري، نفرتن جي خاتمي

واري ڳالهه ڪانهي. پنهنجي پيري وينا ٻه حڪومت ۾ آهن ۽ چون پيا تہ هيءَ
جاگيردارن جي جمهوريت آهي. مهاجر ڪيو متحده ۾ اٽڻ جي ڳالهه ٿا ڪن.
چون ٿا تہ ايجنسين هنن کي پيدايو آهي تہ اڳتي هلي نسلي بنياد وارين پارٽين تي
پابندي لڳڻي آهي تنهنڪري مهاجر ڪيو متحده ۾ بدلايو ۽ ان قصي جو ٻہ اندروني
تڪرار ۾ حصو آهي.

اسان حڪومت کي گذارش ڪنداسين تہ نسلي بنيادن تي ڪوبہ ادارو نہ
ناهيو وڃي. ڪوبہ منظم ۽ رٿيل فيصلو اهڙو نہ ڪيو وڃي. جنهن ۾ ورهاڱي
کي هٿي ملي. سنڌ جو ورهاڱو قطعي طور تي ممڪن ناهي- پلي ڌاڙيل بچايو
يا دهشتگرد. سنڌ يونيورسٽي سان جيڪو آزار آهي سو مختلف طريقن سان ختم
ڪرايو ۽ اتي جي تعليمي ماحول کي فضيلت وارو بڻايو بجيئن سمورا شاگرد
سنڌي توڙي اردو ميٺ محبت سان پڙهي سگهن.

آچر ١٧- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

# سيد جي سنجيدگيءَ قومي هلچل جي ڀلائي

جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻ جناب جي ايم سيد، سختيءَ سان هدايت ڪئي آهي ته ڏوهاري قسم جي ماڻهن کي تحريڪ ۾ رهڻ نه ڏين ۽ نه ڪنهن ڏوهاري کي جيئي سنڌ جي ڇپر ڇانو ۾ رهڻ ڏين.
سيد طرفان هن ڳالهه ڪرڻ جا جيڪي به سبب هجن پر هي آهي انتهائي ضروري ۽ وقتائتي ڳالهه. اسان سيد کي درخواست ڪنداسين ته جيئن پاڻ اها سٺي ڳالهه ڪئي اٿن تيئن ان تي عمل ٿيڻ جي نگراني به پاڻ ڪن. سيد جي اها ڳالهه درست آهي ته ڏوهاري قسم جي ماڻهن طرفان جيئي سنڌ جو نالو ڪم آڻي تحريڪ کي داغدار بڻايو پيو وڃي ۽ عوام جي نظرن ۾ ان جي اهميت ڪيرائي وڃي ٿي.
هيءَ سنڌ جي وڏي بدقسمتي آهي ته سيد جي اڳواڻي ۾، سنڌ جي حقن لاءِ جيڪا سياسي جدوجهد، جهڙي به حال سان شروع ٿي هئي، اڄ تائين جيڪڏهن يڪمشت رهي ها ته سنڌ ايڏي ڏکي نه ٿئي ها، جيتري هن وقت آهي. جيئي سنڌ تحريڪ جي انيڪ ۽ اڻ ڳڻين حصن ۾ ٽيل ٽوڙ ڦوڙ لاءِ ڪير ذميوار آهي؟ سيد جون پنهنجون قائدانه ۽ انتظامي صلاحيتون، سرڪاري ايجنسيون، جيئي سنڌ جي نعري جو اهو رومانس ته نعرو هڻو پوءِ جيڪو وڻيو سو ڪريو، يا سنڌي ماڻهو جي مجموعي طور پنهنجي پيل نفسيات جنهن موجب ڪيسي ۾ اٽ آنا نه هجن ۽ واڪ ڏجن لکن جا؟
ڪجهه ماڻهو قومي تحريڪ جي هن مهل تائين جي ناڪامين جو الزام ڪميونسٽن تي هڻن ٿا ۽ چون ٿا ته سيد کي هن حال ۾ ۽ موجوده هٽن ۾ ۽ هاٿوڪن راين ۽ ملڪي سطح جي وابستگين تي پهچائڻ وارا ڪميونسٽ آهن ۽ ڪميونسٽن جو سيد سان ذاتي طور تي ڪو وڏو ٽڪراءُ نه هو، پر هو وري پنهنجي ان رومانس ۾ هئا ته قومي تحريڪون مٿين ۽ بالادست طبقن جي هٿن ۾ هليون وڃن ٿيون ۽ لازمي طرح وڃن ٿيون. هو پنهنجي ان خيال پرستي ۾ سيد مان هٽ ڪيي ويا. نه ته سيد هنن جو صحيح دوست هو.

ٻيا ماڻهو چون ٿا ته سيد برابر هنن جو دوست هو، پر سيد جي مهلائتي فيصلن جو نمونو اهو هو جو، هڪ ڏک سان ورهين جو پورهيو هيڏي هوڏي ڪري ڇڏيندو هو. ۽ سيد کي پنهنجي ڪارڪنن ۽ ساٿين منجهان ڪو اختلاف ڪري سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ته ان جي معنيٰ هي بيهندي ته اهو چريو آهي!

ذرو ذرو ڪري ويهي ڳالهيون ورهائجن، ته ڳالهيون هر ڪنهن کي ڳچيءَ ۾ پون ٿيون. سيد طرفان ڪميونسٽن تي ڏک پٽائڻ جو الزام ۽ ڪميونسٽن طرفان سيد تي پنهنجا فيصلا مڙهي قومي تحريڪ کي وڏيرن ۽ سابق غدارن جي جهولي ۾ اڇلڻ جو الزام- ٻئي ٻي معنيٰ آهن. ان ريت ته اڄ قومي تحريڪ کي ڌوهارين کان صاف ڪرڻ جي نه رڳو ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي پر خلق کي ٻڌائڻو پئجي ويو آهي ته جيئي سنڌ جي نالي ۾ ڌوهه ڪندڙ ماڻهو اسان جا ناهن.

هينئر حاوي، حاڪم ۽ برتر ۽ ٻلارا رڳو بچيائي ڌوهه ڪرڻ وارا آهن. ڪميونسٽ ان رومانس سوڌا دنيا جي تختي تي نظر ڪون ٿا اچن ته قومي تحريڪون، بالادست طبقا هائيجيڪ ڪري ويندا آهن ۽ سيد معياري ماڻهن جو وڏو تعداد پاڻ کان وڇايو وينو آهي. جيڪا ڳالهه پهرئين ڏينهن کان ڏرين کي سمجهڻ ڪپندي هئي ته ڪميونسٽ هجڻ ۽ سيد جي وڏيري هجڻ ۾ گهٽو ڪو فرق ڪونهي. اصل ۾ ٻئي سنڌي آهن. "هنا اڳ ٿي گڏ- ٻڌڻ ۾ ٻه ٿيا." لطيف سائين جي هيءَ ٿي سٽ پاڻ تي لاڳو ڪن ها ۽ ان کي پنهنجي شعور جو حصو بڻائين ها ته اڄ جيئي سنڌ تحريڪ منجهان ڌوهارين کي صاف ڪرڻ جي نوبت نه اچي ها، ڇو ته ڌوهاري تحريڪ ۾ رهي سگهن ڪون ها، پر اچي به نه سگهن ها.

جيئن جيئن حالتن جو دٻاءُ وڌي رهيو آهي تيئن نه ملو، ملو رهيو آهي، نه ڪميونسٽ ۽ ڪميونسٽ رهيو آهي ۽ نه پيو ڪو، پيو رهيو آهي. جيڪي به ماڻهو سنڌي طرح موچڙن ۾ آهيون- سڀ سنڌي ٿي ويا آهيون. انڪري جيڪي به سنايون ۽ خرابيون آهن سي سنڌي هجڻ جون آهن. خود ڪميونسٽ روس جي جارجيائي، لٿونيائي، لٽونيائي ماڻهن پاڻ کي پنهنجي قومي حوالي سان ڏسڻ شروع ڪيو آهي. پاڻ آهيون سڀ سنڌي، پر پاڻ کي سنڌي قوم جي حوالي سان اڃا پوري طرح ڏسڻ شروع ڪونه ڪيو اٿئون.

سنڌي قوم جي سياسي سجاڳي ۽ ان حد تائين جو پاڪستان ۾ جمهوري هلچل جي اڳواٽي ڪرڻ پاڪستان جي حاڪم قبيلي لاءِ نهايت خطرناڪ ۽

نفرت جوڳي ڳالهه هئي ۽ آهي. جنرل ضياءُ هڪ طرف سيد کي پنهنجي ذاتي قرب ۾ ورتو ته جيئن هو پنهنجي ماڻهن کان پري ٿي وڃي ۽ ٻئي طرف جنرل ضياءَ جي ايجنسين سيد جي ڪئڊرس ۾ پنهنجا ماڻهو ڀرتي ڪيا. بلڪل ائين جيئن ڌاڙيلن ۾ ايجنسين پنهنجي ڀرتي ڪئي.

پاڪستان ٺهڻ جو سڄو عذاب سنڌ تي لٿو آهي. پنجاب مزي ۾ آهي، سرحد به فرحت ۾ آهي، بلوچستان ڏک ڏٺا آهن پر پاڪستان ۾ جيڪي به ماڻهو سکيا، خوش ۽ موجن ۾ آهن سي رڳو انڪري خوش آهن جو سنڌ ۽ سنڌي ڏکيا آهن. سنڌ ۽ سنڌين کي وڏيڪ ڏکيو رکڻ هنن جي وڏيڪ سکئي ٿيڻ لاءِ ضروري ٿي ويو آهي تنهنڪري سنڌ جا ڏک روز وڌي رهيا آهن.

۽ سنڌ جي ڏکن ۾ واڌارو ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته سنڌ جي قومي هلچل ۾ ڌوهاري قسم جا ماڻهو ڀرتي ڪيا وڃن. ان هلچل کي ڪو قبلو هٿ اچڻ نه ڏنو وڃي. ڪڏهن اها ڀارت وٽ دانهن کڻي وڃي، ڪڏهن روس ڏانهن تڪي ۽ ڪڏهن آمريڪا کي درخواست ڪري.

ان پسمنظر ۾ سيد طرفان جيئي سنڌ تحريڪ منجهان ڌوهارين جي صفائي تي سنجيدگي ڏيکارڻ سٺي ڳالهه آهي. ڌوهاري، يا هٿياربند ٽولا جتي ۽ جنهن به تحريڪ ۾ هوندا اتي هنن جو ڪردار ٽين دنيا جي ملڪن ۾ فوج وارو هوندو. انهن ٽولن جي هوندي قومي تحريڪ جو سياسي ڪردار ڪجهه وکون به اڳتي وڌي نه سگهندو. سيد جي موقف سان اتفاق ڪجي يا انڪار، پر سنڌ جي مفاد، سنڌ جي قومي هلچل جو مفاد هن ڳالهه ۽ عمل ۾ آهي ته ان ۾ ڌوهاري، ڌاڙيل، ڦورو ۽ اغوا ڪرڻ واري لوڊ نه هئڻ گهرجي. سنڌي اهڙي ردي ۽ صفا چٽ قسم جي قوم بهرحال ڪانهي جو ڌوهارين ذريعي هڪ طرف پنهنجي قومي وجود جي هامر هڻي ته ٻئي طرف انهن جي ئي ذريعي پنهنجي پيرن تي پاڻ ڪهاڙو ٺوڪي.

جمعو ٢٢- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

# پاڻي جو ناهه- مبارڪون وقت ڪان وٺو

صوبن وچ ۾ پاڻي جي ورهاست تي ٿيل ناهه جا سرڪاري طرح ڪافي تفصيل سامهون آيا آهن. جواب ۾ مختلف ماهرن جي راءِ به ابتدائي طور سامهون ته آئي آهي پر هي معاملو سادو ۽ سولو ڪونهي، تنهن ڪري في الحال راءِ ڏيڻ کي ايترو محدود رکجي جيترو حقيقتون سامهون اچن.

هن ۾ شڪ ڪونهي ته پاڻي جي ورهاست وارو معاملو نبيرڻ غير معمولي ڳالهه آهي. ڪيئن نبيريو ويو آهي، سا وري ٽيڪنيڪي ڳالهه آهي. جيڪي شيون انگين اکرين سامهون موجود هجن تن کي سياسي معاملو نٿو بڻائي سگهجي. جنهن ڳالهه کي گهرائي سان سمجهڻ جي ضرورت هجي، اُن تي سياسي توانايون به نه وڃائڻ گهرجن. انگين اکرين معاملو سمجهيو وڃي، ان جي نازڪ پاسن کي احتياط سان ڏسجي. پاڻي جو معاملو اهڙو آهي جنهن ۾ متاثرين پاڻ پنهنجو ڪيس نه وڙهي سگهندا. هن ۾ ماهرن ۽ ٽيڪنيڪي ڄاڻ رکندڙ وڪيلن تي ڀاڙڻو پوندو. ائين نه ٿيندو ته ڪنهن جي شڪل نٿي وڻي، تنهنڪري اُن جي هر ڳالهه غلط آهي!

هي جيڪو ناهه ٿيو آهي، اُن ۾ گهڻيون ڳالهيون اڃا حل طلب آهن. ڪراچي ۾ چئني ئي صوبن جي وڏن وزيرن جي گڏجاڻي ڪانِ هڪ ڏينهن اڳ "جاڳو" خبر ڏني هئي ته پنجاب حڪومت، سنڌ کي پاڻي ڏيڻ بابت نرم گوشو ڏيکاريو آهي، پر دستاويزي ناهه تي عمل جو مرحلو ڏکيو آهي، چاڪاڻ ته چشمه- جهلم لنڪ ڪئنال تي سنڌ سان ٿيل ناهه جون ڀڃڪڙيون عالم آشڪار آهن. هي به جيڪو ناهه ٿيو آهي، اُن تي عمل ڪرائڻ لاءِ اٿارٽي ناهڻ جو اعلان ته برابر ٿيو آهي، پر اڃا اُها اٿارٽي نه ٺهي آهي. ان جو آئين ۽ هر صوبي جي ان ۾ نمائندگي ۽ اٿارٽي جي چيئرمين جو معاملو رهيل آهي. ڪوٽڙي بئراج وٽان ڏهه يا يارهن ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گذارڻ جو معاملو اڃا طئي نه ٿيو آهي جو سوال به اڳتي نبيري لاءِ ترسيل آهي، ۽ هاڻوڪي ناهه ۾ چيو ويو آهي ته ٻوڏ جي پاڻي مان، ان جي حصي کي نبيرڻو پوندو.

سنڌ حڪومت يا اُن سان لاڳاپيل ماهر حلقا هن ناهه تي مطمئن ۽ خوش نظر اچن ٿا ۽ چون ٿا ته قوم کي سنڌن پنهنجي ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن اهو هنن جو حق بنجي ٿو ته پاڻ کي به ڪنجوسي نه ڪرڻ گهرجي- پر ترسو- تڪڙ نه ڪنداسين. سنڌي ماڻهو ڪير جا سڙيل آهيون- لسي به ڦوڪي ڦوڪي ٿا پيئون. سياسي سطح تي سنڌ کان زوردار مطالبو ٿيندو رهيو آهي ته ١٩٤٥ع واري ناهه تي عمل ٿيڻ گهرجي. هڪڙا ماهر حلقا جن هن ناهه تي اعتراض به اُٿاريو آهي چون ٿا ته ١٩٤٥ واري ناهه ۾ سنڌ کي ٤٨,٧٤ملين ايڪڙ فوٽ لکيل آهي. ان جو مطلب ته (٠,٢) ٻڙي ڏهائي به ملين ايڪڙ فوٽ هن ناهه ۾ وڌيڪ آهي. پر سرڪاري ماهر حلقا چون ٿا ته ١٩٤٥واري ناهه سنڌ کي مليل حصي کان چار ملين ايڪڙ فوٽ وڌيڪ پاڻي وٺي آيا آهن. هاڻي اهو ليکو سرڪاري ماهرن ۽ سنڌ جي پاڻيءَ لاءِ درد رکندڙ اعتراضي ماهرن کي سنڌو ڪري ڏيکارڻو آهي. اها جاچ پاڻ ڪنداسين.

ظاهري طرح پاڻ لاءِ هيءَ وڏي حيرت جي ڳالهه آهي- پر حيران ٿيڻ ۾ به تڪڙ ناهي ڪرڻي. "جاڳو" جن سرڪاري ماهر ذريعن سان هن سوال تي حال احوال ڪيا، تڏهن ڳالهين ۾ هڪ جملو هي به هو ته "حقن واري سوال کي پاسيرو رکي عملي حل حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿي آهي." جاڳو جڏهن حقن کي پاسيرو رکڻ واري ڳالهه جا تفصيل گهريا، تڏهن "حقن" واري لفظ کي "دعوائن" سان بدلايو ويو. پر "دعوائون" ڪهڙيون هيون- سا ڳالهه به سامهون اچي. سنڌ، ڪهڙين دعوائن تان هٿ کنيو؟ اها به جاچ ڪرڻي آهي.

گڏو گڏ پنهنجي سياسي ڌرين جا ليکا به ضرور سامهون هئڻ گهرجن. هنن وٽ سنڌ جي پاڻي جو ڪل ڪيس اهو آهي ته ١٩٤٥ع واري ناهه تي عمل ٿئي. هاڻي حڪومت ٿي چوي ته اُن ناهه واري حصي کان به وڌيڪ پاڻي وٺي آيا آهيون، ته پوءِ ڇا ڳالهائجي؟ هڪ جملي جو ڪيس ناهڻ ته ائين ئي ڪنڱو(؟). اجا به هو لانگ ورائي ڇڏيندا ته ڏسو پنجابي وزيراعظم جي حڪومت ۾ سنڌ کي اُن جو گهربل حق ڪيئن ملي ويو، جيڪو سنڌي وزيراعظم نٿي ڏياري سگهيا. پر جي ائين به آهي ته پوءِ ته ثابت ٿئي ٿو ته پنجابي وزيراعظم ئي اصل وزيراعظم آهي، پين جي ته مڙئي ڪلهن تي بندوق رکي ڪم هلائبو هو، جو اُهي هن مسئلي جي مستقل نبيري کي ڇهندا ئي ڪونه هئا، ته متان پنجاب ناراض ٿئي.

پر پاڻ اتي بس نٿا ڪريون. سنڌ سرڪار جا ماهر حلقا اڄ ١٩٤٥ع واري

ناهه جي اهميت کي ٻه گهٽائي رهيا آهن ۽ چون ٿا ته اُن ۾ ڪهڙي خاص ڳالهه هئي، جواب وري ٻه اُهي ڏين جن ١٩٤٥ع وارو ناهه، اُن جا ضميما ۽ اُن لاءِ ٿيل گڏجاڻين جا حال احوال (Minutes) پڙهيا هجن. پاڻ کي اهي ٻه پڙهڻا پوندا. ڳالهه فقط پاڻي جي مقدار جي ڪانهي: ڳالهه آهي پاڻي جي ورهاست جا اُصول طئي ڪرڻ، آئيندي جي ترقين جا امڪان ۽ رٿابنديون ذهن ۾ رکڻ. ١٩٤٥ع واري معاهدي ٿيڻ وقت، سنڌ ۾ ايتري زرعي زمين ئي آباد نه ٿيندي هئي، جيتري اڄ ٿئي ٿي. اُن وقت پاڻ وڏيڪ پاڻي وٺون ها ته ڪيڏانهن ڪريون ها. پر ڇا اُن وقت پاڻي جو متي جاٽايل مقدار وٺي، اسان آئيندي جي گهرجن لاءِ پنهنجا دروازا پاڻ بند ڪري آيا هئاسين؟ ۽ اُن وقت ته ننڍي ڪنڌ جو ورهاڱو نه ٿيو هو. اڄا ڀارت پنجاب جي دريائن جو پاڻي ٻه نه روڪيو هو. ۽ ٻي ڳالهه ته اُن معاهدي ۾ پنجاب، پاڻ وٽ آبپاشي جي ناهيل اسڪيمن ذريعي سنڌ ۾ آبپاشي جا متبادل بندوبست ڪرڻ لاءِ ٽي ڪروڙ رپيا ڏيڻ تي اتفاق ڪيو هو، جڏهن ته سنڌ جي گهر چار ڪروڙ رپيا هئي.

ٻي ڳالهه ته زير زمين پاڻي، جيڪو ٻه دريائي پاڻي وانگر قدرتي وسيلو آهي ۽ جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ٣٦ کان ٤٠ ايم اي ايف آهي ۽ سنڌ سرڪار جا ماهر حلقا چون ٿا ته نه، ايترو نه پر ٢٢ايم اي ايف آهي، اُن جو ٻه هن ناهه ۾ ذڪر ڪونهي.

هڪ پاسي اهي خال ڏسڻ ۾ اچن ٿا ته ٻئي پاسي ڪجهه ظاهري چڱايون ٻه نظر اچن ٿيون. مثال طور هن ناهه کان اڳ منگلا ۽ تربيلا وارن ذخيرن مان سنڌ جون آبپاشي ضرورتون پوريون نه ڪيون وينديون هيون. خاص ڪري منگلا ذخيري جو ته نالو ٻه سنڌ کي نه وٺڻ ڏنو ويندو هو. هن ناهه ۾ چون ٿا ته ڪوٽ واڌ لاءِ ذخيرا ٻڌل آهن. پاڻي ملندو ٻه وقتائتو. سنڌ جو چوڻ هو ته زوننگ سرشتو ٻه ختم ڪري، لنڪ ڪئنالن ۽ ذخيرن کي فقط پنجاب لاءِ مخصوص ڪرڻ بدران سنڌ جون ضرورتون ٻه پوريون ڪيون وڃن. هن ناهه ۾ زوننگ سرشتو ٻه ختم ڪري هڪ ڳنڍيل سنڌ- طاس ڪئنال سرشتو مڃيو ويو آهي. هي ٻه چيو وڃي ٿو ته سنڌ لاءِ وڌيل پاڻي جي مقدار منجهان ناري، ريٽي، مکي، چوٽياري، سيوهڻ، ايل بي او ڊي ۽ ٻين رٿائن ذريعي وڌيڪ ٻارهن کان ارڙهن لک ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهبي. خدا ڪري ائين هجي، پر وزيراعظم نوازشريف ناهه واري ڏينهن تي چيو هو ته هن ڪانپوءِ ملڪ ۾ ويهه لک ايڪڙ وڌيڪ زمين آباد ٿيندي. جيڪڏهن ويهه لک ايڪڙ سڄي پاڪستان ۾ آباد

ٿيندي، تہ اُن مان ڏهہ لک ايڪڙ وڌيڪ زمين آباد ڪرڻ جي ڳالهہ بلوچستان جي وڏي وزير بہ ڪئي آهي، سرحد وارا چون ٿا تہ قرم، گومل ۽ ڪوهاٽ جون اسڪيمون شروع ڪندا. پنجاب جو وڏو وزير ٿو چوي تہ گريٽر ٿل، چولستان ۽ پنڊدادن آبپاشي اسڪيمن تي ڪم ڪرائيندو. پوءِ تہ نئين آباد ٿيندڙ زمين جو انگ پنجاهہ لک ايڪڙن کان بہ چڙهي ويندو. اسان وارن سرڪاري ماهرن جي حساب سان تہ ويهن لکن ايڪڙن کي تہ پاڻ ئي ويجها پهچي ويندا آسين.

حڪومت طرفان پاڻي جي ورڇ جي هرڪائيندڙ ۽ خوش ڪندڙ صورتحال پيش ڪئي پئي وڃي- پر اجا ڪيس صفايون ۽ وضاحتون ڏيڻيون پونديون. تنقيد بہ جنهن کي ڪرڻي آهي سي انگن اکرن، ثابتين ۽ حقيقتن سان اڳيان اچن- جنهن سان ئي سنڌين اڳيان صورتحال واضح ٿيندي. بي وضاحت ڪندو وقت، جيڪو پاڻ هلي اِڪين سان ڏسندو تہ پنجاب ڪاهہ تي عمل ڪيئن ٿو ڪري ۽ ڪيئن ٿيون سنڌ جون لکين ايڪڙ وڌيڪ زمينون آباد ٿين. جام صادق علي هن ڳالهہ ۾ جيڪڏهن وقت اڳيان مبارڪن جو حقدار بنجي ٿو تہ ڪنهن کي بہ اعتراض نہ ٿيندو.

سومر ٢٥- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

# ڊجون ان ڏينهن ڪان!

وارهہ ۾ رينجرز جي چوڪي ۽ ڊرگهہ ۾ پوليس تي ڏاڙيلن جي چڙهائي، فائرنگ ۽ جانيون ضايع ڪرڻ وارين ڪاررواين ۾ هڪ پيغام آهي. حڪومت کي بہ اهو سمجهڻ گهرجي ۽ ماڻهن لاءِ بہ ضروري آهي تہ قصي کي سمجهن تہ ڳالهہ وڃي ڪيڏانهن پئي.

پهرين ڪارروائي ۾ تي رينجرز سپاهي مري ويا هئا، ميجر ۽ بہ ٻيا سپاهي زخمي ٿيا. ڊرگهہ پوليس تي حملي ۾ پنج سپاهي مري ويا.

موت پوليس جي پويان آهي ۽ پوليس جي حوصلن متعلق لاڙڪاڻي ضلعي جي مختلف ٿاڻن تان عجب جهڙا اطلاع اچي رهيا آهن. پوليس وارن تسبيحون کنيون آهن ۽ صوبيدارن قرآن شريف جو دور شروع ڪيو آهي. سپاهي ۽ جمعدار هڪٻئي تي قرآن شريف گهمائي رهيا آهن. جُون ٿا تہ هاڻي گشت ڪونہ ڪبا. ڪير پاڻ کي ڏئو وائڻو موت جي منهن ۾ ڏيندو. ڊوڙ وڃي پائي اهڙي نوڪري. ٿاڻن تي ويٺا آهن، تڏهن بہ ياسين سڳوري سان ڪڙا چاڙهايا اٿن. حوصلا خطا ٿيل پوليس هاڻي ماڻهن جي حفاظت تي سرڪاري رسم طور موجود آهي. اهڙي پوليس کي نوڪري کان جواب مليو يا لائين حاضر ڪيو ويو تہ لک شڪرانا ادا ڪندي.

ڏاڙيلن جي ڪارروائين جو هي نئون مرحلو آهي. ٿاڻا، چوڪيون ۽ رستا پوليس ۽ رينجرز لاءِ بہ موت جا مرڪز بنجي ويا آهن. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڏاڙيلن هي ڪارروايون ڪري، ڏوهن وارن ٻين ضلعن جي ڏاڙيلن ۽ پوليس کي پيغام پهچائي ڇڏيو آهي. ڏاڙيل رستن تي رينجرز جون چوڪيون ۽ پوليس جا گشت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ناهن. ڏاڙيل پنهنجي راهہ ۾ ڪا بہ رڪاوٽ ڏسڻ جا عادي نہ رهيا آهن. هنن کي ماڻهو اغوا ڪرڻ، ڳوٺن تي چڙهايون ڪرڻ، ماڻهن سان ٻريل لاريون ڪٽي وڃڻ جي پوري پوري آزادي گهرجي- ۽ هو اها آزادي بندوق جي زور تي حاصل ڪري رهيا آهن. هنن جي راهہ جي آخري رنڊڪ فوج ٿي سگهي ٿي. سا بہ پنهنجا پريا ڏوڙي وئي آهي. اها بہ پاڻ کي آزمائڻ چاهي تہ ازمائي ڏسي. ڏاڙيل، سنڌ جي قسمت جو لکيو بنجي ويا آهن. ازل جو لکيو هنن جي هٿ ۾ آهي- ڄام صادق علي ڇا- ڪير بہ هنن جو وار ونگو نہ ٿو ڪري سگهي. جنهن ڏينهن تي ڄام صادق علي عزم ڏيکاريو تہ ٽن مهينن اندر ڏوهہ گهٽائي ڇڏيندو، تڏهن کان هفتو ڏيڍ اڳ تائين اغوا ٿيلن جو تعداد ڇٹن سون کان چڙهي ويو آهي.

هٿيار پوليس وٽ به آهن. گاڏيون ۽ وائرليس سيٽ، هڪ ٻئي سان رابطي جا بندوبست اٿن. تعداد ۾ به پوليس ڌاڙيلن کان گهٽي آهي. اختيار به پوليس کي وڏا آهن. پوليس کان ڪنهن جي پڳ محفوظ ڪانهي. گارين جون به پوليس وٽ کاٽيون آهن. ٿوري گهٽي واردات ٿيڻ تي پوليس جي ڪونڊرائپ ته ڪو ڏسي! هر ڪنهن تي آيا ٿا رهن. ايڏا مڙس ماڻهو، تن کي ٿي ڇا ويو آهي جو ڪجهه سئو ڌاڙيل هنن کان جهليا نٿا ٿين. هي پلا ڇا ڪفار ۽ مسلمان جو جهيڙو آهي، جو ٿورا ڌاڙيل جذبه، ايماني سان سرشار ٿي هزارين پوليس وارن تي بلڪ سڄي ساري حڪومت تي حاوي آهن ۽ پوليس هٿيارن هوندي به هيٺي آهي.

اها پوليس ۽ ان جي مالڪ حڪومت جڏهن سالن جي ويڙهه ۾ ڌاڙيلن تي حاوي نه ٿي سگهي. ۽ ڌاڙيلن جي وارداتن ۾ واڌارو ٿيندو رهي جيترا مارجن، اُن کان ٻيڻ ۽ ٽيڻ تي منجهن برڪت پوندي رهي ۽ اهو هنن جي ترقي ۽ طاقت جو عمل وڌندو رهي ته ان جو ڇيهه ڪٿي ٿيندو؟

جن قوتن هن ملڪ جي نظرياتي ۽ جاگرافيائي سرحدن جي حفاظت جو عزم ڪري ڇڏيو آهي، تن کان نه ان نظرئي جي حفاظت ٿي آهي ۽ نه ملڪ جي جاگرافيائي سرحدن جي. طاقت جي خمار ۾ هوا جي گهوڙي تي سوار، پنهنجي اصل ۽ حقيقي ذميدارين کان بي خبر حاڪمن کي جڏهن عوام جي هلچل کي منهن ڏيڻو پيو ۽ سندن اقتدار لاءِ خطرو پيدا ٿيو، تڏهن هنن عوام جي خلاف پاڻ سان گڏ ڪيئي متبادل ۽ پور-وچوٽي طاقتون پيدا ڪيون. هن وقت به رڳو نواز شريف، يا رڳو ڄام صادق علي جي حڪومت ڪانهي، هڪ کان وڌيڪ حڪومتون آهن، جن رياست جي اقتدار اعليٰ کي ڪوڪو ٻٽائي ڇڏيو آهي، جنهن ملڪ ۾ قلم جي حرمت آزاد نه هجي، غنڊاگردي ۽ داداگيري جي اڳيان اخباري مالڪ قطار ٺاهي ڪن گوشيون ڪن، ان ملڪ جو مان ۽ وقار ته دوربيني تي به نظر نه ايندو.

مرڪزي طاقت، مرڪزي اهميت ۽ سياسي توازن جڏهن ڌاڙيل، دهشت ۽ بليڪ ميلنگ جي هٿ ۾ هجي، ڏني وائني هجي، ان تي ڪو اعتراض ڪرڻ وارو نه هجي، جيڪو ڳالهائي ان جي زبان ڪاڪڙي کان پٽي اڇلائي وڃي، قلم ڪوڙ اوڳارين تڏهن حڪومت ڪهڙي ڏاڙهي آهي. پوءِ حڪومت نالو آهي، انهن ماڻهن تي راڄ ڪرڻ جو جن کان اها ڏاڍي هجي، يا جيڪي ان کي بليڪ ميل ڪري دٻائي نه سگهندا هجن.

ڌاڙيل حڪومت کان ڏاڍا آهن- ان ۾ هاڻي ڪنهن شڪ جي گنجائش ڪانهي. ڌاڙيلن جو ڏاڍ هڪ هنڌ تي بيٺل ڪونهي پر اهو ٻوڏ جي پاڻي وانگر سمورين ڪنڌيون ۽ چاڙهيون به ٻوڙي رهيو آهي. اقتدار جا ڏٽي، سياستدان، پوليس، ۽ رينجرز هنن جي مقابلي ۾ روز پنهنجي نااهلي ۽ بيوسيءَ جي ڏٻڻ ۾ لهندا ۽ وڌيڪ ڦاسندا رهن ٿا. سرڪاري کاتا هاڻي مارڻ وارن ڌاڙيلن جي پيٽ

۾ بچائڻ وارا ناهن رهيا.

حڪومت ڏڃي ان ڏينهن کان، جيڪو تمام ويجهو آهي ۽ جنهن جو هڪ نشان پوليس جي حوصلن جي پستي جي صورت ۾ سامهون موجود آهي. اهو ڏينهن هيءَ ٿيندو جڏهن مارڻ وارا ڌاڙيل، ماڻهن کي بچائڻ جا دعويدار ٿيندا. ڌاڙيلن جي متبادل يا پور-وچوني حڪومت، رياستي حڪومت کان وڌيڪ اثرائتي، وڌيڪ متحرڪ ۽ وڌيڪ لائق ته هن وقت تائين پاڻ کي ثابت ڪري چڪي آهي. ڌاڙيلن کي هاڻي وڌيڪ تڪليف ڪرڻي نه ڪانهي. هنن ايڏي سيڙپ ڪري ڇڏي آهي، جو پوليس توڙي ٻيا سرڪاري اهلڪار هنن جي هدايتن تي ايئن عمل ڪندا، جو اينري قڙتي اسلام آباد به پنهنجي حڪمن جي بجاآوري ۾َ نه ڏٺي هوندي.

جيڪڏهن ڌاڙيل اعلان ڪن ته اهي حڪومت جي ڏاڍاين خلاف ماڻهن جو دفاع ڪندا ته ماڻهن کي اها آڇ قبول ڪرڻ ۾ ذري جيتري به هٻڪ محسوس نه ٿيندي. جهڙا حڪومت جا افعال آهن ته هي به بلڪل ممڪن آهي ته ڌاڙيل ڪن علائقن ۾ پنهنجون انتظاميائون قائم ڪن. آخر حڪومت جا سمورا اهلڪار به تعداد ۾ عوام کان گهٽا ته ڪونهنَ. تڏهن به ٽئڪس وصول ڪن ٿا ۽ جهيڙيون نبيريون ڪن ٿا. عوام جي ووٽ سان به ٺڳي ڪن ٿا. ڌاڙيل جيڪڏهن کليون کلايون انتظاميائون قائم ڪندا ته حڪومت جي ڀيٽ ۾ ماڻهن وٽ ترجيح هنن کي ملندي. حڪومت کي هنن ماري مڃايو آهي. حڪومت سالن ۾ ڌاڙيلن خلاف ڪاميابي حاصل نه ڪئي آهي. ماڻهو هي به ڏسن پيا ته هڪڙي قسم جا ڌاڙيل بندوق ۽ بليڪ ميلنگ جي زور تي سياسي طرح به حڪومت کي نيچو نوايو ويٺا آهن.

۽ هي ته اهڙي حالت آهي جو ڌاڙيلن کي سندن حڪومت هلائڻ لاءِ انهن سياستدانن جون خدمتون به حاصل ٿي ويندون جيڪي ڪرسي جا شوقين آهن. ڪهڙي خبر ته هن وقت اسلام آباد جي بعيت ۽ فرمانبرداري ڪندڙ به اسلام آباد کي هيٺو ۽ ڪمزور ڏسي، طاقتور ڌاڙيلن جي صفن ۾ شامل ٿي پنهنجو حڪومت ڪرڻ جو شوق جاري رکن.

ان ڪري ڏڃو ان ڏينهن کان جڏهن ڌاڙيل ماڻهن کي حڪومت کان بچائڻ جو اعلان ڪن.

اربع ٢٧- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌين کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

وقت پاڻ ماڻهن کي ڏاڍو ڏکيو ڪيو آهي. پاڻ نه ڪنهن جي ڏني ۾ نه ورتي ۾. هزارن سالن جي تاريخ ۾ ٻئي ڪنهن کي ڪڏهن ڪو آزار نه ڏنو اٿئون. وڏ ۾ وڏ اهڙي ڪا ڪسر پوري ڪرڻي هوندي ته پنهنجو پاڻ منجهان ئي پوري ڪري وٺبي. پنهنجون ڪسرون ڪاوڙون پاڻ منجهان ڪڍڻ جا ايڏا عادي ٿيا آهيون جو اتان وانڌڪائي نٿي ملي. ٻاهرين خطرن کي ٻه سڃاڻون ٿا. وٽائي جي ڳالهه وانگر: "آهيون ڇريا ڪريا، پر سڃاڻون سيني کي ٿا." ڪيڏو درد آهي ان جملي ۾. ڪيڏي نهٺائي ۽ معصوميت آهي- پر معصوميت جو اهو چڪر پاڻ کي ڇيڏيندو ڪونه. نيٺون بچايو مات ڪريو ويٺا آهيون.

پر لطيف سائين چوي ٿو "ويهان ڪيئن مات ڪري ايڏو سور سهي؟" لطيف جنهن سور کي ڏٺو ۽ محسوس ڪيو، سو اڄ تائين پنهنجي غريب مسڪين ماڻهوءَ کي چنبڙيو پيو آهي. ٻيا ماڻهو، جن وٽ پنهنجي مڇن کي تيل مکڻ جي طاقت ۽ وسيلا آهن تن کي اهو سور نظر نٿو اچي.

سکيا ستابا ماڻهو، ٻنين ٻارن وارا، راڄ ڀاڳ جا مالڪ سنڌ جي عام ماڻهوءَ سان ڏکن ۾ گڏ ڪونهن. هاڻي ته نوبت اتي اچي بيٺي آهي جو جنهن کي ٻه اقتداري ڏرين طرفان ٿوري ٻه اهميت ملي ٿي، سي لور لور ۾ پورا آهن. ڇا ٿيندي آهي سنڌي قوم! ڇا ٿيندا آهن سنڌين جا ڏک! ڪهڙي قوم، ڪهڙي تاريخ، ڪهڙو آئيندو؟ سفيدپوشيءَ جي چڪر ۾ ذاتي فرار ڳوليندڙ ماڻهو ٻه سنڌي قوم کان جسماني توڙي روحاني طرح سان ڪٽجي ويا آهن. پر انهن کي جڏهن ڪو ڏک ٿو پهچي، تڪليف ٿي رسي ته اهي سنڌي قوم جي ڏک ۾ تڙپي ٿا اُٿن. اهي گيدي ۽ ڪانئر ماڻهو، سهولتن ۽ سک نه ملڻ تي سنڌي قوم جي نالي ۾ ڏک جو اظهار ڪان وٺي دغابازي ۽ غداري ڪرڻ تائين تيار رهن ٿا. جڏهن ڪجهه ماڻي ٿا وٺن، ته پوءِ سنڌي قوم ائين آهي جو "ردون پرتيون رب ڪي."

هيئر سنڌ جي پاڻي جي ورهاست تي جيڪو ڪجهه ٿيو آهي، ان تي مڇون مکي، دعوتون کائي گهمڻ وارن کي پرواهه ئي ڪانهي. روئڻ ۽ دانهن

ڪرڻ وارا ماڻهو اهي آهن جن وٽ ويسو به ٻني جو ڪونهي. وچولي طبقي جا ماڻهو جن جو ٻني ٻاري ۽ زراعت سان سڌو تعلق ڪونهي، سوبه وڏيرن جي ٻنين جي پاڻي لاءِ پريشان آهي. مزو اهو ته وڏيرا پاڻ پنهنجي مفادن تي سودا ڪيو پيا اچن- ۽ ڪين اهو خيال ئي ڪونهي ته مرن ٿا. پر پرواهه ڪانهين. هو ان خوشفهمي يا غلطفهمي ۾ آهن ته هنن جو ڀاڳ ته سدا سهاڳڻين وانگر آهي- جيڪو لپ چڪو آيو، سو جهٽ ڏئي پاڻ وٽي وٺندا- غريب غربي کي ڪهڙي مجال آهي جو ڪجهه حاصل ڪري سگهي!

سنڌ جي سياسي اقتدار جي حالت اها آهي، جو ڪوڙ ڪري پنهنجي بنياد جي چڪي اهڙي هنڌ تي وڃي رکي اٿس، جتان سلو سائو نه ٿيڻو آهي. پنهنجي ماڻهن کان سپ سنگ ڇني، اُن جي سياسي سگهه کي مات ڪري، گهر ويهاري اهڙو ڏکيو ڪيو ويو آهي، جو ڏيهه پيا تماشو ڏسن. ذاتي اقتدار بچائڻ لاءِ قوم جو سڄو وقار داءَ تي هٽي ڇڏيو ويو آهي. اسان ماڻهو پاڻ گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي حد تائين قطعي ۽ فيصلائتي حيثيت رکون ٿا- اها سڄي اسان جي حيثيت نيلام تي پئي آهي. اقتدار جي پنيان ڪمبل تي پوڻ ۽ پنهنجي ماڻهن کي اقتداري گلم جي توبچين ذريعي اهي ڏڍ ۽ دلاسا ڏيڻ ته پرواهه نه ڪريو، توهان جي دشمنن کي ڪارائي ڪارائي انهن جا پيٽ ڦاڙي وجهبا، اُهي پنهنجي پگهر ۾ ٻڏي ويندا- توهان ڪجهه نه ڪجو- بس مات ڪيو وينا ڏسو.

ائين به ڪٿي پاڻ ڪريون- پر اسان کي ته ساهه ڪڍڻ به نٿو ڏنو وڃي. اسلام آباد جي پاڪ ۽ پارسا حاڪمن جي وارو وارو تي وٺي جو تماشو ٿيو آهي ته سنڌ جي جهڳي کي باهه لڳي وئي آهي ۽ هي همراه راڳ ملهار ڳائڻ ۾ پورا آهن.

پر ڏسڻ ۾ جيئن اچي ٿو، معاملا ائين ڪونهن. جي ڪردارن جي ڪلهن تي بندوقون رکيل آهن سي ويچارا ته چپ هنيون پيا آهن ۽ جتي پنهنجون پاڙون ڪوڙيون اٿن ان هنڌ جي مٽيءَ جا مالهي ٿيا ڦوهارا ڪوليو وينا آهن.

ڏاڙيل، حڪومت، پوليس، رينجرس، سرڪاري ملازمتن تان نيڪاليون، سنڌ جي ورهاڱي ڏانهن وڌندڙ قدم، پاڻي جي ڪربلا مچائڻ جا بندوبست، سياسي نمائندگي ڪندڙ ڌرين جي بدحالي ۽ بيحالي، رياستي ادارن جو ڌمر سپ گڏجي، واڳون تي، نانگ تي، ازدهائون ۽ راڪاس، تي وڏو طلسم، وڏي ڪاڪ مچائي، ڇڏي اٿن. اسان جا راڻا، مومل تي پهچڻ کان اڳ، ان جي ٻانهين ۽ ٻاين جي گهيرن ۽ گهمرن ۾ پورا آهن. مقصد جي مومل ويٺي ويٺي، راڻي جي انتظار ۾ پوڙهي ٿي وئي آهي.

اهڙي حالت، اهڙي حال ۾ جنهن جي ذري ظاهر ٿي پئي ته وڻ ٻري وڃن،

مرن کي ماٺ لڳي وڃي- ته سنڌي ڇا ڪن؟

سنڌين کي هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکڻ کپي. اُهي تمام وڏي طاقت آهن. هن ملڪ جو مستقبل ۽ ضمانت هنن جي محتاج آهي. جيڪڏهن سنڌي اهم ۽ فيصلائتا ماڻهو نه هجن ها ته هنن جي جسم ۽ روح تي ايڏا پنجوڙ وجهڻ وارن کي خفي ڪرڻ جي ضرورت ئي نه پوي ها. اسان وٽ فڪر به آهي ۽ جسماني سگهه به آهي، وسيلا به پاڻ وٽ جهجها آهن. پاڪستان کي دنيا جي تختي تي غلام بنائڻ وارن ٽولن، سنڌ کي غلام رکيو آهي. سنڌ غلام نٿي رهي ته پاڪستان به عالميءَ برادري ۾ ماڻهن سڻئون ماڻهو ٿي پوندو.

پاڻ کي انهن ڳنڍين جي جاچ ڪرڻي آهي، جيڪي موقعي پرستين ۾ اچي، پنهنجن حلقن ۾ لباڙ هڻڻ لاءِ قوم جي قسمت تي ڪارا نانگ ٿي ويٺا آهن.

عوام جا دشمن ٽولا ڪيڏيون به ڪيڏون ڪن، اسان کي اسان جي نظرن ۾ ڪيرائڻ جا سعيا ڪن- اسان ته پاڻ سڃاڻون پيا، آخر اسان پاڻ کي پنهنجي دشمن جي نظرن سان ڇو ڏسون؟

خميس ٢٨- مارچ ١٩٩١ع. جاڳو

## پاڻي جو ليکو سچائي سان ڏيو

پاڻي واري ناهہ کي سنڌ جي لڳ ڀڳ سمورين سياسي پارٽين رد ڪري ڇڏيو آهي. سنڌ جو وڏو وزير، جيڪو ظاهر آهي تہ سياستدان آهي ۽ نہ ماهر، سو ان ناهہ جا سياسي لحاظ کان ڀلي ڳڻ ڳائي، پر اهي ضروري آهي، تہ هن ناهہ تي اعتراضي ماهرن جي راءِ حاصل ڪري ۽ جيڪڏهن محسوس ڪري تہ سنڌ سان ڌوھہ ٿيو آهي، تہ پوءِ ڪيس ڌوھہ جي خلاف موقف اختيار ڪرڻ ۾ ڪابہ هٻڪ نہ ٿيڻ گهرجي.

جام صاحب کي پورو پورو اختيار آهي تہ هو پنهنجي حياتيءَ جا سمورا مفاد- جائز توڙي ناجائز ڀلي حاصل ڪري. سنڌي قوم ڪنهن کي بہ هن مهل تائين، سندس قيمت ۽ نالي ۾ ناجائز مفاد حاصل ڪرڻ کان روڪي نہ سگهي آهي. جيستائين هيءَ ڏکايل قوم پنهنجي حال حيات مفادن جي سنڀال ۽ حفاظت ڪرڻ جي لائق ٿئي، تيسين هر ڪنهن کي هر ڪا ڳالهہ مباح آهي. ڪير سنڌ جو هنڌو ڪي، يا سنڌ جون ڪيئي ڏريون رئن، رانياڻ ڇڪن، ڳوڙها ڳاڙين يا ماتم ڪن- ان سان ڪو فرق نہ ٿو پوي. ڳالهہ آهي هيءَ تہ جيسين سنڌي پنهنجي گڏيل مفادن جي حفاظت ڪرڻ جي صلاحيت ۽ اهليت نٿا رکن، تيسين ڀلي پيا ڦرجن- ڪين ڦريندڙ ڀلي جاوا ماڻين، ڏؤ هڻن ۽ سڀ ڪجهہ ڦرين- مڙوئي خير آهي!

پر سنڌيءَ ۾ هڪ پهاڪو آهي: "پنهنجو ماري وري بہ ڇانو ۾ ڦٽو ڪندو آهي." بس اسان جي ايتري ئي وينتي آهي. ماريو ڀلي، پر ڇانو ۾ تہ ڦٽو ڪريو! توهان پنهنجي سک ۽ ڀلائي لاءِ موجوده وقت جون سڀ لذتون، سڀ سک اسان کان وٺي وڃو، ڀولائي وٺو...... ڳالهائي وٺو، ڀڏائي، چئي ۽ ڏسي وٺو، تہ هي، هي ۽ هي اسان کان اسان جي حياتين ۾ ڦرجي پيو- پر اسان کان اسان جو آئيندو نہ ڦريو. ڦرب ڪريو. ڀلائي ڪريو. ڏاها ٿيو. اسان کان اسان جو آئيندو ڦرڻ ۾ اسان جي پنهنجن جو ڪوبہ فائدو ڪونهي. اسان بہ سمجهون ٿا ۽ توهان کي بہ سمجهڻ کپي، تہ اسان جو حال تين وال ۽ نيلام ڪرڻ ۾ ڀلي ڪو تڪلف نہ ڪريو، ويرم ئي نہ وٺو- ڀيو بہ ڪو توهان جي جاءِ تي هجي ها، تہ پاڻ سان لڳ ڀڳ ائين ئي ٿئي ها- توهان هرويرو مياري ڪونہ ٿيندا. بس تاريخ جا هڪڙا ڪردار آهيو، تنهن ڪري توهان کي هڪ سڃاڻپ ضرور نصيب ٿيڻي آهي- پر ان سان ڪهڙو ٿو فرق پوي! پر هن قوم جو آئيندو ڦرائڻ مان

توهان کي ڪو فائدو نصيب نہ ٿيندو. آئيندو تہ سيني جو ساڳيو آهي. مستقبل جي حضور ۾ سڀ ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺا هونداسين. هڪ جهڙا۾ هڪ جيترا ڏوهاري. بيوس توڙي وس وارا. بيوسن تي بيوسي جي ۽ وس وارن تي وس جي هڪ جيتري ملامت پوندي. ان ڪري عاقبت خراب نہ ڪريو.

عاقبت اسان جو آئيندو آهي، اسان جو پاڻي آهي، جنهن کي خراب ڪرڻ لاءِ پاڪستان جي سرڪاري ڏرين جو هي هڪ جملو ئي ڪافي آهي تہ مارچ ١٩٩١واري ٺاهہ سان "سيني صوبن لاءِ پاڻي جو مقدار وڌي ويو آهي!" سوچي سوچي بيٺا آهيون، من ڪٿي ان جملي ۾ ٿوري معقوليت، ٿوري بہ سچائي هجي، پر اها اٽيون ڪٿان. خود اهو جملو اچاريندڙن کي بہ وسعت ڪانهي، پنهنجي ڳالهہ جو ڀرم رکڻ جي!

پاڻي جيڪو ۽ جيترو هو، ورهاست ان جي ٿي آهي. ورهاست ڪرڻ کان پوءِ پاڻي جو مقدار مٿان وڌيو بہ ڪونهي. نہ اهڙو اعلان ٿيو، نہ خبر آئي تہ ورهاست ڪرڻ وارين گهڙين کانپوءِ پاڻي جو مقدار وڌيو آهي. جڏهن پاڻي جو مقدار اهو ساڳيو آهي، جيڪو ورهاست ڪرڻ کان اڳ ۾ هو، تہ پوءِ ورهاست ڪرڻ کانپوءِ اهو پاڻي ڪهڙي ريت وڌيو. ڪنهن کي بيوقوف بنايو پيو وڃي؟

اسان کي جهڙي نموني بيوقوف بڻايو پيو وڃي، ان کي سمجهڻ هرويرو ايترو ڏکيو بہ ڪونهي، جيترو اسان جا داناءَ ۽ عقل جا اڪابر حاڪم، اسان لاءِ سمجهن ٿا.

پهرين ڳالهہ تہ هنن ڪهڙي آڌار تي جملي پاڻي جو مقدار ١١٤ڏهائي ٣٥ملين ايڪڙ (ايم اي ايف فوٽ طئي ڪيو آهي؟ پاڻي جو موجود مقدار ٺاهہ کان اڳ ۾ ١٠٥ ايم اي ايف هو. جسٽس فضل اڪبر ڪميشن جيڪا ورهاست تجويز ڪئي سا ١٠٤ڏهائي ٢٤ايم اي ايف ۽ آخري ڪميشن حليم واري هئي، انَ پاڻي جو ڪل مقدار ١٠٢ ڏهائي ٧٥ ايم اي ايف طئي ڪيو. هي هنن جيڪو ١١٫۴ايم اي ايف کان وڌيڪ پاڻي بيهاريو آهي، سو ڪهڙي حساب سان. ڪير، سچو، ڪير ڪوڙو. حقيقت ڇا آهي. ڇا هي فقط سياسي ورهاڱو آهي جنهن ۾ انگ وڌائي ڪاغذن تي هڪ ۽ اصل ۾ ٻي صورتحال بيهاري وئي آهي؟ وري جيڪي معاملا اڻ نبريل آهن تن جو تعلق بہ فقط سنڌ سان آهي. ١٩٨۴ ۾ عالمي بئنڪ ليفٽ بئنڪ، آئوٽ فال ڊرين لاءِ ڪل پاڻي منجهان وفاقي حڪومت کان ويهہ لک ايڪڙ فوٽن کان وڌيڪ پاڻي قبول ڪرائي ان منصوبي لاءِ فنڊ ڏنا هئا. هن ٺاهہ ۾ عالمي بئنڪ جي ڏيارل حصي جو تہ ذڪر ڪونهي پر ان منصوبي لاءِ گهربل پاڻي جو مقدار گهٽائي هڪ لک ٽيونجاهہ هزار ايڪڙ فوٽ بيهاريو ويو، ان تي بہ ڳالهيون ٿينديون. اهو بہ تڪرار اڃا پنهنجي جاءِ تي هوندو.

پنجاب جي وزيرن ته هاڻي کان ئي ٺاهه جي پيڪڙي جا اعلان شروع ڪيا آهن. ٺاهه ڇوي ٿو ته زرعي مقصدن لاءِ سنڌوءَ مٿان ذخيرا قائم ڪرڻ تي سينيٽ اتفاق ڪيو. پر پنجاب جي هڪ وزير چيو آهي ته سنڌو تي ٽي ڊئم ٺاهيندا. زرعي مقصدن لاءِ ۽ بجلي جي مقصدن لاءِ ۽.

گهوڙا گهوڙا تي وئي آهي ته سنڌ کي وڏيڪ پاڻي مليو آهي. سنڌ جو حق يا دعوي، جيڪا ٻه سڏين سا اها آهي ته سنڌوءَ جي پاڻي جو ستر کان پنجهتر سيڪڙو سنڌ جو ۽ باقي دريائن منجهان پنجويهه سيڪڙو. پنجاب ۽ ٻين صوبن جو سنڌوءَ جي پاڻي مان پنجويهه سيڪڙو ۽ باقي جيڪي دريا جنهن صوبي جا آهن، تن تي انهن جو پنجهتر سيڪڙو حق ٿيهي ٿو.

هڪڙي ٻي حقيقت ڏسو! ۱۹۴۵ واري ٺاهه هيٺ پنجاب کي ۲۸ ڏهائي ۳۳ ايم اي ايف پاڻي مليو هو. سو ٻه تڏهن جڏهن اڃا پنجاب پنهنجا ٽي دريا پارٽ وٽ وڪرو نه ڪيا هئا. بعد ۾ سنڌ طاس معاهدي ۾ پارٽ پنجاب جي ٽن دريائن جو پاڻي حاصل ڪري ورتو، تڏهن ٻه هينئر جيڪو ٺاهه ٿيو آهي، ان ۾ پنجاب لاءِ ۵۵ ڏهائي ۴۶ ايم اي ايف پاڻي فيصل ڪيو ويو آهي، جڏهن ته فضل اڪبر ۽ حليم ڪميشنن پنجاب لاءِ ان مقدار کان گهٽ پاڻي تجويز ڪيو هو.

سنڌ اڳ ۾ فضل اڪبر ۽ حليم ڪميشنن جي فيصلي تي ٻه نه پئي بيٺي، پر هاڻي جڏهن انهن پنهي ڪميشنن جي تجويز ڪيل پاڻي کان ٻه وڏيڪ پنجاب کي ڏنو ويو آهي، ته اسان وارا همراهه خوش تي ڳوٺ موٽي آيا آهن، ۽ پنهنجي پر ۾ اسان کي خوشخبري ڏني اٿن.

وري جڏهن هاڻي سموري ورهاست ٿي وئي آهي ته ڪوٽڙي کان هيٺ گذارڻ لاءِ گهربل هڪ ڪروڙ ايڪڙ فوٽ اسان کي ڪير ڏيندو؟ ايل بي او ڊي لاءِ پاڻي ڪير ڏيندو؟ هاڻي ڪير پنهنجي حصي منجهان گلاس پاڻيءَ جو ٻه ڪيئن ڪڍڻ ڏيندو؟

ڳالهيون بلڪل واضح پيون آهن. ڄام صادق علي جي نيت ڪٿي سنڌ جو پاڻي گهٽائي اڄڻ واري نه هجي، پر اُهو پاڻيءَ جهڙي قطعي فني ۽ ٽيڪنيڪي معاملي تي مهارت ته نٿو رکي.

ڪٿي ايئن ته ناهي جو ڪي ڪامورا، ڪن وڏن اثرن جي زير بار ٿي انگن اکرن جي ڪيڏ ڪري، بازيگري ڏيکاري ڄام صاحب کي باور ڪرائي آيا هجن ته ڪيس تاريخ ساز بنائي رهيا آهن.

سنڌ جا ماڻهو پنهنجي پاڻي جي تاريخي حق تان دستبردار ڪونه ٿيندا. ٻلي طاقت جي زور تي اسان کي پاڻي نه ڏين. پر پاڻ قبول نه ڪنداسين. يا ته ليکو سچائي سان ڏين..

جمعو ۲۹ ـ مارچ ۱۹۹۱ع. جاڳو

## هندن جي لڏڻ وارو اعلان- بين الاقوامي بدنامي!

تاريخ ۾ ٻيو ڀيرو سنڌ کي هي ڏينهن ڏسڻو پئجي رهيو آهي، جو هندو برادري حڪومت ۽ ڌاڙيلن کي اپيل ڪئي آهي ته کين ايتري مهلت ڏني وڃي جو هو ٻار ٻچا وٺي سنڌ ڇڏي ڀارت هليا وڃن.

سنڌ ڌرتيءَ جي زرخيز مٽي ۾ بارودي ملاوت ايتري وڌي وئي آهي، جو اها اندران اندران ٽچڪڻ لڳي آهي. وڻن، گلن ۽ ٻوٽن جون پاڙون سڙي رهيون آهن. وڏا گهاٽا ٻڙ جا وڻ به ڌرتيءَ جي اندر جي باهه ۾ پنهنجا پير سڙندا ڏسي دانهون ڪري رهيا آهن. اسان جي ڏيهه جي ساوڪ موڪلائڻ جو اعلان ڪري رهي آهي.

دنيا جهان جا پٽيل، رولو ٽولا، بيروزگار لوڏون هوائي جهازن، پاڻيءَ جي جهازن ۽ ريل گاڏين ۾ ڀرجي سنڌ اچي رهيون آهن ۽ سنڌي، سنڌ ڇڏڻ لاءِ تڙپي بيتاب ٿي رهيا آهن.

سمجهو ٿا ته پندرنهن ويهه لک ماڻهو پنهنجي هزارين سالن جا رشتا هن ڌرتيءَ سان ٽوڙڻ جي نوبت تي اچي پهتا آهن! اجڙيل ڀنڀور پنهنجي سامهون موجود آهي. پنهل ڪيڄي ويو ته دريا به پنهنجو رخ مٽائي ويو. سسئي، ان ڀنڀور شهر کي باهه ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وئي هئي، جتان سندس گهوٽ ڪيڄي ويو هو. پنهونءَ کي ته ڪنهن ماريو به ڪونه هو. هتي روز پنهون مارجي رهيا آهن.

سنڌي سماج جا خيرخواهه هن نتيجي تي پهتا آهن ته قومي وجود بچائڻ جو هڪ ئي ڪارگر نسخو آهي ته سنڌي واپار ۽ صنعتڪاري ۾ اڳتي وڌن. صنعتون لڳايو- سنڌ بچايو جو نعرو، هڪ اهم خواهش جي اظهار طور لڳي چڪو. ۽ هي اسان جو واپاري طبقو، ڌنڌن ڌاڙين وارو سنڌ ڇڏڻ تي مجبور ٿيو آهي.

بي زمين ۽ بي وطن ٿيڻ جو هي اجتماعي فيصلو، پوري هڪ برادري جو آهي ۽ اهو فيصلو سنڌ لاءِ هڪ وڏي تباهي جو اعلان آهي. گذريل ڪجهه سالن کان سنڌ مان هندن جي خاموش لڏ پلاڻ جاري آهي. اطلاعن موجب فقط ٽن مهينن ۾ جيڪب آباد ضلعي جا اڍائي کان ٽي سؤ خاندان، پنهنجا ڪک ڇڏي ڀارت هليا ويا آهن.

تاريخ ٻڌائي ٿي ته ۱۹۴۷ع واري ورهاڱي کان اڳ سنڌ کان ٻاهر ڪا به لڏپلاڻ نه ٿي هئي. عربن، ارغونن ۽ ترخانن جي وقت ۾ ٿيل ڪاهن سان سنڌ جا پڙهيل لکيل، واپاري توڙي قومي دفاع ڪندڙ ماڻهو وڏ ۾ وڏ ڪڇ ۽ گجرات

ڏانهن ويندا هئا ۽ سنڌ ۾ مڪاني اقتدار بحال ٿيڻ جي جدوجهد ۾ حصو وٺندا هئا. آزادي ملڻ سان ورِي واپس پهچي ويندا هئا. آزاد ڏينهن ۾ سنڌين جو ڏيساور سان واپار هلندو هو. ايسٽائين جو آفريڪا جي ڪنارن سان سنڌي واپارين جون ڪوٺيون هونديون هيون. ايئن ڪڏهن ڪونه ٿيو ته ڪنهن به پنهنجي پاڙ کي سنڌ جي ڌرتيءَ مان ڇڪي، مٿي ڇنڊي پنهنجي ڇڪي ٻئي ڪنهن ڌرتي ۾ کوڙڻ جو ڪم ڪيو هجي.

١٩٤٧ع واري ورهاڱي وقت به هندن هتان لڏڻ نٿي گهريو. پر هندن کي لڏائڻ سنڌي جاگيردارن ۽ لڏي آيل اوپرن مفادن لاءِ ضروري ٿي پيو، جنهن ڪري مسڪينن کي ماري ڀڄايو ويو. ڪراچي ۾ جون ١٩٤٨ع ۾ لياقت علي خان جي آندل غنڊن هندن جي گهرن ۽ ملڪيتن تي حملا ڪيا. سنڌي اديب يوسف شاهين، گرداس واڌواڻي جي هڪ ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته پير علي محمد راشدي جي مرتئي وقت سندس تڏي تي هڪ مسلم ليگي قريشي، جنهن هتي جايون قبضي ۾ آڻي اسلاميا ڪاليج قائم ڪيو، سو پاڻ چئي رهيو هو ته، ڪئنٽ اسٽيشن وٽ ويندڙ هندن تي هڪ حملي ۾ پنهنجي پستول سان اٺ هندو ماريا هئائين. اها ڳالهه هو وڏي فخر سان ڪري رهيو هو.

۽ اها حالت اڄ به جيئن جو تيئن موجود آهي. جنرل ضيا جي خاص الخاص ساٿي، آءِ ايس آءِ جي اڳوڻي سربراه ۽ افغانستان ۾ گهرو جنگ جي اسلام آبادي ڪمانڊر جنرل اختر عبدالرحمان جي زال چار پنج ڏينهن اڳ هڪ اخباري انٽرويو ۾ بنا ڪنهن لڄ شرم جي ٻڌايو ته هندو دشمني سندس مڙس جي رڳ رڳ ۾ ڀريل هئي ۽ خدا ڪيس پيدا ئي افغانستان ۾ جهاد واسطي ڪيو هو. لاهور مان آءِ جي نڪرندڙ ان اخبار به بنا ڪنهن شرم حيا جي ٽن ڪالمن جي سرخي ۾ اهڙا بيهودا، غير انساني، غير اسلامي ۽ مجرماڻا لفظ ڇاپي ڇڏيا.

آءِ ايس آءِ جي سربراه جي رڳ ۽ رت ۾ جيڪڏهن هندو دشمني ڀريل هجي، ۽ اها ڳالهه اخبار ۾ بئنر هيڊنگ سان شايع ٿئي، ۽ حڪومت تڪليف جي طور تي به ان جو نوٽيس نه وٺي، سياستدانن منجهان به ان غنڊاگردي جو ڪو نوٽيس نه وٺي، ته ان جو مطلب، هندن لاءِ سواءِ ان پيغام جي ٻيو ڪهڙو آهي ته ٽپڙ ٻڌو.

جنرل اختر عبدالرحمان پاڻ ته جنرل ضياءَ سان گڏ هوائي جهاز جي حادثي ۾ لوڻ پاڻي ٿي ويو، پر ان جو ادارو ۽ پاليسي جاري آهن. سنڌ ۾ ڌاڙيل ۽ دهشتگرد ٻئي ان اداري ڀرتي ڪيا. هنن جيڪا به رٿابندي ڪئي، ان جو ڦل ڪين ملي رهيو آهي.

ڪڙم جا ويري ڌاڙيل ۽ سياستدان هنن جي هٿن ۾ ڪيڏي، سنڌ کي ناس ڪرڻ لاءِ ٻين ماڻهن سان گڏ خاص طرح سان هندن کي نشانو بنايو، ڪڏهن

ستن سالن جي پتڪڙي ٻار راجيش کي ماري سنڌ جي اخلاق ۽ حيا جو ڏيوالو ڪڍيو ته ڪڏهن راڌڻ شهر جي ارڙهن سالن جي ڳڀرو نينگر ڏرمپال کي ڪلاشنڪوف جا برسٽ هڻي، سنڌ جي روح کي گولين سان ڇاڻي ڪري ڇڏين. حڪومت پوري طرح هن ظالم تماشي مان لطف اندوز ٿي رهي آهي.

رڳو اتي بس نه ڪئي وئي. هندن کي لڏائڻ لاءِ آئيني ۽ دستوري تخريب ڪاري کان به ڪم ورتو ويو. هنن کي پنهنجي ڌرتي پنهنجي ٻولي ۽ ڪلچر کان ڪٽڻ لاءِ، ڪين سياسي چوچڙي ڏئي باهه جي شعلن ۾ ڦاسائي سندن ووٽ جا رشتا مذهب جي بنياد تي ختم ڪيا ويا.

حضور پاڪ جي هڪ حديث آهي ته "سوين ڪعبا ڊاهي ڇڏيو پر ڪنهن بيگناهه جي دل ڏکوئڻ ان کان به وڏو گناهه آهي." ان نبي تي ڪلمي پڙهڻ وارن ماڻهن جي ملڪ ۾ رڳو دلين ۽ روحن جا قيما ئي نه ٿيا آهن، پر سندن جسمن کي گوشت منجهان ڪباب ٺاهي لذتون وٺڻ وارا ادارا، ليڊر ۽ ڏاڙيل انساني حقن سان وحشتناڪيون ڪري رهيا آهن. اهو آهي هنن ماڻهن جو مذهب ۽ اخلاق.

اسان هندو ڀائرن کي به چونداسين ته توهان جيڪڏهن سنڌ خلاف سازش جي ان حصي جا شڪار ٿي ويا، جنهن جو پروگرام توهان کي لڏائڻ ۾ آهي ته اها چڱي ڳالهه نه ٿيندي. هندو هئڻ ڪري توهان جون ڀارت ۾ اکيون ۽ آسرا رکڻ خود نقصان واري ڳالهه آهي. ۽ ظلم فقط توهان سان ڪونهي. ظلم سڄي سنڌي قوم سان آهي. سڄي قوم ڪيڏانهن لڏيندي؟ يا ته ٺاهيو پروگرام ته سمورا سنڌي لڏي هلون ته اُتي هليءَ، ايم ڪيو ايم ٺاهيون. باقي ائين ڪم نه هلندو.

سنڌين کي زندهه به رهڻو آهي ته پنهنجي ڌرتي تي، جي مري جان ڏيڻي آهي ته به اتي. ظلم ڪيڏو به وڏي وڃي هونداسين اتي. يلي سڀ مارجي ڪپي وڃون. "ڪٽين جي هارائين هنڌ تنهنجو ٻيءُ."

اسان پاڪستان سرڪار توڙي سنڌ حڪومت کي گذارش ڪريون ٿا ته هيءَ عالمي خواري ۽ شرمناڪي جو ڪوڙهه وارو ٽڪو اسلامي ملڪ پاڪستان تان لاهيو. پنهنجا انسان دشمني ۽ نفرتن وارا دفتر ڦاڙيو- ماڻهو ٿيو- سنڌ ۾ انساني وجودن تي بڇايل نانگ واپس وٺو. جيڪڏهن پندرنهن ويهه لک ماڻهو سنڌ مان گڏيل فيصلو ڪري لڏي ويا ته هي هڪ عالمي ۽ بين الاقوامي معاملو بنجي ويندو ۽ بدنامي جي اهڙي ڏبڻ ۾ پئجي ويندئو جو ڪو ڇڪي ڪڍڻ وارو به نه هوندو. ملڪ کي ايڏو بي معنيٰ ۽ بي پاڙو نه بنايو جو جيڪو ڏوهه نه ڪري سگهي، سو ملڪ ۾ رهي نه سگهي ۽ ڏوهن جي دوزخ کي الوداع ڪري وڃي.

آچر ۳۱- مارچ ۱۹۹۱ع. جاڳو

# حڪومت فرحت ۾ ڪانهي

سنڌ ۾ حڪومت فرحت ۾ ڪانهي. سنڌ جي ٺي حوالي سان مرڪزي حڪومت بہ مزي ۾ ناهي. ڪيئي پراسرار ڳالهيون وڏو هڪڙو پوت بنجي ويون آهن. سنڌ ۾ تہ حڪومت قائم ٿي ڊي نيشنلائيزيشن واري پاليسي وانگر ٿي هئي. ان جي باوجود سنڌ جو وڏو وزير ڄام صادق علي مڪمل طرح بي فڪر آهي. ايڏي فرحت ۽ ايڏي بي فڪري حيرتناڪ آهي. ڪالهوڪو ڏينهن آهي، بہ اڳوڻا وڏا وزير، سنڌ جي مڪمل عوامي حمايت سان حڪومت ڪندي ڏٺا ويا، پر هنن جا اوجاڳا، پريشانيون ۽ ماٺهن طرفان ڪانئن بيزاريون بہ ظاهر ظهور هيون. ائين بہ ناهي تہ ڄام صادق علي حڪومتي معاملن ۾ دلچسپي نٿو وٺي ۽ رڳو فرحت ماڻي رهيو آهي. هن جو زرخيز ذهن سياسي فصل پوکڻ، ٻج ۽ پاڻ جو بندوبست ڪرڻ ۾ لابارو لاهي، ڳاهم ڳاهي نيش پيش جنسون سامهون آڻي رهيو آهي. ڪا هڪ گهڙي بہ ڄام صادق علي اجائي نہ وڃائي آهي ۽ سياست ۽ حڪومت جي گورک ۾ گپاگيهہ واري ڏنڊي ۾، انتظام، امن امان، يار دوستن جي سار سنڀال سياسي اتحادين کي راضي بازي رکڻ، مخالف ڌر کي حيران پريشان ڪرڻ، سيني ڪمن ۾ ڪابہ ويل نٿو وڃائي. گڏوگڏ عوام کي بہ متاثر ڪرڻ لاءِ سوچيندو ۽ وڏي ڳڻ ڳوت وارا قدم کڻي رهيو آهي. هو جيڪي ڪجهہ ڪري رهيو آهي، ان جي ذميداري بہ انهن تي آهي جيڪي ڪانئس سخاوتون يا عذاب وصول ڪري رهيا آهن. سنڌ پنهنجي تاريخ جي هڪ وڏي "جادوگر بالما" کي ڏسي رهي آهي. جيڪو جيترو وقت بہ ميدان تي آهي هر ڪنهن کي ٻانهن کان ڇڪي وڃي سنڌس اوقات تي بيهاريندو. پير صاحب پاڳارو واحد سياستدان آهي، جنهن حڪومتي عهدن کان ٻاهر ويهي، پاڪستان جي نبض سڃاتي آهي، پر ڄام صادق علي حڪومت تي ويهي جنهڪي زنگ ڏيکاريا آهن، سي سنڌ جي ڇا، پاڪستان جي سياسي تاريخ ۾ افساني جو هڪ باب هوندو. هن ماڻهو ڪيئي دماغن جا ريل ڦيرائي ڇڏيا آهن. جو ڪڏهن هن جي اقتدار ۾ هئڻ کان سخت بيزاري تي ٿئي ۽ ڪڏهن علي نواز وفائي جي اها ڳالهہ بہ صحيح ٿي لڳي تہ "هن جي جفا ۾ بہ وفا آهي." ان جي باوجود سنڌ حڪومت فرحت ۾ ڪانهي. وڏو وزير جتي بہ هوندو اتي ائين ٿي

فرحت ۾ هوندو، پر حڪومت ان حد تائين فرحت ۾ ناهي جو هاڻي مبصرن جي وات تي سنڌ اسيمبلي جي ٽنٽڻ جي وائي اچي وئي آهي.

هڪڙن ٻن ڪمن وڏا اثر ڏيکاريا آهن. پيپلزپارٽي جي قيادت ڪي جنهن ويل ۾ وڏو ويو آهي، ان سان وفاقي حڪومت جي ساک سخت خراب ٿي آهي، خاص ڪري تازو، جهاز اغوا ٿيڻ، هڪدم ظاهر ٿي پوڻ سان رڳو پاڪستان ئي نہ پر دنيا بہ ڏٺو تہ حڪومت، مخالف ڌر سان ايئن ڪانہ ٿي هلي، جيئن جمهوري نظام ۾ هلبو آهي. پاليسين تي اختلاف، ٻيون ڳالهيون سڀ هلن ٿيون، پر هتي هڪ جائز ۽ عوامي حمايت وارو اهڙي پارٽي، جنهن جون سڀ پاڪستان ۾ پاڙون آهن ۽ اها انهن پاڙن ذريعي پاڪستان لاءِ هڪ مڪيہ ضمانت بہ آهي، ان ڪي ايڏو ڏکيو ڪرڻ ۽ سندس ٽوٽل خاتمي جو ٺيڪو کڻڻ وارا، پنهنجا ۽ پنهنجي مفادن جا پوڄاري تہ ٿي سگهن ٿا پر ملڪ جا سچا پچا خيرخواهہ ڪونهن. چو تہ هيءَ دشمني بينظير سان ئي نہ، انهن سيني ماڻهن سان بہ آهي جن بينظير ۽ سندس پارٽي جي ماڻهن کي ووٽ ڏنا آهن. هاڻي بلڪل واضح ٿي ويو آهي تہ بينظير جي حڪومت جو خاتمو ڪرڻ وقت ئي، اڄ جي آءِ حڪومت جي هلڻ، ضرورت طور رٿابندي ڪري ڪيس ۽ ريفرنس خاص عبدالتن ڏانهن ڏياري موڪليا ويا. ڪيسن ۾ اڙجڻ سان حزب اختلاف جو جمهوريت ۾ ڪردار متاثر ڪري، ان کي نقصان پهچائي، ڌڪو ڏيئي، ڪيرائي اڳتي وڌڻ وارو نمونو سمجهہ ۾ اچي رهيو آهي. وفاقي حڪومت جي پنهنجي مرضي هئي، تنهنڪري هن طرح سنڌن ساک پٽ خراب ڪرڻ ۾ بہ سنڌ حڪومت بہ ڪائي ڪسر نہ ڇڏي آهي.

پر وفاقي حڪومت لاءِ هيءَ ٻہ طرفي جنگ آهي. هڪ پاسي حڪومت کان ٻاهر، سندس ٻولايل مخالف، پيپلزپارٽي کي نقصان رسائڻ جو ارادو ۽ عمل تہ ٻئي پاسي وڏيڪ ڏکيو، نازي پاسو ايم ڪيو ايم کي پنهنجي اتحادي طور پاڻ سان رکڻ، گهٽي حدتائين سندس نت ناز برداشت ڪرڻ تي اندارن اندران سنڌن پاڙون اکيڙڻ جو بہ ڪم. ايم ڪيو ايم بہ جتان ٿي گذري اتان پنهنجا ٻيڙا ساڙي ٿي ڇڏي. واپسي جو امڪان ئي ناهي. اڳتي وڏي وڏي ايڏي اڳتي هلي آئي آهي، جو هاڻي وڃي تہ ڪيڏانهن. حڪومت ۾ بہ شامل آهي، پر وزيراعظم نوازشريف کان روز شڪايتون بہ پيدا ٿيندس ٿيون. سنڌ حڪومت ۾ ڄام صادق علي کان رٽل رهڻ سندس وس ۾ ڪونهي. ڄام صاحب جي هيناتوهہ اڳيان، بيوس ۽ لاچار آهي ۽ جيئن ٿو هو پٺي ڏئي تہ ساڳيو رينگٽ چالو. ڄام صاحب جي قربداري هنن سان ڪڏهن ڪانہ ڪٽندي، هو قرب ڏيڻ ۾ مارجي رهيا آهن.

هاڻ بنهه واضح ٿي ويو آهي ته سنڌ منجهان مطالبو سنڌين جو هجي يا اردو ڳالهائيندڙ آبادي جو، پر اُن جو ٽڪراءُ پنجاب سان ٿيندو ته اهو پورو نه ٿيندو. ايم ڪيو ايم جا سنڌ اندر، سنڌ کان ۽ سنڌين کان جيڪي به مطالبا هئا ۽ آهن سي پورا ڪرڻ ۾ نوازشريف کي ڪا هٻڪ ناهي. ڄام صادق علي کان ته رڳو ڪو گهرڻ وارو هجي- نه - ته هن وٽ آهي ڪانه. هن معاملي ۾ ڄام صاحب قدرتي انصاف جو قائل آهي. هن کي خبر آهي جنهن، ڊوءَ نه جهليو سو پاٺي اوڳاڇيندو. ايم ڪيو ايم نوڪرين تان پابندي لاهڻ جو مطالبو ڪري ٿي ته نوازشريف پابندي جو مدو وڌائي ڇڏائي ٿو ۽ ڄام صاحب ٿو چوي ته ڄاڻ ٿا پابندي لاهيون! هاڻي ايم ڪيو ايم ان آخري مرحلي تي اچي بيٺي آهي جو ميان نوازشريف کي سندس واعدا ياد ڏيارڻا پيا وڃن. هيءَ پاليسي بلڪل واضح ٿي وئي آهي. ايم ڪيو ايم کي به ڪجهه ڏيو ضرور پر ايترو جيترو هو گهرن ٿا ۽ گڏوگڏ منٿ ميڙ ڪري هنن کي رڪڻو به پاڻ سان آهي. سندن ترا به ڪڏهن آهن ۽ مختلف قسمن جون خواريون به هنن جي مٿي تي مڙهٽيون آهن. پر هنن جون چڙهيون هاڻي وڌي وڻ ٿيڻ تي آهن.

معاملو فقط اتي نٿو بيهي، متبادل به هرڪو ڳولي رهيو آهي. مٿين سطح تي نوازشريف جو متبادل بنجڻ لاءِ محمد خان جوڻيجي ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي ۾ رابطن وڌڻ جون خبرون آهن. هي به [illegible] پيون اچن ته جتوئي ۽ بينظير جي وچ ۾ به اڻ سڌي لهه وچڙ ٿي آهي ۽ اڃا وڌندي. پير صاحب پاڳارو به ساڳئي مقصد ۽ ساڳي واٽ تي آهي. سيني جو نشانو نوازشريف آهي. اصل بيوروڪرسي ۽ سول بيوروڪريسي جيڪا سياسي مهرن کي هيڏي کان هوڏي، هوڏي کان هيڏي ڪندري رهي آهي، ان جي آشيرواد کانسواءِ اڳواٽ جي چرپر ممڪن ناهي. فقط بينظير هن سياسي راند ۾ ڌار ڌر ٿي بيٺي آهي ۽ اها اقتداري ڌر جي اندروني ڦڙڦوٽ ۾ واڌاري کي ڳولي رهي آهي.

اصل ڳالهه وري به ڦري اتي اچي ٿي بيهي ته استحڪام هتي ڪنهن حڪومت کي ناهي ملڻو ۽ عدم استحڪام کي ڪاڏو پيتو، لٽو ڪپڙو، نٽ نانگر سڀ مهيا ٿي رهيا آهن.

اڱارو ٢- اپريل ١٩٩١ع. جاڳو

## پاڪستان سماجي معاهدو آهي يا نه؟

پاڪستاني معاشري ۾ زوال ۽ تباهي واريون قوتون پهرئين ڏينهن کان اڄ تائين، بنا وقفي جي ترقي ڪنديون آيون آهن. بدقسمتي سان رياستي ادارن، ملڪي سماج تي پنهنجي گرفت جنهن غير قانوني، غير آئيني، غير اخلاقي ۽ عوام دشمن انداز سان وڌائي آهي، اُن جو حشر اهڙوئي ٿئي ٿو، جهڙو اڄ ٿي چڪو آهي. جڏهن اسان چئون ٿا ته هيئنر تائين پيدا ٿيل خرابين، مايوسين، نامرادين ۽ فڪري چڙواڳين جا سرچشما، رياستي ادارا آهن، تڏهن انهن سڀني عذابن جي ذميداري به انهن ادارن تي اچي ٿي. هيئنر حالت ايتري خراب ٿيل آهي، جو اهي ادارا غير حاضر زميندار وانگر پنهنجي شڪل به ڪونه ٿا ڏيکارين. سندن اقتدار جا ڪجهه ڪمدار ۽ ڪاراوا موٽرن ۽ هوائي جهازن ۾ چڙهيو پيا گهمن. ماڻهن کي اقتدار جي هيڊڪوارٽر ڏانهن ويندڙ رستي ۽ نقشي جو به پتو ناهي.

مادي طور تي جيڪا به ترقي ٿي آهي، اُن کي ڪافي دانشور سماجي ترقي جو نالو ڏين ٿا، پر اسان جي ترقي سان زوال جو مقدار "ڏهه دنيا، ستر آخرت" جي تناسب سان گڏ آهي. ان جو ثبوت هي آهي ته اسان خوش ناهيون.

معاشري ۾ سمورا آدرش ۽ آئيڊيل آزمائجي چڪا آهن. اسلام، پاڪستان جو آئيڊيل آهي، پر پاڪستان، اسلام لاءِ ڪربلا جو ميدان ثابت ٿيو آهي. جمهوريت پاڪستان جو سياسي آدرش آهي، پر اُن سان جيڪا جٽ ٿي آهي، تنهن جا ڪيتا سقراط کان وٺي ذوالفقار علي ڀٽي تائين لوڙيا ويا آهن. صنعتي ترقي پاڪستان جو آئيڊيل آهي، پر سرمائيڪاري ملٽري ڪامپليڪس ۽ سول بيوروڪريسي جي ڇتيءَ کان ٻاهر ممڪن ڪانهي، جنهن ڪري قومي سرمائيدار بدران دلال سرمائيدار ڪليو ڪلايو ويٺو آهي. سوشلزم به پاڪستان جي "گهاتي سرنهن" آزمائي وئي آهي، مضبوط مرڪز، ون يونٽ، هٺ ٺوڪيو وفاقي سرشتو- سڀ پنهنجا پريا ڏوٽي ويٺا آهن. نتيجي ۾ پاڪستان، هاڻي ڪنهن به "سماجي معاهدي" جو نالو ناهي ۽ اُن جو دستاويز نئين سر ناهڻ جي ضرورت زور سان اُڀري آئي آهي.

هن سڄي حال تي رياستي ادارن پهچايو آهي، جن تي وينل ڪارندن،

سماج ڪي خودرو ۽ پاڻمرادو ٿي اڳتي وڌڻ نہ ڏنو آهي. سماج پنهنجي وات تہ وڃائي آهي پر متبادل نہ مليو آهي. ڪير ساھ کڻي ۽ ڪير نہ کڻي، اهو فيصلو بہ رياستي ادارن پنهنجي هٿ ۾ رکيو. نتيجي ۾ هن وقت جيڪي بہ عمل، رايا، خيال، سياسي، سماجي ۽ ادبي ۽ صحافتي اظهار آهن، جن سان رياستي ادارن تي زوري ويٺل وارث متفق هجن يا نہ هجن- پيداوار هنن جي آهي.

جي ايم سيد خوشيءَ سان پاڪستان جي مخالفت شروع نہ ڪئي هئي. ذوالفقار ڀٽو پنهنجي ارادي ۽ خوشي سان ڦاسي اڳهاٽ ڏانهن نہ ويو هو. ممتاز علي ڀٽي، هنن ڏٺي ڪنفيڊريشن جو پروگرام نہ ڏنو آهي. ڏاڙيل، دهل دماما ڪٽي، ڪڏندا، نچندا ۽ ٽپندا وڃي ڪلاشنڪوفن ۽ راڪيٽ لانچرن تائين نہ پهتا هئا. رشوت کائڻ وارن کي خبر آهي تہ حرام جي پئسي سان روح سڪيا نہ ٿيندا آهن.

پر رياستي ادارن ڪڏهن جي ايم سيد سان، پاڪستان جي مخالفت ڪرڻ تي دليلبازي نہ ڪئي. معنيٰ تہ هنن وٽ جي ايم سيد سان مقابلي ڪرڻ جا دليل ڪونهن. جڏهن ڪيس نظربند ڪري ڪري ٿڪجي پيا، تہ پوءِ ڪيس راضي ڪرڻ لاءِ ٻيا طريقا اختيار ڪيائون. جي ايم سيد جي ذات کي راضي رکڻ معاملي جو حل ڪونهي. نتيجو ڇاهي؟ ڀلي سيد هنن سان گڏ بہ ويٺو هجي، پر وڃائي ٿو چوي تہ پاڪستان نہ کپي.

ذوالفقار ڀٽي وٽ زنده رهڻ جا پنهنجا دليل هئا. هنن چيو، تہ- انهن دليلن سان زنده رهڻ نہ ڏبو. نقصان ڪنهن جو ٿيو؟ هن جي غيرموجودگي ۾ ڇا تہ حشر ٿيو آهي پاڪستان جو. ٽين دنيا جي گڏيل قيادت پئي پاڪستان مان اُڀري. ملڪ جي وقار وڌڻ سان گڏ معاشي ترقي جا سمورا روشن امڪان ٺپ ٿي ويا.

صوبن جي وچ ۾ برابري وارا لاڳاپا ايم آر ڊي بہ تسليم ڪيا هئا، ان جي ٺي هڪ پارٽي اقتدار ۾ آئي تہ رياستي ادارن جا ساھ منجهڻ لڳا. جمهوريت تي اچي تہ هنن جا ساھ ٿا منجهن. وري جي پنهنجي مرضي واري جمهوريت ٿا آڻين تڏهن بہ کين ڏمڪشي ٿئي ٿي. محمد خان جوڻيجي جهڙو بي ضرر ماڻهو بہ قبول نہ ٿو پوين. نوازشريف ويٺو آهي تہ بہ کين فرحت ڪانهي. هنن جا پنهنجا ماڻهو، اقتداري هيڊ ڪوارٽر جا گهر ڀاتي، پر سياسي حڪومت طور اُنهن سان بہ سنڌن ٽڪراءُ ٿيڻ لازم ۽ اٽل امر بنجي ويو آهي.

هنن جي پاليسين سان معاشي حالت اها ٿي آهي جو هاڻي ضروري ٿي پيو آهي تہ پاڪستان کي ڊالر ۽ پائونڊ جي بينڪيت بنايو وڃي. انٽرنيشنل مافيائون، هيروئن ۽ ڪوڪين جا پئسا کڻي پاڪستان پهچي ويون آهن. نہ رڳو

مڪاني قاتل ۽ ڌوهاري ٽولن لاءِ سڄي دنيا جي غنڊن ۽ دهشتگرد مافيائن لاءِ هي ملڪ جنت بڻجي رهيو آهي، ايسٽ انڊيا ڪمپني آگبوٽ جيڪي اچي سڄي نندي ڪنڌ تي حڪومت ڪئي هئي، هاڻي ڊالر ۽ پائونڊ، پاڪستان جي مهر ۽ نشان واري سڪي جو پٽڪو پوري طرح لاهيندا. سياڻي اهو ڏينهن به اچي سگهي ٿو جو مطالبو ٿئي ته سرڪاري ملازمن کي پگهارون به ڊالر ۾ ڏيو. پنهنجو پاڻ تان هٿ کڻڻ ۽ ٻين آڏو گوڏا ٽيڪڻ ۽ ايسٽائين جو مافيائن کي به قبول ڪرڻ، هن اسلامي ملڪ کي وٺي ڪيڏانهن ويندو؟

انڪري پاڪستان جي نئين سماجي معاهدي جي ضرورت اٿتر ٿي وئي آهي. پوءِ اُن جو مطالبو ڪنفيڊريشن جي صورت ۾ ٿئي، حقيقي جمهوريت جي صورت ۾، يا غير حاضر حاڪميت ۽ ڪمدارن ڪاراون کي ختم ڪرڻ جي شڪل ۾. ائين ڪرڻو پوندو يا ڀولائي ڳالهايو ۽ چئو ته پاڪستان، سماجي معاهدي جو نالو ئي ناهي.

*آچر ۷- اپريل ۱۹۹۱ع. جاڳو*

# سرڪار توتي دانهن!

پاڻي وارو ناهه سنڌ جي ماڻهن جي عقل جو "پئمانو" بنجي ويو آهي. سنڌ سرڪار پاڻي جي ناهه نالي هڪڙو دڪان کوليو آهي. جيڪو به ماڻهو بنا ملهه پچڻ جي هن دڪان تي اچي ٿو، اُن جهڙو "ڏاهو" روءِ زمين تي موجود ڪونهي ۽ جيڪو ماڻهو هن ناهه تي سوال اُٿاري ٿو، اُن جهڙو "نادان" وري زمين ۽ آسمانن تائين نہ لڀندو!

حيدرآباد ۾ سنڌي اخبار "ڪاوش" طرفان پاڻي واري ناهه تي ڪرايل سيمينار ۾ سرڪاري اهلڪار ۽ ناهه تي بحث ڪرڻ وارا سياسي توڙي غير سياسي ماڻهو گڏ ٿيا. سنڌ حڪومت طرفان قانون وارو وزير سيد مظفر علي شاهہ، ايڊيشنل چيف سيڪريٽري عالم بلوچ ۽ سنڌ طرفدار هڪ اڌ ايم اين اي ۽ ايم پي اي، پي ڊي اي جا اڳواڻ نثار احمد کهڙو، پير مظهرالحق، ڊاڪٽر اسماعيل اُديجو، عوامي تحريڪ جا اڳواڻ رسول بخش پليجو، پروفيسر عمر ميمڻ، پي اين پي جا عبدالحفيظ پيرزادو، اعجاز جتوئي، سنڌ ڊيموڪريٽس گروپ جو يوسف لغاري، جيئي سنڌ جا حسين بخش ٿيٻو ۽ گل محمد جکراڻي، پاڻي جي مسئلي تي انگريزي ۾ گهڻي ڪان گهڻو لکندڙ صحافي غلام نبي مغل ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو گڏ ٿيا. سڀ جا سڀ ماڻهو، سنڌ ۽ اُن جي قومي حقن جا خيرخواهہ هئا. ايستائين جو صوبائي وزير سيد مظفر شاهہ، جنهن لاءِ چيو ويجي ٿو تہ ڄام صادق علي جي متبادل طور نواز شريف جي نظر ۾ سنڌ جو وڏو وزير اهو ئي ٿيندو- تنهن بہ چيو تہ سنڌ کي نقصان پوڻ نہ ڏبو ۽ جهڙا ٻيا سنڌ جا فرزند آهن، تهڙو هو بہ آهي ۽ ڪيس ڪرسي سنڌ جي مفادن کان وڌيڪ عزيز ڪانهي.

ناهه تي فني لحاظ کان اعتراض اُٿاريندڙن ۾ عبدالحفيظ پيرزادي، ڊاڪٽر اسماعيل اُديجي، يوسف لغاري ۽ تاج جوئي انگن اکرن سان سرڪاري ناهه کي سنڌ جي مفادن ۽ تاريخي حقن جي خلاف قرار ڏنو، جڏهن تہ ناهہ متعلق سنڌ حڪومت جي ٿيندڙ سياست جي لاڪ رسول پليجي زور سان لاٿي.

ناهه جو بنيادي طرح ذميدار عملدار عالم بلوچ، پنهنجي لهجي ۽ انداز جي حساب سان لٺ کڻي اسٽيج تي بيهي رهيو. نہ رڳو هن جي تقرير ۾ جارحيت هئي، پر جيڪي بہ اعتراض اُٿاريا ويا، جيڪي بہ انگ اکر پيش ڪيا ويا تن کي

غلط سڏڻ ۾ هن دير ئي نتي ڪئي. هن جي جوابن ۾ ڪٿي ڪٿي سرڪاري ناهہ سان اختلاف ڪرڻ وارن ڏانهن ٺوڪ ۽ چٽر وارو لهجو بہ هيو. هن پنهنجي ڳوري ۽ کهري آواز سان اسٽيج تان بيهي پوري لنبازي ڪئي. ناهہ تي اعتراض ڪرڻ وارن جي انگن اکرن کي غلط سڏيو، جن ناهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، تن کي سنڌن پوڪ بصر هجڻ جو تاثر ڏنائين ۽ هڪ مرحلي تي تہ اهو بہ چيائين تہ "ڄام صادق علي سان جيڪي وٽيو سو ويجي ڪريو. منهنجو ڇا!" هي ايڊيشنل چيف سيڪريٽري پهريون ڪامورو آهي جيڪو وڏي وزير جو ايڊوائيز بہ آهي ۽ چون ٿا تہ وڏي وزير جي حڪومتي "طلسم" جو طوطو ئي هي عملدار آهي. هن ئي عملدار جي والد مرحوم شير محمد بلوچ جو ڪتاب "پاڻي منجهہ پساهہ" سنڌ جي پاڻي جو تاريخي ڪيس پيش ڪري ٿو. پر هن صاحب جو چوڻ آهي تہ گهرڻ ۾ ڇا آهي- ڪيس ناهڻ ۾ ڇا آهي- ڳالهہ آهي پاڻي ملڻ جي! سو جيترو ممڪن هو، سو هو وٺي آيو آهي. ٻيو پنهنجو ڪهڙو مٿو ڦاڙي!

هن سيمينار ۾ پاڻي جي ناهہ متعلق جيڪي ٺوس ڳالهيون نظر آيون سي هن ريت آهن:

١ـ عبدالحفيظ پيرزادي سنڌ جي پاڻي متعلق دعوائن ۾ چيو تہ سنڌ، ١٩٦٩ع ۾ پنهنجي ضرورتن مطابق پنج ڪروڙ تہ پندرهن سالن ڪانپوءِ سنڌ جي پاڻي جي گهرج ڇهہ ڪروڙ ايڪاسي لک ٽيهہ هزار ايڪڙ فوٽ ٿيندي ۽ سنڌ جي ٿنهي ٻراجن جي قطعي ضرورت اٺ ڪروڙ ايڪڙ فوٽ ٿيندي.

پيرزادي صاحب چيو تہ ١٩٤٥واري ناهہ هيٺ سنڌ کي سنڌو درياءَ منجهان چار ڪروڙ ٻاهتر لک ايڪڙ فوٽ پاڻي مليو، جنهن ۾ چوڏهن لک ايڪڙ فوٽ بلوچستان جا بہ شامل هئا ۽ پنجاب کي سندس درياهن منجهان ٽي ڪروڙ ايڪهتر لک ايڪڙ فوٽ ۽ سنڌو منجهان اسي لک پنجاهہ هزار ايڪڙ فوٽ پاڻي مليو هو.

پاڻي مٿان هيءَ سنڌ جي تاريخي دعويٰ آهي. اها دعويٰ نہ مڃائي سگهون تہ پوءِ ڇا ڪريون؟ سيڪريٽري جو چوڻ هو تہ دعوائون ڪرڻ ۽ ڪيس وڃهڻ سان ڇا ٿو ٿئي؟ جيڪو پاڻي سنڌ حڪومت هاڻي وٺي آئي آهي، اُهو نہ ملڻ سان هيترو، ڪي هيترو نقصان پئي پيو، ۽ هاڻي اهو نقصان نہ ٿيندو.

١ـ سيمينار ۾ ويٺل ماڻهن ۾ حڪومتي ڌر کانسواءِ باقي سڀ ماڻهو ان دليل تي قائل ڪونہ ٿيا. پر هڪ اهم ترين نتيجو ضرور سامهون آيو: سنڌ جي تاريخي دعويٰ تان سنڌ سرڪار هٿ کڻي آئي آهي، جو اهڙو اظهار مذڪوره

ڪاموري پاڻ ڪيو آهي. هن ڪان اڳ به سنڌ حڪومت سنڌي اخبارن جي ايڊيٽرن کي ڏنل بريفنگ ۾ اها ڳالھ مڃي چڪي آهي تہ ڪجھ دعوائن حقن تان هٿ کڻي هڪ عملي قسم جو ناھ ڪري ايا آهن، جيڪو سندن خيال ۾ هن وقت مناسب آهي.

٢- سيمينار ۾ صوبائي وزير مظفرشاھ پاڻ چيو تہ پنجاب اڳي ئي سنڌوءَ جي پاڻي تي لنڪ ڪئنال ۽ ٻيا ذخيرا ٺاهي ڏاڙ ڪري چڪو آهي، جيڪڏهن اُنهن جي ٺهڻ کان اڳ پاڻي جو مسئلو نبري ها تہ سنڌ کي نقصان نہ ٿئي ها. ٻين لفظن ۾ هي جيڪو ٺاھ ٿيو آهي، سو ماضيءَ ۾ پنجاب جي بيقاعدگين کي قانوني حيثيت ڏئي آيو آهي- ۽ سنڌ حڪومت اها ذميداري ماضي تي وجهي ٿي.

٣- مظفرشاھ هي بہ چيو تہ اڳتي هلي ڪراچي لاءِ گهربل وڌيڪ پاڻي ويھ لک ايڪڙ فوٽ جي سنڌ طرفان گهر ڪئي ويندي! پر ان گهر جي ڪهڙي قانوي گنجائش ڇڏي آيا آهن، سو ڪونہ ٿا ٻڌائين.

۴- سيڪريٽري کان جڏهن پڇيو ويو تہ زير زمين پاڻي جي ورڇ کي ٺاھ ۾ شامل ڇونہ ڪيو ويو آهي تہ هن بلڪل ڄڻاٽي نموني چيو، تہ اها هنن تي قدرت جي مهرباني آهي، اهو هنن جو حق آهي، اسان جو زير زمين پاڻي تي ڪو حق نٿو ٺهي- چو تہ جيڪڏهن اها ڳالھ ڪريون تہ سڀاڻي پنجاب بہ چئي سگهي ٿو، تہ سنڌ مان جيڪو تيل نڪري ٿو، اُن مان پنجاب کي حصو ڏيو.

سنڌ جو هي ”زبردست“ ڪامورو جيڪو فني مهارت ۽ انجنيئري جو دعويدار آهي، تنهن جي هن جواب منجهان لڳي ٿو تہ سنڌ حڪومت پنجاب کي ملنڌڙ تي ڪروڙ سٺ لک کان چار ڪروڙ ايڪڙ فوٽن تائين زير زمين پاڻي جو سوال اُٿاريو ئي ڪونہ هو. جهانن کي خبر آهي تہ جهڙي نموني دريائي پاڻي قدرتي نعمت آهي، ساڳي طرح زير زمين پاڻي بہ قدرتي نعمت آهي ۽ اُن جو وهڪرو بہ پنجاب کان سنڌ ڏانهن ائين ٿئي ٿو، جيئن دريائي پاڻي مٿان کان سنڌ ڏي اچي ٿو ۽ اهي ٻئي وهڪرا پنجاب جي زمينن جون اندريون ٻاهريون سڀ خرابيون سنڌ ڏانهن کڻي اچن ٿا ۽ اهو قطعي طور تي ڳنڍيل معاملو آهي. پر اسان وارا همراھ پڙ ڪڍيو وينا آهن- يعني پاڻي ٺاھ ۾ هن معاملي کي شامل ڪرڻ لاءِ هي هتان ئي سنبري نہ نڪتا هئا.

٥- هڪڙي سوال ڪندڙ همراھ مظفرشاھ کان پڇيو تہ سرڪار جي دعوائن ۾ هڪ تضاد آهي: سرڪار چوي ٿي تہ ٺاھ موجب سنڌ کي اڳ کان تيرهن

سيڪڙو وڌيڪ پاڻي مليو آهي ۽ ٻئي طرف سرڪار هي ٻه چوي ٿي ته سنڌ جي زمينن جي اُپت واري شدت (Intensity) ۾ ٥٥سيڪڙو واڌارو ٿيندو- سو ڪيئن؟ هن سوال جو جواب ڪافي دلچسپ هو. شاهه صاحب چيو ته ڪچن واٽر ڪورسن سبب چاليهه سيڪڙو پاڻي زيان ٿئي ٿو، هاڻي جڏهن انهن کي پڪو ڪبو ته چاليهه سيڪڙو بچت ٿيندي. جيڪڏهن ايئن آهي ته پوءِ اهو چاليهه سيڪڙو فائدو ته اسان کي گهر جو گهر موجود هو، ان ۾ وني اچڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي؟

٦- جڏهن سرڪاري ناهه ۾ ڏيکاريل پاڻي جي مقدار ١١٤ ايم اي ايف بابت پڇيو ويو ته اهو ڪٿان ايندو، ڇو ته اڳ ۾ ڪميشن وڏ ۾ وڏ موجودگي ١٠٤- ايم اي ايف ڏيکاري آهي، تڏهن سيڪريٽري ڪاموري چيو ته ١٠٤ موجود هو، باقي ڏهه ايم اي ايف ڪوٽڙي کان هيٺ وهي ويندو هو. هن جو مطلب هو ته اهو هيٺ وهي ويندڙ پاڻي اڳي ليکي ۾ نه آندو ويو هو. سيڪريٽري جو دليل هو ته پاڻي جي هجڻ واري مقدار ۽ استعمال ٿيندڙ مقدار ۾ فرق آهي ۽ ٻئي ساڳي ڳالهه ناهن. ماڻهن سوال ڪيا ته آخر سنڌ سان اها مهرباني ڇو ٿيندي هئي جو بنا ليکي ڪوٽڙي کان هيٺ پاڻي وجڻ ڏنو پئي ويو. پر حڪومت جي لهجي جي دٻڙ ڏونس ۽ سيمينار ۾ ٿيندڙ بي آرامين ۾ اهو سوال اتي جو اتي رهجي ويو.

سيمينار ۾ مجموعي طور حڪومتي ڌر، ماڻهن کي مطمئن ڪرڻ ڪانسواءِ اهي مٿيان ۽ ٻيا ڪيئي سوال ڇڏي پنهنجي اڪابري ۽ ڪاميابي سان جان ڇڏائڻ جي ڳالهه ڪري نڪري وئي ۽ ٻيا سڀ ماڻهو اهو تاثر کڻي نڪتا ته، سنڌ جي پاڻي جي حقن جي سينگ ڪري آيا آهن!

سومر ١٥- اپريل ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌ تي غير ملڪي يلغار

ڪراچي ۾ ٻارهن لک غير ملڪي موجود آهن ۽ سڀ غير قانوني ۽ ناجائز طريقن سان آيل آهن. اها ڳالهه حڪومت پاڻ مڃي چڪي آهي ۽ اڳوڻي وڏي وزير سيد قائم علي شاهه هڪ ڀيري صحافين جي سوالن جا جواب ڏيندي ٻڌايو هو ته غيرملڪين کي سندن پنهنجن ملڪن ڏانهن موڪلڻ لاءِ پرڏيهي وزارت جي معرفت اُپاءَ ورتا پيا وڃن. ان ڳالهه کي سال گذري چڪا آهن، پر اهڙو ڪو آثار نظر نٿو اچي ته ڪو اُپاءَ ورتو ويو آهي. تازو اسلام آباد جي اميگريشن جي هڪ عملدار ٻڌايو آهي ته گذريل ڏهن سالن ۾ ڏيڍ لک ٻارتي پاڪستان ۾ آباد ٿي چڪا آهن.

مختلف جائزن موجب انهن غير ملڪين جو تعداد پندرهن لک آهي ۽ انهن منجهان ڏهه لک بنگالي آهن. ڪراچيءَ جي شهر ۾ بسن، ويگنن ۽ رستن تي بنگالين جو خاصو تعداد ڏسڻ اچي رهيو آهي.

مختلف ماڻهو غير قانوني طرح، ڏوهه ڪري ڏوهاري ٿي سنڌ جي گادي واري شهر ۾ موجود آهن ۽ هتي جي ماڻهن جي وسيلن تي ڀاڱي ڀائيوار ٿي چڪا آهن. سنڌ جي وسيلن تي اگهه ئي لٽ پئي لڳي. مڪاني ماڻهو روزگار ۽ اجهي لاءِ پريشان، مٿان وري ڏهه لک بنگالين ۽ ٻارتين جي لوڏ نه رڳو سنڌ جي وسيلن تي بار بڻيل آهي، پر دولت جو خاصو ڪمايل حصو ملڪ کان ٻاهر ڪڍي رهي آهي. هڪ بنگالي جيڪڏهن سراسري طرح پنهنجي روزاني آمدني منجهان پنج رپيا به بنگلاديش موڪلي ته سال ۾ اها رقم هڪ ارب اسي ڪروڙ رپيا ٿيندي. جيڪڏهن هڪ ماڻهو جي سراسري آمدني روزانو پنجاب رپيا ليکي وڃي ته سندن روز جي آمدني پنج ڪروڙ رپيا ٿيندي.

ملڪي وسيلن تي هيڏو بار پاڻ ڏنو وائنو برداشت ڪري رهيا آهيون- پاڻ ڀلا حاتم طائي جا مائٽ آهيون ڇا؟

سڀ کان افسوسناڪ ڳالهه اها آهي ته اسان جي پوليس ۽ انتظاميا هن هاڃي کي محسوس نٿا ڪن. هيءَ بي حسي آهي، لاپرواهي، ملڪ سان دشمني يا غداري؟ هي ڪهڙا حاڪم آهن اسان جا، جيڪي ڏٺو وائنو اسان کي ويل ۾ وجهي رهيا هن. ايئن ٿو لڳي ته اسان جا حاڪم، انتظاميا ۽ پوليس "سڀ غير

ملڪي" آهن، سيني کي پنهنجا پنهنجا غير ملڪي مفاد آهن سڀ پنهنجون ڪمايون ملڪ کان ٻاهر موڪلي رهيا آهن، يا هتي ئي ملڪيتون ٺاهين ٿا ۽ ملڪ اندر "پرڏيهه" قائم ڪيو ويٺا آهن. وڏيون وڏيون هائوسنگ سوسائٽيون آهن- غير ملڪي ڀيٽ ۾ جزيرا آهن ۽ هنن کي مڪاني ماڻهن جي وسيلن سان رڳو دلچسپي آهي ته اُها قرض جي يا ڀين غير ملڪين هٿان قرائض جي!

هي چڱي طرح ۽ پوري ويچار سان سوچڻ جي ڳالهه آهي ته اُها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن اسان جي انتظاميا کي غير ملڪي ٻٽائي ڇڏيو آهي. انگريزن جي راڄ ۾ گورا عملدار به مڪاني مسئلن کان ايڏا بيپرواهه نه هئا، جيڏا هاڻوڪا ڪامورا آهن- آخر ڇو؟ ۽ آخر ڇو سندن وطن دشمني جو نوٽيس نٿو ورتو وڃي. ڇون ٿا ته هن ملڪ جا پنهنجا قانون موجود آهن، جيڪي غير ملڪين کان ملڪي ماڻهن کي تحفظ مهيا ڪن ٿا. هتي هڪڙو "فارينرس ائڪٽ" موجود آهي جنهن هيٺ غيرقانوني طرح داخل ٿيندڙ غير ملڪين کي پڪڙي ونٽو آهي- پر اهي ماڻهو پڪڙيا نٿا وڃن.

گذريل ڪافي عرصي کان سنڌي اخبارن هن مسئلي کي ڪافي سنجيدگي سا کنيو آهي. ايف آءِ اي اميگريشن، اسپيشل پوليس ۽ ٻين ايجنسين جي لاپرواهي ۽ غير ملڪين کي آٽيندڙ ايجنسين جي هٿان ٿيندڙ بي قاعدگين جا تفصيل سنڌي اخبارن ۾ ڇاپايا ويا آهن. ان جو هڪڙو اثر اهو ٿيو هو جو پ پ پ جي حڪومت ٻاهران اچڻ وارن ماڻهن جي واپسي يا سندن ملڪ اندر گم ٿي وڃڻ جي ڳالهه نوٽيس تي اچڻ جو طريقو وضح ڪيو هو. پئي پاسي پوليس کي به رواجي نموني هدايت ڪئي وئي هئي. ته غير ملڪين کي پڪڙيو وڃي. پر پوليس رشوت ۾ بنگالين کان منٿليون ڪائي رهي آهي.

دلچسپ ڳالهه هي به آهي ته اسان جي شهر ڪراچي مان شايع ٿيندڙ ڪجهه اخبارون پنهنجي ڪالمن ۾ بنگالين جو ڪيس پيش ڪري رهيون آهن. "ڊان" اخبار ۾ "پاڪ بنگالي اتحاد" جي صدر هارون علي راشد خان جو بيان شايع ٿيو هو ته ڪراچي پوليس روزانو ڏهن کان پندرهن بنگالي فارينرز ائڪٽ هيٺ گرفتار ڪري ٿي ۽ چار هزار کن بنگالي مختلف جيلن ۾ بند آهن. هن اهو به ڄاڻايو ته پوليس گرفتار بنگالين کان رشوت وٺي کين ڇڏي ڏئي ٿي. بنگالين جو ڪراچي ڏانهن وهڪرو گذريل آمريت جي ڏينهن ۾ تيز ٿيو ۽ هن وقت موجود بنگالين جي اڪثريت کي هتي ڏهن سالن کان وڌيڪ عرصو گذري چڪو آهي. جيڪڏهن هڪ بنگالي ڪٽنب هتي ترسي ٿو پوي ته اهو ڪيئي ڪٽنبن کي سڏائي ٿو وٺي. بنگلاديش ۾ ماڻهن کي پاڪستان آڻڻ هڪ

زبردست ڪاروبار ٻڌجي پيو آهي. بنگالي عورتن جي وڪري جي ڪاروبار جي ۽ هر ڪنهن کي خبر آهي.

هي اسان لاءِ هڪ ڀيانڪ صورتحال آهي، جنهن کي بدقسمتي سان محسوس نٿو ڪيو وڃي. پاڪستان ۾ قاعدي قانون جي اڻاٺ ۽ توري موجود قانون تي عمل نه ڪرڻ جي ڪري غير ملڪي ماڻهن کي هتي پنهنجو مستقبل نظر اچي رهيو آهي. هو پنهنجي مستقبل سان اسان جي مستقبل جو پيڙو پوڙڻ جي شروعات ڪري چڪا آهن. هاڻي هنن تنظيمون ناهيون آهن- اڳتي هلي اهي هتي جي سياست ڪندا. ايندڙ پندرهن ويهن سالن ۾ ايم ڪيو ايم جي پوئواري ڪندي هتي بنگالي قومي مومينٽ قائم ٿيندي. هنن جي نفري ۾ اچا ۽ واڌارو ٿيندو. ڌاريا غيرملڪي مفاد سڀ پاڻ ۾ گڏجي اسان جي زمين تي اسان جي خلاف اتحاد ڪندا. اسان هيئنر ئي ظلم ۽ دهشتگردي جي وڏي چڪي هيٺ پيڙجي رهيا آهيون. پوءِ سياڻي اهو حشر ٿيندو جو ڌاريا اسان جون قبرون کوٽي سنڌين جا هڏا ۽ ڪيي وٺندا ۽ اسان ماضي تي چڪا هونداسين. بلڪل ائين جيئن آمريڪي ريڊانڊين آهن.

هن حالت جو نوٽيس ورتو وڃي. اهو حڪومت جو فرض آهي.

چنچر ٢٠- اپريل ١٩٩١ع. جاڳو

## پاڻي ٺاهہ ۽ سنڌ مان اٿندڙ طوفان

پي ڊي اي جي گهر تي سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس ٢۴- اپريل تي سڏايو ويو آهي. بحث ۾ اچڻ وارو خاص مسئلو "پاڻي جو ٺاهہ" هوندو. حڪومتي ڌر ٻہ ڇئي چڪي آهي تہ پاڻي ٺاهہ جي منظوري سنڌ اسيمبليءَ مان ورتي ويندي. پاڻي ٺاهہ سنڌ ۾ عوامي تحريڪ ۽ هلچل کي تيار ڪرڻ جو ڪارڻ بڻجي رهيو آهي. حڪومت کان ٻاهر وينل سنڌ جون سموريون سياسي ڌريون هن ٺاهہ کي سنڌ جي تاريخي حقن جي خلاف سڏي رد ڪري چڪيون آهن. حڪومتي ڌر طرفان هن ٺاهہ جا لاڏا ۽ ڳيچ ڳائي ڳائي صاحبن جون نڙيون ويهي وڃيون آهن. سنڌ سرڪار جا وزير "باتدبير" بہ پنهنجي ليکي ٺاهہ جي حق ۾ بيان ڏئي رهيا آهن پر ماڻهو سمجهن ٿا تہ وزارت جو لوڻ ملهائڻ لاءِ ائين ٿي ٿيندو آهي.

ڏسڻ ۾ هي پيو اچي تہ پاڻي وارو ٺاهہ هيڪر وري سنڌي ماڻهن جي جدوجهد جو ڪارڻ بڻجي رهيو آهي، جڏهن تہ هي بہ اطلاع آهن حڪومت بہ "ايڪشن" ڪرڻ لاءِ سوچي رهي آهي- ڇوتہ حڪومت جو ظاهري طرح خيال آهي تہ اُها نمائندهہ حڪومت آهي تنهنڪري جيڪو بہ ٺاهہ ڪري آئي آهي، اُن لاءِ مجاز آهي. حڪومت ٺاهہ جي حق ۾ ڪجهہ آبادگار تنظيمن جي حمايت حاصل ڪئي آهي ۽ ان حمايت کي بہ پنهنجي لاءِ اخلاقي سهارو سمجهي ٿي. باقي ضلع ڪائونسلن کان يونين ڪائونسلن تائين اشتهارن ذريعي ٺاهہ جي ٿيل حمايت، هڪ هيڪاري ماڻهن کي شڪ ۾ وجهي ڇڏيو تہ حڪومت جي هن "شربت" ۾ ڪنڊ نہ سيڪرين آهي.

ٺاهہ جي تفصيلن ۽ ان جي "آنڊن گونڊن" تي ڪافي بحث ٿيڻ ڪانپوءِ ڪيئي حقيقتون پڌريون ٿي پيون آهن خاص ڪري تازو حيدرآباد ۾ سنڌي اخبار "ڪاوش" طرفان ڪرايل سيمينار ۾ ٺاهہ بابت حڪومت جي راءِ سان اختلاف ڪندڙن جي پوري تياري ڏسي ڇئي، سگهجي ٿو تہ سنڌي ماڻهو انگين اکرين پاڻ سان لاڳاپيل معاملن ڏانهن سنجيدگي سان وڌي رهيا آهن ۽ سنڌن اختلاف ڪرڻ جو هنر سگهارو ٿي رهيو آهي.

دلچسپ ڳالهہ هيءَ آهي تہ پاڻي جي تاريخي حقن ميڙائڻ لاءِ هينئر بہ وچولو طبقو ۽ ان سان واسطو رکندڙ دانشور، وڪيل ۽ صحافي اڳيرا آهن- گهڻو

ڪري اُهي ماڻهو جن وٽ زمين ڪانهي. جڏهن ته حڪومتي ڌر سان لاڳاپيل زميندار ڌاهه جي حمايت انڪري پيا ڪن، جو هو سمجهن ٿا ته سنڌ حڪومت جيڪو پاڻي ونڻي آئي آهي، اُهو ڪين ته ضرور ملندو، انڪري ڌاهه، هنن جي خيال ۾ فائدي وارو آهي. پر هاڻي عام راءِ جي حد تائين سنڌي وچولو طبقو ۽ ان جي سياست ايڏي اڳتي وڌي چڪي آهي جو جيڪو به سنڌ جي حقن سان سڻون نه هلندو- ڪٽ تي ويندو. علمي ۽ صحافتي حوالي سان سنڌ جي قومي حقن جو مخالف وڏيرو مرڳهيل رڌ بڻجي ويو آهي ۽ سندس سياسي بقا جو واحد دارومدار سياست جي سازشي انداز سان ڳنڊيو اچڻ ۾ آهي- پر ياد رکڻ گهرجي ته سازشي طريقو انتهائي پسماندهه طريقو آهي ۽ اُهو جتي واپسيءَ جا امڪان بند ڪري ٿو، اُتي توبهه جا دروازا به مٿس بوتجي وڃن ٿا. ۽ اهوئي طريقو حڪومتن جي ساک به لوڙهي ڇڏي ٿو ميان نواز شريف جي حڪومت هجي يا ڄام صادق علي جي، ساک مشڪوڪ ڪريو ويني آهي ۽ هنن جي ضرورت کان وڌيڪ اعتماد ڏيکارڻ مان پتو پوي ٿو ته پاڻ کي به کُٽڪين ٿي.

پاڻي وارو اهڙو ڌاهه جنهن ۾ سنڌ جي تاريخي حقن تان هٿ کنيل هجي هيڪر وري حڪومت ڪٿي جائي پائي جائز هجي، پر ڪنهن اهم نوعيت جي معاملي تي مخالف ڌر کي اعتماد ۾ نه وٺندي ته به سندس ساک کي ڇيهو رسندو. ذوالفقار علي ڀٽي انڪري ئي ته ١٩٧٣ واري آئين تي سيني ڌرين کي اعتماد ۾ ورتو هو. حڪومت، "انڌي گهوڙي ڪل ۾" جو نالو نه هوندو آهي. ضد، هٽ يا تڏ ڏئي فيصلا ڪرڻ واري حڪومت، سياسي حڪومت نه هوندي آهي. ضروري آهي ته جتي فيصلن ڪرڻ ۾ حڪومت پاڻ مطمئن ٿئي ٿي، اُتي ٻين ۽ خاص ڪري مخالف ڌر کي مطمئن ڪرڻ به مٿس ضروري آهي.

ٿورا ڏينهن اڳ قانون واري صوبائي وزير سيد مظفر حسين شاهه جنهن انداز سان ڌاهه کي اسيمبلي مان منظور ڪرائڻ جي ڳالهه ڪئي هئي، اُن مان لڳي ٿو ته حڪومت، هن معاملي کي عزت ۽ اَنا جو مسئلو بنائي رهي آهي- ۽ هو انداز بلڪل نٿو سونهين. جيڪڏهن حڪومت يا واسطيدار ڪامورو ضد ٻڌي ويهندا ۽ اُٿاريل اعتراضن کي دليل بدران "حڪومتي نموني" گوڙ ڪري گسائي ويندا ته هيڪاري شڪ پيدا ٿيندا ته ڳالهه ڪهڙي آهي! اعتراض ۽ ڌاهه مخالف دليلن جي پرپور هئڻ سان ته پاڻ سنڌ حڪومت لاءِ سولائي پيدا ٿئي ٿي ته اُها پنجاب ۽ وفاقي حڪومتن کي ٻڌائي ته سنڌ جي ماڻهن هي اعتراض اُٿاريا آهن، جن جا جواب ڏيڻ ۽ انهن جي جائز هجڻ تي، ڪين مٺي شڪايتون دور ڪرڻ سان ئي ملڪي يڪجهتي جو فائدو ڪري سگهجي ٿو.

هاڻي سنڌ اسيمبلي ۾ هڪ ٻيرو وري وڏي آزمائش هيٺ اچي رهي آهي. اُن کي ۾ پنهنجو مان رکڻو آهي. جيڪڏهن اسيمبلي جا ميمبر ناهم تي سنڌ جي ماڻهن کي مطمئن ڪرڻ ڪانسواءِ حڪومت جي ضدي دٻاءَ ۾ اچي منظور ڪري ٿا ويهن، ته اُهي ۾ پنهنجي قيامر ڪاري ڪندا. هن وقت تائين "جاڳو" ۽ انگريزي ۾ "فرنٽيئر پوسٽ" پاڻي جي مسئلي جي پس منظر، سنڌ جي تاريخي حقن ۽ هن ناهم ۾ سنڌ کي پهچايل نقصانن تي ڪافي تفصيل ۽ وضاحتن سان لکيو آهي، انڪري ڪنهن ۾ ميمبر، سرڪاري توڙي مخالف ڌر واري لاءِ هي بهانو ڪونهي ته ڪيس پوري معلومات مهيا نہ ٿي سگهندي.

اسان سنڌ اسيمبلي جي سمورن ميمبرن کي گذارش ڪريون ٿا ته پاڻي واري سوال کي پيپلزپارٽي يا ڄامر صادق علي گروپ جي حوالي يا انهن جي پاڻ ۾ سياسي ڇڪتاڻ جي تناظع ۾ آڻي، پنهنجين دشمنين کي سنڌ دشمنيءَ جي شڪل قطعي طور تي نہ ڏين. اسان هنن کي ان ڳالهہ کان نٿا ڌيڄاريون ته ڪين وري ماڻهن ڏانهن ورڻو آهي، پر اها هنن لاءِ خودبخود، پاڻ مرادو ڄڃڻ جي ڳالهہ آهي ته سنڌ جو پاڻي هنن لاءِ ايڏو ضروري آهي جيڏو ٻئي هرڪنهن ماڻهو لاءِ. نيٺ پاڻ ساهوارا ۾ ته آهيون!

اسيمبلي کان ٻاهر مختلف سياسي ڌرين طرفان پاڻي جي مسئلي تي جدوجهد لاءِ هڪ ٻئي کي گڏجڻ جا سڏ ڏنا ويا آهن ۽ پارٽين جي نہ گڏجڻ جو ڪو ڪارڻ ناهي. ۽ جيڪڏهن سنڌ جون پارٽيون ڪنهن هڪ مسئلي تي گڏجي جدوجهد هلائينديون، ته اها جدوجهد هڪ طوفان هوندو جيڪو پاڻي ناهم سان گڏ ٻين گهيٽن شين کي ۾ لوڙي سگهي ٿو.

آچر ٢١ - اپريل ١٩٩١ع. جاڳو

# پنهنجي تباهين جا پاڻ ذميوار آهيون

ٻه ادائي مهينا ڌاڙيلن جي قبضي ۾ رهي آيل سياسي اڳواڻ مير ٽيٻي جيڪي احوال ڏنا آهن، تن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ ڌاڙيل مسئلي جو ڪوبه ترت نبيرو ڪونهي. گهٽ گهٽ ٿيو ٻه حڪومت اثرائتي مهم هلائي ته ڪجهه ڌاڙيل مرندا، جيئن هاڻي به مري رهيا آهن، پر هنن جي تعداد ۾ "ڏهه دنيا ستر آخرت" جي رفتار سان واڌارو ٿي رهيو آهي. هڪڙو ڌاڙيل مري ٿو ته سنڌس ٺي گهر جا نوجوان ڀاتي سڀ آسرا لاهي، سندس جاءِ ڀرڻ نڪري پون ٿا.

معاملو ايترو سنجيدو ٿي ويو آهي جو مير ٽيٻي چواڻي ڌاڙيل پاڻ ۾ ڌاڙيل مسئلي ۾ ڦاسي پيا آهن ۽ وٽن به ڪو حل ڪونهي. ڌاڙيلن وٽ واحد حل هي آهي ته کين عام معافي ڏني وڃي، ته هو پيش پوڻ لاءِ تيار آهن. پر هنن پندرهن يا ويهه هزار ڌاڙيلن جي پيش پوڻ سان ڪو فرق نٿو پوي. ڪجهه ڏينهن جي ٿاپر ٿيندي، ۽ وري قصو هلي پوندو. ڇو ته هٿيارن جي سپلاءِ کي روڪڻ حڪومت جي وس ۾ ئي ڪونهي. قبائلي علائقن کان هرهنڌ گهر ويٺي هٿيار ملڻ جي ايڏي سهولت موجود آهي جو آرڊر ڏيڻ جي دير آهي، همراه اچي دروازو کڙڪائيندا ته وٺو پنهنجي امانت پئسا ڏيو ۽ بسم الله ڪريو. هاڻوڪا ڌاڙيل معافي ملڻ جي صورت ۾ هٿيار ڦٽا ڪرڻ ڪانپوءِ ساڳيا عام قسم جا هاري ناري ٿيندا ۽ وٽن هٿيا نه هوندا. تنهنڪري اڳتي وارن ڌاڙيلن کي روڪڻ ۾ به هي ڪنهن ڪم جا نه رهندا.

پوليس جو حال اهو آهي جو ٿاڻا ڌاڙيل پيدا ڪرڻ جا ڪارخانا بنجي ويا آهن. پوليس جي اڳيان سواءِ پئسن ڪمائڻ جي ٻيو ڪو مقصد ڪونهي. عام پوليس واري کان اعليٰ عملدار تائين پئسن لاءِ سٿون ڏيندا ٿا وتن. پوليس جو ٻه کهڙو ڏوهه! ڪير آهي جنهن کي پئسن ڪمائڻ جو شوق ڪونهي؟ هر ماڻهوءَ جو هڪڙو ملهه آهي. سياسي قيادت جيڪا حڪومتي عهدن تائين پهچي ٿي، اُها پوليس کان وڌيڪ بڪايل آهي. جهنڊي واري گاڏي جي شوق ۾ هنن کي گدو وٺي وڃجي ته اوڏانهن به هليا هلندا. ڪنهن همراهه چواڻي "تقاوي ڳالهايو- ٻني ڏٺل آهي." بنا ڏسڻ وائسڻ جي شوق پورا ڪرڻ وارن جو تعداد وڌندو ته پوءِ ڌاڙيلن تي به هرويرو ڪا خاص ميار ڪانه ٿي اچي. هڪڙا ماڻهو پنهنجون عزتون داءَ تي لڳائي عهدن ڏي ڊوڙن ٿا ۽ هي ماڻهو ئي عوام جي سياسي فيصلن جي وقار ۽ عزت جا سڀ کان وڏا دشمن آهن. هي پنهنجي عزت تان هٿ ڪڻي

ملڪ ۽ قوم کي بي عزتو ڪن ٿا ۽ ڏاڙيل پنهنجي سرن تان هٽ ڪٽي ٻين سيني ماڻهن جا سر ۽ ملڪيتون خطري ۾ وجهن ٿا. فرق ڪهڙو آهي؟

وري عزت جي نيلامي واري هن نظام جا سمورا ڪل پرزا مڪمل طرح رت پياڪ ٿي چڪا آهن. صحافت، عدالتي، نظام، اخلاق جا ٺيڪيدار، ملان ۽ مرشد سڀ گڏجي مجموعي بدعنوان نظام جا مضبوط ٿنيا ٿي بيٺا آهن. ڏک، اهنج ۽ تباهيون جيڪي ٻه آهن سي هن نظام جا پنهنجا پيدا ڪيل گند آهن: هي نظام پنهنجي ڪرتوتن ۽ بدافعالين منجهان ڦاٿو آهي. دلچسپ ڳالهه هي آهي ته سڀ ڪجهه ٿي وڃڻ ڪانپوءِ ٻه خرابين جا سمورا ذميوار تولا پاڻ تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن. مثال طور پوليس وارا پنهنجو پاڻ سڌرن، سو ممڪن ناهي. پوليس جون اعليٰ اختياريون پوليس نظام کي سڌارين، سو به نظر نٿو اچي. سياسي حڪومت ۾ به ايتري ٿوم ڪانهي جو پوليس کي سڌاري سگهي. جيڪي ماڻهو پاڻ کي عوام جا چونڊيل سڏائين ٿا يا آهن به، ته انهن کي مت نٿي اچي ته آخر پوليس نظام کي ڪيئن سڌارجي. ساڳيو حشر عدالتي نظام جو آهي. عدالتون، ڪورٽون، ڪچهريون، قانون سڀ پنهنجي جاءِ تي موجود آهن. پر سڀ ڪو ڄاڻي ٿو ته عدالتن کان ماڻهن جي ڪل ٿي وڃي. ڪاسائين جا دڪان ڪليا پيا آهن. پلف، ڪلارڪ، وڪيل سڀ ڇريون تکيون ڪري گهران نڪري ٿا اچن. سڀ جا سڀ ماڻهو هڪٻئي لاءِ ٻين لفظن ۾ پنهنجو پاڻ لاءِ آزار بڻيل آهن. زندگي گذارڻ جو ٻيو ڪو طريقو نه ماڻهن ڏٺو آهي ۽ نه ٻڌو آهي. ان معنيٰ ۾ ماڻهو پنهنجو پاڻ مان اچي ڦاٿا آهن ۽ ڏاڙيل پنهنجو پاڻ کي پاڻ بچايل آزار جي هڪ اڳتي وڌيل صورت ۾ آهن. هيءَ صورتحال جتي ملن جي اخلاقي نظام، مرشدن جي ٽوٽڻ ۽ ڦيٽڻ واري طلسمات جي ناڪامي جو کُليو کُلايو اعلان آهي، اُتي هي به ظاهر ٿئي ٿو ته سرڪار به مڪمل طرح سا عقلي پسماندگي جو شڪار آهي.

رياستي ادارن وٽ نه سماج جي روايتي نظام کي بچائڻ جي صلاحيت آهي ۽ نه اُن جي جاءِ تي نيون فضيلتون آڻڻ جو عقل آهي. پاڻ وٽ وڏ ۾ وڏ منظم، مربوط، متحرڪ ۽ "زنده جاويد" اهي سرڪاري ڪاتا ئي آهن جيڪي ملڪ جو مانداڻ هلائي رهيا آهن. پاڪستان قائم ٿيڻ سان هرڪو قرمار کي لڳي ويو. اڄ ماڻهو انگريز جي حڪومت کي ياد ڪري رهيا آهن، جڏهن ته اڄ جي ڀيٽ ۾ نه ڪا ترقي هئي، نه آزادي هئي ۽ نه سياسي اختيار ڏيهي ماڻهن جي هٿ ۾ هو پر پوءِ به عام ماڻهو ايڏو پريشان نه هو.

۽ پاڪستان جي وڏ ۾ وڏ شڪار سنڌ ٿي آهي. بلوچستان ۾ پسماندگي جي مساوات موجود آهي جنهن ڪري سڀ ماڻهو هڪٻئي لاءِ هڪجهڙا آهن، ڪير ڪنهن جي لاءِ ڏاڙيل نٿو ٿئي. سرحد ۽ قبائلي علائقن ۾ سڀ ماڻهو ساڳئي نموني جا آهن ۽ قبائلي نظام جو پنهنجو صديون پراڻو انتظام قائم آهي.

پنجاب جو مرڪزي علائقو گهٽي حد تائين هڪ ڪري ترقي ڏانهن وڌيو آهي. اُن جي زراعت ۽ صنعت جو درجو حاصل ڪري ورتو آهي ۽ سڄي پاڪستان جي وسيلن تي پنجاب جو غلبو پنجاب جي مجموعي ترقي جو سبب بڻيل آهي. سنڌ ۾ جيڪا ترقي ٿي آهي، سا انتهائي ناهموار نموني سان ٿي آهي. جاگرافيائي طور ڏسجي ته سنڌو دريا جي ٻنهي ڪنارن سان انڊس ۽ نيشنل هاءِ وي کان ڪجھ ميلن تائين بئراج سسٽم جو پاڻي پهچي ٿو، اُن کان اڳتي ٻنهي پاسن کان بٺ ۽ ريج آهي. ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ٿر لاءِ پاڪستان اندر ترقي جا سمورا دروازا بند آهن. بئراج ايراضين ۾ به لکين ايڪڙ غيرسنڌين کي الاٽ ٿيل آهن. انفرادي طور تي وچ اوپر ملڪن مان پئسو ڏوڪڙ هٿ ڪري اچڻ يا سرڪاري نوڪري ذريعي "وڏو ماڻهو" ٿيڻ جا واقعا حيرانگي ۽ صدمي جي ڪيفيتن سان ڏٺا ويا. سرڪار جي شڪل تي ماڻهن ڪڏهن قرب واري سڃي مرڪ ڏٺي ڪانه. ڪڏهن ڪو ٿورو ٿڪو ڏوهه ٿئي ته پوليس ڳوٺن تي ائين چڙهي اچي، جڻ قصن ڪهاڻين وارا ديو ايندا هجن. اجا اهي ديو به چڱا. وڏ ۾ وڏ ديگ دال جي ۽ ڪارو مانين جو هنن جي گهرج هوندي هئي. پر هتي عام هاري مسڪين جڻ ڪمائي ئي وڏيري، پوليس، ڊاڪٽرن، ملان، مرشد سيٺ لاءِ پيو. اهڙي حالت ۾ جڏهن غيرهموار ترقي سان ماڻهن ۾ محرومين جو احساس وڌيو ته هر ماڻهوءَ جي اندر جو "خانگي شعبو" تيار ٿي ويو. پاڪستان جا پاليسي ساز ان معنيٰ ۾ ماڻهن جي ڏاڙيل هجڻ واري صورتحال کي بچائيندا آيا آهن ۽ اڄ اها "بچت" سيني جي اڳيان آهي.

اسان سمجهون ٿا ته ڏاڙيلن يا ٻين سمورن غير سرڪاري توڙي سرڪاري ڏوهن جو علاج هن وقت به موجود آهي- پر شرط ان علاج کي هٿ ۾ ڪٽڻ آهي..

١- سڀ کان اڳ ۾ سياست کي باعزت ڪريو. سياستدانن کي گهوڙي- گڏهه ٿيڻ کان بچايو.

٢- صحافت کي مڪمل طور تي آزاد ڪري ڇڏيو. سچي، ڪوڙي، بدعنوان، ننگ هر قسم جي صحافت کي مڪمل ڇڙواڳي صحافتي آزادي جيڪا تباهي پهچائي سگهي، پهچائيندي- پوءِ ڏٺي وني اچي هڪ مناسب سطح تي بيهندي.

٣- ڏاڙيلن کي معافي ڏيڻ جي اعلان سان گڏ ڪاڇي، ڪڇي، ڪوهستان ۽ ٿر لاءِ رستن، علاج، تعليم ۽ روزگار لاءِ اهڙين اسڪيمن تي عمل شروع ٿئي جنهن جا پورا فائدا هر ماڻهو، هر گهر تائين پهچن.

۴- قبائلي علائقن ۾ هٿيارن ناهڻ تي پابندي وڌي وڃي ۽ ائين ڪرڻ لاءِ حڪومت کي جيڪا به قرباني ڏيڻي پوي سا ڏئي. جيڪڏهن قبائلي علائقن کي ڪنٽرول ۾ آڻڻ ممڪن ناهي ته انهن سان اچ وڃ مڪمل طور تي بند

ڪئي وڃي ۽ اچ وڃ لاءِ اجازت نامي جو قانون ناهيو وڃي ۽ اجازت تڏهن ڏني وڃي جڏهن ڪو معقول ڪارڻ موجود هجي.

٥- سنڌ ۾ سمورن صوبن کان داخل ٿيندڙ ٽرڪن ۽ ريل گاڏين کي سنڌ جي سرحد تان واپس ڪري، سخت نگراني ۾ سامان ٻين گاڏين ۾ منتقل ڪري سنڌ آندو وڃي.

٦- سنڌ مان سمورا غير ملڪي ماڻهو جهلي ٻاهر ڪڍيا وڃن.

٧- تعليمي نظام کي يونيڪس جي ايڪيهن نقطن واري منشور مطابق ٺاهيو وڃي.

٨- پوليس جي نظام کي سڌارڻ ۽ پوليس وارن جي باعزت شهرين واري حيثيت بحال ڪئي وڃي.

٩- عدليا کي انتظاميا کان ڌار ڪرڻ سان گڏ عدليا جي اندروني خرابين، خاص ڪري عدالتن ۾ رشوت جي خاتمي لاءِ اُپاءَ ورتا وڃن.

١٠- عام ماڻهوءَ جي احترام جو نصاب پرائمري تعليم کان يونيورسٽي، پوليس، سپرئير سروسز ۽ فوج جي ڪورسن ۾ شامل ڪيو وڃي.

١١- اخبارن، ريڊيو، ٽيليويزن جي پرچار ذريعي خوشامد ۽ رياڪاري کي ٻهاري ٻاهر ڪيو وڃي. هر ماڻهوءَ جي عزت افزائي جو معيار سندس پنهنجي ڪم ۽ لڳاءَ جي آڌار تي مقرر ڪيو وڃي.

١٢- سهپ ۽ رواداري جو سماجي نصاب ترتيب ڏنو وڃي ۽ مخالف راءِ ۽ دليل جو ايڏو ئي احترام ڪيو وڃي، جيڏو پنهنجي راءِ جو ٿئي ٿو.

١٣- ڪنهن به ماڻهوءَ جي غيرضروري ذاتي ترقي جو هڪدم نوٽيس ورتو وڃي.

١٤- ڳوٺن ۽ شهري پاڙن ۾ شهري تعليم جو انتظام ٿئي. صحت، صفائي بهتر سماجي ۽ عالمي شعور لاءِ سيل سسٽم مرتب ڪيو وڃي.

تجويزون ۽ ڳالهيون ته اڪيچار تي سگهن ٿيون پر هن مهل تائين ڏسڻ ۾ هي آيو ته حڪومت کي صلاح ۽ تجويز ڏيڻ جهڙو "درويشي" ڪم ٻيو ڪم آهي ڪونه. هتي ماڻهو پلاٽ، پرمٽون، ايڪسپورٽ ۽ امپورٽ ۽ صنعتن جا لائسنس وٺي پنهنجا پيٽ ڀرين يا ملڪ لاءِ ڪجهه سوچين!

پر سرڪار ڪري، سياسي پارٽيون يا سماجي تنظيمون- وات ظاهر پئي آهي.

اربع ٢٤- اپريل ١٩٩١ع. جاڳو

# پاڻي ڦاهہ جا جاچي يا لوڻ جا واپاري

سنڌ جي تاريخي ماڳهن مٿان جاري ڪربلا ڪٿي دنگ ڪندي. سا خبر ناهي، پر سنڌو دريا جي ڪابي پاسي وارين زمينن هيٺيان ڪلراٺو پاڻي ٻن فوٽن تي اچي بيٺو آهي، جيڪو اڳي ١٩٣٠ع ۾ ٽيهہ فوٽ هيٺ هو. يونيورسٽي آف لنڊن جي اقتصادي شعبي جي چيئرمين ڊاڪٽر ڪيرو ٽرس اُهي ڳالهيون سنڌ يونيورسٽي ۾ ليڪچر ڏيندي ڪيون آهن. هي ڊاڪٽر صاحب ڪيئي سالن کان سنڌ جي زمينن تي تحقيق ڪري رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هي بہ چيو آهي تہ سنڌ ۾ سنڌو دريا ۾ گهٽي. کان گهٽ پاڻي وهائڻ ذريعي ئي تمام ترت ايندڙ تباهي کي منهن ڏئي سگهجي ٿو ۽ ڪوٽڙي کان هيٺ هڪ ڪروڙ ايڪڙ فوٽ کان وڌيڪ پاڻي وهائڻ جي ضرورت آهي. هن سي بہ چيو تہ سنڌ ۾ ليفٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين ۾ سنڌو جو منو پاڻي وهائي سمر جي پاڻي کي سمنڊ ۾ ڏڪڻ جو اثرائتو بندوبست ٿيڻ تمام ضروري آهي.

هن برطانوي ماهر هي ڳالهيون اهڙي وقت ڪيون آهن جڏهن سنڌ اسيمبلي ۾ پاڻي ڦاهہ تي بحث ٿي رهيو آهي. ۽ حڪومتي ڌر وارا ماڻهو سنڌرو پڌي بيٺا آهن تہ ڦاهہ جي شان ۾ ڏهل شرنايون وڄائجن، ڪيس گلن جا هار ۽ موڙ پارائي، گهوٽ بڻائي گهوڙي تي چاڙهي سنڌ اسيمبليءَ جي عمارت مان ٻاهر ڪيجي. هن ڦاهہ جا مڱڻهار ۽ ميراثي، سرڪس ۾ اڳيان اڳيان پيرن ۾ اقتدار جون ڇيريون پائي نچڻ وارا سيني جي اڳيان بضد آهن تہ هن گهوٽ کي سلام ڪريو!

سنڌ اسيمبلي ۾ سرڪار جا حامي ۽ ناصر ڦاهہ جي حق ۾ دليل ڏيندي چون ٿا تہ وڏو وزير چوي ٿو تہ ڦاهہ نيڪ آهي، تنهنڪري اهو ضرور نيڪ هوندو. ۽ هن ڦاهہ جي وڪالت ڪندڙ وزيرن مان ڪن کي اها بہ خبر ڪانهي تہ ربيع چا ٿيندو آهي ۽ خريف ڪهڙي شهر جو لاهوتي آهي!

چون ٿا تہ سنڌ کي سنڌين کان آزاد ڪرائڻ وارن ارادن جي تاريخ گهڻي پراڻي آهي ۽ گذريل ڪيئي سالن کان ان رٿا تي پوري ريت عمل ٿي رهيو آهي ۽ ان ڏس ۾ پهرين چڙهائي ون يونٽ جي شڪل ۾ ٿي هئي ۽ جنهن جي فائدن کي ائين بيان ڪيو پئي ويو، جيئن اڄ ڪالاباغ ڊئم جي فائدن کي بيان ڪيو پيو وڃي. ڪالهہ هنن ايوب کهڙي کي ڳولي هٿ ڪري ون يونٽ کي نہ رڳو قائم ڪرايو، پر ون يونٽ جي مخالفت ڪندڙن سان عقوبتون بہ ڪرايون. جديد سنڌ سان ويساهہ گهاتي ڪندڙن ۾ ايوب کهڙي جو نالو مٿان مٿان لکيل هوء پر

سياڻي جي تاريخي فيصلي مطابق ايوب کهڙي جو نالو تري ۾ هوندو ۽ وڏي هڪڙي کيپ، پنهنجي لٽ سردار سان گڏ قطار ڪيو، مٿان مٿان بيٺي هوندي.

برطانوي ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو ته ڏهن سالن کان پوءِ سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين برباد ٿي ويندي ڇو ته ڪارو پاڻي ڌرتيءَ جي ست، طاقت، عزت، عظمت ۽ وقار کي تباهه ڪري ڇڏيندو! سنڌ جي مٿان هيءَ تباهيءَ به ون يونٽي انداز ۾ آندي وئي آهي. سنڌو دريا جي پاڻي جو وڏو مقدار مٿان ئي مٿان پنجاب پنهنجي ڪم آڻي ڇڏيو. قدرت جو نظام متاثر ڪيو ويو. زمين جي اندران سم کي روڪڻ لاءِ مٿان پاڻي جي جيتري مقدار جي گهرج هئي، اوترو نه اچڻ ڏنو ويو. پاڻ پنجاب جو ڪلرائو ۽ سم وارو پاڻي سنڌ ڏي موڪلي ڇڏيو ويو. ۽ هاڻي پاڻي واري ناه جا ڄاڃي پاڻ تي جيڪي گهورون گهورائي آيا آهن، تن هن تباهيءَ بابت تر جيتري شعور ۽ معاملي کي سمجهڻ جي صلاحيت ڏيکارڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي آهي. برطانيا مان ڪهي ايل ماهر اسان کي اچي پڌائي ته اسان کي بي خبري ۾، اسان جي حاڪمن جي جهالت جو فائدو وٺندي ڪيڏو ۽ ڪيترو ڪُٺو ويو آهي!

اِءِ جي اِءِ سرڪار جا ڇاڙڪا ۽ ڪامورڪا مهرا مٿان ڏم لايو بيٺا آهن، ته زرعي ٽئڪس لاڳو ٿيڻ گهرجي ۽ هيٺيان سمورو ڪلر سنڌ ڏانهن ائين روانو ڪري رهيا آهن جيئن مٿان هٿيارن جي سپلاءِ، هيروئن، ڌاڙيل ۽ دهشت گرد!

هيڏو حال جاري آهي ۽ اسان جا سياستدان خانداني ضد ۽ ذاتي هٺ جي آڌار سياسي وفادارين ۽ حمايتون طئي ڪريو ويٺا آهن. سنڌ جي روح ۽ جسم تي وهندڙ ڪات ايڏو تکو آهي جو پاڻ ڪُسڻ جي قرار ۾ اچي ويا آهيون. ڪسڻ جا عادي ۽ موالي ٿيا بيٺا آهيون. جن حياتين کي حيف هجي، سي نه رڳو گهاري رهيا آهيون پر پاڻ کي عقل جا اڪابر به سمجهون ٿا.

جڏهن سنڌ برباد ٿي ويندي تڏهن جي ايم سيد جو بينظير سان جهيڙو، معنائن جا کهڙا ميوا کٽي ايندو؟ جڏهن ٻنيون نه هونديون تڏهن غلام مصطفيٰ جتوئي اسلام آباد جو پاڙو پري ڪيئن وجي غلام اسحاق خان جي سياست ڪندو؟ ممتاز علي ڀٽو ۽ بنظير هڪٻئي سان کهڙا ضد پاڙيندا؟ کهڙيون هاري تحريڪون هارين جي حقن لاءِ وڙهنديون. جڏهن زمين منجهان رڳو لوڻ نڪرندو؟ حفيظ قريشي جي جگر مان نڪرندڙ رڙين جي کهڙي وقعت رهندي؟

اسان جي علم ۽ تحقيق جون پاڙون پنجاب جو بچايل لوڻ کائي چڪو آهي. سنڌ جي نمائندگي يا حڪومت ڪرڻ جي حق جا دعويدار لوڻ جا واپاري پنهنجا منهن کهڙي پاڻي سان ڌوئندا؟ طرم خان جا پٽ ڌاڙيل کهڙن وٽن جي پناهه وٺندا؟

آهي ڪو اسان مان جيڪو دنيا جي اڳيان وجي سوال ڪري ته سٺ سالن جي عرصي اندر سنڌ جي زمين کي ٿيهه فوٽ هيٺ وارو لوڻ کهڙ حساب ۽

ڪارڻ ڪان پن فوٽن تي اچي بيٺو آهي. ڪهڙي ليکي ۾ مٿان فوج ۽ هيٺان لوڻ جي گهيري ۾ اسان کي آڻي، ڪجهه عارضي لئي بازي ماڻهن کي اقتدار جي آڳر مڪائي، غيرضروري ڳالهين کي ضروري ٻڌائي اسان کي واڻزو ۽ بتال ڪيو ويو؟ آخر هيءَ ڏوهه ڪهڙي جي سزا ملي رهي آهي اسانکي. ڪو سمجهائي ته سهي؟

سنڌ جو وڏو وزير پاڻي چئي چڪو آهي ته پاڻ ميتعلق سنڌ جي ڪجهه دعوائن تان هٿ کنيو ويو آهي پر عارضي انتظام جي پيٽ ۾ هاڻي وڏيڪ پاڻي مليو آهي. پنجاب اگ ۾ جيڪا ٻه پاڻي سان لٽ مار ڪئي. اُن جي اهو چئي منظوري ڏين ٿا ته تڏهن هنن جي حڪومت نه هئي. ۽ هي ٻه چوڻ ٿا ته زير زمين پاڻي جي مقدار کي پاڻي ناهه جي ڳالهين ۾ شامل ئي نه ڪيو ويو آهي، چو ته ائين ڪندي پاڻ کي شرمساري ٿي رهي هئي ته مٿان ماڻهو ڇا چون؟

جڏهن ون يونٽ کان وٺي پاڻي ناهه تائين توهان جو ڪجهه نه بگڙيو آهي ۽ تباهي سامهون بيٺي آهي، بلڪ يورپ جا ماڻهو اچي شاهديون ڏين ٿا ته پوءِ هي تڪلف ڇو ٿا ڪريو ته، توهان سنڌ لاءِ فائدا ڪٺي آيا آهيو. سڌي سنئين ڳالهه ڪريو ته تباهيون ڪٺي آيا آهيو ۽ چاڪاڻ ته توهان جهڙا ڪلنگين وارا ماڻهو اهم ڪم ڪري آيا آهن تنهنڪري باقي قوم کي ٻه توهان سان گڏجي باجماعت تباهين جي آجيان ڪرڻ کپي!

اڱارو ٧- مئي ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌ جي تاريخ ۽ دلين- دماغن ۾ لڳندڙ ڪاٽ

سياسي گهرجن پٽاندر سنڌين جا پنهنجي تاريخ ڏانهن نهايت جذباتي رويا روا رکايا ويا آهن ۽ عظمتن جي عشق ۾ پاڻ تاريخ جا "مجنون" ٿي ويا آهيون. تاريخ نهايت تفصيل سان ۽ گهڻ پاسائين کوجنا ۽ ليکو چوکو گهري ٿي. جذبن جو ٻُرڪو هڪ حد تائين صحيح به هجي پر مڪمل جذباتيت پاڻ ڪي اتيءَ آٽي بيهاريون آهي، جو سگهن جذبن جي ڪن ۾ سنجيدا ماڻهو ماٺ ڪري تماشو ڏسي رهيا آهن، ۽ هنن کي ڏک ٿي رهيو آهي ته آخر دليل جي جاءِ تي جذباتيت مٿان ڪيترو گذارو هلندو.

اهڙو هڪ سنجيدو تاريخدان تازو "جاڳو" جي آفيس ۾ مهرباني ڪري آيو ۽ سنڌ جي تاريخ تي ڳالهايائين. اهو هُن جو ڳالهائڻ سنڌين جي امانت آهي، تنهن ڪري سندس گفتگو جي بنياد تي جاڳو جي پڙهندڙن سان مخاطب ٿيون ٿا:

سنڌ جو تاريخي شعور هر دور جي حوالي سان هڪ "سورمي" جي ارد گرد ڦري ٿو. هن جي ڪاميابي ۽ موت جي صورت، اسان جو محرڪ بنجي ٿو. اسان اهي ئي ساڳيا سنڌي آهيون، جيڪي اڳي ۽ ان کان به اڳي هئاسين. هجوم ڪري وڙهڻ وارا، ڌارين حملن کي پنهنجي ملڪ ۾ وڙهڻ وارا ۽ اهڙي هر جنگ هارائڻ وارا. جڏهن به دشمن سان ڪڇ ۾ وڙهياسين، شڪارپور کان اُتر تي نڪري سبي وٽان دشمن سان مهاڏو اتڪايوسين، تڏهن دشمن کي پيچائي ڪڍيوسين تضادن جو فائدو به ڪيس پهتو- پر جڏهن ٻاهر وڙهياسين، تڏهن اندر جي غدارن ۽ پنهنجن تڪرارن ۽ دشمن جي وچ ۾ رابطو نه ٿيو ۽ ٻاهر وڙهندڙ دفاعي فوج جي پٺيان قومي وحدت جي سگهه هئي.

سنڌ ۾ اندروني طور تي ٻہ قوتون لاڳيتو هڪٻئي سان برسر پيڪار به رهيون آهن ۽ پنهنجي پنهنجي ليکي به واڌ ويجهه ڪنديون رهيون آهن. هڪڙيون قوتون سنڌي سماج کي ڳنڍڻ واريون، ذهنن، دلين، هنرن، علم ۽ معيشت ۾ پنهنجائپ ۽ محبت جي پيوندڪاري ڪندڙ ۽ ٻيون ڏڦيڙي طاقتون. ڏڦيڙ، پنهنجي ڪردار ۽ نوعيت جي لحاظ کان دهمان ۽ گوڙ پکيڙيندڙ آهي. جڏهن ته چڱايون ماٺ ميٺ وارو مزاج رکن ٿيون ۽ انهن جا اثر، ڏڦيڙ جي ڀيٽ ۾ ماٺا پر جٽادار ٿين ٿا. بظاهر طاقت جو توازن ڏڦيڙي قوتن جي هٿ ۾ وڏيڪ عرصو رهيو آهي. پر

سنڌ جو خاتمو جيڪو ڏکيڙ ذريعي وڏيڪ امڪاني هو، اُن جي پيٽ ۾ بنيادي فضيلتون، ٿڏيون ۽ مانيون پر جٽادار رهيون تنهن ڪري ڏکيڙي طاقتون تباهي وارا گهربل نتيجا نه ماڻي سگهيون.

مها ڀارت جي جنگ ۾ سنڌي ڪورون جي طرفداري ۾ جنگ وڙهيا جڏهن ته ٻئي پاسي آخري ۽ گهٽين ڪلائن وارو اوتار ڪرشن مهاراج هو. مذهب ڏانهن سنڌين جو وارتاءَ ٻين جي پيٽ ۾ وڏيڪ فطرت پرست اڳي به هو ۽ هاڻي به آهي. جيڪڏهن راڄ ڪٿي برهمڻ گهراڻي جو هجي، پر پوءِ به سنڌ ۾ هندو، اڪثريتي آبادي نه رهيا. ٻوڌي، جين ۽ ٻين فطري عقيدن سان واڳيل رهيا.

مسلمان ٿيا تڏهن به اسلام کي فطرت جو مذهب بنائيَ هليا ۽ بادشاهه ۽ ملان جي مذهب جي جبريت ۽ ڏاڍ مڙسي واري تشريح کي قبولڻ بدران صوفيءَ جي خدا سان رضاڪار ۽ قدرتي محبت واري عمل کي ويجها ٿي ويا. مذهبَ جي نالي ۾ سياسي تسلط هنن ڪڏهن به قبول نه ڪيو، پر اُن جو وري ٻيو نتيجو هي نڪتو جو مرشد جي گهيري ۾ اچي ويا. هڪڙو مرشد قلندر شهباز، ڀٽائي ۽ سچل وانگر رياستي ادارن جو آلہءِڪار نه بڻيو، ٻڙ مرشدن جي اڪثريت ظلم واري سياسي نظام جي اڳي ئي نه پر هاڻي تائين-طرفدار رهي. پورهيت ۽ ڪاسبي ماڻهن جي قانوني ۽ شهري حيثيت هيءَ رکي وئي ته ڍڪڻ، ڪنير، ڪوري ۽ لوهر کي ڪڏهن به وچ شهر ۾ گهر ٺاهي رهڻ جي اجازت نه ڏني وئي ۽ ڪيس ٻاهرين پاسن تي رهڻ لاءِ مجبور رکيو ويو. مقصد اهو هو ته ٻاهران جيڪو به حملو ٿئي، اُن لاءِ پهرين ڍال ڪاسبي ۽ پورهيت ماڻهو بنجن. انهن ماڻهن کي هر قسم جيءَ ويڏن ۾ رهڻ واري صورتحال کي ازل جو لکيو قبولَ ڪرائڻ لاءِ مرشد سگوري جون خدمتون هر وقت حاضر آهن. ٻاڻ ماڻهو قسمت پرستي ۽ ڪوڪلن روحاني آسرن تي رهڻ جا عياش اڳي به هئاسين هاڻي به آهيون، انڪري ڳڻ ڳوت اسان جي مزاج ۾ جاءِ نه وٺي سگهي آهي. نتيجو هي آهي ته سڪندراعظم جي حملي واري وقت کان اڄ تائين ويڙهه جو وڏ ۾ وڏ هٿيار ڪهاڙي اٿئون. ڪهاڙي بردار فوج کي نه تربيت جي گهرج آهي نه جنگي هنر کي سمجهڻ جي. ٻيو وڏو هٿيار تير هو. جڏهن سڪندر ڪاهه ڪئي هئي، تڏهن هتي جنگ جي ميدان تي اڳيان هاٿين جي ديوار ٺاهبي هئي ۽ پٺيان تير انداز بيهاربا هئا. سڪندر يوناني ان حڪمت عملي کي سمجهي، هاٿين جي ديوار ٽوڙڻ لاءِ هاٿين تي لڳاتار حملن لاءِ ننڍا ننڍا جٿا تيار ڪري، هڪ ٻئي پٺيان، تيزي سان هاٿين تي ايترا تير وسارايا جو هاٿي انهن کي منهن نه ڏئي

بسگهيا. پورس جا هاٿي تڏهن ئي ميدان ڇڏي پنهنجو لشڪر لتاڙي ويجي پار پيا هئا. يونانين جي ان جنگي حرفت کي رومن ٽوڙيو، جن گهوڙن ذريعي ڇڪيندڙ رٿن جو قطارون ناهي، ڦيٿن ۾ تلوارون ٻڌي جڏهن ٻه دشمن تي حملو ڪيو، تڏهن فتح حاصل ڪيائون. رومن جو ٽوڙ وري عربن ڳوليو، جن تيل واري مٽيءَ مان ٻوڙيل باهه جا تير وسائي، جنگ ۾ نئين ڪيڏ ڪئي. منگولن ڪي بارود هٿ آيو ته عرب بادشاهه ٻه لوڻ پاڻي ٿي ويا ته يورپ ٻه سٽ نه سهي سگهيو ۽ پاڻ انگريزن سان وڙهياسون ته توبون غداري سبب بيڪار ٿي ويون. باقي کهاڙي بردار هجوم مياڻيءَ جي ميدان تي دنيا جو تجربو رکندڙ انگريز جي لشڪر اڳيان نه بيهي سگهيو.

سنڌين جا هٿيار ٻه ٻڌي خارج رهيا ته سياسي نظريو جيڪو قومي وحدت ئي ٿي سگهي ٿو، سو لڳاتار ڌارين يلغارن ۽ اندروني ڌڪيڙي قوتن ذريعي ڪمزور ٿيندو رهيو.

هن مختصر تاريخي بحث جو مطلب هي آهي ته قومي وجود جي لامحدود گهرجن منجهان اسان فقط هڪ گهرج پوري ڪرڻ تي سڄو زور ڏئي رهيا آهيون. سياست ۽ اُها ٻه ٻين پاسن، حسابن ڪتابن ۽ سماجيات جي سمورن شعبن کي ڏيان تان هٽائي هلي رهي آهي. ساڳي هجوم واري ويڙهه جو طريقو، جنهن ۾ دشمن سرنگهون کوٽي هيٺان ئي هيٺان ڌرتي ڦاڙي پهچي ويندو هو ۽ ڪوٽ قلعا ٻه ڪم نه ڏئي سگهندا هئا. اڄ سنڌ جون زمينون سم ۽ ڪلر جو شڪار آهن. تنهن ڪري ڌرتيءَ اندران ڪا هٽي اچڻ ته هن لاءِ ممڪن نه رهيو آهي، تنهنڪري هن جو سڄو زور سنڌين جي دماغ ۽ دلين کي ڪاٽ هڻڻ تي آهي ۽ شعوري ٽوڙي غيرشعوري غدارن جو تعداد ايڏو وڌي ويو آهي جو قومي وحدت جي تصور مٿان خوفناڪ مهل اچي وئي آهي!

سومر ١٣- مئي ١٩٩١ع. جاڳو

# سيد مظفر سان ٿوري حجت

سنڌ جي قانون واري وزير سيد مظفر علي شاهه ۱۰ مئي تي سنڌي اخبارن جي ايڊيٽرن سان ڪچهري ڪندي سنڌ ۾ امن امان جي حالت تي فلسفياڻي قسم جي ڪچهري ڪئي. شاهه صاحب ٿرتيلو ذهين ماڻهو آهي ۽ سنڌ حڪومت ڪي پنهنجي وجود، ساک ۽ ڪارڪردگي لاءِ جيڪي دليل گهربل آهن، سي سڀ شاهه صاحب مهيا ڪندو آهي. سياسي تڪرارن ۽ اختلافن کي ڇڏي جيڪڏهن ڳالهه ڪجي ته مظفر شاهه سنڌ جو اهڙو ذهن آهي جنهن تي بجا طور خوشي ڪري سگهجي ٿي.

امن امان خراب ٿيڻ تي ٿيندڙ ڳالهين ۾ شاهه صاحب هڪڙي ڳالهه ته سڌي طرح اکيون ٻوٽيو، پنهنجي ڳالهه جي ڪارڪردگي جي جاچڻ ڪانسواءِ چئي ڇڏي ته هن وقت، گڏيل حڪومت جي ڀيٽ ۾ امن امان جي حالت بهتر آهي. ۽ هيءَ ڳالهه جنهن ڏينهن تي ڪئي وئي، اُن ساڳئي ڏينهن تي دادو پرسان تي نچيني اغوا ٿيا هئا.

پر اصل ڳالهه هيءَ هئي ته شاهه صاحب "نيڪ مرد" بين لفظن ۾ وڏيري جي طاقت، اختيار ۽ اثر رسوخ جي ڊهڻ ڪي ڏوهه وڌڻ جو بنيادي يا خاص ڪارڻ قرار ڏنو. شاهه صاحب جو چوڻ هو ته ستر واري ڏهاڪي ۾ سنڌي سماج جو اهو ادارو ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيو، جڏهن لوفر، لچ ۽ ڦڏي باز ماڻهو اڳتي وڌي آيا ۽ وڏيرن جي عزت نه رهي. ظاهر آهي ته شاهه صاحب جو اشارو ڀٽي صاحب جي اُن سياست ڏانهن هو، جنهن ۾ عام ماڻهو گهٽ ۾ گهٽ نفسياتي طور وڏيري جي جڪڙ منجهان نڪري رهيو هو ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جو اهو چوڻ پنهنجو اثر ڏيکاري رهيو هو ته "طاقت جو سرچشمو عوام آهي." تبديلي جو هي عمل تڏهن ظاهر ٿيو جڏهن وڏيري جي سگهه جي هيساءَ گهٽجي رهيو هو، سو انڪري ستر جي ڏهاڪي ۾ ٿيو، جو ايوب خان ۽ يحيٰ جي ڏکهي آمريت کان پوءِ پهريون ڀيرو ڀٽو صاحب عوامي ماڻهو ٿي عوام وٽ پهتو ۽ عوام کي گهٽ ۾ گهٽ اها بشارت اچي ٻڌايائين ته اُهو طاقت جو سرچشمو آهي. ظاهر آهي ته ايڏي وڏي ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ عوام جو "مٿو ڦرڻ" ڪو بي جواز عمل نه هيو.

۽ مظفر شاهه صاحب جو هي چوڻ به بلڪل درست آهي ته "نيڪ مرد" جو

ضابطو ٽٽي پيو ۽ هن جي اختيار کان ماڻهن منهن موڙ شروع ڪئي. هيءَ بلڪل صحيح ڳالهه آهي ته وڏيرو پنهنجي روايتن جي نظام سان گڏ مرشد جي ٽيڪ تي سنڌي سماجي کي "جيئن جو تيئن" (Status- quo) رکڻ ۾ وڏو هڪ ضابطي وارو ادارو هو، ۽ جيڪڏهن اُن جو مڪاني اقتدار اڄ به ساڳيو پنجويهه ٽيهه سال اڳ تائين وارو رهي ها يا اڄ انهن جو هيڏو وڏو تعداد نه هجي ها. برحق! ۽ ان ئي بنياد تي قانون جو وزير چوي ٿو ته "نيڪ مرد" جو اثر رسوخ بحال ۽ انتظامي عملدارن کي مضبوط ڪرڻ سان قانون جي بالادستي ٿيندي.

هتي اچي شاهه صاحب سان اختلاف پيدا ٿئي ٿو. پهرين ڳالهه ته وڏيرو هڪ سماجي ۽ اخلاقي اداري طور ڪا شعوري قوت نه هو. هن پنهنجي عروج جي انتهائن واري زماني ۾ به تبديل جي عمل کي روڪڻ لاءِ پنهنجي پوري وڏيرپ ڪم آندي، جنهن ۾ مرشد برادري سندس پرجهلائو هئي. جيئن ئي وڏيري جي حيثيت، ماڻهن جي ووٽ جي سگهه اڳيان هيچ ٿيڻ لڳي ۽ جمهوري نظام وڏيري کي به هاري سنئون هڪڙو ووٽر ڪري ساڳي قطار ۾ بيهڻ تي مجبور ڪيو، ته وڏيري به دل سان اها ذلت قبول ڪئي ۽ ٽپ ڏئي اهڙي پارٽيءَ جي وچ ۾ وڃي بيٺو جنهن کي ووٽ ملڻا هئا. ڳالهه پٽي صاحب جي زبردست هئي، پر اُها وڏيرن هٿان اغوا ٿي وئي، پر تڏهن به جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو. وڏيرو پلي پاڻ کي قضا جو لکيو سمجهي پٽڪو ٻڌي هلي، پر سندس شان جو اندر ڪاڄي ويو ۽ پٽي صاحب وٽ وڏيرو پنهنجي پٽڪي ڪڇ ۾ ڪري، اطاعت جي مراقبي ۾ ويهي رهيو، ته عوام به پنهنجي متعلق خوشفهمي ۾ پئجي، ساڳئي وڏيري سان به پنهنجي لاڳاپن کي ايڏو چيهو نه رسايو، جو وڏي ڪا تبديلي اچي ۽ پٽي صاحب وڏيري کي گڏ ڪٽي هلڻ جو نتيجو به ڏٺو.

ٻي ڳالهه ته وڏيري جي معاشي طاقت آخر، بچي به ڪيستائين بچندي. هن وقت جيڪڏهن هڪ پيڙهي ۾ هزار ايڪڙ زمين آهي ته اُها ٽن يا چئن پيڙهين تائين ورهائجي ورهائجي پندرهن ويهه ايڪڙن تائين ٿيڻي آهي. هن هيڏي ساري معاشي حقيقت کي ڪيڏانهن ڪجي؟

۽ اسان جي اکين اڳيان هينئر جيڪا سياست ٿي رهي آهي، جنهن ۾ سنڌ حڪومت هر وڏيري کي پاڻ سان ڳنڍڻ ۾ آتي آهي، سا ڳالهه ٻڌائي پئي ته برابر وڏيري جي شان کي ٻيهر بحال ڪرڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي. پر خريدار جي ان بازار ۾، خريدار کي پنهنجي سياسي نظام جي ساک ۽ لاک پئي وڪڻڻيون پون ٿيون. جيئن معاملو هن وقت به آهي!

ان ڪري ضروري آهي ته وڏيري جا متبادل تلاش ڪيا وڃن ۽ نين اُسرندڙ قوتن جي واٽ تان ڪنڊا ۽ پٿر هٽائي، انهن کي اڳتي هلڻ ڏنو وڃي.

اڱارو ١٤- مئي ١٩٩١ع. جاڳو

# حيدرآباد ۾ دهشتگردي جا متاثر ڪٽنب ۽ مهربان پوليس

حيدرآباد ۾ دهشتگردي هٿان سٽيل سنڌي ڪٽنبن جي بحالي اڃا تائين نه ٿي سگهي آهي. سنڌي تنظيمون ٻاڪاري بيٺيون آهن ته هنن لاءِ ڪجهه ڪيو وڃي. سوين ڪٽنب سال کان مٿي بي گهر ٿيا پيا آهن. ڏوهه هنن جو اهو آهي ته سنڌ جا تاريخي شهري آهن. گذريل هڪ اڌ عيد جي موقعي تي سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن ۽ ڪجهه ٻين ڏرين ٿوري گهڻي هنن جي سار لڌي آهي. پر هنن جي بي گهر هئڻ واري، ڏول جي حالت جو خاتمو نٿو ٿئي.

نيٺ ٻي ڪا واهه نه ڏسي، متاثر ڪٽنبن پاڻ احتجاج ڪرڻ شروع ڪيو آهي. سنڌي قومي سٿ طرفان بهرحال هنن جي بحالي لاءِ ڪافي عرصي کان آواز اُٿاريو پيو وڃي. قومي سٿ وارن دوستن مظاهرا به ڪيا، ڪراچيءَ تائين به پهچي اچي احتجاج ڪيائون پر اختيارين کي جڙ ته هي مسئلو نظر نٿو اچي. اکين تي پٽيون ٻڌجي ويون آهن. دردناڪ حالت جو درد محسوس نه ٿئي، ڏکوئيندڙ حالت تي ڏک نه ٿئي، رئڻ واري ڳالهه تي رئڻ نه اچي، ته پوءِ جيئڻ جي ڪا معنيٰ نٿي رهي. ٿوري احساس ۽ اڻپورن حواسن سان ته جانور به زندگي گذارين ٿا.

متاثر ڪٽنبن جي احتجاج سان، قومي طور تي جيڪا مجموعي همدردي ٿيڻ گهرجي سا به ٿيندي نظر نٿي اچي. سياسي پارٽيون به پنهنجي رڪارڊ جي پورائي خاطر وڏ ۾ وڏ اخباري بيانن تائين همدردي ڏيکاري آهي. باقي ٿيو خير.

وري مٿان مصيبت هي اچي ٿي آهي، جو حيدرآباد جي پوليس کي هنن جي احتجاج تي ڪروڌ چڙهيو آهي. ڊي آءِ جي صاحب، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته گهڻي حد تائين حقيقت پسند پوليس عملدار آهي ۽ ڌاڙيلن خلاف ڪافي اثرائتا قدم کنيا اٿس، سو پاڻ اچي، متاثر ڪٽنبن جي احتجاج جي خلاف ٿيو آهي. سندس خيال آهي ته هن احتجاج سان شهر ۾ امن امان جون حالتون خراب ٿينديون!

سرڪار پنهنجي فرض جي بجاآوري نه ڪري ته ٺيڪ آهي، سوين سنڌي ڪٽنب بي گهر ٿيا، پنهنجي ئي شهر ۾ بي گهر ٿيا، پنهنجي ئي شهر ۾ بي وطن ٿيا ويٺا هجن، ته مڙئي خير آهي. هنن ڪٽنبن جي ٻارڙن جي ذهنن تي

خراب اثر پئجي رهيا آهن، سو به ٺيڪ آهي، آخر سرڪار وٽ امن امان جو تصور آهي ڪهڙو؟ ڇا اهو ته قوم جي قوم بي عزت ٿيندي رهي ۽ لاڳيتو ٿيندي رهي ۽ هجي به چپ چاپ، ڪو ڳالهائي به نه- ڪو ڪُڇي به نه- پلي ذليل ٿيندو رهي، ته متان اُهي ئي دهشتگرد ناراض ٿي پون، جن هنن کي بي گهر ڪيو آهي ۽ سرڪار وارو امن امان خراب ٿي پئي.

اسان سمجهون ٿا ته هن قسم جو رويو قطعي طور تي درست ڪونهي. هنن ماڻهن احتجاج ڪري ڪو ڏوهه نه ڪيو آهي. پنهنجي مصيبت کان آگاهي ڏيڻ ۽ اُن جي خاتمي جي گهر ڪرڻ ڪنهن طرح به ڏوهه نه آهي. پوءِ ڇو پوليس وارا ڏنڊا کڻي وڃي هنن ماڻهن تي ڪڙڪن ٿا.

گذريل سومر جي ڏينهن متاثر ڪٽنبن جي ٻارڙن احتجاج ڪيو آهي ته، مٿن پوليس وارن جون لٺيون ڪڙڪيون آهن. ساڳئي ڏي آءِ جي فلسفي هيٺ ته امن امان خراب ٿيندو. هيءَ اُها ساڳي پوليس آهي، جنهن گذريل سال مئي مهيني ۾ پاڻ بيهي تماشو ڏٺو ته سنڌي، دهشتگردن هٿان ڪيئن لٽجي، مارجي تباهه ٿي گهرن کي گولين سان ڇاڻي ٿيندو ڏسي، سر بچائي نڪري آيا. ان وقت پوليس جو قانون ماٺ هو، ايڏو ئي بيوس ۽ لاچار هو جيترو اهي ڪٽنب هئا ۽ انهن ڪٽنبن جو بي گهر ٿيڻ پوليس جي نااهلي جو پڌرو مثال آهي، پر بجاءِ اُن جي ته اُها پنهنجي نااهلي جو تدارڪ ڪري، هينئر، اُن نالائقي جو بدلو متاثر خاندانن جي احتجاج ڪندڙن وڏن ۽ ٻارن تي لٺيون ۽ ڳوڙها گئس وسائي وٺي رهي آهي. ٿيڻ ته ائين گهربو هو جو ٻارن جي احتجاج تي هرڪنهن کي شرمساري ٿئي- پشيماني ٿئي- لڄ اچي- ته آخر ڇو سڄو سال هنن جي پرگهور ئي نه لڌي وئي. حڪومت طرفان هنن جي بحالي جا اعلان ٿين ها. وزيرن کي اوڏانهن وڃي، هنن ماڻهن جي پرگهور لهڻ گهرجي ها.

اسان حڪومت کي ٻڌايون ٿا ته سنڌ جي تاريخ جو سچو مورخ سنڌس سڄي هيءَ بي رخي ڏسي رهيو آهي ۽ نوٽ به ڪري رهيو آهي.

اسان حڪومت کي گذارش ڪريون ٿا ته قاسم آباد ۾ بي گهر ٿيل هنن ڪٽنبن سان جيڪڏهن قومي بنيادن تي همدردي ڪرڻ کان توهان کي سياسي ڊپ ٿي رهيو آهي ته انساني همدردي جي ماءُ ته نه مرڻ گهرجي. هنن کي بحال ڪرڻ تمام ضروري آهي ۽ مسئلو خود حڪومت لاءِ وڏي ڳالا جو ٽڪو ٿيو بيٺو آهي.

خميس ١٦- مئي ١٩٩١ع. جاڳو

# لطيف جي سنڌ جا وات ڏانهن ورندڙ آنڊا

سنڌ جو وڏو وزير، پيپلز پارٽي ۽ اُن جي قيادت خلاف، الائي ڪٿان آڻدل اگري زهر ۾ ٻڏل الزامن جا تير ڇوڙي رهيو آهي. مهاڀارت جي ميدان تان هي وسڪارو صاف نظر اچي رهيو آهي ۽ هڪ هڪ الزام ڳاڙهيون اکيون ڪري، تارا ڦوٽاري جلاد واريون وکون کڻي وڌي رهيو آهي. پيپلزپارٽي جواب ۾ ڏئي ٿي ۽ جوابي الزام ۾ هٽي ٿي. ايم ڪيو ايم طرفان پيپلزپارٽي تي جيڪي الزام لڳندا هئا سي بند ٿي ويا آهن ۽ اهو ڪم وڏي وزير سنڀالي ورتو آهي ڇو ته صوبي جي حاڪم هئڻ جي ناتي، هن اها پنهنجي ذميداري سمجهي آهي.

پر الزامن جي ٻاهرن ڪنڊن جا ڏنگهر، سنڌ جي ماڻهوءَ جو روح چيلي رهيا آهن. سنڌ جي ماڻهوءَ مان مراد پيپلز پارٽي يا ڄام صادق علي جو طرفدار ماڻهو ناهي. سنڌ جو ماڻهو شاهه لطيف آهي، يا جيڪو شاهه لطيف جي رسالي جي ٻولي ۾ سوچي ٿو ۽ دنيا کي ٻڌائي جي فڪر سان ڏسي ٿو يا اهو ٻڌائي جو ماروئڙو آهي. هن ماڻهو جو ڇوڻ آهي ته کيس سنڌي بنجي رهڻ جو حق آهي ۽ سياست سميت ڪيئي ڳالهين کي پنهنجي ان حق ۽ دعويٰ جي ڳانڍاپي سان ڏسي ٿو. الزامن جو هي خوني ۽ جلاد سلسلو سنڌي ماڻهوءَ جي باعزت طور رهڻ واري خواهش جي مٿان ڪوري مان تپايل سيخن جي ڦهري ڏنبي جو ڪم ڪري رهيو آهي. زبان ڪاري ته ٿيندي، سا ته سڀن کي خبر آهي، پر زبان ايڏي جلاد به ٿيندي، سو اندازو اڳ شايد ئي ڪنهن ڪيو هجي. شاهه لطيف جي ماڻهوءَ جو روح ڇلجي رهيو آهي ۽ آنڊا وات ڏانهن ورڻ لڳا اٿس. ماحول جي ڏٻ برداشت کان چڙهي رهي آهي، پر حڪومتي حلقن جو قلبي سڪون وڌي پيو.

نفرت جي ايڏي لاوا اوڳاڇيندڙ جبل جي سنڌ ۾ موجودگي بابت، پاڻ ڪنهن کان ڪونه ٻڌو اٿئون. ابن بطوطه کان رچرڊ برٽن تائين ڪنهن پرڏيهي سياح، ماهر، سائنسدان يا دانشور ڪڏهن نه ٻڌايو آهي ته سنڌ جي جبلن ۾ نفرتن جو ڪڙهندڙ زهر موجود آهي. ٻڌائي سنڌ جي ڌرتي ۽ تاريخ جو امين آهي. هن ويڙهه، جدوجهد ۽ ترقي جي وات ته ڏسي آهي، پر نفرت جي ڌري به وٽس ڪانهي. اڄ پاڻ نفرت جي گهاٽي ۾ پيڙجي رهيا آهيون ۽ پنهنجن جذبن کي رڳو تيل ٿيندي ئي نٿا ڏسون، پر اُن سان ٻرندڙ ڏياٽيون، گهرن جي ٻنيي

تائين اچي پهتيون آهن- ۽ ان نفرت ۾ انصاف به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. نفرت ۾ انصاف هوئڻ به ڪٿي هوندو آهي. اُها ته انڌي ٿئي ٿي ۽ ساوا سڪا سڀ ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيندڙ آهي. حياتي جي جوت جهڪي ٿي رهي آهي ۽ موت، سنڌ ڏانهن پنهنجون ٻانهون پکيڙي رهيو آهي. هزارين دهشتون، وحشتاڪين جي ڀوڻ سان ڀريل جسم منجهان نڪري وڏي رهيون آهن. پري کان ڏسندڙ ماڻهو، جيڪي اسان جي ڪکن وانگر سڙي ڀسم ٿيڻ تي خوش ٿيندا آهن، خوشيءَ مان ڏاڍين ڪون ٿا، پر دائري جي اندر اَيل خلق جي دلين مان رت، ٿيندڙيون ڏئي وهي رهيو آهي.

سنڌي ماڻهو مارشل لا واري دوري کي ايڏو غير فطري نه سمجهيو هو، جيترو هاڻوڪي حالت کي طلسماتي سمجهي ٿو. ماڻهو ڏسن وينا ته پيپلز پارٽي جو هر اُهو ماڻهو دهشتگرد ۽ ڌاڙيل جي قطار ۾ بيٺو آهي، جيڪو ڄام صادق علي سان گڏ ناهي. جيڪو ماڻهو، ميمبر يا اڳواڻ هن ڏکي ويل ۾، اسلام آباد مان اُڇلائجندڙ ٽانڊن جي تپش کي برداشت نٿو ڪري سگهي ۽ ڄام صادق علي جي ڪئمپ ۾ اچي ٿو، اُن تي ايندڙ ٽانڊو، هڪدم پشم جهڙي ڪونئري برف ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. ۽ هنن کي اُن روز محشر جي ڄاڻ به آهي ته سنڌ جو ماڻهو اُهو آهي، جيڪو ڏک ۾ ساٿ نه ڇڏيندو آهي. ڏک ۾ ساٿ ڇڏي وڃي، سک تي ڪرڻ واري ماڻهو کان قومي سرٽيفڪيٽ ئي کسجي وڃي ٿو- پر ڏوهه هنن جو ناهي. ماڻهو پهريائين پنهنجي ضرورتن ۽ پوءِ عياشين جي هٿان مجبور ٿي خود غرض بڻبو آهي. ۽ جيڪي ماڻهو آئيندي کان ڊنل آهن، سي وڏي وزير سان گڏ هئڻ جي باوجود اندر ۾ سچو ڏينهن صلواتون پڙهندا ٿا وتن ته اي خدا تون ڄام صادق علي جي اقتدار کي وڏي ڄمار بخش. تڪڙي احمقائپ ۽ اندر جي خرابي هنن کي پنهنجي محسن ڄام صادق علي جي حياتي جي دعا گهرائڻ بدران، سندس اقتدار جي حياتي وڌائڻ جي دعا گهرائي ٿي- ۽ اقتدار جا دعاگو قطار ڪري ڪورنشون بجا آڻي خلق تي رعب وجهي رهيا آهن ته ڏسو، هو ڪيئن اقتدار جي گهوڙي تي همرڪاب ٿيا وينا آهن.

دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته سنڌ جو وڏو وزير وڏي آرام، فرحت، سڪون ۽ دلي اطمينان سان الزامن جا ٻاڻ ڇوڙي ٿو ۽ هر الزام جيتري وڏيڪ شدت سان ڀ ڀ ۾ ٽاڪوڙو وجهي ٿو، اوترو سندس سڪون گهرو ۽ سندس ننڊ مٺي ٿئي ٿي. کيس خبر به ضرور هوندي ته ان طرح هو سنڌ کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيو آهي. پير علي محمد راشدي مرحوم پنهنجي خانگي ڪچهرين ۾ چوندو هو ته، هو جنهن جو دوست بڻجي ٿو، اُن کي ڪنهن دشمن جي ضرورت نٿي

رهي. هو چوندو هو ته حڪمرانن جي حق ۾ عوام کي چڙ ڏياريندڙ ڳالهيون ان ڪري ٿو ڪري ته جيئن حڪمرانن ۽ ملڪ خلاف ماڻهن جي اندر جو اوٻر وڌندو رهي. هن جو ته سياسي فلسفو ئي اهو هو ۽ چوندو هو ته سنڌي طرح وڙهڻ جو سامان نه هئڻ ڪري، هو دوستي ۽ وفاداري جو پوش پائي حڪمرانن جا ترا ڪيڏڻ جو ڪم ڪري رهيو آهي. پر جهانن ڏٺو ته مرحوم حڪمرانن جا ترا پنهنجي دلي مراد حاصل ڪرڻ جي حد تائين نه ڪيدي سگهيو- ۽ ماڻهو هاڻ ان نتيجي تي پهتل آهن ته راشدي مرحوم جي اجتماعي يا قومي ڀلي جي ڏس ۾ ڪابه دلي مراد نه هئي. پنهنجو سک ڳولڻ لاءِ هن حڪمرانن جو ساٿ ڏنو ۽ سنگت ساٿ کي تارڻ لاءِ ڇٽي ڇڏيندو هو ته ترا ٿو ڪيين.

ڄام صاحب به هن ئي مٽيءَ جو ماڻهو آهي ۽ پٽائي جي درگاهه جو مريد به پاڻ کي سڏائي ٿو. پيپلزپارٽي سان سدس اختلاف ڪيڏا اصولي آهن سوبه ماڻهو ڏسن ٿا، پر سياسي دشمنيون ڪو ائين نڀائبيون آهن ڇا؟ جو سنڌي قوم ئي هاويءَ ۾ هڄني وڃي. ڄام صاحب جي خوش ٿيڻ لاءِ اهو اهوئي وڏو ڪارنامو آهي، ته جيڪو ڪم ضياءَ نه ڪري سگهيو، جهانداد خان ۽ ايس ايم عباسي نه ڪري سگهيا، غدارن جي اُها لوڏ نه ڪري سگهي جن مارشل لا جو ساٿ ڏنو، سو ڪم اڪيلي ڄام صاحب جي بابرڪت ذات ڪُري ڏيکاريو، يعني سنڌي ماڻهوءَ جي گڏيل فيصلي کي توڙيو، اُن ۾ ڏار وجهي، پ.پ پ کي زوري هارائي لِيڪي کان ٻاهر ڪيدي ڇڏڻ. ۽ ڄام صاحب کي ياد رکڻ گهرجي ته هر ماڻهو، پوءِ اُهو عظيم هجي يا خسيس زندگي ۾ هڪ ئي "وڏي" ڪم ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيندو آهي. ۽ ڄام صاحب ته اهڙا ڪيئي ڪم ڪيا آهن. پ پ پ کي هارائڻ، سنڌوءَ جي پاڻي جي ورڇ، ناٽي وارو ناهه- قائم علي شاهه جهڙو گگدام ماڻهو، دهشتگردي جي الزام ۾ ڪورٽ جي ڪٽهڙي ۾ وڃي ويهي- اڃا وڏيڪ نيٺ ڇا گهرجي؟

چون ٿا ته جنرلن ۾، جن پاڻ ئي سڀ ڪجهه ڄٽيو ۽ نپايو آهي، سنڌ جي صورتحال کي منهن ڏيڻ بابت ٻه رايا آهن. هڪڙا چون ٿا ته سياسي طريقا ڪم آڻيون، ٻين جي راءِ آهي ته ڪجهه هزار ماڻهن جون حياتيون هيڏي هوڏي ڪري ڇڏجن ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. جيڪي حياتين کي هيڏي هوڏي ڪرڻ واري راءِ جا آهن تن جي رٿابندي آهي ته هر سنڌي ماڻهوءَ کي ايڏو طيش ۾ آندو وڃي جو هو حياتيءَ تان آسرو لاهي نڪري پوي ۽ پوءِ هنن کي پورو پورو بهانو ملي، پنهنجي آزادي کي تڪميل تي پهچائڻ جو. ان ئي رٿابندي هيٺ هر ٿاڻي جو صوبيدار ڪم ڪري رهيو آهي ۽ اهڙو ڪم ڪانئس ڪرايو پيو وڃي. مٿيون

هدايتون ۽ رشوتي مفاد گڏجي بيگناهن کي ذاڙيل بنجڻ تي مجبور ڪري رهيا آهن. صوبيدار کي پتو ناهي ته هن جيءَ اکين جو ڍوءَ رشوت۔ سنڌ سان ڪيڏي دشمني آهي. مذهب، اخلاق، قوم، انسانيت سڀ تباهه ٿين، پر هن کي رشوت گهرجي. مٿيئن سطح تي ساڳي سوچ آهي. ڀلي سڀ تباهه ٿين پر اقتدار گهرجي.

اسان اپيل ڪريون ٿا هڪڙي پوليس واري کان وٺي سنڌ جي وڏي وزير تائين ته جناب اعليٰ، توهان سنڌ جا عضوا آهيو. پنهنجا آهيو. سڀ ساڳي مٽيءَ منهنجان ڳوهيل اٽي جا پيڙا آهيون. اسان سيني جون اصل خوشيون، ان ۾ قطعي ڪونهن ته هڪ ٻئي جا ڏک ونڊايون. هڪ ٻئي جي جهڳن تي ٽاندو رکي ڪڏهن ڪنهن سک ماڻيو آهي؟

اسان انهن کي ٻه چتاءَ ٿا ڏيون، جيڪي اسان کي اسان جي ئي هٿان مارائي بغل وڄائي رهيا آهن. هي سڀ ڪجهه غير فطري آهي ۽ پنهنجي خواهش جي اندّ هٿان قدرت جي قهر کي نه للڪاريو. اسان کي انساني درجي کان ڪيرائڻ وارا اوهان جا زور نه هلندا. مهرباني ڪري ماڻهو ٿيو. ماڻهپي کان وڌيڪ ڪجهه ڪونهي. ماڻهپي کان هيٺ وحشيپڻو هوندو آهي.

*اگارو ١٨- جون ١٩٩١ع. جاڳو*

## ايم آر ڊي هلچل ڇا آهي؟

سنڌ قومي اتحاد جي ٽڪيٽ تان پاڻ چونڊائي آڻڻ جو دعويدار، سنڌ جي خزاني جو امانت دار وزير لياقت علي خان جتوئي چوي ٿو ته ١٩٨٣ع واري جمهوريت جي بحالي واري جدوجهد، ڏاڙيلن ۽ دهشت گردن کي جنم ڏيندڙ عمل هو.

ان جمهوري جدوجهد جي راهه ۾ اڻ سڱ کان وڌيڪ سنڌي ڳوٺاڻا شهيد ٿيا هئا ۽ سنڌ جي ڳوٺن کي لبنان ۾ فلسطين جي ڪئمپن تي اسرائيل حملي وانگر نشانو بڻايو ويو هو. رستن تي قرآن پاڪ کڻي اچي تلاوت ڪندڙن مٿان گاڏيون چاڙهيون ويون هيون ۽ سنڌ جي جيلن ۾ گنجائش ختم ٿي وئي هئي. سنڌين جي عزم، پهريون ڀيرو دنيا اڳيان ۽ پنهنجي سامهون، سنڌ جي عالمي (Global) اهميت کي ظاهر ڪيو ۽ ان جي نتيجي ۾ حڪمران مارشلائي ٽولي پنهنجي ظاهري ۽ باطني حڪمت عمل جوڙي، ان تي عملي ڪيو ۽ اڄ تائين اهو عمل جاري آهي، جنهن نتيجي ۾ ايم آر ڊي هلچل کي خراب سڏيندڙ ماڻهو اقتدار تي ٺهيا جڙيا ويٺا آهن، ۽ جنرل ضيا جي روح کي خوش خبريون ڏئي رهيا آهن.

هرڪو ڄاڻي ٿو ته سنڌين جي ان هلچل جي نتيجي ۾ ئي جنرل، جهڙي تهڙي پر جمهوريت جي بحالي لاءِ مجبور ٿيا هئا ۽ ميان محمد خان جوڻيجو وزيراعظم بڻيو هو. ايم آر ڊي هلچل جا ترت نتيجا بروبر حاصل نه ٿي سگهيا هئا، پر تاريخ هتي پنهنجي رفتار ۾ واڌرو آندو هو، ۽ اڄ جيڪا مڪمل سماجي ڇڙواڳي ۽ بدنظمي آهي سا به تاريخ جي رفتار جو حصو آهي، جيڪي ماڻهو اڳتي ڏسي سگهن ٿا، سي هن پنڌ ۾ Lotus Eaters (لالچ تي ڀنيلجي حافظو وڃائي ويهڻ وارا يوناني ديو مالائي ڪردار) بنجڻ بدران پنهنجا حافظا سنڀالي ويٺا آهن، ڇو ته هنن کي ماضي، حال ۽ آئينده جي وچ ۾ رشتي جو تقدس معلوم آهي، ۽ اهو تقدس عبدالحميد خان جتوئي کي به معلوم آهي، جنهن ڪالهه تائين اسلام آباد جي ايوانن ۾ وڃائي وڃائي پٺي ڳالهايو ۽ اڄ خاموش آهي، ڇو ته هو چونڊن ۾ ڏانڊلي ڪري ڪٽي اچڻ جي خلاف آهي هاڻي لياقت علي خان جتوئي ڳالهائي ٿو ۽ ايم آر ڊي هلچل کي بدشد ڳالهائي ٿو. دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي

ته هينئر هو، اهڙي وڏي وزير جي وزارت ۾ شامل آهي، جنهن بابت ۱۹۸۳ع واري جدوجهد هلندي اخبارن ۾ خبر آئي هئي ته اُن پارٽي وزيراعظم اندرا گانڌي کي سنڌين خلاف ٿيندڙ فوجي آپريشن تي قدم کڻڻ جي اپيل ڪئي هئي. ايماندار رايا، ايماندار عمل کان ڌار نه هئڻ گهرجن ۽ ان هلچل جي اڳواٽي غلام مصطفيٰ خان جتوئي ڪئي هئي. جنهن کي پنهنجي ان وقت واري ڪردار تي هڪ پڇتاءَ ڪونهي، ڇو ته اُن جو خاندان اُن هلچل جي نتيجي ۾ ڏکيو نه ٿيو هو.

پنهنجي سموري سياسي عمل جو بار سنڌ قومي اتحاد جي مٿان وجهي ڇڏيندڙ معزز وزير جي پنهنجي تر ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۾ جمهوريت جو مطالبو ڪندڙ شهرين جي مٿان هلايل بي انداز گولين جا نڪاءَ نه وساري ويٺو آهي ۽ بيگناهه هارين نارين جي وهندڙ خون ۽ ڪيپراٽين جي نڪائن جا تاريخ ۾ محفوظ ٿيل پڙاڏا نه ڪيس سنڌي قوم سان دوستي ڪرڻ تي اپاري نه سگهيا آهن، ته يقينن ڏوهه قوم جو هوندو، جو اُها پاڻ کي "آقائن" اڳيان سرخرو ڪرڻ ۾ ڏاڍي هيچ ۽ نڪمي آهي- پر اُها پنهنجي ان ڪوتاهي جون سزائون ڪلندي پوڳڻ لاءِ تيار آهي ۽ شڪر ۽ صبر ڪيس ڪنهن نه ڇال ڏيڻ کان روڪي ويٺا آهن.

قوم، سمنڊ ٿئي ٿي. اُها اٿاهه ۽ لامحدود آهي، تنهنڪري محدود مفادن جي پنيان ڊوڙڻ وارا، قومي تناظر ۾ ڊزني لينڊ جي ڪارٽون وانگر پنهنجو تماشو ڪن ٿا ۽ قوم جي تفريح جو سامان بنجن ٿا ۽ جڏهن ڪين آيل ٻُرڪو پنهنجي طاقت وڃائي ويهي ٿو ته هو نه ٽڪل قدمن سان وري قوم جي لامحدودائپ ۾ نئين سر پنهنجون جايون جوڙائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

اسان جي معزز وزير جي ڳالهه ان معنيٰ ۾ بلڪل صحيح آهي ته ايم آر ڊي هلچل جي نتيجي ۾ ڌاڙيل ۽ دهشت گرد پيدا ٿيا، پر هي صحيح ڪونهي ته اُهي عوامي هلچل جي حصي طور پيدا ٿيا. ڌاڙيل ۽ دهشت گرد انهن پيدا ڪيا، جن غدار نه پيدا ڪيا. ۽ غدارن کي ڌاڙيلن ۽ دهشت گردن کان ڌار ڪري بيهارڻ، ملڪ تي اقتدار جي قائم ڪيل حڪمت عملي کي ٽيڪ ۽ سهارو ڏيڻ جي برابر آهي. اقتدار جون مهارون پنهنجي هٿ ۾ رکندڙ ايجنسيون پنهنجي عوام دشمن مفادن جي سنڀال ڪرڻ ۾ چريائپ کان ڪم نه وٺنديون آهن. هنن جي پهرئين ڏينهن کان وڏي ۾ وڏي ڪوشش اها رهي آهي، ته سنڌين کي ايم آر ڊي هلچل ذريعي، پنهنجي رت سان نپايل ۽ هلايل تحريڪ ذريعي جيڪو اعتماد حاصل ٿي سگهي ٿو، سو نه ٿئي. ان ڪري هڪ طرف هنن جتي ڌاڙيلن ۽ دهشت گردن جون پرتيون ڪري سنڌ کي جهنم بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، اُتي هنن سنڌي قوم سان خيالي عشق جي دعوينارن کي به

پنهنجي ڪئمپ ۾ شامل ڪيو ۽ ڪين ڪم سونپيو ته سنڌي قوم جي عشق جي هام به وڏي زور سان هٽو ۽ سنڌي عوام جي بي عزتي به وڏي پئماني تي ڪريو ۽ ڪرڻ ڏيو. پر گهربل نتيجا ته بدوقلمون ۽ سامري جهڙن جادوگرن کي به حاصل نه ٿي سگهيا. اهو ته حالتن ۽ ارادن کي غير فطري ۽ غير انساني رکڻ جو منطقي نتيجو آهي. جنرل ضيا کي جيڪڏهن پڪي خبر هجي ها ته سندس يارهن سالن جي اقتدار جو نتيجو سندس هوائي جهاز جي پراسرار حادثي تي ختم ٿيندو ته پهرئين ڏينهن ئي هو ان طلسم ۾ پير نه رکي ها.

اسان گذارش ڪنداسين ته قوم جي اعتماد ۽ فيصلي جي قوت کي سمجهڻ ۾ ماڻهوءَ کي ڏڪ نه کائڻ گهرجي. اهو ڏڪ ماڻهو اُتي کائي ٿو، جتي هو غرور جو شڪار ٿئي ٿو. تون ۽ مان ۽ فلاڻو خان فاني ماڻهو آهن. عوام فاني ڪونهي. عارضي شين کي جٽادار شيءَ سان ٽڪر کائڻ ۾ ڪهڙو فائدو؟

اسان خيرخواهي جي جذبي، پنهنجائپ ۽ نياز مندي سان صلاح ڏينداسين ته سڀ اُهي ڪردار جيڪي سمجهن ٿا ته پرانگهون پري قوم کان اڳتي نڪري ويندا، عوام پٺتي رهجي ويندو، تن کي ان اسراب ۽ رچ جي پٺيان نه پوڻ گهرجي. اسان جا پنهنجا نسل به ته ان لافاني عوام جو حصو بنجي رهڻا آهن، اُنهن جي تاريخ جاگرافي کي نقصان پهچائڻ جو اسان کي ڪهڙو حق آهي. ڪو به ماڻهو جيڪڏهن پاڻ کي دائمي شيءَ سمجهڻ جي خوشفهمي ۾ رهندو ته اها بيواجبي ڳالهه ٿيندي.

اربع ١٩- جون ١٩٩١ع. جاڳو

## سنڌ ۽ اسلام آباد مان نڪرندڙ ٻه رستا

اسلام آباد ۾ سنڌ جي حالتن کي "ٺيڪ" ڪرڻ لاءِ جامع پروگرام رٿيو ويو آهي. بلڪل ائين جيئن هميشه کان رٿبو آيو آهي. هو "چڱائي" ڪندا آهن، جيڪا هتي پهچي ٻي ڪنهن شيءِ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. بيوس ۽ لاچار ماڻهو پاڻ کي تماشبينن جي قطار ۾ بيهارڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، پر ڪين قطارن مان ڇڪي تماشي جو ڪردار بنايو ويندو آهي.

ميان نوازشريف جي اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ سندس حڪومت جون جيڪي ترجيحون ٻڌايون ويون هيون تن ۾ سنڌ جي حالتن کي ٺيڪ ڪرڻ به شامل هو، پر ڪير آهي جيڪو شاهدي ڏئي ته حالتون سڌريون آهن يا نه سڌريون آهن!

١٩٧٧ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جي خاتمي ڪرڻ کان وٺي، هن سنڌ جي حالتن کي سڌارڻ جو ٻيڙو پنهنجي هٿ ۾ کنيو آهي ۽ هر نئين مرحلي تي پنهنجي هٿن تي وڏيڪ فولاد چاڙهي سامهون آيا آهن. ظاهري طرح ٻاراڻي معصوميت جو ڏيکارو ڏين ٿا، پر سندس اندر جو حال اُهي نتيجا آهن، جيڪي هر نئين سج پنهنجي سامهون آهن، مڪيه ڪوشش سنڌ جي روح کي مائوف ڪرڻ جي آهي ۽ اهو هنن کان ٿئي نٿو. ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي هٿن تائين پهچندڙ هٿيارن جي سپلاءِ جو ذميدار ڪير آهي؟

اسلام آباد جا ڪجهه حلقا اهو به چون ٿا ته سنڌ جي مسئلي جو سياسي حل ڳوليو، پر اُهي سياسي حل به هو پاڻ ئي مڙهين ٿا ۽ وري پاڻ ئي بيزار ٿين ٿا. فقط ڪا شڪست يا ڪو حادثو هنن کي ڪنهن گهڙيءَ تي مجبور ڪري، سنئين راهه ڏيکاري ٿو وجهي، پر جيئن سامت ۾ اچن ٿا، تيئن سموريون مجبوريون خلاص ٿي ٿيون وڃن ۽ وري ڳن- ڪهاڙي، اُهو ئي ساڳيو: مجموعي طور تي هنن کي ان سموري عمل منجهان هي فائدو ضرور ٿيو آهي، ته لڳ ڀڳ سموريون پارٽيون، ننڍيون توڙي وڏيون هاڻ ان نتيجي تي پهچي چڪيون آهن، ته جيڪا ڏيتي ليتي ڪرڻي آهي، سا جنرل سان. اهڙا اظهار هاڻي پاڻ کي لڪائي نٿا سگهن. هيٺين سطح جي ڪارڪنن تائين مصلحت پسندي نظر اچي ٿي.

سنڌ کي هنن منجهائي بتال ضرور ڪيو آهي، پر پوءِ به قطعي طور تي گهربل نتيجا هنن کي نٿا ملن. ٻيلي سياسي پارٽيون پنهنجي مصلحتن ۾ گهيرجي وڃن ۽ قومپرست به اسلام اباد جا سلامي ٿين پر سنڌ ۾ رڳو سياست جو نالو آهي ۽ سنڌ جي سياست کي وائڙو ڪري منزل مقصود تائين پهچي سگهن

ٿا، پر هنن لاءِ هر منزل سنڌن لاءِ سراب ۽ رڃ آهي ۽ اسلام آباد جا پانڌيڙا پٽڪندا ئي رهن ٿا.

عيد کان اڳ واري جمعي ڏينهن تي هنن جڏهن سنڌ لاءِ نئون مصالحو پٺي تيار ڪيو، تڏهن ٽن چئن ڏينهن اڳ جي شروع ڪيل هلان ۾ ٽن هزارن کان وڌيڪ سياسي ڪارڪنن جون گرفتاريون ٿي چڪيون هيون ۽ سنڌين عيد به ان حال ۾ ملهائي. هنن کي سنڌ سان جيڪي هٿ ڳنڍيا آهن سي اڳ ئي ڳنڍيا پيا آهن ۽ ان مان به ڪين "سوب" پلئه نٿي پوي ته سمجهڻ وارن کي سمجهڻ گهرجي ته اسلام آباد رڳو پنهنجي عضبناڪي جي ڊگري کي وڌائي ڇڏيندو- ۽ سنڌ اڳي وانگر وري به پيلبي.

دلچسپ امر هي آهي ته ظاهري طرح سنڌ کي هنن مئل هاٿي سمجهيو آهي. ۽ پاڻ نابينن وانگر ڪڏهن پڇ کان جهليو، اُن کي سونٽو پيا سمجهن ته ڪڏهن ڪنن کي جهالرون سمجهي رهيا آهن، پر اصل ۾ نه سنڌ، مئل هاٿي آهي ۽ نه پلارا نابين آهن. هرڪا ڳالهه سمجهن ٿا. سڀ ڪجهه ڏسيو ۽ پرکيو ويٺا آهن- پر هي پنهنجي خواهشن جا غلام آهن ۽ سنڌ جي مسئلن يا صورتحال جو حل پنهنجي ان خواهش جي غلامي جي تحت ڳولي رهيا آهن.

عيد جون موڪلون پوريون ٿيون آهن ته سنڌ اسيمبلي جي ٻاهران پوليس جي ڪڙا ويڙهه موجود آهي ۽ اسلام آباد جي هدايتن ۽ سنڌ جي اقتدار تي ويٺل گروه جي آئيندي جي تقاضائن کي نظر ۾ رکي "سوچ ويچار" نالي ڪو ڪم ڪيو پيو وڃي. ان کان اڳ جي مختلف اطلاعن ۾ مختلف ڳالهيون سامهون آيون آهن، جن منجهان هي اندازو ٿئي ٿو ته اسلام آباد جا حاڪم ۽ سنڌ ۾ "ٻچائنت" ڪنهن ڏاهپ ڀرئي نتيجي تي پهچڻ بدران وري به پنهنجي پنهنجي مفادن ۽ اقتدار بچائڻ جون ڪوششون ڪري رهيا آهن پر اقتدار بچائڻ سان سنڌ جي حالتن سڌرڻ جو ڪو تعلق نٿي ٿو يا نه، سا ڳالهه هنن کي سمجهه ۾ نٿي اچي- ۽ هو پنهنجي منطقي انجام ڏانهن پاڻ کي وٺي وڃي رهيا آهن.

اسان هڪ ڀيرو وري به حاڪمن سڳورن کي گذارش ڪنداسين ته پنهنجي روايتي، "داخلي سوچ کان پاڻ کي آزاد ڪريو ۽ سنڌ جي ماڻهن جي سياسي فيصلي جو احترام ڪريو ۽ هنن کي پنهنجا معاملا پاڻ نبيرڻ ڏيو. سنڌ جي مسئلي جو وڏي ۾ وڏو حل هي آهي ته اسلام آباد، پنهنجي سر پاڻ، يا پنهنجي ايجنسين ۽ ٻچائنن جي ذريعي، سنڌ کي پنهنجي متي جو سور نه بنائي. جو ته اسان کي خبر آهي ته خود اسلام آباد، سنڌ متعلق ٻن واٽن ۾ ورهايل آهي ۽ اُتان به- واٽون نڪرن ٿيون جن جو ڇيهه اڇي هتي ٿئي ٿو. بس اهوئي هنن جو الميو آهي.

خميس ٢٧- جون ١٩٩١ع. جاڳو

## سنڌي عهد ورجائين ٿا......

سنڌ جي سياست اڄ خطرناڪ موڙن تان لنگهندي، گذرندي، ٿڙندي ۽ ٿابڙندي نظر اچي ٿي. ساڳي طرح سياستدان (حاڪم ۽ عوامي) به لنگهندا، گذرندا، ٿڙندا، ٿابڙندا ۽ پاڻ بچائيندا نظر اچن ٿا. الزامن ۽ بدتميز طوفانن جون ڇوروون آهن، جيڪي اوچتو ڪنهن نه ڪنهن "معصوم" ۽ "بي گناهه" ڪارڪن، اڳواڻ ايستائين جو عوامي ليڊر کي ڇهنديو وڃن ۽ ڇورن جا رکپال آهن جيڪي وري اوچتو اشارا ڪري، سڄي منظر مٿان وحشت طاري ڪري سڄي لوڪ کي ٻڌائين ٿا ته اسان نه- او- هُو-....... اُهي پنهنجي نازي جرمن پروپيگنڊه باز "استاد" گوئبلز جيان هر گهڙي هر پل "ڪوڙ کي سوين ڀيرا ورجائي سچ ڪرڻ" جي سعي ۾ رڌل آهن. اڄ ايندڙ دور جي تاريخ پئي لکجي، سياڻي وري اڄ کي "ڪالهه" چوندو. پر جيسين اسين "ڪالهه" تي وڃون، تيسين ڇو نه اڄ، ويٺي ويٺي گذريل "ڪالهه" تي سوچ ڪريون ته اسين ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيون"؟

جيڪي به غير عوامي حاڪم هوندا آهن، سي ڪوڙا ۽ ازل کان ڪوڙن جا ساٿاري هوندا آهن. اهڙي طرح حاڪمن جي لکايل تاريخ به انهن جو عڪس هوندي آهي. اها حاڪميت- ڪا شيءِ ئي اهڙي آهي. پر سائنسدانن چيو آهي ته "جتي ائٽم بم موجود آهي اتي سندس تباهه ڪرڻ جو سامان به موجود آهي" ڪي سماجي سائنسدان ته ائين به چون ٿا ته ماڻهو، گروه ۽ حاڪميتون تباهه ٿيڻ جو هڪ سبب انهن ماڻهن، گروهن ۽ حاڪمن منجهه ئي هوندو آهي." مثلاً اسان جا حاڪم مير صاحب ڏسو: هڪ اڌ کي ڇڏي باقي ٽڪ جا ياڙيا نڪتا. ملڪ ڏئي ڇڏيئون فرنگين کي- وڙهيا پاڻ ۾، لتاڙيائون به پاڻ- مرشد لطيف "مٿان تنهنجو ئي توکي لڳي" جو درس اول ئي ڏئي ڇڏيو آهي. پر حاڪم- لطيف جي ٻڌن ها يا سچل جي سمجهن ها ۽ انهن جي وارثن، پوئلڳن، پيروڪارن لاءِ منجهن ڪا ٿوري به رحم ريکا هجي ها ته ائين نه ٿي سگهي ها جيئن ٿيو آهي ۽ ٿي رهيو آهي. اچو ته "ڪالهه" پڙهون:

"ڪالهه" بلوچ قوم جي باشندي، اُتان جي صوبائي وزير- مير ثناالله زهري جي ڪراچي واري گهر تي اول ڇاپو هنيو ويو رات جو دير سان وري ڪيس

هٿيارن ۽ نشي جي ڏوهه ۾ جيڪب آباد مان جهلي ورتائونس. ٻئي طرف بلوچستان جا صوبائي وزير جيڪب آباد پئي آيا ته سنڌن رستو روڪي گاڏين جي تلاشي ورتي وئي، ڪين عزت ڏيڻ بجاءِ بيعزت ڪيو ويو، ڪين گرفتار ڪيو ويو.

"ڪالهه" ٻي هئي جڏهن "حيدرآباد سازش ڪيس" ۾ بلوچ ۽ پختون قوميتن جا اڳواڻ حيدرآباد جيلن ۾ بند هئا ۽ هتان جا سنڌي اڳواڻ- نيڻ وڇائي، وڪالتون ڪري سنڌن امدادون ڪندا هئا ۽ چوندا هئا ته "ٻاهر" حاڪمن جي جيل ۾ "مهمان" آهن، اسان- عوام جو فرض آهي ته انهن جي واهر ڪريون. "ڪالهه" مير غوث بخش بزنجي جهڙو شخص به اسان جي حاڪمن گرفتار ڪيو هو، اڄ ان جو پٽ به اسان گرفتار ڪيو آهي.

"ڪالهه" جڏهن سنڌ جا ڪجهه اڳواڻ شهيد فاضل راهو، ممتاز علي ڀٽو، منظور وسان ۽ ٻيا مڇ ۽ ڪوئيٽا جيل ۾ رکيا ويا هئا ته بلوچن جي مهندارن کان، جيڪا چڱائي پُڳي سا ڪيائون، سنڌين جي ڇانو تي ٻيٺا. ۽ اڄ وري اسان کي ڪالهه ياد ڪَرائي وئي آهي.

سنڌ جا حاڪم سلطان صاحب! پاڻ حاڪميت اهڙي نه ڪريون جو ويڇا وڌن، دوريون ٿين، مظلوميت جو رشتو ۽ تند ٽٽي. عوام، صدين کان گهٽي ۾ گهٽو پاڪاريو ٿي غلط پاليسيون هلائيندڙ حاڪمن خلاف آهي. سنڌي عوام- لطيف ۽ سچل جي عوام، بلوچن، بنگالين ۽ پختونن جي سرويچ ثقافت کي نه رڳو پنهنجو ڪيو آهي پر ان سان پيار به ڪيو آهي. سنڌي عوام بي پهچ آهي پر پوءِ به لاوارث سنڌي عوام کي اهو هرگز قبول ناهي ته بلوچ قوم مٿان ظلم "سنڌي" حاڪم کان ڪرايو وڃي يا پختون توڙي سرائيڪي عوام جو هڪ ماڻهو به سنڌين جي گهاٽي ۾ هُجي. عوام کي جيڏو پيار رانجهي سان آهي تهڙو هير سان. عوام کي سسئي پنهنجي سرِ کان عزيز آهي، پر پنهونءَ جا پيرا ته ان پنڌ تي آهن. جي پنهل ويو ته پوءِ ڇا ڪري سگهبو؟ ۽ پنهون سوا سسئي ڪانه سونهندي. منهنجا حاڪم!

اسان کي اجڙيل دلين وارو اجڙيل ڀنڀور نه کپي، اسان پنهنجو عهد ورجايون ٿا.

جمعو ٢٨- جون ١٩٩١ع. جاڳو

# سنڌي ادب جا مسئلا ۽ ڪلچر کاتي جو سيمينار

اڄ سنڌ جي ثقافت کاتي طرفان سنڌي ادب جي مسئلن تي سڏايل سيمينار ٿي رهيو آهي. سنڌي ادب جا مسئلا، سنڌي قوم جي نبض آهن. پر اها ڳالھ سرڪار کي تڏهن مٿي ۾ ويهندي جڏهن اها واقعي سنڌي ادب جي اهميت کي سمجهندي. ثقافت کاتو جڏهن سنڌي ادب جي اهميت کي سمجهي ٿو ۽ ان ڳالھ کي ڌيان ۾ رکي، ان جي مسئلن متعلق سيمينار ڪوٺي رهيو آهي، تڏهن مٿس هي به فرض ٿئي ٿو ته مسئلن جي اُڪلاءَ ۾ مدد ڪري ۽ ان ڏس ۾ خود اديبن کان به مدد وٺي ۽ پاڻ کي حاصل ٿيل وت کي ڪم آڻي.

جڏهن اسان چئون ٿا ته سنڌي ادب سنڌي قوم جي نبض آهي، تڏهن ڳالھ جي پهرين ضمانت شاھ لطيف آهي ۽ جنهن ضمانت کي سچل سرمست اڳتي وٺي هليو ۽ اڄ سنڌي ادب جا هزار رنگ آهن ۽ هر رنگ پاڻ نئين کان نيون گهرايون رکي ٿو. ان حساب سان سنڌي ادب پاڪستان جي ٻين سمورين ٻولين کان وڌيڪ سگهارو ۽ وڏي مقدار ۽ معيار جو مالڪ آهي. ان جا ڪارڻ هي آهن ته سنڌي اديب، شعور ۽ ادب جي عالمي وهڪرن سان به پنهنجي ويجهڙائي رکي آهي ۽ ٻي ڳالھ ته پنائي چواڻي "ڏک لڳو ڏونگر ٻريو- پينر ڪاٺي پونءِ."

سنڌي ادب جو سڀ کان وڏو ۽ بنيادي مسئلو هي آهي ته سنڌي ٻولي کي اڳتي وڌڻ ڏنو وڃي. پاڻ ان کي پوئتي هٽايو پيو وڃي. پاڪستان جي سمورين فطري ٻولين سان ته اها ويڌن آهي جو ته سڀ کان وڏي صوبي پنجاب جي چپ ڪپي چڏي وئي آهي. سنڌي اڪيلي ٻولي جنهن ۾ گهٽي کان گهٽو ادب سرجي ٿو، ۽ اهو سڀ، ان الميي جي هوندي ٿي رهيو آهي ته سنڌ ۾ پڙهيلن جو تعداد وڌ ۾ وڌ چوڏهن يا پندرهن سيڪڙو ٿئي ٿو. تازي هڪ جائزي موجب، شهرن کي ڇڏجي ته ٻهراڙين ۾ پڙهيلن جو تعداد پنج سيڪڙو ۽ ڏهائي ڪجھ آهي. جنهن شيءِ جو نالو آزادي آهي ۽ جيڪا چون ٿا ته پاڪستان جي نالي ۾ حاصل ڪري چوڙي ۽ هنڌائي وئي آهي، ان کان اڳ سنڌ ۾ پڙهيل ماڻهو

۴۲سيڪڙو هئا. سنڌي قلمڪار جنهن قوم جي ذهني سيرابي جو ڪم ڪري رهيو آهي، ان جي پنهنجي ٻولي جي لکيل لفظن تائين پهچ آهي ئي ڪانه. اها حقيقت حڪومت جي پنهنجي ته پيدا ڪيل آهي ئي آهي پر سياسي پارٽيون جيڪي عوام ۽ سنڌ جي ڳالهه ڪندي ڪندي هڪٻئي جي ڳتڙن کي جهلي بيٺيون آهن، تن کي به هن ڏس ۾ ڪائي مت نٿي اچي. ٻڌايو ته اسان کي جهالت جي هن گپ منهجان ڪير ڪڍندو؟ اسان پنهنجي قلمڪارن کي گذارش ڪنداسين ته حڪومت تي زور ڀرڻ ته پنجن سالن جو هڪ اهڙو پروگرام تيار ڪري جنهن جو نتيجو سنڌ ۾ سؤ سيڪڙو ماڻهن جو پڙهي وڃڻ ٿئي. سياسي پارٽين تي دٻاءُ رکو ته، اهي چاڪاڻ ته نسبتي طرح اسان جا سماج جي ڏتڙيل ئي سهي پر انڌا منڌا منظم ادارا آهن تنهنڪري هڪٻئي جي ڳتڙن مان هٿ ڪڍن ۽ ڪم ڪن. هنن لاءِ ڪم هي آهي ته جيترا وٽن ميمبر ۽ ڪارڪن رجسٽر ٿيل آهن، هر ڇهين مهيني ۾ اوترا ٻيا اڻ پڙهيا ماڻهو، اسان کي اخبار پڙهڻ جي لائق ڪري ڏين. ۽ هنن کي چيو وڃي ته جي اهو ڪم نه ٿيون ڪن، ته سنڌن خلاف تعليمي غيرت جو طوفان اٿاريو ويندو.

سنڌي لئنگويج اٿارٽي قائم ڪرڻ جا اعلان ٻه ٽي حڪومتون ڪري چڪيون آهن. هاڻوڪي وڏي وزير ته ان لاءِ رقم ۽ بورڊ جي جوڙجڪ جو به اعلان ڪري ڇڏيو هو، پر اٿارٽي کي جُيئن ته تعليم کاتي جي حوالي ڪيو ويو آهي ۽ اهو کاتو هن وقت سنڌي استادن، عملدارن ۽ تعليم لاءِ "ڪوس گهر" بنجي ويو آهي، تنهنڪري وري نه ڪنهن ٻڌو ته اٿارٽي ڪهڙي ڏنڌي سان آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جهڙي ٿڌي طبيعت وارو بزرگ دانشور اٿارٽي جو چيئرمن ته بڻايو ويو، پر هن جي صلاحيتن کي اٿارٽي لاءِ ڪم ڪڍڻ اٿيو. اسان مطالبو ڪنداسين ته سڀ کان پهرين سنڌي ٻولي اٿارٽي کي سنڌ جي ڪلچر کاتي جي حوالي ڪيو وڃي ۽ ڪلچر کاتو هن اٿارٽي جي مقصدن ۽ جوڙجڪ کي، ڏيڍ ٻه سال اڳ سنڌي اديبن کان گهرايل تجويزن جي روشني ۾ طئي ڪري، ٻولي جي واڌاري جا هدف مقرر ڪري ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جو ڪم شروع ڪري.

ٿيون مسئلو آهي ته سرڪاري اديبن وارو ڪلچر پيدا ڪرڻ بند ڪيو وڃي. هوائي جهازن جون ٽڪيٽون، فائيو اسٽار هوٽل، اسلام آباد جا سير- سپاٽا، ڪنهن کي اعتراض نه ڪرڻ گهرجي، پر سرڪار کي يا سرڪار جي اهڙن ادارن کي محسوس ڪرڻ گهرجي ته اديبن جي ميڙن ذريعي جڏهن حڪومت پنهنجي ساک کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪن به ڪاغذي توڙي حقيقي اديبن

کي پذيرائي ڏئي گهرائي ٿي، تڏهن انهن کي پنهنجي ماڻهن کان ڪٽي ٿي ڇڏي. ان سان نه حڪومت جي ساک نهي ٿي، نه انهن اديبن جي تخليقي سگهه کي ڪا مدد ملي ٿي. ماڻهو پنهنجا هجن ظلم ۾، حڪومت هجي غيرنمائنده ۽ اديب وينا هجن اسلام آباد ۾ ته اها بنيادي انساني حقن سان ويساهه گهاتي ٿئي ٿي، جمهوريت سان به دشمني آهي ته عوام سان به رشتا ڇنڻ جي ڳالهه ٿئي ٿي. هي بلڪل صحيح آهي ته حڪومتون اديبن ۽ دانشورن کان عقل پرائينديون آهن پر ان لاءِ اڳ ۾ حڪومتن کي پنهنجي داغدار چادر بدلائڻي پوندي.

ٽين ڳالهه هيءَ آهي ته حڪومت هلي سچي عوام جي پئسي تي ٿي، تنهنڪري مٿس فرض ٿئي ٿو ته بنا ڪنهن فرق جي هر مناسب تصنيف جي اشاعت ۽ وڪري جو انتظام ڪري. سنڌ ۾ ان ڏس ۾ سنڌي ادبي بورڊ ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جا ادارا موجود آهن. سنڌي ادبي بورڊ جي ڪارڪردگي سڀني جي اڳيان آهي. اسان جي هيءَ ئي اخبار ادبي بورڊ جي فنڊن تي هلندڙ وڏيرڪين جو ذڪر ڪري چڪي آهي. پهريائين ته ان جي جوڙجڪ کي سڌاريو وڃي ۽ جيڪي ماڻهو، عوام جي شعور جي واڌاري جا خيرخواهه آهن تن کي سنڌي ادبي بورڊ جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس تي آندو وڃي، ۽ گڏوگڏ ڪين احتساب جي سامهون رکيو وڃي. سنڌالاجي تي به اهڙو اصول لاڳو ڪيو وڃي.

ٻيو مسئلو هي آهي ته سنڌي ادب تي "نظرداري" ٻين لفظن ۾ ان تي جاسوسي ڪرڻ جي سرڪاري توڙي غيرسرڪاري روش کي ختم ڪيو وڃي. هن وقت ظاهري طور اهڙي شيءِ نظر نٿي اچي پر ستر واري ڏهاڪي ۾ سوين سنڌي رسالن ۽ ڪتابن کي بندش هيٺ آندو ويو هو ۽ اڄ تائين ڪوبه سرڪاري پڇتاءُ سامهون نه آيو آهي، جنهنڪري معاملو پنهنجي جاءِ تي موجود آهي. اديب جي Non- Confirmist (ڪنهن به خيال، نظرئي، عقيدي ۽ اقتدار سان مصالحت نه ڪرڻ) هجڻ تي فتوي ڏيڻ اظهار جي آزادي واري بنيادي حقن جي خلاف آهي. سياسي اقتدار تي هتي جهڙي قسم جا ماڻهو پهچن ٿا، تن کي هرڪو سڃاڻي ٿو، پر ادبي تقريبن لاءِ هي جيڪي پرايون لکايل تقريرون پڙهندا آهن، تن ۾ اديبن کي نصيحتون ڏيندا آهن ته هيئن ۽ هوئن لکندا ڪريو. اهو قصو به بند ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن هي ڳالهيون ڪنهن کي سمجهه ۾ اچن ٿيون ته پوءِ وڌيڪ ڳالهيون به ڪري سگهجن ٿيون.

# سنڌ مٿان مڙهيل ڪربلا جو نئون منظر

ارڙهين جون جي رات کان ١٩جي شام تائين سڄي سنڌ مان سياسي ۽ واٽ ويندڙ ماڻهن جي گرفتارين جو تعداد هڪ هزار کان مٿي ٿي ويو ۽ چيو ويو ته اجا سلسلو هلندو. چون ٿا ته دهشتگردي خلاف ڪيس هلائڻ واري ٽربيونل جي جج نبي شير جوڻيجي جي قتل جي جاچ ۾ هي گرفتاريون ٿي رهيون آهن.

ايڏي وڏي پيماني تي گرفتارين ڪيئي سوال، خدشا ۽ انومان پيدا ڪيا آهن. ۽ اهي خدشا انڪري وزندار آهن جو سنڌ حڪومت پنهنجي روايت مطابق اڳ پوءِ جاچڻ کانسواءِ الزام پيپلزپارٽي مٿان هٽي ڇڏيو آهي. جنهن ڏينهن تي نبي شير قتل ٿيو ٿئي ٿو، اُن ئي ڏينهن کان هزارين گرفتارين جي منصوبي تي عمل شروع ٿي ٿو وڃي- ڇا هي سڄو ناٽڪ اڳ ئي رٿيو ويو هو؟ ڏاڙيل ۽ رهزن ڇتا، سڄي پوليس، سياسي گرفتارين جي پوئتان پئجي وئي آهي هميشه ائين ئي ڪيو ويو آهي. سياسي دشمنيون پاڙڻ ۾ جنبيل رهڻ سبب ڌوهارين لاءِ ميدان صاف رهي ٿو ۽ همراهه خوش ته حڪومت پيا هلائن ۽ واهه جو سنڌن انتظام آهي! ڪراچي ۾ خاص طرح سان ڳوٺن تي چڙهايون ڪيون ويون آهن ۽ رڳو سنڌين جي بدبختن ٿي آهي. گرفتاريون اڳ ۾ بنا ڏسڻ وائسڻ جي ڪيون ويون آهن ۽ سچاڻپ پوءِ ٿيندي. ٿاڻي وارا چون ٿا ته ڪين مٿان لسٽون مليون آهن ۽ جن ماڻهن کي جهلي آيا آهن، جي اُهي ساڳيا لسٽن وارا نه نڪتا ته ڪين ڇڏي ڏنو ويندو. رهي ڪا هن ملڪ ۾ انساني حقن جي احترام جي ڏپ؟ جيڪو سنڌي ڏسو سو جهلي وٺو، جاچ هلي ٿاڻي تي ڪبي. جي ماڻهو ساڳيا نه نڪتا، ته پوءِ سنڌن کيسا خالي ڪري ڪين ڇڏي ڏبو. ان وچ ۾ گاريون به کائيندا ۽ بي عزت به ٿيندا. جڏهن حڪومت خود ايڏي مجرم انداز سان، پنهنجي ماڻهن سان پيش ايندي ته پوءِ ماڻهو هنن کي ڪهڙا هار پارائيندا.

۽ هيڏانهن ساڳئي ارڙهين جون جي ڏينهن تي ايم ڪيو ايم جي باغي ڌڙي جي اڳواڻن جي پهچڻ ۽ پريس ڪانفرنس کي خطاب ڪرڻ کان وٺي جو

شهر ۾ ماراماري شروع ٿي آهي ته اُتي سرڪار کي قدم کڻڻ کان ٻـرو ٿو چڙهي. نبي شير جوڻيجي وانگر ٿي ٻـه سرڪاري اهلڪار پوليس وارا ڏينهن ڏٺي جيل جي دروازي وٽ مارجي ويا. گرومندر ۾ ٻـين هنڌن تي بسن تي فائرنگ ٿي آهي. لانڍي ۽ ملير ۾ رڻ متو پيو آهي، اخبارن کي ٽيليفون تي خبرون ڇاپڻ کان روڪڻ ۾ ٻـي صورت ۾ نتيجا ڀوڳڻ جا دڙڪا ڏنا پيا وڃن. هي سڀ ڪجهه نيٺ آهي ڇا؟

ڪٿي ائين ته ناهي ته نبيٰ شير جوڻيجي جو قتل، باغي ڌڙي جو ڀڄڻ، ڪراچي ۾ تاڙا واڙا پئجي وڃڻ ۽ گرفتارين جي وٽ وٺان، ٻـارهن ايم پي ايز جو ايم ڪيو ايم جي باغي ڌڙي سان ٺهي وڃڻ ۽ سنڌ حڪومت جي وزيرن جي ڇهرن جا پنا لهي وڃڻ سڀ هڪ ئي منصوبي جون ڪڙيون هجن. غيب جي پردي پويان پڪ ملڪ سان کهڙي خيرخواهي ٿي رهي آهي سو ماڻهن کي ڪهڙو پتو!

هن مهل تائين سنڌ حڪومت چوٽ ۾ جيڪي ٻه الزام هنيا آهن تن پٺتي فائر (Back fire) ڪيو آهي. پر هن ڀيري پٺتي فائر ٿيڻ جي خدشي کي ٽارڻ لاءِ گرفتارين جي گوڙ ذريعي خفگي کان جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ٿي رهي آهي. ۽ گرفتاريون به رڳو پ پ پ وارن جون ناهن. سنڌ جي اندرين علائقن مان ملندڙ اطلاعن موجبِ جساف (ت)، عوامي تحريڪ (حڪمران ڌڙي سميت) ۾ ٻـين جون گرفتاريون ڪيون ويون آهن. ٿي سگهي ٿو ته ڄام صادق علي کي سياسي طور صفا اڪيلو ڪري، ايم ڪيو ايم جي طاقت کي به ڏڪ هڻي سنڌس سهارو کسيو پيو وڃي- ۽ نوبت اتي اچي بيهي جو سياڻي ڪو هٿ ڏيڻ وارو به نه هجين.

پر اسان اڄا به وڏيڪ خدشن جا انومان ڏسي رهيا آهيون. اسلام آباد جا حاڪم ڄام صادق علي جي شان ۾ جنهن وکر جي ڳنڍ ٻڌندا آيا آهن، سو شهرن ۾ امن امان جي حالت سڌارڻ وارو بهانو آهي. هاڻ اهو بهانو ۽ اها ڳنڍ به کلي پئي آهي. هاڻي "جائين تو جائين ڪهان." ڏسو ته پڇائڻ وارا ڪيئن ٿا ڪڇڻي پڇائين.

اڃا هڪ دپ هي به آهي ته ايم ڪيو ايم جي پنهنجي جهيڙي جو رخ پاڻ ماڻهن ڏانهن موڙيو وڃي. جيڪي هن وقت تائين سڀ ڪجهه ڪندا آيا آهن، انهن کان ڪجهه به پري ڪونهي.

اسلام آباد جي حاڪمن کي گذارش ڪنداسين ته پنهنجي غيبات کي

ڪنٽرول ۾ رکن. هتي ماڻهن جي حياتين ۽ سنڌ جي امن جو سوال آهي. توهان کي، توهان جي ڪوشش سان جيڪڏهن "مثبت" نتيجا حاصل نه ٿيا آهن ته ان جا ڏوهاري ٻه، ادا سائين توهان پاڻ آهيو ۽ توهان ٻه سنڌ ۽ سنڌين ۾ هتي رهندڙ ٻين آبادين جي قسمتن سان ديوءَ تي کيڏيا آهيو. جيڪڏهن اجا ٻه توهان نئشا ڊاپيو ته پوءِ پنهنجي سياسي هاضمي جو علاج ڪرايو- ضرور ڪا خرابي آهي.

جيڪڏهن ميان نوازشريف جي حڪومت پنهنجا پير نه سڌاريا ته غير سياسي غيبات جيڪا ملڪ جي قسمت کي لاٽون سمجهي ڦيرائي رهي آهي، سا پنهنجو شڪار رڳو سنڌ کي ئي نه مرڪز واري سندس حڪومت کي ٻه بنائيندي.

جمعو- ٢١ جون ١٩٩١ع. جاڳو

# دعائون- جن جي اگهامڻ جي ضمانت نه هجي!

وفاقي حڪومت ملڪ ۾ ناجائز هٿيار جمع ڪرڻ جي مهم ٽيليويزن، ريڊيو ۽ اخبارن ذريعي شروع ڪري ڇڏي آهي ۽ مدو ڏنو اٿس ته ١٥- جولائي کان پوءِ ناجائز هٿيار رکڻ وارن کي هيڏيون ڪي هيڏيون سزائون ڏنيون وينديون. ملڪ جو هر پرامن شهري، حڪومت جي هن مهم جي ڪاميابي جو خواهشمند آهي. هٿيارن ۽ نڪاون خلق جا مزاج خراب ڪري ڇڏيا آهن. ايڏا هٿيار گڏ ٿي ويا آهن، جو جيئڻ تان ارواح کڄي ويو آهي. جتي نه جمهوريت هجي، نه دليل هجي، نه وچور هجي ۽ هٿيارن جو خانگي شعبو ايڏو زور وٺي وڃي، جو اها نوبت به ويجهي پئي ڏيکارجي، ته بس ۾ سيٽ وٺڻ لاءِ به ماڻهن کي هڪٻئي خلاف پستول جي گهرج محسوس ٿئي- اهڙي حال ۾ ڪير جيئڻ چاهيندو- پاڪستان ۾ زندگي وڏي لاچاري بڻجي وئي آهي. جيئڻ جي راهه اها بچي آهي ته هر ماڻهو هٿيار ڪٺي، ملڪ سڄو مقابلي جي حالت ۾ اچي وڃي ۽ هر ماڻهو سڄو ڏينهن تارا ڦوتاري، سونڊ چاڙهيو وتي ۽ سندس آڱر لبلبي تي هجي- ۽ ملڪ سڄو وحشي جيوت جو لوڪ- ملاڪڙو ٻٽيل هجي!

اهڙي حالت ۾ حڪومت، ملڪ کي مهذب بنائڻ جو خواب ڪٺي هلي ته ظاهر آهي سيني ماڻهن جون دعائون ساڻس گڏ هونديون. ڇو ته ماڻهن جي وڏي اڪثريت هٿيار خريد ڪرڻ جي سگهه نٿي رکي ۽ اهڙي زندگي گذارڻ جو شوق ڪاٻه قوم پالي نٿي سگهي. هي اهڙو شوق آهي، جيئن ڪنهن شاعر چيو هو "مون کان پاليو نا ٿئي، شوق اوهانجي جو شينهن!"

پر اڄ پنجين جولاءِ تائين حڪومت جي هن مهم جي موٽ جي باري ۾ ڪو اطلاع ڪونهي. نتيجا سيني جي سامهون آهن. ڪنهن ٿاٽي به اطلاع نه ڏنو آهي ته وٽس ڪو ناجائز هٿيار آهن، بسي ماڻهو يا ته ٻوڙا، گونگا ۽ اڻ پڙهيا آهن يا وري هنن وٽ هٿيارن جي ناجائز هئڻ جو تصور، حڪومت جي تصور کان مختلف آهي. يا وري حڪومت جي خلوص جي باري ۾ ڪو ڀروسو شايد اڃا ملڪ ۾ ڄايو ئي ڪونهي- ۽ حڪومت اهو سڀ ڪجهه ڄاڻي واڻي يا

شايد يورڙائي ۾ محسوس ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجي خلوص جو سچو پوڙ هاڙي چڏيو آهي. ان حالت ۾ ظاهر آهي ته هر بيگناهه ۽ معصوم ماڻهوءَ ڪيءِ جيڪڏهن ڪو بچيو آهي ته سرڪار سان ضرور همدردي ڏيندي.

هي به اندازو آهي ته حڪومت جڏهن هن مهم جو فيصلو ڪيو هوندو، تڏهن ان جو پورائو ڏيڻ واري ساک جو به لحاظ سوچيو هوندو. نيٺ پاڪستان ۾ حڪومت کان وڌيڪ عقل جو اڪابر ٻيو ڪير ڏيندو! پر رڳو حيرت ٿي ته ڏک جي به ڳالهه آهي ته ڪالهه ڪراچيءَ جي ڊي آءِ جي پوليس کان سنڌس پريس ڪانفرس ڪانپوءِ هڪ صحافيءِ خانگي نموني سوال ڪيو ته ناجائز هٿيار رکندڙن حڪومت جي هن مهم مان ڏينديءِ ڪيترا هٿيار جمع ڪرايا آهن، ته هن ٻڌايو ته هڪڙو به نه. ۽ شهرين لاءِ جن جي ووٽ سان "سچي به" هيءَ حڪومت قائم ٿي آهيءِ اهو اطلاع ڪيڏو ڏکوئيندڙ ٿي سگهي ٿوءِ ته هٿيارن وارن، مملڪت خداداد پاڪستان جي ڪرتا ڌرتا انتظاميا توڙي سياسي حڪومت جي هن مهل تائين لکين ڪلاشنڪوفن جي ملهه برابر مهم کي ڪنگهيو به ڪونهي! حيف هجي هٿيارن وارن تي!

چون ٿا ته ڪراچيءَ جي شهر ۾ هڪ لک کان وڌيڪ ڪلاشنڪوفون آهن. ۽ جن وٽ آهن تن ۾ حڪومت جا سياسي مائٽ به شامل آهن. اُهي زور پنهنجي بيانن ۾ حڪومت جي حمايت به ڪري رهيا آهن، ته سرڪاري سان سر لڳي. هنن جون ڪلاشنڪوفون خريد ڪرڻ واريون اپيلون به عالم آشڪار آهن ۽ سرڪار کي خبر به آهيءِ پر سرڪار اُنهن کي غير قانوني هٿيار جمع ڪرڻ لاءِ چيو به آهي الائي ڪونه- ڪو پتو ڪونهي. اها چڱائي جيڪڏهن سرڪار پنهنجي گهران شروع ڪري ها ته ڪيڏو نه آٿت ٿئي ها، ماڻهن کي!

وري مزيدار ڳالهه ولي خان ڪئي آهي. هيڏانهن سرڪار هيءَ عاليشان ۽ خاصي خرچ واري مهم شروع ڪئي آهي، هوڏانهن سرڪار جي پنهنجي گهر جو سياسي ڀاتي ولي خان چوي ٿو ته، افغان "جهاد" جي نالي ۾ جيڪي هٿيار آيا، سي پاڪستان جي نظرياتي سرحدن جي رکوالي ڪرڻ جي دعويدار جنرلن کلئي عام وڪرو ڪيا آهن. هن موقعي تي ولي خان کي پنهنجي اها ڳالهه ورجائڻ جو ضرور ڪهڙو پيو هو! پر اها ڳالهه به حڪومت جي حاتم طائي جي اتاهه سخاوت وانگر، اتاهه خلوص جو مظاهرو ڪري ٿي. ۽ حڪومت جي اها سچائي ڪا اڄ جي ته آهي ڪانه. قبائلي علائقن کان يا افغان "جهاد" جي محاذن تان، الاهي پرانهين فاصلي کان هٿيارن جو هيڏو تعداد، سنڌ تائين پهتو ڪهڙي طرح چون ٿا ته هٿيارن جي سپلاءِ کي دائم ۽ قائم رکڻ جو ڏنڌو به

سرڪاري جي موجودگي ۾ ٿيو آهي. پاڪستان ۾ دليل نه هجي، جمهوريت نه هجي، انساني حقن جو احترام نه هجي، ائين ۽ قانون نه هجن- پر سرڪار هوندي ٿي هوندي آهي- پنهنجن لفظن، محاورن، وردين، ۽ ۽ فرضن سميت.

بلوچستان ۽ سرحد صوبن جا قبائلي چون ٿا ته هٿيار هنن جي ثقافت جو حصو آهن ۽ حڪومت پنهنجي دماغ مان هرڪو خلل ڪڍي ڇڏي. ولي خان چوي ٿو ته افغان "جهاد" وارا هٿيار ملڪ ۾ ڪلئي عام، جنرل پاڻ وکرو ڪيا آهن- ۽ اُنهن پئسن مان هنن پرڏيهه ۾ وڏيون ملڪيتون ٺاهيو، ملڪ جي نظرياتي سرحدن جي دفاع جا مورچا قائم ڪيا آهن. حڪومت جا سياسي مائٽ، جن ٽيليويزن ۽ وي سي آر وڪڻي هٿيار خريد ڪرڻ جو اپيلون ڪيون هيون تن پينسل تکي ڪرڻ وارا چاقو به جمع نه ڪرايا آهن. هٿيارن جي سپلاءِ ڪي بلوچستان ڪان توڙي پنجاب جي سڄي سرزمين لتاڙي سنڌ پهچائڻ وارن جي ڪابه سڃاڻپ نه ٿي آهي. ٺاٺن وارا بدانتظامي ڪري اوباسيون ڏئي رهيا آهن، عوام پريشان آهي ۽ وقت اسان جي ملڪ مٿان ڏند ڪڍي کلي رهيو آهي- ۽ اسان خوش آهيون ته اسان به ڪنهن ملڪ جا شهري آهيون!

سرڪاري توڙي غير سرڪاري شعبن جي چٽر ۽ خونخوار مذاق هن ملڪ تان ڪڏهن لهندا- ڪا خبر ناهي. سرڪار پنهنجي ارادن ۾ انساني رت ۽ انساني دل وارا جذبا ڪڏهن پريندي- ڪو اندازو ڪونهي. آرڊيننس مٿان آرڊيننس لاڳو ٿي رهيا آهن پر انهن تي عمل ڪهڙا فرشتا ڪرائيندا، ڪو ٻڌائڻ لاءِ تيار ڪونهي.

۽ اسان پنهنجو پاڻ تي ۽ عوام تي سلامتي جون اهڙيون دعائون گهرندا رهنداسين جن جي اگهامڻ جي ڪابه ضمانت ڪانهي.

جمعو ٥- جولائي ١٩٩١ع. جاڳو

## پاڪستان يا سياسي ڀوت خانو

پاڪستان هڪڙن خاص قسم جي سياستدانن جو ڀوت خانو بڻيل آهي، آءِ جي آءِ هاڻوڪي حڪومت اجا ڪيڙو چنبي اقتدار جي گاديءَ تان ڏوڙ به نه چنبي آهي، ته حڪومت کان ٻاهر ويٺل ڀوت هلچل ۾ اچي ويا آهن ۽ وڏي تيزيءَ سان ٻانهون لوڏي رهيا آهن. ڏوريون زور سان ڇڪيون ويون آهن ۽ طوطن کي رٽايل لفظ، سندن چپ تي اچي ويا آهن. هڪ هنڌ تي تڪ ٻڌي بيٺل پتلا عجيب قسم جا نينگ ٽپا ڏئي رهيا آهن. اهڙا ئي هڪ ٻي ڪنڌ وارا اڳ ۾ ٽپڪيون ڏئي ڏوريون ڇڪائي عجيب آواز ڪڍي، تاج پائي اجا نهي نڪي وينا ئي ڪونهن ته وري ٻين کي حرڪت ۾ آندو ويو آهي. ڏوريءَ وارن هٿن جي خارش ختم ٿيڻ جو نالو نٿي وٺي. پنهنجي ئي ڪنهن من پسند چونڊ تي ڪفايت ڪرڻ به اُن هٿ کي نٿي اچي. عوام ته ويچارو تماشو ڏسڻ وارو آهي. ۽ تماشي جي اخلاقيات ۽ قانونن تي هن مخلوق جو ڪو وس هلڻ وارو ڪونهي.

غلام مصطفيٰ کر ٻن ٽن ڏينهن کان سڌيون سمجهه ۾ ايندڙ ڳالهيون ڪري رهيو آهي. چوي ٿو ته ميان نواز شريف جي حڪومت، پاڪستاني فوج جي دشمنن کي خوش ڪري رهي آهي. هي ٻُرڪو، زاهد سرفراز جي مصالحن کان ڪجهه وڌيڪ ئي ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي.

نواز شريف جي حڪومت کي حزب اختلاف سان، سنڌ حڪومت جي معرفت تمام وڏا دنگل ڪرائي جمهوري عمل جي ٻن لازمي ۽ اٽٽ حصن کي ڇني هڪٻئي کان ڌار ڪيو ويو. قومي اسيمبلي جي اسپيڪر گوهر ايوب جي نيڪ نيتي کي به هٽي ٽڪائي، اڻ لاڳاپيل شيءِ بڻايو ويو، جو اُن کي وائيٽ پيپر جاري ڪرڻ سان گڏ مطالبو ڪرڻو پيو ته حڪومت کي استعفيٰ ڏيڻ گهرجي. جن جا ڪن ترسي رهيا هئا، تن جي دلين کي ٺار ڏنهن پهتو، جڏهن بينظير جي زبان مان قومي اسيمبليءَ کي "بوگس" سڏيو ويو. هڪ ئي وقت تي ٻه ڪم ٿيا- جهيڙو به وڌيو، اسيمبلي جي ساک به فقط پاڪستان ۾ ئي نه پر دنيا ۾ شڪ جو شڪار ٿي. اهڙو ڪم ته آءِ جي آءِ جا اُهي ميمبر به نه ڪري سگهيا، جن گذريل ڪئين اجلاسن ۾ پنهنجون ڏنيون وائنيون غيرحاضريون ڪري، ايوان جو ڪورم پورو ٿيڻ نه ڏنو هو.

۽ هاڻ وري هڪ نئين آزمائش صدر غلام اسحاق خان کي به ضرور ڏسڻ گهرجي. اٺين ترميم جي خاتمي وارو پي ڊي اي جو اهو بل، جيڪو ايندڙ

اجلاس ۾ پيش ڪرڻ جون خبرون اخبارن ۾ اچي چڪيون آهن. ڪير ڪيڏو ٻه طاقتور هجي پر آزمائش جي گهڙي هر ڪنهن تي اچڻي آهي. ڪير ڪنهن جي لاءِ کهڙيون ڪچٽيون پچائي ٿو ۽ ڪير ٿو ڪنهن کي مال پڙا ڪارائي- هيڏي يا هوڏي!

پر هن سڄي ويڙهه جو دردناڪ پاسو هي آهي ته سمورو جهيڙو، مٿان نظر ايندڙ مال متاع تي ٿي رهيو آهي. اسٽيٽسڪو (Statusquo) جا حامي هڪبئي سان جنڊاپٽ ۾ آهن ۽ هيڏانهن عوام سان نسورو ناحق هلي رهيو آهي. عوام کي پاڪستاني فلمن واري اهڙي هيروئن بنايو ويو آهي جو ٻئي سورما هڪ ٻئي کي اچي رهيا آهن. شڪلين ۽ مهاندن ۾ ماڻهن کي ٻتال ڪيري، صاف سٿري سياست کي سرنهن جيڏا داٽا ڪرڻ ڪانپوءِ ان جو تيل ٻه ڪيو پيو وڃي. ڪو پنهنجي ڏاڙهيءَ جو مک ڪندو، ڪنهن کي پنهنجي تڪڻ چمڪائڻي آهي ۽ ماڻهو ان آسري ۾ ته هي مهاندو بدليو يا هو بدليو ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو!

قوتون سڀ جون سڀ زور آزمائي جو شوق پالي ويٺيون آهن. ۽ رڳو عوام ئي آهي جنهن جي پنهنجي سڄي قوت، سڄي سگهه داڻ ڦاڻ ٿي رهي آهي. ڪنهن ٻه بهتر سياسي حڪمت عملي ۽ عوامي تنظيم ڪاري جو عقل نه هئڻ ۽ پوءِ پنهنجي عقل جي ڪٺل هئڻ تي ڌيان ڏيڻ بدران غيرضروري مايوسيون پالي ڪيئي سياڻا سيبتا سياستدان، ٻه عوام کي ڪمتر، بيڪار ۽ ڌيان نه ڏيڻ جوڳي شيءَ سمجهي، هڪ هڪ ڪنڌا چڏيندا ويا. پوءِ جيڪو رشتو بچيو آهي سو هي ته هاڻ ماڻهن کي ٺڳجي ڪيئن. ۽ ان ڪاريگري جا شڪار، ماڻهو ٻه ٿيا آهن. ماڻهن ٻه هاڻ حاڪمن کي ڪپڙن وانگر بدلائڻ جو شوق پالي ويٺا آهن ۽ خارش زده اسلام آبادي هٺ اول کان آخر تائين ان حالت جو ذميدار آهي. نتيجو هي ٿيو آهي ته "اصل ادارا" عام راءِ کي وڏين چالاڪين، گهڻن محاذن ۽ وڏي سيڙپ سان پنهنجي مرضي مطابق موڙي وٺن ٿا ۽ موڙين رڳو ان ڪري ٿا ته ملڪ ۾ هنن ڪانسواءِ ڪنهن کي ٻه استحڪام نه ملي.

پاڪستان هڪ استحڪام دشمن ڪُن ۾ ڦاسايو ويو آهي ۽ اُن ڪُن جا سياستدان، مٿان کان چڪر هڻي، ڪِڪ پِن وانگر سڄو ڦيرو پورو ڪري وري ٻاهر نڪتا واٽ وٺيو رمندا رهن ٿا ۽ ڪُن سلامتيءَ سان پاڻ کي مضبوط ڪري رهيو آهي. هينئر وري پاڪستان غيريقيني جي وڏيڪ ڪيفيت ۾ ڦاسايو ويو آهي. جيڪي اڳ ۾ هن راند جو حصو بڻيا، جيڪي پوءِ بڻيا يا جيڪي اڳتي بڻبا سڀ پنهنجن غرضن جا غلام آهن.

اسان سمجهون ٿا ته ملڪ لاءِ استحڪام جي ضرورت آهي ۽ اُهو استحڪام هجي ٻه جمهوريت لاءِ پوءِ، جمهوريت ڪٿي چڪناچور حالت ۾ هجي.

چنڇر ٦- جولائي ١٩٩١ع. جاڳو

# زوال- جنهن جو آثار بہ نہ ليسي!

"سنڌ جي اوپرائپ لڳ ڀڳ مڪمل ٿي چڪي آهي. رياست ڪي جيئن پوءِ تيئن وڏي جنگي سردار جي حيثيت سان ڏٺو وڃي ٿو، ۽ ڌاڙيلن ڪي جهلڻ ۾ حڪومت جي نالائقي ظاهر ڪري ٿي تہ عام ماڻهو حڪومت ۽ ڌاڙيلن مان ڪنهن ڪي چڱو نٿا سمجهن انڪري غيرجانبدار آهن."

ڊان اخبار جي ٧- جولاءِ واري ايڊيٽوريل صفحي تي اقبال احمد جي شايع ٿيل مضمون ۾ اها مٿين ڳالهہ ڪئي وئي آهي. ليکڪ جو چوڻ آهي تہ اسان جو ملڪ واعدن سان غداريون ڪرڻ جو ملڪ آهي ۽ ان ڏس ۾ آمريتون ۽ جمهوريتون ساڳي ڳالهہ آهن. هن مضمون ۾ اقبال احمد پاڪستان جي ڪنهن بہ حڪمران کي نہ بخشيو آهي. هن ذوالفقار علي ڀٽي کي بدنظمي جو شهزادو، جنرل ضياءَ جي راڄ کي مڪروهہ حڪومت ۽ بينظير، جنهن کي سندس لفظن ۾ جون آف آرڪ سمجهيو پئي ويو، سا اڻ ڄاڻائي ۽ نالائقي جي مهاراڻي سڏيندي، نوازشريف جي دور کي سماج ۽ رياست جي گهري گهوٽالي جو دور سڏيو آهي. اقبال احمد هي بہ چوي ٿو تہ سنڌ ۾ ڪابہ حڪومت ڪانهي ۽ ڄام صادق هڪ مهانگو اسڪينڊل آهي.

ليکڪ جي هنن ڳالهين ۾ خاص دم آهي. حڪمرانن پنهنجي محدود مفادن خاطر پاڪستان سان جيڪي جٺيون ڪيون آهن تن رڳو عوام کي نہ اهنجايو آهي پر خود رياست جا بنياد ۽ ادارا مڪمل طور تي کوکلا ٿي چڪا آهن. هنن وٽ وطن، اُن جي خوشحالي، عوام ۽ قانون جو ڪوبہ سچو تصور ڪونهي. هن وقت حالت جيڪا بہ آهي اُن منجهان عوام بہ بيزار آهي تہ حڪمران پاڻ بہ مطمئن ڪونهن. عوام جي بيزاري سماجي ڇڙواڳي کي جنم ڏنو آهي ۽ حڪمرانن جي بي اطميناني قانون جي بالادستي جو جلوس ڪڍي ڇڏيو آهي. ڌاڙيل برابر ناسور آهن پر حڪومت کهڙي چڱي آهي. اُها تہ پاڻ پنهنجي هٿان ڪنڌرُ ناانصافين ۽ بدعنوانين جي لٽ مار ذريعي ڌاڙيلن ناهڻ جون فئڪٽريون قائم ڪري ويٺي آهي. مٿان هڪڙا پيا ٿولا وطن ۽ عوام جي

تصورن ۽ حقيقتن جا احترام لتاڙي خوفناڪ ۽ خونخوار راند ۾ مصروف آهن. هنن ملڪ کي اهڙي حال تي رسايو آهي جتي واقعي آمريت ۽ جمهوريت پنهنجا مفهوم وڃائي ويٺيون آهن. جيڪڏهن آمريت اچي ٿي ته رياستي ادارا سڀ جا سڀ ڪمزور ٿين ٿا. جيڪڏهن آمريت جي سياسي نظام ۾ عوام کي ٻاهر رکي ڪنهن کي ڪا چڱائي نظر اچي ٿي ته اُها ثابت ٿيڻ گهرجي. ثابت انڪري نٿي ٿئي جو آمريت ۾ ايڏي ئي بي- ايمان ۽ بدعنوان آهي، جيڏي جاگيردارن ۽ چوڌرين جي جمهوريت. جمهوريت ۾ بس ايترو فرق پوي ٿو جو وچولن طبقن ۽ شهري ماڻهن کي ٿوريون گهڻيون آزاديون ملن ٿيون، جن ۾ ٻه معاشي آزادين جو نالو نشان ڪونهي. ڀھراڙين جو انتظام هلائيندڙ پوليس ۽ روينيو کاتا جيترا آمريت ۾ ذميدار آهن اوترائي جمهوريت ۾. فرق رڳو هي آهي ته بدعنوانين ۾ مارشل لا دور واري بارودي عملدار جي جاءِ، حڪمران سياسي پارٽي جا مڪاني اڳواڻ والارين ٿا، پر اُهي وردي ۾ ناهن تنهنڪري هنن جي اوگهڙ حمام جي اندر واري اوگهڙ ڪانهي- بلڪل ظاهر ظهور آهي.

پاڪستان وانگر، شايد دنيا جو ڪوبه ملڪ نه هجي، جتي گڏيل آدرش ۽ اُصول جي ايڏي اٺاٺ هجي. شايد ڪوبه ملڪ نه هجي جتي وحشي- جيوت ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندو هجي. پاڻ انگريز جي غلاميءَ ۾ ايڏا پريشان نه هئاسين جيڏا هن پنهنجي ڪرتوتن جي غلامي ۾ آهيون.

الميو هي آهي ته سنڌ کي هڪڙي سياسي مار ڏني وئي ۽ ٻي بدعنوانين، موقعي پرستين ۽ غدارين جي مار ڏني وئي آهي. قومن ۾ اُڙيا ٽڙيا غدار پيدا ٿيندا هوندا، پر اسان وٽ باجماعت غدارن جون قطارون آهن. اسلام آباد کي جن ۾ غداري ڪرڻ جي تو نظر اچي ٿي، تن جون لسٽون ناهيون وينا آهن ۽ واري ڦيري پئي هلي، پر ان ڪم جي ڪابه منزل مراد ڪانهي. ٿيڻ ايئن گهرجي ته اسلام آباد پنهنجي ان ڏنڌي تي نظرثاني ڪري، پر "چري ويران وير وڏ" آهي. بدقسمتي سان حاڪمن جي ان لاڳيتي ڪيڏ، اسان جا سياسي قدر تباهه ڪري ڇڏيا آهن. هنن جو "شان" ۽ "لئي" ورهين کان پنهنجي رعب سان قائم آهي تنهن ڪري سياستدان عوامي تقاضائن منجهان هٿ ڪڍندا وڃن ۽ عوام ٻه رڳو شڪلين جي پسند ۽ اٽوٽت تي اچي پنهنجي سياستي فيصلي کي بيهاريو آهي- باقي پرڪار ته سڀ ڏٺا پيا آهن.

اقبال احمد جي ڳالهه درست آهي ته آمريت ۽ جمهوريت ۾ پاڪستان اندر ڪو فرق ڪونهي، پر هن جو مطلب هي نه هئڻ گهري ته پاڻ ڪنهن اجتماعي

خودڪشي جي واٽ ورتون. هتي ڪنهن به جمهوريت کي هلڻ نه ڏنو ويو آهي تنهنڪري اُها آمريت جهڙي نظر اچي ٿي. نوازشريف جي خانگي شعبي جي برتري قائم ڪرڻ واري جمهوريت به ان معنيٰ ۾ هڪ طرفي ۽ آمريت جهڙي نظر اچي ٿي جو اُها حڪومتي شعبي جي صنعت کي ته چند هٿن ۾ ڏئي رهي آهي پر فوجي صنعتن کي هٿ ئي نٿي لائي. جيڪڏهن ڪو اٽوٽندڙ ڪم ڪرڻو آهي ته اُهو به ايمانداري سان نٿو ڪيو وڃي.

سڀ ڳالهيون پنهنجي جاءِ تي، پر اقبال احمد پنهنجي مضمون ۾ پاڪستان اندر جمهوريت جي پڪريءَ مٿان موجود ڪاتيءَ جو ذڪر نه ڪيو آهي ۽ ڏکن جو ڪارڻ اُها ڪاتي آهي جيڪا هر معقول ڳالهه ڪندڙ کي پنهنجي ئي نظرن ۾ احمق بڻايو ڇڏي ۽ جڏهن زوال جي اها حد اچي بيهي ته اهو ايڏو زوال آهي جو نه روم کي آيو نه قديم تهذيبن کي آيو نه ڪميونزم کي. تاريخ جي هر زوال جا آثار موجود آهن، پنهنجي زوال جو ته ڪنهن کي آثار به هٿ نه ايندو!

سومر ٨- جولائي ١٩٩١ع. جاڳو

# ملڪي سالميت جا مالڪ ڪير؟

## سرڪار يا عوام!

پاڪستان سان اهڙو ڪو پسڻ آهي، جو اُن سان دشمني، خيرخواهيءَ جي نالي ۾ جيئن شروع ٿي آهي ته ڪُتي جو نالو نٿي وٺي. حڪمرانن جي ڪوتاهه نظري ۽ بي ڌياني جيڏو نقصان خدا جيءَ هن ملڪ کي پهچايو آهي، ايڏو شايد ئي ڪنهن ٻي ملڪ کي پهتو هجي. ان ڪان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿئي ته ڪو ملڪ پنهنجي ڄمار جا چوويهه سال به پورا نه ڪري، ۽ اڌو اڌ ٿي وڃي ۽ باقي جيڪو بچي، اُن تي ڪاتيون تکيون ٿينديون رهن. اُن حساب سان نه رڳو هي ملڪ مظلوم آهي پر هن جا ماڻهو به نهايت رحم جوڳا آهن، ڇو ته جتي هو رهن ٿا، اُتي حڪمرانن جا ٽولا اهڙي نسل سان تعلق رکن ٿا جن وٽ وطن جو ڪو تصور ڪونهي. هنن جو دين ايمان آهي ته رياست ۾ اُن تي قبضو- پوءِ ڪٿي ڇا به ٿئي!

اسان جا محترم حاڪم سمجهن ٿا ته هن ملڪ جي عوام کيءَ هڪ ٻئي سان ڳنڍڻ جا وسيلا ٽئڪسن جو نظام، بجيٽ، ملڪ جو سربراهه، وزيرن جو تعداد، اسيمبليون يا مارشلائي ضابطا ۽ صدارتي آرڊيننس، ريڊيو ۽ ٽيليويزن يا هڪ رپئي جو نوٽ آهي جيڪو هر ڪنهن جي هٿ مان گذري ٿو. جيڪڏهن قومي وحدت جو سامان رياستي ادارا هجن ها ته اوير پاڪستان ڪڏهن بنگلاديش نه ٿئي ها. جيڪڏهن ائين هجي ها ته رياستي نظام جهڙو انگريز جو مضبوط هو، اهڙو ٻئي ڪنهن جو ناهي پر انگريزن کي تيڙ ويڙهي دنيا مان روانو ٿيو، پنهنجي ڪُنب وسائي پئي. پر اسان وارا حاڪم طبقا، بنا اُلڪي هر ڪا ڳالهه رياستي ادارن جي حوالي ڪري، اُنهن تي غير جمهوري نظام مڙهي بالم ٿيا گهمندا ٿا وتن ۽ جڏهن به بدنظمي جي نئين لهر تي پيدا ٿئي ته ڪوڪلن دڙڪن تي دارو مدار رکي رياستي ادارن جي عملي کي ٽي اي- ڊي اي جو ٻرڪون ڏئي خرچ وڌائي ٿا ڇڏين. پاڪستان جي وسيع اڪثريت تعليم، روزگار، مناسب اجهي، علاج ۽ پورين ڪئلرين واريءَ کاڌي کان محروم آهي. آئين ۾ وري لکيو اٿن "مملڪت خداداد". خدا جي ڏنل اها مملڪت حاڪمن جي شوق شڪار جي

ميدان کان سواءِ ٻيو ڪهڙو روپ ڌاري سگهي آهي؟

هنن جو سچو مانداڻ عوام جي وچ ۾ جذباتي، سياسي، معاشي، ثقافتي، نفسياتي ڳانڍاپڻ ۽ محبتن جي اٿهوند تي بيٺل آهي. پاڪستان جو عوام سنڌو ساگر کان خيبر تائين هڪ ٻئي جي اندر کان ڪٽيل، اڻ واقف ۽ اوپرو آهي. پاڪستان جي عوام جي وچ ۾ رابطي جا سمورا وسيلا تخريبڪاري جو شڪار ٿيل آهن. ماڻهن جو پاڻ ۾ رابطو، جيڪو ملڪي سلامتي جي اول ۽ آخر ضمانت بنجي سگهي ٿو، سو ڪٽيو ويو آهي، جيئن اڳوڻي اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جي ماڻهن وچ ۾ ڪٽيل هو. پاڪستان جي ٻنهي حصن جا ماڻهو، هڪٻئي جي ٻولين، شاعرن، اديبن، مصورن، ڳائيندڙن، ثقافتي ورثن ۽ مزاجن کان مڪمل طور تي اوپرا هئا. ماڻهن جي وچ ۾ رشتو مضبوط هجي ها ته حڪمران ملڪ کي ٽوڙڻ ۾ قطعي طور تي ڪامياب نه ٿين ها.

ٿورا ڏينهن اڳ اسان جو ڪهاڻيڪار ۽ ڪالم نويس محترم امر جليل اسلام آباد کان ڪراچي آيل هو، جتي هڪ اخبار کي انٽرويو ڏيندي کانئس پڇيل ان سوال تي ته هو سنڌي اديب هوندي، اردو ۽ انگريزي ٻولين ۾ لکڻ جي ضرورت ڇو ٿو محسوس ڪري؟ ٻڌايو ته هو پاڪستان جي مظلوم ماڻهن جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڪري رهيو آهي، جنهن جي وچ ۾ سمورا رابطا ڪٽي ڇڏيا ويا آهن جتي سنڌين کي فقط ڌاڙيل يا ويڪائو مال سمجهيو وڃي ٿو.

جليل جو چوڻ هو ته، هو هاڻ ٻه چئلينج ٿو ڪري ته پاڪستان جي سمورن صوبن جي پڙهيل ماڻهو کي سنڌس صوبي ۽ زبان کي ڇڏي ٻي ٻولي ۽ صوبي جي ٽن اديبن، ٽن شاعرن، ٽن ڳائڻن، ٽن مصورن، ٽن موسيقارن يا زندگي جي جنهن به شعبي سان سندس واسطو هجي، اُن سان لاڳاپيل ماڻهن جي خبر ڪانهي. جليل هي به ٻڌايو ته جنگ ۾ دشمن هڪ ٻئي جي سپلاءِ لائين، رابطو، پيغام رساني ڪٽڻ لاءِ پليون، رستا، ٽيليفون جون تارون ڪٽڻ جي ڪوشش ڪري، طاقت جي وچ ۾ رشتو ختم ڪندا آهن. ساڳئي نموني سان پاڪستان جي عوام جي دشمنن، عوام جي وچ ۾، سندس اندر جون پليون ڊاهي ڇڏيون آهن. فقط اتي بس نه ڪئي وئي آهي. هر ماڻهوءَ پاڪستان ۾ جيترو پنهنجو پاڻ کان اوپرو آهي، اوترو ٻئي هنڌ نه ملندو. هتي ماڻهوءَ جو پنهنجي خوشين ۽ ڏکن تي اختيار ڪونهي.

ماڻهن جون چڱايون پنهنجو پاڻ ۾ ڳنڍيل ناهن، تنهنڪري برائين ۽ خرابين جي رابطن انهن جي جاءِ ورتي آهي. اولهه پاڪستان ۽ اوڀر پاڪستان جي ماڻهن وچ ۾ نفرتون پيدا ڪرڻ کانپوءِ ئي پاڪستان جي سالميت تي فوجي

ڪارروائي ڪئي وئي هئي. ٻنهي حصن جا ماڻهو هڪ ٻئي کي چڱو سمجهن ها ۽ ان سمجهه جي وچ ۾ ڳانڍاپن جون ڪي غير رياستي شڪليون هجن ها ته رياستي ادارن جي مهندارن يا سياسي قوتن کي چنڊ جو موقعو نه ملي سگهي ها. اولهه پاڪستان جا ماڻهو، اوڀر پاڪستان جي ماڻهن جي نظرن ۾ استحصالي هئا ۽ اولهه پاڪستان وارن جي نظرن ۾ بنگالي غدار هئا. اهي ڪهڙيون عينڪون هيون، جن سان ماڻهن هڪٻئي کي ڏسي نفرتن جو اعلان ڪري ڇڏيو. جڏهن هو هڪٻئي کان پوري طرح واقف ئي ڪونه هئا ته پوءِ ايڏو فيصلو ماڻهن کان ٺهرايو ۽ تيار ڪنهن ڪرايو. جو ملٽري ائڪشن ٿيو ته اولهه پاڪستان مجرماڻي تماشي بازي جو رويو اختيار ڪيو. نتيجو ته هي ٿو نڪري ته جن کي ائڪشن ڪرڻو هو، تن ٻئي ماڻهن کي ان ڏک سان لاتو ۽ اهي اڄ به ملٽري ائڪشن جون ڳالهيون ڪن ٿا ۽ ان ڪانسواءِ هنن کي پنهنجي وجود جو ٻيو ڪو سبب به نظر نٿو اچي. جيڪي سياستدان ان سوچ جا پيچ لٽڪائو هئا اهي اڄ به وڏي ڪرسيءَ جا چچڙ ٿيا وينا آهن.

امر جليل ٻڌايو ته هو سنڌ جو دورو ڪري موٽي آيل ٽيم جي هڪ صحافي جي اخبار ۾ ڏنل خبر تي تڙپي اٿيو ته هي سنڌ سان ڪهڙو ظلم ٿي رهيو آهي. خبر ۾ صحافي ٻڌايو ته سنڌ ۾ ڪنهن گهر تي هن کي پاڪستان جو جهنڊو نظر نه آيو. اها خبر پڙهڻ سان ماڻهن کي ۽ ايجنسين کي ۽ فوج کي في البديهه اهو خيال اڀندو ته سنڌ وارا پاڪستان کي پچن ئي ڪونه ٿا. جليل پوءِ ٻڌايو ۽ هڪ ڪالم ۾ به ذڪر ڪيو ته هن اخبار جي ايڊيٽر کي فون ڪيو ته پنهنجي آفيس جي دري مان ليئو پائي اسلام آباد شهر تي نظر ڦيرائي ته ڪنهن جي گهر تي پاڪستان جو جهنڊو لڳل آهي ۽ جيڪڏهن ڪونهي ته ڇا اسلام آباد تي سنڌين جو قبضو ته ڪونه ٿيو آهي. اهو آهي پاڪستان جي ماڻهن جي وچ ۾ ڳانڍاپي جو ذريعو. ڪوڙو، بي ايمان ۽ خطرناڪ ذريعو- صحافت!

نتيجو ڇا آهي؟ هي ته سنڌي سڀ ڌاريل آهن. ماريو هنن کي. وٺو ۽ اسلام آباد به سنڌ لاءِ پنهنجون پاليسيون، رياستي ادارن ۽ ان سان واڳيل صحافت جي رپورٽنگ کي بنياد بنائي ٺاهين ٿيون. اسان سنڌ جي عوام ۽ سنڌ جي تاريخي شهرين طرفان ٻڌايون ٿا ته اسان کي رياستي ادارن ۽ انهن جي پاڇي ۾ ٿيندڙ صحافت جي بنياد تي تيار ٿيندڙ پاليسين سان اتفاق ڪونهي. اسان کي حڪمرانن جي ملڪي سالميت جو ڏنڊي باز تصور قبول ڪونهي.

اربع ١٠ جولائي ١٩٩١ع. جاڳو

## سنڌ جون زمينون نہ کسيو- کسيل زمينون واپس ڪريو

تورا ڏينهن اڳ "جاڳو" شهہ سرخي سان خبر ڏني هئي تہ وفاقي حڪومت، سنڌ سرڪار کي چيو آهي تہ "ٻي زمين ۽ ٻي گهر ڪيل" ماڻهن لاءِ ڪيس سنڌ جي زمين گهرجي. وفاقي حڪومت کي ان ڪم لاءِ جيڪا زمين گهربي هئي، سا سنڌس نظرن تي بہ چڙهيل هئي. تنهنڪري فرمائش ڪئي وئي تہ سنڌ جي زرعي توسيعي کاتي وٽ اُتر سنڌ جي ضلعن ۾ جيڪي زرعي فارم آهن، سي ان مقصد لاءِ ڏنا وڃن.

"ٻي زمين ۽ ٻي گهر ڪيل" اهي ماڻهو ڪير تي سگهن ٿا، جيڪي وري ايڏا پيارا بہ آهن جن کي چئن ضلعن خيرپور، سکر، جيڪب آباد ۽ شڪارپور جي ضلعن جا سنڌ سرڪار جا زرعي فارم گهرجن، جن تي سوين ڪٽنبن جا هزارين ماڻهو بہ پلجي رهيا آهن، تہ سنڌ حڪومت جي ان کاتي کي تجربا بہ ڪرڻا پون ٿا ۽ ڪيس آمدني بہ ٿئي ٿي. سنڌي هارين کي ٻي گهر ۽ ٻي زمين ڪريو، چو تہ وفاقي حڪومت کي پنهنجا ڪي ٻي گهر لاڏلا ورسائڻا آهن! چون ٿا تہ اهي لاڏلا، اُهي ماڻهو آهن جن مان هڪڙا تہ ڪالاباغ ڊئم جي اڏاوت کان متاثر ٿيندڙ آهن ۽ ٻيا اُهي جيڪي سنڌ ۾ امن امان جون حالتون خراب ڏسي، هتان پنهنجون زمينون ۽ ملڪيتون وڪڻي پنجاب ويا هئا ۽ جن کي وڏو مسئلو بنائي، سنڌ تي تنقيد ڪئي وئي هئي ۽ سنڌ جو وڏو وزير اها "گلا" لاهڻ لاءِ اُتي وڃي واعدو ڪري آيو هو تہ، هو پنهنجي سر پاڻ انهن کي سنڌ ۾ آباد ڪندو.

خبر کي شايع ڪرڻ ڪانپوءِ اسان ويهي انتظار ڪيو تہ متان سنڌ حڪومت توڙي اسلام آباد وٽ ڪا وضاحت هجي ۽ اُها سامهون اچي. پر هيترن ڏينهن جي انتظار ڪانپوءِ هاڻ سمجهڻ گهرجي تہ وضاحت يا ترديد ڪنهن وٽ ڪانهي ۽ نظرون جيڪي سنڌ جي زمين تي کتل آهن، اُهي ڪنهن اخباري خبر ڏي ڦرن ئي ڪونہ ٿيون. ڏيان ۽ گيان جيڪو آهي سو انهن زرعي فارمن تي آهي ۽ لالچ جون بزرگيون ۽ درويشيون، سنڌ جون ٻنيون ڏسي ولايت کي پهتيون آهن!

سنڌ جي زمينن تي رياستي ادارن ذريعي ٿيل قبضن جو داستان ١٩٤٧ع

ڪان شروع ٿئي ٿو ۽ اڄ ڏينهن تائين ساڳئي جوش خروش سان جاري آهي ۽ ان شوق جو جنون ڪنهن هڪ گهڙي لاءِ گهٽ نٿو ٿئي. ڌرتيءَ جا وارث وتن ڌڪا کائيندا ۽ هنن جا قبضن مٿان قبضا آهن. پاڪستان ٺهڻ ڪان ٻه گهٽو اڳ جڏهن سکر بئراج ٺهيو ته بئراج ايراضين جي زمين ڪٽڻ لاءِ پنجاب جا ماڻهو سنڌ پهتا. پاڪستان قائم ٿيو ته ڪوڙن ڪليمن تي لکين ايڪڙ زمين تي ورهاست ٿي. جن ماڻهن ڪليم ۾ زمينون حاصل ڪيون، سي سڀ ڪوڙا هئا، ڇو ته هاڻي اهي سموريون زمينون وڪامڻي به سال ٿيا آهن. سوٽ، ڪوٽ ۽ انگريزي ٽوپلا پائي ٽانگن ۽ جيپن تي چڙهي آيل ماڻهو روينيو کاتي جي مٿين عملدارن کان وٺي مختيارڪارن ۽ تپيدارن تائين نڙڪ. ٺڳي ڪري وڏين ايراضين جا مالڪ ٿي ويا ۽ پوءِ ڌرتيءَ سان ايڏي ته هنن جي وابستگي هئي جو وڪڻڻ ۾ دير ئي نه ڪيائون. وري ون يونٽ ٺهيو ته پنجاب مان قافلا سنڌ ڏانهن اچڻ شروع ٿي ويا. ڪو ضلعو، ڪو تعلقو، ٽپو مشڪل سان بچيو جتي پنجاب مان آيل ماڻهن کي آباد نه ڪيو ويو هجي. زمينون، قرض، آبپاشي جو پاڻي، بجليون سڀ ڪجهه هنن کي مهيا ٿي ويون. لکين ايڪڙ اي- ڪلاس زمين فوجي جنرلن کي الاٽ ٿي. سکر، جيڪب آباد، لاڙڪاڻو، نوابشاهه، سانگهڙ، ميرپورخاص ۽ ٺٽي ضلعن ۾ اعليٰ درجي جون زمينون پنجاب واسين کي ڏئي ڇڏيون ويون. سنڌي ۽ انهن جي ترقي ۽ روزگار جي ضرورت کي ڏسڻ واريون اکيون ڇڙ ته رياستي ادارن کي هيون ئي ڪونه. بيدرديءَ جو اهو داستان اتي ختم نٿو ٿئي. فوجي ڇانوڻين جي نالي ۾، صنعتن جي نالي، پولٽري فارمن ۽ زرعي فارمنگ جي نالي ۾ اڃا تائين لٽمار جو قصو جاري آهي. ٺٽي ضلعي ۾ ڪوهستان سان ملندڙ علائقو جاري شڪار آهي جتي فوجي ڇانوڻي جي ٺهڻ کان اڳ ۾ فوجي عملدارن سستن اگهن تي مڪاني ماڻهن ۽ بورڊ آف روينيو کان زمينون ورتيون آهن ۽ وڏن اگهن تي ڇانوڻي لاءِ وڪڻي رهيا آهن.

سنڌ کي ڳڙڪائڻ جي بڪ، جيئن پوءِ تيئن وڌي رهي آهي. شايد ئي ڪا زمين بچي ڪانهي تنهنڪري سرڪاري فارمن تي قبضي ڄمائڻ جو ارادو ڪيو ويو آهي. هن لٽ ۾ هڪ اڌ مقامي ماڻهوءَ کي، ڀاڱي ڀائيوار ڪيو پيو وڃي. ڇون ٿا ته گهوٽڪي واري فارم جي ڪجهه حصي تي هڪڙي "بي زمين ۽ بي پهچ مسڪين" شخص سردار غلام محمد خان مهر جي به اک آهي.

ان قسم جي لاڳيتي عمل سنڌين کي سمجهڻ تي مجبور ڪيو آهي ته سنڌ کي ڪالوني بنايو ويو آهي. جڏهن سنڌ مان اها دانهن آئي تڏهن به هنن کي مت نه آئي. اٽلو وڌهي پيا ته زمين، نوڪرين ۽ ٻين وسيلن تي غيرسنڌي قبضي

خلاف جيڪو ڳالهائي ٿو سو ملڪ دشمن آهي. بجاءِ سمجهڻ جي ته هيڏي کنهن سان به ٿئي ته ڇا اُتي ان عمل جي آجيان ٿيندي؟ دنيا ۾ جهيڙو هلي ئي ان ڳالهه تي ٿو. هڪڙا وسيلن ڦرڻ تي آهن ۽ ٻيا بچائڻ تي آهن. جتي ڦرڦرائي آهي اُتي نفرت آهي- ۽ جيڪڏهن نفرت ڪنهن هڪ ملڪ جي اندر آهي ته ان کان وڏيڪ ملڪ- دشمني ٻي ڪا ٿي نٿي سگهي. هتي هي سمجهڻ ته ڪونه ٿا پر فقط سنڌ جي وسيلن تي قبضو جمائڻ ۽ ان کي قائم رکڻ لاءِ ڪڏهن مارشل لا ڪٽي ٿا اچن ته ڪڏهن ڪوڙ- بچائي جي جمهوريت. چئي چئي بيٺا آهيون، سمجهائي ٿڪا آهيون ته ٻيلي ڏاها ٿيو ائين نه ڪريو، پر هنن جو ڳن- کهاڙي ساڳيو آهي. اسان سنڌ دوست ۽ انسان دوست قانوندانن کي گذارش ڪنداسين ته اُهي سنڌ جي وسيلن تي قبضي خلاف ڪيس تيار ڪن ۽ سياسي پارٽيون ڪجهه چئو ٿاهين.

اسان وري به وفاقي حڪومت کي گذارش ڪنداسين ته هي قبضي وارو عمل ختم ڪيو وڃي ۽ هن وقت تائين جيڪو ڪجهه به قبضي هيٺ آندو ويو آهي سو سنڌ کي واپس ڪيو وڃي ته جيئن محبتون وڌن ۽ نفرتون ڏڪالجي نڪرن. ملڪي سالميت جي سڀ کان وڏي ضمانت انصاف آهي. باقي سڀ ڪجهه ڦري- هڪ قوم کي ڪنگال ڪري سندس بيڪار ماڻهن کي ڏاڙيل بڻائي ڇڏڻ جا نتيجا سنڌي به ڀوڳين پيا ته سياسي حڪومتن کي به استحڪام نٿو ملي. ڪنهن قوم جو حق کائي سک ڦٽائي، پنهنجي لاءِ سڪون ڳولڻ جي ڪوشش ڪندؤ ته اها اجائي ڪوشش ٿيندي.

اسان سنڌ حڪومت کي به منٿ ڪنداسين ته اُها هن سڄي قصي تي نظرثاني ڪري ۽ وفاق کي سمجهائي. اسان سنڌ حڪومت کان هي به مطالبو ڪنداسين ته ڪليمن ۽ توڙي ٻين صورتن ۾ ۱۹۴۷ع کان وٺي ڏنل زمين جا انگ اکر گڏ ڪري، دستاويز تيار ڪري. جيڪو ڪم سرڪار پاڻ ڪيو آهي، اُن جو دستاويز نه هجڻ ۾ ڪهڙي خرابي آهي!

آچر ۱۴- جولائي ۱۹۹۱ع. جاڳو

# سنڌ- غير سنڌي ڪامورن جي نو آباديات

سنڌ مٿان سياسي اقتدار جي موجوده قيادت، سنڌ ۽ سنڌين جي خيرخواهي متعلق جيڏي متنازع ٿي آهي، ايتري ٻي ڪابه سياسي حڪومت نه ٿي آهي. ٻيا ماڻهو ڇا به چون، پر سنڌين جي پنهنجي راءِ جو وزن ايڏانهن اُتل بيٺو آهي ته ڪجھ ماڻهن پنهنجي ذاتي اقتدار جي خاطر هي سڄي صورتحال پيدا ٿيڻ ڏني آهي. شروع ۾ ڪجھ ماڻهو جو خيال هو ته هاڻوڪي حڪومت ظاهري طرح سنڌ لاءِ ڪيڏي به نقصانڪار هجي پر پوءِ به جيڪي ڪم ڏيکاريندي، سي اڳتي هلي هرڪو ساراهيندو. مگر جي ماءَ واري آسري تي به گهڻا ڏينهن هلياسين- ۽ نيٺ اها گهڙي به آئي جو آسرو لاهي، سڀ ڪجھ انهن جي آڏار تي ڇڏي ڏنو ويو جيڪي وينا آهن. ٻوڙين توڙي تارين- سندن مرضي. پر هڪڙي ڳالهه بهرحال هن وقت تائين ثابت ٿي آهي ته اسان جي ڪرمن منجهان ڪير به اسلام آباد وارن سان ڪيڏو به سچو ٿئي، انهن کي هلائڻ يا ختم ڪرڻ، اُن جي پنهنجي مرضي ۽ اختيار تي آهي- ۽ ان ڪري ئي ڄام صادق علي وک وک تي اسلام آباد سان وفاداري جو ڀرپور مظاهرو ڪيو آهي تڏهن به سندس اقتدار افواهن، گمانن ۽ شڪن جي ٻڌتر ۾ رهندڙ ٻيڙيءَ تي بيٺل آهي. ڏينهن جي ڪپ تي نينگر جي ڪڏڻ واري ڳالهه آهي. ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڇا ٿيندو، اڄ ڇا ٿي رهيو آهي، سڀاڻي ڇا ٿيندو ۽ اُن کان پوءِ ڏينهن تي ڇا ٿيندو- هڪ سلسلو آهي بي يقينين جو. ۽ انهن بي يقينين ۽ بي اعتبارين جو مقصد ڄام صاحب جي اقتدار جي مدد ڪرڻ بلڪل ڪونهي، پر ٻين کي ان آسري ۾ رکڻو آهي ته توهان به پنهنجي واري جو انتظار ڪريو- ڳالهه ٻن چئن ڏينهن تي آئي بيٺي آهي.

ڏسڻ وارا ڏسن ٿا ته سياسي سطح تي جيڪو ڪجھ ٿي رهيو آهي، سو ايڏو اهم ڪونهي، جيترو اصل حڪومت، يعني ڪامورڪي جوڙجڪ ۾ ٿي رهيو آهي. اڄو ته ٿورو ليکو ڪريون. سنڌ جو چيف سيڪريٽري سنڌي ناهي. ٻن ايڊيشنل چيف سيڪريٽرين مان هڪ سنڌي ڪونهي ۽ ٻيو جيڪو آهي اُن جي مٿان ايم ڪيو ايم جو وزير موجود آهي. سروسز کاتي جو سيڪريٽري سنڌي ناهي. هي کاتو، ترقيون، انڪوائريون، بدليون ۽ ٻيا تمام گهڻا اهم اختيار پاڻ وٽ رکي ٿو. جنرل ائڊمنسٽريشن جو سيڪريٽري سنڌي ڪونهي. وڏي وزير

جي انسپيڪشن ٽيم جو سربراهه سنڌي ناهي. هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس ۽ نئون مقرر ڪيل سنڌ جو محتسب اعليٰ به سنڌي ناهن، آءِ جي سنڌ پوليس به سنڌي ناهي. ڊي سي ۽ ايس پي جيڪي سنڌ ۾ رکيل آهن تن جو به حساب ڪبو ته سمورو توازن غيرسنڌين جي حق ۾ آهي.

ڇا هي سڀ اتفاق آهي؟ نظر جي ڀل يا ائين مڙوئي ٿي ويو آهي. مٿي اسلام آباد ۾ جيڪي سنڌي اهم عهدن تي هئا تن کي به هيڏي هوڏي ڪري ڇڏيو ويو آهي.

سنڌ کي خبر آهي ته سنڌي ڪامورا سڀ جا سڀ ڪو هرويرو مڙس ماڻهو ڪونهن، جو سنڌين لاءِ وڏي ڪا جهل ڪامورو آهي، اوترو ڀيو ڪوبه ڪونهي. ۽ پنهنجي اتي نڌڻڪائي سبب هو ٿيو به گهڻو ڪري سنڌ ۽ سنڌين جي خلاف استعمال آهي. عام سنڌي ماڻهو، پنهنجي ڪاموري تي به ايتروئي توائي آهي جيترو ٻين، انهن تي جن کي پنهنجو مخالف سمجهي ٿو. مجموعي طور تي سنڌي ڪامورو، پنهنجي ماڻهن جي امنگن ۽ ضرورتن کان ڪٽيل آهي. ڪيئي ڀيرا ڳالهه ڪئي وئي آهي ته جيترا سنڌي ڪامورا ڪراچيءَ جي شهر ۾ موجود آهن اوترو ڪل- ملائي به سنڌي اخبارون شهر ۾ نه ٿيون وڪامجن. هي هئڊروجن سان ڀريل ڦوڪڻا آهن جيڪي جنهن مٿيءَ مان ڳوهيل آهن، اُن جي واس منجهان پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ هر وقت آتا رهن ٿا.

پر هنن جا اهي اگهڻ سنڌي قوم جي ان حق تان هٿ کڻڻ ڏانهن بهرحال ڪونه ٿا وٺي وڃن ته حڪومتي ڪاروبار ۽ انتظام ۾ سنڌي هجن ئي نه. قدرتي حق ۾ انصاف جي اصولن سان اهو اسان جو حق آهي ۽ جيڪڏهن اسان جا ماڻهو اسان کي سرڪاري آفيسن ۾ نظر نه ايندا ته هڪ سخت اويري قسم جو احساس ضرور پيدا ٿيندو. ۽ ان احساس جي ذميداري اسٽيبلشمينٽ ڊويزن ۽ حڪومت جي مٿان ايندي ۽ اسان سمجهون ٿا ته اها ملڪ سان سچائپ ڪانهي.

هي سڀ ڪجهه بي خبري جو نتيجو قطعي طور ناهي. جماعت اسلام ۽ غير سنڌي جاسوس ايجنسين اسلام آباد کي هميشه لاءِ باور ڪرايو آهي ته جيئن سنڌي محب وطن ناهن، تيئن سنڌي عملدار به ملڪ سان سچا ڪونهن. اقتدار جي اصل حلقن ۾ هي خيال گهر ڪري ويٺو آهي ته سنڌي قومپرستي يا سنڌي ماڻهن جي حقن جي باري ۾ سجاڳي جو ڪم سنڌي عملدارن ڪيو آهي- انڪري هنن کي حڪومت ۾ رکڻو آهي تڏهن به مڙوئي ميار خاطر! سياسي لحاظ کان جيڪي سنڌي اڳواڻ مارشلائي ۽ رجعت پرست سنڌ دشمن مرڪز جا

ڀيرئين ڏينهن کان ڪهنا اتحادي آهن، اُهي به سنڌي عملدارن بابت اها ساڳي ٻولي ڳالهائڻ ٿا. اٽيلجنس ادارن جون ڪوڙ سان ڀريل رپورٽون، حڪومت لاءِ "خدائي فرمان" جو درجو رکن ٿيون ۽ انهن جو شڪار سڄي سنڌي قوم آهي، جنهنڪري سنڌي عملدار به ڀوڳي رهيا آهن.

اسان سنڌ جي وڏي وزير جي خدمت ۾ عرض ڪنداسين ته هن صورتحال جو نوٽيس ورتو وڃي. جڏهن وڏو وزير، اسلام آباد جي حاڪمن کي هي چئي سگهي ٿو ته هاڻي نظريہ پاڪستان ۽ مذهب جي نالي ۾ نہ پر مسئلن جي اُڪلاءَ ۽ معاملن کي صحيح تناظر ۾ ڏسڻ سان ئي ملڪ جي سالميت جي حفاظت ڪري سگهجي ٿي، تہ اسان ڪيس منٿ ڪنداسين تہ مرڪز کي اهو ٻڌائي ۽ پاڻ کي بہ سمجهائي تہ سنڌي قوم سان ٿيندڙ هي بي انصافي ملڪي سالميت لاءِ ڪهڙي طرح چڱي آهي.

اڳارو ١٦- جولائي ١٩٩١ع. جاڳو



سنڌي، فلسطينين وانگر پنهنجا ماڳ ڇڏي ڪيڏانهن وڃن. هن وٽ زندگيءَ جو ڪوبہ متبادل رستو ان ڪري ڪونهي جو وڏي پيماني تي سياسي منافقتن جو شڪار ٿيا آهن. سنڌن جيئاپي جي جدوجهد جيڪا بہ ٿوري گهڻي ٿئي ٿي، سا ڪنهن نہ ڪنهن مخصوص گروهہ لاءِ سوديبازي ڪرڻ جو وکر بڻجي پوي ٿي. ڏتڙيل ماڻهن جي پنهنجن مسئلن جي بنيادن تي سياست ڪئي ئي نہ وئي آهي.



تباهي جو ڪهڙو بہ وڏو مظهر هجي، ڪيڏو بہ وڏو طوفان هجي، زلزلو هجي يا ڪو جبل لاوا اوڳاڇي يا ڪو ٻيڏر پاڻ کي ڦوڪي دنيا ۾ گهڻي ۾ گهڻي جاءِ والارڻ جي ڪوشش ڪري پر انهن سڀني جي تباهي جي هڪڙي حد ۽ هڪڙو وقت ٿئي ٿو. حد کان ٻاهر ۽ وقت کان اڳتي تباهين ۽ بربادين جا دائرا نہ ٿا وڌي سگهن. اهو فطرت جو اصول آهي. ايم ڪيو ايم ۽ سنڌ ڪنهن زلزلي، ڪنهن ٻوڏ ۽ ڪنهن طوفان وانگر آهي ۽ ان جي جنم جو هڪ وقت ۽ هڪ گهڙي ٿيندي. جيئن تباهي جي شدت گهڻي ۽ تکي ٿيندي اُها اوترو ترت ختم ٿيندي.



قبلا! اکيون کوليو! هاڻي دور بدلجي ويا آهن. قومي اهميت جي معاملن تان رڳو ايم ڪيو ايم خلاف زوردار اخباري بيان ڏئي ٽيان نہ ٿا هٽائي سگهو. هاڻي ڪاري ڏاند جا مالڪ جاڳڻ جي مرحلي ۾ آهن. جيڪي توهان جي ٻين سان تہ ڇڏيو پر خود توهان کي پنهنجي مرتبي سان بہ بي انصافي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏيندا. ذهن ۾ رکڻ کپي، تہ ماڻهو پنهنجي ووٽ سان جيڪا عزت توهان کي ڏين ٿا، تنهن کي خود توهان جي هٿان نقصان پهچڻ نہ ڏيندا. ان شيءِ، ان امانت کي سنڀالڻ سکو. عهدا ماڻ جو مطلب رڳو اخبارن ۾ فوٽو ڪڍائڻ ناهي.



معاشري ۾ سمورا آدرش ۽ آئيڊيل آزمائجي چڪا آهن. اسلام، پاڪستان جو آئيڊيل آهي، پر پاڪستان، اسلام لاءِ ڪربلا جو ميدان ثابت ٿيو آهي. جمهوريت پاڪستان جو سياسي آدرش آهي، پر اُن سان جيڪا جنٽ ٿي آهي، تنهن جا ڪيتا سقراط کان وٺي ذوالفقار علي ڀٽي تائين لوڙيا ويا آهن. صنعتي ترقي پاڪستان جو آئيڊيل آهي، پر سرمائيڪاري ملٽري ڪامپليڪس ۽ سول بيوروڪريسي جي چنبيءَ کان ٻاهر ممڪن ڪانهي، جنهن ڪري قومي سرمائيدار بدران دلال سرمائيدار ڪليو ڪلايو وينو آهي. سوشلزم بہ پاڪستان جي "گهاٽي سرنهن" آزمائي وئي آهي، مضبوط مرڪز، ون يونٽ، هٿ ٺوڪيو وفاقي سرشتو- سڀ پنهنجا پريا ڏوٽي بيٺا آهن. نتيجي ۾ پاڪستان، هاڻي ڪنهن بہ "سماجي معاهدي" جو نالو ناهي ۽ اُن جو دستاويز نئين سر ٺاهڻ جي ضرورت زور سان اُڀري آئي آهي.

Sindhica
سنڌيڪا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجههِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻين کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".

- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)